# دنيا جا عظيم افسانا

(ڳڌيل ڀاڱا)

## سنڌيڪار: رشيد ڀٽي

ايڊيشن: پهريون 1966ع، ٻيو 1976ع، ٽيون 2005ع

Gul Hayat Institute

سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو

# فهرست


| موضوع | صفحو نمبر |
|---|---|
| چپائينڊز پاران | 4 |
| ڇُمي | 6 |
| يهودا جو حڪمران | 23 |
| پيءُ جو گناهه | 35 |
| قميصون | 59 |
| انڌي جي ميراث | 68 |
| لامان جي زال | 81 |
| سامبرءِ رستي جونس | 94 |
| هار | 101 |
| سالگرهه | 111 |
| ماڻهوءَ کي ڪيتري زمين کپي؟ | 120 |
| آس جا عذاب | 137 |
| ليننجن ۽ ماڪوڙيون | 143 |
| پردي جي پٺيان | 164 |
| جبرئيل جو موت | 170 |
| نشانو | 184 |
| گلن جي ڪونڊي | 199 |
| پائر | 203 |
| سربيا جي هڪ رات | 211 |
| بلڪل آزاد | 218 |
| جادوءَ جو گهوڙو | 241 |


Gul Hayat Institute

| | |
|---|---|
| انار داڻا | 260 |
| پَڳ-مَٽ يار | 297 |
| شهزادي سوسن | 308 |
| پرديس ۾ | 315 |
| چويهه مرد ۽ هڪ ڇوڪري | 322 |
| جاڙن جي جوڙي | 339 |
| مڪتب | 347 |
| ليليٰ مجنون | 359 |
| ميري روزيءَ جو پراسرار قتل | 379 |
| پهرين اڏام | 424 |
| ضميما | 427 |


Gul Hayat Institute

# ڇپائيندڙ پاران

افسانوي ادب هر دور جي سچاٽپ ٿئي ٿو. ڇو تہ اُن ۾ انسان جي هڪ ڊگهي نفسياتي تاريخ سمايل ٿئي ٿي. انساني جذبا، سوچون، وهم، وسوسا، ريتون رسمون ۽ مروج دور جو پورو ڪلچر هن تاريخ جا جزا آهن. البت، اها حقيقت آهي تہ هر دور پنهنجين پنهنجين تقاضائن سان سلهاڙيل ٿئي ٿو. جنهنڪري افسانوي ادب بنيادي طرح پنهنجي دور جو آئينو ۽ ترجمان آهي. پر جيڪڏهن اُن جا بنياد اعليٰ ترين عقليت ۽ گهري تدبر تي بيٺل آهن تہ اهو ادب جنم جنم جي جيت بڻجي وڃي ٿو. شايد انهيءَ امرتا هجڻ ڪري ماضيءَ جي افسانن ڪي پڙهڻ سان، اڄ بہ اسان صديون آڳاٽي انسان جي نفسيات جو نہ فقط اندازو ڪري سگهون ٿا. بلڪ اُن جي ذهني روش ڪي اڄوڪي دور سان ملائي هڪ تقابلي جائزو بہ وٺي سگهون ٿا. ڇاڪاڻ تہ قومن جي ترقيءَ ۽ اوسر ۾ اهڙي جائزي جي انتهائي ضرورت هجي ٿي. دراصل تقابلي جائزي وٺڻ جو مقصد بہ اهو هوندو آهي تہ: هڪ فرد يا گروهہ جي حيثيت ۾ اُهو ڄاڻي سگهجي، تہ هڪ فرد/ گروهہ پنهنجي زندگيءَ/ وقت جي مسافري ڪندي ڇا وڃايو ڇا حاصل ڪيو ۽ ڪيس ڇا ڪرڻو آهي؟ انهي فائدي جي ڪري ئي دنيا جون سڌريل ۽ مهذب قومون پنهنجي ماضيءَ جي تاريخ ۽ ڪلچر سان محبت ڪنديون آهن ۽ انهن مان سکنديون آهن.

اوهان جي هٿن تائين پهتل هي ڪتاب ”دنيا جا عظيم افسانا“ تخليق، احساس ۽ ادراڪ جي سئربين ذريعي اوهان ڪي اهڙين نگرين جو سير ڪرائيندو، جن نگرين ۾ ويندي سڪون ۽ لطف جا لاتعداد رنگ پڌرا ٿيڻ لڳن ٿا. دُنيا جي ناميارن ڪهاڻيڪارن جي خوبصورت ترجمن سان سجايل هيءُ تحفو پڙهندي فن، فڪر، ڪيفيتن، ڪردارن، حالتن ۽ انساني فطرت متعلق ڪئين اهڙيون حقيقتون ملنديون، جيڪي نہ رڳو شخصيت جي اوسر ۾ هڪ مثبت ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون، پر لکڻ جي آرٽ کان آگاهي ڏيارڻ ۾ پڻ سڦلتا ملي سگهي ٿي. مان سمجهان ٿو تہ سنڌي جي ادبي کيتر ۾ آيل زوال ڪي روڪڻ ۽ خاص طور ڪهاڻيءَ ۽ افساني جي صنف ڪي سگهارو ڪرڻ ۾ ”دنيا جا عظيم افسانا“ جهڙا ڪتاب هڪ شاندار ڪردار ادا ڪندي ڪئين اڏورن قلمڪارن ڪي مڪمل ۽ پورڙتا پسند تخليقڪار بنائڻ ۾ سڦلتا ماڻي سگهن ٿا.

هي اُفسانا انگريزي ڪتاب "World's Great Stories" تان ترجمو ٿيل آهن ۽ ان ۾ چيخوف جهڙي حقيقت نگار کان وٺي ايڊگر ايلن پو جهڙن مشهور معروف ڪهاڻيڪارن تائين دنيا جي چونڊ ٽيهه ناميارن تخليقڪارن جون شامل آهن. هن ڪتاب ۾ اصل تحرير جي چاشنيءَ کي ترجمي جي رنگينيءَ ۾ اهڙي ته سندرتا سان سلهاڙيو ويو آهي، جو هر افسانو دل جي اُترين اُلهندي ڪُنڊ ۾ لهندي محسوس ٿيندو.

هن ڪتاب جي حوالي سان اهو ٻڌائڻ به ضروري آهي ته 1954ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان هڪ رٿا تيار ڪئي وئي هئي، جنهن ۾ طئه ٿيل هو ته عام پڙهندڙ جي ذهن کي وسيع ڪرڻ ۽ نئين لکندڙ کي لکڻ جي فن کان آشنا ڪرائڻ لاءِ دنيا جي چونڊ افسانن کي ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ ڇپايو وڃي. اها رٿا جناب رشيد ڀٽي ۽ جناب مراد علي مرزا جي حوالي ڪئي وئي، جن صاحبن چونڊيل افسانا نهايت شاندار انداز ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا. هن ڪتاب جو پهريون جلد "دنيا جا عظيم افسانا" جي عنوان سان سال 1966ع ۾ بورڊ طرفان ڇپيو ويو هو. جڏهن ته ٻيو جُلد 1968ع ۾ پڌرو ٿيو. هينئر ٻنهي جُلدن کي گڏي نئين سر ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪرائي شايع ڪيو پيو وڃي.

جيتوڻيڪ هيءَ هڪ حقيقت آهي ته هڪ عرصو ٿيندو جو بورڊ جي سُجاڳ ٻڌايل سوين ڪتاب نئين نسل جي هٿن تائين پهچي نه سگهيا. جنهنڪري سنڌ ۾ فڪري اوسر جي حوالي سان ڪافي سُست رفتاري آئي، پر موجوده انتظاميا انهيءَ ڪوتاهيءَ جي ازالي طور هنگامي اُپاءُ وٺندي، اداري جا مڙئي اهم ڪتاب پبلڪ تائين ٻيهر پهچائڻ جو سعيو ڪيو آهي. انهيءَ حوالي سان "دنيا جا عظيم افسانا" جو نئون ڇاپو آڇيندي اسان خوشي محسوس ڪريون ٿا ۽ پڙهندڙ حضرات مان سٺي موٽ ملڻ جي اميد پڻ رکون ٿا.

چام شورو، سنڌ انعام الله شيخ

17- ربيع الاول 1426 هجري سيڪريٽري

بمطابق سنڌي ادبي بورڊ

27- اپريل 2005ع

Gul Hayat Institute

**انٽن چيخوف (روس)**

**سنڌيڪار: رشيد ڀٽي**

# ڇُمي

ويهين مئي تي شام جو اٺين بجي ڏاري "يو" توبخاني جا ڇهه دستا، ڪئمپ ڏانهن ويندي، رات ڪاٽڻ لاءِ ميستيچڪو ڳوٺ ۾ ترسي پيا. هو اڃا پوريءَ طرح ٺانئيڪا ئي ڪين ٿيا هئا، جو شهري پوشاڪ ۾ هڪ سوار گرجا جي پويان نڪري نروار ٿيو. هو هڪ عجب جهڙي ڪميت گهوڙي تي سوار هو، جنهن جي ڪنڌ جون بشڪون اٺين ٿڙي ۽ ڏڪي رهيون هيون. ڄڻ ته مٿس چمين جو لاڳيتو وسڪارو پئي ٿيو. هو سڌو هلڻ جي بدران پاسيرو پئي هليو.

سوار وڏي آفيسرن جي هڪ ٽولي وٽ آيو ۽ ٽوپلو لاهي چوڻ لڳو:

"هز ايڪسيلنسي جنرل وارن رئبڪ توهان کي چانهه تي مدعو ڪيو آهي. جي توهين وٽس ڪهي ايندا ته هو ڏاڍو خوش ٿيندو."

گهوڙو ٿيڙ کائي پاسيرو ٿي ويو. سوار ٽوپلو هڪ دفعو وري هوا ۾ لوڏيو، ۽ گهوڙي کي پٺتي موڙيندي، گرجا جي پويان پنهنجي عجيب جانور سميت نظرن کان غائب ٿي ويو.

"ڪڏ ۾ پوي!" ڪن آفيسرن پنهنجي ڪوارٽرن ڏانهن ويندي چيو. اسان کي ننڊ ڪنيو بيٺي آهي، ۽ هڪ رئبڪ جي ٻچي کي وري چانهه جي ڳڻتيءَ اچي ورايو آهي! اسان کي خبر آهي ته ڇو ٿو دعوتون ڏيندو وتي!"

ڇهن ئي دستن جي مڙني آفيسرن کي اهو واقعو اڪين آڏو ڦري آيو، جو هنن سان گذريل سال پيش آيو هو. ساڳئي نموني ڪنهن نواب يا رٽائرڊ جنرل ڪين چانهه تي سڏيو هو. تن ڏينهن ۾ هنن سان ڪوسٽڪ فوج جا ڪي آفيسر به هئا. ان نواب سندن آڌر ڀاءُ ۽ خدمت چاڪريءَ ۾ ڪا به ڪثر ڪانه ڇڏي هئي ۽ هنن کي رات جو ڪوارٽرن جي بدران پاڻ وٽ ٽڪايو هو، ان کان وڌيڪ خدمت جو هو سوچي به نه پئي سگهيا. اهو نواب نوجوانن جي صحبت ۾ ڏاڍي خوشي محسوس ڪري رهيو هو ۽ سڄي رات هنن کي پنهنجي ماضيءَ جا پراڻا داستان ٻڌائيندو رهيو هو، ايستائين جو باک ۾ اچي ڦٽي هئي. هن هنن کي پنهنجي گهر جو چپو چپو ڏيکاريو هو، ڪنيون ڪيل تصويرون ۽ اٽلي هٿيار ڏيکاريا هئا، ۽ پڇاڙيءَ ۾ وٽس آيل ڪن مشهور شخصيتن جا خط به پڙهي ٻڌايا هئا. ٿڪل ٽٽل آفيسر دل تي پٿر رکي هن جون

اهي سڀ ناشائستہ حرڪتون برداشت ڪندا رهيا هئا، ۽ جڏهن هو ڪائنٽس موڪلائي سمهڻ لاءِ ڪمرن ۾ داخل ٿيا هئا، تہ ان وقت سمهڻ جي ويل ٽري چڪي هئي.

وان رئبڪ وٽ تہ اهڙي جٽ ڪانہ ٿيڻي هئي؟ پر هنن کي ٻيو ڪم بہ تہ ڪونہ هو! آفيسرن هٽ منهن ڌوئي ڪپڙا بدلايا ۽ گڏجي ان نواب جي جاءِ جي ڳولا ۾ نڪتا. گرجا واري چوسول تي هنن کي ٻڌايو ويو تہ گرجا وٽان هيٺ لهي، نديءَ جي ڪپ تي پهچي ڪناري ڪناري هليو وڃڻ سان هو رئبڪ جي گهر واري باغ وٽ وڃي پهچندا. باغ طرف ٻہ رستا پئي ويا: هڪ وچ مان، جو وڏو رستو هو، ۽ ٻيو رئبڪ جي اَن جي پاندن جي پويان، جو ننڍو رستو هو. آفيسرن پوئين دڳ سان وڃڻ پسند ڪيو.

”اهو وان رئبڪ وري ڪير آهي؟“ هنن دڳ ۾ هڪ ٻئي کان پڇيو. ”اهو تہ نہ آهي، جنهن ’يو‘ فوج جي سپهہ سالاري ڪئي هئي؟“

سيني جي اڳيان ليفٽيننٽ لوبتڪوف هلي رهيو هو. قد جو ڊگهو، ڪلها موڪرا ۽ مڇون چٽ. هو ڏسڻ ۾ ڪراڙو پئي آيو. پر هو پنجويهن ورهين جي لڳ ڀڳ. هو فوج ۾ ان ڪري گهڻو مشهور هو، جو سواءِ ڏسڻ جي پري کان ئي هن کي عورت جي موجودگيءَ جي خبر پئجي ويندي هئي. مٿيون جملو ٻڌي، هن ڪنڌ ورائي ساٿين ڏانهن نهاريو ۽ چيو:

”هائو، پڪ ئي پڪ گهر ۾ عورتون بہ آهن. منهنجي جبلت تہ اهو ٿي ٻڌائي.“

گهر جي دروازي تي وان رئبڪ پاڻ آفيسرن جو آڌر ڀاءُ ڪيو. هن کي خانگي ڪپڙا پهريل هئا ۽ سٺ ورهين جي لڳ ڀڳ پئي لڳو.

هن خوشيءَ جو اظهار ڪندي هنن سان هٿ ملايو. ۽ ان ڳالهہ جي معافي ورتي ۽ افسوس ڪيو تہ هو ڪين رات نہ پئي رهائي سگهيو. ان لاءِ، هن ڪين ٻڌايو تہ وٽس اڳ ئي گهڻا مهمان آيل هئا. بہ پينر ۽ انهن جا ٻار، پائر ۽ ڪي پاڙيسري پڻ. ان ڪري وٽس ڪين رهائڻ لاءِ جاءِ ڪانهي هئي.

جنرل ڏاڍو ڪلمڪ پئي نظر آيو. سندس منهن مان ظاهر پئي ٿيو، تہ هو مهمانن جي آمد تي ايترو خوش نہ هو. ائين پئي لڳو، ڄڻ تہ هن آفيسرن کي رڳو پنهنجي خانداني رسمن جي پوئيواري ۽ پنهنجي اخلاقي برتري ڏيکارڻ لاءِ ئي مدعو ڪيو هو. هنن تي اهو سڀ ڪجهہ تڏهن واضح ٿيو، جڏهن هو ڏاڪڻ مٿان وڇايل غاليچن تي چڙهي رهيا هئا ۽ سندن ميزبان ساڻن بي دليو ڳالهيون ڪري رهيو

هو. هوڏانهن نوڪرچاڪر ڪين ڏسي، سست ٿي، ڪنڌ ڦيري پنهنجيءَ ڪرت ۾ لڳي پئي ويا. هنن کي محسوس ٿيڻ لڳو، ته هو گهروارن جي دلين تي اجايو بار هئا. جنهن گهر ۾ ڪا خانداني رسم ادا پيئي ٿيندي هجي ۽ جنهن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ پينرون، پائر ۽ پاڙيسري به آيا هجن، ان گهر جي پاتين کان اوٺويهن ڌارين جي موجودگي ڪيئن ٿي برداشت ٿي سگهي؟

ڊرائنگ روم جي دروازي وٽ هنن جي آجيان هڪ قداور، سپاجهي ۽ ڪرڙوڊ عورت ڪئي. هن جو منهن بيضوي ۽ پرون ڪارا هئا، ۽ راڻي يوجين جهڙا مهانڊa هئس. منهن تي فراخدليءَ جي مرڪ آٽي، هوءَ هنن سان ملي ۽ ڪانئن رات نه رهائي سگهڻ جي معافي ورتائين. ٿوري وقت کان پوءِ ٿي هن جي منهن تان اها مرڪ غائب ٿي ويئي ۽ هن پنهنجو ڪنڌ ڦيرائي ٻئي طرف ڪري ڇڏيو. هن جي ان ورتاءَ مان صاف ظاهر هو، ته هن پنهنجي وهيءَ ۾ ڪيترائي آفيسر ڏسي ڇڏيا هئا ۽ انهن لاءِ وٽس ڪا به اهميت ڪانه هئي، ۽ جي هن ڪين پنهنجي گهر سڏيو هو ۽ افسوس جو اظهار ڪيو هو، ته ان جو سبب به رڳو هن جو اوچو پد ۽ سماجي برتري هئي.

جڏهن آفيسرن ڪاڏي واري ڪمري ۾ داخل ٿيا، ته ان وقت اٽڪل هڪ درجن عورتون ۽ مرد، ٻڍا ۽ جوان، ميز جي آخري ڇيڙي تي ويٺل چانهه پي رهيا هئا. انهن جي پٺيان سگارن جي دونهي ۾ وڪوڙيل ماڻهن جو هڪ ٽولو بيٺو هو. انهن مان هڪ سنهڙو جوان، ڳاڙهين مڇين سان، وڏي واڪي انگريزي ڳالهائي رهيو هو. ان ٽولي پويان هڪ دروازو هو، جو کليو پيو هو. اهو دروازو هڪ پيڪيدار ۽ ڀهڪندڙ ڪمري جو هو. جو بسنتي رنگ جي پردن ۽ فرنيچر سان سينگاريل هو.

”معزز حاضرين! اوهان جو تعداد ايترو ته گهڻو آهي، جو هڪ هڪ جو تعارف ڪرائڻ ڏکيو پيو لڳي!“ جنرل خوش مزاجيءَ مان چيو. ”مهرباني ڪري پنهنجو تعارف پاڻ ڪرايو.“

آفيسر-ڪي سنجيده ٿي ۽ ڪي زور جي مرڪ مرڪي، سڀ بيچين ٿي، ٿورو هيٺ نوڙيا ۽ خالي ڪرسين تي ويهي رهيا. انهن آفيسرن ۾ هڪ اهڙو به آفيسر هو، جو سڀ کان وڌيڪ ڏکيائي محسوس ڪري رهيو هو. اهو هو اسٽاف آفيسر ريابووچ. هن جا ڪلها گول هئا ۽ اکين تي عينڪ چڙهيل هيس.

جنهن وقت سندس ساٿين مان ڪي سنجيده ٿي رهيا هئا، ڪي منهن تي مرڪ آٽي رهيا هئا، تنهن وقت هو بلڪل ويچارگيءَ جو پتلو ٿيو ويٺو هو. سندس سادو چهرو، جهنگ-ٻلي جهڙيون مڇون، ۽ عينڪ، سڀ يڪ آواز ٿي چئي رهيا هئا: ”آءٌ سڀ کان وڌيڪ شرميلو آهيان، آءٌ سادو آهيان ۽ منهنجي

زندگي ٻُسي آهي!" جڏهن هو ٻيهريون دفعو ڪمري ۾ آيو ۽ ڪرسيءَ تي ويٺو، ته پنهنجو ڌيان ڪنهن هڪ شيءِ تي لڳائي نه سگهيو هو: چهرا، ڪپڙا، شراب جا شيشا ۽ ميز تي رکيل ٻيو سامان، سڀ هن جي اکيان ملي جلي، عجيب نظارو ٿي پيو هو. هن جو دماغ منجهي پيو هو. ان وقت هن جي دل ۾ پئي آيو ته منهن ڪٽي هٿن ۾ لڪائي. هن جي حالت ان ليڪچرار وانگر هئي، جو ٻيهريون دفعو ڪلاس ۾ ويو هجي ۽ پنهنجن شاگردن کي ڏسڻ جي باوجود به ڏسي نه سگهندو هجي. (اهڙيءَ حالت کي جيڪڏهن ڪو ڏسندي به ڏسي نه سگهي، ان کي نفسيات جو ماهر "نفسياتي نابينائي" چوندا آهن).
ساهي پٽڻ بعد، جهٽ ترسي، ريابووچ پنهنجي چوگرد ڏسڻ وائسڻ شروع ڪيو. سڀ کان اول هن جو ڌيان پنهنجي ميزبانن طرف ويو-وان رئبڪ، سندس زال، بہ عمر چڙهيل عورتون، هڪ جوان ڇوڪري، سوسني رنگ جي پوشاڪ سان ۽ رئبڪ جو پٽ ٻاڙهين مڇن وارو جوان. هي سڀ مهمانن ۾ اهڙيءَ طرح ملي جلي ويا هئا، ڄڻ تہ گهڻن ڏينهن کان ان جي ريهرسل ڪئي هئائون. هو مهمانن ڪي بحث ۾ گهلي آيا هئا. سوسني رنگ جا ڪپڙا پهريل ڇوڪري، ان ڳالهہ تي زور ڏيئي رهي هئي تہ توبخاني وارن فوجن جي زندگي، سوار فوجين کان وڌيڪ آسان ۽ آرام واري آهي، ۽ وان رئبڪ ۽ هڪ ڪراڙي عورت، هن جي ان ڳالهہ جي زوردار مخالفت ڪري رهيا هئا. موضوع مان موضوع نڪرندا ويا. ريابووچ ڏٺو تہ ڇوڪري هڪ اهڙي موضوع تي بحث ڪري رهي هئي، جنهن جي ڪيس ڪابہ پروڙ ڪانہ هئي. هن اهو اندازو هن جي هٽراڏو مسڪراهٽ مان لڳايو.
وان رئبڪ ۽ سندس زال نہ رڳو آفيسرن کي بحث ۾ رڌل پئي رکيو، پر گڏوگڏ گلاسن ۽ پليٽن تي بہ نظر رکيو پئي آيا، اهو ڏسڻ لاءِ، تہ مهمانن چڱيءَ ريت کاڌو آهي يا نہ. ريابووچ جيترو وڌيڪ مشاهدو ڪري رهيو هو، اوترو سندس دل ۾ ان خاندان لاءِ وڌيڪ عزت پيدا ٿيندي پئي ويئي.
چانهہ بعد، آفيسر ڊرائينگ روم ڏانهن ويا. ليفٽيننٽ لوبتڪوف جي جبلت هن کي ڌوڪو نہ ڏنو هو. اتي واقعي ڪيترين ئي نوجوان ڇوڪريون ويٺيون هيون. لوبتڪوف هڪ ڇوڪريءَ جي اڳيان نوڙيو، جنهن ڪي ڪاري پوشاڪ پهريل هئي. هو شايد ڇوڪريءَ سان چسائپ ۽ بيوقوفيءَ جون ڳالهيون ڪري رهيو هو، ڇو جو ڇوڪري هن ڏانهن حيرت سان نهاري رهي هئي ۽ اڃاتري نموني ۾ چئي رهي هئي: "نہ نہ، سچي؟" ان لفظ، "نہ نہ، سچي؟" مان لوبتڪوف ڪي، جو واقعي ذهين هو، سمجهي وڃڻ گهربو هو تہ ڇوڪري سندس ڳالهين مان خوش ڪانہ هئي.

ڪنهن مهمان پيانو تي هڪ غمگين ڌن ڇيڙي، ڪليل درين مان ايندڙ هوا هرهڪ کي ياد ڏياريو تہ اهو مئي جو مهينو هو. موسم خوشگوار هئي ۽ فضا ۾ سوسن، رابيل ۽ گلاب جي سُڳنڌ هئي.

ريابووچ، جنهن تي موسيقيءَ کان سواءِ شراب جا خمار هئا، دريءَ کان هيٺ نوڙي مرڪڻ لڳو . هو عورت جي چرپر تي نظر رکي رهيو هو. هن کي ائين لڳو تہ سوسين، رابيل ۽ گلاب جي اها سرهاڻ ٻاهران باغ مان نہ پر اندران عورتن جي جسمن ۽ ڪپڙن مان ئي اچي رهي هئي .

وان رئبڪ جي پٽ، هڪ سنهي ڏڪهي ڇوڪري کي ناچ جي دعوت ڏني، ۽ ڪيس چيلهہ ۾ هٿ وجهي وچ ڪمري ۾ ڇڪي آيو. لوبتڪوف سوسني ڇوڪري کي هيٺ لاٿو ۽ ناچ شروع ٿي ويو.... پر ريا بووچ رڳو بت بڻيو انهن کي ڏسندو رهيو. هن حياتيءَ ۾ ڪڏهن بہ رقص ۾ حصو نہ ورتو هو ۽ نہ وري ڪيس ڪنهن ڇوڪريءَ جي چيلهہ ۾ ڀاڪر وجهڻ جو اتفاق ٿيو هو. ڪنهن غير واقف حسينا جي چيلهہ ۾ هٿ وجهڻ ۽ ان جي هٿ پنهنجي ڪلهي تي رکڻ، ريابووچ لاءِ هڪ سندر سپني جي مثال هو، جيڪو ڪڏهن بہ حقيقت نہ ٿي سگهيو هو. ڪو وقت هو، جو هو پنهنجن ساٿين جي اهڙيءَ جرات ۽ ساعت تي ساڙ ڪندو هو، ۽ هو اهو سوچي بي همت ۽ دلگير ٿي پوندو هو، تہ هن جا ڪلها گول ۽ مچون جهنگ-ٻلي وانگر هيون، ۽ هو دنيا جي رنگينن کان بي بهره هو. پر وقت سان گڏو گڏ، هو ان ڳالهہ سان مانوس ٿي ويو هو ۽ هاڻي هن جي دل ۾ اهڙن موقعن تي ڪڏهن بہ حسد جي باهہ نہ ڀڙڪندي هئي، البت هو ڪجهہ اداس ۽ پريشان ضرور ٿيندو هو.

جڏهن رقص جو ٻيو ڦيرو شروع ٿيو، تہ ڳاڙهين مڇن وارو، رئبڪ جو پٽ انهن مهمانن وٽ وڃي آيو، جي ناچ ۾ حصو نہ وٺي رهيا هئا. هن کين بليرڊ کيڏڻ لاءِ دعوت ڏني ۽ آفيسر هن جي پٺيان اٿي هليا. ريابووچ پڻ دل جو بار جهڪو ڪرڻ لاءِ هنن جي پويان لڳي پيو. ڊرائينگ روم مان لنگهي، هڪ سوڙهي ورانڊي مان ٿيندي، هو هڪ اهڙي ڪمري ۾ پهتا، جتي ٽي دربان جهوتا کائي رهيا هئا ۽ هنن کي ايندو ڏسي، ڇرڪي اٿي بيٺا. ان ڪمري مان ٿي، هو هڪ ٻئي ڪمري ۾ آيا، جتان بليرڊ روم ۾ پهتا ۽ راند شروع ڪري ڏنائون.

ريابووچ، جنهن کي 'تاس' کان سواءِ ٻي ڪابہ راند ڪانہ ايندي هئي، مات ڪري هنن کي کيڏندو ڏسي رهيو هو. ڪنهن بہ رانديگر هن ڏانهن ڌيان نہ ڏنو. البت جي ڪنهن جي ٺونٺ يا ڇڙيءَ جو ڇيڙو هن کي لڳي پئي ويو، تہ ان شخص کيس ڏسي، "معاف ڪجو!" ٿي چيو. اجا هڪ راند بہ پوري ڪانہ ٿي هئي،



Gul Hayat Institute

جو هو پاڻ کي بيچين ۽ ڪوفت وارو محسوس ڪرڻ لڳو. هن کي احساس ٿيو ته اتي وڌيڪ وقت ويهڻ حماقت هئي. هن کي هڪ دفعو وري بال روم جي ڪشش ٿي ۽ ڪمري مان ٻاهر نڪري ويو.

واپسيءَ ۾ هن سان عجيب واقعو ٿيو. اڌ پنڌ ڪرڻ بعد هن محسوس ڪيو ته رستو ڀلي ويو هو. هن کي ياد هو ته ڪيس ان ڪمري مان لنگهڻو هو، جت ٿي دربان اهليا پيا هئا. پر ڇهن ڪمرن ۾ چڪر ڪاٽڻ بعد به هو ان ڪمري ۾ نه پهتو هو. اهو ويچاري، هو وري پوئتي موٽيو ۽ سڄي طرف مڙندي، هڪ هلڪي روشنيءَ واري ڪمري ۾ آيو. اڇڻ وقت ته هو ان ڪمري مان ڪونه لنگهيو هو! ٿورو ترسي، هن سامهون وارو دروازو کوليو ۽ اندر گهڙڻ سان هن پاڻ کي بلڪل اونداهي ڪمري ۾ آيل محسوس ڪيو. ان ڪمري جي پوئين دروازي جي وٿيءَ مان، تيز روشنائيءَ جي هڪ ليڪ نظر اچي رهي هئي. ڪمري جي فضا اداس هئي، شايد اتي بال روم وانگر دريون ڪشاديون ۽ کليل هيون ۽ رابيل، سوسن ۽ گلاب جي سرهاڻ....

ريابووچ منجهي بيهي رهيو. اوچتو هن ڪن هلڪن قدمن جو آواز ٻڌو. ۽ ان سان گڏ ڪَلف جو آواز: "آخر هيءَ گهڙي به اچي ويئي! ڪهڙا نه خوشنصيب آهيو، پيارا! "-پوءِ يڪدم ٻه نرم ۽ گداز ٻانهون، جي يقينا ڪنهن عورت جون ئي هيون، هن جي ڪنڌ کي وڪوڙي ويون. هن جي ڳل سان ڪو گرم ۽ نرم ڳل لڳو ۽ پوءِ هڪ چميءَ جو آواز......پر اوچتو ئي عورت ڇرڪ ڀري رڙ ڪري پوئتي ٽپي، ۽ هو پڻ عجب مان رڙ ڪري، دروازي جي روشنائيءَ واري ليڪ طرف ڊوڙيو......

جڏهن هو بال روم ۾ موٽي آيو، ته سندس دل جي ڌڪ ڌڪ تيز ٿي چڪي هئي ۽ هٿ زور سان ڪنبي رهيا هئس، جي هن پنيءَ پويان ڪري ڇڏيا. ڪافي وقت هو خوف ۽ شرم ۾ ساڪت بٽيو بيٺو رهيو. هن کي ائين پئي لڳو ته بيٺلن مان هرهڪ کي سندس ويڌن جي خبر پئجي ويئي هئي. هن ڳولائو اکين سان چوطرف نهاريو، ۽ هر فرد کي پنهنجيءَ ۾ پورو ڏسي، هن ان اتفاقي واقعي مان لطف وٺڻ شروع ڪيو، جو سندس حياتيءَ ۾ پهريون اتفاق هو. هن جي ڳچي ڪنهن نرم ۽ گداز ٻانهن ۾ آئي هئي، ۽ ڪيس ائين لڳي رهي هئي، ڄڻ ڪنهن تيل سان نرم ڪري ڇڏي هجي. سندس ڳل تي، کٻي ڪن هيٺان واري اها جاءِ، جتي اڻڏٺل حسينا ڪيس چمي ڏني هئي، ايتري ته ٿڌي پئي لڳي، ڄڻ ته اتي برف رکي هئي. هو جيئن ان جاءِ کي وڌيڪ مهٽي رهيو هو، تيئن وڌيڪ ٿڌي پئي ٿيندي وئي. نُنهن کان وٺي چوٽيءَ تائين هن جي سرير ۾ عجيب ۽ انوکيون اُمنگون جنم وٺي رهيون هيون، جي آهستي



Gul Hayat Institute

آهستي وڌنديون پئي ويون. هن چاهيو پئي ته اٿي نچي، ڳالهائي، ڊڪي باغ ۾ وڃي زور سان کلي......هن کان اهو بلڪل وسري چڪو هو ته هو ڪو بيڊولو ۽ بدزيبو هو.

(چو جو سندس هڪ واقفڪار عورت هڪ ڀيري هڪ ٻيءَ عورت سان ڳالهيون ڪندي هن متعلق اهو رايو ڏنو هو ته هن جي پر ۾ اچي بيٺي ته هن ڏانهن ڏسي، هو فراخدليءَ سان اهڙي نموني مرڪيو، جو هوءَ هن ڏانهن عجب سان نهارڻ لڳي.

”مون کي توهان جو گهر ڏاڍو وڻيو آهي!“ هن عينڪ لاهيندي چيو.

جنرل جي زال مرڪي ورندي ڏني هئي، ته گهر سندس پيءُ جو هو. پوءِ هن کانئس پڇيو هو ته هن جا مائٽ حيات هئا يا نه؟ هن کي فوج ۾ داخل ٿئي ڪيترو وقت ٿيو هو؟ هو ايترو سنهو ڇو هو؟ وغيره وغيره. اهڙيءَ ريت هن سان ڪجهه وقت ڳالهائي، هوءَ هلي وئي ۽ ريابووچ جي دل خوشيءَ ۾ ٽپا ڏيڻ لڳي هئي. هن کي ان ڳالهه جو احساس ٿيو ته سندس چوگرد سڄي دنيا هن سان مهربان هئي.

رات جي مانيءَ تي، ريابووچ مشين وانگر کائيندو رهيو. هن کي ڪابه سڌ ڪانه پئي. هو رڳو پاڻ سان ٿيل اتفاق کي سُلجهائڻ ۾ مگن هو. اتفاق، جيڪو پراسرار به هو ته رومانوي به. اهو ايترو مشڪل به نه هو، جو سلجهائي نه سگهجي. شايد ڪنهن ڇوڪريءَ، پرڻيل يا ڪنواريءَ، ڪنهن شخص سان ان اونداهي ڪمري ۾ ملڻ جو پروگرام ٺاهيو هو. شوق ۽ انتظار جي انڌ ۾ هن ريابووچ کي پنهنجو يار سمجهيو هو...هن ان نموني ۾، پنهنجي چميءَ جو حل ڳولي لڌو.

”پر اها ڪير آهي؟“ هن چوگرد ويٺل عورتن جي چهرن ڏانهن نهاريندي سوچيو- ”ضرور ڪا جوانڙي هوندي، ڇو جو ڪراڙيون عورتون اهڙيون ملاقاتون نه ڪنديون آهن. هوءَ هوندي به يقينا ذهين، ڇو جو سندس پوشاڪ، خوشبوءِ ۽ آواز ائين پئي لڳا............!“

هن خوش ٿي سوسني رنگ جي وڳي پهريل ڇوڪريءَ ڏانهن نهاريو. هوءَ ڪافي سندر پئي لڳي. سندس ڪلها ۽ ٻانهون سڊول ۽ آواز دلڪش هو. ان کي غور سان ڏسندي، ريابووچ کي يقين اچي ويو ته سندس اڻ سڃاتل محبوبه اها ئي هئي، نه ڪا ٻي.....پر هن جي مُرڪ بلڪل ڏيکاءَ جي مرڪ هئي. مرڪڻ سان سندس نڪ ڦونڊارجي پئي ويو ۽ بدصورت ٿي پئي وئي. پوءِ هن پنهنجون نظرون ان حسينا طرف کيون، جنهن کي ڪاري پوشاڪ پهريل هئي. هوءَ سوسني پوشاڪ پهريل ڇوڪريءَ کان وڌيڪ جوان ۽ سادي هئي. سندس پيشاني ويڪري هئي ۽ شراب پيئڻ جي طرز به پياري ۽ وڻندڙ



Gul Hayat Institute

هيس. ريابووچ هن کي پنهنجي اڻ ڏٺل محبوبہ سمجهڻ چاهيو پئي، پر ستت ئي کيس احساس ٿيو تہ ان جا مهاندا سنا نہ هئا. پوءِ هن جو ڌيان پاڻ سان لڳ ويٺل عورت ڏانهن ڪڇي ويو.

”ڪيئن چئجي تہ ڪير هئي!“ ريابووچ دل کي سوچيو: ’جي ڪلها ۽ ٻانهون سوسني پوشاڪ پهريل ڇوڪريءَ جون، پيشاني ڪارن ڪپڙن واريءَ جي، ۽ اکيون لوبيتڪوف جي پر واريءَ جون ملائجن، تہ پوءِ البت....‘

هن تصور ۾ ئي ان ڇوڪريءَ جي شڪل شبيهہ ٺاهي ڇڏي، جنهن اونده ۾ کيس چمي ڏني هئي. هڪ اهڙو جسم، جو سندس خواهش موجب هو، ۽ جنهن جو ڪو بہ وجود ڪونہ هو.

ڪائي رج ٿي، مهمان ميزبانن کان موڪلائڻ لڳا. رئبڪ ۽ سندس زال هڪ دفعو وري مهمانن کان رات نہ رهائي سگهڻ لاءِ معافي ورتي.

”توهان سان ڏاڍو سٺو وقت ڪاٽيوسين!“ جنرل هن دفعي بلڪل خلوص دليءَ سان چيو (موڪلائيندڙ مهمانن سان ايندڙ مهمانن جي ڀيٽ ۾ بلڪل فراخدلي ڏيکاري آهي.) ”اميد اٿم تہ موٽندي بہ ڀيرو پري ويندا. رستو تہ توهان ڏسي ڇڏيو آهي!“

آفيسر ٻاهر نڪري، باغ ۾ آيا. گوڙ گهمسان ۽ روشنائيءَ مان نڪري، هو پاڻ کي اونداهيءَ ۽ سانت ۾ محسوس ڪرڻ لڳا. ان خاموشيءَ هنن کي جهٽ لاءِ اداس ڪري ڇڏيو. سڀ ڪنڌ هيٺ ڪريو، چپ چاپ وڏي دروازي مان ٻاهر نڪتا. هنن جي دلين ۾ شايد ريابووچ جهڙا ويچار جاءِ وٺي چڪا هئا. ڪڏهن تہ هو بہ ايتريءَ وڏيءَ جاءِ جا مالڪ ٿيندا! اهڙو ئي باغ وٺن بہ هوندو! هو بہ ائين ئي مهمان نوازيءَ جو ثبوت ڏيندا.

باغ کان ٻاهر نڪرندي ئي هنن زور سان ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ بي معنيٰ وڏا وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳا. هو هاڻي نديءَ جي ڪناري واري پيچري تان هلي رهيا هئا. نديءَ جي ٻيءَ پر بلڪل اونده هئي. نديءَ ۾ پوندڙ ستارن جي پاڇن ۽ بدڪن جي ترڻ مان، سمجهيو پئي ويو تہ وهڪرو تيز نہ هو. پرينءَ پر جهنگ ۾ ڪاٺڪُٺا ٻولي رهيا هئا، ۽ اورينءَ پر هڪ جهڳٽي مان بلبل جي مڌر نغمي جو آلاپ اڇي رهيو هو. هڪ آفيسر ترسي ان جهڳٽي کي ڌوڻڌاڙيو، پر بلبل پنهنجي موج ۾ مگن هئي. ”ڪيترو نہ بيدپرو جيو آهي!“ قدردان آواز کان متعجب ٿيا. ”اسان کي پر ۾ ڏسي بہ ڪو خيال نٿي ڪري، واهيات ڪنهن جاءِ جي!“ هو نشي ۾ تيز ڪائڻ لڳا.

ٽڪريءَ کان هيٺ ويندي رستو گرجا واري چوسول ۾ وڃي ٿي مليو. اتي پهچي هو ٿوري دير لاءِ ويٺو ۽ سگريٽ دکايائون. نديءَ جي ٻئي ڪپر تي هڪ هلڪي ڳاڙهي روشنائي ڏسڻ ۾ پئي آهي. ”گهر کان واندو ٽڪاڻي داخل“ جي مصداق، هو اچي ان بحث ۾ ڇڙيا ته اها روشني ڇا جي هئي؟ ڪئمپ فاير جي، يا ڪنهن دريءَ جي، يا ڪي ٻيو ڪجهه..... ريابووچ به ان روشنيءَ ڏانهن نهاريو. هن کي ائين لڳو، ڄڻ اها ڪيس اکيون ڀڃي رهي هئي ۽ ان کي به هن جي چميءَ جي خبر پئجي چڪي هئي.

پنهنجن ڪوارٽرن ۾ پهچي، ڪپڙا مٽائي، ريابووچ وڃي هنڌ ۾ پيو. ساڻس گڏ لوبتڪوف ۽ ليفٽيننٽ مرسليا ڪوو به رهيا پيا هئا. مرسليا ڪوو ٿور ڳالهائو ۽ مهذب ليکيو ويندو هو. هو سدائين ”يورپ جو پيغمبر“ نالي ڪتاب پڙهندو هو ۽ ان ۾ ڄاڻايل نظرين جو قائل هو. لوبتڪوف ڪپڙن مٽائڻ بعد ڪمري ۾ بي مقصد اچ وڃ ڪري رهيو هو. هن اردليءَ کي بيئر آڻڻ لاءِ چيو ۽ وري بي اطمينانيءَ سان پسار ڪرڻ لڳو. مرسلياڪوو بستري تي ليٽيل هو. سندس سيرانديءَ کان موم بتي ٻري رهي هئي ۽ ڪنهن رسالي جي صفحن ۾ غرق هو.

”تعجب آهي! آخر هوءَ هئي ڪير؟“ ريابووچ ڏانهن نهاريندي دل ۾ چيو.

هن کي پنهنجي ڳچي اجا به سٽيي پئي لڳي ۽ ڳل تي ٿڌاڻ تي پڻ. هن جي تصور ۾ وري سوسني پوشاڪ واريءَ جا ڪلها ۽ ٻانهون ۽ ڪاريءَ پوشاڪ واريءَ جي پيشاني ياد اچي وئي. هن انهن خيالي تصويرن جي عڪس پنهنجي دماغ ۾ چٽي ڇڏڻ پئي چاهيو، پر اهي نچنديون ٽپنديون هن کان اوجهيل ٿي ٿي ويون. هن اکيون بند ڪيون ۽ سندس اکين اڳيان اونداهي ڪمري وارو منظر ڊوڙي ويو ۽ سندس دل ۽ دماغ ڪنهن نامعلوم ۽ بي پناهه مسرت جي احساس سان ڀرجي ويا. هو اجا انهن ويچارن ۾ ئي هو، ته لوبتڪوف جو موڪليل اردلي موٽي آيو ۽ ٻڌايائين ته بيئر موجود ڪونه آهي. لوبتڪوف کي ڏاڍي ميڻيان لڳي ۽ سندس اچ وڃ تيز ٿي وئي.

”اجا بيوقوفن کي ڪي سگهه ٿيندا آهن!“ گڏهه ڪنهن جاءِ جو! بيئر به نٿو هٿ ڪري سگهي.“

”ويچاري کي هن وقت ڪٿان ملندو؟“ مرسلياڪوو ڪتاب مان منهن ٻاهر ڪڍڻ کان سواءِ ئي چيو.

”ڇئين ڇا پيو، يار!“ لوبتڪوف چيو. ”شرط رک، هن مهل بير ۽ ڇوڪري هٿ ڪري ڏيانءِ ته پوءِ ڇا! اصل هڪ گهڙيءَ ۾.........نه ته منهنجو نالو مٽائي ٻيو رکج.“

Gul Hayat Institute

هن کي ڪپڙن مٿائڻ ۽ ڊگهن جوتن پائڻ ۾ ڪافي وقت لڳو. پوءِ سگريٽ دکائي، ٻنان ڪجهه ڪچڻ جي ٻاهر نڪرڻ لڳو.

”رئبڪ، گرئبڪ، لئبڪ، “هن جهونگاريو ۽ در وٽ پهچي بيهي رهيو.

”اڪيلو ڪير ٿو وڃي! لعنت پئين! ريابووچ، اُت ته چڪر هڻي اچون.“

ڪو جواب نه ٻڌي، هو موٽي اندر آيو ۽ ڪپڙا مٿائي هنڌ ۾ وڃي ڪريو. مرسلياڪوو ٿڌو ساهه ڀري، ڪتاب بند ڪري پاسي ۾ رکيو ۽ موم بتي وسائي ڇڏي.

”هون!“ لوبتڪوف سگريٽ دکائيندي اونده ۾ پٽڪيو.

ريابووچ چادر تاڻي مٿان وڌي ۽ ڪرونڊڙو ٿي پنهنجي منجهيل دماغ ۾ پريشان ۽ پتڪندڙ تصويرون ۽ خاڪا هڪ جاءِ ڪرڻ لڳو. پر ڪو ڪڙ تيل نه نڪرندو ڏسي، اهو سوچي سمهي پيو ته ڪنهن حسينا ڪيس چمي ڏني هئي. سندس زندگيءَ جو اهو انوکو اتفاق سڄي رات ڪيس خيالن ۽ خوابن ۾ ستائيندو رهيو.

جڏهن هو جاڳيو ته سندس ڳچي اَٽيي هئي ۽ ڳل واري ٿڌاڻ ختم ٿي چڪي هئي. پر هڪ محسوس نه ٿيندڙ خوشي اجا به سندس اندر اُدما ڏيئي رهي هئي. هن درين جي چونڪن ڏانهن نهاريو، جي ايرندڙ سج جي ڪرڻن سبب سونهري پئي ڏسڻ ۾ آيا. پوءِ هو هيٺ گهٽيءَ مان آواز ٻڌڻ لڳو. هيٺان وڏا وڏا آواز اچي رهيا هئا. سندس فوج جو ڪمانڊر، ليبيستڪي، ان وقت برگيڊ وٽ پهتو هو ۽ هڪ سارجنٽ سان چوٽ آواز سان ڳالهائي رهيو هو. زور سان ڳالهائڻ سندس عادت هئي. ”پوءِ ڇا ٿيو؟“ ڪمانڊر رڙ ڪئي.

”سائين! نعلن لڳندي گولوبشڪا زخمي ٿي پيئي ۽ ڊاڪٽر سرڪو ۽ مٿي هڻي هن جو رت بند ڪيو. ۽ سائينءَ ڪي چوان، گذريل رات مستري آرتينيف ايترو ته پيتو جو ٽيز ڪاٺڻ لڳو ۽ ليفٽيننٽ هنن ڪي، توب گاڏيءَ ۾ اڇلائي ڇڏڻ جو حڪم ڏنو.“

سارجنٽ هن کي هر هڪ آفيسر جي ڪار گذاريءَ جو تفصيل ڏنو ۽ اهو پڻ ٻڌايو ته رات سپيئي، جنرل رئبڪ وٽ ويا هئا. گفتگو دوران ليبيستڪيءَ جي ڳاڙهي ڏاڙهي دريءَ مان ظاهر ٿي. پنهنجين تيز نظرن سان ستل آفيسرن جي چهرن ڏانهن گهوريندي هن چيو:

”سڀ ڪجهه ٺيڪ آهي نه؟“



Gul Hayat Institute

"گهوڙا پنهنجون بشڪون نين پاڃارين سان پيا گهن!" لوبتڪوف اوٻاسي ڏيندي هنڌ مان اٿندي چيو: "آءٌ اليگزينڊر ايو گرافونا ڏانهن ٿو وڃان-ڪو ضرور ڪم اٿم. چڱو، خدا حافظ. شام جو توهان سان اچي ملندس."

پندرهن منٽن ۾ فوج تيار ٿي، ڪئمپ ڏانهن رواني ٿي. رئبڪ جي ڀاڙين وٽان لنگهڻ ويل ريابووچ گهر ڏانهن نهاريو، درن درين جا پردا اڃا هيٺ هئا.

شايد گهر وارا اڃا ستا پيا هئا. هوءَ پڻ ستي پيئي هئي-ڇوڪري، جنهن ڪالهه ريابووچ جي ڳل تي چمي ڏني هئي. هن جي نظرن اڳيان واري ڪمري جي خيالي تصور ڦري آئي. دريون اڃا کليون پيون هيون ۽ انهن مان باغ جي وڻن جون ٽاريون جهاتيون پائي رهيون هيون، صبح جو هير، سوسن، رابيل، گلاب، هنڌ، ڪرسي، جنهن تي راتوڪو لاٽل وڳو ٻه رکيو هو، سليپر، ۽ ٽيبل تي هڪ گهڙي-اهي سڀ شيون هن جي اکين اڳيان نچڻ لڳيون، پر ڇوڪريءَ جي شڪل ۽ سندس منڙي مرڪ، جنهن جي هن کي ڳولا هئي، سندس ذهن ۾ اچي ترڪي پئي ويون. ائين، جيئن آڱرين مان ڪا سٽيي شيءِ ترڪي نڪري وڃي. اڌ فرلانگ اڳتي وڃڻ کان پوءِ، هن هڪ دفعو وري پٺتي نهاريو. ميٽائين رنگ واري گرجا، رئبڪ جو گهر، ندي ۽ باغ، سڀ سج جي روشنيءَ ۾ چمڪي رهيا هئا. هن جي من تي اُداسي ڇانئجي وئي، هن کي ائين لڳو، ڄڻ ته ڪا پياري ۽ ساهه ۾ سانڍڻ جهڙي شيءِ پوئتي وساري آيو هو.

دڳ ۾ ڦڪا ۽ رواجي نظارا پئي آيا. رستي جي ٻنهي پاسن کان ڪڻڪ جا فصل بيٺا هئا. اڳيان ماڻهن جا پُٺا ۽ ڪنڌ ۽ ڏوڙ هئي، ته پويان ٻه ڏوڙ ۽ ماڻهن جا چهرا هئا. سڀ کان اول چار سپاهي بندوقن سان هلي رهيا هئا. اهو اڳواڻ دستو هو. ان جي پويان بئنڊ وارا هئا. ريابووچ پنجين دستي ۾ هو. ان ڪري اڳين چئن دستن کي چڱيءَ پر ڏسي پئي سگهيو.

شهري ماڻهن ۽ غير فوجين لاءِ، مارچ ڪندڙ فوج ۽ بئنڊ جو نظارو ڏاڍو وڻندڙ آهي. هو عجب کائيندا آهن ته هڪ توب لاءِ ايترا ماڻهو ڇو ٿا سيڙجن! پر ريابووچ لاءِ، ان ۾ ڪا به دلچسپي ڪانه هئي. ڪي سال اڳ هن کي انهن فوجي قانونن ۽ دستورن جي ڄاڻ پئجي چڪي هئي. سپاهين جي پٺي گپ سان ڇو ٿقيل هوندي آهي، ايترا گهوڙا توب کي ڇو ڏڪيندا آهن، اهي ۽ ٻيون اهڙي قسم جون ڳالهيون ريابووچ لاءِ هاڻي ڪا به اهميت ڪين رکنديون هيون.



Gul Hayat Institute

هو نهايت بيپرواهيءَ سان، اڳين دستن جي ڪنڌن ۽ پنن جي ڇهڻ ڏانهن نهاري رهيو هو. ڪالهه هن حسرتن ۽ خواهشن کي پنهنجو ڪرڻ پئي چاهيو، پر اڄ هو پاڻ کي ڪن ٻين خيالن ۾ گم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. صبح جو رواني ٿيڻ وقت، هن ڪوشش ڪئي هئي ته ڪالهوڪيءَ چميءَ کي فقط هڪ اتفاق سمجهي ۽ ان تي وڌيڪ سنجيدو ٿيڻ نه گهرجي. پر پوءِ ستت ئي هن منطق کي پري ڦٽو ڪيو ۽ پاڻ کي خوابن ۽ خيالن جي پاڪر ۾ اڇلائي ڇڏيو...هن خيالن ئي خيالن ۾، رئبڪ جي ڊرائينگ روم ۾، سوسني وڳو پهريل ڇوڪريءَ سان ملندڙ جلندڙ مهاندن واري هڪ ڇوڪريءَ جي پاڪر ۾ پاڻ کي محسوس ڪيو، ۽ هن سان ڳالهائيندڙ ڏنو. پوءِ هن ڏٺو ته هو جنگ تي وڃي رهيو هو ۽ ان ڇوڪريءَ کان موڪلائي رهيو هو. آخر هو جنگ تان به موٽيو هو ۽ ان ڇوڪريءَ سان، جا ان وقت ڪيس سندس زال جهڙي لڳي رهي هئي، هُن ۽ پنهنجن ٻارن سان ماني کائي رهيو هو.

هو هڪ وڏي ڳوٺاڻي گهر جي پرسان لنگهيا. ريابووچ لوڙهي وٽان اندر باغ ۾ نظر وڌي. سامهون هڪ سنڌر رستو هو، جنهن جي ٻنهي طرفن کان ننڍڙا سهڻا گلن جا ٻوٽا هئا ۽ وچ ۾ سائي ڇٻر..... خيالن ئي خيالن ۾، هن هڪ نازڪ اندام حسينا جي قدمن کي، ان رستي تي رقص ڪندي ڏٺو ۽ هن جي ذهن ۾ وري هڪ دفعو ان حسينا جي خيالي تصوير اُڀري آئي، جنهن ڪالهه ڪيس چمي ڏني هئي. اها عورت، جنهن جو رڳو عڪس، هن جي ذهني پردن تي ڇٽيل هو ۽ جنهن کي هو ڪڏهن به نه ڏسي سگهيو هو.

منجهند ڌاري پويان هن هڪ وڏو آواز ٻڌو: ” آفيسرو! چپ ڪري ويهي رهو! ساڄي طرف نهاريو.“ ٻن گهوڙن واريءَ هڪ گاڏيءَ ۾، برگيڊ جو جنرل ويٺو هو. هن ٻئي دستي وٽ پهچي گاڏي بيهارائي ۽ اهڙو حڪم ڏنو، جنهن کي ڪو به سمجهي نه سگهيو. هن پوءِ ڪيترن ئي آفيسرن کي سوار ٿيڻ جو حڪم ڏنو، جن ۾ ريابووچ به هو.

”وقت ڪيئن پيو گذري؟“ جنرل پنهنجون ڳاڙهيون اکيون ڦوٽاريندي چيو. ”ڪو بيمار ته نه ٿيو آهي؟“

ٿوريءَ دير کان پوءِ، هن هڪ آفيسر ڏانهن منهن ڪندي چيو: ”ٽيون نمبر توب واريءَ گاڏيءَ جي ڊرائيور، پنهنجي ڇنگهه جو حفاظتي چڪ لاهي گاڏيءَ ۾ ٽنگي ڇڏيو ۽ ڇوڙ لڳو، ”تنهنجي گهوڙي جا ٽنگ گهڻا ڊگها آهن، ڇو؟“

ٿورڙن، اهڙن ٻين، ٽڪائيندڙ ۽ ٺلهن راين کان پوءِ، هن لوبتڪوف ڏانهن نهاريو ۽ مرڪي ڏنو.

”اڄ اداس ڇو آهين، لوبتڪوف؟“ هن پڇيو. ”بيگم لوپوخوفا جي فراق ۾ تڏا ساهه پيو پرين ڇا؟ هون! ڏسو يارو، لوبتڪوف ڪيئن نہ لوپوخوفا جو ماتم پيو ڪري!“

بيگم لوپوخوفا هڪ قداور ۽ سبر عورت هئي، جيڪا چاليهن ورهين جي ڄمار هوندي بہ پرڪشش پئي لڳندي هئي. جنرل جي ڪمزوري قد آور عورتون هيون، تنهن ڪري هن کي شڪ هوندو هو تہ ننڍن آفيسرن ۾ بہ اها ڪمزوري موجود هوندي. آفيسرن هن جي ڳالهہ رکڻ لاءِ رڳو مُرڪيا. جنرل پنهنجي ان خوش فهميءَ تي هڪ ٺهڪ ڏنو ۽ ڪوچوان جي پُٺي ٺپري، ڪيس اڳتي وڌڻ لاءِ چيو.

”حالانڪ مون کي اها هڪ خواب مثل پئي لڳي، جنهن ۾ ممڪنات جو ڪو بہ دخل ڪونہ هوندو آهي، پر حقيقت ۾ اهو هڪ عام ۽ رواجي واقعو آهي.“ ريابووچ گاڏيءَ جي پويان اٿليل دَرَ ۾ گهوريندي چيو: ’بلڪل عام ۽ رواجي، جيڪو هر ڪنهن کي پيش اچي ٿو سگهي.....! جنرل جو مثال ڪٽي وٺو، هو بہ ضرور عشق ۾ ڦاٿو هوندو ۽ شاهد آهي ۽ ٻارن جو پيءُ پڻ. ڪئمپٽن بيچر بہ عشق ۾ شادي ڪئي آهي، حالانڪ هو مون کان بہ وڌيڪ بيڊولو ۽ بد صورت آهي. سلمانوف تہ بلڪل احمق آهي، اصل جهڙو تاتاري، پر تڏهن بہ عشق پيو ڪمائي. آءٌ بہ انهن جهڙو ئي آهيان ۽ مون سان بہ ائين ٿي ٿو سگهي.....!“

انهيءَ خيال هن کي وڌيڪ خوشي ڏني ۽ همت ڏياري. هن پنهنجي خيالي گهوڙي جون واڳون ڍريون ڪري ڇڏيون، ۽ پنهنجي ذهني پردن تي پنهنجيءَ ’هُن‘ آئيندي جون خوشگوار تصويرون چٽڻ لڳو.

ڪئمپ تي پهچي، آفيسر وڃي پنهنجن تنبن ۾ ويٺا. ريابووچ، لوبتڪوف ۽ مرسلياڪوو هڪ پيتيءَ تي ويهي رات جي ماني کائڻ لڳا. مرسلياڪوو هوريان هوريان کائي بہ رهيو هو ۽ گڏو گڏ ”يورپ جو پيغمبر“ ڪتاب بہ پڙهي رهو هو. لوبتڪوف گهڻوئي ڳالهايو ۽ هڪ ٻئي مٿان بيئر جا گلاس بہ پيئندو پئي ويو. ريابووچ.. جيڪو اڃا تائين ڏينهن وارن سپنن ۾ گم هو، سانت ۾ ويٺو آهستي آهستي پي رهيو هو. ٽن گلاسن ئي هن کي بيسرت ڪري ڇڏيو ۽ هن جي دل ۾ اها خواهش پڙڪو ڏيئي اٿي، تہ پنهنجن رفيقن کي انهيءَ انوکي اتفاق ۽ جذبات کان آگاهہ ڪريان.

”رئبڪ جي گهر ۾ مون سان هڪ مزيدار واقعو ٿيو.“ هن بيپرواهيءَ سان ڳالهہ جي شروعات ڪئي. ”توهان کي خبر آهي تہ آءٌ بال روم مان ڪري بليئرڊ روم ڏانهن ويو هوس.....؟“ ۽ پوءِ هن سڄي ڳالهہ ڪري ٻڌائي. ڳالهہ پوري ڪرڻ بعد، هو اچرج ۾ پئجي ويو تہ ان ڳالهہ ڪرڻ ۾ ايترو ٿورو وقت ڇو لڳو.

Gul Hayat Institute

منٺ کان به گهٽ! هن سوچيو هو ته اهو داستان دُهرائيندي صبح ڪري ڇڏيندس؟ لوبتڪوف، جيڪو مجيل ڏاڙي هو ۽ ٻئي ڪنهن جي ڳالهه کي ويساهه ۾ ئي نه آڻيندو هو، تنهن ريابووچ ڏانهن اَڻ وسهندڙ مرڪ سان نهاريو. مرسلياڪوو، پرون تاڻي، ڪتاب تان نظر هٽائڻ کان سواءِ ئي چيو:

”واقعي، اهو عجب اتفاق اهي! پاڻ کي ائين ٻئي جي ڀاڪر ۾ اڇلائڻ! منهنجي خيال ۾ ڇوڪري پڪ اڌ چري هوندي.“

”درست!“ ريابووچ هن جي راءِ سان متفق ٿيندي چيو.

”مون کي به هڪ دفعي اهڙو واقعو پيش آيو هو.“ لوبتڪوف شروع ٿيو:

”آءٌ گذريل سال ڪوونا وڃي رهيو هوس. سيڪنڊ ڪلاس جو گاڏو ماڻهن سان سَٽيو پيو هو ۽ جنگهون ڊگهيري ويهڻ به مشڪل پئي لڳو. ڪنڊيڪٽر کي اڌ روبل بخشش ڏيئي، مون هڪ ٻئي گاڏي ۾ سمهڻ جي جاءِ هٿ ڪئي. اتي سمهي، مٿان ڪمبل تاڻي ڇڏيم.... گاڏي ۾ بلڪل اونده هئي. اوچتو مون پنهنجي پرسان ڪنهن کي وڏا وڏا ساهه کڻندي محسوس ڪيو ۽ پوءِ ڪو هٿ اچي منهنجي ڪلهي کي لڳو. مون پنهنجو هٿ ڪمبل مان ڪڍي ڊگهريو جيڪو ڪنهن ٺونٺ کي وڃي لڳو.... مون ڇرڪي پنهنجيون اکيون کوليون...

توهين پَت ڪريو يا نه، ته منهنجي اڳيان هڪ عورت ويٺي هئي! ڪاريون اکيون، چپ ڳارها جهڙا لعل، نڪ مان تکڙا تکڙا ساهه کڻي رهي هئي، ۽ سندس ڇاتيءَ جو اُڀار تي اصلي ڇٽي کٽي بس ڪجي....!“

”ڇاتيءَ جو اُڀار ته اسين به مڃينداسون.“ مرسليا ڪوو وچ ۾ ڳالهائيندي چيو، ”پر اونده ۾ تو ڇَپ ڪيئن ڏٺا؟“

لوبتڪوف اول ته آڏا اُبتا دليل ڏئي پاڻ کي سچو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪو چاڙهو نه ڏسي، مرسليا ڪوو جي ذهني پستيءَ تي ٺهڪ ڏيڻ لڳو. ريابووچ پاڻ بچائي وڃي سمهي پيو ۽ وري ڪنهن سان به دل جي حال نه اورڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيائين.

ڪئمپ جي زندگي دستور مطابق شروع ٿي چڪي هئي، ڦڪي ۽ هڪ جهڙي. ريابووچ هاڻي پاڻ کي بلڪل هڪ عاشق سمجهڻ لڳو هو. هن کي هر وقت اهو خيال ٿيندو هو ته زندگيءَ جو پُر بهار گهڙيون، جن جو نمونو اونداهي ڪمري ۾ ڏسي چڪو هو، جاڻ ته آيون.

هاڻ هو ڪئمپ ۾ ٿيندڙ عشق محبت جي ڳالهين ۾ گهري دلچسپي وٺڻ لڳو. اهڙن موقعن تي هو سمجهندو هو ته اهي سڀ هن جون پڇارون ٿي رهيون هيون. هو سيني تفريحي پروگرامن ۾ به شرڪت ڪندو هو، پر تڏهن به هن جي دل ۽ دماغ ڪنهن ٻئي هنڌ هوندا هئا. واندڪائيءَ جي وقت ۾ جڏهن هن کي عزيزن ۽ مائٽن جا خيال ايندا هئا، ته ان وقت به مسيتيچڪو ڳوٺ، عجيب گهوڙو، رئبڪ، ان جي زال، اونداهو ڪمرو ۽ در واري روشنيءَ جي ليڪ، سندس ذهن ۾ هوندا هئا.

31- آگسٽ تي هو ڪئمپ کان واپس وريو، سڄي برگيڊ سان نه، پر ٻن دستن سان. هو ائين خوش ۽ پُر شوق پئي لڳو، ڄڻ پنهنجي اباڻي ڏيهه ڏانهن وڃي رهيو هو. هن هڪ دفعو وري عجيب گهوڙو، گرجا ۽ اونداهو ڪمرو ڏسڻ جي سُڌ پئي ٿي. اندر جو آواز، جو اڪثر عاشقن کي ٺڳيندو آهي، هن کي چئي رهيو هو ته پنهنجي "هُن" کي ضرور ڏسندين! هو ساري واٽ سوچين دو رهيو: هن جو آڌر ڀاءُ ڪيئن ڪندس؟ هن کي ڇا چوندس؟ هوءَ ڇميءَ وارو واقعو وساري ته ڪانه ويٺي هوندي؟ فرض ڪٽي ڪجي، ته آءٌ "هُن" سان نٿو ملي سگهان، تڏهن به ان اونداهي ڪمري ۾ ضرور ويندس ۽ پنهجي ياد....

شام ٽاڻي هن کي رئبڪ جا ڀانڊا ۽ گرجا جا صليب نظر آيا. ريابووچ جي دل زور سان ڌڙڪڻ لڳي. هو پنهنجي ماحول کان بي نياز ٿي چڪو هو، ۽ گهڻن ارمانن سان سامهون چمڪندڙ نديءَ، گهر جي ڇت ۽ لهندڙ سج جي شفق ۽ ٻاڙهسرا ڏيکار جندڙ ڳيرا ڏسي رهيو هو.

هو گرجا وٽ پهتو ته ڪوارٽ - ماسٽر رپورٽ پڙهڻ شروع ڪئي. پر هو رڳو گهوڙي سوار جي آمد ۽ رئبڪ جو انتظار ڪري رهيو هو. ڪوارٽر- ماسٽر جي رپورٽ پوري ٿي وئي، پر گهوڙي سوار اچا ڪونه وريو..

'ستت ئي ڳوٺاڻا وڃي رئبڪ کي اسان جي آمد جي خبر پهچائيندا.' ريابووچ پنهنجي تنبوءَ ۾ گهڙندي سوچيو.

هن کي آرام ڪونه پئي آيو. هو اٿيو ۽ دريءَ وٽ بيهي ٻاهر نهارڻ لڳو، پر ڪٿي به گهوڙي سوار جو نشان ڪونه پئي ڏٺو. هو دريءَ وٽان هٽي هيٺ تي ويٺو. ٿوريءَ دير کان پوءِ، هن کان سَنو نه ٿيو ۽ هو اٿي ٻاهر نڪري آيو، ۽ گرجا طرف وڌيو. چئوسول ۾ اونده هئي ۽ ٽي سولجر ٽڪريءَ جي لاهه وٽ ويٺا هئا. هن کي ڏسي، سپاهين ڪيس سلام ڪيو ۽ هو ٽڪريءَ تان هيٺ لهڻ لڳو.



Gul Hayat Institute

سامهون واريءَ ٽڪريءَ وٽان، چنڊ نڪري رهيو هو ۽ اتان آسمان جو رنگ چمڪندڙ واڱڻائي پئي نظر آيو. ٻه عورتون ڳالهائي به رهيون هيون ۽ باغ مان گوبي به پٽي رهيون هيون. سڀ ڪجهه ساڳيو هو. جهڙو مئي مهيني ۾، اهو ئي پيچرو، اهي ئي وڻ، ۽ اهي ئي باغ، رڳو سوسن ۽ رابيل جي خوشبوءِ ۽ بهادر بلبل جو راڳ ڪونه هو.

ريابووچ باغ وٽ پهچي دروازي مان اندر نهاريو. اندر رڳو اوندهه ۽ سانت جو راڄ هو. ريابووچ اڪيون ڦاڙي ۽ ڪن سرلا ڪري، ڪا مهل بيٺو رهيو. جڏهن ڪلاڪ ڪن ائين بيهڻ کان پوءِ به هن ڪجهه نه ڏٺو ۽ ڪجهه نه ٻڌو، ته پوئتي موٽيو.

درياءَ وٽ پهچي، هو بيهي رهيو. سامهون وهنجڻ جو گهاٽ هو، ۽ هڪ پُل، هو پل ڏانهن وڌيو، ۽ بنان ڪنهن سبب ۽ مقصد پَل جي ڪٺهڙي کي هٿ ڏيئي بيهي رهيو. هن هيٺ نهاريو. درياءَ جو وهڪرو تکو هو ۽ گهاٽ جي پٿين سان لهرن جي ٽڪرجڻ ڪري آواز پئي آيا. ڪٻي ڪپ تي چوڏهينءَ جي چنڊ جو پاڇو پئجي رهيو هو، ۽ ننڍيون ننڍيون ڇوليون ان کي پٽيري ۽ ڇني رهيون هيون. ڄڻ ته ان کي ڪٽي وجهڻ جون آرزومند هيون.

”ڪيترو نه بي معنيٰ آهي“ ريابووچ تيز وهڪري ڏانهن گهوريندي چيو ”سڀ ڪجهه بي معنيٰ آهي!“ هاڻي هن جون سيئي خواهشون مري چڪيون هيون. چميءَ وارو واقعو، سندس بي صبري، اجائي آس ۽ خيالي دنيا، سڀ سندس آڏو حقيقت جي روشنيءَ ۾ ڇٽيون ٿي بيٺيون آهن. هاڻ هن کي ان ڳالهه تي ڪو به عجب يا افسوس نه هو، ته رئبڪ جو ماڻهو دعوت ڏيڻ چو نه آيو! هاڻي هن کي ان جو به خيال ڪونه هو ته پنهنجيءَ ”هُن“ سان ملي سگهندو يا نه. پر جي ملي ها، ها ته ڪيس وڏيڪ عجب لڳي ها.

پاڻي هن جي هيٺان تکو تکو وهي رهيو هو. پر اهو ڪيڏانهن پئي ويو، سو ڪنهن به نه پئي ڄاتو. مئي مهيني ۾ به اهو پاڻي اتان ئي پئي وهيو. اهو ڪنهن ننڍي جهرڻي مان وهي اچي هن وڏي نديءَ ۾ پيو هو، جتان وري وڃي سمنڊ ۾ ڪريو هوندو. سمنڊ مان اهو وري ٻاڦ ٿي مٿي چڙهي ويو هوندو ۽ پوءِ وري مينهن ٿي وٺو هوندو. شايد اهوئي پاڻي جيڪو سندس هيٺان وهي رهيو هو، سو ساڳيوئي هوندو، جيڪو هن مئي مهيني ۾ ڏٺو هو. ”اهو سڀ ڪجهه ڇو ٿو ٿئي، ڇا لاءِ؟“

ريابووچ کي سڄي دنيا ۽ زندگي جو وڏو، سمجهه کان ٻاهر ۽ بي معنيٰ چرپر ٿي نظر آئي. هن نگاهون پاڻيءَ تان هٽائي مٿي آسمان طرف ڪيون، هن محسوس ڪيو ته ڪيئن نه قسمت هڪ عورت جي

روپ ۾ ساڻس مذاق ڪيو هو! پنهنجا سپنا ۽ سير آخري ڀيرو هن جي ذهن تي تري آيا ۽ ڪيس پنهنجي زندگي بي رنگ، ڏتڙيل، بي معنيٰ ۽ ٺلهي نظر آئي.

گهڻيءَ گهڙيءَ دير کان پوءِ، هو جڏهن ڪوارٽرن ڏانهن موٽيو، ته اتي سندس ساٿين مان ڪو به موجود ڪونه هو. اردليءَ ڪيس ٻڌايو ته سڀ آفيسر جنرل فنترايڪن جي گهر ويا آهن، جنهن هنن ڏانهن سوار جي هٿ دعوت موڪلي هئي. جهٽ لاءِ ريابووچ جي دل خوشيءَ ۾ ٻرجي وئي، پر سنت ئي هو انهن جذبن تي قبضو ڪري ويو ۽ جنرل جي گهر ڏانهن وڃڻ بدران هنڌ تي وڃي سمهي پيو.

اهڙيءَ طرح، هن قسمت کان بدلو ٿي ورتو، جنهن ساڻس ڪڏهن به پال نه پلايا هئا!

Gul Hayat Institute

اناطول فرانس (فرانس)

# يهودا جو حڪمران

لاليس لاميا، اٽليءَ جو هڪ معزز خاندان جو چشم و چراغ، اجا ٻار ئي هو ته اٿينس ۾ فلسفي جي سکيا وٺڻ ويو هو. تعليم پوري ڪرڻ بعد، هو روم شهر ۾ پنهنجي گهر، جو اسڪيئلن تي اڏيل هو، رهڻ لڳو. اتي هن ڪن خراب نوجوانن جي صحبت ۾ اچي، عياشيءَ واري زندگي اختيار ڪئي. هن تي حڪومت جي هڪ صلاحڪار سلپيشيس ڪوئرينس جي زال ليپيدا سان لاڳاپن هئڻ جي تهمت لڳائي وئي، جا جاچ بعد، سچي ثابت ٿي ۽ ان ڪري روم جي قيصر، تبرياس، هن کي ملڪ نيڪاليءَ جي سزا ڏني. ان وقت هن جي عمر چوويهه سال کن مس هئي.

هو ارڙنهن سال ملڪ بدر رهيو. ان عرصي ۾ هن شام، ڪاپادوشيا، فلسطين ۽ آرمينا وغيره ۾، آوارهه گردي ڪئي ۽ قصرا، انٽيوچ ۽ جيروسلم شهرن ۾ گهڻو وقت رهيو. جڏهن روم جو قيصر قبرياس مري ويو ۽ سندس جاءِ تي ڪافيا نئون قيصر مقرر ٿيو، ته لاليس لاميا کي روم ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ملي ۽ مٿس رحم آڻي، ڪيس ضبط ٿيل ملڪيت مان ڪجهه پاڻو موٽائي ڏنو ويو.

بدبختين هن کي ڪافي سمجهدار بڻائي ڇڏيو هو. هن عورتن سان تعلقات ختم ڪري ڇڏيا، سياست ۽ عهدي جي لوڀ کان پاڻ کي پاسي رکيو ۽ اسڪئيلين تي پنهنجي مخصوص ۽ گوشه نشين حياتي گهارڻ لڳو. هو پنهنجو واندڪائيءَ وارو وقت، پنهنجي سفرنامن جي ترتيب ۾ صرف ڪندو هو، ان لاءِ هو چوندو هو ته هو ماضيءَ جي ڏکن سورن کي حال جي مسرتن ۾ تبديل ڪندو. سندس زندگي ان شغل ۾ ۽ فيلسوف ايپيڪيورس جي معطالي ۾ گذري رهي هئي، ته هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو مهسوس ڪيائين. "آءٌ ڪراڙو ٿي رهيو آهيان!"

ٻاهٺ ورهين جي ڄمار ۾، هن جڏهن پاڻ کي گهڻو ٿڪل ۽ ڪراڙو محسوس ڪيو، ته سندس دل ۾ اهو خيال پيدا ٿيو، ته هو چند ڏهاڙا ٻاٿيا ۾ گذاري اچي. هيءَ جاءِ تن ڏينهن ۾ عياش ۽ دولتمند رومين جو، بهترين تفريح گاهه هئي. هو اوڏانهن ويو ۽ ست ڏينهن نهايت آرام سان اڪيلائيءَ ۽ تنهائيءَ ۾، ان پرشڪوهه ۽ عيش طلب رومين جي شهر ۾ گذاريائين. هڪ ڏينهن شام جو هو گهمندو گهمندو ٻاٿيا جي انهن سامونڊي ڪناري وارين ٽڪرين ڏانهن نڪري ويو، جي سڄيون انگور جي ولين سان ڇانيل هيون، ۽ جتان سمنڊ جو دلڪش ڏيک به نظر ايندو هو. هڪ ٽڪريءَ تي چڙهي، هو ڊاک جي هڪ مَنهه

هيٺان، هڪ پيچري جي پر تي ويهي، هيٺ ڦهليل نظارو ڏسڻ لڳو. سندس ڪاٻي پاسي فليجرائين جا سرسبز کيت پکڙيل هئا، جي ڪيوما جي گنبذن سان ٿي وڃي مليا. سندس ساڄي پاسي مسينم جي راس هئي، جا سمنڊ جي سيني ۾، ڀالي وانگر پيوست هئي. سندس پيرن هيٺان باٿيا جو خوبصورت شهر دامن ڦهلايو بيٺو هو. هي شهر اولهه طرف وڌي وڃي سمنڊ سان ٿي مليو. شهر ۾ ڪيترين ئي سندر ۽ دلڪش عمارتون هيون. سڄي شهر ۾ خوبصورت باغن جو چار پکڙ هو ۽ ڪناري تي سمنڊ جي بيٺل نيري پاڻيءَ ۾ سهڻيون مڇيون تَري رهيون هيون. اپسمند جي پنيان ڪئمپانيا جو دلڪش ۽ هسين شهر هو. جنهن جي ڪليسائن جا منارا ۽ گنبذ سج لهڻ جي شفق ۾ سونهري پئي نظر آيا. لاميا پنهنجي چوغي مان ڪتاب ”فطرت جو مطالعو“ ڪڍيو ۽ نوٽ پر ليٽي، آرام سان پڙهڻ لڳو.

هن اجا ٿورو ئي پڙهيو، ته ڪن غلامن جي آواز سندس مطالعي ۾ رخنو وڌو. هو ڪيس رستي تان هٽي، پري يتڻ لاءِ چئي رهيا هئا، ڇو جو اتان هڪ ڏولي اچي رهي هئي. ڏوليءَ جا پردا ڏنل نہ هئا، ان ڪري، جيئن جيئن اها ويجهي پئي پوندي ويئي، تيئن تيئن لاميا ان ۾ ويٺل شخص ڏانهن چتائي ڏسڻ لڳو. هو هڪ ٿلهو متارو ڪَرڙوَڊ شخص هو. جو نراسائيءَ ۽ ٽڪ وڃان. ڍلو ٿيو اهليو پيو هو ۽ ٻاهر ڇئي نهاريائين. هن جا چپ، چهندار نڪ، چورس ڪاڏيءَ ۽ مضبوط ڄاڙين ۾ بند هئا. اوچتو ئي، لاميا کي اهو چهرو سڃاتل نظر آيو، پر سندس نالو هن جي زبان تي اچي بہ وسري پئي ويو. پوءِ هو خوشي ۽ اچرج جو اظهار سان ڏوليءَ ڏانهن وڌي ويو.

”پونٽيس پيلاطس! خدا جو شڪر آهي، جو وري پاڻ ۾ ملياسين!“ اڳلي پنهنجن غلامن کي ترسڻ جو حڪم ڪيو ۽ ويجهو ٿي غور سان لاميا کي تڪڻ لڳو.

”پونٽيس! منهنجا معزز ميزبان!“ هن رڙ ڪئي، ”چا، ويهن ورهين جي وڇوڙي مون کي ايترا اچا وجهي ڇڏيا آهن، ۽ ايترو ڪراڙو ڪري ڇڏيو آهي، جو تون لاليس لاميا کي بہ نٿو سڃاڻي سگهين؟“

اهو نالو ٻڌي، موٽي سرير وارو مڙس، پاڻ کي تڪليف ۾ وجهي، ڏوليءَ کان ٻاهر نڪري آيو.

”اڙي يار!“ هن مسرت وچان لاميا کي سڪ پريو ڀاڪر پائين دي چيو ”يار لاميا، آءُ ته ڏاڍو خوش نصيب آهيان، اڄ تو مون کي موٽائي منهنجي ماضيءَ ڏانهن موڪليو آهي، جڏهن مان شام ۾ هوس، يهودا جي حڪمرانن جي حيثيت ۾! ان کي بہ ويهہ سال تہ واهہ جا ٿيا هوندا. ائين نہ؟ تون روم بدر ٿي قصرا آيو هئين. مون پاڻ کي تنهنجن تڪليفن گهٽائڻ جي قابل بنايو هو ۽ تون وري دوستيءَ وچان مون



Gul Hayat Institute

سان جيروسلم ۾ به مليو هئين، جتي يهودين منهنجي زندگي زهر ڪري ڇڏي هئي. ياد اٿئي نه؟ ڪيئن نه هڪ ٻئي کي آٿت ڏيندا هئاسين! روم جون ڳالهيون ڪري، مون کان پنهنجون مشڪلاتون وسري ويندڙيون هيون ۽ توکان پنهنجي ملڪ نيڪاليءَ جا سور لهي ويندا هئا.“

لاميا گرمجوشيءَ سان هن جي هٿ کي زور ڏنو. ”تون اڃا ڪجهه وساري رهيو آهين، پونٽيس! تو اهو نه ٻڌايو ته ڪيئن نه تو هيروڊس اگِيان منهنجي واڪاڻ ڪئي هئي، ۽ مون کي وقت بوقت قرض ڏيندو هئين؟“

”پئسن جون ڇو پيو ڳالهيون دُهرائين. اهي ته تو روم موٽڻ شرط ئي پنهنجي ماڻهوءَ هٿان مون ڏانهن موٽائي موڪليا هئا. پئسي کي دوستيءَ ۾ دخل نه ڏبو آهي.“

”پونٽيس! تنهنجا قرض ته مان وڏي ۾ وڏيءَ رقم سان به نه لاهي سگهندس. نهيو، ڇڏ انهن ڳالهين کي. پهلا ٻڌاءِ ته آهين ڪيئن؟ دل جون مرادون پوريون ٿيئي يا نه؟ ٻار ٻچا ڪيئن اٿئي؟ نوڪريءَ جو ڇا ٿيئي؟ ڪجهه پنهنجو احال به ته ڏينم يار!“

”لاميا، مون نوڪريءَ تان رٽائر ڪيو آهي، ۽ سسليءَ ۾، پنهنجي آبادي ڪندو آهيان. سڄو ڏينهن ٻني ٻاري تي گذرندو اٿم، ۽ گهر جي سنڀال وغيره منهنجي بيواهه ڌيءَ پونٽيا ڪندي آهي. ديوتائن جي مهرباني آهي، جوهن عمر ۾ به پيا دنيا کي منهن ڏيون. پر ڪراڙپ هڪ مرض اسان کي به ڏئي ڇڪي آهي.

سنڌن جي سور اڇي چانئٺ ورتي اٿم. ان مفرض ئي هٿ گهيلي آندو اٿم. فليجرائين ڏانهن ان جي علاج لاءِ پيو وڃان. چون ٿا ته رات جي وقت اتان جي زمين مان گندرفي ٻاف نڪرندي آهي، جا سنڌن جي سور کي ڇُٽائي ٿي. ڊاڪٽرن ته مون کي ائين چيو آهي.“

”خدا انهن جي وات ۾ کنڊ وجهي. پر سنڌن جي سور جي تڪليف کان سواءِ، تون مون کان هڪ ڏينهن به وڌو نٿو ڏيکارجين، حالانڪ مان عمر ۾ توکان ڏهه سال ننڍو آهيان. تون اڃا به مون کان وڌيڪ سگهارو ۽ تندرست پيو ڏيکارجين. واقعي، توکي خوش ۽ تندرست ڏسي مان ڏاڍو سرهو ٿيو آهيان. تو يهودا جي گورنري ڇو ڇڏي؟ سسليءَ ۾ ڇو اچي پاڻ کي ڦاسايو اٿئي؟ منهنجي موٽڻ کان پوءِ توسان ڇا وهيو واپريو؟ منهنجي خيال ۾ ته جڏهن مان ڪاپاڊوسيا ڏانهن گهوڙن ۽ خچرن جي واپار سان وڃي رهيو

هوس، ان وقت تون سامرين جي هڪ بعاوت کي دٻائڻ ۾ رڌل هئين. تنهنجي ان مهم جو ڇا ٿيو؟ مون کي اهو سڀ ڪجهه ٻڌاءِ. تنهنجي هر ڳالهه مون لاءِ دلچسپي رکي ٿي.

پونٽيس پيلاطس پنهنجو ڪنڌ آهستگيءَ سان ڌونيو. "منهنجي اها عادت آهي." هن چيو, "ته جنهن ڪم ۾ هٿ وجهندو آهيان، ان کي ڪوشش ڪري پورو ڪندو آهيا. مان دل جان سان هر ڪم پورو ڪندو رهيس، هر مهم سر ڪندو رهيس، پر سڀ بيڪار... حسد ۽ سازشن منهنجا پير اکيڙي ڇڏيا. ۽ نفرت هر ان وڻ جون پاڙون زهر آلود ڪري ڇڏيون، جي مون پوکيا هئا.

"تو مون کان سامرين جي بعاوت جو حال پڇيو آهي. ويهه ته توکي ٿورن لفظن ۾ ان بابت سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيان. اهي واقعا منهنجي دماغ ۾ اڄ به ائين تازا بينا آهن، ڄڻ اڄا ڪالهه ٿي گذريا آهن."

"انهن سامرين مان، جي شام جا هئا، هڪ جوشيلو نوجوان هنن جي اڳيان ٿي هليو. هن ڪين ڪتو ڪري، زيتون جبل تي هلڻ لاءِ چيو. جو هنن جو مقدس مڪان هو. هن انهن کي ٻڌايو ته سندس مذهبي پيشوا موسيٰ جا ڪيترائي تبرڪات ان جبل تي آهن، جي هو اتان حاصل ڪري سگهن ٿا. اهي هن جي ڪڍ لڳي پيا ۽ مسلح ٿيڻ لڳا. مون کي هنن جي ارادن جي خبر پئجي وئي ۽ مون روڪ لاءِ اڳواٽ ان جبل جي چوڌاري پنهنجي فوج بيهاري ڇڏي. باغي به زيتون جبل جي دامن واري ڳوٺ تيرائبا تائين پهچي چڪا هئا، ان ڪري مون اڳرائي ڪرڻ بهتر م سمجهيو.

"هرڪا ڳالهه منشا ۽ مراد موجب پوري ٿي. بنان ڪنهن رتو ڇاڻ جي باغين موٽ ڪاڌي. پر انهن کي سبق ڏيڻ خاطر، مون سندس هڪ – به سردار ايذاءُ ڏيارائي مارائي ڇڏيا."

"اها ته توکي خبر آهي ته پرو ڪائونسل وطيليس، شام تي ڪهڙي نموني حڪومت ڪندو هو. هو شام تي روم پاران نه، پر ڄڻ روم خلاف حاڪم هو. گويا اسان جي پرزور شهنشاهت ڪيس اهي صوبا سوڪڙيءَ طور جاگير ڪري ڏئي ڇڏيا هئا. سامرين جا اڳاوڻ روئندا وجي هن جي حضور ۾ پهتا، جنهن کي غور سان ٻڌو. توکي ته اها خبر آهي ته انهن سامرين جا خيال قيصر جي خلاف هئا ۽ ان ڪري ئي هنن بعاوت پئي ڪئي. وطيليس هنن جي دانهن اونائي، ۽ مون کان يهودا جي واڳ کسي، مارسيليس کي سونپي ۽ مون کي روم ۾ قيصر جي اڳيان، جواب ڏيڻ لاءِ اماڻي ڇڏيو. مان ان وقت ٽليءَ جي ڪناري تي پهتس، جنهن مهل تبرياس حياتيءَ ۽ حڪومت مان ٽڪجي مري چڪو هو. مان پاڻ کي ان جي جاءِ نشين ڪافيا جي رحڪم ڪرم تي ڇڏي ڏنو. هو هوشيار ماڻهو هو ۽ ڪيس سڀ خبر هئي، ته

شام ۾ ڇا پئي وهيو واپريو. ان وقت ڪافيا سان گڏ، سندس ننڍپڻ جو هڪ ساٿي اگريبا يهودي به رهيل هو. منهنجي نياڳ ۾ ڏسندو وڃجانءِ اگريبا به وطيليس جي تائيد ڪئي، ڇاڪاڻ ته وطيليس هن جي ڳري دشمن انطيپا جو مخالف هو. جيڪو اگريبا جو دوست هوندو و، سو لازماً ڪافيا جو به گهڻگهرو ٿيندو. ڪافيا مون سان ملڻ ڪان انڪار ڪيو. منهنجي بدبختيءَ جو ستارو عروج تي پهچي چڪو هو. مون ڪي اميدون لاهڻيون پيون ۽ نراس ۽ لاچار ٿي، سسليءَ ۾ پنهنجي ڳوٺ هليو آيس، جتي مان دلشڪستو ٿي مري وڃان ها، جي منهنجي ڌيءَ پونتيا اچي آٿت ڏيئي گهر نه سنڀالي ها. هاڻي مان هڪ آبادار آهيان. منهنجو فصل سڄي صوبي ۾ پلو ۽ گهڻو لهندو آهي. منهنجي زندگي ختم ٿي چڪي آهي، باقي منهنجي ۽ وطيليس درميان انصاف ايندڙ وقت پاڻهي ڪندو."

"پونٽيس، مان اهو بخوبي ڄاڻان ٿو ته تنهنجو سامرين سان اهڙو ورتاءُ روم جي مفادن خاطر هو. پر اهڙن موقعن تي تون سختيءَ ڪان سواءِ، ڇا ڪو ٻيو چارو نه پئي وٺي سگهيئن؟ جڏهن مان يهودا ۾ رهندو هوس ته توکان به وڌيڪ جوشيلو ۽ جوان هئس. پر مان گهڻو ڪري خاموشيءَ سان ڪم وٺندو هوس."

"يهودي ۽ نرمي!" بيلاطس اچرج مان چيو. "تنهن جي معنيٰ ته تون سالن جا سال يهودين ۾ رهي به هنن جي فطرت ڪان واقف نه ٿيو آهين. هو انسان ذات جا بدترين دشمن آهن! وڏائي ۽ وروڌ جا پتلا آهن، بيشرم ۽ بدمعاش آهن، ۽ اول درجي جا خچر آهن! اهي پيار ته ڇا، پر نفرت جي لائق به نه آهن. منهنجو هنن سان سچو ورتاءُ بزرگ آگسٽس جي اصولن تي مبني هو. جڏهن مون کي يهودا جو حاڪم مقرر ڪيو ويو هو، ته آءٌ پنهنجن فرضن ڪان پليءَ پَٽ واقف هوس، مون هنن سان هميشه خبرداريءَ ۽ غيرجانبداريءَ سان ورتاءُ ڪيو. ان لاءِ ديوتائون منهنجا شاهد آهن. پر منهنجي نرمائي4 جو ڇا نتيجو نڪتو؟ منهنجي شروعاتي دؤر ۾ ته اُتي هُئين نه؟ قصرا جي قلعي جا محافظ سياري ۾، جيروسلم گهمڻ ويا هئا. هر سپاهيءَ جي ڪلهي تي شهنشاهه قيصر جو امتيازي فوجي نشان هو. يهودين اها ڳالهه پسند نه پئي ڪئي، ته ڪو قصرا جو نشان هنن جي شهر ۾ آندو وڃي. هو قيصر کي ديوتا ڪري نه مڃيندا هئا، حالانڪ هنن کي ائين ڪرڻ نه گهربو هو.

هنن جي پادري مون وٽ آيو ۽ اچي چيائين، ته اهي نشان جيروسلم جي پٽين ڪان ٻاهر ڇڏيا وڃن. مون سندن ڳالهه مڃڻ ڪان انڪار ڪيو. حڪومت جي وقار ۽ قيصر جي شان کي مد نظر رکي، آءٌ ٻيو ڪجهه ڪري به نه ٿي سگهيس. جڏهن يهودين کي ان جي سُڌ پيئي ته هنن هٿ پير هلائڻ شروع ڪيا.

مون پنهنجن فوجين کي حڪم ڏنو ته هو هٿيار مناري ۾ رکن ۽ رڳو سونٽن سان هجوم کي منتشر ڪن. پر خبر اٿئي ته هنن ڇا ڪيو؟ هو ڇڙ وڇڙ نه ٿيا. بيوقوف گڏهن جيان سٽبا رهيا، پر هڪ وک به پٺتي نه هٽيا. لاميا، تو پاڻ ڏٺو هو ته مان هنن سان ڪيترو نه نرميءَ سان پيش آيس. وطيلس جي حڪم سان فوجي موٽائي قصرا موڪليا ويا پر مان ائين نه پئي ڪري سگهيس. مون کي ديوتائن جو قسم آهي ته مون ڪڏهن به ڪو قدم انصاف ۽ قانون جي خلاف نه کنيو هو. هاڻي مان ڪراڙو اچي ٿيو آهيان. منهنجا دشمن ۽ گلاخور سڀ مري چڪا اهن. مان بدلي وٺڻ کان سواءِ ئي مري ويندس! منهنجي يادگيرين کي ڪير محفوظ رکندو؟ هن اونهو ٿڌو ساهه ڀريو ۽ خاموش ٿي ويو.

لاميا ڳالهايو "اڳتي ڇا ٿيندو، ان جو فڪر نه ڪرڻ ۾ تون حق تي آهين. ڇو جو اسين ان بابت ڪجهه به نٿا چئي سگهون. اسان جي مرڻ پڄاڻا ماڻهو اسان لاءِ ڇا چوندا؟ اها به ڪا خاص اهميت واري ڳالهه نه آهي. اسين پنهنجي زندگيءَ جا بهترين شاهد آهيون ۽ اسين ئي ان متعلق ڪا وزني ۽ اهم راءِ ڏئي ٿا سگهون. تون اهو يقين رک، ته تون ۽ تنهنجا دسوت تنهنجي حياتيءَ جي اُڇن نظرين ۽ خيالن جا چڱيءَ پر ڄاڻو آهن. ائين سچ آهي ته نرمائي، ماڻهن سان ورتاءُ ڪرڻ ۾، ڪارآمد حيلو نه آهي. هڪ جهڙن سان نرميءَ ۽ مهربانيءَ سان هلڻ ذريعي، جيئن فلسفو سيکاري ٿو، عملي دنيا ۾ ڪو ورلي ڪامياب وڃي ٿو."

"لاميا، هاڻي انهن پَچارن کي ڪٽي ڇڏ، چوندا آهن ته لهندڙ سج جي گرميءَ واري وقت، گندرفي ٻاڦ سنڌن جي سور تي يڪدم اثر ڪري ٿي. ان ڪري مون کي جلد اوڏانهن وڃڻ گهرجي. پر ٻيلي، قسمت سان مليا آهيون، سو ڇڏيندي دل به ڪانه ٿي ٿئيم. ڇا، تون سياڻي مون سان گڏ ماني نه کائيندين؟ مسينم راس ڏانهن ويندي، شهر جي ڇيڙ ۾ هڪ ٽڪريءَ تي منهنجو گهر آهي. گهر جي ٻاهرئين دروازي تي هڪ تصوير اُڪريل اٿئي، جنهن ۾ آرفيس، رباب سان حيوانن کي ريجهائي رهيو آهي. مان تنهنجو انتظار ڪندس، اچج، ته پوءِ وري وسريل ورهيه ۽ گهاريل گهڙيون ياد ڪريون، جي يهودا ۾ گڏ گذاريون هيون سين. ضرور اچج! چڱو، موڪلاڻي."

پونٽيس پيلاطس، ڏوليءَ ۾ وڃي ويٺو ۽ غلام هن کي کڻي اڳتي وڌي ويا.

ٻئي ڏينهن لاميا رات جي مانيءَ وقت پونٽيس جي گهر پهچي ويو. ٻيئي پٽ تي غاليچن تي ٿي ويٺا ۽ ماني وچولي پر سٺي هئي. ماڪي، هيڙها ۽ آڙيون خاص طعام هئا. سڀ ڪاڏو چانديءَ جي

ٽالهين ۾ هو. ڪاڏي وقت ٻيئي عمر ڪان چڙهيل دوست، هڪ ٻئي جي جسماني ڪمزورين تي به ڳالهائي رهيا هئا. ڪنهن کي ڪهڙي تڪليف هئي ۽ ان جو ڇا علاج هو. پوءِ هو وري مسرت جو اظهار ڪرڻ لڳا، ته ڪيئن نه هو خوش نصيبيءَ سان اوچتوئي اوچتو پاڻ ۾ مليا هئا. هو وري باتيا جي بيهڪ ۽ خوبصورتيءَ تي ڳالهائڻ لڳا، ان بعد هو انهن ملڪي منصوبن تي ڳالهائڻ لڳا، جي ڪافيا ملڪ جي فلاح ۽ بهبوديءَ لاءِ عمل ۾ آڻي رهيو هو. جهڙوڪ: پيوٽيولي ۽ باتيا درميان پُل ٺاهڻ، واهه کوٽائڻ ۽ آگسٽس سمنڊ مان پاڻي ڪڍي ليوڪرائين ۽ ايورنس ڍنڍن ۾ آڻڻ، وغيره.

”پنهنجي وقت ۾ مان به اهڙن سڌارن جي ڪمن ۾ دلچسپي وٺندو هوس.

پونٽيس چيو، ”جڏهن مان يهودا ۾ مقرر هوس ته مون پاڻ جيروسلم ۾ تازي پاڻي آڻڻ لاءِ هڪ رٿا ٺاهي هئي. انجنيرن سان صلاح مشوري بعد، هر قسم جي تياري مڪمل ڪئي وئي ۽ ڪم به شروع ڪرايو ويو. پر جڏهن يهودين کي سڌ پيئي ته اسين سندس مقدس شهر ۾ ٻيو پاڻي آڻي رهيا آهيون، ته هو بلوو ڪري اٿيا. مزدورن کي مار ڏيئي ڪيل ڪم ڊاهي ڦٽائي ڇڏيائون. تون اهڙن بي شڪر ۽ وحشي انسانن جو نمونو تصور ۾ به نه آڻي سگهندين. اها به حقيقت اٿئي ته وطيلس انهن جو اعتراض قبول ڪيو ۽ مون کي بند ڪرائڻ جو حڪم ڏنو.“

”ان ڳالهه تي ئي ته بحث ڪرڻ گهرجي.“ لاميا پٽيڪيو، ”ته آيا ڪو ڪنهن سان سندن مرضيءَ جي خلاف ڀلائي به ڪري سگهي ٿو يا نه؟“

پيلاطس هن کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. ”ميان، پاڻيءَ کان انڪار!“ هن چيو. ”ان کان وڌيڪ ڪهڙي حماقت چئبي؟ پر روم ۽ رومين جي هر ڳالهه يهودين لاءِ ڌڪار جوڳي آهي. انهن جي نظرن ۾ اسين آڇوت آهيون. جيروسلم ۾ اسان جو وجود هنن لاءِ هڪ پليتيءَ مثل آهي. هو منهنجي دربار ۾ به ان ڪري نه ايندا هئا ته متان پليت ٿي پون.... ۽ ان ڪري مون کي مجبوراً رستن تي عدالتون ڪرڻيون پونديون هيون.“

”هو اسان کي ڌڪارين ٿا، ۽ اسان کان ڊڄن ٿا. پر ڇو؟ ٻي هر قوم، جنهن تي اسين فاتح ٿيا آهيون، اسان جي نظرداريءَ هيٺ وڌي ويجهي آهي. امن ۽ آزاديءَ جو پيغام کڻي، اسين دنيا جي ٻئي ڇيڙ تي وڃي پهتا آهيون. جتي به اسان جي حڪومت آهي، اتي ماڻهن کي اسان رومين جهڙا حق ڏنا آهن، انهن جي رسم ۽ رواج جي حفاظت ڪئي آهي، ۽ سندن قانون جي عزت ڪئي اهي. ڇا، اها حقيقت نه آهي، ته

Gul Hayat Institute

شام جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو صلح سانت تڏهن آئي، جڏهن اسان جي سالار پامپي، ان کي فتح ڪيو؟ جڏهن اسان کي پنهنجن خزانن ڀرڻ لاءِ ڌارين قومن جا سونا بُت پگهرڻا هئا، تڏهن ڇا اسين ائين ڪيو؟ اسان پنهنجين مشڪلاتن هٽائڻ لاءِ، هنن جي ڪنهن به چيز کي هٿ نه لاتو. انهن جا سڀ ديوتائون سلامت آهن. ساڳيو ئي ورتاءُ اسان يهودين جي ديوتائن سان جيروسلم ۾ به ڪيو. هنن جا سڀ ديوتائون سلامت آهن، پاڻ جيڪو سو هاڻي عرب بدوين جي ڦرلٽ کان محفوظ نه آهن. اسان جي ان فياضيءَ واري روش کان متاثر ٿي، ڪيترين قومن جا بت ٺاهي، انهن جي پوڄا به شرو ڪئي آهي. سڀ قومون اسان جون ٿورائتيون آهن. پر يهودي، اهي اڄا به اسان کي نفرت جي نگاهه سان ڏسن ٿا. هو فوج ۾ ڀرتي به ڪونه ٿا ٿين ۽ جزيو به گهٽي زور بار بعد ٿا ادا ڪن."

"يهودي" لاميا چيو، "پنهنجين ريتن ۽ رسمن کي چنبڙيا پيا آهن. هو توهان کي بنان ڪنهن سبب جي، ڇو جو مون کي يقين آهي، پنهنجي قانون ۽ قانون حيات جو متائيندڙ ۽ بدلائيندڙ ٿا سمجهن. مان ايترو چوندي به نه هبڪندس ته هنن تنهنجي سخت رويي کي ڪڏهن به پنهجي مفاد ۾ ضابطن لاءِ قبول نه ڪيو هو. مان ان خيال جو آهيان، ته تو انهن ۾ ڪافي بي آرامي ڦهلائي هئي، تون پنهجي بي صبريءَ تي قابو نه پائي سگهيو هئين. تو هنن جي هڪ وڏي سنت جو چوغو ۽ ٻيا تبرڪات ائنٽوني مناري ۾ فوج جي پهري هيٺ رکي، هنن کي وڏيڪ پڙڪايو ۽ بي صبر ڪيو. حالانڪ هو ڪنهن ازلي حقيقت کي سڃاڻڻ ۾، اسان جيترو تعليم يافته نه آهن، پر ان ڳالهه جو اسان کي اعتراف ڪرڻو ئي پوندو، ته هو به هڪ ديوتا جي عبادت ڪندا آهن، جنهن جو وجود پنهنجيءَ جاءِ تي قابل احترام آهي."

پيلاطس پنهنجا ڪلها آهستگيءَ سان لوڏيا. "پر هنن کي ديوتائن جي پوري واقفيت ۽ ڄاڻ ڪانه آهي." هن چيو، "هو جيپيٽر جي پوڄا ڪندا آهن، پر سندس شڪل ٺاهي ۽ ڪيس اهڙي نالي ڏيڻ کان سواءِ. هو ان ديوتا اڳيان، ان جي پٿر جي سڪل ٺاهي به، ڪن ايشيا جي قومن وانگر نِوڙندا آهن. هنن ڪڏهن به اپولو، نيپچون يا مريخ وغيره. ديوتائن جو نالو نه ٻڌو آهي. پر منهنجو اهو ايمان آهي، ته ڪڏهن نه ڪڏهن هنن کي وينس ديوتا به مقدس هستي هئي، ڇو، جو اڄ هن جون عورتون ڪليسائن ۾ قربانگاهن تي ڪبوتر ڪٽي وينديون آهن ۽ توکي اها به سُڌ آهي ته هنن جي ڪليسائن اڳيان به ڪبوتر وڪامندا آهن. هڪ ڀيري ڪي ڇريا هنن جي مندرن ۾ گهڙي ويا هئا ۽ ڪبوتر اُڏاري، انهن کي ٻاهر

ڏکي رهيا هئا. پوڄارين ان فعل کي وڏو بد سوڻ پئي سمجهيو. منهنجي خيال ۾ ته ڪبوترن جي قرباني، وينس جي پوڄا جو مطلب تي ٻڌائي. پر لاميا، تون ڪلين ڇا لاءِ پيو؟"

"مڙيوئي ڪو خيال اچي ويو. سوچيم پئي ته ڪو يهودين جو خدا اچي وڃي ۽ بدلي وٺڻ لاءِ، روم تائين تنهنجو پيڇو ڪري، ته جيڪر ڪهڙي نه جٺ ٿيئي! پر سچ پچ ته هنن جو ديوتا 'يوحنا' هت ڇو نه اچڻ گهرجي؟ روم ۾ ايشيا ۾ آفريڪا جي ته گهڻين ئي قومن جا خدا آهن ۽ اچن ٿا. شامين جو ديوتا 'بونادِي' ته روم جي گهٽين ۾ عام وڪامبو آهي. ان ڪري يار، تون خبردار رهندو ڪر! هڪ ڏينهن يهودين جو خدا، استيا ۾ اچي نڪريئي ته سڪ نه پائنجانءِ!"

گورنر جي منهن تي هلڪي مُرڪ ظاهر ٿي. هن ان خيال کي ئي بي بنياد ۽ مضحڪ خيز پئي سمجهيو، ته ڪو بني اسرائيل، روم لاءِ به ڪو ديوتا پيدا ڪري سگهي ٿو.

"يهودي پنهنجو مذهب ٻين قومن تي مڙهي سگهندا؟" هن پڇيو، "هو پاڻ ۾ ڪنهن ننڍي نڪتي تي به متفق نه آهن. تو پاڻ ڏٺو آهي، ته ڪُليو ڪلايو هڪ ٻئي جي گلا غيبت ڪندا وتندا آهن، ۽ ويهن فرقن ۾ ورهايل آهن. رستن تي هڪ ٻئي کي ٽُڪ بجو ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي جون ڏاڙهيون پٽڻ ته سندن عادت آهي. تو اهو به ڏٺو هوندو ته هو ڪيئن نه مندرن جي ڏاڪڻن تي ئي هڪ ٻئي جا ڪپڙا ڦاڙيندا آهن. انهن جي دماغ ۾ ايتري ڳالهه به نٿي ويهي، ته مقدس معاملا جيئن ته مخفي ۽ پردي ۾ هوندا آهن، ان ڪري اهي آرام سان ۽ هڪ جاءِ تي ويهي طي ڪرڻ گهرجن. ان هوندي به، مون کي يقين آهي ته هو اسان جا خير خواهه نه آهن. هو پنهنجن ديوتائن متعلق راين ۾ ڪا به رک رکان يا هيٺانهين مٿانهين برداشت نه ڪندا آهن. هو هر ان ماڻهوءَ کي عذاب ڏيئي ماريندا آهن، جو سندن مقدس چوٽين تي آگر ڪٽندو آهي. جيئن ته هو رومي سلطنت جي ماتحت آهن، ان ڪري سندن ٽربيونل جا سڀ ڳرا فيصلا اسان جي جج جا توثيق هوندا آهن. نتيجو اهو آهي، جو اسان جا جج، هر ڏينهن اهي رڙيون ٻڌندا تا رهن ۽ فلاڻي کي ڦاسي ڏيو، فلاڻي کي ملڪ نيڪالي ڏيو. سوين ڀيرا مون سان اهڙا اتفاق ٿي گذريا آهن. امير توڙي غريب، پادري توڙِ اپاهج، سڀ منهنجي چوگرد اچي ڪٺا ٿيندا هئا، ۽ اهڙي ماڻهوءَ جي موت جي گهر ڪندا هئا، جنهن جو ڏوهه مان به نه سمجهي سگهندو هوس ۽ جنهن کي مان تهمتيءَ کان به وڌيڪ پاڪ ۽ برتر سمجهندو هوس. ان هوندي به هو منهنجو مٿو کائي ويندا هئا ۽ پيرن ۾ پيا ڪتر ٿيندا هئا، ته ان ماڻهوءَ کي دنيا مان اصل گم ڪري ڇڏيان!سؤ دفعا به چو؟ اهڙا مثال ته روز نه، پر

ڪلاڪ ڪلاڪ ۾ پيا ٿيندا هئا. اهڙين حالتن ۾ مان بيوس هوندو هوس. جيئن ته مان اسرائيل جو حڪمران هوس، ان ڪري اهو منهنجو فرض هو ته مان انهن جي قانون کي عزت بخشيان، نه زلت. مون کي انهن جي حياتي ۽ موت مٿان اختيار هئا، پر مون کي ائين هلائڻا پوندا هئا، جيئن سندن قانون اجازت پئي ڏني.

”جڏهن مون شروع ۾ يهودا جي واڳ ورتي، ته ٻن مظلومن کي بچائڻ لاءِ مون هنن سان دليل بازي ڪئي. پر منهنجي ائين ڪرڻ، هنن کي وڌيڪ ڀڙڪايو، ۽ مون کي ائين نهارڻ لڳا، جيئن ڪا ڳجهه پنهنجي شڪار کي تڪيندي آهي. هنن جي پادرين قيصر ڏانهن شڪايتون موڪليون، ته مان هنن جي قانون سان هٿ چراند ڪري رهيو آهيان. انهن جي اپيلن تي، جن جي وطيليس تائيد ڪندو هو، مون کي ڪيئي دفعا روم مان چنبيو ويو. ڪيترا ڀيرا ته مون سوچيو هو ته مظلومن سان گڏ، تهمتين جا لاش به ڪانون کي ڏيان!

”تون ائين نه سمجهجانءِ ته ڪو هڪ بي همٿ ٻڍو انهن ماڻهن خلاف بڪواس ڪري رهيو آهي. جن هن جي زندگي برباد ڪري ڇڏي ۽ ذهني سڪون کيس ورتو. مان سڀ ڪجهه سوچي سمجهي ڳالهائي رهيو آهيان. مان اهو به سمجهان ٿو ته جي اها قوم تباهه نه ٿي ته اسان جو ڇا حشر ٿيندو؟ سُتت يا دير سان، پنهنجين نه ختم ٿيندڙ خواهشن ۽ بغاوتن سان يهودي اسان جي خلاف اٿي بيهندا، ۽ پوءِ هنن جي اڳيان شآمي، بدوي يا پارٿينس، ٻارن مثل هوندا. هو مستقل طرح اسان جي خلاف گهاٽ گهڙي رهيا آهن. ٿيندو به ائين، ڇو جو هنن کي يقين آهي ته، ته هنن مان ئي هڪ اهڙو شهزادو پيدا ٿيندو، جو سڄي دنيا تي راڄ ڪندو. هو انتهائي خطرناڪ آهن. ۽ انهن جو خاتمو لازمي آهي! جيروسلم کي نابود ڪرڻ ضروري آهي! مون کي شال ديوتا ان ڏينهن تائين جيئرو رکي، جنهن ڏينهن جيروسلم جون پٿيون مٽيءَ سان ملن. گهر باهه جي نذر ٿين ۽ ماڻهو تلوار جو ٻُڪ! جنهن ڏينهن يهودين جي مندرن تي هر ڦرندا، ان ڏينهن مان سمجهندس ته يهوديت سان پورو پورو انصاف ٿيو!“

لاميا گفتگو کي ڪنهن پر امن موضوع ڏانهن موڙڻ جي ڪوشش ڪئي ”اهو آسانيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو ته پونٽيس، تنهنجي تجربي يهودين کي تنهنجي پيار لائق ثابت نه ڪيو آهي. تنهنجي خيال ۾ هو رڳو بي اعتبار ۽ شر پسند آهن. پر مان جيروسلم ۾ هڪ سياح جي حيثيت ۾ رهيو آهيان، ۽ اتان جي روزمره جي زندگيءَ ۾، ساڻن لهه وچڙ ۾ آيو آهيان. مون انهن ۾ گهڻي ئي اهڙيون



Gul Hayat Institute

خصليتون بہ ڏنيون آهن، جي توکان ڳُجهيون پئي رهيون آهن. مون هنن ۾ اسپارٽا جي روشنين وانگر ڪيترائي مهربان، ديالو ۽ سادهہ مزاج ماڻهو بہ ڏٺا آهن. پر پونٽيس، تو تہ رڳو ڪن عام لوفرن ۽ بددماغ ماڻهن سان پلاند اٽڪايو آهي. جي پورو پنهنجو نالو بہ نہ لکي سگهندا هئا، ۽ پنهنجيءَ جهالت سبب سچ تان صديقي ٿي، تنهنجن فوجين جو شڪار ٿيندا هئا. اهڙا ماڻهو تہ واقعي، تنهنجي چوڻ موجب، ڌڪار جي لائق اهن. اهو مان هن ڪيري چوان ٿو جو هر معاملي ۾ اسان کي نسبتاً فهم کان ڪم وٺڻ گهرجي. حالانڪ مون پاڻ ۾ ڪڏهن بہ يهودين لاءِ چاهنا بہ محسوس نہ ڪئي آهي، پر ان سان گڏ مون کي هنن لاءِ قدر شناسي پڻ آهي. داد دشمن کي بہ ڏيڻ گهرجي.

”انهن ڏهاڙن ۾ مان جوان هئس، ۽ شام جون عورتون مون کي ان ڳالهہ جوئي احساس ڏياريندڀون هيون. گرم حسينائن جا ترڪندا جسم، سنهڙا چپ ۽ مخمور ڪانڌ ڏيندڙ اکيون، اهي سڀ گوشت ۾ ٻرندڙ شيخ جو ڪم ڪندا هئا. هنن جي چهرن تي خبرداريءَ ۽ چالاڪيءَ جا نقش هوندا هئا، ۽ باهہ وڌائڻ لاءِ پڙڪيدار ۽ مسحور ڪن عطر ۽ وڳا ڪتب آندا هئا. اهڙيون عورتون هڪ عياش ماڻهوءَ لاءِ وڏ ۾ وڏ غنيمت آهن.“

پونٽيس پيلاطس پنهنجي بي صبريءَ کي جهلي نہ سگهيو. ”مان اهڙن چارن ۾ قاسڻ وارو ماڻهو نہ هوس.“ هن وچ ۾ ئي چيو. ”جيئن تہ ڳالهہ نڪري چڪي آهي، ان ڪري مان توکي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ مون توجهڙي عياش ڪردار کي ڪڏهن بہ سٺين نظرن سان نہ ڏٺو آهي. مون توکي اڳ ڪڏهن بہ اهو نہ ٻڌايو هو تہ جنهن ڏوهہ ۾ توکي ملڪ نيڪالي ڏني ويئي هئي، سو منهنجي نظر ۾ ڪيترو نہ خراب ۽ ڪريل ڏوهہ هو. چاڪاڻ تہ توکي ان ڏوهہ جي پوري پوري سزا ملي چڪي هئي ۽ تون اها لوڙهي رهيو هئين. يقين ڄاڻ تہ شادي هڪ مقدس فعل آهي، خاص ڪري اسان جهڙن ماڻهن لاءِ، ۽ اسان تي ئي سچي رومي سلطنت جو مدار آهي. اهڙي حرڪت ڌارين عورتن ۽ ڪنيزن تائين محدود رکن، ڪنهن حد تائين ننيڪ نہ آهي، پر اها عادت بہ نہ هئڻ گهرجي. جي مان ائين چوان تہ برو نہ پائنجانءِ تہ تون وينس ديوتا تي قربانين ڏيڻ جو گهڻو شائق آهين. منهنجيءَ راءِ ۾، تنهنجو وڏو ڏوهہ اهو آهي، جو تو شادي نہ ڪئي آهي ۽ پنهنجي جمهوريت کي ڪو ٻار نہ ڏنو آهي، جو توجهڙي ماڻهوءَ جي شان وٽان نہ آهي.“

پر ان شخص، جنهن کي نبرباس ملڪ نيڪالي ڏني هئي، تنهن ڪراڙي جج جي ڳالهه کي ٻڌو ان ٻڌو ڪري ڇڏيو. هن ٻچيل شراب چکي هڪ ڳيت ۾ ختم ڪئي ۽ ڪنهن پُور پوڻ تي مرڪيو. ٿوريءَ دير بعد هوا ٽي بيٺو. ۽ درجي بدرجي وڌندڙ آواز سان چوڻ لڳو:

”کهڙو نه بهترين ناچ ڪنديون هيون. شامي عورتون! هڪ يهودڻ کي مان به سڃاڻندو هوس، جا هڪ شرابخاني ۾ ناچ ڪندي هئي. ان شرابخاني ۾ هڪ فانوس ٻرندو هو ۽ پٽ تي غاليچو وڇايل هوندو هو، جنهن مهل هو جانجهه وڄائيندي هئي، ته سندس ٻانهون ڪاپرهر نانگ وانگر وٽ کائينديون هيون، هن جي پُٺي چٻي ٿي پوندي هئي ۽ ڪنڌ پوئتان ڪري پوندو هوس. گويا سندس ڳهڻ وارن جو بار پٺتي هيٺ ڇڪيندو هو. سندن اکين ۾ آگ جو درياءَ ڇوليون هڻندو هو ۽ سندس چپن جي نزاڪت ته قلوپيطرا جي روح کي به، ساڙي ڇڏيدني هئي. مون کي اهي وحشِ ناچ ڏاڍا وڻندا هئا. سندس هلڪو ۽ تيز آواز منهنجي اندر ۾، گهاوَ ڪندو هو. ۽ سندس بدن جي خوشبوءِ مون کي مست ڪري ڇڏيندي هئي! مان هن جو هر هنڌ پيڇو ڪندو هوس. فوجين وٽ، گُتن ۾، ۽ هر عام ماڻهوءَ وٽ، جتي به هوءَ ويندي هئي. پوءِ هڪ ڏينهن هوءَ اوچتو گم ٿي ويئي ۽ مون هن کي وري نه ڏٺو. مان هر گهٽيءَ ۽ گُتي ۾ گهميس، پر سڀ بيڪار. منهنجي دماغ مان ڪنهن تيز ۾ تيز نشي جو خمار به نڪري ويندو هو، پر هن جو خيال لاهي ڇڏڻ ڏکيو هو. نا اميديءَ جي چند مهينن کان پوءِ، مون ٻڌو ته هن هڪ اهڙي ٽولي ۾ وڃي شرڪت ڪئي هئي. جنهن جا مرد ۽ عورتون هڪ نوجوان پرچارڪ — جنهن کي يسوع ناصري پئي سڏيو ويو، جي پوئيواري ڪري رهيا هئا. بعد ۾ ان ناصريءَ کي ڪنهن ڏوهه سبب صليب تي به چاڙهيو ويو هو. توکي ان جي ڪا يادگيري آهي؟“

پونتيس پيلاطس ٿوري دير دماغ تي زور ڏنو، ۽ پرن تي آڱرين جو زور ڏيئي، ڪجهه ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو.

”يسوع؟“ هن پُڇڪيو — ”يسوع ناصري؟ نه، مان ان لاءِ ڪا به ڳالهه نٿو ڪري سگهان. مون لاءِ اهو نالو ڪو به مطلب نٿو رکي!“

Gul Hayat Institute

## جيڪب واشرمن (جرمني)

# پيءُ جو گناهه

چيف جج ڊيسٽرويگ، جنهن جو تازو انتقال ٿيو آهي، هڪ تيز فهم ۽ ڏوهن جي ڳولا جو وڏو ماهر هو. هيٺين ڪهاڻي مون انهيءَ جي ڪاغذن مان ورتي آهي، جيڪي هو مرڻ بعد ڇڏي ويو.

*************************

آڪٽوبر مهيني جي هڪ ميرانجهڙي سانجهيءَ جو ذڪر آهي. هڪ فرنٽڪوئي ڪرمي، جنهن جو نالو 'آدم ارباس' هو، ٽڪل ٽُنل، گنزن هاسن جي پوليس چونڪيءَ تي اچي حاضر ٿيو. هن پوليس کي ٻڌايو ته گذريل رات مون پنهنجي اباڻي ڳوٺ 'آها' ۾ پنهنجي ارڙهن ورهين جي نوجوان پٽ "سائمن" جو خون ڪيو آهي. هو فوتيءَ کي پنهنجي گهر جي هڪ ڪمري ۾ ڇڏي آيو هو. هن پاڻ سان اچو چاقو به آندو هو، جنهن سان پٽ جو گلو ڪپيو هئائين. چاقوءَ تي ان وقت به رت جا داغ لڳل هئا.

پوليس آدم اُرباس جو اهو بيان ڪن ضروري تفصيلن سميت قلمبند ڪري ورتو. هن انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڪونه ٻڌايو، ۽ پوليس ڪمشنر جي هر سوال تي هن خاموشيءَ کان پئي ڪم ورتو. رات جو ئي واردات واري جاءِ تي سرڪاري طرح ڇڪاس ڪئي ويئي، ۽ ارباس جو ڏنل بيان صحيح ثابت ٿيو. سندس زال به گهر ۾ موجود هئي. اها خوف ۽ ڏک ۾ چري ٿي پيئي هئي، ۽ سڄي ڳوٺ جا مرد ۽ زالون سندس چوڌاري بيٺا، ساڻس همدردي ڪري رهيا هئا.

آدم ارباس کي ائنسباچ جي جيل ۾ نظربند رکيو ويو. تن ڏينهن ۾ آءٌ قانوني پيشي ۾ اجا نئون نئون آيو هوس، ۽ ان واقعي ٿيڻ کان ڪجهه ڏينهن اڳ، منهنجي ان ضلعي ۾ مقرري ٿي هئي. خوش قسمتيءَ سان، مون کي ان مقدمي جو جاچ ڪندڙ ماجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو.

شروع ۾ ته ڪيس بلڪل صاف ۽ سڌو سنئون پئي نظر آيو. هڪ ڪڙميءَ، پنهنجي نسلي وڏائيءَ ۽ جهالت واري عقلمنديءَ جي حالتن کي زهني طرح متاثر ٿي، پنهنجي جند ان نالائق پٽ کان آجي ڪئي هئي، جنهن هن لاءِ سوا ڏک، شرم ۽ بدناموسيءَ جي ڪجهه به پيدا نه ڪيو هو. اهڙيءَ طرح ڇوڪري کي سندس ڪيتن جي سيڪت ڏيئي، هن ايندڙ پريشانين ۽ تڪليفن جو مُنهن موڙي ڇڏيو هو.

سڀ شاهد يڪراءِ چئي ويا تہ سائمن بلڪل بيڪار، آوارھ ۽ لوفر هو. هو سواءِ ڪُتن تي ڦيرين ڏيڻ جي، ٻيو ڪو بہ ڪم نہ ڪندو هو. هن جي اهڙي نڪمي اَڻنگي زندگيءَ لاءِ پئسي جي گهرج هئي. جڏهن ڪيس اهڙن ڪمن لاءِ پنهنجيءَ ماءُ وٽان رقم نہ ملندي هئي، تہ هو رقم هٿ ڪرڻ لاءِ ٻيا رستا ڳولي لهندو هو. مثال طور: آگسٽ ۾ هو ويزنبرگ جي هڪ ٺيڪيدار وٽ ويو، ۽ ڪانئس اٺ سؤ مڻ ڪٺڪ جا پئسا، پيءُ جي نالي وٺي ڪاٺي ويو. اها ڪٺڪ پنس ان ٺيڪيدار وٽ نيڪال لاءِ موڪلي هئي. ناردلنجن ۾ هو هڪ رنڊيءَ جي چنبي ۾ ڦاسي پيو، جنهن ڪيس پنهنجي ناجائز ٻار جو پيءُ ظاهر ڪيو. هڪ ڏينهن، موقعو وٺي هو ان رنڊيءَ کي ڪنهن اوجهڙ ڏانهن وٺي ويو ۽ ڪيد سهتو ڏيئي مارڻ لڳو. عورت جي رڙين تي، واٽهڙن اچي هن جي جان بچائي. انهيءَ معاملي ۾ اجا جاچ پئي هلي، تہ آدم اُرباس اڳ ئي انصاف ڪري ڇڏيو.

شاهدين ۾ سائمن جي ڪردار ۽ عادتن تي گهڻي روشني پئجي چڪي هئي. هو بلڪل اگهاڙو ٿي پيو. سندس ٻالپڻوئي بچڙاين ۽ لُچاين سان ڀريل هو ۽ ان ۾ چڱائيءَ ۽ نيڪيءَ جي ذري برابر بہ جهلڪ نہ هئي. مثال طور هڪ دفعي سندن نوڪرياڻي شهر مان لينن جا ڇهہ چولا وٺي آئي، جي هن فخر سان اچي سائمن جي ماءُ کي ڏيکاريا. ڪمڪ ڪندي، هن گرجا جي گهنڊن جو آواز ٻڌو ۽ چولا رڌڻي ۾ ڇڏي، هوءَ گرجا هلي وئي. جڏهن موٽي آئي تہ سندس چولا ڳاڙهن جي سرائين جي ڪارڻ ۾ ٽڪيا خراب ٿيا پيا هئا. سيني کي پڪ هئي تہ اهو ڪم سائمن ڪيو هوندو. پر، اسڪارف واري معاملي وانگر، ان واقعي ۾ بہ ڪو ثبوت نہ هو. هڪڙي ڏينهن اسڪارف اتي سان ڀريل گاڏي ڪاهي پئي آيو، ۽ ڪنهن ڪم سانگي ڳُتي جي پرسان، عوري دير لاءِ بيهاري هئائين. جڏهن هو گاڏي ڪاهي اڳتي وڌيو، تہ رستي تي اٿو وهندو ويو. اٽڪل ڏهہ ٻارنهن ڳوٽيون چاقوءَ سان ڦاڙيون ويون هيون. هر ڪنهن ڄاتو پئي تہ اهي ڪرتوت سائمن ارباس جا هئا، پر وٽن ڪو بہ پڪو ثبوت ڪونہ هو.

اهڙيءَ ذلالت ۽ چوريءَ چڪاريءَ جي عادتن ۾، سائمن اڳتي هلي بيحيائيءَ جو بہ واڌارو آندو. سڀ صحيح خيال وارا ماڻهو يڪراءِ هئا، تہ تيزيءَ سان اُسرندڙ انهيءَ زهريلي سَلي جي چوٽيءَ تي نڪو ڏاتو ٽي پهچي سگهيو ۽ نہ وري ان جي پاتال ۾ پيل پاڙن کي ڪو رنبو ٽي ڇُهي سگهيو. مونکي ان ڪان وڏيڪ ٻي ڪا بہ ثابتي ڪانہ گهربي هئي. هر ڳالهہ صاف ۽ واضح ٿي چڪي هئي، ڪا بہ ڳالهہ ڳجهہ ۾



Gul Hayat Institute

نہ رهي هئي ۽ ڪابہ رنڊڪ نہ رهي هئي. ڇوڪري جي ڪردار ۽ عادتن بابت هر ڳالهہ سولي، پڌري ۽ غير مبهم هئي، ۽ هڪ ئي رخ ڏانهن اشارو ڪري رهي هئي.

ان ڳوناٽي المناڪ حادثي جي آخري سين تان پردو هڪ آچر تي، گنزن هاسن جي ميلي ۾، ڪجهي ڇڏڪو هو. ”آها“ جي گتي ۾، وندباچ جا بہ ڪڙمي وينا ان ڳالهہ تي بحث ڪري رهيا هئا. تہ سائمن ارباس جي گُرفتاري جا وارنٽ جاري ٿي چڪا آهن. ڪين اها سُڌ ڪانہ هئي، تہ سندن پرواريءَ ميز تي ڪو آدم اُربا، سائمن جو پيءُ وينو آهي. گتي ۾ وينل ٻيا ڳوناٽا آدم اُرباس ڏانهن غور سان نهاري رهيا هئا ۽ جنهن نموني ۽ انداز ۾ آدم اُرباس ميز تي گلاس رکي اٿيو، ان مان هنن اندازو لڳايو تہ ڪيس ناردلنجن جي رنڊيءَ جي معاملي جي ڪابہ خبر ڪانہ آهي ۽ اها هئي بہ حقيقت، سائمن جي ڪُڌن ڪرتوتن کان آدم کي بيخبر رکيو ويندو هو. هن جو ماڻيٽو سياءُ، اوچو رتبو ۽ عزت، جنهن جي ڪري هو قبيلي جو اڳواڻ سمجهيو ويندو هو. سندس چوگرد بچاءَ جي پٽ تي بيٺا هئا. ان کان سواءِ، سندس زال سائمن جي ننڍي ۾ ننڍي لچائي بہ هن کان لڪائيندي هئي. پر جي ڪا خبر هن تائين پهتي بہ ٿي، تہ جوڙس ان جي زور ۽ اثر کي گهٽائي هڪ معمولي ڳالهہ بنائي پيش ڪندي هئي. ماڻهن جو اهو غلط خيال هو تہ هن کي پٽ جي ڏنگاين ۽ حرڪتن جي خبر ڪانہ آهي، يا هو ڄاڻي واڻي انهن کي نظر انداز ڪري ٿو. هن کي سڀ ڪجهہ ڄاڻ هئي تہ اهڙن معاملن ۾ ماڻهن کي ڪيئن شڪ ۾ رکجي.

سائمن جي باري ۾ گهر ڪان ٻاهر جيڪي افواهہ پکڙيل هئا، انهن بابت هڪ گهڻ- ڳالهائو نوڪرياڻيءَ اڇي ماڻس سان ڳالهہ ڪئي هئي. ان وقت آدم بہ گهر ۾ موجود هو ۽ پنهنجو منهن دريءَ طرف ڪري، هروڀرو ٻاهر نهارڻ لڳو، تہ جيئن زال سان اک نہ ملائي سگهي. ان وقت سنجها ٿي چڪي هئي. ايتري ۾ هڪ سِربند، فرانزسيفر، ٻاهران آدم جي زال کي سڏ ڪري ٻڌايو تہ ”سائمن گنزن هاسن جي گُتي ۾، هڪ مرد ۽ عورت کي زوري شراب پياري رهيو هو، ۽ پاڻيءَ وانگر مٿن پئسا پيو هاري.“ وچڻ مهل هو ٺوڪ واري نموني ۾ چوندو ويو. ”تنهنجو پڪي بہ ڄاڻ تہ پچري ۾ آيو. پوليس پنڌ ۾ هوندي!“ اڳتي هلي اهو ظاهر ٿيو تہ اها ڳالهہ ڪوڙي هئي، ۽ سائمن جي گرفتاريءَ بابت رڳو غلط افواهہ هئا.

نوڪر چاڪر سڀ ميلي تي ويل هئا. ڪڙميءَ جي زال پِٽ سان رکيل بينچ تي ليٽي پيئي هئي. آدم ارباس پنهنجن ڳرن قدمن سان ڪمري ۾ پسار ڪري ڪجهہ ويچاري رهيو هو. جلد ئي هنن وچندڙ قدمن جو آواز ٻڌو، جو رستي طرف کان اندر وڌندو پئي ويو. پوءِ در جي گهنٽي وڳي، در تي مُڪن جو

وسڪارو ٿيو ۽ ان سان گڏ گارين جو ڏوڙيو. عورت تڏ ڏيئي اٿي ۽ ٻاهر وڃڻ لڳي. اُرباس آڱر مٿي ڪري ڪيس چيو: ”چڏي ڏينس!“ هوءَ چانئٺ وٽ ئي رڪجي بيهي رهي. جهٽ کان پوءِ سائمن جو چهرو پير واريءَ دريءَ مان ظاهر ٿيو. شراب جي اثر کان بي رنگ چهرو ۽ بڇڙائيءَ سان ڀريل اکيون. ماڻس رڙ ڪري ڪيس واپس وڃن لاءِ چيو. ۽ هو اوجهيل ٿي ويو. ٿوريءَ دير لاءِ سانت ٿي ويئي. ۽ پوءِ وري پير واري ڪمري ۾ ڌماچو ڪڙي لڳي ويئي. سائمن پوئين دروازي کان گهر ۾ گهڙي آيو هو. اونداهيءَ ۽ بدمستيءَ جي ڪري، ڪمري ۾ رکيل سامان سان ٽڪرجي، هو ٿاٻا کائي رهيو هو. ڪنهن شيءِ جي زور سان ڪرڻ جو آواز ۽ ماءُ پاڻ نه جهلي، ڊڪي وڃي در کوليو. در کليو ته روشنيءَ ۾ پٽس، ٽڙندو فرش تان اُٿيو. هن پنهنجي ماءُ پيءُ ڏانهن ٻانهون اُلاري، وات مان گارين جي پالوٽ ڪئي. آدم اُرباس جي زندگي فيصلا ڪن مرحلي تي پهچي چڪي هئي. سندس زال بيان ۾ ٻڌايو ته ”ان وقت ڪاوڙ ۾ هو ننهن کان ونئي چوٽيءَ تائين ڪنبي رهيو هو.“

سائمن پنهنجي ڪمري ۾ پهچي، در زور سان ٻيڪڙي چڏيو ۽ ٿوري دير لاءِ واري سانت ٿي ويئي. آدم ڪاوڙ ۾ ڏڪندڙ ٻاهر نڪتو ۽ سندس پويان زال به روئندي ٻاهر ائي. هن پنهنجو منهن چولي جي پلاند سان لڪائي چڏيو هو. پنج منٽ ڪن هو ٻيئي وراندي ۾ ٻيٺا رهيا. پوءِ آدم وڌي سائمن جي ڪمري ۾ ويو ۽ اندران در ٻيڪڙي چڏيائين. ڪڙميءَ جي زال وڌيڪ ٻڌايو ته ”مون کي ان ڳالهه جي سڌ پئجي ويئي هئي ته اڳتي ڇا ٿيڻُ هو. پر آءٌ بت بڻي بيٺي رهيس. مون ۾ چُرڻ جي سگهه نه رهي هئي.“ اها ڳالهه شاهدين مان ظاهر نه ٿي سگهي ته سائمن ان مهل نشي ۾ بُت ٿيو ستو پيو هو، يا پيءُ ۽ پٽ جي وچ ۾ ڪا ڳالهه ٻولهه به ٿي هئي. سائمن جي ماءُ پُڇا ۾ هڪ دفعو ٻاڌيو ته ”آدم جي اند وڃڻ کان پوءِ به ڪمري ۾ خاموشي هئي.“ ۽ پوءِ وري پچائين: ”ٻيئي پيءُ پٽ پاڻ ۾ ڳالهائيندا رهيا، گهڻي وقت تائين.“ هن ٻڌايو ته، ”ڪمري جا ٻيئي پيءُ پٽ ۾ ڳالهائيندا رهيا، گهڻي وقت تائين.“ هن ٻڌايو ته، ”ڪمري جا ٻيئي در اندران بند ٿيل هئا، ۽ هوءَ پاڻ سگريءَ وٽ بيٺي هئي.“ پر سگريءَ وٽ بيٺل ماڻهوءَ لاءِ، ڪمري ۾ ٿيندڙ ڳالهه ٻولهه ٻڌڻ ناممڪن هئي. اسان واردات واريءَ جاءِ تي اهڙا ڪيئي تجربا ڪري ڏٺا هئا. اها ڳالهه به خاص ڪري ڌيان ڇڪائيندڙ هئي ته هوءَ اهو پڪيءَ ريت نه ٻڌائي سگهي ته آدم سائمن جي ڪمري ۾ ڪيترو وقت رهيو. هڪ دفعي هن ٻڌايو ته آدم سائمن جي ڪمري ۾ ڪيترو وقت رهيو. هڪ دفعي هن ٻڌايو ته اهو وقت پندرهن منٽن کان وڌيڪ نه هو. ۽

Gul Hayat Institute

ساڳئي ئي بيان ۾ وري هن ٻڌايو ته آدم سائمن جي ڪمري ۾ ڪلاڪ ڪان به وڌيڪ ترسيو هو. جنهن چاقوءَ سان قتل ڪيو ويو هو. سو آدم اُرباس جو نه، پر سائمن جو هو. اها ڳالهه به چٽي ٿي نه سگهي، ته چاقو ان ئي ڪمري ۾ پيل هو يا سائمن وٽ هو. انهيءَ باري ۾ آدم ڪجهه نه ٻڌايو. جيتوڻيڪ اها ڳالهه واقعن ۽ حالتن جي ثابتيءَ لاءِ اهميت واري هئي. تڏهن به ان تي ڪا وڌيڪ روشني پئجي نه سگهي.

آءٌ اهو ٻڌاڻ ضرور ٿو سمجهان ته شروع ۾ اهي واقعا پنهنجي غير معمولي اهيمت ۽ نوعيت هوندي به مون لاءِ ڪا دلچسپي پيدا نه ڪري سگهيا. اهڙن ڏوهن ۾ اهي واقعا عام هوندا آهن. پيءُ هڪ اٽتر ۽ ضدي ماڻهو هو، جنهن جي ڳوڙاٽي وقار جي حس پڙڪي اٿي هئي، ۽ پنهنجيءَ پسند موجب انصاف ڪري ڇڏيائين. پٽ حد درجي جو بدمعاش ۽ آوارهه هو. جنهن جو اهڙو حشر ٿيڻ ڪا اهم يا نئين ڳالهه ڪانه هئي ۽ ماءُ ٻنهي جي وچ ۾ لٽڪيل هئي. ظاهر آهي ته اهي سڀ واقعا هڪ ئي زنجير جون ڪڙيون پئي نظر آيا، ۽ ان حالت ۾ انصاف ڪي پنهنجي رستي اختيار ڪرڻ ۾، ڪابه ظاهري رنڊڪ يا مونجهارو ڪونه پئي نظر آيو.

ماضيءَ جي گهري معالعي ۽ آدم اُرباس جي ڪردار جي ورق گردانيءَ ڪندي، ان معاملي ۾ منهنجي دلچسپي آهستي آهستي وڌندي ويئي. سمجهيو ته اوهين ڪنهن پٿر جي پٽ جي اڳيان بيٺا آهيو. اوچتو اوهان جي نظر ۾ پٽ تي هلڪا ۽ جهڪا لفظ ظاهر ٿين ٿا. اوهين انهن ڪي چٽائي ڏسڻ جي ڪوشس ڪندا، ۽ جيئن جيئن اهي نشان اوهان جي اڳيان چٽا ٿيندا ويندا، تيئن تئين انهن ڪي سمجهڻ الءِ اوهان جو اشتياق وڌندو يوندو، اوهين اهي لفظ حرف حرف ڪري پڙهڻ جي ڪوشش ڪندا، تيستائين، جيستائين اوهان جي اڳيان اها لکت چٽي ۽ واضح نه ٿي پوندي. اهڙي ئي قسم جي ويڏن، مون سان هن ڪيس ۾ ٿي رهي هئي.

شاديءَ جا پهريان تيرنهن سال آدم اُرباس ۽ سندس زال بي اولاد هئا. زال ان ڪي پنهنجي بخت جي ڪوتاهي سمجهندي هئي. ان جي برخلاف، اُرباس ان باري ۾ قسمت وغيره جو قائل ڪونه هو. هو ٻين ڳوناڻن وانگر قدامت پسند نه هو، پر بي وارث مري وڃڻ، هن پاڻ لاءِ هڪ لعنت پئي سمجهيو. اهڙي ڪمائڻ ۽ بچائڻ مان چا فائدو؟ آرامدهه ۽ سينگاريل گهر، ٻنيون، ڍور ڍڳا، چراگاهه، اَن سان ڀريل ڀاندا، ملون ۽ ڏن، اهي سڀ ڪهڙِ ڪم جا؟

آدم ان جي ڪنهن سان به شڪايت ڪانه ڪئي، نه زال سان، ۽ نه ڪنهن ٻوڙاٽي سان. جڏهن ڪٿي ان موضعو تي ڪو بحث هلندو هو ته هن جي منهن تي رتيءَ برابر به تبديلي ڪانه ايندي هئي. هو اهڙن موقعن تي، حد ڪان وڌيڪ سنجيدو ۽ لاتعلق ٿي ويندو هو.

مهيني ۾ هڪ ڀيرو البت هو پنهنجيءَ زال ڏانهن عجيب نظرن سان نهاريندو هو ۽ ائين محسوس ٿيندو هو، ڄڻ ته سندس خواهشون پگهر جي سندس اکين مان وهي رهيون هجن، پر انهن نظرن ۾ ظاهري طرح ته ڪو به مقصد ڪونه هوندو هو. ٻنيءَ تي ڪمڪ ڪندي به هن کي ڪيترائي پور پوندا هئا. هو گاهه جا گڏا ٻڌندي ٻڌندي بيهي رهيو هو، ۽ زال کي عجيب نظرن سان گهوريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته رات جو جوڙس کي اوچتو جاڳ تي پوندي هئي ۽ هوءَ ڏسندي هئي ته مڙسس سندس پاسي ۾ ٺونٺ تي ليٽيو، ڪيس انهن ئي نظرن سان گهوريندو هو. يا وري گرجا جي اڳيان ڇوسول تي ڪنهن ٻوڙاٽيءَ سان ڳالهائيندي ڳالهائيندي هوءَ خاموش ٿي يوندي هئي، ۽ ڏسندي هئي ته ڪانئس ڀ تي وکون پري سندس مڙس هن ڏانهن ڀيو گهوريندهو هو. هن جي نظرن ۾ ڪڏهن به ڪاوڙ جي جهلڪ نه آئي هئي! ڪڏهن به ڌمڪيءَ جا آثار نه هئا! سندس اهڙين نگاهن ۾ ڪو به ڏوراپو ڪونه هوندو هو! اها هڪ آرزومند مرد جي سادي نگاهه هئي، جيڪا هڪ نه ختم ٿيندڙ خاموشيءَ سان هڪ عروت جي اندر ۾ ڪجهه ڳوليندي رهندي هئي.

اهڙو اتفاق ته مهيني ۾ هڪ دفعو ته ضرور ٿيندو هو. شروع شروع ۾ جوڙس ان طرف ڪوبه ڌيان نه ڏنو، ۽ ان کي رڳو مڙس جو خفقان ۽ پُور سمجهند يرهي، جنهن جو مطلب سمجهڻ هن ڪڏهن به ضروري نه پئي سمجهيو. هوءَ اهڙن موقعن تي ٺهڪ ڏيئي، ڪانه ڪا ڪل جهڙي ڳالهه ڪري ڇڏيندي هئي. هوريان هوريان اهڙو وقت به آيو، جڏهن هوءَ انهن نظرن ڪان پاڻ بچائڻ لڳي، ۽ دل مان انهيءَ خيال ڪيڻ لاءِ پاڻ پتوڙڻ لڳي. نيٺ اهڙيون گهڙيون به آيون، جو هوءَ ان تي لڳاتار سوچيندي رهي ۽ ان مان پيدا ٿيندڙ سوالن جا جواب پنهنجيءَ دل ڪان پڇندي رهي.

هوءَ اڪثر پَهه پڇائيند هئي: ”چا، ماڻهو هڪ ٻئي سان ڳالهائي نه سگهندا آهن؟ هن جي اها زبان هڙي ڪم جي، جنهن سان هوءَ پنهنجن ويچارن جو اظهار به نٿي ڪري سگهي؟ آخر همٿ ڪري، هن ڳالهائڻ جو فيصلو ڪيو. پر جڏهن آزمائش جي مهل آئي ۽ هن ڳالهائڻ لاءِ منهن کوليو، ته سندس ڪني ڪيل سموري سگهه ڪافور ٿي ويئي. هن پاڻ کي عيبدار محسوس ڪيو ۽ اندر ۾ اڏما اٿڻ

لڳس، پر دل جي ڳالهہ کي زبان تائين پهچڻ جي نوبت نہ اچي سگهي. هن وري محسوس ڪيو تہ پاڻ بي عيب هئي، پر ڪانہ ڪا شيءِ عيبدار ضرور هئي، جيڪا سندس ئي اندر ۾ موجود هئي. بدلجندڙ مُندن ۽ انهن جي مختلف مصروفتين، پنهنجي اثر سان ڏينهن تہ ڦيرائي عام معمول تي آندا هئا، پر چوٽڪاري جا ڏينهن ڪٽندا ويا. ڪڙميءَ جي نظرن جي خوف، هن جي وچارن کي فالج زده ڪري ڇڏيو هو. اهڙا مريض ويچار، سندس جسم ۾ دورا ڪري، کيس پنهنجي عيبدار هجڻ جا احساس ڏياريندا رهيا. نومبر کان وٺي فيبروريءَ واري مهيني تائين، سندس گهر جون پٽيون بہ ڄڻ ڪنُر بنجي ويندﻳﻮن هيون. گهر جي فضا ۾ سندس ساهہ پيو ٻُوساٽبو هو. آسمان لهي اچي سندس درين تي بيهندو هو، ۽ شام کيس ائين لڳندي هئي، ڄڻ تہ اها سندس جم جي چوگرد ويڙهجي ويئي هجي. منجهسلتي ڪيڙي اَوڍڻ جي همٿ بہ ڪانہ رهي هئي. هوءَ اندرئين ماحُل کان پريشان ٿي. پنهنجون نظرون دريءَ کان ٻاهر اڇليندي هئي، جتي ڳائو مال قطار ڪريو بيٺو هوندو هو، ۽ رستي جي ٻنهي پاسن تي برف ڄمي پيئي هوندي هئي.

هن کي رڳو ٻن ڳالهين جي سُڌ هئي، هڪ سندس وجود، ۽ ٻيو ان سان لاڳو پوءِ. اناويهہ ڏينهن ۽ راتيون اُداس ۽ اُباٽڪيون گذري ويون. صبح جو اٺين، آدم اچي سگريءَ وٽ ويهندو هو، ۽ نيرن ڪرڻ کان پوءِ، پائيپ دکائي، ٻاهر ٻنين ڏانهن هليو ويندو هو. شام جو موٽڻ تي بہ، هوچُپڙي ڪري اچي اتي ئي ويهي رهدنو هو. پوءِ ماني کائي، دعا گهري، مانڙي ڪري وڃي سمجهي پوندو هو. اها هئي سندس روزمرهہ جي زندگي! ڪابہ ڳالهہ ٻولهہ ڪانہ ٿيندي هئي ۽ نہ وري ڪا حال احوال جي ڏي وٺ ئي ٿيندي هئي. اجنبيت جو احساس سدائين مٿن غالب هو! پر ان ورتاءُ بہ ڪا راز جي ڳالهہ نظر نہ ايندي هئي، ڪنهن بہ قسم جي بدنيتي ڪانہ ئي، رڳو خاموشي ۽ سڪوت!

۽ پوءِ اهو وقت بہ آيو، جڏهن ڪنهن احساس کيس نُنهن کان وٺي چوٽيءَ تائين ڄڻ تہ ڏونڌاڙي ڇڏيو. اوچتو دروازو کليو ۽ هن مڙسس کي پنهنجي اڳيان بيٺل ڏٺو. هن جي اکين ۾ اونهائي هئي، سندس نڙي ڄڻ تہ سُڪي ويئي هئي، هوڪو بہ لف

ظ نہ پئي پُٽڪيو. رڳو اکيون وجهيو بيٺو هو. اهڙيون اکيون، جيڪي سراسر سوال ٿي پيون هوين. ڇو ڀلا....ڇو، ٻين سيني کي اولاد آهي، ۽ رڳو تون محروم آهين؟ تنهنجي ٻني ڇو غيرآباد ٿي رهي؟

ٻارنهن سال اهڙي ريت گذري ويا، ۽ عورت انهن ئي ڳڻتين ۾ ڳرندي ويئي. هوءَ موڳي ۽ ملول ٿي پيئي هئي، ۽ راتين جو اڪثر ڇرڪ ڀري جاڳي پوندي هئي. اهڙن موقعن تي جيتوڻيڪ سندس مڙس ننڊ ۾ هوندو هو، تڏهن بہ هن جي ڀرنڊڙ اکين جا اُلا ڪيس ساڙيندا رهندا هئا. ڏنهن جو هن جي اچڻ جو کڙڪو ٻڌي، هوءَ وڃي پاندي ۾ لڪندي هئي، ۽ تيستائين ٻاهر نہ نڪرندي هئي، جيستائيئن هن جي واپس ويندڙ قدمن جو پڙلاءُ سندس ڪنن کان پري نہ ٿي ويندو هو. گهر جي ڪمن تان تہ هن جو ارواح ئي ڪڇي ويو هو. نوڪر وڏيڪ سُست ۽ ڪمچور ٿيندا پئي ويا.

مڙس ڪي پاڻ سونپڻ کان انڪار ڪيو هو. هن جي پاڪر ۾ هوءَ ڏڪڻ لڳندي هئي. پنهنجي ناقص منطق سان، هن اهو نتيجو ڪڍيو تہ جي هوءَ پاڻ هن اڳيان پيش نہ پوندي، تہ هو بہ ڪائنس ڪجھ نہ گهرندو. هن جي ڇُهاءَ سان هوءَ سڄي ٿڌي ٿي ويندي هئي، ۽ سندس بت جو سمورو رت ڄمي ويندو هو. هن جي اندر واري عورت مري رهي هئي. پوءِ، وري آدم ڪيس ريجهائڻ شروع ڪيو، هڪ نِن ڍنگ سان، جنهن جي ڪيس ڪا ڄاڻ ئي ڪانہ هئي. هو منٿن منٿن لفظن ۽ نرم نرم منٿن جي وسيلي هن کي ويجهو اچڻ لاءِ ريجهائڻ لڳو هو. هن جي اهڙي ريجهائڻ ۾ اڪثر ڪري هڪ قسم جو احتجاج لڪل هوندو هو. ڄڻ تہ هوءَ ڪٺي لڪي بيٺي هئي، ۽ ڪيس ڳولي رهيو هو- هڪ اٽلپ شيءِ لاءِ اجائي جستجو ۽ ڳولا. هن جي حالت هڪ ڇُڙواڳ ڍور وانگر ٿي پيئي هئي.

اهو معاملو بہ سال هليو. هوريان هوريان، عورت جو ڊپ مرڻ لڳو. هن محسوس ڪرڻ شروع ڪيو تہ مڙسس اڳيان پاڻ هڪ اهڙي جانور جهڙي هئي، جنهن کي سڄي ڏينهن جي محنت کان پوءِ، مار ڏيڻ بدران چڱو ڪاڏو ڏنو وڃي ۽ چڱي سنڀال ڪئي وڃي. ان خيال عورت جي دل ۾ مرد لاءِ، همدرديءَ ۽ عزت جو جذبو جاڳايو. ۽ هوءَ سمورين تمنائن ۽ خواهشن سميت هن جي اڳيان جهڪي پيئي. هڪ مهينو پوءِ، هوءَ اميد واري هئي.

جڏهن ڪيس پنهنجي پيٽ سان هجڻ جي پڪ ٿي ويئي، تہ هن ۾ گهڻو ڦيرو اچي ويو. هوءَ گهر ۾ فخر سان گهمڻ لڳي. نوڪرن تي ڪڙي نظرداري ڪري، ڪائنن ڪم وٺڻ لڳي ۽ پاڻ هر ڪم ۾ هٿ وجهڻ لڳي. هوءَ گهڻ ڳالهائو ٿي پيئي، ۽ سندس چهري جي وڃايل سرهائي موٽي آئي. منجهس آيل تبديلي ڏسي هر ڪنهن کي عجب ٿي لڳو. آدم پڻ سندس پريل ورتاءُ تي هيران هو. پر هن ڪيس پاڻ ۾ آيل

تبديليءَ بابت ڪجھ بہ نہ ٻڌايو. چوجو هن چاهيو تہ سندس پيتار کي ان ڳالھ جي سُڌ ڪنهن چڱي ۽ سٺي موقعي تي پوڻ گهرجي. آخر تہ هوءَ هن کي هڪ ٻي ٻيها سوڪڙي ڏيڻ واري هئي!

هڪ ڏينهن هن هڪ عاليشان پوشاڪ پاتي، ۽ مڙس کي مٿينءَ ماڙيءَ جي ان ڪمري ۾ وٺي ويئي، جتي شيشن وارين الماڙين ۾، سندن پشت بہ پشت ورثي ۾ مليل، سوغاتون رکيل هيون. ڪمري ۾ پهچي، هوءَ هڪ آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهي، ۽ پنهنجا هٿ گوڏن تي رکي هن مڙس کي مختصر نموني سان سڀ ڪجھ ٻڌايو.

اهو ٻڌي، آدم ۾ خوشيءَ جي هڪ تيز لهر ڊوڙي ويئي. اوٽيھ سال پوءِ، جڏهن هوءَ منهنجي اڳيان اها ڳالھ بيان ڪري رهي هئي، تہ ان وقت بہ سندس چهرو خوشيءَ وچان چمڪي رهيو هو. جهٽ ڪان پوءِ، آدم جو ڪٽڪ رنگو منهن بلڪل ڳاڙهو ٿي ويو ۽ هو ڪل ۾ اچي چٽڪيو هو. آخر ۾ سندس اکين مان خوشيءَ جا لڙڪ وهي پيا هئا. خوشيءَ ۾ اچي، هن زال جي ڪلهي تي اهڙي تہ زور سان ڌڪ هنيو هو، جو هن کان بي اختيار رڙ نڪري وئي هئي. ان تي هو هو ڪجھ ملول ٿيو هو ۽ ڪانئس نگاهن ئي نگاهن ۾ معافي وٺي سندس ڀُني پيار ۽ سڪل سان تَپرڻ لڳو هو.

هن زال کي پنهنجي سنڀال ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي هئي، ۽ ڊاڪٽرن سان بہ صلاح مصلحت ڪري آيو هو. مٿانئس ڪم جي بار گهٽائڻ لاءِ هن هڪ وڌيڪ نوڪرياڻي بہ رکي هئي. هن کي ڪَکَ بہ ڀيٽو نہ ڪرڻ ڏيندو هو. جڏهن هوءَ ويٺي ٻار جا ڪپڙا سبندي هئي، تہ هو سندس پير ۾ اچي ويهي رهندو هو ۽ ڏانهس پيار ۽ عزت ڀريل نگهان سان گهوريندو رهندوهو. وقت پنهنجي قدرتي وهڪ ۾ وهندو ويو ۽ اها گهڙي بہ اچي پهتي، جڏهن "سائمن" ڄائو. نئين چاول ٻار کي هنج ۾ کڻي، هو گهڻ دير ان کي گهوريندو رهيو-خوشيءَ ۾ ڦاٽندڙ انداز سان.

سائمن بہ ڳوٺ جي ٻين ٻارن وانگر وڌن لڳو. هن لاءِ ڪابہ غير معمولي سهولت يا حالت پيدا نہ ڪئي ويئي هئي. هن کي اهو بہ نہ ٻڌايو ويو. تہ ماءُ پيءُ کي هن لاءِ ڪيترو نہ ڊگهو ۽ ڏکوئيندڙ انتظار ڪرڻو پيو هو.هن کي ماٺهن اڳيان پاڻ موکڻ لاءِ، سخت محنت ۽ مشقت درڪار هئي. عمر جي واڌ سان، ايندڙ واقعن اڳيان، ٻالپڻي جا ڪارناما پاش پاس تي ويندا هئا. ٻالپڻي جي ڪوتاهين ۽ خامين مان چڱيءَ طرح ظاهر پئي ٿيو تہ هو لائق هو يا نہ. انهن واقعن جي لڳاتار مشاهدي، آدم ۾ بي آرامي ۽ اُٽتڻ پيدا ڪئي هئي. هو سدائين ڳوڙهن ۽ اونهن خيالن ۾ گم رهندو هو. انهن خيالن ۽ ڳڻتين هن جي



Gul Hayat Institute

منهن ۾ گهنج وجهي ڇڏيا هئا. سائمن جي حرڪتن بابت سندس مشاهدو ڪجهه بناوٽي لڳندو هو. ڪنهن به صحيح طرح نه پئي ڄاتو ته هو سائمن بابت ڪيتري قدر وياڪل هو. اتفاقاً، مون کي ان حقيقت جي خبر پئجي وئي. سا به اهڙي نموني، جو ڪڏهن به وساري نه سگهندس يا ائين ڪٿي چئجي ته بيان به نه ڪري سگهندس، حالانڪ بيان ئي منهنجي اظهار جو واحد طريقو آهي.

پيءُ پٽ درميان اوچو نظرياتي ميلاپ، خود آدم جي وجود سان ئي ختم پئي ٿي ويو. هن پاڻ کي هڪ هاري پئي ڄاتو، خود هڪ بادشاهه! زمين هن جي زمين هئي، ڪيت جا ڪيت هئا. مندون به هن جون هيون. سندس فصلن ۾ لابارن لاءِ هو زمين تي حڪم هلائيندو هو، ۽ هن کان سواءِ ٻئي ڪنهن لاءِ به گاهه جو سلو نه پئي اُسري سگهيو. هن جون نگاهون سندس ٻنيءَ جي حد بنديءَ وارن پٿرن تي وڃي ختم ٿينديون هيون. جي صدين کان هڪ جاءِ تي بيٺا هئا. ملڪيت سڀ کان وڏيڪ مقدس امانت آهي، ۽ امانت آهي، ۽ مالڪ ان جي بچاءَ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪندو آهي. پنهنجي پونجيءَ جي آخري ڪوڏيءَ تائين، رت جي آخري ڦڙي تائين. ملڪيت- جا هڪ پٽ پيءُ کان حاصل ڪري ٿو، ۽ وري پيءُ پٽ کي ڏيئي وڃي ٿو. اهو زمانن کان هلندو اچي، اهو قدرتي اصول آهي، جنهن ۾ ڪو به ڦيرو نٿو اچي سگهي.

پر آءٌ ڳالهه تان هٽندو ٿو وڃان، ۽ بيان جي سلسلي کي ٽوڙيندو ٿو وڃان.

دستور موجب، آدم ڀڃا ڳاڇا ۾ ڪا به خاص ڳالهه ڪانه ڪئي. هن جي ورندين ۾ رتيءَ جيترو به فرق نه پئي آيو. ورجائي ورجائي پڇڻ تي هن هڪ تعجب ۽ ٿڪاوٽ جو اظهار پئي ڪيو. هن پاڻ کي رڳو ظاهري حقيقت تائين محدود پئي رکيو. هن بچاءَ ڪرڻ کان به انڪار ڪيو ۽ نه وري وڪيل جي تقرير ٻڌڻ لاءِ تيار ٿيو. هن منهنجي هر صلاح کي ٺڪرائي ڇڏيو. جڏهن مون ڪيس ٻڌايو ته رضاڪارانه طور تي خون جي مقصد بيان ڪرڻ سان سندس سزا ۾ ڪمي اچي سگهي ٿي، ته هن پروقار لهجي ۾ ورندي ڏني! "ان جو هن ڳالهه سان ڪو واسطو نه آهي!" مون اهڙن بيڪار سوالن جي پڇر ڇڏي ڏني. شاهدن جي بيانن مان منهنجي ان ڄاڻ جي وڏيڪ تائيد ٿي ته حادثي جي زنجير مان مقصد وغيره جي ڪڙي ٽُٽل هئي.

مقدمي جي ڪارروائيءَ ۾، ٻن ڳالهين تي ڪا به روشني پئجي نه سگهي. هڪ فوتيءَ جي جسم تي ويڙهه جهيڙ يا پاڻ پتوڙڻ جي ڪا به نشاني ڪانه هئي. هن جا سيئي عضوا بلڪل سڌا ۽ سالم هئا.

ڪپڙن تي بہ ڪا نشاني ڪانہ هئي، ۽ نہ ئي ڇهري تي اهڙا آثار هئا. جيڪڏهن آدم ڏوهہ نہ باسي ها، تہ هوند يقين ڪرڻ ئي مشڪل ٿي پوي ها، تہ ڪو ڇوڪري کي خون ڪيو ويو هو. ٻي ڳالهہ، تہ اهو ثابت ٿي چڪو هو تہ چاقو خود سائمن جو هو. آدم پڇا ۾ ٻڌايو هو تہ چاقو سائمن جي ڪمرپٽي ۾ لڳل هو، مون اتان ست ڏيئي ڪڍيو ۽ ڇوڪري کي وهائي ڪڍيو. ايترو تہ هن گهڻي ۽ مسلسل زور ڪرڻ تي ٻڌايو. اها ڳالهہ اَڻ ٿيڻي پئي لڳي. ٻئي ڏينهن ئي هن وري چيو تہ چاقو ميز تي رکيو هو ۽ سائمن صبح جو ڊبل روٽِ ڪپي وساري ويو هو. جڏهن مون سندس اهڙي اهم نڪتي کي ناقص چيو، تہ هن جون نگاهون زمين ۾ کپي ويون، ۽ سندس ڇهري تي مونجهاري جا بادل اچي يوا. ان وقت هو پهريون دفعو ايترو منجهيل نظر اچي رهيو هو.

هن جي خاموشي ٽوڙڻ لاءِ، منهنجي دل ۾ هڪ زوردار خواهش پيدا ٿي. آءٌ لڳاتار هن جي باري ۾ سوچيندو رهيس. ڪيس جي ظاهري حالتن ۾ هن جي ارڏائيءَ مون کي گهڻو پريشان ڪري ڇڏيو هو. منهنجي اندر مان هرهر اهو آواز پئي آيو تہ ’هي ماڻهو هرگز خوني ڪونهي!‘ هو اهڙو ماڻهو نہ پئي لڳو، جيڪو ڪنهن انسان جو قاتل ٿئي، ۽ پنهنجي پٽ جو گلو ڪپي پاڻ تي وحشت جي لعنت ڪٽي، پر هن پاڻ ئي تہ اهو سڀ ڪجهہ باسيو هو! حقيقت ڇا هئي؟ هو جيترو بہ وقت پنهنجي پٽ جي ڪمري ۾ رهيو، خاموس ويٺو هو، يا وڏ ۾ وڏ ڪلها لوڏيا هئائين. آخري پڇا ۾، هن اهو بہ ظاهر ڪيو تہ هو اتي ڪلاڪ ڪن ترسيو هو. ان اڌ ڪلاڪ ۾ ڇا وهيو واپريو؟ اهڙِ سوال تي هن ڪنڌ جهڪائي ٿي ڇڏيو ۽ سندس پِنبڙيون آليون ٿي ويون ٿي.

آخر مون پنهنجي مونجهاري هٽائڻ لاءِ راهہ ڳولي ڪڍي. مون کي پنهنجي پيشي واري حيثيت ڇڏي، هن جي اڳيان هڪ انسان جي حيثيت ۾ وڃڻو هو. مَن محسوس ڪيو تہ ڪنهن حد تائين آءٌ هن جو اعتماد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو هوس. مون ساڻس بلڪل اڻٽيڻين ۽ نہ مڃڻ جوڳين ڳالهين تي نرميءَ جو ورتاءُ بہ ڪيو. مون کي اهڙن وقتن تي هن جي عظمت جو احساس وکوڙي ويندو هو. آءٌ ان ڳالهہ تي سوچڻ ۾ ڪجهہ اٽڪيو بہ هوس، تہ متان ٻاهرين اثرن جي دخل اندازيءَ سبب، هن جي مخصوص طبيعت پڙڪي اٿي، مون خيال ڪيو تہ منهنجي ۽ هن جي طبيعت ۾ ڪا هڪ جهڙائي بہ هئي يا نہ پر هن جي ڪردار جو مطالعي، مون مان اهڙا شڪ ڪڍي ڇڏيا. آدم ڪو عام ۽ رواجي هاري نہ هو. هو آمريت پسند هاري هو. هن جي ڄاڻ ۽ ذهانت رشڪ جي قابل هئي. ان ڪري ئي آءٌ ان نتيجي

تي پهتس ته منهنجو هن سان ملڻ رائگان نه ويندو. مون ان تي وڏيڪ سوچڻ ڇڏي ڏنو. ڊسمبر جو مهينو هو ۽ هڪ ڏينهن آءٌ جيل ۾ ويس- آدم سان ملاقات ڪرڻ.

آءٌ هن وٽ بنديخاني ۾، اڳ به هڪ به دفعا وڃي چڪو هوس. هن جي ڪوٺڙي رهڻ جهڙي جڳهه هئي، چڱي سينگاريل، گرم ۽ رهائش جي هر سهولت سان آراسته. هو ميڻ بتيءَ جي روشنيءَ ۾ انجيل کوليو ويٺو هو. مون کيس سلام ڪيو، ڪوٽ لاهي ٽنگڻيءَ تي رکيم ۽ سندس سامهون ٿي ويٺس.

هر دفعي جڏهن به منهنجي نظر سندس چهري تي پئي ٿي، ته اهو مون کي ٻيو ٻيو پئي نظر آيو! هو ٻٽ ۾ پريل هو ۽ سندس مٿو اصلي فرئنڪونين نسل جو پئي لڳو. سندس لونڊڙين جي نبناوت ٻڌائي رهي هئي، ته منجهس پراڻي نسل جي آميزش به هئي. هن جا هڏا سنهڙا ۽ چمڙ زرديءَ مائل نيري هئي. ڪنهن پراڻي ائڪٽر وانگر پئي لڳس. سندس اکيون جڏهن بند هيون ته سنهڙيون هيون، پر جڏهن کليون ٿي ته ڪافي وڏيون پئي لڳيون. ايتريون وڏيون، جو مان انهن جو تاب نه پئي جهلي سگهيس.

ڳالهه ڇورڻ لاءِ، ائين ئي، مون چيو ته مون کي مدت کان ساڻس ملاقات ڪرڻ جي خواهش هئي. مون کيس اهو به ٻڌايو ته آءٌ وٽس آفيسر جي حيثيت ۾ نه آيو هوس، پر هڪ همدرد دوست جي حيثيت ۾. هو منهنجي نسيال هيٺ هو ۽ مون کي ئي سندس آرام ۽ آسائش جو فڪر ڪرڻو هو.

هو چپ چاپ مون ڏانهن تڪيندو رهيو، ۽ آخر ايترو چيائين، "توهان جي مهرباني."

مون نظرن ۾ احتجاج آندو. "آءٌ توسان انهيءَ ڪري ملڻ نه آيو آهيان." مون چيو. "مون کي پروسو آهي ته تنهنجو هاڻي مون ۾ پورو پورو اعتماد هوندو. عدالت ۾ بيشڪ جوابدار کي جج کان خائف رهڻ گهرجي، پر تون پاڻ ئي سوچ ته جج هت بيان قلمبند ڪرڻ ڪونه آيو آهي. پر رڳو توسان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو آهي. جاچ جا ڪاغذ بلڪل تيار ٿي چڪا آهن. هاڻي رڳو ڪارروائيءَ کي مڪمل ڪرڻو آهي. آءٌ ذرو به فڪرمند ڪونه آهيان. چاڪاڻ ته مون کي انهن سيني ڳالهين جي ڄاڻ پئجي ويئي آهي، جيڪي ضروري آهن. آءٌ هت ڇا لاءِ آيو آهيان؟ آءٌ پاڻ به گهٽ ٿو ڄاڻان. پر ايترو سو سمجهان ٿو ته اهو منهنجو انساني فرض آهي."

آدم وري به ڪيتري وقت تائين چپ ڪريو ويٺو هو. پر آخر چيائين، "مون کي توتي اعتبار آهي."

مون زنجير جي وجايل ڪڙيءَ کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، "جي ائين آهي ته اسان کي اهڙيءَ طرح ڳالهائڻ گهرجي، جيئن به رازدان دوست ڳالهائيندا آهن. هاڻي ٻڌاءِ ته اصل قصو ڇا آهي؟"

Gul Hayat Institute

”انهن ڳالهين ڪرڻ مان ڇا حاصل؟ جو ڪجهه ٿيڻو هو سو ته ٿي ويو!“ آدم ورائيو.

”اهو ئي ته سوال آهي!“ مون چيو. ”ته ڇا، اهو سڀ ڪجهه ٿيڻو هو يا نه؟“

هن پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪنيو، پر سندس نگاهون اڃا جهڪيل هيون. ”ان ڳالهه ۾ شڪ آڻڻ سراسر حماقت اهي.“ هن جواب ڏنو.

”نه صرف ها ڳالهه شڪي ٿي لڳي.“ مون ورائيو. ”پر سماج تنهنجي بيان ڪيل ڳالهين کي قبول نٿي ڪري. جيڪڏهن هر ڪو ماڻهو انصاف کي پنهنجن خيالن مطابق موڙڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو، ته وحشت ۽ ڏهڪاءَ جو خاتمو ٿيڻ محال آهي ۽ اسان جون قيمتي جانيون سدائين وحشين ۽ درندن جي قبضي ۾ رهنديون. تون پاڻ سان ۽ پنهنجي اعليٰ هستيءَ سان ڪيئن انصاف ڪري سگهندين سو آءٌ گهٽ ئو ڄاڻان، پر آءٌ توکي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته سماج اڃا به توکان سوال ڪري رهي آهي.“

آدم پنهنجو ڪنڌ لوڏيندي بيزاريءَ سان چيو، ”ڳالهين ڪرڻ مان ڇا هَٿ حاصل؟“

مون چيو، ”سماج ۽ تنهنجي وچ ۾ هر ڳالهه صاف ۽ واضح ٿيڻ گهرجي. جيستائين تون پنهنجي خاموشي نه ٽوڙيندين، تيستائين اهو ڏهڪاءُ ۽ مونجهارو هلندو رهندو.“

”پر جي ماڻهوءَ ۾ بيان جي قوت نه هجي ته پوءِ؟“

”هن ۾ بيان جي قوت نه اهي، يا هو ڄاڻي واڻي ڪوڙي ڏيک خاطر ان کي دٻائي رهيو آهي؟“ مون ورائيو. ”تون پنهنجي اندر ۾ نهار ۽ ڏس ته اصل حقيقت ڇا آهي.؟

”منهنجي زبان ڪمزور آهي، آءٌ ڳالهائڻ تي هريل نه آهيان.“ هن پنهنجي نراڙ تي فڪر جا گهنج آندا. مون محسوس ڪيو ته ايترو چوڻ هن لاءِ ڪافي هو. آءٌ ماٺ ڪري ويهي رهيس. آخر هن جو اندر ڦاٽي پيو: ”مون ئي هن کي ٺاهيو هو.“ هن هيٺ نهاريندي چيو، ”ڇا، هن کي ڊاهڻ جو مون کي حق نه هو؟“ هن عجب جو اظهار ڪندي پڇيو، اوهين سڀ مڃيندؤ ته هر ڪنهن کي حق حاصل آهي ته هو پنهنجي شيءِ ڊاهي ۽ ڊاهي. مون هن لاءِ محنت ڪئي، هن کي ماءُ جي پيٽ مان ڪوٺي ڪڍيو. ٻيون عورتون نو مهينا ٻار کي پيٽ ۾ پالينديون آهن، پر هن جي ماءُ تيرهن سال اهو عذاب سٺو. مون دعائون گهريون، ۽ خدا هن کي پيدا ڪيو. هن جي ڄمڻ کان اڳ ۾ ئي، مون هن لاءِ سڀ ڪجهه سوچي ڇڏيو هو. هو ههڙو هوندو، هو هيئن ڪندو، آءٌ دل ۾ سوچيندو هوس. اوهين آلي مٽيءَ جو هڪ ڇاڻو ڪٽو. ان کي مروڙي



Gul Hayat Institute

سروڙي ڪنهن شڪل ڏيڻ جي ڪوشش ڪريو، ان بعد جي اوهان جي ڏسڻ تي اهو رڳو مٽيءَ جو چاڻو ئي هجي، تہ اوهان تي لازم ٿيدنو تہ ان کي موتائي اتي ڦٽو ڪريو، جتان ڪنئي هووَ.“
هن جو بيان ڳوڙهو ٿيندو پئي ويو. هن مون کي اڌ پوريل اکين سان گهوريو، ۽ پنهنجي منهن تي آيل تاثر کي پڙهي ويو.
”توکي اها خبر درجي بدر جي پيئي هوندي تہ هو بديءَ ڏانهن وڃي رهيو هو؟“ مون هن کان سوال پڇيو. هن فخر سان ڳاٽ اوچو ڪري وراڻيو، ”هو ڄاڻي ڇو کان ئي خراب هو؟“ سندس خون ئي خراب هو، سو منڍ ۾ ئي مون کي اها ڄاڻ تي ويئي هئي. ڪيترا ڀار ان کان بہ خراب نمونى هلندي ۽ بنان ڪنهن نظرداريءَ جي بہ، وڏا ٿي، خراب ۽ بند نہ ٿيندا آهن. هو شروع ۾ ضرور لچا ۽ ڏنگا هوندا آهن، پر وقت جو سانچو انهن کي گهڙي سو ڪري ڇڏيندو آهي. پر هن جي حالت ڪتي جي پڇ جهڙي هئي، جيڪو ڪڏهن بہ سڌو نہ ٿيڻو آهي. مون شروع ۾ ئي سمجهيو هو، تہ هن جي آخرت ڏاڍي خراب ٿيندي، ۽ ٿيو بہ ائين. ڪٽي ڪٽي مان مڻ تي ويا، ۽ّر ۾ خراسر-آءُ پاڻ کان پڇندو هوس، ’هن جو خاتمو ڪيئن آٽجي؟‘ جيڪڏهن اوهين هڪ خراب سلي کي هڪ هنڌان پٽي ڦٽو ڪرايو ۽ ٻئي هنڌ اُهو اڳي کان بہ وڌيڪ ئي اُسري، ۽ جيڪڏهن اوهان ڪنهن شيءِ کي هٿ ۾ جهلڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ اها آڱرين جي وِڇين مان ترڪي، تہ پوءِ جناب! توهين لاچار تي پوندا.“
”سنو ۽ ڄاڻو هاري خراب ٻج مان بہ چڱو ڦل ڪڍندو آهي.“ مون چيو، ”تون ڪڏهن هن جي ستل ضمير کي جاڳائڻ جي ڪوشش بہ ڪئي هئي؟تو ڪڏهن سنجيدو ٿي هن کي سکيا ڏيڻ لاءِ ويچار ڪيو هو؟“
آدم پهريون دفعو منهنجي اکين سان اکيو ملايون. هو گهڻو پريشان هويُ ”سائين،“ هن چيو، ”مون سوچيو تہ ڪردار جي عنصرن تي ماڻهوءَ جو وس نہ هلندو آهي. جي اک ڏسي ئي نہ سگهندي، تہ زبان وري بيان ڪٿان ڪندي؟ جتي سمجهاڻي ڪو ڪم ڪري نہ سگهندي، اتي مار موچڙو بہ ڪجهہ نہ ڪندو. جيتري قدر چوڻ آڪڻ جو سوال آهي، منهنجي زال متو هٽي هٽي ٽڪجي پيئي. عورتون اهي ڳالهيون مردن کان وڌيڪ ڄاڻنديون آهن. جي هو منهنجون خواهشون ماءُ جي واتان بہ ٻڌي نہ سمجهي سگهيو، تہ ان ۾ آءُ چوندو هوسانس تہ منهنجي پيروي ڪر. جڏهن آءُ سندس پويان پوندو هوس، تہ هو نٽائي ويندو هو. هن ڪڏهن بہ مون سان اک نہ ملائي، ڪڏهن بہ منهنجيءَ ڪنهن ڳالهہ تي ڪن نہ ڏنو. اها ڳالهہ منهنجي اصولن جي خلاف هئي، تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪنڌ کان جهلي، ڪيس زور سان ڪن

۾ چوان ته ’سنيالي هل.‘ جي اڳلي جي فطرت ۾ ئي ڪا چڱائي نه آهي، ته سمجهياڻين مان ڇا هٿ حاصل؟ مار موچڙو به تڏهن اثر ڪندو آهي، جڏهن اڳلو فطرتاً بد نه هوندو آهي.

”اهو تون پڪ سان ٿو چوين؟“ مون ڪنهن به چالبازيءَ کان ڪم وٺڻ کان سواءِ چيو، ڇو جو مون کي هن جي ڳالهين مان سچائيءَ جي بوءِ اچي رهي هئي. ”ڇا، تون ان ۾ بلڪل يقين ڪري چڪو هئين، ته تنهنجو ڏوهه نه هو ۽ تو ڪا به ڪثر نه ڇڏي هئي؟“

هو تڪڙو تڪڙو ساهه کڻڻ لڳو ۽ ٻانهون ميز تي پکيڙي چيائين: ”جڏهن منهنجو رت ئي منهنجي خلاف ٿي پيو هو، ته پوءِ آءٌ ان سان ڪيئن نڀي ڪري ٿي سگهيس؟ جي منهنجو پوڪيل ٻج نانگ ٿي پوي، ته ڇا مون کي هڪ ماستر وانگر لڪڻ کڻي ان جي ڪَڍ پوڻ گهرجي؟ ان ۾ ڪتان جي سياڻپ آهي. جيڪڏهن اهڙو شخص، جنهن سان اوهان جي مستقبل جون اميدون وابستا هجن، بدمعاش ۽ آوارهه ٿي پوي ۽ سواءِ بڇڙائيءَ جي ڪجهه به موٽ ۾ نه ڏئي، ته اوهين ڇا ڪندا؟ ڇا اوهين سندس هَڏ گُڏ ڀڃندا. ان خيال سان ته اهي وري نئين سر سنئيءَ طرح اُسرندا؟ يا ان ڪري اهڙي شخص جو دماغ ۽ دل نوان ٿي پوندا؟“

هن جي منهن جو رنگ ڦري ويو. جنهن شخص سڄي حياتي ڪڏهن به ڪنهن ۾ اعتماد نه رکيو هو، تنهن ان ڏينهن منهنجي اڳيان پنهنجي دل کولي رکي هئي. هو اهي لفظ، اهي جملا ۽ اهو لهجو ڳولي رهيو هو، جنهن سان مون کي متاثر بڻائي سگهي. پر اوچتو مون کي محسوس ٿيو ته هو ظاهري طرح ته مون سان مخطب هو، پر حقيقت ۾ هو ذهن مان اهڙي قاتل جي خيال ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، جنهن جا سوال ۽ هلڪا خاڪا هن جي دماغ جي پردن تي اُڀري رهيا هئا. هو جيڪي ڪجهه مون کي ٻڌائي رهيو هو، سو مدت کان سندس زهن ۾ پئي ڦريو هو ۽ ان وقت سندس زبان مان ڦاٽي ٻاهر نڪري رهيو هو. هو پاڻ تي قابو پائڻ جي همت نه ساري، پنهنجا زوردار لفظ ۽ خيال-پنهنجي روح جو آواز-چپ چاپ، پرشان ۽ دکيءَ دل سان پاڻ ئي ٻڌي رهيو هو. اهو سندس ئي ضمير جو آواز هو.

هن جو ڪنڌ جهڪي ويو هو ۽ سندس لهجو آهستي آهستي سنجيدو ۽ ماٺو پئي ٿيندو ويو. ”هاني تون ضرور پڇندين، مون کي اهڙو احساس ڪڏهن ٿيو؟ ڪڏهن مون اها اميد لاهي ڇڏي؟ ڪنهن ڪوڙهيي کان پڇو ته سندس ڪَل ڪڏهن خراب ٿي؟ هن اهو ڪڏهن محسوس ڪيو؟ ظاهر آ ته هن کي اها خبر پهرئين ڏڏينهن ئي پئجي وئي هئي. پر ڪيس پڪ تڏهن ٿي، جڏهن هو بستري داخل ٿيو. راتين



Gul Hayat Institute

جون راتيون آءٌ هن جي باري ۾ ۽ پنهنجي باري ۾ سوچيندو رهيس. آهستي آهستي ڪوڙهه جو اثر شروع ٿيو. منهنجو روٺ ان پيڙا ۾ مبتلا ٿي ويو ته ان جو علاج ڇا آهي؟ ضابطو-؟ ضابطو هميشه هڪ وک پوئتي هوندو آهي ۽ خطا هڪ وک اڳيرو. جنهن لکڻ سان آءٌ هن کي ڏک هڻان ها، اهو شايد منهنجي ئي هڏن کي ضرب پهچائي ها، ۽ سندس پڌيءَ جا داغ شايد ڪيس وڌيڪ گستاخ ۽ سخت جان بڻائين ها. ته ڇا، ان لاءِ مون کي ڪي ٻيا رستا اختيار ڪرڻ گهربا هئا؟ پلا اهي ڪهڙا رستا هئا؟ ڇا، مون کي هن جي ڪنڌ ۾ ڪُتي وانگر رسي وجهي ڇڏڻ گهربي هئي؟ هن جي هر ڪا ڳالهه منهنجي ڳالهه هئي. آءٌ وڻ ته هو ٿاڻ، آءٌ وَٽ ته هو لاٽ، آءٌ ڌرتي ته هو چشمو! وڻ ٿارين کان ڪيئن جدا ٿي سگهندو؟ انهن ۾ به ساڳيو رس آهي. ساڳيءَ طرح، وَٽ لاٽ جي خوراڪ آحي. ۽ چشمو ڌرتيءَ جي سيني مان ئي ڦٽي نڪري ٿو. پر اها بڇڙائي آئي ڪٿان؟ توبهه، ڪيترو نه تڪڙو ٿي وڌي وچڙندڙ باهه وانگر! پهرين هڪ ننڍڙو ڪور، ته پوءِ هڪ وڏي خطا، پهرين ڪوڙي، پوءِ ڪروڙ، پهرين هڪ اڻ گهڙيل انسان، پوءِ سخت چالباز، پهرين ڳنڍي ڪپ، پوءِ ڌاڙيل، پهرين رولاڪ، ته پوءِ حد درجي جو لفنگو ۽ بدمعاش! ڪا عزت ڪانه، ڪو اعتماد ڪونه، ڪو ايمان ڪونه-بلڪ پيار ڪان به خالي. اهو سڀ ڪجهه ڪٿان آيو! مون مان؟ بلڪل! ۽ پوءِ مون پاڻ کان پڇيو، آدم! تون ڪڏهن اهڙو دروزخي ٿئين، جو تنهنجي جود مان هڪ اهڙي انسان وجود ورتو؟ ڇا ائين آهي ته انسان رڳو بڇڙاين ۽ ذلالتن جو مجموعو آهي، جيڪو دنيا ۾ فقط بڇڙائيءَ کي ئي جنم ڏئي؟"

هن مون ڏانهن غمگين نظرن سان نهاريو. هو ائين لڳي رهيو هو، ۽ سندس حالت هڪ اهڙي جانور جهڙي پئي لڳي، جيڪو بار جي بوجهه کان ڪُنجهندو هجي. هڪ دفعو وري سانت ٿي ويئي. پنهنجي ڪوٽ جي ٻانهن سان هن پنهنجون اکيون صفا ڪيون. مون ساڻس همدرديءَ جو اظهار ڪيو، ڏک وَنڊيو. پر مون ۾ هڪ بيقرار جذبو هو، جيڪو اجا به چئي رهيو هو، ته هو بيحد وڏاءُ کان ڪم وٺي رهيو آهي. "منهنجي خيال ۾، تون پاڻ تي ضرورت کان وڌيڪ جوابداري کڻي رهيو آهين." مون چيو، "اهڙيءَ حالت ۾ توکي پنهنجن حقن جي حفاظت ڪرڻ گهرجي. تو وٽ هن وقت تائين، هڪ پيءُ ۽ هڪ انسان جي حقيقت ۾، رڳو پنهنجي باري ۾ ئي پئي سوچيو آهي. ان ماءُ بابت تنهنجو ڇا خيال آهي، جنهن جو ان ٻار تي توکان به وڌيڪ حق آهي؟ هوءَ تنهنجن انهن دليلن ۽ عملن کي ڪڏهن به تسليم نه ڪندي، جن هڪ ئي لحظي ۾ سيئي خانداني رشتا ٽوڙي ڇڏيا."

”اسين اها ڳالهه بحث هيٺ نه آڻيون ته چڱو“ آدم اطمينان سان ورنيو، ”اسين دليلبازيءَ جي اصول کان هٽي رهيا آهيون. هوءَ منهنجي منطق کي تلسيم ڪندي يا نه، سو آءٌ ڪونه ٿو ڄاڻان. هُن به ڪجهه وڃايو آهي، ۽ مون به. هُن کي برابر وڏيڪ تڪليف پهتي آهي، پر منهنجي پريشاني ۽ پشيماني به گهٽ نه آهي. هُن جي زندگيءَ ۾ ڪجهه نه رهيو اهي، پر مرڻ تائين منهنجي حياتي به زهر ٿي چڪي آهي. هوءَ برابر مون کان وڌيڪ همدرديءَ جي لائق اهي. انسان کي رڳو فطرتن جو مطالعو ڪرڻ گهرجي، پر ان جي برعڪس، اسين ان کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون، ۽ اسان جو اهڙو عمل ائين هوندو آهي، جيئن ڪو بند دروازي مان اندر ڪمري ۾، ڪجهه ڳولڻ جي ڪوشش ڪندو هجي. ڪنهن به عورت کي رڳو هڪ ڀار نه هئڻ گهرجي. گهٽ ۾ ڪجهه ان ڳالهه تي به مدار رکي ٿو. منهنجيءَ ماءُ کي نوَ ٻار هئا، جن مان ست مري ويا. منهنجي ڏاڏيءَ کي سورنهن ٻار هئا، جن مان اٺ ته رڳو ننڍپڻ ۾ ئي مري ويا. اهڙِ موت زياده تلخ ڪونه ٿو ٿئي. زمين تي ڇتيل سيني ٻچن مان اَن ڪونه پيدا ٿيندو آهي. هڪرو ٻار وڏي جوکم وارو هوندو آهي، هڪ لاٽريءَ وانگر. منهنجي اها تشبيهه به ٺيڪ آهي، ڇو جو ان جوکم ۾ اسان جو وهنوار، هڪ پسم ڪندڙ ڇپيءَ سان ٿو ٿئي، جا اسان کي ڦَٽي تي ڇڏي. جڏهن عورت جي آخري التجا کي انسان ۽ خدا ٺڪرائي ٿو ڇڏي ته هوءَ واقعي رنجيدهه ٿي ٿئي، ۽ سندس دل ڏک سان ڀرجي ٿي وڃي. هن لاءِ نيڪي ۽ بدي ته ڪو مطلب ڪونه ٿيون رکن. هوءَ رڳو اهو ئي سوچي ٿي ته اهو سندس ئي رت آهي.

”آءٌ هڪ پيءُ آهيان ۽ ’پيءُ‘ منهنجي اندر ۾ رڙيون ڪندو اهي. ’پيءُ‘ جو مطلب ڇا آهي؟ اهو سوچي، آءٌ عجب ۾ پئجي ويندو آهيان، ۽ ان لفظ جي معنيٰ ۾ اونهو هليو ويندو آهيان. جيڪڏهن مون کي ڪنهن نوڪرياڻيءَ مان پٽ ٿئي ها، ته اهو به مون کي ’پيءُ‘ سمجهي ها. ڇا، پوءِ به ساڳي ڳالهه هجي ها؟ نه! پوءِ ائين نه هجي ها. اهو يقيناً مهذب ۽ سڌريل پٽ هجي ها، اهڙو، جهڙو مون گهربو پئي. ته پوءِ مون اهو ڇو نه چٽيو؟ ۽ هي نالائق پٽ ڇو؟ اهو ان ڪري جو قانون ان جي روڪ ٿو ڪري، ۽ قانون هڪ مقدس چيز آهي. ڇا، اها نوڪرياڻي منهنجي زال سڏائي ها؟ ان لاءِ آءُ ايترو چوندس ته مرد جون امنگون عورت کان وڌيڪ اوچيون ۽ اونهيون ٿينديون آهن. آءٌ ايترو به چوندس ته پيءُ جو ڏوهه ماءُ جي ڏوهه کان وڌيڪ سنگين ٿيندو آهي. عروت خدا جي رسيءَ جي گهيري ۾ هوندي آهي ۽ اهو ان کي ڪِرڻ کان بچائيندو آهي. پر مرد خدا وٽ سڏايو ويندو آهي ۽ ڪائنس حساب ڪتاب ورتو ويندو آهي. هو پنهنجي نسل جي

سلسلي ۾، وچين ڪڙي هوندو آهي. پنهنجن وڏن ۽ پوين جي وچ ۾ ڳانڍاپو ڪندڙ. هو رحمدليءَ ۽ لاڏ ڪوڏ آڏو نه جهڪندو آهي. حالانڪ سندس پٽ، قوم حاڪم ۽ پوئين نسل جون نگاهون ڪيس گهوريندڙيون رهنديون آهن. پر هو ڪنهن جي به پرواهه نه ڪندو آهي. پٽ، وٽس هڪ گروي رکيل امانت هوندي آهي، جيڪا هو پنهنجن آخري ڏينهن ۾ دنيا کي موٽائي ڏيندو آهي. افسوس آهي اهڙي شخص تي، جو خالي هٿين اچي ۽ چئي: ”مون پنهنجيءَ امانت سان ٺڳي ڪئي آهي!“

هن خاموشيءَ سان چوطرف جي ماحول ۾ نهاريو ۽ پوءِ ڪرسيءَ تان اٿي به قدم هليو. ”۽ مون پڻ پنهنجيءَ امانت ۾ خيالنت ڪئي آهي!“ ايترو چئي، هو وري ڪرسيءَ تي ويهي رهيو.

مون سندس محويت ۾ رخنو وجهڻ پسند نه ڪيو. آءٌ دل ئي دل ۾ اها واٽ ڳولڻ لڳس، جا اسان کي ڪجهه اڳيرو وٺي هلي. منهنجا اندازا يقين ۾ پئي تبديل ٿيندا ويا. حادثي جي ثابتين تي بڌل منهنجا انومان هوريان هوريان حقيقتن جو روپ اختيار رکي رهيا هئا. هڪ تصوير جي جاءِ تي ٻي تصوير پئي آئي، جا اڳينءَ کان وڌيڪ صاف ۽ چٽي هئي. هن جو رعب منهنجي مشاهدي ۽ خون تي هڪ جيترو اثر ڪري رهيو هو. گهڻي وقت تائين وڪالت ۽ منصفي ڪرڻ سبب، مون کي ذهني حالتن ۾ تبديليءَ جي مشاهدي ڪرڻ جو چڱو تجربو ٿي چڪو هو.

هڪ ڳالهه منهنجي اندر ۾ وري وَڏَ وجهي رهي هئي. هن وٽان سندس راز حاصل ڪرڻ، ساڻس بي ايماني هئي! اهو سوچي آءُ ڏڪي پئي ويس، ۽ ڳالهه وري شروع ڪرڻ جي همت نه پئي ساري سگهيس. آخرڪار، گهڻي دير ماٺ رهڻ کان پوءِ، مون کانئس پڇيو ”چا، تون سائمن جي ڪمري ۾ انهن سيني ڳالهين کي ختم ڪرڻ لاءِ ويو هئين؟“

هن کو به جواب ڪونه ڏنو. مضبوط چُپ چرڻ کان انڪار ڪري بيٺا، پر سندس ڪشادي پيشاني منهنجي اڳيان کلي پيئي، هڪ ڪتاب وانگر، ۽ مون سڀ ڪجهه پڙهي ورتو.

”تون ڪمري ۾ ٻه دفعا ويو هئين؟“ مون جو ڪي جهڙو سوال ڪيو. منهنجي دل ۾ مضبوطي ايندي رهي. حالتون ۽ واقعا مون کي همٿائي رهيا هئا. ”ٻه دفعا-“ مون وري چيو ”۽ جيڪڏهن تون پهريون ڀيرو اندر وئين، ته هو جيئرو هو. جڏهن تون ٻيو دفعو اندر وئين ته سائمن هنڌ تي ستو پيو هو- پر بيجان ۽ مردهه!“

مون کي خيال ئي ڪونه آيو هو ته انهيءَ ڳالهه تي ڪڙميءَ جو ڳارهو چهرو اچو به ٿي پئي سگهيو. هن جي منهن جو رنگ منهنجي اکين اڳيان ڦرندو ويو، ۽ آخر اچو کپهه جهڙو ٿي پيو. هن اکيون ڦوٽاري

مون ڏانهن گهوريو. هن جا ڳل اندر پيهجي ويا. هن پنهنجا ٻيئي هٿ ڪنڌ ۾ وجهي ڇڏيا. منهنجو تير نشاني تي لڳو هو. ۽ منهنجي همٿ وڌندي ويئي. آءٌ هوريان هوريان دل ٻڌي اڳتي وڌيس ”تون هن ڏانهن ڪجهه پئسا ڪٽي ويو هئين. ان آچر جي صبح جو تو وٽ پئسو به ڪونه هو ۽ اها رقم تو رات جي مانيءَ بعد هڪ پاڙيسريءَ کان اُڌاري ورتي هئي. ائين آهي يا نه؟ سو سائمن کي اها رقم ڏيئي ڪانئس جان ڇڏائڻ پئي چاهي. هن کي ان ڏينهن ئي بندر تي پهچي، آفريڪا ويندڙ هڪ جهاز ۾ سوار ٿيڻو هو. ائين آهي نه؟ تو کيس رقم آڇي ۽ پنهنجي تجويز ٻڌائي. تو اميد پئي رکي ته هو بنان ڪنهن هَٻڪ جي تن هنجو حڪم مڃيندو. پر هن نه رڳو تنهنجي نافرماني ڪئي، بلڪ رقم به ٺڪرائي ڇڏي. تو هن کان سوال يڪا ۽ هن تو کي ڪُتا جواب ڏنا. پهريائين هن جو آواز ڪجهه ڇڇريل ۽ منجهيل هو، ڇو جو هن جي ذهن تي اجا شراب جو اثر هو، پر پوءِ هن جو هر لفظ چٽو ۽ صاف ٿيندو ويو. تو سڀ ڪجهه سمجهيو پئي، پر تڏهن به چپ هئين. تو کي اها به پرواهه نه هئي ته هن هنڌ تان اٿي، ادب سان ڇو نه پئي ڳالهايو. ڇو جو تو چاتو پئي ته جي تنهنجي منهن ۾ نهاريندو، ته منجهس ڳالهائڻ جي طاقت نه رهندي. تون صرف ٻڌندو رهين، بت بڻيو ۽ انهن ڳالهين جو نتيجو اڳتي هلي ظاهر ٿيو. ۽ اڄ تون هتي آهين. ٻڌاءِ ائين آهي يا نه؟“

آدم پنهنجون پوائنٽيون نگاهون مون تان نه هٽايون. ”تون پڪ ئي پڪ پوت جي روپ ۾ ان ڪمري ۾ موجود هئين!“ هن پريشانيءَ ۾ آنڌ مانڌ ۾ پڇيو.

”نه.“ مون چيو. ”شاهدن جي بيانن مون کي انهيءَ نتيجي تي پهچايو آهي. بلڪل معمولي ۽ عام رواجي حقيقتون به اڪثر پنهجي پنيان گهٽين ڳالهين تي روشني وجهي وينديون اهن. اهو قدرتي نيم آهي ته انسان جو عمل سندس ڪنهن ٻئي عمل جي ڪڙي هوندي آهي، تلاءَ ۾ پٿر ڦٽو ڪيو ته پاڻيءَ جا ڇڪرا وڌندا ويندا ۽ گم ٿيندا ويندا، پر پاڻيءَ ۾ اتي به چرپر تي رهي هوندي، جتي پٿر اڇليندڙ جي نظر به نه پهچي سگهندي. سچ پچ ته واقعن ۽ حالتن جي چار ڪان ڪوبه ڇوٽڪارو حاصل ڪري نٿو سگهي. اهڙو چار انسان کي سندس هر وک، هر اشاري ۽ هر ڳالهه تي وڌيڪ وڪوڙيندو ويندو آهي. مون کي هڪ اهڙو سراغ مليو هو. شروعات ۾ ان تي مون کو خاص ڌيان نه ڏنو، پر جيئن جيئن وقت گذرو ويو، تيئن تيئن ان جي اهميت وڌندي ويئي ۽ آخر ۾ سڄي حقيقت مون آڏو کلي پيئي. ايچم ائسر ۾ هڪ نقاش رهندو آهي، جنهن جو نالو ڪسيلنگ آهي. هو سائمن جو دوست آهي. بيسڪ هو

لچو ۽ لوفر آهي، پر منجهس سچ ڳالهائڻ جي خصلت بہ موجود آهي. هن مون کي سائمن جي باري ۾ گهڻوئي ڪجهہ ٻڌايو آهي. مثال طور، توکي چڱيءَ طرح ياد هوندو تہ گذريل سياري ۾ توهان جو قدم ۽ سهڻو چينيءَ جو قيمتي جڳ گم ٿي ويو هو. توکي ۽ تنهنجيءَ زال کي پڪ هئي تہ اهو جڳ سائمن ڪٽي وجي وڪيو هوندو. تنهنجي زال تہ ائين بہ پئي چيو تہ ان جي نيڪال ۾ ڪسيلنگ جي زال جو بہ هٿ هوندو. حقيقت ۾ جڳ ڪنيو بہ سائمن هو. ائين بہ آهي تہ ان ۾ ڪسيلنگ جو هٿ بہ هو. هو ان جي مليل پئسن مان حصو بہ وٺي ها، پر ڳالهہ ائين نہ هئي. سائن ڪسيلنگ جي روبرو ئي جڳ پچي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو هو. اهو واقعو پلين فيلڊ جي هڪ دڪان اڳيان ٿيو هو. سائمن جڳ اتي آندو هو ۽ ڪسيلنگ اهو ڪانئس وٺي، ان تي اُڪريل نقش ڪي ڏسڻ ٿي چاهيو. انهيءَ تي سائمن ڪاوڙجي، هن جي هٿ مان جڳ ڦري، پنهجي سموريءَ طاقت سان رستي تي ڪٽي هنيو، جتي اهو ڀيهون ڀيهون ٿي پيو. ڪسيلنگ هن جي انهيءَ حرڪت تي ڪاوڙيو، پر سائمن بت بنيو بيٺو رهيو ۽ پوءِ پريل آواز ۾ چيائين، ”آءٌ هر اهو عمل ڪندس، جنهن مان هُن کي صدمو پهچي- اهڙو ڪم جو هُن کي انگ انگ ۾ پيڙا ۽ عذاب پيدا ڪري! ڪسيلنگ پهرين نہ سمجهي سگهيو تہ سائمن ڪنهن تي ڀُوهہ چنبي رهيو هو. ان وقت سائمن سان سندس نئين نئين ڄاڻ سڃاڻ ٿي هئي. پوءِ هن کي خبر پئي تہ اهو ڪير هو. هن مون کي ٻڌايو تہ ان کان اڳ هن ڪڏهن اهڙو پٽ نہ ڏٺو هو، جنهن وٽ پيءُ لاءِ ايڏي ڌڪار هجي! اهڙا واقعا هڪ ٻئي پٺيان ٿيندا رهيا. سائمن کي ڪيترين ئي تلخين وڪوڙي ويندين هيون ۽ هو تخريب تي آماده ٿيندو هو. پر سندس اهڙين خواهشن جي پوري ٿيڻ بعد، وري مٿس ڏک ۽ فڪر جا بادل پلٽي پوندا هئا ۽ هو ڪجھ وقت تائين بلڪل خاموش ۽ موڳو ٿي پوندو هو. اڪثر ڪري هو پنهنجي ئي خوف کي محسوس ڪندو هو، جيڪو اڳتي هلي هڪ نامحسوس ۽ منجيهل جذبو ٿي پوندو هو. ماڻهن ايترو بہ ٻڌايو تہ سائمن اڪثر چوندو هو، ’ڪاش، آءٌ هن کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي سگهان! هڪ دفعي رڳو آمهون سامهون ٿيون، تہ دل جو سمورو غبار لهي وڃي. ان مان هن جي ڇا مراد هئي؟ رڳو ڪسيلنگ ئي هن جي فائدي ۾ ڳالهايو آهي. پر ٻين ڪيترن ئي ماڻهن هن جي فائدي ۾ ڳالهايو آهي. هنن ٻڌايو تہ اصل ۾ هو بدمعاش نہ هو، فطرتاً ذليل نہ هو. اهي ماڻهو اهي ئي آهن، جن جي توهان سان ڪابہ دوستي يا دشمني ڪانہ آهي. هنن سائمن کي هڪ ڏٻرو ڍور پئي سمجهيو، جنهن کي ڇُڙوا ڳ ڇڏيو ويو هو. هو بي آسري هو، هو عيش ڪندو هو، ان ڪري تہ جيئن اندر جي باهہ کي ٻاهر نڪرڻ کان

روڪي سگهي. هو ڪم ڪان نٽائيندو هو, ان ڪري جو ڪا شيءِ هميشه سندس پيڇو ڪري رهي هئي. هو لفر هو, پر سندس دل صاف هئي. هو بنيادي طرح خراب نه هو, ۽ اهو سڀ ڪجهه آءٌ به محسوس ڪري رهيو آهيان. پوءِ, اها ڪهڙ شيءِ هئي, جيڪا هميشه سندس پيڇو ڪري رهي هئي؟ هن پاڻ ۾ ڪهڙي شيءِ دبائي رکڻ پئي چاهي؟ آدم! منهنجو خيال آهي ته ان جو جواب رڳو آءٌ تون ئي ڏيئي سگهون ٿا. سڄي دنيا ڀل ته مٿو ڦاڙي بيهي, پر سچ رڳو تون ٿ۽ مان ئي ڄاڻون ٿا. پر توکي ان جي سُڌ اڳ ڪانه هئي. تو اهو سڀ ڪجهه ان ڏينهن ڄاتو, جنهن ڏينهن تون آخري پيرو سندس ڪمري ۾ ويو هئين. ائين آهي نه؟"

آدم اطمينان جو ٿڌو ساهه کنيو. سندس منهن جو رنگ ڪارو ٿيندو پئي ويو, ڄڻ ته سندس اندر جي باهه نڪري سندس من هن لُوساتي رهي هئي. هو لفظ ڳولي رهيو هو, پر اهي سندس زبان تي نه پئي آيا. سندس چهري جا تاثر اهو سڀ ڪجهه ٻڌائي رهيا هئا, ته هاڻي راز فاش ٿيڻ تي ڪيس ڪو به عجب ڪونهي. هاڻي هن کي ڪجهه به لڪائڻ جي ضرورت نه هئي. سندس بوجهه جهڪو ٿي ويو هو.

مون پنهنجو فرض ڄاتو, ته آءٌ انهن آخري مشڪلاتن ۾ هن جو ساٿ ڏيان. ان ڪري مون وري ڳالهائڻ شروع ڪيو "توري ڏيان ڏيڻ سان تون محسوس ڪندين ته انسان ان ڏِس ۾ حيوان کان به بدتر ٿي ويو آهي. حيوان ڪڏهن به هڪ ٻئي کي غلط نه سمجهندا آهن. پر انسان، خيال ۾ توڙي حقيقت ۾ هڪ ٻئي کي غلط سمجهندا آهن. اهڙيون غلط فهميون نه رڳو رواجي تعلقات ۾، پر پيءُ، پٽ، ڀاءُ ۽ دوست ۾ به پيدا ٿين ٿيون. هر انسان جهالت جي اوڙاهه ۾ ڪريو پيو آهي، پر تڏهن به سمجهي ٿو ته سندس اهو تاريخڪ غار هڪ ڀڪندڙ ڪمرو آهي. هو پاڻ کي دنيا ۾ خدا جو خليفو ٿو سمجهي، پر جلد ئي ان نتيجي تي ٿو پهچي ته هو شيطان جو چيلو آهي. توکي تيرنهن سال رڳو اهو ئي فڪر هو ته ڪو پٽ ڄمي، ۽ جڏهن توکي پٽ ڄائو، ته پورن ارڙنهن سالن کان پوءِ خبر پئي ته تنهنجو پٽ ڇا هو؟ پر ان وقت تائين سڀ ڪجه ٿي چڪو هو. انساني سمجهه ڪيري نه حسين ڀُل آهي! ان هوندي به، آدم! تو ڇا لاءِ اهو ڏوه پاڻ تي کنيو، جيڪو تو ڪيو ئي ڪونه هو. تو ڇا لاءِ پاڻ کي اهڙي شخص جو خوني چورايو، جيڪو دنيا مان پنهنجي دڳ وٺي هليو ويو، تون دنياوي انصاف سان ڇا لاءِ دوکيو ڪيو؟ ٻڌاءِ، ڇو؟

"آءٌ توکي ان جو سبب به ٻڌائيندس." آدم چيو. "منهنجو کيل ختم ٿي چڪو آهي. پر تون ڪجه ڏيرج رک..... اها ڳالهه ٻڌائيندي مون کي رنج ٿي ٿئي." هو پاڻ ۾ ڪجهه ڳولڻ لڳو. سندس آڱريون حرڪت



Gul Hayat Institute

۾ هيون، ڇڻ تہ اهي بہ سندس خيالن سان گڏ اهڙا لفظ ڳولي رهيون هيون، جن سان هو سچو تفصيل ٿوري ۾ بيان ڪري سگهي. نيٺ هن ڳالهايو: ”اهو سچ آهي، تہ ڪيس پئسا ڏيڻ لاءِ آءٌ سنس ڪمري ۾ ويو هوس. مون کي آمريڪا جي ڪا خاص ڇنتا ڪانہ هئي، مون رڳو هن مان جان ڇڏائڻ پئي چاهي. مون نہ پئي چاهيو تہ منهنجي گهر ۾ ڪا پوليس اچي. آءٌ جنهن مهل اندر ويس تہ اوندهہ هئي، مون ميڻ بتي ٻاري. هو بستري تي ستو پيو هو ۽ مون ڏانهن گهوري رهيو هو، اهو بہ سچ آهي تہ هن رقم وٺڻ کان انڪار ڪيو. هن پنهنجي منهن پٽ ڏانهن ڪري ڇڏيو هو ۽ چيائين تہ ’اهي پئسا هاڻي منهنجي ڪنهن بہ ڪم جا نہ آهن.‘ آءٌ هنڌ جي پرسان وڃجي بيٺس ۽ کيس چيم، ”پيءُ جي اڳيان اٿي بيهي ڳالهاءِ.“ هن ورندي ڏني ’آءٌ تنهنجي اڳيان اٿي بيهان! ان جي اڳيان، جنهن مون کي پَٽ تي ڪيرايو آهي!‘ منهنجون مٺيون پڪوڙجي ويون، ۽ خار مان چيم: ’ ڇئين ڇا پيو؟ بدمعاش‘ مون توکي ڪيرايو آهي؟‘ هن جي چپن مان هڪ لفظ نڪتو ’تون!‘ وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ، ’تون....!‘ هن چيو. آءٌ هن جي منهن ۾ تڪڻ لڳس. هن مون ڏانهن گهوريو، ۽ ٿوري وقفي کان پوءِ چوڻ لڳو- ’تون!‘ ان لفظ ۾ ايترو تہ ڪروڌ، ساڙ ۽ بغض هو، جو منهنجي وات جي پِڪ بہ ڪوڙي ٿي وئي. ’تون! مان تنهنجي ڇا مراد آهي؟‘ مون پڇيو، تون، تون!‘ هن رڙ ڪئي، ’تنهنجو بار ازل کان منهنجي سيني کي پيڙي رهيو آهي.‘ مان خاموش هوس. ’اتي بيٺو مون کي پنهنجين اکين سان تڪيندو رهہ!‘ هن چيو ’ڇا تنهنجون اهي نگاهون ڪٺيون ئي نہ آهن؟ مدت کان مون ڏانهن انهن ڪڙين نگاهن سان ڏسي رهيو اهين. رڳو نگاهون ئي نگاهون‘ ڇا، توکي ڳالهائڻ لاءِ زبان نہ آهي؟ سڀ ڪجهہ ڄاڻندي بہ تون رڳو مون ڏانهن نهاريندو رهيو آهين، ڪڏهن ڪو لفظ بہ نہ ڪڇيو اٿئي. تنهنجين انهن نگاهن مون کي ڏکي هن ڏکهي رستي تي آندو آهي. تون مون کي ڪڏهن نالي سان سڏيو آهي؟ آءٌ تنهنجي واتان اهي لفظ ٻڌڻ لاءِ ڇو سڪندو رهيو آهيان؟ ان ڪري ئي آءٌ ڪُتن وانگر آوارهہ گردي ڪندو هوس. ان ڪري ئي مون ڳُتي وارن سان ياري رکي! هنن وٽ پيار هو، قرب هو ۽ همدردي هئي. هو ڳالهائيندا هئا، ۽ کلندا هئا ۽ ڏک سور وَنڊيندا هئا. توکي اها بہ خبر آهي تہ هو ڪهڙي قسم جا ماڻهو آهن. پر.... تون؟آءٌ ڪڏهن بہ نہ سمجهي سگهيو آهيان، تہ آءٌ تنهنجو ڇا لڳان! مون هميسہ توکي پاڻ تي ڪاوڙيل ڏٺو آهي. جڏهن آءٌ اجا ٻال هوس ۽ تون منهنجي اڳيان ايندو هئين، تہ وات ۾ پيل گرهہ منهنجي نڙيءَ ۾ اٽڪي پوندو هو. سوين ڀيرا مون تو وٽ ڪَهي اچڻ جو خيال ڪيو، پر وقت اچڻ تي وک بہ نہ وڌائي سگهندو هوس. آءٌ عجب ڪائيندو هوس

ته من کان ڪهڙي خطا ٿي آهي. ان ڪري، جڏهن ڪا سچ پچ خطا ڪندو هوس ۽ تون ڪاوڙبو هئين، ته خوشي ٿيندي هيم. گهٽ ۾ گهٽ ڏوهه جي خبر ته پوندي هيم. اهڙيءَ ريت آءٌ زبان خور ۽ حرڪتي ٿي پيس. جيسين ڪا حرڪت ڪري ماڻهن کي ڪاوڙائيندو نه هوس، تيسين آرام نه ايندو هوم. ٺيڪ آهي، آءٌ بلڪل بڇڙو آهيان، پر آءٌ نٿو سمجهان ته ڪو ڄائو به اهڙو ئي هوس. آءٌ لفنگو آهيان، پر ان جو مطلب اهو نه آهي ته مون کي خدا جي مرضيءَ تي ڇڏي ڏين ها. توکي پنهنجن فرضن ۾ ڪيل ڪوتاهين تي پڇتاءُ ڪرڻ گهرجي. مون تي تنهنجي عزت ڪرڻ لازم هئي، ڇوجو مذهب اهو ٿو سيکاري. آءٌ شايد تنهنجو پالتو جانور ٿي رهيان ها، ڇوجو تنهنجي قرب کان ڪنڌ ڪڍائڻ مون لاءِ محال هجي ها. آءٌ اهو سڀ ڪجهه آسانيءَ سان ڪري پئي سگهيس. مون ۾ ايتري سمجهه هئي. پر تو اها سمجهه مون کان ڏڪي ٻاهر ڦٽي ڪئي. هاڻي آءٌ پورو بدمعاش آهيان. آءٌ حياتيءَ مان، دوستن مان، عزيزن مان ۽ سماج مان تنگ ٿي چڪو آهيان. انهن مان ڪنهن ۾ به ڪا دلچسپي نه رهي آهي....“ هو ائين چوندو ويو ۽ مان چپ چاپ ٻڌندو رهيس. هن ٻيون به ڪيتريون ئي ڳالهيون ڪيون. جيڪي آءٌ وساري چڪو آهيان. بعد ۾ هن ڪنڌ ڦيرايو. ڏند ڪرٽيا ۽ ڪنجهڻ لڳو. اوچتو هڪ ڏڪار جهڙو ٿهڪ ڏنو ۽ ڪنڌ ڦيرائي منهن پيٽ ڏانهن ڪري ڇڏيو. مون پاڻ کي چيو: ”آدم، هڪ روح تابهه ٿي رهيو آهي، شايد تنهنجو روح به ذليل ٿي چڪو آهي!“ آءٌ هڪ لفظ به نه ڪڇي سگهيس. منهنجي زبان تي ڪُلف چڙهي ويا. آءٌ خدا وٽ ڪهڙو جواب ڏيڻ وارو هوس؟ آءٌ چپ چاپ ڪمري کان ٻاهر نڪري آيس ۽ ويچار ڪندو، ٻنيءَ جي لوڙهي تائين هليو ويس. هر شيءِ تي خاموشي ڇانيل هئي، مون مٿي تارن ڏانهن نهاريو، پر تان به ڪا مدد يا آٿت ڪونه مليم. مون واڙ جو در کوليو. هڪ ڍڳو ڪنڌ مٿي ڪري اوڳر ورائي رهيو هو. اوچتو منهنجي دماغ ۾ وري خيال آيو ’توکي ڪمري ۾ وري واپس وڃڻ گهرجي، جي زبان نٿو چوري سگهين ته ڪجهه پيو ئي ڪر!‘ آءٌ موٽي ويس. جڏهن ڪمري ۾ پهتس ته هو پنهنجي رت ۾ ٻڏو پيو هو. آءٌ گهڻي دير تائين بُت بڻيو بيٺو رهيس، پوءِ پاڻ کي چيم: ’ان نتيجي لاءِ تون ئي ذميدار آهين. تون ئي هن جو خوني آهين. توکي ئي ان جي سزا ڀوڳڻي پوندي..... هاڻي آءٌ توکي سڀ ڪجهه ٻڌائي چڪو آهيان.“

هن پنهنجا هٿ کولي انجيل تي رکيا ۽ مانيٽي ۽ مٿاڇري نگاهه سان تڪيندي اڳتي چيو، ”آءٌ توکي اهو خواب به ٻڌائڻ ٿو گهران، جو مون ان واقعي کان هڪ رات اڳ ۾ ڏٺو هو. هڪ راهڪ ڪمري ۾ آيو

Gul Hayat Institute

هو، ۽ مون کي چيائين: ’گهوڙن تي سنج پئجي چڪا آهن، هلو ته هلون.‘ آءٌ ٻاهر نڪتس. گهوڙا سنجيا برف ۾ گاڏي ڇڪڻ لاءِ تيار بيٺا هئا. اسين جلد ئي هيٺ لهي وياسين ۽ گهوڙا پيٽن تائين برف ۾ هليا ويا. مون ڪنڌ پٺيان ورائي ڏٺو، ته پوک سڙي رهي هئي. گهوڙن ڊڪڻ شروع ڪيو ۽ آءٌ انهن جي واڳن کي جهليو، انهن جي پٺيان گهلبو ويس. منهنجو ساهه گهر ڏانهن اٽيڪل هو، پر واڳن کي به نه پئي ڇڏي سگهيس، اهي منهنجي هٿ ۾ جڪڙجي چڪيون هيون، اسين ريلوائي پل وٽ اچي پهتاسين، جتي نديءَ جو پاٽيءَ انهتائي اونهو هوندو آحي. اتي گهوڙن تهان ئي وڏيک ڊوڙ پاتي. پويان باهه جا الا وڌندا پئي ويا. نديءَ جو مٿاڇرو سمورو برف سان ڍڪيو پيو هو، ۽ مون کي اه خوف هو ته برف گهوڙن ۽ گاڏيءَ جي بار نه جهلي، پچي پوي. گهوڙا هيٺ لهي پيا، پر برف به ڏاڍي سخت ڄميل هئي. ٻئي ڪپ تي سائمن بيٺو هو. جيئن گهوڙا نديءَ جي مٿاڇري تي ڊوڙڻ لڳا، مون رڙ ڪئي ’سائمن، واهر ڪر!‘ هن وراڻيو، ’مون کي گهر وڃڻو آهي، ٻنيون ۽ واڙ جلي رهيا آحن.‘ گهوڙآ مون کي بدستور گهلي رهيا هئا. مون وري به نراسائيءَ مان هڪ دفعو رڙ ڪئي ’وارو ڪر، سائمن بچاءِ! وارو ڪر، واڳون وٺراءِ.‘ هن جواب ڏنو، ’تون ڪوشش ڪر، برف اسان ٻنهي جو بار جهلي نه سگهندي.‘ مون هڪ دفعو وري ڪوشش ڪئي: ’آءٌ توکي هر شيءِ ڏيندس- گهوڙا، گاڏي، هر شيءِ، پر خدا جي واسطي مون کي بچاءِ!‘ هو مون ڏانهن مڙيو. جيئن هو ويجهو آيو، گهوڙا بيهي رهيا. پر سائمن جي پهرين پير رکڻ سان ئي برف پچي ويئي. هن ڪٽي گهوڙن جي لغام ۾ هٿ وڌا گاڏي، گهوڙا، سائمن ۽ آءٌ برف ۾ هيٺ هليا وياسين. آءٌ ٻڏڻ تي هوس، ته منهنجي اک کلي پيئي!“

هو چپ ٿي ويو. هن مون مان ڪنهن به راءِ زنيءَ جي اميد نه پئي رکي. مو کي ڪا راءِ زني ڪرڻي به ڪانه ئي. مون ڏٺو ته هو چند گهڙين ۾ ئي ڪراڙو ٿي چڪو هو. سندس ڪاڏي نڪري آئي هئي. اکيو موگهيون ٿي ويون هيون، ۽ ڳچي ڍگهي ٿي وئي هيس. سندس هٿ ڪومائجي چڪا هئا، ۽ پٺي ڪنهن ڪراڙي ڪُٻڙي وانگر پئي لڳيس. منهنجي اڳيان ڪي چند گهڙيون اڳ بيٺل هاٿيءَ جهڙو سَبر مڙس، ڪومائجي چڪو هو. منهنجي اجازت گهرڻ تي هن موڏانهن نهاريو به ڪونه. جنهن ماٺ ۾ سندس اڳلي حياتي وڪوڙيل هئي اها هن جي چوڌاري پنهنجو دائرو وڌائيندي پئي ويئي- موت جي حدن تائين ٻئي صبح جو جڏهن جيلر ڪيس مقدمي جي پيشيءَ لاءِ تيار ڪرڻ لاءِ سندس ڪمري ۾ داخل ٿيو، ته دريءَ جي چانئٺ ۾ لٽڪيو پيو هو!



Gul Hayat Institute

## ڪارل ڪئپڪ (زيڪوسلواڪيا)

# قميصون

هن وڏيڪ اهم ۽ ضروري ڳالهين تي سوچڻ پئي چاهيو، پر ڪيتري به ڪوشش جي باوجود، ساڳيا ئي اٽونڊڙ ويچار هن جي دماغ ۾ ايندا رهيا. سندس نوڪرياڻي ڪيس لُٽي رهي هئي! هوءَ ڪيترن سالن کان وٽس ڪم ڪري رهي هئي، ان ڪري هو به پنهنجين شخصي گهربل شين تي گهٽ ڌيان ڏيندو هو. صبح سان اٿي هو پنهنجو ڪپڙن جو ڪٻٽ کوليندو هو، ۽ قميصن جي تهي مان، مٿان ئي مٿان، هڪ ڌوتل قميص ڪڍندو هو. ڪڏهن ڪڏهن مسز جوهنڪا هن اڳيان ڪا ڦاٽل قميص اچي رکندي هئي. ۽ چوندي هئي ته سڀ قميصون ان حالت ۾ آهن، ۽ مالڪ کي ضرور نيون قميصون وٺڻ گهرجن. مالڪ پوءِ شهر ويندو هو، ۽ جو دڪان پهريائين اڳيان ايندو هوس، اتان اڌ درجن قميصون وٺندو هو. اهڙي وقت، سندس دماغ ۾ ڪڏهن پلجي به اهو خيال نه ايندو هو ته گهڻو عرصو نه گذريو هو ته هن ساڳيوئي ڪم، قميصن وٺڻ جو ڪيو هو. ساڳي حالت ڪالرن، ٽائين، بين ڪپڙن، بوٽن، صابڻ ۽ ٻين اهڙين شين سان به هئي، جي هر ماڻهوءَ جي ضرورت واريون هونديون آهن، توڙي اهو رنڙ ڇو نه هجي. نيٺ هر شيءِ پراڻي ٿيندي آهي ۽ ان جي جاءِ نئين شيءِ والاريندي آهي، پر هن ڪراڙي جون اهي شيون الائجي ڪيئن يڪدم پراڻيون ٿي ويندون هيون، خبر نه آهي ته انهن کي ڇا ٿي ويندو هو؟ هو مسلسل نيون شيون خريد ڪري رهيو هو، رڳو ان ڳالهه کي منهن لاءِ، جا هو ڪٻٽ کولڻ مهل انهن پراڻن ۽ کُسي ويل ڪپڙن کي ڏسي محسوس ڪندو هو، جي هو ڪڏهن به سمجهي نه سگهندو هو ته ڪڏهن ورتا ويا هئا. هن کي انهن ڳالهين ۾ پوڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي هئي؟ مسز جوهنڪا هر شيءِ جي سار سنڀال پيئي لهندي هئي.

ايتري عرصي کان پوءِ، اڄ هن جي دماغ ۾ پهريون دفعو اهو خيال آيو هو ته هو باقاعدي لُٽجي رهيو آهي. اهو هيئن ٿيو جو ان صبح جو هن کي ڪنهن انجمن جي طرفان ڪونايل ڪاڏي جي مجلس ۾، شرڪت ڪرڻ جي دعوت ملي هئي. ڪيترن سالن کان هو ڪٿي آيو ويو ڪونه هو. سندس دوستيءَ جو دائرو ايترو ته محدود هو. جو ان غير متوقع دعوت ڪيس مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. هو حد کان وڏيڪ مسرت محسوس ڪري رهيو هو. پريشان ڪن مسرت، سڀ کان اول هن اهو ڏسڻ شروع ڪيو ته هن وٽ ڪا سٺي قميص آهي يا نه. هن سڀ قميصون ڪٻٽ مان ڪڍي ٻاهر ڪيون. پر اهڙي ڪا به قميص

ڪانہ هئي، جا ڪفن وٺان يا ڪالر وٽان قاتل يا ڪُتل نہ هئي. هن جوهنڪا کي سڏيو ۽ ڪانئس پڇيو تہ هن وٽ ڪا سٺي قميص آهي يا نہ؟

جوهنڪا جهٽ لاءِ هپو هٽي بيهي رهي، ۽ پوءِ پڙڪو ڏيئي چيائين تہ مالڪ کي ضرور نيون قميصون وٺڻ گهرجن! چو تہ اها ڳالهہ هن جي وس کان ٻاهر هئي تہ پراڻين ۽ ڪٽل قميصن کي ويهي ٽوپا ٽڳا ڏئي. هن جي دماغ ۾ هڪ مبهم خيال آيو تہ گهڻو عرصو نہ گذريو جو هن نيون قميصون ورتيون هيون، پر يقين نہ اچڻ سبب هو چپ رهيو. ۽ آخر ٻاهر وڃي نين قيمصن وٺڻ لاءِ ڪوٽ پائڻ لڳو. ڪوٽ جي کيسي مان پراڻا ڪاغذ پٽ ڪڍي ٻاهر ڪيائين، ۽ انهن کي ڇاندڻ لڳو. انهن ڪاغذن ۾ پوئين پيري ورتل قيصن جو بل بہ هو، جنهن جي ادائگي ويجهوئي ڪئي وئي هئي، ست هفتا اڳ! ست هفتا اڳ، ڇهہ نيون قميصون! اها ئي هن جي سڄي ڪوجنا هئا.

هو قميصون وٺڻ نہ ويو، پر خيالن ۾ ڪمري اندر هيڏانهن هوڏانهن اچ وڃ ڪرڻ لڳو. هن ماضيءَ جي ڪيترن اڪيلائيءَ ۽ تنهائيءَ وارن ورهين ڏانهن نظر ڊوڙائي. سندس زال جي وفات کان وٺي اج تائين، جوهنڪا سندس گهر جي سار سنڀال لهي رهي هئي. ان دوران هن جي دل ۾ ڪڏهن بہ ڪو شڪ شبهو پيدا نہ ٿيو هو. پر هاڻي سندس دل ۽ دماغ ۾، هڪ پريشان ڪندڙ خيال پوريءَ شدت سان پيدا ٿيو هو. مسلسل ۽ باقاعدي، اهو سمورو عرصو لتجي رهيو هو. هن پاڻ تي ۽ ڪمري تي هڪ سرسري نظر وڌي. هو ڇئي نٿي سگهيو تہ ڪهڙي شيءِ ڪُتل هئي. هن اندازو لڳايو تہ جڳهہ خالي ۽ ويران هئي، ۽ هن حافظي تي زور ڏيئي سوچڻ شروع ڪيو ڇا، هن ڪمري ۾ گهڻو سامان نہ هوندو هو؟ هڪ گهڙيءَ نظر ڪان پوءِ، هن ڇيو واقعي گهڻو ڪجهہ هو! هن عجب ۽ بيچينيءَ سان اها صندوق ڪولي، جنهن ۾ سندس زال جون يادگار شيون رکيل هيون. ڪپڙا، ڳهہ ڳنا ۽ ٻيو ڪجهہ. صندوق ۾ رکو کي بيڪار شيون پيل هيون، باقي ماضيءَ جون سموريون ياد ڏياريندڙ رنگين شيون غائب هيون. مار! سندس زال جيڪي بيشمار بي بها شيون ڇڏيون هيون، انهن سيني سان ڪهڙو ويل وهي ويو!

هن صندوق بند ڪئي ۽ ڪوشش ڪري ٻين ڳالهين جو خيال ڪرڻ لڳو، مثلاً شام واري دعوت وغيره. ڪيتري ڪوشش جي باوجود، گذريل سال وري وري سندس ذهن ۾ موٽي پئي آيا. گهاريل گهڙيون اج هن کي، اڳ کان وڌيڪ اداس، تلخ ۽ قابل رحم لڳي رهيون هيون. اوچتو هن کي خيال آيو، ڇڻ تہ اهي گهڙيون ڪو ڪانئس کسي ڇڪو هو ۽ انهن جي پويان هڪ ڏکوئيندڙ اداسي ٽڏا ساهہ ڀري

رهي هئي. انهن وچڙيل ورهين دوران، ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن وقفي تي، هن پاڻ کي خوش به ڏٺو هو ۽ بيفڪريءَ جا گهيرٽ به ڪاڏا هئائين. پر هاڻي هڪ اڪيلي ماڻهوءَ کي گهيرٽ ۾ ڏسيل هو هيسجي ويو هو. ننڊ ۾ به هن کي ڪو لُٽي رهيو هو. ڪو ناواقف، ايتري قدر جو مٿي هينان وهاڻو به ڪڍي رهيو هوس! هو پڻ کي ويڳاڻو ۽ تنها سمجهڻ لڳو. هڪ قسم جي سخت پيڙا ۾ مبتلا، اهڙي سخت، جا هن ڪڏهن به محسوس نه ڪئي هئي. هن کي ائين لڳو، گويا هو تيزيءَ سان ڪراڙو ٿي رهيو آهي، ٺڪ مٿس حاوي پوندو پيو وڃي ۽ زندگي ساڻس ڪنور ٿي چڪي هئي.

هڪ ڳالهه هو اجا تائين سوچي نه سگهيو هو. هوءَ منهنجا ڪپڙا ۽ شيون شڪليون ڇو ٿي چورائي؟ هوءَ اهي ڪيڏانهن ٿي ڪري....؟ 'نيڪ آهي، هاڻي سمجهيم!'هن هڪ بناوٽي دلجوئيءَ سان اوچتو ڪجهه ياد ڪيو. 'ڇئبو ته ڳالهه ائين آهي!' جوهنڪا کي هڪ پائيٽو به هو، جو الائجي ڪٿي رهندو هو. هن کي هوءَ والهانه ۽ بيوقوفانه حد تائين پيار ڪندي هئي. 'هن هڪ دفعو مون کي ان جو فوٽو به ڏيکاريو هو- گهنڊيدار وار، ڦينو نڪ ۽ بيهوده قسم جون مڇون. هاڻي سمجهيم ته منهنجون سڀ شيون ڪيڏانهن ٿيون وڃن!' هن دل ۾ چيو. خيال ايندي ئي، هو ڪاوڙ ۾ اٿي رڙٽي ڏانهن ڊوڙيو ۽ رڙ ڪري جوهنڪا کي چيائين، "او ڪمبخت، ڪراڙي ڀِپ!" ۽ پوءِ وري، هن کي پوءِ ۾ پنهنجا رڌ جهڙا تارا، ڳوڙهن ڀريل اکين ۾ ڦيرائيندي ڇڏي، پوئتي موٽيو.

ڏينهن جو باقي رهيل حصو هن جوهنڪا سان ڪونه ڳالهايو. هوءَ به ائين سڏڪا ڀري ۽ ٿڏا ساهه کڻي رهي هئي، ڄڻ ته هن جي ڪا وڏي بيعزتي ٿي هئي. جيڪو ٿانءَ ٺڪو پئي هٿ آيس، سو زور سان کڻي ٿي فرش تي هنيائين. هن کي اهو پتو بنهه ڪونه هو ته اهو ممڻ ڇا تي متو آهي؟ منجهند کان پوءِ، هن سيني ڪبٽن ۽ خانن جي سار سنڀال لهڻ جي مهم شروع ڪئي، جا واقعي دڪدائڪ ۽ خطرناڪ هئي. هن کي هڪ پنيان ٻي شيءِ پئي ياد آئي. اهي سڀ شيون اڳ هن وٽ هيون. ڪيتريون خانداني ورثي ۾ مليل شيون، جي اٽلي به هيون ته املهه به. انهن مان هڪ وٽ هاڻ ڪجهه به ڪونه هو. ڪجهه به ڪونه. نالي ماتر به ڪا شيءِ وٽس نه ڇڏي وئي هئي. ائين پائنجي رهيو هو، ڄڻ ته ڪا وڏي باهه لڳي هجي ۽ هر شيءِ کي ساڙي ڀسم ڪري وئي هجي. هن جي دل ۾ آيو ته ههڙيءَ اڪيلائيءَ ۽ ويرانيءَ ۾، زور سان روئي ۽ هنجون هاري.

هو ڪليل ڪٻٽن ۽ خانن جي وچ ۾ ڏُڏڙ ٿيو ويٺو هو. اُپساهي وٺي وئي هيس. هن جي هٿ ۾ هڪ اڪيلو يادگار هو. اهو سندس پيءُ جو ڀٽون هو. هڪ اهڙي ڳوٺڙي. جنهن ڪي هاڻي ٻنهي پاسن کان منهن هو. ڪڏهن ڪان هوءَ هن ڪي ائين لٽي رهي هئي جو هينئر وٽس ڪجهه به ڪونه رهيو هوا` هو انتهائي غصي جي حالت ۾ پهچي چڪو هو. جي ان وقت هوءَ آڏو اچيس ها ته جيڪر ٽڦڙ وهائي ڪديس ها. ’هاڻي ڇا ڪريانس؟‘ هن ڪاوڙ ۾ اچي چيو. ’نوڪريءَ مان نيڪالي ڏيانس؟ پوليس جي حوالي ڪريانس؟ پر سياڻي مون لاءِ رڌ پچاءَ ڪير ڪندو....؟ هوٽل ۾ ڪٽي ڪائنيدس. هن فيصلو ڪيو. ’پر مون لاءِ باهه ڪير ٻاريندو؟ پاڻي ڪير ڪوسو ڪندو؟‘ سياڻي ان معاملي ڪي منهن ڏبو.‘ هن پاڻ ڪي يقين ڏياريو. ’ڪجهه نه ڪجهه ٿي پوندو.‘ اهو خيال ته هو هر ستل سورن جي سوجهه ۽ هن ڪي سيڪت ڏيڻ جي ضرورت هن جي همٿ وڌائي رهيون هيون.

منهن اونداهيءَ مهل هن پنهنجا حواس سنڀالي ورتا. ۽ اٿي رڌڻي تائين ويو. بي توجهيءَ سان اٿي بيهي، هن جوهنڪا ڪي چيو. ”تون پنهنجي لاءِ ڪنهن ٻئي هنڌ تي بندوبست ڪر!‘ ۽ پوءِ ڪيس مختلف قسمن جا ڊگها ۽ منجهيل ڪم ڪاريون جلد پوري ڪرڻ لاءِ چيائين. انهن ڪمن ڪارين سوچڻ ۾ هن ڪي ڪا خاص تڪليف نه وٺڻي پئي. مسز جوهنڪا. ڪي ڪين ڪُڇيو. هوءَ ڏک ۽ رنج سان ڪم ڪي لڳي وئي.

هو ٻيٺو ئي هو ته جوهنڪا ڪم تان اٿي زور سان رڌڻي جو در بند ڪري. ٻاهر نڪري وئي، هاڻي هو اڪيو رهجي ويو. دل جي وڌنڌڙ ڌڙڪڻ سان هو رڌڻي ڏانهن وڌيو. تاڙيءَ تي هٿ پهچائي، وري ڪجهه هَٻڪيو. اهو سوچي ته هن ڪي جوهنڪا جي ڪٻٽ جي تلاشي وٺڻ گهرجي. جو گهڻيءَ دير تائين هراسجي ويو. هن ڪي اهو ڪم چوريءَ جهڙو ئي پئي لڳو. هو ان ٻڏتر ۾ ئي هو. ته پنهنجي ليڪي هن ۾ هڪ تحرڪ آيو- هن وڌي در ڪوليو ۽ اندر داخل ٿيو.

رڌڻو. صفائيءَ ڪري اندران ڀڪي رهيو هو. هن جي اڳيان جوهنڪا جو ڪٻٽ هو. پر ڪلف لڳل. ۽ ڪنجيءَ جو ڪٿي به پتو ڪونه هو. ان ڳالهه هن جي شڪ ڪي وڌيڪ پڪو ڪيو. هن ڪلف ڪي چاقوءَ سان کولڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان معاملي ۾ ڪامياب ٿيڻ بجاءِ، رڳو ڪٻٽ ڪي ڪجهه پوئتي ڪري سگهيو. چاٻيءَ جي ڳولا ۾. هن هر ننڍو وڏو خانو ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪيو. هن پنهنجي هر ڪنجي

استعمال ڪئي، پر آخرڪار، اڌ ڪلاڪ جي متا ڪٽ کان پوءِ، هن کي سڌ پئي ته ڪلف اصل ۾ ڏنل ئي ڪونه هو ۽ ڪبٽ رڳو ٻنڻ دٻائڻ سان ئي سولو کلي پئي سگهيو.
ڪبٽ جي هر خاني تي، نهايت آراستگيءَ سان ڪپڙو تهه ٿيو رکيو هو. مٿئين ئي مٿئين خاني تي ڇهه نيون قميصون رکيل هيون، اصل جيئن جو تيئن دڪان جي نيريءَ پٽيءَ ۾ ٻڌل! هڪ ڳَتي جي پيتيءَ ۾، هن جي زال جو سونو بڪل پيل هو، هن جي ڏاڏيءَ وارا ڳَگهه ۽ ماڻس جي عاج تي اُڪريل تصوير به ان ۾ هئي. پيلا، هيءَ تصوير هن جي ڪهڙي ڪم ۾ اچي ها؟ هن ڪبٽ مان هر شيءِ ٻاهر ڪڍي، پنهنجا جوراب، ڪالر، صابڻ، ڏندن جا برش، پارٽو واسڪوٽ، وهاڻي جون ڇئون، هڪ قديمي پستول ۽ هڪ پراڻي دونهاتيل ٽوپي. هي سڀ سندس ڪبٽ جو حصو هئا، جن جو ڳچ حصو اڳ ئي گهنڊيدار وارن واري پاڻتي کي پهچي چڪو هو. هن جي اندر ۾ آگ ڪجهه مائي تي، پريشاني اچا مٿس حاوي هئي. "هاڻي سمجهيم.....جوهنڪا، تو مون سان ڇو اهڙو ورتاءُ ڪيو؟"
هڪ- هڪ ڪري هن اهو سامان ڪٽي پنهنجي ڪمري ۾ آندو ۽ هڪ ميز تي ڪنديري ڇڏيو. ميز تي هڪ نمائش جو ڏيک پيدا ٿي ويو. هن جوهنڪا جو سامان سندس ڪبٽ ۾ ئي ڦٽو ڪيو. هن چاهيو پئي ته سندس سامان به ڪنهن سليقي سان ڪبٽ ۾ ٺاهي رکيو وڃي، پر ڪجهه محنت ڪرڻ بعد، هن پاڻ ۾ ائين ڪرڻ جي شڪتي نه ڏٺي ۽ ڪبٽ کي ائين ڇڏي ڏنائين، جيئن ڪو چور چوريءَ بعد ڇڏي ويندو آهي. هو وري ٻئي مونجهاري ۾ پئجي ويو....'جهٽ کان پوءِ جوهنڪا واپس ورندي ۽ هن کي ساڻس سنجيدگيءَ سان ڳالهائڻو پوندو.' ان خيال هن کي ايترو ته پريشان ڪيو، جو هو ٽڪڙو ٽڪڙو ڪپڙا مٿائي ٻاهر وڃڻ جو سوچڻ لڳو. 'سياڻي ڏسي رهندو سانس.' هن دل ۾ سوچيو. 'اڄ هن لاءِ اهو ئي ڪافي ٿيندو، هو محسوس ڪندي ته مون ڳالهه جو انت ڳولي لڌو آهي.' هن هڪ نيئن قميص ڪڍي، جا ڪاغذ وانگر ڪڙڪ هئي، تڙ تڪڙ ۾ ڪيتري به زور لڳائڻ سان نئينءَ قميص جي سخت ڪالر جا ٻيڙا بند ڪري نه سگهيو. جوهنڪا ڪنهن ويل به اچي پئي سگهي.
هن ٽڪڙو ٽڪڙو پراڻي قميص پائڻ شروع ڪئي، اهو سمجهندي به ته اها ڦاٽل هئي. ڪپڙن پائڻ کان پوءِ، هو سنت ئي چورن جيان گهر مان ٻاهر نڪتو ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ بيڪار، پارڪ ۽ گهٽين ۾ چڪر ڪاٽيند رهيو، تيستائين جيستائين دعوت جو وقت پرجي آيو. دعوت ۾ هن پاڻ کي بلڪل اڪيلو محسوس ڪيو. هن پنهنجن پراڻن ۽ گهرن دوستن سان گُهري پوڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو

سمجهي نہ سگهيو تہ هن ۽ سندس دوستن جي وچ ۾ ورهين جي وِڇوٽي ڪيئن پئجي ويئي. هو هڪ ٻئي کي سمجهي بہ نہ پئي سگهيا. پر هن کي ڪنهن سان بہ شڪايت ڪانہ هئي. هو سڀ کان الڳ ويٺو مشڪندو رهيو. هن جي آسپاس جو ماحول تيز روشنيءَ، مختلف آوازن ۽ اچ وڃ سان ڀريو پيو هو. هو، ايستائين اتي ويٺو رهيو، جيستائين سندس ذهن ۾ اوچتو هڪ نئون خيال آيو- هن سوچيو 'مان ڪيئن لڳندو هوندس؟ قميص مان ڌاڳا لڙڪي رهيا آهن. ڪوٽ تي چتا، ۽ بوٽ- خدا جي پناهہ.' هن زمين ۾ غرق ٿي وڃڻ ٿي چاهيو پئي، پر ٿي نہ سگهيو. هن آسپاس لڪڻ جي جاءِ لاءِ نظر ڊوڙائي، هر طرف هن کي نيون ۽ چمڪندڙ قميصون نظر اچي رهيون هيون. هو ڪٿي پاڻ لڪائي؟ هو در طرف وِڪ وڌائڻ ڪان ڏڪي رهيو هو، مبادا اوچتو ڪنهن جي نظر مٿس پئجي وڃي. هو پريشانيءَ ۾ سڄو پگهرجي ويو. هو چپ چاپ ويهڻ جو مڪر ڪري، پير پير ۾ وجهي، در ڏانهن سِرڪڻ لڳو تہ جيئن ڪيس ڪو تاڙي نہ وٺي. اوچتو اسڪول واري زماني جو هڪ دوست اچي منهن پيس، هن جا پير نڪري ويا ۽ منجهيل منجهيل ورنديون ڏيڻ لڳو. مشڪل سان هن مان جان آجي ڪري، هڪ دفعو وري چوٽڪاري جو ٿڌو ساهہ ڀريائين. نموني سان در تائين وارو فاصلو ماپي، بہ وڏيون ڀرانگهون ڀري، هو ٻاهر نڪتو ۽ گهر ڏانهن ڊوڙيو. ان وقت اڃا اڌ رات ڪانہ ٿي هئي.

رستي ۾ هن کي وري جوهنڪا جو خيال آيو. تڪو تڪو هلڻ سبب، هن جي دماغ ۾ ڪجهہ چستي آئي، ۽ هن سوچي ورتو 'جوهنڪا کي ڇا چوڻ گهرجي.' هڪ نرالي ۽ انوکي ڏيرج سان، ڏکيا، پرزور ۽ رعبدار جملا هن جي ذهن ۾ هڪ ٻئي پٺيان ايندا رهيا، جن ۾ ڏڪار بہ هئي تہ ديا بہ. ديا ان ڪري جو آخر هوءَ هن کي گهٽين ۾ ڌڪا ڌوما کائڻ لاءِ نہ ڇڏيندو. جوهنڪا روئندي هنجون هاريندي ۽ آخر ۾ پاڻ سنڀالڻ لاءِ وچن ڪندي، ۽ هي سڀ ڪجهہ خاموشيءَ سان ٻڌندو ۽ پڇاڙيءَ ۾ هن کي ساک سان چوندو. "جوهنڪا، مان توکي هڪ دفعو وري پاڻ سڌارڻ جو موقعو ڏيان ٿو، ايماندار ۽ نمڪ حلال ٿي ڪم ڪر، مان وڌيڪ توکي ڪجهہ نہ چوندس. مان پوڙهو اهو نٿو چاهيان تہ توسان ڪا ڏاڍائي ڪريان."

انهن ويچارن ۾ هو ايترو تہ گم هو جو پاڻ سنڀالڻ کان اڳ ئي، هن پاڻ کي پنهنجي گهر جي دروازي تي ڏٺو. هو ان وقت در بہ کولي چڪو هو. جوهنڪا جي ڪمري ۾ بتي ٻاري رهي هئي. هن اڳيرو ٿي پردن مان رڌڻي ۾ اندر نهاريو "او خدا، هي ڇا آهي؟" جوهنڪا جنهن جو منهن سُڄي دٻو ٿي پيو هو، سا رڌڻي

۾ هيڏي هوڏي اچ وڃ ڪري رهي هئي. هن وڏو ڇرڪ ڀريو. ”هي صندوق ڇا لاءِ.“ هو ان مونجهاري ۾ پئي تي پنهنجي ڪمري ڏانهن وڌيو. ڇا سچ پچ جوهنڪا مون کي ڇڏي وڃي رهي آهي؟

هن جي اڳيان ميز تي اهي سڀ شيون پکڙيون پيون هيون، جي هن جوهنڪا وٽان چورايون هيون. هن وڌي انهن کي آڱرين سان ڇُهيو، پر هن کي رتيءَ ماتر بہ مسرت حاصل نہ ٿي. ’هاڻي سمجهيم.‘ هن دل ۾ چيو، ’جوهنڪا شايد ڄاڻي چڪي آهي، تہ مون کي هن جي افعالن جي سُڌ پئجي چڪي آهي. هوءَ سوچيندي هوندي تہ مان هن کي ڪڏي ڇڏيندس. ان ڪري ئي هوءَ سامان سڙو سهيڙي رهي آهي. ڀلي تہ سياڻ تائين انهن سورن ۾ رهي، اهائي ان لاءِ ڪافي سيکت ٿيندي. صبح جو بہ ڳالهيون ڪندوسانس. پر شايد- هوءَ هاڻي ئي مون وٽ اچي معافي وٺي. هوءَ منهنجي اڳيان اچي روئڻ ۾ پوندي ۽ گوڏن ڀر جهڪندي ۽ ٻي بہ آزي نيزاري ڪندي...جوهنڪا، بس ٺيڪ آهي، مان توسان وڌيڪ سختي ڪرڻ نٿو چاهيان، تون هاڻي هتي رهي ٿي سگهين.

هو شام وارن ڪپڙن ۾ ويٺو رهيو. هن کي اچڻ وارين حالتن جو اونو هو. سڄي گهر تي گهري خاموشي ڇانيل هئي. هن جوهنڪا جي هلڻ جو آواز ٻڌو پيئي، ۽ وري زور سان صندوق جي بند ٿيڻ جو آواز ٻڌائين ۽ پوءِ مڪمل سانت ٿي ويئي. ’الائجي ڇا ٿيو؟‘ هو دپ ۾ اٿيو ۽ ڪن ڪڙا ڪري، ٻڌڻ جي ڪوشش ڪيائين- هڪ دگهي اوناڙ، جا ڪنهن انسان جي نہ پئي لڳي، ۽ پوءِ اها اوناڙ هڪ مسلسل سڏڪن جو روپ اختيار ڪري وئي. ان بعد ڪنهن جي زور سان نستو ٿي ڪرڻ جو آواز آيو ۽ ڪنجهڻ جو آواز وڌڻ لڳو. جوهنڪا روئي رهي هئي. هو گهڻين ئي ڳالهين لاءِ تيار هو، پر جو ڪجهہ هن ٻڌو، ان جي هن ڪڏهن توقع بہ ڪانہ ڪئي هئي. دل جي تيز ڌڙڪڻ سان هو رڌڻي جي ڀر ۾ اچي، ڪن ڏيئي بيٺو. رڌڻي مان سواءِ روئڻ جي ٻيو ڪجهہ ڪين پئي ٻڌڻ ۾ آيو. هن سمجهيو، جوهنڪا اجهو، ڄاڻ معافي وٺڻ آئي.

هن پنهنجو حوصلو ۽ حواس سنڀالڻ لاءِ ڪمري ۾ اچ وڃ شروع ڪري ڏني، ’جوهنڪا اڃا نہ آئي!‘ هو ٿوري لاءِ وري بيٺو ۽ هن جي روئڻ جو آواز ٻڌڻ جي ڪوشش ڪيائين. هن جو ڪنجهڻ اونائڻ ۾، تبديل ٿي چڪو هو. انهيءَ حالت هن کي وري صدمو پهچايو. ’مون کي هن وٽ وڃڻ گهرجي.‘ هن فيصلو ڪيو، ’۽ چوڻ گهرجي، ’ڏس، هاڻي تو لاءِ اها سيکت ڪافي آهي. جوهنڪا، روئڻ ڇڏ. مان سڀ ڪجهہ درگذر ڪندس، پر آئيندي ايمانداريءَ سان هلجانءِ.‘



Gul Hayat Institute

اوچتو زبردست ٺڪاءُ سان دروازو ڪليو ۽ چائنٽ تي جوهنڪا روج ڪري رهي هئي. روئڻ ڪري سندس منهن ايترو ته سڄي ويو هو، جو ڏٺي ئي پوءِ پئي ٿيو.

”جوهنڪا!“ هن ڊگهو ساهه پريو.

”توهان ڪي ائين نه ڪڄائبو هو.“ جوهنڪا پڙڪي اٿي، ”واهه جو نهو ٿا، ڄڻ ته مان چور هيس- شرم جي ڳالهه آهي!“

”پر، جوهنڪا-“ هن ڊڄندي رڙ ڪئي ”پر، تو ته منهنجون شيون ڪنيون هيون نه، هي سڀ، ڏسين ٿي نه؟ تو اهي ڪنيون هيون نه؟“

جوهنڪا اهو ٻُڌو اڻ ٻُڌو ڪندي چيو، ”منهنجو هاٽي هتي ڪهڙو ڪم! ڪهڙي نه شرم جي ڳالهه آهي، توهان منهنجي ڪيٽ تي تلاشي ورتي آهي! چن ته- ڄڻ ته مان ڪا ڏُوتي يا رولاڪ آهيان، مان حياءَ واري آهيان. توهان ڪي ائين ڪرڻ نه ڪڄائبو هو. اهڙي بيعزتي، مون ڪڏهن تصور ئي ڪانه ڪئي هئي.“ هن جوش ۽ پريشانيءَ ۾ رڙيون ڪيون، ”چا، مان سچ پچ چور آهيان؟ مون اهو ڪڏهن به نه سوچيو هو.... ڪڏهن به توهان ۾ اهڙي توقع ڪانه هيم.“

”پر، جوهنڪا“ هن ڪجهه جهڪو تي وراڻيو، ”ڪجهه ويچار ته ڪر. آخر هي سڀ شيون تنهنجي ڪيٽ ۾ ڪيئن آيون! هي تنهنجون آهن يا منهنجون؟ چئو؟“

”مان ڪجهه به ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهيان.“ هن سڏڪو پريو. ”سائين، اها شرم جي ڳالهه نه آهي، ڄڻ مان ڪا آوارهه ۽ رولو هيس، جو منهنجي ڪيٽ جي تلاشي ورتو پر مان-“ هن رڙ ڪئي، ”مان هتي هاڻي هڪ گهڙي به نه رهنديس، صبح تائين به نه ترسنديس، هرگز نه!“

”پر، ڏس نه.“ هن احتجاج ۽ چتاءَ سان چيو، ”مان توکي ڪڍڻ نٿو چاهيان. تون هتي ئي رهندينءَ. جو ڪجهه ٿيو سو ٿيو، ان جي پچر چڏي ڏي، مان توکي ان باري ۾ چيو به ته ڪي ڪين آهي، نهيو، هاڻي ڳوڙها اُگهي چڏ.“

”ٻي ڪا نوڪرياڻي رکو.“ جوهنڪا ڳوڙها ڳاڙيندي چيو، ”مان هتي صبح تائين به نه رهنديس، اصل نه. اج ڪان جيڪو هتي رهيو سو ڪتو هوندو!“ هن ٽڪ ۽ پريشانيءَ مان چيو، ”هرگز نه. ڪٽي هزار رپيا پگهار چو نه ڏينم. رات جو رستن تي رهڻ وڌيڪ پسند ڪنديس.“

Gul Hayat Institute

”چوڪيدار هن نااميد ٿي دليل بازي شروع ڪئي. ”مون کي توکي ڏک پهچايو آهي ڇا؟ پر ان ڳالهه کان ته تون انڪار نه ڪندين ته-“

”نه نه. تو کي مون ڪي ڏکويو آهي ڇا!“ جوهنڪا لٽيل دل واري نوع ۾ چيو. ان کي ڪو ڏکوئڻ ٿوروئي چئبو. منهنجي ڪئبن جي تلاشي وٺڻ. ڇڏڪ مان چور هيس؟ اهو ڪجهه ڪين آهي-ائين نه. سائين! مون کي ڪجهه نه کپي. هن وقت تائين مون سان ڪنهن اهڙو ورتاءُ نه ڪيو آهي. مان ڪا ننڍڙڪي نه آهيان.“ هن جي اکين مان ڳوڙها سانوڻ جي مينهن وانگر وسڻ لڳا. هوءَ زور سان دروازو بند ڪري ٻاهر نڪري وئي هئي.

هو بلڪل منجهي پيو. پڇتاءَ بجاءِ هي منظر. هو ڪڏهن سوچي ئي نه پئي سگهيو. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته هوءَ چوري ڪاريگريءَ سان ڪري ويئي هئي. پر ظاهر ٿيڻ تي بيعزتي ڇو ٿي سمجهي؟ چور ٿيڻ تي ڪو شرم نه ڪونه ٿو اچيس. اٽلو جذبا ڏکويل ٿي سمجهي! ڇري ته نه آهي؟

هوريان هوريان هن جي دل ۾ جوهنڪا لاءِ وڏيڪ رحم ۽ همدردي پيدا ٿيڻ لڳي. ’ڏس نه.‘ هن پاڻ کي چيو. ’هر انسان ۾ ڪا نه ڪا ڪمزوري هوندي آهي ۽ ان ڪمزوريءَ کان ڇتائڻ هن تي وڏي ۾ وڏو حملو ٿيندو آهي. انسان ڏوهن ۽ براين ڀريل دل ۾ به. ڪيترو نه بي انت اخلاقي حِس ۽ جذبو رکي ٿو! پنهنجين براين مان هو ڪيترو نه. دکدائڪ ۽ مانيٽو اثروني ٿو! هن جي ڳُجهي عيب تي رڳو آڱر رکو ۽ جواب ۾ ڏک ۽ ڪاوڙ جي ڪراهت کان سواءِ ڪجهه به نه ڀڏندؤ!‘ شايد اهو ئي سبب آهي جو هر ظالم. مظلوم هوندو آهي؟

رڏٽي مان دٻيل ۽ گهٽيل آواز ۾ سڏڪا ڀڄي رهيا هئا. هن رڏٽي اندر وڃڻ چاهيو. پر دروازو اندران بند هو. هن ٻاهران بيهي دليل بازي ڪرڻ چاهي. جوهنڪا کي ڏوراپا ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. ۽ هن کي نرم ۽ ٿڌي ڪرڻ جي ڪوشش ورتي. پر جواب ۾ هن کي سواءِ جوهنڪا جي ڊگهن سڏڪن جي ڪجهه به پلئه نه پيو. هو واپس پنهنجي ڪمري ڏانهن وريو. هن جي دل ۾ ديا جو درياءَ ڇوليون هڻي رهيو هو. هن جي اڳيان چورايل شيون پکڙيل پيون هيون. نيون قميصون. ڪورو ڪپڙو. ڳهه ۽ ٻيو سڀ ڪجهه هن وڏي انهن کي ڇهيو. پر اڄ هن جي ڇهڻ ۾ دک ۽ ويڳاڻپ هئي!

استيفن زويگ (آسٽريليا)

# انڌي جي ميراث

ڊريسڊن کان پوءِ، پهرينءَ جنڪشن تي اسان جي گاڏيءَ ۾ هڪ ڪرڙوڊ ۽ معزز ماڻهو چڙهي آيو. هن گاڏي ۾ اچڻ سان پنهنجي چپن تي فراخدلي ظاهر ڪندڙ مرڪ آندي. ۽ مون ڏانهن ڏسي ائين ڪنڌ لوڏيائين، ڄڻ ته مون کي سڃاڻندو هجي، مون هن کي ڪونه سڃاتو هو. مون کي هن مونجهاري ۾ ڏسي، هن پنهنجو نالو ۽ ڄاڻ سڃاڻ ظاهر ڪئي. هو سچ پچ منهنجو واقفڪار هو. هو قديم يادگارن جو سٺو پارکو ۽ انهن جو واپاري هو. جنگ کان اڳ، مون هن کان ڪيترائي ناياب قلمي نسخا ۽ ڪتبا وغيره ورتا هئا. هو منهنجي سامهون واري هڪ خالي جاءِ والاري ويهي رهيو ۽ مون سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ لڳو. شروع ۾ اسين اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ لڳاسين، جن جو هت ذڪر ڪرڻ ضروري نه آهي. پوءِ موضوع مٽائيندي، هن ان سفر جو ڪارڻ ٻڌايو، جنهن تان موٽي رهيو هو. هن چيو پئي ته سندس زندگيءَ جي گذريل سٺٽيهن سالن ۾، جي هن قديم شين جي تجارت ۾ صرف ڪيا هئا، اهو هڪ عجيب ۽ نه وسرندڙ واقعو هو. تعارف لاءِ منهنجي خيال ۾، ايترو ڪجهه ڪافي آهي، باقي ڪهاڻي هو اوهان کي خود پنهنجن لفظن ۾ ٻڌائيندو. مان چوڏين ۽ انهن جي نشانين ۾ پئجي، چڪر ۾ چڪر آڻي، اوهان جي ذهنن کي منجهائڻ نٿو چاهيان.

**********

اها ته اوهان کي خبر آهي، (هن چيو) ته جڏهن کان پئسي جو قدر گهٽيو آهي ۽ ڦهلاءُ وڌيو آهي ته منهنجي ڪاروبار ۾ ڪافي تبديليون آيون آهن. جنگ مان جن جاوا ڪيا آهن، تن کي قدم شين ۽ يادگارن سان وڌيڪ دلچسپي پئي ٿيندي وڃي. انهن وڌندڙ پئسن سان گڏ وڌندڙ خواهشن کي پورو ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو آهي ۽ مون جهڙو ماڻهو، جنهن کي خود اهڙين شين سان پيار آهي، سو ته پنهجي گهر جي وسيلن کي بچائڻ ۾ ئي آتو ٿي پيو آهي.

مان جيڪڏهن گراهڪن کي ڇڏي ڏيان ته جيڪر منهجي قميص جا ڪف بٽڻ ۽ ميز جي بتي به ڪٽي وڃن. ڏينهون ڏينهن وڪڻڻ واري سامان جي گهٽائي پئي ٿيندي وڃي.

ماڻهن وٽ پئسي جو قدر ايترو ته گهٽجي چڪو آهي، جو انهن جي روزبروز وڌندڙ لالچ کي منهن ڏيڻ مشڪل ٿي پيو آهي. گذريل رات جڏهن مون دڪان تي سرسري نظر وڌي ته قيمتي شين مان ورلي ڪا



Gul Hayat Institute

شيءِ نظر پئي آهي، ۽ ڏسڻ ۾ پئي آيو ته اها حالت جاري رهي ته ستت ئي مون کي دڪان تي تالا چاڙهڻا پوندا! اهو عزت وارو ۽ بهترين ڌنڌو مون کي پنهنجي پيءُ ڏاڏي کان ميراث ۾ مليو آهي. پهرين اسان جي دڪان تي ڇا ڪجهه هوندو هو، سو اوهين بخوبي ڄاڻو ٿا. پر هاڻي اتي اهڙو گند ڪچرو وڪجي بچيو آهي، جو 1914ع کان اڳ، هڪ ڪباڙي به ان کي وڪڻندي شرم محسوس ڪري ها.

ان فڪر ۽ مونجهاري واريءَ حالت ۾، مون کي پنهنجين پراڻين بندين کي کولڻ جو خيال آيو. شايد اهڙي ڪنهن پراڻي گراهڪ جو پتو پئجي وڃي، جو پنهنجي خوشنوديءَ واري زماني ۾ ورتل سامان وڪڻڻ جي برابر هو، پر تڏهن به مون هڪ دفعو اها ڪوشش ضرور ڪئي. ستت ئي مون کي معلوم ٿيو ته انهن گراهڪن مان، جن جنگ کان اڳ سامان ورتو هو، ڪيترا ته مري چڪا هئا، ۽ جيڪي ايڪڙ ٻيڪڙ جيئرا وڃي بچيا هئا، سي به اهڙي ڪسمپرستيءَ جي حالت ۾ گهاري رهيا هئا، جو يقين ٿي ويو ته هنن به اهو قيمتي ورثو وڪڻي، ڪائي ڪپائي ڇڏيو هوندو. مون کي هڪ اهڙي گراهڪ جا خط هٿ آيا، جو سيني ۾ ڪراڙو هجو. بشرطيڪ هو جيئرو هجي ها! هو ڪافي جهونو گراهڪ هو، ۽ مان ڪيس ڪونه سڃاڻندو هوس. 1914ع واري حادثي کان پوءِ، هن اسان وٽان ڪجهه نه ورتو هو. هن جو پويون خط به اڌ صدي اڳ جو هو، تڏهن مهنجو ڏاڏو اهو ڪاروبار هلائيندو هو. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته گذريل سٺيهن سالن ۾ هو مون سان ڪڏهن به لَهه وچڙ ۾ نه آيو هو.

وهيون ۽ ڪاتا ٻڌائي رهيا هئا ته اهو انهن قديم سوداين ۽ خبطين مان هو، جن مان ڪي اجا به جرمنيءَ جي پروارين بستين ۾ رهيل هئا. هن جي لکڻي به عجيب هئي، آرڊر ڏنل هر سامان جي نالي هيٺان ڳاڙهي پينسل جي ليڪ هوندي هئي، ته جيئن ڪو غلطيءَ جو امڪان نه ٿئي. اهي ڳالهيون ۽ سندس ڪم آندل پنن جا ٽڪرا ۽ لفافا ٻڌائي رهيا هئا، ته هو ڪيترو نه ڪنجوس هو. هو صحيح جي نالي هيٺان، پنهنجو سڄو عهدو به لکندو هو، "فاريسٽ رينجر ۽ اقصادي صلاحڪار، ليفٽيننٽ، رٽائرڊ ۽ فرسٽ ڪلاس آئرن ڪراس تمغه يافته." جيئن ته هو 70-1871ع واريءَ جنگ جو سورمو هو. ان ڪري هن وقت سندس عمر اسي ورهين جي لڳ ڀڳ ته واهه جا هوندي!

پنهنجي انهن ڪنجوساين ۽ سودائن جي باوجود، هن پاڻ ۾ هڪ وڏي جذبي ۽ شوق کي جنم ڏنو هو. اهو هو اُڪر جي فنپارن ۽ نقشن جي نسخن کي ڪٺو ڪرڻ. هن جي آرڊرن جي بغير مطالعي، جي تن ڏينهن ۾ ننڍڙين رقمن جا هئا، ظاهر ڪيو ته جن ڏينهن ۾ جرمن پئسي پئسي تي ڳيتون ڏيندا هئا، تن

ڏينهن ۾ هڪ ملڪ جي بيعقل، پاڻ وٽ نقش ۽ اُڪر جا بي انداز فنپارا ڪٺا ڪري رهيا هئا. اهي شيون هن اسان وٽان ته ٿورن پئسن ۾ ورتو هيون، پر هاڻي اهي هن لاءِ وڏي رقم آڻي پئي سگهيون. مون کي يقين ٿي چڪو هو ته هن اهي شيون نيڪال نه ڪيون هونديون. ڇا، هن جي اها ميراث سچ پچ ڇڙوڇڙ ٿي چڪي هوندي. هن جي آخري خريداريءَ کان پوءِ ان ڏنڌي ۾ ڇا پئي وهيو واپربو؟ اول کان مان هڪ اهڙي واپاري هئڻ جي حيثيت ۾ بلڪل پوريءَ ريت واقف هوس. ان ڪري اهو مون کي ناممڪن پئي نظر آيو ته اهي شيون ڪنهن ٻئي هٿ تائين پهچن ۽ مون کي خبر به ڪانه پوي. جي اهو مري به چڪو هوندو ته سندس وارثن اها ميراث سوگهي ڪري رکي هوندي.

جيئن ته معامو ڪاروباري ضرورت کان اهم ۽ دلچسپ هو. سو مان ٻئي ڏينهن ئي (ڪالهه شام جو) "سئڪوني" جي هڪ اوجهڙ واري شهر ڏانهن سفر تي اُسهيس، جڏهن آءٌ ننڍي ريلوي اسٽيشن ڇڏي،بستيءَ جي سوڙهين گهٽين ۾ داخل ٿيس، ته مون کي ان ڳالهه جو احساس ٿيو ته هھڙي شهر ۾ مشڪل سان ڪو اهڙو قيمتي ورثو سنڀالجي سگهيو هوندو. جن ۾ يرمبرانيٽ جهڙي فنڪار جي اُڪر جو ڪم، ڊبورر جو ڪاٺ تي نقش ۽ انٽيگاس جو سڄو مڪمل ڪم به هوندو! مون پنهنجي گرهڪ جي ائڊريس پوسٽ آفيس مان حاصل ڪئي ۽ اهو ڄاڻي خوشي ۽ عجب ٿيم ته اڳئين وقت جو فاريسٽ رينجر ۽ اقصادي صلاحڪار اجا تائين جيئرو هو. مون کي هن جي گهر ڏانهن ويندي عجيب احساس ٿيڻ لڳا ۽ دل جي ڌڪ ڌڪ تيز ٿي ويئي، ان وقت ڪَچڙي منجهند هئي.

جنهن شخص جي مون کي ڳولا هئي، سو ڪُڏي- نما جاين جي قطار ۾ ٻئي طبقي تي رهيل هو. اهي جايون گذريل صديءَ جي ڇهين ڏهاڪي جون يادگار هيون. هيٺئين طبقي ۾ هڪ درزي ويٺو هو ۽ ڏاڪڻ جي سڄي هٿ تي پوسٽ جي مئنيجر جي نالي جي تختي لڳل هئي ۽ کاٻي هٿ تي ان شخص جو نالو اُڪريل هو، جنهن جي مون کي ڳولا هئي. مون هن کي ڳولي لڌو! منهنجي گهنٽيءَ جي جواب ۾ هڪ اڇن وارن واريءَ ڪراڙيءَ عورت اچي دروازو کوليو. مون هن کي ملاقاتي ڪارڊ ڏيئي، سندس مالڪ سان ملڻ جي خواهش ڏيکاري. هن مون ڏانهن نهاري، ڪارڊ تي هڪ شڪي نظر وڌي، ۽ وري منهن مٿي ڪري، مون ڏانهن گهوريو. اهڙي خاموشيءَ واري بستيءَ ۾، هڪ وڏي شهر واري جو اچڻ، واقعي هنن جي آرام ۽ سڪون ۾ وڏو خلل هو. هن دوستاڻي ۽ نرم لهجي ۾ مون کي هڪ ٻن منٽن لاءِ هال ۾ ترسڻ لاءِ چيو، ۽ پاڻ اندر هلي ويئي. اول مون ڪجهه پڙ پڙ ٻڌي، ۽ پوءِ هڪ تيز ڳرو، اتساهه

پريو ۽ مرداڻو آواز آيو ”چا چيئي! مسٽر رئڪنر، برلن واسي، پراچين سامان جو واپاري؟ مون کي ته ان سان ملي ڏاڍي خوشي ٿيندي.“ ان کان پوءِ ڪراڙي عورت وري ظاهر ٿي ۽ مون کي اندر اچڻ لاءِ چيائين. مون پنهنجو اوور ڪوٽ لاهي هٿ ڪيو ۽ هن جي پويان اندر داخل ٿيس، غريباڻي نموني سجايل هڪ ڪمري جي وچ ۾ هڪ مرد مون سان ملڻ لاءِ آتو بيٺو نظر آيو. هو ڪراڙو، پر سگهارو هو. شهپر گهاٽا هئس ۽ هڪ نيم فوجي خاڪي صدري پاتل هيس. نهايت سپاجهي نموني، هن پنهنجون ٻئي ٻانهون ڪولي مون ڏانهن وڌايون. حالانڪ سندس اکيون به چمڪندڙ هيون، پر اهي سندس بت ۽ ڊول جي مناسبت سان اوتريون تيز ۽ ڦڙت نه هيون. هو مون ڏانهن وڌڻ بجاءِ اتي ئي بيٺو رهيو ۽ مجبوراً مون کي هن ڏانهن وڌي وڃڻو پيو. ان ڳالهه تي مون کي سچ پچ ڪاوڙ به آئي. پوءِ مون وري اهو به محسوس ڪيو ته هن جو هٿ مون ڏانهن ڪونه پئي وڌيو ۽ وري به مون کي ئي اڳرائي ڪرڻي پيئي. آخر مون کي ان جو مطلب سمجهه ۾ آيو. هو ويچارو انڌو هو.

مان ننڍپڻ کان ئي انڌن جي صحبت ۾ بي آرامي محسوس ڪندو آهيان. اهڙي ماڻهوءَ جي صحبت ۾، جيڪو جيئري هجڻ جي باوجود پنهنجن حواسن کان ڪم نه وٺي سگهندو آهي، مون کي ڪوفت، پريشاني ۽ شرم محسوس ٿيندو آهي. هن جي اچن پروئن هيٺان ٻن بي نور اکين مان، مون هن جا جذبا ۽ احساس پَروڙي ورتا، ۽ وڏيڪ سوچڻ ڇڏي ڏنو. ان انڌي به مون کي گهڻو وقت پريشان ۽ منجهيل نه رهڻ ڏنو ۽ خوشيءَ سان ڳري آواز ۾ تعجب جو اظهار ڪيو.

”ڪهڙو نه خوش نصيب آهيان! توجهڙو وڏو ماڻهو برلن مان ڪهي مون سان ملڻ اچي، اهو واقعي هڪ معجزو آهي. پر ان ۾ ڪو خير نه هوندو.“ هن غير سنجيده ٿي چيو. ”تون ته پاڻ سياڻو آهين. اسان وٽ هڪ چوڻي آهي ته ’جڏهن خانه بدوش اوهان جي ارد گرد پهچن ته يڪدم پنهنجا ڪوٽ جا بٽڻ ڪيٽ ۾ بند ڪري ڇڏيو.‘ مان سمجهان ٿو ته اوهان ڪيئن تڪليف ورتي آهي. ڏنڏي مائي پوڻ تي واپاري، هميشه پنهنجا پراڻا گراهڪ تاڙيندو آهي. پر افسوس اٿم جو اوهان کي نراس موٽڻو پوندو. اسين ته اڄڪلهه مانيءَ ڳيي ۾ ئي پورا آهيون. رڳو پينشن تي ماڻهو ڪيترو وقت جالي سگهندو! ڪي ڏينهن هئا جو مان اهڙين شين جو حد کان وڌيڪ ڳولائو ۽ مشتاق هوندو هوس، پر هاڻي اهي ڏينهن ختم ٿي چڪا آهن، ۽ مون ۾ خريداريءَ جي سگهه ڪانه رهي آهي.“

مون سنت ئي هن کي ٻڌايو ته هو غلط سوچي رهيو هو. ته مان کو هن وٽ واپاري مقصد سان آيو هوس. بلڪ مون راهه ويندي اهو ضروري سمجهيو ته پنهنجي پراڻي مهربان ۽ قدردان گراهڪ وٽان به سلامي ڏيندو وڃان. منهنجي واتان اهي لفظ نڪتا ئي مس، ته هن جي چهري جي پاونائن ۾ ڦيرو اچڻ لڳو. هو اتي بيٺو ۽ سندس چهرو ٻهڪي رهيو هو. هو سراپا فخر ٿي ويو هو. هن پنهنجو ڪنڌ ان طرف موڙيو، جتي سندس زال بيٺي هئي. هن ائين ڪنڌ لوڏيو، ڄڻ ڪيس چئي رهيو هو ’ٻڌئي!‘ پوءِ هن وري مون ڏانهن منهن ڪيو ۽ ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن جو لهجو ڪافي نرم ۽ مانيٺو هو.

”توهان جي اهي ٿورا ته عمر ڀر نه لاهي سگهندس.... مان پنهنجي اڳينءَ روش تي واقعي نادم آهيان. بهرحال، مون وٽ ڪافي ڪجهه آهي، جو ڏسي اوهين خوش ٿيندا، ان ڪان وڌيڪ جو ڪجهه اوهان برلن، آلبرٽائين يا لووري ۾ ڏسي سگهو ٿا. جو ڪجهه هڪ پنجاهه سالن واري خطبيءَ وٽ هوندو، سو ڪنهن ٻئي هنڌ هئڻ مشڪل آهي. لزبيٿ. مون کي ڪٻٽ جي ڪجي ته ڏجانءِ.“

هاڻي هڪ عجيب ڳالهه ٿي. هن جي ڪراڙي زال جا اسان جي گفتگو هڪ هلڪيءَ مرڪ سان ٻڌي رهي هئي، ايترو ٻڌي ڇرڪي ۽ وائڙي ٿي ويئي. هن پنهنجا هٿ ٻڌي مون ڏانهن ڪيا ۽ ڪنڌ لوڏيو. مان ان اشاري جو مطلب نه سمجهي سگهيس ۽ منجهي پيس. پوءِ هوءَ وڏي مڙس ڏانهن ويئي ۽ هن جي ڪلهن تي هٿ رکي چيائين:

”فرانز پيارا، تو مهمان ڪان پڇڻ ته وساري ڇڏيو ته متان هن کي ڪنهن ٻئي هنڌ به ڪم ڪار هجي. ۽ ان ڪان سواءِ هاڻي ٽپهريءَ جو وقت به آهي.... مون کي افسوس آهي.“ هن مون ڏانهن منهن ڪندي چيو. ”اسان وٽ ايترو ڪجهه نه آهي، جو اوير سان آيل مهمانن کي ڪارائي سگهون. اوهان کي ته ٽپهرو سراءِ ۾ ڪرڻو هوندو نه؟ جي اوهين ان ڪان پوءِ اسان وٽ ڪافي پيئڻ پسند ڪريو ته ڏاڍو سٺو ٿيندو. ان وقت منهنجي ڌيءَ ميريا به هٽ هوندي، ۽ ان ڪان انهن قديم شين جي مون ڪان وڌيڪ واقفيت آهي.“

هن هڪ دفعو وري نماڻين اکين سان مون ڏانهن نهاريو. ان مان صاف صاف بکي رهيو هو ته مون کي ٻاڏائي رهي هئي، ته مان اهي شيون اتي جو اتي ان ئي وقت ڏسڻ ڪان انڪار ڪريان. مان اشارو سمجهي، اتي ڪڙو ٿيس ۽ ڪين ٻڌايم ته منهنجي ماني گولڊ اسٽيج تي آهي، جتان ٿي، مان وري وٽن ايندس ۽ جو ڪجهه فرانز ڪرانفيلڊ ڏيکارڻ چاهيندو، خوشيءَ ۽ مسرت سان ڏسندس. مون ڪين اهو به ٻڌايو ته مون کي ڇهين بجي واري گاڏيءَ ۾ برلن موٽڻو آهي.

Gul Hayat Institute

ڪراڙو شخص هڪ اهڙي ٻار وانگر اداس ۽ اباڻڪو ٿيو ويٺو هو، جنهن جي هٿن مان ڪو دلپسند رانديڪو ڪسيو ويو هجي.

”ائين به ٺيڪ آهي.“ هن گُهٽيل آواز سان چيو، ”مون کي خبر آهي ته توهان برلن واسين کي وقت جو ڏاڍو قدر هوندو آهي، پر تڏهن به اميد اٿم ته اوهين مون مسڪين لاءِ هڪ ٻه ڪلاڪ وقف ڪري سگهندا. مان توهان کي نادر ۽ ناياب شيون ڏيکاريندس. مون وٽ ڪل ستاويهه پورٽ فوليا آهن. ۽ انهن ۾ هرهڪ کي پنهنجي انفراديت آهي.“

هن جي زال مون کي در تائين ڇڏڻ آهي. داخلا واري هال ۾ پهچي، ٻاهريون دروازو کوليندي، هن مون کي چيو:

”جي اوهان جي موٽڻ کان اڳ ميريا اوهان سان ملڻ اچي، ته دل ۾ ته نه ڪندؤ؟ ڪيترن سببن ڪري اهو بهتر آهي ۽ اهي سبب مان هاڻي واضح ڪري ڪانه ٿي سگهان.“

”بيشڪ، بيشڪ، وڏيءَ خوشيءَ سان. آءٌ مانيءَ تي به اڪيلو هوندس. اَناميريا سڌوئي مون وٽ اچي سگهي ٿي.“

ڪلاڪ کن کان پوءِ، جڏهن مان ماني ڪائي گئلريءَ ۾ پسار ڪري رهيو هوس، ته اناميريا ڪرانفليڊ به آئي. هوءَ عمر ۾ ڇڙهيل عورت هئي ۽ سادي پوشاڪ پهريل هيس. چالاڪيءَ ۽ ڦڙتائيءَ ۾ هوءَ عمر کان چڱو گهٽ پئي لڳي. هوءَ ڪافي پريشان ۽ منجهيل هئي. هن جي سياءَ مون کي به مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. مون هن کي آرام ڏيڻ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو، ايتري قد جو ڪلاڪ اڳ ئي پٽس وٽ هلڻ جي خواهش به ڏيکاريم. پر ان خواهش تي هوءَ وڌيڪ پريشاني تي ويئي. آخرڪار هن چيو ته هلڻ کان اڳ هوءَ مون سان ڪجهه ڳالهائڻ ٿي چاهي. منهنجي ’ها‘ ڪرڻ تي، هن تيار تي ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

هن ڳالهائڻ چاهيو پئي، پر سندن زبان جواب ڏئي چڪي هئي. هن جا هٿ پير ڏڪي رهيا هئا. آخرڪار، گهڻيءَ دير کان پوءِ کُلي:

”مون کي امان موڪليو آهي ته اوهان کي وٽي هلان. اوهين اتي پهچندؤ ته يڪدم بابا اوهان کي پنهنجي ڪٺي ڪيل حياتيءَ جي موڙي ڏيکاريندو، ۽ اها ميراث-ميراث، اها ته بلڪل...“

Gul Hayat Institute

هوءَ ٿوري لاءِ ترسي، سڏڪا ڀريائين ۽ ٻنان ساهيءَ پٺڻ جي اڳتي وڌي ”اوهان سان ڪهڙو ڪوڙ...اوهين نه ڀاڻ ڄاڻو ٿا نه اڄڪلهه اسان تي ڪهڙا نه ڏکيا ڏينهن اچي پيا آهن. جنگ شروع ٿيڻ سان ئي بابا پنهنجي اکين جو سوجهرو وڃائي ويٺو. سندس نظر جهڪي ٿيڻ نه ڪڏهن کان شروع ٿي هئي. حالانڪ هو ستر کي اچي پهتو هو. تڏهن به ٻيءَ جنگ ۾ وڃڻ جون سڌون ڪندو هو. پر قدرتي طور، هن کي فوج ۾ ڪنڻ جو ڪو سبب ئي ڪونه هو. اسان جي فوجين جي رڪجي وڃڻ واريءَ خبرهن جي دماغ کي ڪافي صدمو رسايو ۽ هو، صفا نور وڃائي ويٺو. نه ته هونئن، جيئن اوهان ڀاڻ ڏٺو، هو هر لحاظ کان مضبوط ۽ سٻر آهي. 1914ع کان اڳ ته هو سير ۽ شڪار ڪري وقت گذاريندو هو. پر پوءِ هن جي رڳو هڪڙي ئي وندر وڃي بچي آهي، روزانو پنهجي ڪٺي ڪيل ميراث ڏسڻ ۽ اها هو هر روز ڏسندو آهي. ’ڏسندو ئي آهي‘، حالانڪ هو ڪجهه به نٿو ڏسي! هر شام جو هو فوليا کولي ميز تي رکندو آهي ۽ هر تختي جي اُڪر تي آڱريون گهمائيندو ويندو آهي. دنيا ۾ ان کان سواءِ، هن لاءِ ٻي ڪابه دلچسپي ڪانه رهي آهي. هو مون کي انهن نيلامن جون ڪاروايون به ٻڌائيندو آهي، جن ۾ هن اهي خريد ڪيون هيون، ۽ جيئن جيئن واڪ وڌندو ويندو آهي، تيئن تيئن هو وڏيڪ اتساهه ۽ خوشيءَ ۾ ڀرجي ويندو آهي.

”هاڻي مان توهان کي ڪهاڻيءَ جي خطرناڪ موڙ ڏانهن وٺي ٿي هلان. پئسي جو اگهه ڪيترو ڪري پيو آهي، اسان جي ڇا حالت وڃي ٿي آهي، ۽ هن جي پينشن اسان لاءِ پورو پيٽ قوت به نٿي آٽي سگهي، سا سڌ بابا کي مور ڪانه آهي. ان ڪانسواءِ، اسان کي ٻيا سر به پالڻا ٿا پون. منهنجيءَ ڀيڻ جو مڙس ٻيءَ مهاڀاري جنگ ۾ مارجي ويو آهي ۽ ان کي چار ٻار به آهن. اسان کي هن پنهنجين مالي مشڪلاتن کان بلڪل بيخبرو رکيو آهي. اسان پيٽ سان پٽر ٻڌي به خرچ گهٽائيندا ٿا رهون. اسان پنهنجي گهر جو سامان نيڪال ڪرڻ شروع ڪيو ۽ سڄو گهر اُگهي ڇڏيوسين. سواءِ هن جي ميراث جي. حالت اتي اچي پهتي، جو ڪو سامان به وڪڻڻ لاءِ نه بچيو. بابا سڀ پئسو وڃائي، رڳو ڪاٺ ۽ ڌاتوءَ جون تختيون ئي ڪٺيون ڪيون هيون. ڪيترو نه خطبي هوا خير. آخر اسان اڳيان اهو سوال اٿيو نه اسان کي ان ميراث ڏانهن هٿ وڌائڻ گهرجي، يا بک ۾ ڀاهه تي مرڻ گهرجي. اسان نه هن کي سڌ ڏني ۽ نه ئي ڪانئس موڪل ورتي. فائدو ئي ڪهڙو ٿئي ها؟ هن کي اها سڌ ئي ڪانه هئي نه حياتي ڪيتري

Gul Hayat Institute

مهانگي ٿي چڪي هئي. هن کي ته اها سُڌ ڪانه آهي ته ڪو جرمنيءَ هارايو آهي. اسين هن کي اهڙيون خبرون پڙهي ڪونه ٻڌائيندا آهيون.

”پهريائين جا شيءِ اسان وٽ ڪي، سا قيمتي هئي. ريمبرانيٽ جو ڪاٽ تي هڪ بهترين نقش. دڪاندار اسان کي ان لاءِ رقم به ججهي ڏني- ڪيترائي هزار فرانڪس. اسان سوچيو ته اها رقم ڪي سال هلندي. اوهان کي خبر آهي ته پئسي جو اگهه 32-1933ع ۾ ڇا هو؟ پنهنجين ضرورتن کي منهن ڏيڻ کان پوءِ باقي رقم اسان بئنڪ ۾ جمع ڪرائي. پر ٻن مهينن ۾ ئي اها ختم ٿي وئي! اسان کي ٻيو نقش وڪڻڻو پيو ۽ ان کان پوءِ وري ٽيون. اهڙيءَ طرح ... اهو سڀ ڪجهه اهڙن وقتن تي ٿيو، جڏهن پئسي جو قدر روز بروز گهٽجي رهيو هو. هر ڀيري دڪاندار اسن سان اينگهه ڪندو هو ۽ آخرڪار، مجبور ٿي، اسان ڪانئس باسيل رقم جو ڏهون حصو به وٺڻ تي آماده ٿي وياسين. بڪ کهڙي شيءِ آهي، سو ته اوهين بخوبي ڄاڻو ٿا. اسان نيلام گهرن رستي به انهن جي نيڪال جي ڪوشش ڪئي، پر اتي به اسان سان ٺڳي ٿيندي رهي. واڪ ته لکن تائين ويندا هئا، پر اسان جي هٿ ۾ هزار به مشڪل سان پوندا هئا. اهڙيءَ ريت، اسان جي ابي جي اها ميراث، اسان جي بکئي پيٽ جو بَک ٿي وئي.

”اهوئي سبب آهي جو اڄ اوهان جي اچڻ تي امان ڇرڪجي ويئي هئي. جي ان وقت پورٽ فوليا کلن ها، ته اسان جي حرڪتن جو پردو لهي پوي ها. هر شيءِ کي هٿن سان ڏسندو آهي. اوهين پاڻ ڏسندؤ ته اسان هي نقش جي جاءِ تي ان ماپ ۽ وزن جي ڪاٽ ۽ پاٽي جي تختي رکي ڇڏي آهي، ته جيئن هن کي محسوس نه ٿئي ته سندس ميراث مان ڪا شيءِ کٽي آهي. هو سڀ هٿن سان ڏسي ۽ ڳڻي، ايتري خوشي حاصل ڪندو آهي، ڄڻ اکين سان ڏسي رهيو هجي. اکين وڃائڻ کان پوءِ، هن اها ميراث ٻئي ڪنهن کي به ڪانه ڏيکاري آهي. ڪنهن جو هت اچڻ ئي ڪونه ٿو ٿئي، هن کي پنهجيءَ ان ميراث سان ايترو ته چاهه ۽ پيار آهي، جو جيڪڏهن کي اها خبر پوي ته اها وٽس موجود نه آهي، ته جيڪر ان صدمي سهڻ لاءِ به جيئرو رهي نه سگهندو.“

ان ڪري، اوهان کي منهنجي التجا آهي.“ هن جو آواز ويهجي ويو هو. ”ته اوهين هن تخيل ۽ تصور ڀريءَ دنيا کي برباد ڪندا. هن جو ايمان نه وڃائيندا. ائين نه چوندا ته هو هاڻي خالي پٽيون اٿلائي رهيو آهي. هو ان ٻڌڻ کان پوءِ بچي نه سگهندو. شايد اسان هن سان وڏي بي انصافي ۽ دوکيبازي ڪئي آهي. اسين ٻيو ڪري به ڇا پئي سگهياسين؟ جيئن ته هر ڪو چاهيندو آهي. يتيم ٻار انهن قديم نسخن کان

وڏيڪ املھ ۽ پيرا آھن. اڄ ھن جي نابينائي واري حياتيءَ ۾، عجيب ۽ انوکو تجربو ٿيڻو آھي. ھو ڪيترو نہ وياڪل رھندو ھو، تہ ڪنھن ماھر کي اھي شيون ڏيکاري! جي اوھين اسان سان تڳيءَ ۾...."

مون کي اھڙا لفظ ڪونہ ٿا ملن، جن سان اوھان کي ٻڌائي سگھان تہ سندس ان درخواست ۾ ڪيترو نہ درد ھو. مون پنھنجي حياتيءَ ۾ ڪيترائي سانحا ڏٺا آھن، ماڻھن کي زير و زبر ٿيندو ڏٺو آھي، پر منھنجي دل انھن تي ڪڏھن نہ رني آھي، جيترو اناميريا جي ڪھاڻيءَ تي منھنجي لونءَ لونءَ ڪاندارجي ويئي. مان رڳو اوھان کي ايترو ٻڌائي ٿو سگھان تہ مون ھنن سان منصوبي ۾ شريڪ ٿيڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو.

مان ھن سان گڏجي سندس گھر ويس، رستي ۾ مون کي اھو ڄاڻي ڏاڍو ڏک ٿيو (اڇرج بلڪل نہ) تہ ھن رحمدل ۽ اٽڃاڻ عورت ڪيترين ئي املھ ۽ اٽليں شيون، ڪِين جيتريءَ رقم ۾ وڪٽي ڇڏيون ھيون. مون ھڪ دفعو پڪو پھ ڪيو تہ مون کي ھنن جي ھر ممڪن مدد ڪرڻ گھرجي. ڏاڪڻ چڙھندي ئي اسان ھڪ خوشيءَ جو آواز ٻڌو 'اچو! اندر اچو!' اھي لفظ ان انڌي جا ھئا، جنھن اسان جي قدمن جا آواز سڃاڻي ورتا ھئا، جن لاءِ ھو گھڻي دير کان انتظار ڪري رھيو ھو.

"فرانز ھميشہ ٽپھريءَ کان پوءِ ٿوري دير لاءِ ٿنگون دگھيريندو آھي، پر اڄ شوق ھن کي سمھڻ ئي ڪونہ ڏنو آھي." ڪراڙي عورت اسان کي اندر وٺي ھلندي چيو. ھن ڏيءَ تي ھڪ نظر وجھڻ سان ئي معلوم ڪري ورتو تہ سڀ ڪجھ ٺيڪ ھو. ميز تي فائيلن جا ستا پيا ھئا. انڌي شخص مون کي ٻانھن کان ڇڪي پاسي ۾ پيل خالي ڪرسيءَ تي ويھاريو، جا اڳ ۾ ئي مون لاءِ رکي ويئي ھئي.

"اسان کي جلد شروع ڪرڻ گھرجي. ڏسڻو گھڻو ڪجھ اٿئون، ۽ وقت ٿورو آھي. پھرئين فائيل ۾ ڊيورر جا فنپارا آھن. ان جو مون وٽ مڪمل سيٽ آھي. ھڪ ٻئي کان سرس، تون پاڻ ئي امين ٿجانءِ."

ھن سلسلئہ ڪلام جاري رکندي، ھڪ فائيل کوليو. "اسين ائپوڪيلسپي کان شروع ٿا ڪريون."

پوءِ نھايت ئي ھورپان ۽ نزاڪت سان، جيئن ڪو ڪنھن قيمتي نازڪ شيءِ کي ڇھندو ھجي، ھن ھڪ خالي پاڻي جي تختي ڪنئي ۽ داد طلب اظھار سان اھا پنھنجي منھن ۽ بي نور اکين اڳيان آندي. ھن جي نظرن ۾ ايتري تہ چمڪ ۽ مسرت ھئي، جو اھو مڃڻ ناممڪن پئي نظر آيو تہ ھو ڪو انڌو ھو.

”توهان ڪڏهن هن ڪان سٺي شيءِ ڏٺي آهي؟ ڪيترو نه سهڻو ۽ باريڪ نقش آهي! هر هڪ شيءِ چٽي ۽ صاف ٿي نظر اچي. هڪ دفعي مون هن کي ڊريسڊن جي اُڪرسان پيئيو هو. اها به سٺي شيءِ هئي، پر هن اڳيان تڇ هئي.“

هن تختيءَ طرف ايترو ته اعتماد ۽ يقين سان اشارو ڪيو، جو مان به مجبور ٿي، رضاڪارانه طور اڳتي جهڪي، خالي تختيءَ تي پڙهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس.

”هي نيلگر جي مهر جو نقش آهي، جا پوءِ ريمي ۽ ايڊائلي وٽ هئي. هنن کي اهو وهم ۽ گمان به نه هوندو ته سندس مهر مون مسڪين جي گهر به پهچي ويندي!“

هن کي پنهنجو هٿ تختيءَ ڏانهن وڌائيندو ڏسي، مان ڏڪي ويس، ۽ جڏهن هن پنهنجون آڱريون اتي ڦيرائڻ شروع ڪيون، جتي هن جي لاءِ نقش هو، ته منهنجي بت مان سيسراٽ نڪري ويا. ڊيورر جي روح چڻ قبر مان نڪري، اسان جي مٿان اچي بيٺو هو. منهنجي زبان تارونءَ سان وڃي لڳي، ۽ تيستائين واڻزو ويٺو رهيس، جيستائين منهنجون نظرون مظلوم ماءُ ۽ ڌيءَ جي چهرن تي نه پيون. مان پنهنجا حواس ڪٺا ڪري، پنهنجي پارٽ پوري ڪرڻ لاءِ تيار ٿيس، ۽ زور سان تعجب جو اظهار ڪري چيم:

”واقعي! توهين بجا ٿا فرمايو. هيءَ واقعي ناياب چيز آهي.“

هو فخر ۾ پرچي ويو.

”پر اهو ته اڃا ڪجهه نه آهي!“ هن اڳتي چيو. ”هي ۾ شيون ڏسو. ’سوداءَ‘ ۽ ’شوق‘! پوئينءَ جو ته توهان کي مثال ئي نه ملندو. قديم هوندي به، ائين پيو لڳي، چڻ ڪالهه ڇنجي تيار ٿي آهي. برلن وارا تنهنجا ڏنڌي پائي ۽ پبلڪ گئلرين جا محافظ، هي ڏسي، ساڙ ۾ سڙي، رک ٿي ويندا!“

مان تفصيل ڏيئي توهان جي طبيعت پريشان ڪرڻ نٿو چاهيان. اهو دکدائڪ سلسلو پنهنجين سمورين پيڙائن ۽ ذهني ڪوفت سان به ڪلاڪ جاري رهيو ۽ هڪ پنيان ٻيو فائيل ڪڇندو رهيو. مان اهو سمورو وقت اهي خالي تختيون غور سان ڏسي، موقعي مناسبت سان داد ڏئي رهيو هوس. ان لاءِ انڌو مالڪ ايترو ته سنجيدو ۽ حقيقت پسند پئي نظر آيو، جو آخرڪار مان ان نتيجي تي پهتو آهيان ته هن جي انهيءَ انڌي اعتماد ۾ مون به انڌو يقين پيدا ڪري ڇڏيو هو.

رڳو هڪ دفعي اڻ سهائيندڙ واقعو ٿيو. هو مون کي ريمبرانيسٽ جو ”ائنٽيوپي“ ڏيکاري رهيو هو. جا واقعي بي بها چيز هئي ۽ بلڪل ڪين جهڙي اگهه تي وڪي ويئي هئي. نقش جي باريڪيءَ تي بحث ڪندي، هن پنهنجون آڱريون ان طرف وڌايون. حساس آڱرين جي ڇهاءَ کان ڪا شيءِ گسي پئي وئي. هن جو منهن لهي ويو ۽ وات عجب مان کلي ويس.

”يقيناً، يقيناً، هي ’ائنٽيوپي‘ آهي. مون کان سواءِ ٻيو ڪو ٻه هنن کي هٿ نه لائيندو آهي. پوءِ باقي اهو گم ڪيئن ٿي سگهندو؟“ هن چيو.

”واقعي هي ’ائنٽيوپي‘ آهي، ڪرانفيلڊ“ مون تڪڙ ۾ هن جي هٿن مان ڪوري تختي کسيندي چيو. پوءِ ان جي تعريف ۾ اهو سڀ ڪجهه چيو، جنهن جي مون کي ڄاڻ هئي.

هن جي پريشاني گم ٿي ويئي. جيترو وڌيڪ مون واکاڻ پئي ڪئي، اوترو وڌيڪ ٿورو پئي مڃيندو ويو. آخرڪار هن جي دل پرچي آئي، ۽ پنهنجيءَ زال ۽ ڌيءَ ڏانهن منهن ڪري چيائين:

”هيءُ ئي ماڻهو آهي. جنهن کي منهنجي ميراث جو قدر آهي! توهين ته منهنجن انهن خرچن تي سدائين ڪُرڪو ڪنديون آهيو. مون کي هن بي بها ميراث لاءِ، پنهنجي من ۽ تن کي تسيا ڏيڻا پيا. مون شراب پيئڻ، ناٽڪ ڏسڻ، تمام واپرائڻ ۽ سير سفر ڪرڻ، سڀ ڪجهه ڇڏي ڏنو. رڳو هن لاءِ اڄ اوهان جي منهن تي مسٽر ريڪنر انهن جي واکاڻ وڏائي ڪري رهيو آهي. منهنجي مرڻ پڄاڻا اوهين ملڪ جا وڏا امير ۽ شاهوڪار ليکجڻ ۾ ايندؤ. پوءِ توهان لاءِ ڪافي سبب پيدا ٿي پوندا ۽ منهنجي ان ’خبط‘ جون ٿورائتيون ٿيندؤ. پر جيستائين مان جيئرو آهيان، تيستائين توهين هن کي هٿ نه ٿيون لائي سگهون. منهنجي قبر داخل ٿيڻ پڄاڻا، هي ماهر توهان کي هنن جي نيڪال ۾ مدد ڪندو. في الحال منهنجي پينشن ئي ڪافي آهي....“

هن جي زبان سان گڏ، سندس آڱريون به هلي رهيون هيون. اهو منظر انتهائي دڪدائڪ ۽ آزاريندڙ هو. ڪيترن سالن لاڪر، اصل 1914ع کان پوءِ، مون ڪنهن به جرمن جي چهري تي ايتري ٻَهڪ ۽ خوشيءَ جي جهلڪ نه ڏني هئي. هن جي زال ۽ ڌيءَ ڳوڙهن ڀريل اکين سان مون ڏانهن نهاري رهيون هيون. آخر فوليا ميز تان کنيا ويا ۽ ڪافي پيئڻ جون تياريون ٿيڻ لڳيون.

منهنجي ميزبان جي منهن تي ٿَڪ جو ڪو به آثار ڪونه هو. هو اڳي کان نئوبنو پئي نظر آيو. هن ڳالهين پنيان ڳالهيون پئي ڪيون. هن اها ميراث ڪٿان ورتي هئي، ڪيئن ورتي هئي ۽ ڪڏهن ورتي هئي؟

هن جي ڳالهين جا موضوع هئا. هڪ دفعو ته هن وري نقشن جي ڏسڻ لاءِ خواهش ڏيکاري، پر سندس زال ايترو چئي هن جي ارمانن کي ختم ڪري ڇڏيو، ته مهمان کي ڇهين وڳي واپس وڃڻو آهي. ان تي هن جي منهن جو رنگ لهي ويو هو.
آخرڪار هو منهنجي موڪلائڻ تي آماده ٿيو ۽ اتي موڪلاڻي ڪيائين.. هن جو آواز ڀريل هو ۽ منهنجي هٿن کي هو زور سان دٻائي رهيو هو.
”اوهان جي ملاقات مون کي انتهائي خوشي بخشي آهي.“ هن ڀريل ۽ جهڪي آواز ۾ چيو. ”مون کي پنهنجي ميراث هڪ قابل ۽ ڄاڻو ماهر کي ڏيکاري، ڪيتري خوشي ٿي آهي، سو اوهين جيڪر سمجهي سگهو! مان اوهان جي احساسن جو وس آهر بدلو چڪائڻ ڄاڻان ٿو. مان پنهنجيءَ وصيت ۾ لکي ويندس ته منهنجي مرڻ پڄاڻا، منهنجي هيءَ ميراث اوهان جي فرم معرفت نيڪال ٿئي. هن پنهنجا هٿ فائيلن طرف ڊگهيريا. ”اوهين انجام ڪريو ته هنن جي بهترين فهرست ٺهندي، ۽ چڱي نموني نيڪال ٿيندا!“
مون ٻنهي عورتن ڏانهن نهاريو، جي انتهائي صبر ۽ ضبط کان ڪم وٺي پنهنجن جذبن ۽ احساسن کي لڪائي رهيون هيون. هنن کي پڪ پئي ٿيو ته متان سندس سڏڪن جو آواز ڪراڙي جا سرلا ڪن جهٽي وٺن. مون ناممڪن ڪم جو انجام ڪيو، ۽ هن کان موڪلاڻي ڪئي.
زال ۽ ڌيءَ مون کي در تائين ڇڏڻ آيون. هنن جي زبان بند ٿي چڪي هئي، رڳو ڳلن تي ڳوڙها ڳڙي رهيا هئن. جن ۾ شڪراني ۽ غم ٻنهي جي جهلڪ هئي. منهنجي حالت به هنن کان گهٽ ڪانه هئي.
مان هڪ پراچينتا جو واپاري هوس ۽ واپار سانگي آيو هوس، پر ان مان پيدا ٿيل حالتن ٻڌايو ته مان هڪ نيڪيءَ جو فرشتو هوس، جو هڪ اهڙي بديءَ ۾ سات ڏيڻ آيو هوس، جنهن سان هڪ روح کي راحت پئي ملي.
ڪيتري نه شرم جي ڳالهه هئي جو مان ڪوڙ ڳالهائي به خوش پئي ٿيس، پر ان ڪوڙ هٺندي ۽ ضمير جي خلاف هلندي به مون اهڙو آنند پئي محسوس ڪيو جو سالن کان نصيب نه ٿيو هوم.
جڏهن مان ڏاڪڻ لهي گهٽيءَ ۾ هلڻ لڳس، ته پويان دريءَ جي کلڻ ۽ پنهنجي نالي جو آواز ٻڌم. هو انڌو هو، پر ڄاڻائين پئي ته مان ڪهڙي رستي ويندس. هو دريءَ کان ايترو ته ٻاهر نڪري آيو هو جو

سندس ساٿي ڪيس ڪِرڻ کان بچائڻ لاءِ پاڪر وجهيو بيٺا هئا. پنهنجو رومال لوڏيندي، هن زور سان چيو: "خدا ڏگ نہ منجهائيندو. مسٽر ريڪنر!"

هن جو آواز پڙاڏي وانگر ڦهلجي ويو. مون کي اهو ٻهڪندڙ ۽ پرمسرت چهرو ڪڏهن بہ وسرندو، جو گهٽيءَ مان لنگهندڙ ماڻهن جي چهرن وانگر اداس ۽ مغموم نہ هو. سندس تصوراتي ۽ خيالي دنيا، جنهن کي مان وڏيڪ مضبوط ڪري آيو هوس، تنهن سندس زندگي حسين ۽ بيفڪر بنائي ڇڏي هئي. گوئٽي بہ ائين چيو آهي تہ "پراچين شيون ڪٿيون ڪندڙ سڀ کان وڏيڪ آنند ۽ سنتوش ماڻين ٿا."

Gul Hayat Institute

اولائيو شرينر (ڏکڻ آفريڪا)

# لاما جي زال[1]

هن کي ڏکي ڇڏيو! ڪيئن نہ چپ چاپ سُتي پيئي آهي! هن جي منهن تي پيل اڇي ڪپڙي مان بہ اوهين سندس مهانڊو ڏسي سگهندا. اوهين سمجهو ٿا تہ هوءَ ننڊ ۾ پيئي آهي. دريون کوليو تہ پل اُس اندر اچي. هن کي اُس سان پيار هو. هوءَ، جنهن ڪيترن ئي ملڪن جو سير ڪيو هو ۽ گهڻو ڪي ڪيو ۽ ڏٺو هئائين، سا هاڻي آرام پسند ڪندي! ڇا، هن ڪڏهن ڪنهن شيءِ سان پيار ڪيو؟ هن عورت ڪي ڪيترائي مرد ۽ عورتون چاهينديون هيون ۽ هن بہ انهن مان ڪيترن ئي کي وقت تي مدد ڪئي هئي، پر بدلي ۾ انهن کان ڪجهہ بہ طلب نہ ڪيائين!، ڇا، هن ڪڏهن پيار جي سڏ ڪئي هئي؟ ۽ اهو هن کي ميسر ٿي سگهيو؟ ڇا، هن ڪڏهن پنهنجي پياريءَ شيءِ کي ڇڏي، ٻين تي ٿورو ڪيو هو؟ ڇا، هوءَ ڪڏهن رات جو اُٿي، ان شيءِ لاءِ روئندي هئي، جا هوءَ زندگي پر حاصل نہ ڪري سگهي؟ ڇا رڳو ويچار ۽ سير سفر ئي هن جي زندگيءَ لاءِ ڪافي هئا؟ ڇا، سچ پچ هن جو وجود ايترو غير ضروري ٿيو جو هوءَ زمين داخل ٿي ويئي؟ هن کي ڏکيو! آءٌ نٿو سمجهان تہ هوءَ اها ڳالهہ پسند ڪندي تہ اسين بيهي ڪيس گهوريون. هوءَ سڄي عمر اڪيلي رهي آهي، ۽ هاڻي بہ اڪيلي رهڻ پسند ڪندي... هن لاءِ زندگي سندر ۽ وڻندڙ هئي، نہ تہ جيڪر هاڻي بہ هوءَ ايترو حسين نہ ڏسڻ ۾ اچي ها. هن کي ڏکيو، ۽ هلو تہ ٻاهر هلون! هن کي اڪيلائي گهرجي.

***

گهڻا سال اڳ، لنڊن شهر جي هڪ جاءِ جي، مٿينءَ ماڙ جي هڪ ڪمري ۾، سگريٽ ۾ ٻاهہ پئي ٻري. ڀت تي اهي اصلي نشان اجا چٽا پيا هئا، جتان تازو تصويرون لاٿيون ويون هيون. ڀتين تي نيرا گل اُڪريل هئا، ۽ فرش تي نيري رنگ جو اوني غاليچو پٿريل هو. سگريٽ جي لڳ، هڪ ڪرسيءَ تي هڪ جوان عورت ويٺل هئي.

انهيءَ ساعت دروازو کليو ۽ هڪ ٻڍي نوڪرياڻي ڪمري ۾ داخل ٿي. ”رات جو اوهان کي ٻيو ڪجهہ گهرجي ڇا؟“ هن پڇيو.

”نہ، آءٌ ڪن ملڻ وارن لاءِ ترسيل آهيان، اهي ٿي وڃن تہ آءٌ هلي ويندس.“

”اوهان جو سامان سرو تہ هليو ويو آهي نہ؟“

”هائو، رڳو هيءُ رهيل آهي، جو آءٌ هتي ڇڏي ويندس.“

ٻڍي عورت هيٺ لهي ويئي ۽ وري هڪدم موٽي آئي. هن وقت سندس هٿ ۾ چانهه جو ڪوپ هو.

”اوهين چانهه پيو، ڏاڍو فائدو ڏينديوَ. سچي ڏينهن جي ٿڪ لاءِ اڪسير آهي.“

جوان عورت هن جو شڪريو به ادا نه ڪيو، پر رڳو پنهنجو هٿ هن ڏانهن ڌڳهريو. ”وڃڻ مهل توکان موڪلائيندي‌يس.“

ٻڍيءَ عورت باهه کي مچايو، ۽ آخري ڪاٺيون به سگريءَ ۾ وجهي هلي ويئي.

هن جي وڃڻ کان پوءِ به، جوان عورت چانهه نه پيتي، پر پنهنجي چانديءَ جي سگريٽ- ڪيس مان هڪ سگريٽ ڪڍي دکايو. ڪجهه وقت تائين هوءَ سگريءَ وٽ ويهي، سگريٽ ڇڪيندي رهي، ۽ پوءِ اُٿي ڪمري ۾ پسار ڪرڻ لڳي.

هوءَ وري ڪرسيءَ تي ويهي رهي. هن سگريٽ جو ٽوٽو باهه ۾ اڇلايو ۽ وري اُٿي ڪمري ۾ پسار ڪرڻ لڳي. اهڙيءَ طرح هوءَ ڪيترائي ڀيرا ڪرسيءَ تي ويٺي ۽ وري اُٿي پسار ڪرڻ لڳي. پسار ڪندي هوءَ وري اچي ڪرسيءَ تي ويٺي ۽ هٿ مهٽيندي، باهه ڏانهن گهورڻ لڳي.

اوچتو ڏاڪڻ تي ڪنهن جي چڙهڻ جو آواز ٿيو، ۽ ٿوريءَ دير بعد در تي کڙڪو ٿيو.

هوءَ اُٿي بيٺي، ۽ سگريٽ باهه ۾ اڇلائي چيائين، ”هليا اچو.“

در کليو ۽ هڪ شخص در وٽ بيٺل نظر آيو. هن کي ڌگهو ڪوٽ پيو هو، جنهن جا بٽڻ کليل هئا.

”آءٌ اندر اچان؟ هنن ڏاڪڻ تي سچ پچ پريشان ڪري ڇڏيو آهي. خبر نه آهي ته ڪڏهن هنن مان جند ڇُٽندي!“ ائين چوندي، هن پنهنجو ڪوٽ لاٿو.

”ڪيئن آهين؟ هي ڪمرو ته جهڙو پکيءَ جو آکيرو آهي.“

هوءَ وڏي ڪرسيءَ ڏانهن ويئي.

”اميد اٿم ته هيڏانهن گهرائڻ تي دل ۾ نه ڪيو هوندوَ؟“

”نه نه، مون کي ته خوشِ ٿي آهي. ويهه منٽ ٿيا جو ڪلب ۾ تنهنجو نياپو مليم.“

هو به باهه اڳيان هڪ خالي ڪرسيءَ تي ويهي رهيو.

Gul Hayat Institute

”سو تون سچ پچ هندستان وڃي رهي آهين؟ واقعي دلچسپ ڳالهه آهي! پر وڃين ڇا لاءِ ٿي؟ ڳري مون سان اها ڳالهه ڇهه مهينا اڳ ڪئي هئي، پر ان وقت مون ان کي ڏند ڪٿا کان وڌيڪ نه سمجهيو. اڄا تائين مون کي يقين نٿو اچي. “ هن جواب لاءِ عورت ڏانهن نهاريو.

”پاڻ گهڻي عرصي کان پوءِ مليا آهيون! گهڻا مهينا ٿيندا.... ڇهه يا اٺ؟“

”ست“، هُن وراڻيو.

”مون پئي سمجهيو ته تون ڄاڻي واڻي ملڻ کان نٽائين ٿو. ايترو وقت ڇا پئي ڪيئي؟“

”آءٌ ڏاڍو مصروف هوس. تو وٽ سگريٽ ڪونهي؟“ هن سگريٽ-ڪيس ڪڍي مهمان ڏانهن وڌايو.

”تون نه ڇڪيندينءَ؟ مون کي خبر آهي، ته تون مردن آڏو سگريٽ ڇڪڻ کان پرهيز ڪندي آهين، پر....“

”مهرباني“ هن پنهنجو سگريٽ دکائي، ماچيس هن ڏانهن وڌايو.

”پر ٻڌاءِ ته سهي ته ايترو وقت هئينءَ ڪٿي؟ شهري زندگيءَ مان ته بلڪل غائب ٿي ويئي آهين! گذريل بهار ۾ جڏهن آءٌ گرهار ۾ رهيل هوس ته خبر پيئي ته تون به اتي ايندينءَ. پوءِ آخري وقت تي خبر پيم ته تون ڪونه ٿي اچين. تنهنجي پروگرام جي رد ٿيڻ جو ٻڌي، اسين سڀ دل شڪستا ٿي پيا هئاسين. هاڻي هندستان ڇا لاءِ ٿي وڃين؟ هندو عورتن ۾ سماجي ۽ ذهني هڪجهڙائيءَ جو پرچار ڪري، ڪين بغاوت لاءِ اُڀارڻ؟ ٻڌ ڌرم جي ڪنهن پيرو سان شادي ڪرڻ؟ هماليا جي چوٽيءَ تي جهو پڙي اڏي، ۽ اتي ويهي فلسفي تي بحث ڪرڻ ۽ مشاهدو ڪرڻ؟ آءٌ سمجهان ٿو ته تون ان ڪري ئي ويندي هوندينءَ؟“

هوءَ ڌيرج سان سگريٽ ڇڪيندي رهي.

”مون کي هتي رهندي گهڻو وقت ٿي ويو آهي، اٽڪل چار سال. ۽ هاڻي تبديلي ٿي چاهيان. مون کي تنهنجي چونڊن ۾ سوڀاري ٿيڻ تي ڏاڍي خوشي ٿي آهي.“ هن چيو. ”تون انهن ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺي رهيو هئين، ائين نه؟“

”ها، مقابلو سخت هو، نتيجو منهنجي فائدي ۾ نڪتو. حالانڪ اهو منهنجو شخصي معاملو نه هو، ان هوندي به مون کي ڏاڍي ڳڻتي ٿئي.“

”پر تو اخبارن ڏانهن اهو خط موڪلي چڱو نه ڪيو.“ هن چيو. ”منهنجي خيال ۾، اهڙي موقعي تي تنهنجي خاموشي، تنهنجي پوزيشن کي وڌيڪ مصبوط ڪري ها.“

Gul Hayat Institute

”هائو، شايد تنهنجو چوڻ درست آهي. پر اهو سڀ ڪجهه مون سنگت جي صلاح مشوري سان ڪيو هو. نيٺ ڪاميابي ٿي. تنهن ڪري سڀ ڪجهه ڪار هو.“ هن ڪرسيءَ تي ليٽندي چيو.

”هاڻي ته خوش آهين نه؟“

”او.... بنهه بور! توکي ته سموري خبر آهي. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو سمجهي نه سگهندو آهي ته آخر هيءَ سڀ محنت ۽ جفاڪشي ڇا لاءِ آهي!“

”سمجهان ٿو، اسڪاٽليند، پنهنجيءَ پرانيءَ منزل ڏانهن، جتي هر سال يوندو اهيان.“

”ناروي ڇو نٿو وڃين؟ تو لاءِ اها سٺي تبديلي ۽ تفريحي ٿيندي! ناروي جي راندين متعلق ڪتاب ته توکي مليو هوندو؟“

”تنهنجو موڪليل نه؟ هائو، مهرباني! مون اهو گهڻي دلچسپيءَ سان پڙهيو. دل چاهيم پئي ته پَر ڪري اوڏانهن اڏامي وڃان! پر اها فطرت آهي و ماڻهو ڪراڙي ٿيڻ سان گڏو گڏ، پنهنجين پرانين شين ۽ آستانن سان وڏيڪ محبت ڪندو آهي.“

”ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ انهن شين جي فهرست به ڏنل آهي.“هن چيو. ”جيڪا ماڻهوءَ کي ناروي ڪٺي وڃڻ گهرجي. ان ڪري پريشاني گهٽجي ٿي وڃي. اها فهرستنوڪر کي ڏيندين ته سڀ شيون وڏي ايندو. نوڪر ته تو وٽ اڃا آهي نه؟“

”هائو، ڏاڍو وفادار آهي. هن کي ڪا به لوڀ لالچ مون کي ڇڏڻ لاءِ آماده نه ڪندي. جڏهن کان پير مُڙي پيو اَٿم، تڏهن کان هو شڪارتي وڃڻ کان به روڪي ٿو. ڏاڍو ڀلو ماڻهو آهي، منهنجي ته ماءُ وانگر پرگهور لهندو آهي.“ هن خاموشيءَ سان سگريٽ مان ڪش هڻڻ شروع ڪيا. ”پر تون هندستان ڇو پئي وڃين؟ اتي ڪا ڄاڻ سڃاڻ اٿئي؟“

”نه.“ هن چيو. ”منهنجي خيال ۾ اهو منهنجو شاندار سفر ٿيندو. تون ته ڄاڻين ٿو ته شروع کان ئي مون کي مشرق سان گهڻي دلچسپي رهي آهي. اُتي جي زندگي پيچيدي ۽ دلڪش آهي.“

هن ڪنڌ ڦيري عورت ڏانهن نهاريو.

”مون کي خبر آهي ته تون چوندينءَ ته آءٌ تجربو هاصل رکڻ ٿي وڃان! تو جهڙي ڀي ڪا به عورت نه آهي، جيڪا پاڻ کي ائين اوڙاهه ۾ اڇلائي. تو جهڙي حسين ۽ سندر، جا پنهنجن هٿن سان سموري زندگي ائين وهاڻي ڇڏي ۽ ڪجهه به نه پرائي! تون لنڊن جي ڪامياب ترين عورت ٿي سگهين ٿي. مون

Gul Hayat Institute

کي اها بہ سُڌ آهي تہ تون ان جو جواب ڇا ڏيندينءَ- ’تون خيال نہ ڪر‘. ائين نہ؟ تون هميشہ تجربو حاصل ڪرڻ ويندي آهين. ڪجهہ حاصل ڪرڻ. پر ملندو ڪجهہ بہ نہ اٿئي. تون جيڪي ڪجهہ پرائيندي آهين، ان کي لکڻ جي ڪوشش ڪندي آهين. پر افسوس اهو آهي، جو تون ڪڏهن پنهنجي ڪئي مان مطمئن نہ ٿي آهين. تون زندگيءَ مان ڪوبہ مقصد هاصل نٿي ڪرڻ چاهين. ائين آهي يا نہ؟ پنهنجي عمر بخيل ڪُراڙين عورتن جي وچ ۾ دفن ڪرڻ ٿي چاهين. تون دنيا ۾ ڪجهہ نہ ڪري سگهندينءَ. تون سڀ ڪجهہ ڪري سگهين ٿي، پر ڄاڻي واڻي وڃهہ وڃائي رهي آهين.“

”مون حياتي ڀرپور ۽ پوريءَ طرح ماڻي آهي، ۽ ماڻي رهي آيهان.“هن چيو. ”دنيا ۾ بہ شيون ئي آهن، جن کي سچ پچ ڪا اهميت آهي. هڪ پيار، ۽ ٻيو ڄاڻ. ان کان تون بہ انڪار نہ ڪري سگهندين.“

هن سگريٽ جو ٽوٽو ٻاهر ڏانهن اُڇلايو، ۽ اوڏانهن گهورڻ لڳي.

”هي ڪمرا مون پنهنجي هڪ ساهيڙيءَ کي ڏيئي ڇڏيا آهن.“ هن ڪمري ۾ چؤطرف نهاريندي، مُرڪندي چيو. ۽ هن کي اها بہ خبر نہ آهي تہ هي سڀ ڪجهہ هتي ڇڏي، آءٌ هميشہ لاءِ هتان وڃي رهي آهيان. هوءَ انهن شين کي پسند ڪندي، ڇو جو اهي منهنجون آهن. دنيا ڏاڍي خوبصورت آهي، ۽ وٽندڙ پڻ. منهنجي تہ اها راءِ آهي.“

”هائو. پر توکي ان سان ڪهڙو مطلب؟ تون ان کي ڇا ڪندينءَ؟ توکي ٻين عورتن وانگر شادي ڪري هتي آباد ٿيڻ گهرجي، بجاءِ ان جي جو هندستاسن، چين، اٽلي ۽ خدا ڄاڻي ڪٿي دربدر ٿيندي وتين. اجايو حياتي اُجاڙي رهي آهين. تون سدائين پاڻ کي غير معمولي قسم جي ماڻهن جي وچ ۾ ڏسڻ چاهيندي آهين. جڏهن آءٌ ٻڌندو آهيان تہ فلاڻُ مرد يا عورت تنهنجو عزيز ترين دوست آهي تہ چوندو آهيان. ”پوءِ ڇا ٿيو؟ ڪهڙي املاڪ وڃايائين؟ ڪهڙو اخلاق پست ٿيس؟ ۽ ڪهڙو وچڙندڙ مرض ورتائين؟“ آءٌ ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ تنهنجي قربت حاصل ڪرڻ جو بهترين طريقو آهي، پنهنجي زهني ڪمزوري بيان ڪرڻ. ڇو جو مون کي سڌ آهي تہ تون ڏتڙيل ۽ مسڪينن جي پوڄا ڪندي آهين. هتي، هن جاءِ ۾، سچيءَ دنيا کان الڳ ٿلڳ رهڻ بہ خبر نہ آهي تون ڪيئن ٿي پسند ڪرين! پر اهو سڀ ڪجهہ هڪ غلطي آهي، ۽ بيوقوفي! اهو توکي ياد رکڻ گهرجي.“

”آءٌ ان ۾ ڏاڍي خوش آهيان.“ هن چيو.

”ڏس!“ هن باهه ڏانهن جُهڪندي ۽ پنهنجا هٿ گوڏن تي رکندي چيو، ”کهڙو سبب آهي جو ڪا شيءِ توکي چاهي. اهو سوال پيار جو نہ آهي. اهڙيءَ شيءِ جي ويجهو ٿيڻ مان ڇا فائدو. جنهن کي ٻيا ماڻهو بہ آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهن. اهو سوچي بہ تہ ڪنهن شيءِ جي، ٻيا چڱي خدمت ڪري سگهن ٿا، ان جي پٺيان پوڻ سراسر خود غرضي آهي. هڪ شيءِ جو ٻيءِ لاءِ گهرجائو هئڻ ئي، حواسن جي تنظيم ڪي عمل ۾ آڻي ٿو. تون پهاڙن ۽ گهوڙنکي پسند ڪندو آهين، پر هو توکي نٿا چاهين، سو ان متعلق ڪجهہ چوڻ مان ڇا حاصل! منهنجي خيال ۾، جيڪڏهن حياتيءَ ۾ ڪا پُرلطف شيءِ آهي تہ اها هيءَ آهي تہ سدائين ان شيءِ جي چاهنا ڪجي، جا پاڻ کي بہ چاهيندي هجي، پر جڏهن اها جدا ٿيڻ چاهي تہ ان کي ڇُهتي پوڻ بدران ڇڏي ڏجي. جيڪي شيون توکي نہ گهرجن، انهن سان پري جو پيار ڪر.“

”ٺيڪ آهي، پر تون جهڙيءَ عورت کي تہ ضرور شادي ڪرڻ گهرجي ۽ توکي ٻار هئڻ گهرجن. تو پنهجي حياتي هر ٻڍي پينوءَ، نڌڻڪي عروت ۽ روپوش ڏوهاريءَ پٺيان وڃائي ڇڏي آهي، انهن لاءِ ڪٽي اهو چوبہ هجي، پر تو لاءِ اها هڪ غلطي آهي.“

هن ڇيچ سان سگريٽ جي ڦلي کي آهستي ڇهيو ۽ اهو هيٺ ڪري پيو.

”آءٌ پاڻ شاديءَ جو ارادو ڪريان ٿو. اها بہ عجيب ڳالهہ آهي.“ هن پنهنجي ٺونٺ گوڏي تي رکي، پنهنجي ڪنڌ کي اهڙيءَ طرح اڳتي وڌايو جو عورت کي، هن جي مٿي ۾ هڪ طرف جا اڇا وار چٽا ڏسڻ ۾ پئي آيا. ”تہ جڏهن مرد هڪ خاص عمر کي پهچي ٿو تہ هو پاڻ ۾، پرڻجڻ جي خواهش محسوس ڪري ٿو. هو ڪنهن جي پيار ۾ نٿو ڦاسي، ۽ نہ ئي ڪا اهڙِ پڪي رٿا رٿي ٿو، پر هن ۾ هڪ قسم جو احساس شدت سان پيدا ٿئي ٿو تہ هن کي گهر هجي، زال هجي، ۽ ٻار هجن. ساڳيو ئي احساس هڪ پڪيءَ کي بہ آکيري مان اڏامڻ لاءِ ٿئي ٿو. ان کي پيار بہ نٿو چئي سگهجي. اها ڪا ٻي شيءِ آهي. جڏهن آءٌ قوه جوانيءَ ۾ هوس، تہ شادي ڪندڙ مردن کي ڌڪاريندو هوس ۽ عجب لڳندو هوم تہ هو ائين چو ٿا ڪن. جڏهن تہ ائين ڪرڻ سان، سواءِ نقصان جي ڪين ڪجهہ بہ پلئہ نہ پوندو. ڇتيهن ورهين جي ڄمار ۾ ايندي ئي انسان جي خيالن ۾ ڦيرو اچي هٿو. اهو پيار يا شوق نہ آهي، جنهن جي هن کي گهرج آهي، پر اهي گهر، زال ۽ ٻار ئي اهن. جن جي هن کي ضرورت پوي ٿي. سٺي ۾ سٺو گهر ۽ چڱو نوڪر بہ انجي پورائي نٿا ڪري سگهن. آءٌ سمجهان ٿو تہ هڪ عروت کي بہ اهڙي دؤر مان گذرڻو پوندو هوندو؟“



Gul Hayat Institute

پهرين تہ هوءَ سگريٽ آڱرين ۾ جهلي چپ چاپ ويٺي رهي، پر پوءِ ڌيرج سان ورائڻ لڳي:

”ها. ڪ وقت اهڙو بہ اچي ٿو، جڏهن عورت ۾ بہ ٻار لاءِ خواهش پيدا ٿئي ٿي. خاص ڪري جڏهن هوءَ ٻئيهن ورهين جي ڄمار ۾ اچي ٿي. يا ان کان پوءِ اهو احسس ڪنهن مرد جي پيار کان مختلف آهي. پر اها اهڙِ ڳالهہ آهي جو ان کي آسانيءَ سان نطر انداز ڪري سگهجي ٿو. عورت لاءِ شاديءَ جو مسئلو بنسبت مرد جي وڌيڪ سنجيدو اهي. هوءَ ان مرد سان ملڻ کان سواءِ بہ زندگي گهاري سگهي ٿي، جنهن کي هوءَ پيار ڪندي آهي. شاديءَ جو مسئلو اڄڪلهہ ڏاڍو منجهي پيو آهي، ۽ گهٽيءَ هد تائين ذهني سوال بنجي چڪو آهي.“

”پيو سگريٽ نہ پيئندين؟“

هن سگريٽ- ڪيس کولي اڳتي وڌايو. ”وٺ، منهنجي گريٽ مان دکاءِ.“ ائين چئي، هوءَ هن ڏانهن جهڪي، تہ جيئن هو پنهنجو سگريٽ هن جي سگريٽ مان دکائي.

”تو جهڙي مرد کي شادي ضرور ڪرڻ گهرجي. توکي اهڙو ذهني ڪم بہ نہ آهي، جنهن ۾ عورت کو اتڪاءُ پيدا ڪري. “ ائين چوندي، هوءَ سگريءُ مان ڪش هڻندي، پوئتي هٽي.

”هائو“، هن چيو. ”پر آءٌ ڏاڍو مصروف ٿو رهان ۽ ايتري واندڪائي نہ اٿم جو ڪا سٺي ڇوڪري ڳولي لهان، مون کي انهن گلابي غڄ اڄن ڇهرن لاءِ بہ چاهہ نہ آهي، جي عام اهن ۽ جن کي سڀ پسند ڪندا آهن. مون کي ڪا ٻي شيءِ کپي؟ سچ پچ تہ جي مون کي شادي ڪرڻي پئي، تہ ان لاءِ هڪ ڀيرو امريڪا وڃڻو پوندم.“

”هائو، امريڪي زال تو لاءِ سٺي ٿيندي.“

”ها“ هن چيو. ”مون کي اهڙي زال نہ کپي، جا رڳو گهر جي سنڀال لهي، پر اهڙي جا پيرن ڀر بيهي سگهي ۽ مون لاءِ پريشاني پيدا نہ ڪري. منهنجو مطلب تونم سمجهي ويئي هوندينءَ؟ زندگيءَ ۾ هوئڻ ئي گهڻيون زميداريون آهن. جن ۾ ٻي سهاري ٻار جو واڌارو. اڻ سهائيندڙ ۽ نامناسب آهي.“

”هون،“ هن اٿي، بخاري کي ٽيڪ ڏيندي چيو. ”جنهن قسم جي زال توکي کپي، اسا جوان، سُندر ۽ سلڇڻي هئڻ گهرجي، سونهن جي سردار نہ هجي تہ بہ دلڪش ضرور هجي، طاقتور هجي پر گهڻي نہ. طبيعت ۾ بہ موافقت رکندڙ هجي، نہ توکي پاڻ ڏانهن گهڻو توجهہ ڏياري ۽ نہ تو ۾ جذب ٿئي، بلڪ تنهنجن خيالن ۽ اصولن جي مناسب نموني تائيد ڪري. سندس حياتيءَ جو مقصد ۽ پسند بہ تو جهڙي



Gul Hayat Institute

ئي هجي. ڪنهن به عورت کي اهڙِ مرد سان شادي ڪرڻ جو حق نٿو پهچي، جنهن جي دلجوئيءَ لاءِ هن کي پنهنجي ضمير، جذبن ۽ احساسن سان جنگ جوٽڻي پوي. ٿي سگهي ٿو ته اهڙيءَ عورتکي اهڙي مرد سان پيار به هجي، پر هوءَ ان مرد سان پنهنجي سموري سک ۽ چاهه هوندي به اهڙي ثابت ٿي نه سگهندي، جهڙي ان مرد جي هم خيال عورت، ان لاءِ ٿي سگهندي. ڪردار هر شيءِ مٿان حاوي ٿي اجاگر ٿيندو آهي."

هن هيٺ باهه ڏانهن نهاريو.

"جي شادي ڪرين ته اهڙيءَ عورت سان هرگز نه ڪج، جا تنهنجي خوشامد ڪري. اهڙي عورت گهٽو ڪري ٺلهي ۽ ڪوڙي هوندي آهي. جيڪڏهن سچ پچ ڪنهن عورت جو تو سان پيار آهي، ته هوءَ توتي به ائين نڪته-چيني ڪندي، ۽ توکي ائين سمجهڻ جي ڪوشش ڪندي، جيئن پاڻ لاءِ ڪندي. ٻه هستيون جي زندگي ڀر گڏ رهنيون هيون، تن ۾ هڪ ٻئي جي اکين ۾ نهارڻ ۽ پاڻ ۾ کلم کلا سچ ڳالهائڻ جي، قابيلت هئڻ لازمي آهي. اها ڳالهه زندگي ڀرجي ساٿ لاءِ ضروري آهي. امريڪا ۾ توکي اهڙيون گهڻيون عورتون ملنديون." هن چيو. "اهڙيون عورتون توسان ٻانهن ٻيلي ٿي بيهنديون ۽ توکي منزل ڏانهن وٺي هلنديون."

"هائو، منهنجو پڻ اهو خيال آهي. پر اهڙي آدرشي زال ڪيئن هٿ ڪجي؟"

"وڃ، ۽ وڃي ڳولا ڪر. هن سال اسڪاٽليند وڃڻ بدران آمريڪا هليو وڃ. اهو تو لاءِ چڱو ٿيندو. هر مرد کي اهڙِءَ شيءِ جي ڳولا جو پورو حق آهي. جنهن جي هن کي ضرورت آهي. پر عورت جي حالت ۾ اها ڳالهه بلڪل ابتڙ آهي. عورت ۽ مرد جي فطرت ۾ اهوئي بنيادي فرق آهي."

هن سگريءَ ڏانهن نهاريو.

"۽ اهو عورت جي فطرت ۽ جنسي لاڳاپن جو اصول آهي. عورت ۾ ٻار نپائڻ جي اُمنگ هوندي آهي جا مرد ۾ نه هوندي آهي. ٿي سگهي ٿو ته ذهني طور ٻيئي برابر هجن. آءٌ سمجهان ٿي ته جي پنجاهه مرد ۽ پنجاهه عورتون ڪو حسابي سوال حل ڪرڻ ويهن ته سڀ اهو هڪ ئي نموني ۾، حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. جيئن جيئن هو وڌيڪ زهين ۽ چالاڪ ٿين ٿا، تيئن تيئن سندن طبيعت ۾ هڪ جهڙائي پيدا ٿئي ٿي، ۽ جيئن جيئن شخصيات ۽ جنسيات کي ويجهو پئبو، تيئن تيئن اسين پاڻ ۾ اخلاف ڏسنداسين. عورت ۽ مرد جي اهڙيءَ فطرت ۽ طبيعت کي جيڪو آءٌ هيئن پيش ڪريان،" هن چيو،


Gul Hayat Institute

”هڪ خاڪو ڪڍان، جنهن ۾ ٻه گولا ناهي، ٻنهي کي ٻن ٻن حصن ۾ ورهايان. انهن ٻنهي جي هڪ هڪ پاسي کي رنگ ڏيان، ۽ ٻئي اڌ ۾، ٻنهي جو رنگ اهڙي نمني جهڪو ڪندي وڃان جو هڪ جو ڇيڙو نيرو ٿئي ۽ ٻئي جو سائو. جتي پويون ٻئي پڇڙيون ملن ٿيون، اها جاءِ جنسيات جي ترجماني ٿي ڪري. جيئن جيئن اوهين انهن پڇڙن کي ويجهو پوندا، تيئن تيئن اوهان کي رنگن ۾ واضح فرق نظر ايندو ۽ جيئن جيئن اوهين مٿي سڄي طرف ويندا، تيئن تيئن اوهين رنگ جي هڪ جهڙائي ڏسندا. اهو ئي سبب آهي جو وحشي ۽ جذباتي قسم جا ماڻهو ان اصول جا هوندا آهن، ته طبيعت ۽ فطرت جي لحاظ سان عورت مرد کان مختلف آهي ۽ جدا مخلوق آهي، ۽ ٻئي طرف مهذب ۽ ذهين مرد ڪڏهن ڪڏهن ان ڳالهه جو اعتراف ڪندا آهن ته عورت ۽ مرد فطرتاً هڪ جهڙا آهن. پنهنجي جاءِ تي ڪٿي اسان ٻنهي ۾، جنسي پيار هڪ جهڙو هجي، پر ان جي اظهار جو ذريعو ٻنهي وٽ يقيناً مختلف آهي. ان ۾ مرد جو ڏوهه نه آحي، ڪو مرد جيڪڏهن ڪنهن عورت سان پيار ڪري ٿو ته هو کليءَ طرح هن کي به پاڻ سان پيار ڪرڻ تي آماده ڪري سگهي ٿو، سڌيءَ طرح ۽ ٻنان ڪنهن هَٻڪ جي. پر عورت جي حالت ۾ ائين نه آهي. هوءَ تيستائين ڪو پيار قبول نه ڪندي، جيستائين اهو واضح نموني ۾، هن جي آڏو پيش نه ڪيو ويو آهي. قدرت جو هن جي مٿان جبر آهي ته هوءَ ان ڳالهه جو اظهار به کليءَ طرح نه ڪري، جا هوءَ مهسوس ٿي ڪري. جي ڪا عورت پُل وڃان يا ابهرائيءَ سان ڪنهن مرد سان پيار جو اظهار ڪري ٿي ويهي، ته هن جو ائين ڪرڻ، هنن ٻنهي جي وچ ۾ اهڙو اتڪاءُ ٿو پيدا ڪري، جنهن کي ڪڏهن به هٽائي نٿو سگهجي. جيڪڏهن هوءَ چترائيءَ ۽ حرفت سان- يعني زانن طريقن جي استعمال سان، جهڙوڪ خاموشي، هار سينگار، رومال ڦٽي ڪرڻ، اوچتين ملاقاتن وغيره سان، هن کي هٿ ڪرڻ جي ڪوشس ڪري ٿي، هن جو ائين ڪرڻ سندس هلڪڙائپ ظاهر ڪندو. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته ائين ڪرڻ سان ڪي عورتون رمدن جو پيار حاصل ڪري ٿيون وڃن. پر اهڙو پيار هن لاءِ ڪا اهميت نٿو رکي. ان ڪري جنسي طرح رڳو هٿ ٻڌي اڳتي وڌڻو ٿو پوي، ۽ رڳو اهو پيار ئي هن لاءِ ڪارائتو ۽ سڦل ٿئي ٿو. جو هن جي اڳيان پيش ڪيو وڃي، عورت ۽ مرد ۾ اهو ئي فرق آهي. تون پيار جي ڳولا ڪري سگهين ٿو، ڇو جو ائين ڪرڻ لاءِ، تون آزاد آهين. پر اسين ائين نه ٿيون ڪري سگهون، ڇو جو ائين ڪرڻ لاءِ، تون آزاد آهين، پر اسين ائين نه ٿيون ڪري سگهون، اسان کي ائين ڪرڻ لاءِ حرفتن کان ڪم وٺڻو ٿو پوي. دوستي البت الڳ شيءِ آهي. ان ڏس ۾ اسين ٻيئي جنسون هڪ جهڙيون آهيون. ان حالت ۾

عروت بہ مرد ک، کَليو ڪلايو ملاقات لاءِ سڏائي سگهي ٿي. جيئن مون توکي چورائي موڪليو. عورت جي ذهن ۽ ذهني زندگيءَ جي اهائي هڪ خوبصورتي آهي جو هوءَ پنهنجن ٻنڌڻن کي ٿورو ڍرو ڪري سگهي ٿي، پر ٽوڙي نٿي سگهي، ۽ اهو ئي سبب آهي جو هوءَ جنسي معاملن ۾ گهڻيءَ حد تائين خائف هوندي آهي. ڪوئي سبب نہ آهي جو توکي آمريڪا وڃي پنهنجي لاءِ زال ڳولا ڪرڻ نہ گهرجي. ان لاءِ توکي ڪوڙ ڳالهائڻو پوندو. ڳوليندو رهہ. جيستائين توکي اهڙي عورت ملي، جنهن کي تون پوريءَ طرح پيار ڪري سگهين. ڪا بہ شڪ جي گنجائش رهڻ نہ ڏج، ۽ پوءِ هن کي شاديءَ لاءِ چئج. تو لاءِ ٻار هئڻ ضروري آهي، بي اولاد ٻڍي جي حياتي بيڪار ۽ اداس هوندي آهي.“

”هائو، آءُ پاڻ ٻارن جو گهرجائو آهيان. آءُ اڪثر سوچيندو آهيان تہ هي س محنت ۽ ڪشالا ڇا لاءِ آهن، جڏهن پويان ڪو وارث ئي نہ هجي؟ ان ڪري سڀ ڪجهہ بيڪار آهي... سمجهہ ڪٿي تہ آءُ ڪامياب ٿو ٿيان ۽“

”سمجهہ ڪني تہ مون کي وڏو عهدو ملي ٿو وڃي.“

”پوءِ، اهو سڀ ڪجهہ منهنجي ڪهڙي ڪم جو، جڏهن پويان ڪو وارث ئي نٿو ڇڏي وڃان؟ آءُ تہ ان خيال جو آهيان. توسان اهڙيءَ ڳالهہ تي بحث ڪرڻ وٽندڙ بہ آهي، تہ عجيب بہ. پر تون فطرتاً ٻِن عورتن کان مختلف آهين. جيڪڏهن سڀ عورتون تو جهڙيون هجن، تہ تنهنجا عورتن ۽ مردن جي هڪ جهڙائيءَ وارا اصول، جيڪر ڪامياب وڃن. تون ئي هڪ اهڙي عورت آهين، جنهن وٽ کي گهڙِون گهاري، آءُ ائين محسوس ڪندو آهيان تہ آءُ ڪنهن عورت وٽ نہ وينو هوس!“

”ها،“ هن چيو ۽ باهہ ڏانهن نهارڻ لڳي.

”هندستان ڪيترو وقت ترسندينءَ؟“

”هون؟ هميسہ لاءِ.“ هن چرڪ پريندي چيو.

”وري نہ موٽندينءَ؟ اها اڻ ٿيڻي آهي. جي سچ پچ ائين آهي تہ تون هتان جي اڏ ماڻهن جون دليون ٽوڙي ويندينءَ. مون اهڙي ڪا بہ عورت نہ ڏٺي آهي، جنهن ۾ تو وانگر مردن جي دلين کسڻ جي قوت هجي. آءُ سمجهان ٿو تہ-“ هن مرڪي چيو. ”ٽي سال اڳ آءُ بہ تنهنجي حسن جي چار ۾ ڦاسي پوان ها، جي تون هر موقعي ۽ مهل تي مون تي چٽرون نہ ڪرين ها. مرد ڏک ڏولاوا پسند نہ ڪندو آحي. لاڳيتيون شڪستون مرد کي مانيٽو ۽ نراس ڪري ڇڏينديون آهن. پر اها ڳالهہ هر مرد تي اث رنهڪندي آهي...



Gul Hayat Institute

هن ماڻهوءَ کي تہ تون سڃاڻين نہ؟ تو کي شايد نالي جي بہ سُڌ هوندي- نالو بہ چڱو هوس-" هن پنهنجون آڱريون چوري، نالي ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. "ڳورو مڙس، وڏين مڇن سان، بيهودي قسم جو ڪو ميجر هو، جو آفريڪا ۾ ويو هو، سيني عورتن ۾ مشهور هو، تہ هو سدائين تنهنجو فوٽو ساڻ کڻي گهمندو آهي، ۽ ماڻهن کي ڏيکاريندو آهي. هو هڪ دفعي هڪڙي شخص سان وڙهي بہ پيو، ان ڪري جو هُن بدنصيب جي وات مان تنهنجو نالو نڪري ويو. ۽ ان بيهودي ميجر کان اها ڳالهہ سٺي نہ ٿي، تہ هو ڪو تنهنجو نالو وٺي."

"آءٌ اهڙن ماڻهن لاءِ ڪجهہ ڳالهائڻ پسند نہ ڪندي آهيان، جن مون سان هيڪر پيار ڪيو اهي." هن چيو. "بهرحال هن مون سان سچيءَ دل سان پيار ڪيو هو، ڪٿي ڪيگترو بہ ڪم ظرف هو. پيار ۾ بيهودگي نہ هوندي آهي. عورت لاءِ مرد جو اهو پيار، جيڪو هن نہ موٽايو هجي، ائين آهي، جيئن هن جي مٿي جو تاج، جنهن جي حاصلات لاءِ، هن کي سدائين ڪوشش ڪرڻ گهرجي. مردن سدائين منهنجي عزت افزائي پئي ڪئي آهي، جنهن لاءِ آءٌ انهن جي ٿورائتي آهيان. جيڪڏهن ڪو ماڻهو تو سان پنهنجي پيار جو اظهار ڪري، تہ تو کي هن جي دل رکڻ گهرجي تہ جيئن ٻيا هن جي اها ڪيفيت محسوس ئي نہ ڪري سگهن. جيڪڏهن آءٌ هڪ هرڻي هجان." هن چيو "۽ ڪو هرڻ منهنجي پٺيان پوندي ڦتجي پوي، تہ جيتوڻيڪ آءٌ هن کي پسند نہ ڪندي هجان، تہ بہ جيڪر بيهي رهان، ۽ پيرن سان واري کوٽي اتي وجهان، جتي هن جو رت وهي ها، رڳو ان لاءِ تہ جيئن باقي ڌڻ کي اها خبر نہ پوي تہ هن جاءِ تي منهنجي پٺيان پونديڪو هرڻ زخمي ٿيو آهي." ائين چئي، هوءَ خاموش ٿي ويئي.

ٿوري بعد، هوءَ اچي وري ڪرسيءَ تي ويٺي، ۽ پنهنجا هٿ گوڏن تي رکندي چيائين، "هاڻي تون ڄاڻين ٿو تہ پيار متعلق منهنجا احساس ۽ جذبا ڪي معمولي نہ آهن. جيڪڏهن ڪو ڪنهن سان پير ڪري ٿو تہ هو ائين ڪرڻ سان اڳلي کي لاپ ڏئي ٿو، ان ڪري، جو اهو ايترو تہ سندر ۽ دلڪش اهي جو هن سان پيار ڪيو وڃي ٿو! پوءِ ڪٿي هنن جو پيار پختو هجي يا ڪَچو."

"چڱو يلا، آءٌ هلان ٿو." هن ڪيسي مان واچ ٻاهر ڪڍي، "تو سان ڳالهائڻ ۾ ايترو تہ لطف ٿو اچيم. ۽ جيڪر رات ئي هتي گذاريان، پر اجا ٻين سان بہ وعدو ڪيل اٿم." هو اُٿيو ۽ هوءَ بہ اُٿي ۽ هن ڏانهن نهارڻ لڳي.

”کھڙو نہ ٿاھوڪو پيو لڳين! منھنجي خيال ۾، تو سدائين جواني ماڻڻ جو راز ھٿ ڪري ورتو آھي. چار سال اڳ مون توکي پھريون دفعو ڏٺو ھو. اڄ بہ تون ان وھيءَ کان ھڪ ڏينھن وڏو نٿو نظر اچين.“

ھن جھڪندي، خوشيءَ سان ھن ڏانھن نھاريو. جيئن ڪو پنھنجي پيار ڏانھن ڏسندو آھي.

”وري الائي ڪڏھن گڏجاڻي ٿيندي؟“

”ڪڏھن بہ نہ!“ ھن وراڻيو.

”ڪڏھن بہ نہ! ائين ڪيئن ٿيندو! توکي وري ھتي اچڻو پوندو. ھيءُ تنھنجو ديس آھي. تون پاڻيھي انھن ٻوڏين مان بيزار ٿيندينءَ ۽ وري ھيڏانھن موٽندينءَ.“

”توکان موڪلائڻ لاءِ ئي توکي گھرايو ھوم، تنھنڪري اميد اٿم تہ دل ۾ نہ ڪندين.“ ھن بلڪل ٻاراڻي انداز ۾ چيو. ھن جي اھا سنجيدگي گم ٿي ويئي ھئي، جنھن سان گھڙِ ڪن اڳ ھوءَ بحث ڪري رھي ھئي.

”مون ھر ڪنھن کان موڪلائي وڃڻ پئي چاھيو. چاڪاڻ تہ جيڪڏھن موڪلائي نٿو وڃجي، تہ اڳلو ائين سمجھندو تھمون ڪي وري موٽي اچڻو آھي، ۽ جڏھن موڪلائي ٿو وڃجي تہ ائين لڳندو آھي، ڄڻ تہ سڀ ڪجھہ ختم ٿي ويو.“

”ھيءَ آخري موڪلاڻي نہ آھي، توکي ھيڪر وري ھتي اچڻو پوندو. ڪٿي ڏھہ سال پو3، ان وقت ئي اسين پنھنجا خيال ڀيٽينداسين- تون پنھنجي لاما متعلق، ۽ آءٌ آمريڪي زال متعلق، پر خبر پوندي تہ جيت ڪنھن جي ٿي.“

ھوءَ کلي. ”تنھنجي مشغولين جي سُڌ مون کي اخبارن رستي پوندي رھندي، تنھن ڪري جدائيءَ جو سوال ئي نٿو اُٿي، اھڙيءَ طرح توکي بہ منھنجي خبرچار پوندي رھندي.“

”ھا، شال ڌڻي توکي ڪامياب ڪري!“

ھوءَ ھن کي گھورڻ لڳي. ھو وڌي ان طرف ويو، جتي ڪرسيءَ تي سندس ڪوٽ پيل ھو.

”مان پارايائين؟“

”نہ نھج، مھرباني.“

ھن ڪوٽ پاتو.

”گلي جا بٽڻ بند ڪر.“ ھن چيو. ”اندر ڪمرو گھڻو گرم آھي.“

Gul Hayat Institute

هوءَ وڏي هن جي اڳيان ٿي بيٺي. هو در وٽ بيٺا هئا، ۽ هن کي دستانا ۽ وڏو ڪوٽ اوڍيل هو.

”خدا حافظ- شل سدئين خوش گذارين!“

ڪوٽ ۾ ويڙهيل، هو هن ڏانهن هو گهورڻ لڳو. هن پنهنجو هڪ هٿ لوڏيندي چيو، ”توکي ڪجهه چوڻو اٿم.“

”ڇئو-ڇاهي؟“

”هڪ دفع چمي نه ڏيندين؟“

ٿوري لاءِ هو بيٺو، هن کي گهوريندو رهيو ۽ پوءِ هن ڏانهن نميو.

*****

پوءِ جي گذريل سال ۾ هو اها ڳالهه چٽيءَ طرح بيان نه ڪري سگهندو هو. هن کي اهو ياد پوندو هو ته هن پنهنجا هٿ ڪٽي سندس مٿي تي رکيا هئا. هڪ اهڙيءَ ڏيرج ۽ نرمائي4 سان، جيئن ڪا ماءُ پنهنجي ٻار جي مٿي تي رکندي آهي، جڏهن هو ستو پيو هوندو آهي ۽ هوءَ اهو سوچيندي آهي ته متان ڪکو جاڳي پوي. پوءِ هن چؤطرف ڏٺو هو، پر هوءَ وڃي چڪي هئي ۽ در آهستي بند ٿيو هو. ڪجهه دير هو بت بڻيو بيٺو هو، ۽ پوءِ وڏي سگريءَ وٽ ويو، جتي سگريٽ جو ٽوٽو ٻري رهيو هو. هو ٽڪڙو ٽڪڙو در وٽ ويو ۽ در کولي ٻاهر نڪتو هو. ڏاڪڻ تي اونداهه ۽ سانت هئي. جنهن ڪان هن پڇيو هو ته هوءَ ڪيڏانهن ويئي. هن وراڻيو هوس ته هو وڃي ڍڪي هئي ۽ هن لاءِ ڪار اڳي ئي منتظر هئي. هن پڇيو هوس ته هوءَ وري ڪڏهن ايندي؟ ”ڪڏهن به نه- هوءَ ملڪ ڇڏي ويئي!“ ته پوءِ هوءَ ڪيڏانهن ويئي هئي؟“ ڪراڙيءَ وراڻيو هو ته هن کي ڪا خبر ڪانه هئي. هوءَ ڇئي ويئي هئي ته سندس سپ خط ڪنا ڪيا وڃن، ۽ ڇهن مهينن ڪان پوءِ هوءَ پنهنجي ائڊريس موڪليندي. هن پوءِ ڪراڙيءَ کان پڇيو ته ”هوءَ هاڻي ڪٿي هوندي؟“ ڪراڙي4 وراڻيو هو، ته هن کي ڪا خبر ڪانه هئي. هو موٽي اندر ويو هو ۽ اتي وڃي بيٺو هو، جتي اڳ هن جي تصوير لٽڪيل هئي ۽ ائين گهورڻ لڳو، ڄڻ ته تصوير اڃا لٽڪي پئي هئي. هن چپ ڊگهيريا، ائين جيئن ڪو سيٽي وڄائيندو آهي. پر ڪو به آواز نه نڪتو. هن ڪراڙي عروت کي ڏهه شلنگ ڏنا، ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو هيٺ لهي ويو.

اهو سپ ڪجهه اٺ سال اڳ ٿيو هو.

هن جي حياتي ڪهڙي نه سندر ۽ خوشيءَ سان گذري هوندي، جو اڃا تائين جوان پيئي ڏسڻ ۾ اچي!

[1] ٻڌ مت جي ڌرمي پيشوا کي لاما چيو ويندو آهي، جيئن پادري يا پنڊت وغيره

سرچارلس جارج ڊگلس رابرٽس (ڪئناڊا)

# سامبر ۽ رستي جونس

اتي جي ڪراڙن ۽ پراڻين رهواسين به پنهنجيءَ ساڃهه ۾ ڪڏهن اهڙو سخت سيارو نه ڏٺو هو. اوٽائوسنس ۽ ڪاديوڪ نديءَ جي هن ماٿريءَ ۾، ايڏي برف اڳ ڪڏهن به ڪانه پيئي هئي. زمين جو ته ڪو پتو ئي ڪونه پئي پيو. برفباري ايتري لڳاتار ۽ ساندهه ٿي، جو ڪاٺ جي ٿهيل جاين جا به رڳو ڇپر ٿي نظر آيا. آسپاس جي ڇڙوڇڙ گهرن ۾ رهندڙ ڳوٺاڻن تي رستن تان لنگهڻ جي پڇر، اڌ سياري ۾ ئي ڇڏي ڏني هئي. سياري جي اوج تي پهچڻ سان هنن برفاني بوٽن جو استعمال شروع ڪيو هو. سندن پيرا زمين جي تهه کان اٺ-نوَ فوٽ مٿي ٺهندا هئا. ننڍا ننڍا وڻ ۽ ٻوٽا ته ائين ڍڪجي ويا هئا، ڄڻ هئا ئي ڪين. ڊگها ڊگها ديال ۽ چيل وغيره جا نوڪدار وڻ به ڪپهه جا منارا پئي لڳا. هوا جي زور تي جتان برف ڇڻي پيئي هئي، اتي اهي جايون ائين نظر پئي آيون، جيئن ڪنهن اڇي پني تي مس جا داغ ٿي پيا هجن.

ٻيلي ۾ رهندڙ جهنگلي جانورن لاءِ اها مند تمام ڏکي ۽ ڏکوئيندڙ هئي، اهي جانور البت ڀاڳ وارا هئا، جي سياري جي شروعات ۾ ئي پنهنجو ڪاچ ڪنو ڪري وجي، اونهين ٻُرن ۽ کامن ۾ لڪا هئا، جتي ڪين برف جي ٿڌ پُهچي به نه پئي سگهي. جيڪي ٻيا جانور مصيبت جون گهڙيون گهاري رهيا هئا، تن ۾ مکيه سامبر هئا، هي ڳرا جانور، جيڪي سياري ۾ رڳو ڍڪيل جهڳٽن ۾ رهڻ ۽ انهن مان پيچرا ٺاهي، پنهنجي ڪاڌ خوراڪ هٿ ڪرڻ تي هريل هئا، سي هيل سياري جي مند ۾ ئي پاڻ کي آهيءَ ۾ آيل محسوس ڪرڻ لڳا هئا، سياري جي اوج تي اچڻ تي، هنن پنهنجون سڀ راهون بند ڏٺيون. هنن ننڍا ٻوٽا ڪائي ختم رکي ڇڏيا هئا ۽ وچولي درجي جا وڻ ٻهڪي ٿورا وجي بچيا هئا. هاڻي ته هو اڌ مئا ٿي چڪا هئا، ۽ پنڌ ڪري ڪاڌي ڳولڻ کان لاچار هئا. ڊگهن ڊگهن وڻن هيٺان، کامن ۾ قيد ٿيل هنن جانورن جي ڪن ڪٽنبن وٽ ته ايترو به ڪونه هو جو حياتيءَ کي جاري رکي سگهن. انهن مان ڪيترا پوين پساهن ۾ هئا.

اهڙيءَ طرح، جيئن جيئن بهار ويجهو ايندو ويو، تيئن تيئن سيارو به وڌيڪ سخت، مهڪ ۽ خطرناڪ ٿيندو ويو.

برائين گهٽيءَ جي چيڙي تي، سمٽ جي دڪان جي ٻاهران- اهو دڪان، جيڪو ڳوٺ جو ٽپال گهر به هوندو هو، هڪ نوجوان، رَسٽي جونس، پنهنجي برفاني هٽ گاڏيءَ تي پنهنجو سامان، جونَ جي ڳوڻ، ڳڙ جو ڪولو ۽ گاسليٽ جو ٽين وغيره. ٻڌي رهيو هو. سندس ڪُهرن ۽ ڪَڪَن وارن جي ڪري، هن کي رَسٽي ( Rusty يعني: ڪَٽ لڳل) ڪوٺيو ويندو هو. پنهنجو سامان ٻڌي، دلجاءِ ڪري، هن گهر جا اُنيل نيرا دستانا پاتا، ۽ پيرن ۾ پيل سليپرن مٿان سامبر جي کل مان ٺهيل برفاني بوٽ چاڙهيا. هن هٿ لوڏي دڪان ۾ ويٺلن کان موڪلاڻي ڪئي، ۽ برف سان ڍڪيل چار ميل ڊگهي رستي جي مسافريءَ تي اُسهيو. هو پنهنجين پنين تان پئي ويو. هن کي ڏاڍي دير ٿي ويئي هئي. اندازي ڪيل وقت کان هو ٻه ڪلاڪ پوئتي پ.جي ويو هو. هو ٽپال وٺڻ لاءِ ترسي پيو هو، ڪنهن هفتيوار اخبار ۾، هڪ دلچسپ خبر پڙهڻ لاءِ هو ڏاڍو آتو هو. هاڻي هن کي اهي سڀ ڪم ياد آيا. جي ڪيس گهر پهچي، ماني کائي، پڙهڻ تي ويهڻ کان اڳ ڪرٽا هئا.

اڌ ميل هلڻ کان پوءِ، هن کي هڪ ترڪيب دماغ ۾ آئي. رستي جي ساڄي پاسي هيٺ لهي، ماٿري ٽپي، هو هڪ ميل جو فاصلو گهٽائي پئي سگهيو. بيءَ مند ۾ ان ماٿريءَ مان جلد گذرڻ ممڪن ڪونه هو، ڇو ته اتي ڪيترائي گهاٽا ٻيلا ۽ ڪڏ9ن ڪاما هئا. پر هن برفاني مند ۾ ائين نه هو. سڄي ماٿري بردف سان ڍڪجي هڪ سنئون ميدان ٿي ويئي هئي، ۽ اتان لنگهڻ به ائين هو، جيئن ڪنهن رستي تان. پنهجي برفاني گاڏيءَ کي آسان هيٺ لاهيندي، هو رستي کان هيٺ، ماٿريءَ ڏانهن وڌيو. هن سوچيو ته اهو خيال ڪيس شروع ۾ ڇو نه آيو؟ جيتوڻيڪ هو ڇوڪراٽ هو، تڏهن به هن کي يقين هو ته طرفن جي ڄاڻ ۽ اوسي پاسي جي واقفيت، ڪيس سولائيءَ سان پنهنجيءَ منزل تي وڃي ڇڏيندي.

وڏن ۽ ڊگهن وڻن جي وچ مان رستو ٺاهيندي، ۽ ڪاندبرن، وڻن۽ ڪڏن ڪامن کان پاسو ڪندي، رستي ماٿري ۾ اڳتي وڌيندو ويو. هن جا ڪيت باقي ميل پري وڃي بچيا هئا. آسمان تي شفق جو رنگ ٿڌو هئدو ۽ ميرانجهڙو ٿي ويو. ته هو به هڪ برفاني ڪامي جي ڪناري تي اچي پهتو. ان ڪامي جي اڌ حصي کي شاهه بلوط جا وڻن ڍڪيو بيٺا هئا. هيٺ نهارندي. هن جي نظر سامبرن جيڪي هڪ ٻئي جي مٿان ڪِريا پيا هئا. ان مند ۾، آسپاس ميلن تائين ڪنهن سامبر جي هجڻ جو ڪو امڪان ئي ڪونه هو. پر ان هوندي به سامبرن جا ڪي اهڙا وڳر هئا، جن اهڙي سخت سياري ۾ به ان مٿاريءَ ۾ رهڻ پسند ڪيو هو.

اُداس سانجهيءَ جي انهيءَ گُهٽيل فضا ۾، هن سامبرن جو اهڙو ئي هڪ ڪٽنب ڏٺو هو. هڪ سڀر ميرانجهڙي رنگ جو سامبر، ڪاراڻ مائل هئا. هڪ پاسي پَر ليٽيل ٻچو بلڪل مري چڪو هو. ۽ سندس جسم بہ برف وانگر ڄمي ويو هو. باقي ٻيا سامبر تمام ڏک ۽ نراسائي4 وارين نظرن سان ان کي ڏسي رهيا هئا. اوچتوئي اوچتو وڏو سامبر پاڻ ۾ رهيل سهيل سگهہ ڪٺي ڪري، ٽنگن تي زور ڏيئي اُٿي بيو ۽ ڏڪندو ڪَنبندو، پنهنجي ٻچن جي بچاءَ لاءِ، پنهنجي بچڙ دشمن- انسان- سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿيو. رشتي جو نس ڏٺو تہ هو ايترو لهسڪارجي ويو هو، جو ڪيس مٿس رحم پئي آيو. سندس چمڙي پاسن ڪان لڙڪي رهي هئي. رسٽِءَ جون ٻاجهہ ڀريون اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي آيون. "چئو چئوا!" هو پٽڪيو، "ويچارا بک ۾ پاهہ پيا ٿين!"

هن پنهنجي گاڏيءَ جو رسو ڦٽو ڪيو ۽ پنٽي موٽي، هڪ چڙهائي تي چڙهڻ لڳو، جتي هن ايندي وقت ڪي ساوا ٻوٽا ڏٺا ٿا. اتي پهچي هن پنهجي ڪپ سان، جو هو هميسہ پاڻ سان رکندو هو، سائي گاهہ جي چوڪي ڀَري ودِي ورتي. اهو سامبرن جو دل گهريو گاهہ هو.

جڏهن رستيءَ اها ڀري هيٺ ڦٽي ڪئي، تہ سامبر خوشيءَ ۾ هڏڪارڻ لڳو. مادي ۽ ٻچو بہ اُٿي ڪڙا ٿيا. هنن جي رڳن ۾ زندگيءَ جون نئون رت ڊوڙي ويو ۽ هو ڪاڏي جي مٿان ڳاهت ٿيڻ لڳا. هو اهو حال ڏسي ، هو وري گاهہ جي ڳولا ۾ واپس ويو.

"بس"، هن پنهنجي اڏيءَ جو رسو جهليندي چيو. "رات لاءِ اهو ڪاج ڪوڙ اٿوَ. سڀاڻي صبح جو وري اوهان لاءِ ٻيو داڻو آڻيندس."

جڏهن چوڪر گهر پهتو تہ ڪافي دير ٿي چڪي هئي. هن سموري ڳالهہ پنهنجي ماءُ-پيءُ کي ٻڌائي، جيڪي مٿس ڏاڍو خوش ٿيا، پر سامبرن سان ڪيل انجام جي ڳالهہ تي ڪجهہ ڏمريا پڻ.

"اسان کي پنهنجي مال لاءِ بہ داڻُ ڪونہ آهي." ماڻس فيصلو ڪندي چيو، "پر پٽهين شايد ڪجهہ گاهہ مُٺ ڪٽڻ ڏئي."

ڊگهو ۽ سنهڙو جان جونس، جيڪو سڄي تر ۾ گهڻو مشهور ماڻهو هو، ان ڳالهہ تي دل کولي کليو.

"ٻڌ، رستي! توکي انهن لاءِ بَهڻ جون ٿاريون پاڻ وڍنيون پونديون!" هن چيو. "اهو ئي انهن جو مرغوب کاڌو آهي. ۽ جي تو سڄو سيارو انهن جي کاڌي جو ارادو رکيو، تہ پوءِ پنهنجن ڪمن ڪارين تان بہ هٿ ڪڻڻو پوندءِ!"

Gul Hayat Institute

”ٺيڪ آهي.“ هن ڳڙ ۽ ڊبل روٽي کائيندي چيو. ”آءٌ صبح جو وجڻ وقت هنن لاءِ داڻو کڻيو ويندس، ۽ شام جو موٽي اچي داڻو کڻو ڪندس. اوهين ڪابه ڳڻتي نه ڪريو. جي اوهين هوند ڪين ان حالت ۾ ڏسو ها، جنهن ۾ مون ڏٺو آهي، ته اوهين به ائين ڪرڻ کان ڪين رهو ها.“

ان بعد ڪيتار هفتا، هڪ نه ٻئي ڏينهن، رستي، لڳاتار سامبرن ڏانهن ويندو رهيو. سندس هٿ ۾ ڪهاڙي هوندي هئي. برفاني گاڏي ڏڪيندو، هو ان ڪامي تي پهچندو هو ۽ سامبرن لاءِ ٻن ڏينهن جي خوراڪ اُڇلي واپس ورندو هو. هن ڏٺو ته سامبر ٻهڻ جي ٽارين کي ٻئي گاهه کان وڌيڪ پسند ڪندا هئا. هن تجربي طور انهن کي ڪيترن ئي قسمن جو گاهه ڏنو هو. سندس ٻيري ٻيري اچڻ تي سامبر به ساڻس گهڻو هِهري مِري ويا هئا. هو مٿي اچي پنهنجين ڊگهين زبانن سان ڪانئس گاهه ڪسنيندا هئا. ڪارڙي مادي، جيڪا ڪجهه شڪي ۽ حاسد هئي، هن جي ويجهو وڃڻ کان لهرائيندي هئي. پر جڏهن اها سانس هري ويئي، ته وڌيڪ لالچي ۽ گستاخ ٿي پيئي. هوءَ ٻين کي پاسي ڌڪي، رستيءَ جي هٿن مان سنا سُنا ٽآر ڦُرڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. طبعياتي ماهرن ۽ طبعياتي ڪهاڻين ۾، دلچسپي رکندڙن جيان رستيءَ سامبرن جي زوق ۽ پسند تي تجربا به پئي ڪيا. هن مشاهدو ڪيو ته هنن کي ماني وڌيڪ پسند هئي- جيتري سڪل ۽ پاروتي، اويتري وڌيڪ، پر نرم ۽ تازي ماني سُنگهندا به ڪينهئا. ڪنڊ هنن کي اصل پاڻءِ ڪانه پئي پيئي، باقي لوڻ تي سو ساهه ڏيندا هئا. ان لاءِ ته هو سندس ڪڍ ڦرندا هئا. هن انهن کي ٿالهي ۾ اَن ۽ جوَ ڏيڻ جي به ڪوشش ڪئي هئي، پر سامبرن پليٽ سُنگهڻ کان پوءِ نڪ مان اهڙو ته زور سان ڦوڪارو ڏنو، جو اهي ڪٺو ڪٺو ٿي اُڏامي ويا. جوَ جيئن ته اٽلپ ۽ مهانگا هئا، ان ڪري هن وري جوَن جو تجربو نه ڪيو. پر هن جا ڪِريل جوَ به اجايا نه ٿيا، سهنن، چمڪندڙ پرن وارن پکين جو هڪ جوڙو، جن کي رستي سامبر پکي سڏيندو هو، اچي اهي ٽڙيل پکڙيل جَ منٽن ۾ چڳي ويا ۽ هڪ ڪٺو به سندن تيز ۽ سنهڙين اکين کان بچي نه سگهيو.

اهو سمورو عرصو مٿل ٻچڙي جو سخت ۽ جميل مڙهه ڪامي ۾ پيو هوندو هو. آخر هڪ ڏينهن رستيءَ جو ان طرف به ڌيان ويو. هن محسوس ڪيو ته اها ڳالهه اٽوندڙ ۽ ان حسين ماحول تي داغ هئي. هن ان کي اتان هٽائڻ جو فيصلو ڪيو. هن مڙهه جي پوين ٽنگن هن ماديءَ جي نظر پنهنجي ٻچي تي پيئي، ته هن هڏڪار ڪري رستيءَ طرف اُلر ڪئي. اچرج ۽ ڪاوڙ ۾، رستي هن جي پاسراٽيءَ ۾ زور سان مُڪ

Gul Hayat Institute

هٽي ڪيو، ۽ اهڙي بلند آواز ۾ هڪل ڪيائين جو ان جي پڙاڏي ڪان بيوقوف مادي واٽڙي تي پنتي هٽي ويئي. ايتري ۾ نر سامبر، جو رستيءَ سان پالتو جانور وانگر هري مري ويو هو. ماديءَ کي پنهنجن سڱن سان اهڙو زوردار ٽڪر هنيو، جو هوءَ اڌ ڪامي تائين رَنيون ڪندي ويئي. هوءَ ماٺ ڪري موڳي تي اُٽِنڻ ۾ بيهي رهي. پوءِ رستي همٿ ڪري، مٺل ٻچي کي برف جي مٿاڇري تي سولاءِ سان گهلڻ لڳو. هن اهو مڙهه چڪي ڪامي ڪان ٻاهر، برف سان ڍڪيل هڪ جهڳٽي جي پويان آٽي ڇڏيو. پوءِ هو موٽي ڪامي ۾ آيو ۽ نر سامبر جي منهن تي پيار سان هٿ ڦيرائيندي، ساڻس ڳالهيون ڪرڻ لڳو. آخر هن کيس سندس وفاداريءَ جي بدلي ۾ لوڻ جو ڳپل حصو به ڏنو. اهجو ڏسي، ٻچو به پچ لوڏ ڪري پنهنجي حصي وٺڻ لاءِ اڳتي وڌيو. رستي ان کي به حصو ڏنو. مادي به پنهنجي ڪاوڙ ڇڏي، لوڻ لاءِ نوس نوس ڪندي، رستيءَ ڏانهن وڌي. پر رستي اڃا ان تي ڪاوڙيل هو، ۽ کيس رڳو ٻڇيل سڇيل به- تي داڻا هٿ جي ترِيءَ تان چٽڻ لاءِ ڏنائين.

"اها سزا توکي اڳتي اُبهرائي نه ڪرڻ جو سبق سيکاريندي." هن ڪاوڙ ۾ چيو.

ٻه ڏينهن پوءِ جڏهن رستي وري اتي آيو، ته آسپاس جهنگلي جانورن جا ڪيترائي پيرا ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو. انهن مان لومڙ جا پير ته بلڪل چٽا ۽ پڌرا هئا. نورَ جي چنبن جا نشان به هئا، ۽ جهنگلي ٻلي جا پيرا به برف تي بلڪل ظاهر بيٺا هئا. گهڙي ڪن رستي انهن پيرن جي نشانن کي غور سان نسندو رهيو ۽ پوءِ اٿي ان جهڳٽي طرف ويو، جتي ٻه ڏينهن اڳ سامبر جو مئل ٻچو رکي آيو هو. سڄي جهنگ ۾ ڪاڏي پئجي وئي هئي، ۽ بکايل ساهه وارن مڙهه جو ڪو حصو به نه ڇڏيو هو. هن فکر ۾ پئجي پنهنجي ڳاڙهي لوندڙيءَ کي ڪنهيو، ۽ هيڏانهن هوڏانهن واجهائڻ لڳو. ٽيهن-چاليهن وکن تي بيٺل هڪ ٻوٽي جون ٽاريون لڏي رهيون هيون، ۽ وٽين مان اڇي برف ڇٽي پئي نظر آئي. هن چٽائي ڏٺو، سندس اکين اڳيان ٽارين جي اوٽ ۾ لڪل پورو لومڙ چٽو ٿيندو ويو.

گهڙيءَ ساعت بعد، جڏهن لومڙ کي پڪ ٿي ته پاڻ کي لڪائڻ اجايو آهي، تڏهن هو اُتاڇرين ۽ بي پرواهه نظرن سان رستيءَ ڏانهن نهاريو. گويا کيس چئي رهيو هو ته آءٌ ڏوهاري ڪونه آهيان. هو هڪ اوٻاسي ڏيئي، ۽ ڪياڙي ڪنهي، بيپرواهيءَ سان اڳتي وڌڻ لڳو. جڻ ته ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هو. رستي، جيڪو لومڙن جي فطرت ڪان چڱيءَ پر واقف هو، سمجهي ويو ته لومڙ نظر بچائيندي ئي غائب ٿي ويندو.

”واھ واھ! سندس ڪل تہ ڪھڙي نہ سٺي آھي!“ ھو سوچڻ لڳو تہ اھا ڪيترن ڊالرن جي ھوندي. ھن جي دماغ ۾ جھنگلي بلا بہ اچي ويا 7 سوچن لڳو تہ انھن جون کلون ڪيتريون نہ قيمتي ٿين ٿيون. نيٺ ھن رٿيو تہ مٿئل سامبر جي پرسان، انھن کي ڦاسائڻ لاءِ، ڪوڙڪيون اڏي. پر ھن اھا ڪوڙڪين واري رٿ ٽڏي ڇڏي، اھا بزدلن واري حرڪت ھن کي پسند ھہ آھي. وري سندس خيال پنھنجيءَ بندوق ڏانھن ويو. جنھن سان ھو انھن شڪرن ۾ بازن جو شڪار ڪندو ھو، جيڪي سندس چواز ڪائي ويندا ٿا.

’ڪيترو نہ متارو آھي! نشان بہ واھ جو بيھندو!‘ ھن پڪيو. سندس زھن ۾ وري لومڙ جي ڪل جو اگھ ڦري آيو. ھن کي لومڙ جي بي ڊپائيءَ تي رشڪ اچڻ لڳو. پنھنجي دشمن آڏو ڪھڙيءَ نہ بي ڊپائيءَ ۾ دليريءَ سان بيٺو ھو! ’پر بلي‘، ھن سوچيو، ’مون کي ائين نہ ڪرڻ گھرجي. اھو سنو نٿو لڳي جو آءٌ ھن جي بکئي ھجڻ جو فائدو وٺي، کين ڊوڙ تي ورائي شڪار ڪريان. پل تہ ڀيا موجون ڪن، وري جي بندوق ڇوڙيان تہ متان منھنجا سامبر بہ ٿھي وڃن!‘

ان فيصلي تي پھچي، ھو موٽي سامبر جي وٿاڻ تي آيو. ڏڪار جوڳي مُرڪ منھن تي آٽي، ھن سوچيو، ’جي بابا کي اھڙي شڪار ڇڏي ڏيڻ جي سُڌ پيئي تہ ضرور ڪاوڙبو- ۾ ائين ڪرڻ لاءِ ھو حق بجانب بہ ھوندو!‘

آخر اھي ڏينھن بہ آيا، و سياري جي سختي ڍري ٿي ويئي. جيئن جيئن سج جي تپش وڌندي ويئي، تيئن تيئن برف ھيٺان دبيل جھنگلي ٻوٽا، وڻ ۾ ڪڏون ڪاما وڏيڪ ظاھر ٿيندا ويا ۾ ماتريءَ مان مسافري ڏينھون ڏينھن ڏکي ٿيندي ويئي. ھاٽي سامبر بہ پنھنجي ڪاڌ خوراڪ لاءِ پاڻ ڳولا ڪندا ھئا، ۾ رستي جونس جو وٽن اچڻ بہ آھستي آھستي گھٽبو ويو. ھنن کي رستيءَ جي ڪا ضرورت ڪانہ ھئي. پر ھو ھنن سان ايترو تہ رلي ملي چڪو ھو، ۾ خاص ڪري نر سامبر سان تہ سندس ايتري دل ٿي ويئي ھئي، جو ھن ان خيال کان بہ نفرت پئي ڪئي تہ ڪو سامبر ڪانئس جدا ٿي وڃن. پر اھو ٿيڻ لازمي ھو۽ آخرڪار ٿيو بہ ائين

ھڪڙي ڏينھن صبح جو، سخت محنت کان پوءِ، ٿڪل ۾ ڀگھر ۾ ٻڏل رسٽ، انھن وٽن جي جھڳٽي ۾ ڪامي وٽ اچي پھتو، جتي سامبر رھندا ھئا. ھو ان لاءِ آيو ھو تہ سامبر اتان ھليا ويا ھئا يا نہ. پر اتي ھن رڳو پوڙھو سامبر ڏٺو، جيڪو پڻ ھن جي انتظار ۾ ويٺو ھو. رستي ان لاءِ، پنھنجن کيسن ۾ لوڻ ۾ مانيون ڪٽي آيو ھو، ۾ سامبر اھي شوق سان ڪائڻ لڳو. رکي رکي، سامبر پنھنجي مٿئين چپ سان

Gul Hayat Institute

رستيءَ جي بدن جي ڪنهن نہ ڪنهن حصي کي چٽي، هن لاءِ پنهنجو پيار پئي ظاهر ڪيو. اهو ڏسي، رستيءَ ڪان رهيو نہ ٿيو ۽ پنهنجون ٻيئي ٻانهون سامبر جي ڳچيءَ ۾ وجهي چيائين، ”خدا حافظ، منهنجا مسڪين دوست! پنهنجو خيال رکجانءِ. ٻيءَ برف پوڻ وقت، شڪارين جو دڳ کان پاسو ڪري وڃجانءِ. ڪاش، توکي بہ پنهنجي مٿي تي سهڻن ۽ سُندر سڱن جو جوڙو هجي ها، جهڙو ٻين سامبرن کي آهي!“

پوءِ هو تکو تکو گهر واپس ورڻ لڳو. پر اجا ڪي قدم ئي کين هليو هو تہ پنهنجي کلهي پٺيان هن ڪنهن جي تکڙن تکڙن ساهن کڻڻ جو آواز ٻڌو. هو اچرج ۾ بيهي رهيو. ڪو سندس ڪنڌ کي چٽي رهيو هو! ٻليءَ وانگر هوريان هوريان، بنا آوز ڪرڻ جي، سامبر سندس پيڇو ڪري رهيو هو. رستيءَ کي ان ڳالهہ ڏاڍو متاثر ڪيو. هن ڄاتو پئي تہ اهڙي موقعي تي هن کي ڇا ڪرڻ کپي. هن ترسي پنهنجي مٿان گهور ٿيندڙ جانور کي ڪجهہ وقت پيار ڪيو ۽ پوءِ وري پنهجي دڳ لڳي پيو. سامبر ڪليل ۽ ڪشادين پوکن تائين سندس ڪڍ لڳو آيو. ڪڙمي ڪاسبي کوهہ مان پاڻي پيري رهيا هئا ۽ گرنين جي گونج بهار جي سانتيڪيءَ فضا ۾ پکڙجي رهي هئي. رستيءَ جو چتڪمرو ڪتو ڀونڪندي، هن جي آجيان لاءِ اڳتي وڌندو پئي آيو. سامبر اتي بيهي رهيو ۽ پنهنجا ڪن هوا ۾ لوڏڻ لڳو.

”چڱو، دوست!“ رستيءَ وساميل دل سان چيو. ”پنهنجو خيال رکجانءِ!“

رستيءَ جي ننڍڙصي دل ڀرجي آئي. هو پٺيان نهارڻ جي همت بہ نہ ساري سگهيو ۽ پنهنجي ڪتي سانملڻ لاءِ اڳتي وڌن لڳو. ڳرن قدمن ڏکويل دل سان- ۽ سامبر جو ڪارو ۽ وڏو وجود پويان جهڪو ٿيندو ويو، ائين جيئن ڪو گهاٽن وڻن ۾ وڃي گم ٿي ويندو آهي.

Gul Hayat Institute

**گائي ڊي – موپاسان (فرانس)**

## هار

هوءَ انهن دل لُڀائيندڙ ۽ حسين ڇوڪرين مان هڪ هئي، جيڪي بدقسمتيءَ سان سماج جي هيٺانهين طبقي ۾ پيدا ٿينديون آهن. هن کي نہ ڪو ورثو ئي مليو هو، ۽ نہ وري ڪي سوکڙيون. هن جي دل ۾ ڪنهن اُچي پد واري ماڻهوءَ سان ملڻ جي امنگ ئي نہ پيدا ٿي هئي، جيڪو کيس سمجهي سگهي ها، پيار ڪري ها ۽ ساڻس شادي ڪري ها. ان ڪري ئي هوءَ تعليم کاتي جي هڪ ننڍي ڪلارڪ سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي هئي.

هوءَ هميشہ سادو پهريندي هئي، ان ڪري جو هن پاڻ ۾ اوچي پوشاڪ پهرڻ جي سمرٿي ئي ڪانہ پئي ساري. هوءَ هميشہ پاڻ کي ائين خاموش محسوس ڪندي هئي، ڇڻ تہ پاڻ کان بہ ننڍي طبقي ۾ شادي ڪئي هئائين. عورتن جي وڏائي، ذات ۽ نسل تي مدار نہ رکندي آهي. سونهن، سوڀيا ۽ دلڪشي سندن جنم ۽ پالنا جي جڳهہ پيدا ڪنديون آهن. ان کان سواءِ فطري نزاڪت ۽ سگهابندي بہ سندن وڏ ماڻهاپ جو سبب ٿينديون آهن، جيڪي هيٺانهين طبقي جي ڇوڪريءَ کي عروج ڏيئي، وڏين امير گهراڻي جي عورتن جي درجي تي آڻي بيهارينديون آهن. هن جو پختو اعتقاد هو. تہ هوءَ هر قسم جي عيش ۽ راحت ماڻڻ لاءِ ڄائي هئي. خانداني حالتون، گهر جون نيچ پٽيون ٽٽل ڦٽل فرنيچر ۽ ٻيو غليظ سامان، سندس روح کي سخت تڪليف پهچائيندا هئا. اهي ڳالهيون جيڪي ان طبقي جون عورتون ورلي ڌيان تي آڻينديون هيون، کيس سخت اذيت پهچائينديون هيون. ۽ سندس دل رنج سان پرجي ويندي هئي. هن جو مڙس، برٽن لوئزل، سخت پورهيت انسان هو، جنهن کي ڏسڻ شرط منجهس اڪيلائيءَ جا احساس ۽ اجاين خيالن جا جذبا جاڳندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن تہ هوءَ انهن خيالن ۾ ڪوئجي ويندي هئي. خيالن ئي خيالن ۾، هوءَ پاڻ کي هڪ سهڻي ۽ ڪشادي ڪمري ۾ ويٺل پائيندي هئي. اهو ڪمرو مشرقي طرز تي سينگاريل هوندو هو، جنهن ۾ شاندار شمعدان روشن هوندا هئا، ۽ چوڪيدار، بخاري جي پرسان تؤ وٺندي وٺندي ڪرسين تي ويٺي ئي پيا اوجهرندا هئا. اهڙيءَ طرح هوءَ عاليشان ڊرائينگ- رومن جا خواب لهندي هئي، جن ۾ ريشمي پردا ٽنگيل هوندا هئا، ۽ عاليشان ميزون، بهترين سينگار جي سامان سان سجايل، مناسب جڳهين تي پيون هونديون هيون. هوءَ خواب لهندي هئي. اهڙن پڙڪيلن ڪپڙن

جا، جيڪي شام جي وقت گهرن دوستن ۽ وڏن ماڻهن سان ملاقات وقت پهريا آهن، ۽ جن جي ڪري انهن جو ڌيان هڪدم عورتن ڏانهن ڇڪجي ويندو آهي.
هوءَ رات جي ڪاڌي لاءِ هڪ گول ميز تي اچي ويهندي هئي. سندس ڪپڙا ٽن ڏينهن جا ميرا هوندا هئا. جڏهن سامهون ويٺل سندس مڙس شوروي جي ٿانوَ تان ڍڪ هٽائي، عجب مان چوندو هو، ”ڪهڙو نه مزيدار ۽ منهنجي پسند وارو شوروو آهي!“ ته ان وقت هن جي ذهن ۾ هڪ عاليشان ڊنر جو خيال هوندو هو- چانديءَ جا چمچا ۽ ڪانٽا، هڪ شاندار ڊائينگ روم، جنهن جي ڀتين تي پکين ۽ باغن جا لاثاني نقش اُڪريل هوندا هئا. هوءَ لذيذ طعامن جا خواب لهندي هئي، جي سندس اڳيان خوبصورت پليٽن ۾ پيل هوندا هئا- ۽ ٻئي طرف، سندس مڙس سادي ۽ خسيس ڪاڌي ڪائڻ ۾ رڌل هوندو هو.
هن کي ڪوبه سٺو چولو ڪونه هو، ڪوبه ڳهه ڳٺو ڪونه هو، ڪجهه به نه. تڏهن به هن کي ڪنهن شيءِ جي پرواهه نه هوندي هئي. کيس احساس هوندو هو ته هوءَ جائي به انهن ئي شين لاءِ هئي. پاڻ ۾ ڪشش ۽ سونهن پيدا ڪرڻ، ۽ عورتن ۾ پاڻ لاءِ ريس ۽ مردن ۾ چاهنا پيدا ڪرڻ. کيس ڀلا ڪهڙي خوشي ڏيئي ٿي سگهيا؟ هن کي هڪ دنيادار دوست به هو، جو ساڻس ساڳئي اسڪول ۾ گڏ پڙهندو هو. پر ڪجهه وقت کان پوءِ، انهيءَ دوست سان ملڻ جلڻ به ڇڏي ڏنو هئائين. ڇاڪاڻ ته ان سان هر ملاقات کان پوءِ، کيس سخت ڏک پهچندو هو. اهڙن موقعن تي کيس سڄو ڏينهن ڏک، نااميديءَ ۽ پريشانيءَ جي ڳوڙهن ڳاڙڻ ۾ گذارڻو پوندو هو.
هڪ ڏينهن سندس مڙس جڏهن گهر آيو، ته سندس هٿ ۾ هڪڙو وڏو لفافو هو، ۽ هو تمام خوش نظر اچي رهيو هو.
”تنهنجي لاءِ هڪ شيءِ آندي اٿم!“ هن رڙ ڪري چيو.
پوءِ هن جلد جلد اهو لفافو، ۽ ان مان هڪ ڇپيل ڪارڊ ڪڍيو، جنهن تي لکيل هو ”تعليم کاتي جو وزير، جارج رئمبونيو، ۽ سندس بيگم، 18 جنوريءَ تي، تعليم کاتي جي آفيس ۾ ڊنل ائٽ هوم ۾، جناب لوئزل ۽ بيگم لوئزل جي شرڪت جا خواهشمند آهن.“
مڙس جي اُميدن جي برخلاف، خوش ٿيڻ بدران غمگين ٿي، هن دعوتنامو ٽيبل تي ڪٽي اڇلايو، ۽ اچرج مان چيو:
”ان ۾ مون لاءِ ڪهڙي وڏائي آهي؟“

”ڇو؟ مون ته سمجهيو هو، تون خوش ٿيندينءَ تون ڪڏهن به ٻاهر نه نڪتي آهين، هي تنهنجي لاءِ شاندار موقعو آهي. مون اهو دعوتنامو ڏاڍيءَ تڪليف سان حاصل ڪيو آهي. هر ماڻهو ان دعوت ۾ وڃڻ لاءِ آتو آهي. تعليم کاتي جي ڪن ٿورن ڪلارڪن کي اهو شرف حاصل ٿيو آهي، نه ته اتي سڀ وڏا وڏا آفيسر اچڻا آهن.“

هن طنز ڀريل نظرن سان مڙس ڏانهن ڏٺو ۽ ٽوڪ ڪندي، عجب وچان پڇيو: ”اهڙي موقعي تي آءٌ ڇا پائي هلنديس؟“

اها ڳالهه هن واقعي سوچي ئي ڪانه هئي. ان هوندي به، تڪڙ ۾ ورندي ڏنائين ”ڇو، جيڪو لباس تون ناٽڪ ۽ ٻين موقعن تي پائي هلندي آهين، سوئي پائي هلج. اهو مون کي سچ پچ ڏاڍو وڻندو آهي.“

هن جي دل ڏک سان ڀرجي ويئي. ۽ آخر سڏڪن ۾ پئجي ويئي. مڙس خوف ۽ پريشانيءَ ۾ ڏٺو ته سندس زال ڳوڙها ڳاڙي رهي هئي. ٻه وڏا ڳوڙها سندس اکين مان نڪري، ڳلن ڏانهن وڌي رهيا هئا.

”توکي ڇا ٿي ويو آهي؟“ هن گهٻرائجي پڇيو.

گهڻيءَ ڪوشش ڪان پوءِ، هن پنهنجن جذبن تي قابو پاتو ۽ ڳلن تان ڳوڙها اگهندي، ڌيرج سان چيو: ”ڪجهه ناهي! مون وٽ ڪو ڇڱو فراڪ ڪونهي، ان حالت ۾ آءٌ دعوت ۾ هلي نٿي سگهان. اهو دعوتنامو آفيس ۾ ڪنهن دوست کي ڏيئي ڇڏ، جنهن جي زال کي مون کان سٺو ڳوهجي.“

ان ڳالهه هن کي سخت پريشان ڪري ڇڏيو.

”مئٽلڊا! اچ ته اها ڳالهه به نبيري ڇڏيون. هڪ سٺو فراڪ ڪيري ۾ ملي ويندو، ڪو سادو ۽ سٺو، جو ان دعوت کان پوءِ ٻين اهڙن موقعن تي به ڪم اچي؟“

هوءَ گهڙي پل لاءِ ان تي سوچيندي رهي، حساب ۾ مشغول ۽ ان خيال ۾ گم ته هوءَ ڪيتري رقم گهرڻي، جيڪا نه سندس مڙس جي ڪلارڪاڻيءَ ذهنيت کي ضرب پهچائي، ۽ نه سندس پهچ کان ٻاهر هجي جو هو انڪار ڪري ڇڏي.

”الائجي، مان چئي نٿي سگهان.“ هن آخر هٻڪندي چيو، ”پر منهنجي خيال ۾، چار سؤ فرانڪن ۾ ڪم ٿي ويندو.“

هن جي منهن جو رنگ ئي لهي ويو. جوڻس بلڪل ايتري رقم چئي هئي، جيڪو هن پائي پائي ڪري ان لاءِ ڪٺي ڪئي هئي، ته ايندڙ اونهاري ۾ بندوق وٺي دوستن سان گڏ، نئنٽر جي ميدانن ڏانهن عقاب

Gul Hayat Institute

پڪين جو شڪار ڪرڻ وڃي. نيٺ هن وراڻيو: ”چڱو، آءٌ توکي چار سؤ فرانڪ ڏيان ٿو. پر خيال ڪجانءِ، جيئن فراڪ ڪو سنو وٺي اچين؟“

***

پارٽيءَ جو ڏينهن ويجهو اچي ويو هو. جيتوڻيڪ مادام لوئزل جو فراڪ تيار ٿي چڪو هو. تڏهن به پريشان ۽ حيران پئي آئي.

”ڇا ڳالهه آهي؟“ هڪ شام جو سندس مڙس ڪانئس پڇيو. ”گذريل ٽن ڏينهن کان تون ڪجهه ملول ٿي ڏسجين!“

”ڳُڻتي اها اٿم ته ڪوبه زيور ڪونه آهي! دعوت ۾ هلي، پاڻ کي بلڪل مفلس محسوس ڪنديس. چڱو ائين ٿيندو ته آءٌ دعوت ۾ نه هلان.“

”ڪو تازو گلن جو هار ڪٺي پائي هلجانءِ، اڄڪلهه انهن جو ڏاڍو رواج آهي. ڏهن فرانڪن ۾ توکي گلاب جا تمام سهڻا گل ملي ويندا.“

هن ان ڳالهه سان اتفاق نه ڪيو. ان کان وڌيڪ نرلجائي ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي، جو هڪ مفلس عورت سرمائيدار عورتن جي وچ ۾ وڃي ويهي!“

”تون به ڪيتري نه بيوقوف آهين!“ هن عجب سان چيو. ”پنهنجي ساهيڙيءَ، مادام فارسيٽئر کان ڪجهه ڳَهه اڌارا ڇو نٿي وٺين؟ تنهنجو ته ان سان تمام سٺو رشتو آهي.“

هن جي منهن مان بي ساخته خوشيءَ جي رڙ نڪري ويئي. ها ها! ايڏانهن ته منهنجو خيال ئي نه پئي آيو!“

ٻئي ڏينهن هوءَ پنهنجي ساهيڙيءَ مادام فاريسٽئر سان ملڻ ويئي، ۽ ڪيس سموري ڳالهه ڪري ٻڌايائين.

مادام فاريسٽئر پنهنجي ڪٻٽ مان زيورن جي هڪ وڏي پيٽي ڪڍي، کولي پنهنجي ساهيڙيءَ اڳيان رکي- ”پنهنجي مدد پاڻ ڪر!“

مادام لوئزل ان پيٽيءَ ۾ ڪيترائي ڳهه ڏٺا- چوڙيون، هار، وينس جو ٺهيل ڪراس، جنهن تي سون ۽ جواهر جو ڪم ٿيل هو. هن آئيني جي سامهون بيهي سيئي ڳهه پائي ڏٺا، پر انهن کي ڪٺڻ ۾ ڪجهه حجاب ۽ هَٻڪ محسوس ڪيائين.

”ڀيو ڪجھ ڪونہ اٿئي؟“ هن سوال ڪيو.

”ڪوڙ! تون پاڻ ڏس، مون کي کھڙي خبر تہ توکي ڇا وڻندو.“

آخرڪار هن هڪ ڪاري پيتي کولي لڌي، جنهن ۾ هڪ قيمتي هيرن جو هار پيل هو. سندس دل گھٽيءَ خوشيءَ وچان، زور زور سان ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي. ڏڪندڙ هٿن سان هار ٻاهر ڪڍي، هن پنهجنجي اوچي ڪالر واري گائون مٿان پاتو، ۽ خوشيءَ وچان پاڻ کي آئيني ۾ ڏسڻ لڳي.

پوءِ ڪجھ هٻڪندي ۽ شرمائيندي، ساهڙيءَ کي چيائين: ”هي ڏيندينءَ؟ مون کي ٻيو ڪي ڪين گھرجي.“

”ها، ڇو نہ!“

هن پنهنجون ٻانهون ساهيڙيءَ جي ڳچيءَ ۾ وجھي، ڪيس سڪ مان چمي ڏني ۽ پنهنجو خزانو کڻي رواني ٿي.

دعوت جي رات مادام لوئزل محفل تي ڇانئي رهي. پنهنجيءَ مخصوص مُرڪ ۽ سياءَ سان، شاندار گائون ۾، هوءَ سڄي هال ۾ سيني عورتن ۾ نهايت خوبصورت پئي نظر آئي. هوءَ بي انتها مسرت محسوس ڪري رهي هئي. ماڻهو هن ڏانهن هو گھوري رهيا هئا، سندس نالو پڇي رهيا هئا، ۽ ساڻس تعارف جي گذارش ڪري رهيا هئا. جونيئر عملو ساڻس ناچ ڪرڻ لاءِ حيران هو. خود وزير جو ڌيان بہ هن ڏانهن ڇڪجي ويو هو.

خوشين جي وهڪري ۾ وهندي ۽ پنهنجيءَ سونهن ۽ ڪاميابيءَ تي مغرور ٿيندي، هن پاڻ کي ناچ جي محفل ۾ ڏڪي ڇڏيو. هوءَ پاڻ کي ڪنهن سُندر سپني ۾، محسوس ڪري رهي هئي، جتي سندس سونهن جي ساراهہ ۽ سندس دل جا ارمان اڇي ڪنا ٿيا هئا. هن کي هر اها مڪمل ڪامراني حاصل ٿي هئي، جيڪا هڪ عورت جي عزيز ترين تمنا هوندي آهي.

رات جو چئين بجي ڪان ناچ جو اهو دؤر ختم ٿيو. اهو سمورو وقت سندس مڙس هڪ ننڍي ڊرائنگ روم ۾، ٽن اهڙن دوستن سان شراب پي رهيو هو، جن جون زالون بہ انهيءَ محفل مان مسرت حاصل ڪري رهيون هيون.

هن پنهنجيءَ زال جو گائون کڻي، سندس ڪلهن تي ڦٽو ڪيو، روزمرهہ جي استعمال وارو، پراڻو گائون، جنهن جي قباحت هن جي اندرينءَ پوشاڪ جي سوپيا جي اُبتڙ هئي. انهيءَ ڳالهہ جو احساس ڪندي،



Gul Hayat Institute

هوءَ جلدي وڃڻ لاءِ واجهائڻ لڳي، ته جيئن پشم جا گائون پاتل ڀيون عورتون، سندس گائون ڏسي نه وٺن.
لوئزل کيس ترسائڻ جي ڪوشش ڪئي: ”تون هتي ئي ترس، جيستائين آءٌ سواريءَ جو بندوبست ڪري اچان. ٻاهر سخت ٿڌ پئجي رهي آهي.“
پر هن ان ڳالهه کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو ۽ تڪڙي تڪڙي ڏاڪڻ تان هيٺ لٿي. هو گهٽيءَ ۾ پهتا ته کيس ڪابه موٽر يا گاڏي نظر نه آئي. هر نظر ايندڙ موٽر ڪار جي ڊرائيور کي سڏ ڪري، هو سواريءَ جي اجائي ڳولا جاري رکندا رهيا. نراسائيءَ ۽ ٿڌ ۾ ڏڪندي ڏڪندي، هنن درياءَ طرف رخ رکيو.
آخرڪار پتڻ تي هنن کي هڪ پراڻي نموني جي موٽر ملي ويئي. جهڙيون موٽرون پئرس ۾ اڪثر اڌ رات کان پوءِ نظر اينديون آهن، ۽ ڏينهن ڏٺي جو پنهنجي بي ڊولائيءَ جي مظاهري ڪرڻ ۾، شرم محسوس ڪنديون آهن.
ڪار هنن کي ’زيوڊي مارٽيئرس‘ محلي ۾، سندن گهر وٽ ڇڏيو. اوجاڳي ۽ ٿڪ سببان، هو آهستي آهستي ڏاڪڻ چڙهي پنهنجي گهر آيا. سندس مڙس اهوئي سوچي رهيو هو ته ٻئي ڏينهن صبح جو ڏهين بجي کيس آفيس پهچڻو آهي.
پاڻ کي آخري بار شان ۽ شوڪت سان ڏسڻ لاءِ، هن آئيني جي سامهون اچي، مٿان اوڍيل گائون لاهي ڦٽو ڪيو. هن کان اوچتو رڙ نڪري وئي...سندس ڳچيءَ ۾ هيرن جو هار هوئي ڪونه!
”ڇا آهي؟“ سندس مڙس ڪپڙا مٽائيندي هن کان پڇيو.
هن خوف ۾ پئي مان وراڻيو: ”ما...ما...مادام فاريسٽئر جو هار وڃائجي ويو!“
هن عجب ۽ هراس مان ڇيو، ”ڇا چيئي؟ هار وڃائجي ويو! ائين ڪيئن هوندو!“
هنن ڪپڙن جا کيسا وغيره سڀ وري ڏٺا، پر سڀ بيڪار.
”توکي پڪ آهي ته جنهن مهل تون ناچ ڪري موٽينءَ، ته هار توکي پايل هو؟“
”هائو. ايڊيوڪيشن آفيس جي ورانڊي ۾ به مون ڏٺو هو ته هار پايل هوم.“
”پر جي اتي ڪٿي وڃائجي ها ته ڪرڻ جو کڙڪو ته اسين ضرور ٻڌون ها. هار پڪ ئي پڪ موٽر ۾ ڪريو هوندو.“
”ها. آءٌ پاڻ ائين ٿي سمجهان. تو ڪار جو نمبر نوٽ ڪيو هو؟“

Gul Hayat Institute

"نہ. تو ڪيو هو؟"

"نہ!"

هراس ۽ پريشانيءَ ۾، هو هڪ ٻئي کي گهورڻ لڳا. آخرڪار لوئزل وري پنهنجا ڪپڙا پاتا.

"آءُ وڃان ٿو ۽ آفيس کان وٺي جيستائين اسين پنڌ آياسين، اهو ٽڪر ڏسان ٿو، متان لڀي پوي."

هو هار جي ڳولا ۾ نڪري ويو ۽ جوڙس پاڻ ۾، بستري تي وڃي ليٽڻ جي سگهہ بہ نہ پئي ساري. پاڻ کي وڏيڪ سوچڻ کان لاچار سمجهي. هن پاڻ کي ڪرسيءَ تي ڪٽي اڇلايو ۽ سخت سيءَ ۾ بہ، بنا ڪنهن باهہ جي تؤ جي خاموش ويٺي رهي.

اٽڪل ستين بجي ڪن سندس مڙس موٽي آيو. هو هار ڳولڻ ۾ ناڪام ٿيو هو. هن پوليس ۾ فرياد ڪرايو، اخبارن ۾ انعام جي آڇ ڪئي، آفيس مان سيني ٽيڪسي- ڪارن جي پڇا ڪئي. مطلب تہ هر اها جاءِ رُليو، جتي ڪيس هار يا ان جي باري ۾ ڪنهن بہ قسم جي اطلاع ملڻ جي اميد هئي. سڄو ڏينهن سندس زال ساڳيءَ ئي حالت ۾ انتظار ڪندي رهي، سندس دل ايندڙ مصيبت کان خوفزده ٿي چڪي هئي.

لوئزل شام جو گهر موٽيو. هن جو منهن زرد ۽ لٿل هو. سندس سڀ ڪوششون رائگان ٿي چڪيون هيون.

"تون پنهنجيءَ ساهيڙي کي لک." هن چيو "تہ توکان هار جو ڪڙو ڀڄي پيو آهي، تو هار مرمت لاءِ ڏنو آهي. ان وچ ۾ اسان کي ڪافي وقت سوچ ويچار ڪرڻ لاءِ ملي ويندو."

هن اهڙو خط ساهيڙيءَ کي لکي موڪليو.

***

ان ڳالهہ کي هڪ هفتو گذري ويو ۽ هنن هار موٽي ملڻ جي اُميد بلڪل لاهي ڇڏي. لوئزل، جيڪو پنهنجيءَ صحيح عمر کان بہ پنج سال وڏو نظر اچي رهيو هو، چوڻ لڳو، "اسان کي هار جي عيوضي ڏيڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور ڪرڻ کپي؟"

ٻئي ڏينهن هو هار جي خالي پيٽي کڻي ان جوهريءَ ڏانهن ويا، جنهن جو نالو ان تي اُڪريل هو.

دڪاندار پنهنجن ڪتابن جا ورق اُٿلايا، ۽ پوءِ چوڻ لڳو: "مادام، هار مون وٽان نہ ورتو ويو آهي، مون وٽان صرف اها پيٽي ورتي وئي آهي."



Gul Hayat Institute

پوءِ هو هڪ جوهريءَ کان ٻئي جوهريءَ وٽ ويندا رهيا، ان ڪوشش ۾ ته پنهنجي حافظي کان مدد وٺي، وچايل هار جهڙو هار هٿ ڪري سگهن. ٻنهي کي ڏک ۽ نِراسائي وڪوڙي وئي هئي.
آخرڪار رايل پئليس جي هڪ جوهريءَ دڪان تي هنن کي هڪ اهڙو هيرن جو هار نظر آيو، جيڪو بلڪل وڃايل هار جهڙو هو. ان جو ملهه چاليهه هزار فرانڪ هو. جوهري اهو هار ڇٽيهه هزار فرانڪن ۾ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيو. هنن جوهريءَ کي عرض ڪيو ته هو ٽي ڏينهن ترسي ۽ ٽيسٽائين اهو هار ڪنهن ٻئي کي نه وڪڻي. هنن جوهري کان اها ڳالهه به مڃرائي ته جيڪڏهن فيبروريءَ جي آخر تائين کين وڃايل هار موٽي مليو، ته اهو هار ڪيس چوٽيهه هزار فرانڪن ۾ واپس وڪڻندا.
لوئزل کي پنهنجي پيءُ کان ارڙهن هزار فرانڪ ورثي ۾ مليا هئا، باقي وڌيڪ پئسا هن ڪنهن کان قرض وٺڻ جو ويچار ڪيو. هن هر طرف کان قرض ورتو. هڪ کان هزار فرانڪ ته ٻئي کان پنج سؤ فرانڪ. ڪنهن کان پنج لوئس ته ڪنهن کان ٽي لوئس. هن هر ڪنهن کي واعدي جا دستاويز لکي ڏنا. هن ڏکين شرطن تي وياج خورن سان واسطا قائم ڪيا، ۽ هر دولتمند ڪنجوس اڳيان هٿ ڏگهيريا. هن پنهنجي سڄي مستقبل جو سودو ڪيو ۽ بي تحاشا قرض نامن تي صحيحون ڪندو رهيو، انهيءَ خيال کان سواءِ ته هو انهن انجامن کي پاڙي به سگهندو يا نه. مستقبل جي مصيبت، ايندڙ بدبختين، جسماني ۽ اخلاقي پيڙائن کان مجبور ٿي، آخر هو نئون هار وٺڻ ويو، ۽ ڇٽيهه هزار فرانڪ وڃي جوهريءَ جي تجوڙيءَ جي نذر ڪيائين.
جڏهن مادام لوئزل هار ڪڻي مادام فاريسٽئر وٽ آئي، ته هن ڪيس مهڻو ڏيندي چيو: ”توکي هار جلد موٽائي ڏيڻ گهربو هو. آءُ شايد ڪنهن طرف پائي وڃان ها.“
مادام لوئزل کي ڪجهه اطمينان ٿيو، جڏهن ڏٺائين ته مادام فاريسٽئر هار جي پيٽي وٺي رکي ڇڏي، ۽ کولي ڪانه. جيڪڏهن هوءَ انهيءَ هار کي ڏسي وٺي ها ته جيڪر ڇا سمجهي ها؟ هوءَ ڇا چئي ها؟ شايد هوءَ کيس چور سمجهي ها!

***

مادام لوئزل هاڻي غربت ۽ مفلسيءَ جي پريشانين جي عادي ٿي چڪي هئي. هن کي اهو وقت گذارڻو هو. نهايت شجاعت ۽ صبر سان کيس وڏا قرض ادا ڪرڻا هئا، ۽ هوءَ انهن جي ادائگيءَ لاءِ ٻڌل هئي. هنن نوڪرياڻيءَ کي جواب ڏنو. فليٽ ڇڏي ڏنو، ۽ لڏي وڃي هڪ ننڍي ڪمري واريءَ جاءِ ۾ ويٺا. هوءَ

Gul Hayat Institute

رڌ - پچاءُ توڙي گهر جو ٻيو ڌڪئي ۾ ڌڪيو ڪم پاڻ ڪرڻ لڳي. صبح شام برتن ڌوئي ڌوئي، هن پنهنجين آڱرين جي گلابي ننهن جي سونهن وڃائي ڇڏي. هوءَ پنهنجا سڀ ڪپڙا پاڻ ڌوئيندي هئي. مزدور عورتن جهڙا ڪپڙا پائي، ٽوڪري کڻي، هوءَ پاڻ شهر ويندي هئي.- هر پساريءَ وٽ، ڪاسائيءَ وٽ.. سودو وٺندي، هوءَ پائيءَ پائيءَ لاءِ پڪائي ڪندي هئي.

هر مهيني، ڪن دستاويزن جي پورائي ڪئي ويندي هئي، ته ڪن جي وقت گذري وڃڻ سبب، معياد وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي هئي.

سندس مڙس شام جو هڪ واپاري وٽ ملازمت ڪرڻ لڳو هو، ۽ رات جو وري ڪتابن ڪي نقل ڪرڻ جو ڪم ڪندو هو. پنج سائوس في صفحي جي حساب سان.

اها حالت ڏهه سال جاري رهي. ان عرصي ۾ هنن قرض جي پائي پائي چڪائي ڏني. وياج خورن جي وياج ۽ اوڌر ڏيندڙن جي نفعي سميت.

مدام لوئزل بلڪل ڪراڙي نظر اچڻ لڳي هئي. هوءَ مخصوص قسم جي غريب مرد جي زال ٿي ويئي هئي، سادي ۽ جفاڪش. اٽيا وار، لُندو فراڪ، ۽ لڳاتار پورهئي جي ڪري، سندس سهٽا هٿ بيدولا ۽ کُهرا ٿي پيا هئا. سندس آواز ۾ اهو ميناج ۽ نرمي ڪانه رهي هئي. هوءَ گهر جو فرش به پاڻ ڌوئيندي هئي. پر ڪڏهن ڪڏهن، جڏهن سندس مڙس اجا آفيس ۾ هوندو هو، ته هوءَ دريءَ وٽ اچي ويهندي هئي، ۽ سندس خيال الائجي ڪٿان جو ڪٿي وڃي پهچندا هئا؟ هن جي خيال ۾ اها شام ايندي هئي- شام، جيڪا سندس سونهن ۽ ڪامرانيءَ جي شام هئي.

ڪير ٿي ٻڌائي سگهيو ته جي هوءَ هار نه وڃائي ها، ته سندس ان شام جو نتيجو ڇا نڪري ها؟ حياتيءَ جا اتفاق ڪهڙا نه عجيب ۽ ڦرندڙ گهرندڙ آهن! ڪيئن نه هڪ خسيس ۾ خسيس اتفاق ۾ اَوج جو سبب ٿي سگهي ٿو، ۽ تباهيءَ جو به!

هڪ ڀيري، سڄي هفتي جي سخت محنت کان پوءِ، آچر جي ڏينهن، هوءَ پئرس جي خوشنما ۽ دلچسپ حصي ۾ تفريح لاءِ ويئي. اتي هن هڪ عورت ڏٺي، جنهن کي هڪ ٻار به ساڻ هو. هن ان کي سڃاتو، اها مادام فاريسٽئر ئي هئي، جيڪا هميشه وانگر جوان، حسين ۽ دلڪش لڳي رهي هئي. مادام لوئزل جي دل ۾ اُڌما پيڙڪو کائي اُٿيا. هن کي ان سان ڳالهائڻ گهربو هوا! ڇو نه؟ جڏهن هوءَ سڄو قرض لاهي چڪي هئي، ته پوءِ ڇو نه هن کي پيرائتي ڳالهه ڪري ٻڌائي؟ هوءَ اوڏانهن وڌي ويئي-



Gul Hayat Institute

”گڊ مارننگ، جين!“

سندس ساهيڙيءَ کيس نہ سڃاتو ۽ هڪ ڏاريءَ عورت کي ايترو ڇاتل سڃاتل نموني ۾ مخاطب ڪندو ڏسي، هوءَ عجب ۾ پئجي ويئي.

”معاف ڪجو، آءٌ توهان کي نٿي سڃاڻان! توهين شايد ڀُليون آهيو! هن هٻڪندي چيو.

”مان مٿلڊا لوئزل آهيان!“

سندس ساهيڙيءَ کان وڏي رڙ نڪري ويئي.

”اوهہ! منهنجي سڀاجهي، پياري مٿلڊا، تون ڪيترو نہ بدلجي ويئي آهين!“

”هائو، توسان آخري دفعي ملڻ کان پوءِ، مون تي ڏاڍا ڏکيا ڏينهن اچي پيا، ۽ اهو سڀ ڪجهہ تنهنجي ڪري ٿيو.“

”ڇا چيئي، منهنجي ڪري؟“

توکي اهو هيرن جو هار ياد آهي نہ، جو تو مون کي تعليم کاتي وارن جي دعوت ۾ پائي وڃڻ لاءِ اُڌارو ڏنو هو؟“

”هائو، بلڪل چڱي طرح.“

”دراصل اهو هار مون وڃائي ڇڏيو هو.“

”مون کي ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي- اهو هار تہ تو مون کي موٽائي ڏنو هو!“

”مون جيڪو هار توکي موٽائي ڏنو هو، سو بلڪل پيو هو، بلڪل تو واري هار جهڙو. گذريل ڏهن سالن کان انهيءَ جي ڪري اسين عذاب سهندا اچون. تون چڱيءَ طرح سمجهي سگهين ٿي تہ اسان جهڙن غريب ماڻهن لاءِ، جن کي پئسو بہ گهر ۾ نہ هجي، اها ڳالهہ ڪا معمولي ڪانہ هئي. بهرحال، هاڻي توڙ نِباهي چڪا آهيون. آءٌ توکي ڪيئن ٻڌايان تہ اسين ڪهڙي عذاب کان مس مس آجا ٿيا آهيون.“

”تنهنجو مطلب اهو آهي ڇا، تہ اوهان منهنجي هار جي بدلي ٻيو هار وٺي مون کي موٽائي ڏنو هو؟“

”هائو، ۽ توکي ان ڳالهہ جي خبر بہ پئجي نہ سگهي! اهي هيرا بلڪل هوبهو تنهنجي هار جهڙا هئا.“ هن فخر ۽ اطمينان سان مرڪيو.

ڏک ۽ پريشانيءَ مان، مادام فاريسٽئر هن جا ٻئي هٿ زور سان وٺي جهليا..

”اوهہ! منهنجي سڀاجهي ۽ پياري مٿلڊا، تو ائين ڇو ڪيو؟ منهنجو هار تہ نقلي هيرن جو هو، ان جو ملهہ مشڪل سان پنج سؤ فرانڪ هو!“



Gul Hayat Institute

وانس پامر (آسٽريليا)

# سالگرھ

سج اُڀرڻ کان اڳ ئي ڊئرو کي جاڳايو ويو هو. سندس ٻه ڄاڙا ٻار سندس هنڌ ۾ گهڙي آيا هئا. هنن جي جهولين ۾ اهي سڀ سوکڙيون هيون، جيڪي ڊئرو هنن لاءِ رات جو آنديون هيون. هو ٻنهي طرفن کان سندس سوڙ کي ڇڪي رهيا هئا، ۽ سندن تيز ۽ سنهڙيون ڇيخون ۽ ڳالهيون هن جي دماغ ۾ داخل ٿي، هن جي ننڊ کي ڀڃائي رهيون هيون.

”مون کي خبر هئي ته توهين ايندؤ!“ ٽب چيو. ”رات آءٌ جاڳي هيس ته دريءَ جي شيشن تي ڪار جي روشني نظر آيم.“

”مون به ڏٺي هئي!“ پيٽروچ ۾ پوندي چيو.

”هل، ڪوڙا!“ ٽب رڙ ڪئي. ”تو وري ڌوڙ ڏٺي. تون ته ان مهل ننڊ ۾ هئين.“

”آءٌ ننڊ ۾ ڪونه هوس!“ پيٽر چيو. ”پهرين دروازي کلڻ جو آواز ٻڌم، ۽ پوءِ ڪنهن جي ڳالهائڻ جو آواز...بابا هيءَ بندوق ته ڏسو! سچي بندوق آهي ۽ ڪنهن کي به هن سان ماري سگهجي ٿو.“

”منهنجي گڏيءَ جون اکيون ته بنا ڪنهن ڪَل جي پاڻيهي کُلن ۽ ٻوٽجن ٿيون.“ ٽب چيو. ”ٻيون به الاهي شيون آهن!... اڄ اسين سويل اٿيا هئاسين، ان وقت اڃا اوندھ هئي.“

”اڳ ۾ آءٌ اُٿيو هوس!“ پيٽر چيو. ”ٽب کي ته سُڌ ئي ڪانه هئي. مون پنهنجن شين جو پڙو کوليو ته ان جي آواز تي هن کي جاڳ ٿي هئي.“

سَوڙ ۾ ليٽ پيٽ ڪندي ۽ هڪ ٻئي کي ڌڪيندي ڇڪيندي، هو ان سوال تي اچي اَٽڪيا ته اول ڪير اُٿيو هو. ٽَب جي هٿن مان گُڏي ڇڏائجي وڃي ڊئرو جي منهن تي ڪري.

ڪمري جي ٻيءَ ڪنڊ کان، هنڌ تي ليٽيل سندن ماءُ جو گهرو ۽ ڇڙ ڀريو آواز آيو: ”تهيو، هاڻي وڃي ليٽي پئو، نه ته صبح سان ڏاڍو تڪ ٿيندوَ.“

”ها ٻچا، هاڻي وڃي ليٽي پئو.“ ڊئرو به ورجايو. ”مون توهان لاءِ هڪ ٻي سوکڙي به آندي آهي، جئري جاڳندي، جا توهان کي نيرن مهل ڏيندس.“

”مون کي خبر آهي!“ ٽب چيو. ”پولي؟“

”اون هون! پولي وري ڪتان آڻيندس.“

”ڀلا، ننڍڙو اَدو؟“

ڊيُرو ڪمري جي ٻيءَ ڪنڊ ۾ پيل هڪ هنڌ ڏانهن نهاري مُرڪيو. ٻارڙا هن تي سوالن مٿان سوال ڪندا ويا، ۽ ٽائٽس ليٽڻ لڳا. هن ليٽندي ئي پاسو ورايو ۽ آهستي آهستي ٻارن کي هنڌ تان هيٺ لاٿو.

”ماٺ ڪري وڃي سمهي پئو!“ هن ٻارن کي حڪم ڏيندي چيو. ”نيرن کان اڳ آءٌ توهان کي ڪجهه به نه ٻڌائيندس.“

جڏهن هو ورانڊو ٽپي ويا ته ڊيُرو هنڌ تي اٿي ويٺو. هن سگريٽ دکايو ۽ دريءَ کان ٻاهر سمنڊ جي ڦهليل ۽ زرديءَ مائل وارياسي ڪناري ڏانهن ڏسڻ لڳو. صبح ٿي رهيو هو، ۽ وڻن جون چوٽيون سونهري پئي نظر آيون. رستي جي لنگهه جي بلڪل سامهون، هڪ ماڻهو ڊونديءَ ۾ ويٺو مڇيون ماري رهيو هو ۽ ائين نظر اچي رهيو هو، ڄڻ سبز ۽ هيداڻ مائل پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ڪوڦوٽو اُڀريو هجي. ان کان سڄي طرف، ننڍڙن سامونڊي پکين جي قطار ويٺي هئي، ائين، ڄڻ ڪنهن پٿر جا پکي قطارن ۾ رکي ڇڏيا هجن.

”مان نيرن تي مشڪل پهچي سگهان.“ ڪمري جي ٻئي طرف کان مار گريٽ چيو. ”ٻار ڪي ڪجهه ڪارائجانءِ....توبهه، وري ڪهڙا سگريٽ پيئڻ شروع ڪيا اٿئي.؟“

”ساڳيائي، جيڪي سدائين واپرائيندو آهيان.“ هن سگريٽ جو اڌڙ دري مان ٻاهر اڇلائيندي چيو. ”چو، گهٽ ٿي ٿيئي ڇا؟“

”صبح تائين ته چاق ٿيڻ جي اميد ڪانهي:“ هن ورندي ڏني.

هن کي ياد آيو ته جاڙن ٻارن جي ڄمڻ کان اڳ به مارگريٽ سان ائين ٿيو هو. پريشان ٿيڻ جو ڪو سبب ڪونه هو. هوءَ بلڪل ٺيڪ هئي. هن جي رڳن خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. ۽ جڏهن هو اٿي وهنجڻ ويو ۽ سندس منڙو آواز ڪنهن پهاڙي جهرڻي جهڙو پئي معلوم ٿيو. جاءِ جي پٺئين حصي مان جتي نوڪرياڻي ’جيسي‘ ميز تي ناشتو رکي رهي هئي. ٿانوَن جي ڪڙ ڪڙ جو مٺو آواز اچي رهيو هو. اوچتو پڏر ۾ خوشيءَ ۽ اتساهه جا آواز پڙاڏو ڪرڻ لڳا.

”اڙي ڪتو! جيرئو جاڳندو گُلر....بابا به چيو پئي ته اها شيءِ جيئري هوندي!“

Gul Hayat Institute

ٻارڙن کي سندس راز جي اڳ ۾ ئي خبر پئجي ويئي. جڏهن هو ڪپڙا پائي ٻاهر آيو ته ان وقت پيٽر چبر تي اگهاڙين پيرين ڊڪي رهيو هو. سندس پنيان گُلر پئي ڦريو ۽ گُلر جي پويان وري ٽب ڊڪي رهي هئي.

”هيڏي! اڙي احمقو! گلر ڪٿان ڳولي آيا آهيو؟“

”ننڍڙيءَ پيتي ۾ پيو هو!“ ٽب جواب ڏنو. ”توهان چيو هو ته، ته اهو اسان لاءِ اندو اٿوَ.“

هو ڪُتي ۾ ايترو ته مگن ٿي ويا جو ڪانئن بيون سڀ وڪڙيون وسري ويون. پيٽر جي هوائي بندوق چبر تي ڪنهن ڪنڊ ۾ گم هئي، ته ٽب جي گڏي وري وراندي ۾ ڏڪا ڪائي رهي هئي. جيئري جاڳندي شيءِ جهڙي پلا ٻي ڪهڙي وِندر ٿي سگهه يتي؟ ان تي ته هو پنهنجي مالڪي هلائي سگهن ٿا! گُلر وٺي اچڻ جو دراصل هن کي ڪو به خيال ڪونه هو. صبح جو شهر وڃڻ ويل اها تجويز ڪيس هڪ پاڙيسريءَ ڏني هئي. هن جو سڄو وقت انهيءَ ويچار ڪرڻ ۽ ٻين سوڪڙين وٺڻ ڏانهن ويو هو.

ٻارن ضد ڪيو ته نيرن مهل به گُلر ساڻن پَرِ ۾ ڪرسيءَ تي ويهي. پوءِ ان ڳالهه تي اٽڪيا ته ڪنهن جي پرسان ويهي ۽ ڪيس ڪير کارائي! ڊئرو به اچ هنن کي ڊِر ڏيئي چڏي هئي، اهو ڏينهن سندن پنهنجو ڏينهن هو. گُلر هڪ ننڍرو ۽ بدصورت جانور هو. هن جا ڪن ويڪرا ۽ زبان ڊگهي هئي، جيڪا سندس پچڪڙي وات مان ٻاهر پئي لڙڪي. پر هو جيئرو جاڳندو وجود! جڏهن نيرن بعد، هو سمنڊ جي سر تي نڪتا، ته گُلر به سندن ڪِڍ لڳي پيو ۽ سندن ٽنگن جي وچ ۾ اچ-وڃ ڪري ڪين ٽاپڙائڻ لڳو. ڊئرو اهو سڀ ڪجهه سَنو پئي.

’هيءُ گُلر هنن لاءِ مون کان به وڏيڪ حقيقت رکي ٿو.‘ هن ويچاريو. هن ڏٺو پئي ته ٻار ڪانئس بلڪل بيپرواهه ۽ لاتعلق ٿي چڪا هئا.

صبح جو سنهڙو ۽ سندر سمو هو. سياري جا شوقين سياح ڪناري تي وينا هئا. چوڪرين جي هڪ چلولي ٽولي، رنگارنگي ڪپڙن ۾ ملبوس، هوٽل مان ٻاهر اچي رهي هئي. اچيءَ ڳاڙهيءَ واريءَ تي ڪيڪڙا ڦاسائيندڙ ٻار، نيرن، ڳاڙهن ۽ ساون ٽپڪن وانگر پئي نظر آيا. واريَاسي ڪناري تي آواز بلڪل صاف ۽ چٽا پئي ٻڌڻ ۾ آيا. ڪي ماڻهو ڪناري تي ٻيٺا ٻيڙين وارن کي سڏي رهيا هئا. رستي جي ٻئي پر تي اڌ درجن کن ماڻهو ويٺي مڇيون ماريون. انهن سيني پنهنجا پائيپ دکايا هئا.

هو هيٺ ڪناري طرف لٿا. ڪناري تي هنن ڪن ترندڙ ماڻهن جو ميڙ ڏٺو. ڪي ماڻهو، ٿوريءَ ٿوريءَ وڇوٽيءَ تي پاڻيءَ ۾ بيٺا هئا. پيٽر گُلر کي واريءَ مان ڪيڪڙا ڪوٽڻ سيکاري رهيو هو. هو ڏِکڻ لڳو ته واريءَ ۾ پريل سندس ننڍيون ننڍيون گول ٽنگون اُس ۾ چمڪڻ لڳيون.

”هلو هلو، اڳتي وڌو!“ هن ٻارن کي چيو. ”هي ترڻ جي مشق ٿا ڪن.“ جڏهن ڊُرو پويان نهاريو ته ٻار ڪيس گهڻو پٺتي نظر آيا. گُلر به ساڻس ٽپندو، ڏڪندو پئي آيو. ڊُرو سمجهي ويو ته پٺتي ضرور ڪونه ڪو حادثو ٿيو آهي. هر طرف کان ماڻهو ڪناري ڏانهن ڊوڙي رهيا هئا. ٻه عورتون سمنڊ جي مٿاڇري تي ڪنهن ڪاريءَ شيءِ ڏانهن اشارا ڪري، رڙيون ڪري رهيون هيون. سؤ ڪن وال پري سمنڊ جي لهرن ۾ ڊونڊيون لُڏي لمي رهيون هيون.

”شايد ڪو اڻچاڻ گهڻو پري، هليو ويو آهي. ڊُرو ويچارو. ٻه ابوجهائيءَ وچان ڪنهن ڪُن ۾ وڃي ڦاٿو آهي.“

ٻار ماڻهن جي ميڙ ۾ گم ٿي ويا. ٻه هو انهن کي هٽيڪو ڪرڻ لاءِ ان طرف ڊوڙيو. نوجوانن جو هڪ جوڙو، جن کي پٺاپٺي جرسيون پيون هيون، هن جي اڳيان ٽڪو ٽڪو لنگهيو.

”ڇا ڳالهه آهي؟“ هن پڇيو. ”مشق ٿا ڪن ڇا؟“

پر سندس آواز هوا جي سُوساٽ ۾ دٻجي ويو. سمنڊ مان ڪنهن آلي ٻه نستي وجود کي ٻاهر پئي آنداٿون. هڪ ڏگهو ماڻهو گوڙ کي پٺتي هٽڻ لاءِ منٿون ڪري رهيو هو. هو ميڙ جي ويجهو پهتو ته ڪيس ماڻهن جون ڳالهيون ڇٽيون ڇٽيون ٻڌڻ ۾ آيون. هڪ عورت، جنهن کي سائي رنگ وارو ترڻ جو لباس پهريل هو، سمنڊ طرف اشارو ڪري رهي هئي-

”او....هتي!“ هن رڙ ڪئي. ”مون پاڻ ڏٺي- ڪاري ڪاري وڏي، پوائنٽي مڇي!“

ڊُرو جي ذهن ۾ فوراً خيال آيو ته پنهنجا ٻار هٽيڪا ڪري اهڙين حالتن ۾ پيدا ٿيندڙ تڪليفن جو هن کي چڱو اندازو هو. هن کي اهو پڪ هو ته متان ٻارڙن جي ننڍڙن ذهنن تي ان واقعي جو خراب اثر ٿئي. گوڙ کان ٻاهر، گُلر هنج ۾ جهليو ٽٻ بيٺي هئي، ٻه پيٽر وري ماڻهن جي وچ ۾ بيو هو. ماڻهن جي ٽنگن جي وٿين مان، هو پيٽر جي ڳاڙهي جرسي سولائيءَ سان ڏسي پئي سگهيو. حادثي جي خبر چؤطرف پکڙجي ويئي. هڪ عروت ته صدمو نه سهي، بيهوش ٿي ڪري پيئي هئي.

”پوئتي هٽو!“ ڊگهي مڙس ماڻهن کي منٿ ڪئي. ”اَسان کي ڪم ڪرڻ ڏيو. خدا جي واسطي پاسي ٿيو ته ماڻهوءَ کي تازي هوا ملي.“

ڊڙو گوڙ ۾ اندر وڃي، پيٽر کي ڪلهي کان جهلي ٻاهر وٺي آيو. هن جي اکين اڳيان ان ماڻهوءَ جي صورت ڦرڻ لڳي، جيڪو گوڙ ۾ واريءَ تي اونڌو ستو پيو هو. هن جي ڪارن وارن سندس منهن کي لڪائي ڇڏيو هو. هن سوچيو ته ڪنهن به طرح ٻارن کي ان پوائنٽيءَ ڳالهه جي خبر نه پوڻ گهرجي! اڄ ته هنن جي ڄمڻ يعني، سالگره جو ڏينهن هو.

”هلو هلو!“ هن ٻارن کي ڏڍ وانگر هڪليندي چيو. ”هلو ته هن ٽڪريءَ جي ٻيءَ پر هلي راند رهون.“

ٻار اوڏانهه وڃڻ تي راضي نه هئا، ۽ هو ڪين اتان هٽائي وڃڻ تي ضد ڪري رهيو هو. هن گلر ڪنيو، ۽ اڳتي وڌيو. هنن جي هلڻ مان هن اندازو لڳايو ته ڪين حادثي جو خبر پئجي چڪي هئي، پر ان جي خوف ۽ اثر کان آجا هئا.

”هڪ عورت ٻڌايو.“ ٽب چيو. ”ته انهيءَ ماڻهوءَ جو نالو ڪان ڊليني آهي.“

”ڪيس جرڪي ڪاڌو آهي!“ پيٽر چيو. ”مون سندس ٽنگ تي رت به ڏٺو هو.“

”ڪان ڊليني هوٽل ۾ ڪم ڪندو هو.“ ٽب چيو. ”۽ صبح جو ٻوڏيءَ ۾ چڙهي سمنڊ ۾ ويو هو.“

ڊڙو ٽڪريءَ جي پويان، ڪناري جي اوٽ ۾ هڪ گرم جاءِ چونڊي، اُتي ويهي رهيو. جڏهن هن سگريٽ دکايو ته سندس هٿ ڏڪڻ لڳا. هن شروع کان ئي اهو واقعو پنهنجي بدران ٻارن جي اکين سان پئي ڏٺو.

”ڪان ڊليني!“ هن جي ذهن ۾ وري ويچار آيا. اهو قداور شخص سمورو وقت هوٽل جي اڱڻ ۾ گهمندو وتندو هو. هو ان ڪراڙيءَ جو يتيم پٽ هو. جيڪا سندس انهيءَ هوٽل ۾ اچڻ وقت هڪ دڪان هلائيندي هئي.

”زخمي ڪيئن آهي؟“ هن هڪ واٽهڙوءَ کان پڇيو. ”ٺيڪ آهي نه؟“

”نه. اجا ته حالت خراب اٿس.“ واٽهڙوءَ جواب ڏنو. ”هوٽل ڏانهن کڻي ويا اٿس. ۽ ائمبولنس لاءِ اسپتال ۾ فون به ڪيو اٿن.“

ڪناري تي جڻ ڪو راڪاس گهمي ويو هو. پيٽر ۽ ٽب واريءَ تي پئي راند ڪئي. هو ٻڏل ماڻهوءَ کي بچائڻ واري راند ڪري رهيا هئا. ٽب واريءَ تي پٽيءَ پر ليٽي پئي هئي، ۽ پيٽر ڪيس ٽنگن ۽ ٻانهن کان وٺي پئي ڌونڌاڙيو، اهڙيءَ طرح، جئين ڪناري تي ٻڏل ماڻهوءَ کي ڌونڌاڙيندي ڏٺو هئائون. هو اهو

سڀ ڪجھ تمام سنجيدگيءَ سان ڪري رهيا هئا. گُلر سندن پرسان ويٺو ڪين انتظار ۾ اچرج سان ڏسي رهيو هو. ان جي ڊگهي زبان وات مان نڪري، هڪ طرف پئي لڙڪي.
واپس ايندي وقت، ڊئرو ٻارن کي ڪناري جي بدران ٽڪرين مٿان ڦيرائيندو گهر وٺي آيو.
”هي سڀ جرڪا تا قاسائين.“ پيٽر سمنڊ ۾ لڏندڙ هڪ ٻوڙيءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو. ”گڏريل هفتي ڪراڙي ڪارنيءَ به هڪ جرڪو جهليو هو. هن چيو پئي ته اهو آدمخور جرڪو هو!“
”ڪان ڊليني، اسان جي گهر جيسيءَ سان ملڻ ايندو هو.“ ٽب چيو. ”هو ان کي چاچي ڪارنيءَ جي ٻوڙيءَ تي به وٺي ويندو هو. جيسي چوندي آهي ته ناتال جي موڪلن ڪان پوءِ، هوءَ پنهجي ڳوٺ هلي ويندي.“
دڪان ۽ پوسٽ آفيس جي ٻاهران ماڻهن جا ٽولا بيٺا پڻ پڻ ڪري رهيا هئا. ڊئرو کي اوچتو خيال يو ته مارگريٽ کي ٻارن کان به وڌيڪ صدمو رسندو- خاص ڪري موجوده حالت ۾. جاڙن ٻارن جي پيٽ ۾ هجڻ وقت، هوءَ وراندي ۾ نانگ ڏسي ڏندنجهي ويئي هئي.
منجهند جي مانيءَ وقت جڏهن پاڻ ۾ ٻوڙيءَ واري واقعي بابت اجايو ڳالهيون ڪري رهيا هئا. ته ڊئرو مارگريٽ کي ڪن خيالن ۾ ٻڏل ڏٺو. هوءَ خيالن جي دنيا ۾ گم هئي. گذريل پندرهن ڏينهن کان هن پير ۾ گهر کان ٻاهر نه ڪڍيو هو.
”ڪان ڊليني!“ هن منهن ۾ گهنڊ وجهندي چيو. ”آءٌ سمجهان ٿي ته ڪيس ڪجھ نه ڪجھ ضرور ٿيندو. ڪيترن هفتن کان هو بيڪار پاڻيءَ ۾ وقت وڃائي رهيو آهي.“ هوءَ پيٽر کي دڙڪا ڏيڻ لڳي ته وڏا وڏا گرهه نه ڪٽي.
ڊئرو محسوس ڪيو ته مارگريٽ ڪان ڊلينيءَ خلاف ڪا سخت شڪايت هئي. ٽپهريءَ بعد جڏهن سيئي ٻاهر باغيچي ۾ اچي ويٺا، ته هن نموني سان هوريان هوريان سندس ان شڪايت معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن کي خبر پيئي ته ڊليني هڪ بدچال ۽ رولاڪ ڇوڪرو هو. هن ڪيترين نوجوان ڇوڪرين کي بدنام ڪيو هو، ۽ گذريل ڪيترن ڏينهن کان هو جيسيءَ جي پٺيان هو. شام جو اسڪول بند ٿيڻ کان پوءِ، هو جيسيءَ جو ڊگ جهلي بيهي رهندو هو.
”وءَ ويچاري ته ڏاڍي ابوجهه آهي.“ مارگريٽ چيو. ”مون کي ته ماءُ وانگر سندس سار لهڻي پوندي آهي. هوءَ سُندر سپنا ڏسني آهي، پر پلئه ڪجھ نه ڪونه پوندس.“



Gul Hayat Institute

هاڻي ڊئرو جي سوچڻ جو وارو هو. هن جي اکين اڳيان وري اها صورت ڦري آئي-پاڻيءَ ۾ پنهنجي جسم ۽ ڪارن گهنڊيدار وارن سان ڊڪيل منهن. ڇا، سچ پچ هن کي جرڪي چڪ پاتو هو؟ هن فيصلو ڪيو ته پاڻ وڃي سڄي معاملي جي جاچ ڪري. هن اهو به نه ٿي چاهيو ته ٻار پنهنجي سالگره واري ڏينهن کي اهڙو نياڳو سمجهن. شام جو هن ٻارن کي چهرن تي ورهندي ڏٺو."هن جو نالو سيلاني ٽا رڪون."

"نه نه! مرداڻو نالو آهي ۽ جيسيءَ چيو پئي ته هيءَ مادي آهي.

جيسيءَ کي ڪٿان جي کهڙي خبر؟ ڪٿان جو نالو ٿوروئي نر يا مادي ٿيندو آهي؟"

هو گاهه تي ليٽڙيون پائي رهيا هئا، ۽ گُلر سندن هٿ چٽي رهيو هو. هنن جا اواز ڪان سواءِ، هر طرف سانت هئي. جيسي ٻاهر هلي ويئي هئي ۽ مارگريٽ اندر سمهي پيئي هئي. چانهه تيار ٿي چڪي هئي ۽ ميڻ بتين سان سينگاريل، سالگره جو ڪيڪ به پهچي چڪو هو. پوءِ سالگره جي رسمن ڪان واندو ٿي، هو پنهنجو لڪڻ کڻي هوٽل طرف روانو ٿي ويو.

هوٽل ۾ هر طرف خاموشي هئي. هن محسوس ڪيو ته هو ڪنهن خوابن جي دنيا ۾ گهمي رهيو هو. هوٽل جي ڪمرن پٺيان ٻاهر کي ماڻهو ٽينس کيڏي رهيا هئا. هڪ ڇوڪري سنجها جي اونده ۾، کينهو ڳولي رهي هئي. سمنڊ جي ڪناري وارن ننڍڙن گهروٽڙن ۾ بتيون ٻرڻ شروع ٿي چڪيون هيون. هن جي خيال ۾ وري سمنڊ مان ڪڍيل جوان ۽ ٻارن جي ترت علاج واري راند ڦري آئي. "ڇا سچ پچ ڪان ڊليڻيءَ ۽ جيسيءَ جا پاڻ ۾ تعلقات هئا؟ جي ها، ته ڇا، ڪين جيسيءَ کي اهو سڀ ڪجهه اوچتو ٻڌائڻ گهربو هو؟"

هوٽل پهچي، هن هڪ جوان ڪان پڇا ڪئي، جو پنهنجيءَ ڪار جي مشن تي جهڪيو بيٺو هو.

"اسپتال پهچڻ ڪان اڳ ئي مري ويو!" هن ورندي ڏني.

ڊئرو صدمي ڪان موڳو ٿي ويو.

"يلا ڪيس ڏک ڏاڍا لڳا هئا ڇا؟"

"نه، پر رت ڪافي نڪتو هوس." نوجوان وراڻيو. "هن جي ستر ۽ پنيءَ ۾ چڪ پيل هئا. ٿي لانچون جرڪي پٺيان ويون آهن."

ڊئرو ٿوري دير ٽڪريءَ تي ترسيو، ۽ پاڻيءَ جي مٿاڇري مان نڪرندڙ چنڊ کي تڪيندو رهيو. هن کي گهر وڃڻ جي تڪڙ ڪانه هئي. گهر پهچڻ سان ئي مٿس سوالن جو وسڪارو ٿي ويندو. هن نه پئي

چاهيو ته کو ٻارن يا مارگريٽ کي به اهو صدمو پهچي، جيڪو سندن ذهن تي تيزيءَ سان اثر ڪري رهيو هو. زرد ۽ ٽڪل چانڊوڪيءَ ۾ ٻتيلن جون ٻتيون لڏي لمي رهيون هيون. ڪل تي ڊُونڊيون هيون، جيڪي ڪناري ڪان پري، ڪٽي لڪل ڄرڪي جي تلاش ۾ ويل هيون.

”اهي ڊونڊيون اسان کي مصيبت کان بچائڻ لاءِ نڪتيون آهن.“ ڊِرو ويچاريو. هن جي ذهن ۾ سندس ننڍڙا ٻار اچي ويا، جيڪي سمهڻ مهل دعا گهري رهيا هئا.

جڏهن ه گهر پهتو ته در وٽ مارگريٽ کي پنهنجو منتظر ڏٺائين. اڇيءَ پوشاڪ ۾ هوءَ هڪ پريءَ وانگر پئي نظر آئي، هوءَ ڪافي منجهيل هئي.

”تون ڪيڏانهن نڪري ويو هئين؟ منهنجو ته ساهه سُڪي ويو هو! ٻَب ته هتان مان نڪتي پئي ويئي!“

مارگريٽ سندس ڀاڪر ۾ ڪري پيئي. هن محسوس ڪيو ته هوءَ سڄي ڪنبي رهي هئي.

”ٻَب!“ هن وائڙو ٿي پڇيو، ”ڇو ڇا ٿيس؟“

”ٻيئي ٻارڙا ملول آهن.“ مارگريٽ چيو. ”سخت اداس! اهو سڀ ڪجهه گلر جي ڪري ٿيو. هو ان سان رستي تي راند ڪڏي رهيا هئا ته ان مٿان موٽر ڪار لنگهي ويئي. سڄي شام روئي روئي اکيون ڪٽي سڄايون اٿن.“ وري هنن کي ڪا جيئري شيءِ نه ڏجان. ”ڪڏهن به نه!“

هوءَ ڪافي پريشان ۽ گهبرايل هئي. جڏهن هو ڏاڪڻ چڙهي رهيا هئا ته ڊِرو هن جو سمورو بار پاڻ تي محسوس ڪيو. گهر ۾ خاموشِ ۽ اُپاٽڪائي پسجي رهي هئي. ٻارن جي ڪمري ۾ بتي ٻري. هو ٻيئي هڪڙي ئي هنڌ تي سُتا پيا هئا- ڄڻ ته همدرديءَ وچان هڪ ٻئي ڏانهن ڇڪجي آيا هئا. هو ننڊ ۾ هئا، پر سندن ڇچهرن تي ڏک جون ريکائون ظاهر هيون. پيٽر جو هٿ کليو، سَوڙ جي مٿان رکيو هو. ٽب جي ڳلن تي ڳوڙهن جي آلاڻ اڃا تائين ظاهر هئي. جيئن ئي ڊِرو منهن ڦيرايو، ته ٽب ننڊ ۾ هڪ هلڪو سڏڪو ڀريو، ۽ سندس اک مان هڪ ڳوڙهو وهي، نڪ تان لنگهي، هيٺ ڪِري پيو.

”ٺيڪ آهي.“ هن مارگريٽ کي چيو، ”ڳڻتي نه ڪر، صبح تائين سڀ ڪجهه وسري ويندن.“

رات جو جڏهن هو باغيچي ۾ سگريٽ ڇڪي پسار ڪري رهيو هو، ته سندس نظر در جي ٻاهران هڪ ڪاري ڇِتَي تي وڃي پيئي. هن گهوري نهاريو. اهو گلر جو جسم هو. ڇچريل ۽ بدصورت. ’بهتر ٿيندو ته ان کي پوري ڇڏجي.‘ اهو سوچي، هن مٽل ڪتو کنيو ۽ جاءِ جي پٺيان ويو. هو ڪجهه اڳتي وڌي، اوچتو بيهي رهيو. ويجهوئي، هن کو سايو ڏٺو. اها جيسي هئي جا پاسي پر ليٽي پيئي هئي. سندس

Gul Hayat Institute

منهن ٻانهن ۾ لڪل هو، ۽ سڄو جسم پٿر وانگر ساڪت هوس. ڏئرو پنهنجي اندر ۾ جذبات جي هڪ گرم وهڪ محسوس ڪئي، جا سندس دماغ کي ٽڇڪائي، ڦلوڪڙا پيدا ڪري رهي هئي، جيڪي وڏي آخر ڦاٽي پيا هئا.

”زندگي...!“ اونده ۾ ڪوڏر لاءِ هٽوراڙيون هڻندي، سندس ذهن ۾ هڪ جهڪو ۽ مبهم خيال آيو.

Gul Hayat Institute

# ماڻهوءَ کي ڪيتري زمين کپي

وڏي ڀيڻ، شهر مان ڪَهي پنهنجي ننڍيءَ ڀيڻ سان ملڻ ائي. وڏي ڀيڻ هڪ واپاريءَ سان پرڻيل هئي، ۽ ننڍي ڀيڻ هڪ ڪڙميءَ سان.

جنهن وقت هو ٻيئي چانهه پي ڳالهيون ٻولهيون ڪري رهيون هيون، تہ وڏي ڀيڻ فخر ۽ وڏاءَ سان پنهنجي شهري زندگيءَ جو بيان ڪرڻ لڳي. چئي: ”آءٌ ڪهڙي نہ سک ۽ آرام سان حياتي گهاري رهي آهيان! ڪيئن نہ پنهنجن ٻارن کي سنا ۽ عمدا وڳا پهرائيندي آهيان. کائڻ پيئڻ ۾ ڪهڙيون نہ عمديون، لذيذ ۽ اُچيون شيون استعمال ڪندا آهيون. برف تي رانديون ڪيڏڻ، گهمڻ ڦرڻ، ناٽڪ ڏسڻ، مطلب تہ سڀ سک شهر ۾ ميسر آهن.“

وڏيءَ ڀيڻ جي انهن ڳالهين، ننڍيءَ ڀيڻ کي ڪجهہ رنج پهچايو، ۽ جواب ۾ هوءَ واپاريءَ جي زال جي زندگيءَ کي نِنديندي، پنهنجي ٻوناٽي زندگيءَ جي واکاڻ ڪرڻ لڳي ”جيتري قدر منهنجو سوال آهي، آءٌ جيڪر پنهنجي زندگيءَ تنهنجي زندگيءَ سان ڪڏهن بہ نہ مَٽيان. آءٌ تنهنجي اها ڳالهہ مڃان ٿي تہ اسان جي زندگيءَ ۾ تنهنجي زندگيءَ جهڙِ رونق نہ آهي، ۽ اسين عيش جي چاهنا ڄاڻون ئي ڪونہ. پر ان جي اُبتڙ، اوهان کي سيني راحتن هوندي بہ پنهنجي واپار کي وڌائڻ لاءِ سخت محنت ٿي ڪرڻي پوي، نہ تہ هوند تباهيءَ جو منهن ڏسڻو پئيوَ. ٻڌو ڪونہ اٿئي تہ ’نقصان نفعي جو وڏو ڀاءُ آهي!‘ بيشڪ، اڄ اوهين آسودا آهيو، پر سڀاڻي ٿي سگهي ٿو تہ اوهين ڏتڙجي وڃو. هُتي، ڳوٺ ۾، اسين اوهان کان وڌيڪ سکيا آهيون. ڪڙمي ٿوري ڪَتئي تہ بہ راضي آهي، هو شاهوڪار نہ آهي، تڏهن بہ وٽس هميشہ گهڻو ڪي آهي.“

وڏيءَ ڀيڻ پنهنجيءَ ڳالهہ کي مٿي ڪرڻ لاءِ هڪدم چيو: ”اَتوَ بہ تہ رڳو ڏتڙيل ۽ وهڪايل ڳئون ۽ ڳابا نہ؟“ گهڻو ڪجهہ بہ اهو اَتوَ، جو پهرڻ لاءِ پوري پوشاڪ بہ ڪانہ اٿوَ! پنهنجو گهر تہ ڏسو! تنهنجو مڙس ڪٽي ڪيڏو بہ پورهيو ڪري، پر نصيب ۾ اها ئي خاڪ اَٿو- جنهن ۾ رهو ٿا، ۽ جنهن ۾ مرندؤ، نہ صرف اوهان کي، پر اوهان جي اولاد کي بہ اها ئي پلئہ پوندي!“

”بلڪل نہ.“ ننڍيءَ ڀيڻ جواب ڏنو. ”تو غلط سمجهيو آهي. ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ اسان کي سخت پورهيو ڪرڻو پوي ٿو، پر گهٽ ۾ گهٽ زمين تہ اسان کي پنهنجي آهي نہ! اسان کي ڪنهن بئي جي محتاج غلام ٿيڻ جي ضرورت نٿي محسوس ٿئي. پر اوهين شهري، خواريءَ ۽ ذلت جي ماحُل ۾،



Gul Hayat Institute

حياتيءَ جا ڏينهن پيا گهاريو. اڄ اوهان جي زندگيءَ سٺي گذري رهي آهي، پر سياڻي جي اوهان تي بدبختيءَ جو پاڇو پوي، ۽ تنهنجو مڙس شراب ۽ جوئا ۾ سڀ ڪجهه وڃائي ويهي، تہ پوءِ اوهين سڀ پاڻ کي تباهيءَ جي اوڙاهہ ۾ ڏسندؤ. ائين آهي نہ؟"

ننڍيءَ ڀيڻ جو مڙس، پاکم، بخاري جي ڀرسان ويٺي اها سموري گفتگو ٻڌي رهيو هو. "اهو سچ آهي." هن چيو. "آءٌ ننڍي هوندي کان وٺي پنهنجي ڌنڌي تي پورهيو ڪري رهيو آهيان. ان ڪري مون پنهنجي دماغ ۾، ڪنهن بيوقوفيءَ جهڙي خيال کي جڳهہ نہ ڏني آهي. تنهن هوندي بہ مون کي پنهنجي زندگيءَ سان هڪڙي شڪايت آهي، اها آهي ٿوري زمين. جيڪڏهن مون کي ٿوري زمين ٻي بہ ملي وڃي، تہ جيڪر ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي پرواهہ نہ ڪريان. شيطان جي پرواهہ بہ نہ ڪريان!"

پوءِ ٻنهي ڀينرن چانهہ پي ختم ڪئي، ۽ پوشاڪ تي ڪجهہ دير ڳالهہ ٻولهہ ڪري، ٿانءَ ٿپا ڌوئي وڃي سمهي رهيون.

سندن انهي گفتگوءَ هلندي، شيطان بہ بخاري جي پويان ويٺو هو۽ سڀ ڪجهہ ٻڌي رهيو هو. هن کي ننڍيءَ ڀيڻ جي ان ڳالهہ ڏاڍو خوش ڪيو، جنهن کي ٻڌي سندس مڙس ٻڌاڪ هڻڻ لڳو، تہ "مون کي ٿوري زمين ٻي بہ ملي وڃي، تہ جيڪر شيطان جي پرواهہ بہ نہ ڪريان!"

"ڏاڍو سٺو!" شيطان چيو. "آءٌ توسان هڪ تباهيءَ جي راند کندس. آءٌ توکي ججهي زمين ڏيندس، ۽ پوءِ وري اُها کسي وٺندوسانءِ!"

ڳوٺ ۾ انهن ڪڙمين جي ڀر ۾ هڪ عورت رهندي هئي، جنهن کي ساڍا ٽي سؤ ايڪڙ پنهنجي ٻني هئي. شروعات ۾ هن جا تعلقات ڪڙمين سان سٺا هوندا هئا، ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي آسودگيءَ جو ناجائز فائدو نہ ورتو هئائين، پر پوءِ هن هڪ رٽائرڊ فوجي4 کي پنهنجي ٻنيءَ جو ڪارائو مقرر ڪيو، جنهن اچڻ سان ڪڙمين تي ڏنڊ وجهي کين آزارڻ شروع ڪيو. پاکم پنهنجن ڊورن جي ڪٽي ڪيڏي بہ سنڀال لهندو هو، تڏهن بہ ڪڏهن هن جو گهوڙو ڇُڙي وڃي اُن عورت جي جوَن جي فصل ۾ پوندو هو، تہ ڪڏهن ڪا ڳئون چرندي وڃي ان جي باغ ۾ داخل ٿيندي هئي، ۽ ڪڏهن ڪو ڳابو ٽهائي وڃي سندس چراگاهہ ۾ پهچندو هو. اهوئي سبب هو جو پاکم ويچارو سدائين ان عورت جي ڪارائي وٽ ڏنڊ ڀريندو رهندو هو.

پاڪم ڇُپڙي ڪري وڃي ڏنڊ ڏيئي، مال وٺي ايندو هو ۽ گهر اچي ڏڍ ڪي مارڻ ۽ گاريون ڏيڻ شروع ڪندو هو. ڪارائي جو اهو آزار اونهاري جي مند ۾ ويتر وڌي ويو ۽ پاڪم سخت ضروري سمجهيو ته مال ڪنهن واڙَ ۾ بيهارجي. اهڙيءَ طرح هن مال ڪي واڙ ۾ بيهارڻ جو خرچ سَهسايو۽ ٻئي قسم جي هورا ڪورا ۽ فڪري ڪان آجو ٿيو.

سياري ۾ اهو افواهه سڄي ڳوٺ ۾ پکڙجي ويو ته اها زميندار عورت، بارينا، پنهنجي زمين وڪڻي رهي آهي ۽ رٽائرڊ فوجي ڪرائو، ڪانئس اها زمين ۽ ان سان لاڳو چراگاهه وٺڻ جو خيال ڪري رهيو آهي. اهو قصو جڏهن ڪڙمين جي ڪنن تائين پهتو، ته سڀ هراسجي ويا، ڇو جو ڪارائي جو روش ڪان هو اڳ ئي واقف هئا.

’جيڪڏهن ڪارائو اها زمين وٺي ٿو، ته هو اسان تي اڳي ڪان به ڳرا ڏنڊ وجهندو!‘ سيني گڏجي ويچاريو. ’ان ڪري ضروري آهي ته اسين پنهنجي ڪل بچائڻ لاءِ، ڪا اتڪل ڪري اها زمين حاصل ڪريون؟‘

ڳوٺ جي وڏيري وٽان هڪ وفد بارينا سان ملڻ ويو، ۽ ڪيس عرض ڪيو ويو ته هوءَ پنهنجي زمين ڪارائي کي نه وڪڻي، بلڪ وڏيري کيو وڪڻي، جو ڪارائي ڪان وڌيڪ واڪ ڏيندو. بارينا سندن اها ڳالهه مڃي، ۽ هو سڀ ڪوششون ڪرڻ لڳا ته وڏيرو بارينا جي سڄي ملڪيت خريد ڪري. هنن ان ڏس ۾ هڪ به دفعا ميڙ ڪوٺايو، پر مسئلي جو ڪو به حل نه ٿيو. حقيقت ۾ هڪ ناپاڪ روح، سندن هر ٺهيل ٺڪيل ڪم کي ڦٽائي رهيو هو، جنهن ڪري هو ڪنهن به فيصلي تي پهچي ڪين سگهيا. آخر هنن فيصلو ڪيو ته هرهڪ ڪڙمي جدا جدا پنهنجي سرزمين وٺي، پوءِ جيتري جيڪو وٺي سگهي. سندن اها به ڳالهه بايرنا قبول ڪئي.

هڪ ڏينهن پاڪم ٻڌو ته سندس پاڙيسريءَ بارينا ڪان پنجاهه ايڪڙ زمين ورتي آهي. ۽ بارينا ساڻس ٻئي سال تائين اڌ رقم جي اَوڌر رکي آهي. ان ڳالهه پاڪم کي ريس ڏياري. هن سوچيو، ’جيڪڏهن ٻيا سموري زمين وٺي ويا، ته منهنجي لاءِ ڪجهه به نه بچندو!‘ اهو ويچاري، هن پنهنجيءَ زال سان صلاح مصلحت ڪئي. هوءَ چوڻ لڳي: ”هرڪو ڪجهه نه ڪجهه زمين وٺي رهيو آهي. اسان کي به گهٽ ۾ گهٽ ٽيهارو کن ايڪڙ ٻني وٺڻ گهرجي. ٻيءَ حالت ۾، جڏهن اسان جي سموري موڙي ڪارائو ڏنڊن ۾ وصول ڪري رهيو آهي، اسان جو گذر ڏاڍو مشڪل ٿي پوندو.“ پوءِ هو ويچار ڪرڻ لڳا ته زمين وٺڻ لاءِ ڪانه ڪا صورت ڪڍڻ گهرجي.

هنن وٽ هڪ سؤ روبل گڏ ٿيا رکيا هئا. هڪ گابو ۽ اڌ ماڪي وڪڻي، ۽ پٽ کي نوڪري ڪرائي، هنن زمين جي ملهه جي اڌ جيتار پئسا ڪنا ڪري ورتا.

نيٺ پاکم سڀ پئسا ڪنا ڪيا، ۽ چاليهه کن ايڪڙ ٻني ۽ هڪ ننڍڙو ٽڪر ڪوڙي جي چونڊي، هو بارينا وٽ سودو ڪرڻ ويو. سودي نهڻ کان پوءِ، بارينا وٽ سوڻي جمع ڪرائي، پاکم شهر روانو ٿيو ۽ وڪري جا دستاويز وغيره نهرائي آيو. هن اڌ رقم ٿڏي تي ڏني. ۽ باقي اڌ رقم ٻن سالن اندر ڏيڻ جو شرط قبول ڪيائين، ۽ هاڻي پاکم زمين جو مالڪ هو.

هن ڪجهه رقم پنهنجي سالي کان اُڌاري ورتي، جنهن مان ٻج خريد ڪيائين. اهو ٻج نئينءَ ورتل زمين ۾ پوکيائين ۽ سندس فصل ڏاڍو سنو ٿيو. اهڙو،جو هن هڪ سال اندر ئي بارينا ۽ پنهنجي سالي جي قرض کان پلاند آجو ڪيو. هو هاڻي زمين جي ڪُلي مالڪ هو. اها زمين هن جي پنهنجي هئي، جنهن ۾ هن کيتي ڪئي. هن پنهنجي ئي فصل ۾ لابارو وڌو هو ۽ پنهنجي ئي ٻيلي مان ڪاٺيون ڪيون هيون. ۽ اهو هن جو پنهنجو ئي ڌڻ هو، جنهن کي هن پنهنجن چراگاهن ۾ چاريو ٿي. هو جڏهن بہ هر ڏينڻ يا فصل ڏسڻ وقت پنهنجيءَ نہ کسجڻ جوڳي ملڪيت ڏانهن ويندو هو، تہ سندس خوشيءَ جي ڪا حد ئي ڪانہ هوندي هئي. کيس پنهنجو گاهہ ٻين جي گاهہ کان مختلف نظر ايندو هو. ۽ هو محسوس ڪندو هو تہ سندس ٻنيءَ ۾ گلن جي ٽِڙڻ جو اندازو ئي مختلف هو. اڳي جڏهن هو پنهنجي زمين ڏسڻ ويندو هو تہ اها فقط زمين ئي هوندي هئي، زمينن جهڙي، پر هاڻي اها زمين، زمين هندي بہ هڪ ٻئي قسم جي زمين هئي.

اهڙيءَ طرح، پاکم ڪو وقت زندگي مزي سان گذاري. سچ پچ، تہ اها زندگي جيڪر ائين ئي خوشيءَ سان گذرندي رهي ها، جيڪڏهن ٻيا ڪڙمي پاکم جي ڪوڙي ۽ ٻنين سان هٿ چراند نہ ڪن ها. هن جو بار بار اعتراض ڪرڻ ۾ سڦلا نہ ٿيا. ڌنار پنهنجا ڌڻ هن جي ڪوڙي ۾ ڇڏي ڏيندا هئا. ۽ هنن جا گهوڙا رات جو سندن تيار ٿيل فصل تباهہ ڪري ويندا هئا. هن ڪيترائي ڀيرا ڌڻ هڪالي ٻاهر ڪڍيو هو، ۽ ڳالهہ کي نظر انداز ڪري ڇڏيو هو، پر ڪيستائين؟ آخر هو انهن حرڪتن کان عاجز ٿي پيو، ۽ وڃي عدالت ۾ فرياد داخل ڪيائين. هن چاتو پئي تہ ڪرمي اهو سڀ ڪجهه تنگدستيءَ سبب ڪري رهيا هئا، ۽ نہ ڪنهن ڪيني سببان، پر هو ڪين ائين ڪرڻ جي اجازت ڪيئن ٿي ڏيئي سگهيو، جڏهن سندس سمورو فصل تباهہ ٿي رهيو هو؟ هنن کي ضرور سيکت ملڻ کپندي هئي!

اهڙيءَ ريت، هن هڪ ڪڙميءَ کي عدالت وسيلي سبق سيکاريو، ۽ پوءِ ٻئي ڪي، هڪ تي ڏنڊ پيو ۽ پوءِ ٻئي تي به. انهيءَ ڏاڍ مڙسيءَ سبب ٻين ڪڙمين جي دلين ۾ هن لاءِ نفرت پيدا ٿي ويئي، ۽ سندس پاڙيسرين ايڪو ڪري سندس فصل چوري ڪرڻ جا سانباها ڪيا. هڪ ماڻهو رات جو هن جي باغ ۾ گهڙيو ۽ بيئنل ليمي جي وڻن جا چوڏا لاهي ويو. ٻئي ڏينهن جڏهن پاکم انهن وڻن وٽان لنگهيو ته ليمي جي وڻن جو اهو حال ڏسي، سندس منهن لهي ويو. هو وڏي وڻن جي ويجهو آيو، ۽ ڏٺائين ته ڪن وڻن جا چوڏا لٽا پيا هئا، ۽ ڪن کي پاڙون پٽي ڦٽو ڪيو ويو هو. بدمعاش رڳو هڪ وڻ ڇڏيو هو، جنهن جون به ٽاريون وڍيون پيون هيون. پاکم جو منهن ٽامڻي هٽي ويو. هن سوچيو، 'رڳو خبر پئجي وڃيم ته اها ڪنهن جي شرارت آهي، ته ڪن ۾ خبر وٺانس!' هو دل ئي دل ۾ سوچيندو رهيو ته اهو ڪير ٿي سگهي ٿو؟ نيٺ هن کي پڪ ٿي ته اهو ڪم 'سميڪا' جوئي ٿي سگهي ٿو. سو هو سميڪا ڏانهن خبر لهڻ لاءِ ويو، پر ڪيس سواءِ گارين جي ٻيو ڪجهه به پلئه ڪونه پيو. هاڻي ته ويتر سندس شڪ وڏيڪ مضبوط ٿي ويو ته اها شرارت ڪندڙ شخص سميڪا ئي هو. ۽ پوءِ، ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، وڃي عدالت ۾ سميڪا تي فرياد ڪيائين. فريادي ۽ جوابدار، ٻنهي کي ڪورٽ ۾ گهرايو ويو. ماجسٽريٽ پيروي پوري ڪرڻ کان پوءِ گهڻي سوچ ويچار بعد، مقدمو انهيءَ بنياد تي خارج ڪري ڇڏيو ته پاکم پنهنجي فيراد جي سچ هئڻ لاءِ ڪا مضبوط شهادت پيش نه ڪري سگهيو. ان ڳالهه پاکم کي تهان ئي وڏيڪ ڪاوڙ ڏياري. هو راڄ جي مکيءَ ۽ ماجسٽريٽن کي گاريون ڏيڻ لڳو "اوهين سڀ چورن جا پائيوار آهيو جيڪڏهن واقعي ايماندار هجو ها، ته سميڪا کي ڪڏهن به جيل موڪلڻ کان سواءِ نه ڇڏيو ها." هاڻ هو ڪوشش ڪري پاڙيسرين کان پري پري ۽ اڪيلو رهڻ لڳو، ۽ پنهنجا واسطا مکيءَ سان گهٽائيندو ويو. انهن ئي ڏينهن ۾ ڳوٺ ۾ افواهه اٿيو ته ڪي ڪڙمي ڳوٺ مان لڏي وڃن جا سانباها پيا ڪن. ان افواهه پاکم کي به ويچار ۾ وجهي ڇڏيو، 'يلا آءُ ڪهڙي سبب ڪري ڳوٺ مان لڏي وڃان! جيڪڏهن ٻيا ڪڙمي لڏي رهيا آهن ته چا ٿيو، منهجي لاءِ ته پاڻ زمين وڏي پوندي! آءُ هنن جون ڇڏيل ٻنيون وٺي سگهندس، ۽ پنهنجيءَ زمين کي وڌائي سگهندس. هاڻي جو سوڙهه سکوڙ ۾ پيو رهان، سو پوءِ گهڻي آرام ۽ طمينان سان رهندس.'

ٿورن ڏينهن کان پوءِ، هڪ ڏينهن جڏهن پاکم پنهنجي گهر وينو هو، ته هڪ مسافر ڪڙمي اچي سندس گهر پيڙو ٿيو. پاکم هن کي رات پاڻ وٽ تڪايو. ماني کائڻ کان پوءِ، ڳالهه ٻولهه ڪندي، پاکم هن کان

پڇيو ته هو کهڙي طرف کان اچي رهيو آهي. ان تي هن کيس ٻڌايو ته هو وولگا نديءَ کان ٿورو پرڀرو هڪ ڳوٺ مان آيو آهي، جتي پاڻ نوڪري به ڪندو آهي. پوءِ مسافر کيس ٻڌايو ته ڪيئن نه اتي هڪ نئين بستي قائم ڪئي پيئي وڃي، ”هر هڪ لڏي ايندڙ کي پنهنجو نالو مکيءَ وٽ پيش ڪرڻو پوي ٿو ۽ کيس ٽيهه ايڪڙ ٻني الاٽ ڪئي وڃي ٿي. زمين به ڏاڍي ڀلي، جنهن ۾ رائيءَ جو فصل ته اهڙو ٿئي ٿو جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر! هر هڪ سلوا ايترو ڊگهو ٿو ٿئي، جو گهوڙو فصل ۾ گهڙي وڃي ته نظر ئي نه اچي! ۽ ايترو گهاٽو ٿو ٿئي، جو پنجن مُٺين مان هڪ گڏو ٺهي پوي!“ هن وڌيڪ ڳالهيون ڪندي ٻڌايو ته ”جيڪو اتي اچڻ وقت بلڪل غريب هو، سو هن وقت ڇهه سؤ ايڪڙن جو مالڪ آهي ۽ رڳو گذريل سال ڪڻڪ جي وڪري مان ئي پنج سؤ روبل ڪمائي ڇڏيا آهي!“

اها ڳالهه ٻڌي، پاڪم جو روح بيتاب ٿي ويو ۽ هن ويچاريو: ”هتي رهي، ههڙي تنگدستيءَ ۽ تڪليفن واري زندگيءَ گذارڻ مان ڇا فائدو؟ آءٌ هتي جي زمين ۽ جايون سڀ وڪڻي ڇڏيان ۽ اتي نئين زمين ۽ نئون گهر آباد ڪريان. هتي هن تنگ ماحول ۾ سواءِ لڳاتار ڏکن جي ڪجهه به نه آهي. ڪنهن به قيمت تي مون کي ان ڳوٺ ۾ وڃڻ گهرجي، ۽ حال احوال معلوم ڪرڻ گهرجي!“

جڏهن اونهارو آيو، ته هو سهي سنيري ان نئين آباد ٿيندڙ ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو. هن وولگانديءَ کان سمارو تائين آگبوٽ رستي سفر ڪيو، ۽ اتان چار پنج ميل پيادل هلڻ بعد، اچي ان نئين وسندڙ ڳوٺ ۾ پهتو. هن اتي جيڪي ٻڌو هو، اهو ئي اچي ڏٺو. ڪڙمي ٽيهن ايڪڙن جي ٻنيءَ تي به سُکي زندگي گهاري رهيا هئا. مکيءَ کيس پڪ ڏني ته جي هو اتي اچي رهيو ته سندس سنو آڌر ڀاءُ ڪيو ويندو. کيس وڌيڪ اهو به ٻڌايو ويو ته جي ڪو پئسي وارو شخص هتي آباد ٿيڻ ايندو، ته هو وڌيڪ زمين به خريد ڪري سگهندو، ايتري، جيتري هو چاهيندو، ۽ اها زمين هميشه ❊ لاءِ سندس ملڪيت ٿي رهندي.عجب جي ڳالهه اها جو هڪ روبل ۾، ڀلي ۾ ڀلي زمين جا نوَ ايڪڙ پئي مليا!

اها سڀ معلومات حاصل ڪري سرءُ جي مند ۾، پاڪم پنهنجي ڳوٺ موٽي آيو. هو اچڻ سان پنهنجي جاءِ ۽ زمين وڪڻڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويو ۽ آخر چڱي چوکي نفعي سان پنهنجي زمين، پنهنجو گهر، مال ۽ جمع ٿيل اناج وغيره نيڪال ڪري ڇڏيائين. هن ڳوٺ جي مکيءَ جي ڪتاب مان به پنهنجو نالو خارج ڪرايو، ۽ بهار جي مند ۾ پنهنجي ڪٽنب سميت نئين وسندڙ ڳوٺ ڏانهن روانو ٿي ويو.



Gul Hayat Institute

نئين ڳوٺ ۾ پهچڻ سان ئي هن مکيءَ جي ڪتاب ۾ پنهنجي نالي داخل ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ آخرضروري دستاويزوغيره لکڻ ۽ مکيءَ جي ڪيسي گرم رکڻ کان پوءِ هوان ڪم ۾ ڪامياب ٿي ويو. ڳوٺ ۾ جدا جدا هنڌن تي هن کي ڏيڍ سؤ ايڪڙ زمين ملي ويئي. في ماڻهو ٽيهه ايڪڙ جي حساب سان. ان سان گڏوگڏ ڪيس عام چراگاهه استعمال ڪرڻ جو حق به ڏنو ويو. پاکم نئين زمين ۾ پنهنجو گهر ۽ واڙو وغيره اڏيو. هن کي جيڪا زمين ملي هئي سا سندس اصلي ڳوٺ واري زمين کان ٻيڻي هئي، ۽ هئي به اناج اُپائڻ واري. هتي هن جي حياتي سندس اصلي ڳوٺ واريءَ حياتيءَ کان ڏهوڻو بهتر هئي. سندس زرعي زمين ۽ چراگاهه جو علائقو ايترو ته وسيع هو جو، ڪيترو به مال ان ۾ چاري پئي سگهيو.

شروع ۾ ان کي جو ڪجهه مليو ان کي ڪو ڪافي ۽ ججهو سمجهڻ لڳو. پر ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ، هو پاڻ کي اتي به تنگ ۽ ناخوش محسوس ڪرڻ لڳو. هن پنهنجي ٻنيءَ ۾ به اوچيءَ جنس واري ڪڻڪ ٿي پوکڻ چاهي، جيئن ٻيا هاري پوکي رهيا هئا. پر هن کي مليل پنهنجين زمينن مان ڪا به هڪ اهڙي ڪڻڪ پوکڻ جي لائق نه هئي. ڪڻڪ ڪرڻ لاءِ اهڙي زمين گهربل هئي، جنهن ۾ ٻن سالن تائين پوک نه ٿي هجي. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي، ته هن کي جا زمين ملي هئي، سا سٺي ۽ زرخيز هئي، پر اها فقط رائيءَ جي فصل پوکڻ جي لائق هئي. ڪڻڪ واريءَ زمين لاءِ گهڻا ئي عرضدار هئا. پر اها زمين تمام ٿوري هئي. آسودا ڪڙمي ته پنهنجي ٻني پاڻ ڪندا هئا، پر غريب ڪڙمي واپارين وٽ زمين گِروي رکي پوءِ آباد ڪندا هئا. پهرئين سال پاکم روسي ڪڻڪ جو فصل پوکيو، جيڪو ڏاڍو پلو ٿيو. ٻئي فصل ۾ به هن ڪڻڪ ڪرڻ چاهي، پر اهو ائين نه ڪري سگهيو، ڇو جو هڪ فصل کان پوءِ وري ڪڻڪ ڪرڻ لاءِ زمين کي ٻه سال خالي ڇڏڻو ٿي پيو، تنهن ڪري هن ڪجهه وڌيڪ زمين حاصل ڪرڻ جو ارادو ڪيو. هو واپارين وٽ ويو، ۽ ڪجهه زمينه هڪ سال لاءِ مقاطعي تي حاصل ڪيائين. هن انهيءَ زمين ۾ ڪڻڪ پوکي، ۽ ان جو فصل تمام سٺو ٿيو. سندن نئين زمين ڳوٺ کان پنج ڇهه ميل پري هئي، جنن ڪري ڪيس اتان اناج وغيره گاڏيءَ تي کڻي اچڻو ٿي پيو. ٻين ڪڙمين کي انهن زمين تي رهندو ڏسي، پاکم دل ۾ ويچار ڪيو، "ڪهڙو نه سٺو ٿئي جو آءٌ به هنن ڪڙمين وانگر هتي ئي گهر اڏي ويهان." پوءِ هو اهڙن انتظامن کي مڪمل ڪرڻ ۾ جُنبي ويو.

اهڙيءَ ريت، پاڪم ساندھ پنج سال زمين مقاطعي تي ڪٽندي ۽ ڪٽڪ جو فصل ڪندي گذاريا. اهي پنج ئي سال هن لاءِ ڀاڳ وارا هئا، ۽ هن ڪٽڪ مان ججهي رقم ڪٺي ڪئي. زندگيءَ جي يڪسانيت ۾ ماڻهوءَ کي ٿڪائي ٿي ڇڏي، سو پاڪم ۾ سال بسال ڳوٺ ڏارئي ڳوٺ مان لڏي ٻئي ڳوٺ وڃڻ ڪان ڪَڪ ٿي پيو. جتي ۾ ڪا سٺي زمين ڪٽت تي ملندي هئي، تہ ڪڙمي ان تي ٽُٽي پوندا هئا. پاڪم جي پهچڻ ڪان اڳ ئي اها ٽڪر ٽڪر ٿي ورهائجي ويندي هئي. هڪ لڳا هن هڪ واپاريءَ سان گڏجي، ڪن ڪڙمين جو چراگاهہ ڪٽت تي ڪٽي آباد ڪيو. عدالت ۾ ڪڙمي دعوا ڪٽي ويا، ۽ سندس سموري محنت پاڻيءَ ۾ وهي ويئي.

پاڪم ارادو ڪيو تہ ڪنهن هنڌ اهڙي جاگيروني، جا دائمي طور سندس ئي ملڪيت ٿي رهي. ان ڏس ۾ هن جي ملاقات هڪ اهڙي آبادگار سان ٿي، جو ڏيواليو ٿي ويو هو، ۽ پنهنجي سموري ملڪيت، پندرهن سؤ ايڪڙ زمين، وڪري ڪرڻ لاءِ تيار هو. پاڪم ان سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي، ۽ ڪجهہ ڇڪتاڻ کان پوءِ هڪ هزار روبل تي سودو ٺهي ويو. اڌ رقم ڏَڏي تي، ۽ اڌ قسطن ۾. ان سودي ٺيڻ کان هڪ ڏينهن پوءِ، هڪ واپاري، جو پنهنجا گهوڙا هلر لاءِ ڏيڻ آيو هو، سو پاڪم جي گهر اچي ترسيو. رات جو چانهہ پيئڻ کان پوءِ، جڏهن هڪ ٻئي کان حال احوال وٺڻ لڳا، تہ واپاريءَ ڪيس ٻڌايو تہ هو هڪ ڏورانهين ڏيهہ، بشڪيرن جي ملڪ مان آيو آهي، جتي هڪ هزار روبل ۾ پندرهن هزار ايڪڙ پلي زمين ملندي آهي. انهيءَ تي پاڪم واپاريءَ کان ورجائي ورجائي پڇيو، ۽ هن ڪيس سمورو تفصيل ٻڌايو. هن ٻڌايو تہ، "مون کي رڳو اتي جي پَرين مڙسن کي ڪي سوغاتون- جهڙوڪ خلعتونو، غاليچا، چانهہ وغيره- ڏيڻيون پيون. اهڙيءَ طرح اٽڪل هڪ سؤ روبل ورهائڻا پيا، ۽ هر شوقين کي 'وودڪا'[1] پيارڻي پيئي. نتيجي ۾ مون کي ويهن ڪوپڪن[2] ۾ ٽي ايڪڙ زمين جا مليا." هن اهڙو دستاويز ۾ پاڪم کي ڏاڪريو. "سموري زمين درياءَ جي پر تي آهي. ڏاڍي زرخيز ۽ پلي آهي." واپاريءَ پنهنجي ڳالهہ ختم ڪندي چيو. پاڪم اجا ۾ هن کان وڌيڪ پڇا ڳاڇا ڪئي. "توکي اهڙي زمين جهڙي بشڪيرن ملڪ ۾ آهي، ڪٿي ۾ نہ ملندي." واپاريءَ چيو. "تنهن کان سواءِ، بشڪير ماڻهو ايترا تہ سادا ۽ ڀالا ڀولا آهن، جهڙيون رِدون. تون وٽانئن هر شيءِ مفت حاصل ڪري سگهندين."

پاڪم سوچيو: 'پندرهن سؤ ايڪڙن لاءِ هڪ هزار روبل وڃائڻ مان ڪهڙو فائدو، ۽ سو ۾ قرض جو بوجهہ ڪٽي. ايتريءَ رقم ۾ تہ آءٌ ان کان ۾ وڌيڪ ملڪيت جو مالڪ ٿي سگهان ٿو!'

پاڪم واپاريءَ کان ان ملڪ جو ڏگ پنڌ پڇي ڇڏيو ۽ جيئن ئي واپاري وڃائس موڪلائي ويو، ته هن به بشڪيرن جي ملڪ جي سفر جا سانباها ڪيا. پنهنجا ٻار ٻچا ڳوٺ ۾ ڇڏي، هڪ نوڪر ساڻ ڪري، هو پهريائين شهر ڏانهن روانو ٿيو، جتان چانهه، ووڊڪا ۽ ٻيون شيون، جي ڪيس واپاريءَ ٻڌايون هيون، سوکڙيءَ طور ڏيڻ لاءِ خريد ڪيائين. ان خريداريءَ مان واندا ٿي، هو ٻيئي بشڪيرن جي ملڪ ڏانهن روانا ٿيا، ٻه ادائي سؤ ميل سفر ڪرڻ کان پوءِ اچي بشڪيرن جي اڏي تي پهتا، جو ڪجهه واپاريءَ ڪيس ٻڌايو هو، سو هن اتي ڏٺو. ماڻهو چمڙي جي ننڍن تنبن جهڙن ڳاڏن ۾، نديءَ جي پر وارن ميدانن تي رهيل هئا. هو نه ڪيتي ڪندا هئا، ۽ نه ئي وري اناج واپرائيندا هئا. سڄو ڏينهن وڏن وڏن چراگاهن ۾ ڍڳيون ۽ گهوڙا ڍُڪائيندا وتندا هئا. بشڪيرن جو دلپسند ۽ مکيه کاڌو گهوڙين جو کير هو. انهيءَ مان بشڪير عورتون هڪ قسم جو شراب به ٺاهينديون هيون، جنهن کي ”ڪيومس“ چوندا هئا. ڪيومس مان ڪڏهن ڪڏهن پنير به ٺاهيو ويندو هو. پيئڻ لاءِ هو رڳو ٻه شيون ئي استعمال ڪندا هئا- چانهه ۽ ڪيومس. ان کان سواءِ سندن کاڌو گوشت، ۽ تفريح، شرناءِ وڄائڻ هئي. اهي ماڻهو سدائين سرها ۽ چست نظر ايندا هئا. تعليم ۾ هو بلڪل ڪورا هئا، ۽ روسي زبان کان غير واقف، پر تڏهن به مهربان ۽ بااخلاق هئا.

جيئن ئي هنن جي نگاهه پاڪم تي پيئي، ته هو سڀ پنهنجن تنبن جهڙن ڳاڏن مان ٻاهر نڪري آيا، ۽ مهمان کي چوڌاري وڪوڙي ويا. هڪ ترجمان آيو، جنهن کي پاڪم ٻڌايو ته پاڻ زمين خريد ڪرڻ آيو آهي. اهو اڳلهه ٻڌي، بشڪير خوشيءَ ۾ ڀرجي ويا، ۽ پاڪم کي ڀاڪر پائي هڪ سٺي سينگاريل تنبوءَ ۾ وٺي آيا. اتي هو آڙام ڏيندڙ غاليچن تي وينو ۽ بشڪير ڪيومس ۽ چانهه ٺاهڻ ۾ لڳي ويا. کاڌي پيتي کان پوءِ، پاڪم پنهنجي گاڏيءَ مان سوکڙيون ڪڍي آيو، ۽ بشڪيرن ۾ ورهائڻ لڳو. ان بعد هنن ڪجهه پاڻ ۾ ڳالهايو، ۽ پوءِ ترجمان کي ڳالهائڻ جو حڪم ڏنائون.

”آءُ توکي ٻڌائڻ چاهيان ٿو.“ ترجمان چيو، ”ته اسين تو مان گهڻو خوش ٿيا آهيون. اسين مهمان جي ڏنل سوکڙين عيوض سندس هر خواهش پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون، اهو اسان جو دستور آهي. تو اسانکي پنهنجين سوکڙين سان نوازيو آهي، سو توکي جيڪي ڪجهه گهرجي سو ٻڌاءِ، ته جئين اسين تنهنجي اها خواهش پوري ڪري سگهون.؟“

Gul Hayat Institute

”مون کي رڳو توهان جي کھ زمين کپي.“ پاکم وراڻيو.”جتان آءٌ آيو آهيان، اتي زمين ڪافي نہ آهي، ۽ جا ڪجھ آهي، اها نستي آهي. پر اوهان جون زمينون ايڏيون تہ گهڻيون ۽ پليون آهن، جو اهڙيون مون ڪڏهن ۽ ڪٿي بہ نہ ڏٺيون آهن!“

ترجمان بشڪيرن کي سڀ ڪجھ ترجمو ڪري ٻڌايو، ۽ هو وري پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا. جيتوڻيڪ پاکم ڪجھ بہ نہ پئي سمجهي سگهيو، تنهن هوندي بہ هن محسوس پئي ڪيو تہ بشڪير خوشيءَ جو اظهار ڪري رهيا هئا، ۽ انهن مان ڪي تہ ٺهڪ بہ ڏيئي رهيا هئا. آخرهنن بحث ختم ڪيو، ۽ پاکم ڏانهن ڏسڻ لڳا. ترجمان ڳالهائڻ شروع ڪيو ”تنهنجي مهربانين جي بدلي ۾ اسين توکي ايتري زمين وڪڻڻ لاءِ تيار آهيون، جيتري زمين تون وٺي سگهين. تون رڳو چئو تہ توکي ڪيتري زمين کپي، ۽ پوءِ اها زمين تنهنجي ٿي ويندي.“

ايتري ۾ بشڪيرن وري پاڻ ۾ سُس پُس شروع ڪئي، ۽ ڪنهن ڳالھ تي تڪا پوڻ لڳا. پاکم جي پڇڻ تيترجمان کيس ٻڌايو تہ. ’ڪن جي مرضي آهي تہ زمين جي وڪري متعلق پهريائين ستارشينا (مکي) سان صلاح ڪرڻ گهرجي، ۽ ان کان سواءِ ڪو بہ قدم نہ کڻجي، ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ ستارشينا کان پڇڻ ضروري نہ آهي.“

بشڪيرن اجا انهيءَ بحث ۾ هئا تہ تنبوءَ ۾ هڪ ماڻهو داخل ٿي، جنهن کي لومڙ جي کل جي ٽوپي پهريل هئي. هن جي اچڻ تي هر ڪو ادب مان اٿي بيٺو ۽ ترجمان پاکم کي ٻڌايو تہ ”ستياشينا اهو آهي.“پاکم هڪدم سٺي ۾ سٺي خلعت ۽ پنج پائونڊ چانھ جا ڪڍي، ستيارشينا کي سوکڙي پيش ڪئي. ستارشينا سوکڙي قبول ڪئي، پوءِ مسند تي وڃي ويٺو. بشڪيرن هن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ شروع ڪيو. سڀ ڪجھ ٻڌڻ کان پوءِ، هو ڪجھ مُرڪيو، ۽ پاکم سان روسي زبان ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيائين ”توکي جيتير زمين، جتي بہ گهرجي، چونڊي وٺ. اسان وٽ ججهي زمين آهي.“

”تنهن جي معنيٰ تہ مون کي جيتري زمين کپي، اوتري ملندي!“ پاکم دل ۾ خيال ڪيو. ’تنهن هوندي بہ مون کي سودو پڪو ڪرڻو پوندو. ائين نہ ٿئي و اج زمين ڏين ۽ سڀاڻي وري کسي وٺن.‘

”توهان جا لک ٿورا.“پاکم ستارشينا کي چيو. ”ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ اوهان کي خدا جو ڏنو سڀ ڪجھ آهي. پر مون کي عوري زمين کپي. آءٌ رڳو ڄاڻڻ ٿو چاهيان تہ مون کي ڪهڙي ۽ ڪيتري زمين ملندي. بهتر ٿيندو تہ ڪنهن پيماني سان زمين جي ماپ ڪريو. ۽ پوءِ اها مون کي عنايت ڪريو.

حياتي ۽ موت خدا جي وس آهي. اوهين نهايت شريف ۽ خلوص وارا ماڻهو آهيو، پر اوهين اڄ مون کي جيڪا زمين ڏئي رهيا آهيو، تي سگهي ٿو ته سياڻي اوهان جو ايندڙ نسل اها مون کان کسي وٺي.“
ستارشينا مرڪيو. ”تون خاطري ڪر.“ هن چيو. ”اسان جي هيءَ گڏجاڻي هڪ قسم جي وڪري جي بحالي آهي.“
”پر.“ پاڪم چيو. ”مون کي هڪ واپاريءَ، جو اوهان وٽان ٿي ويو آهي، ٻڌايو آهي ته اوهان هن کي زمين وڪرو ڪري ڏني ۽ ڪري جو اهڙو دستاويز به ڏنو. منهنجي اوهان کي گذارش آهي ته مهرباني ڪري مون کي به اهڙي قبوليت ڏيو.“
ستارشينا هاڻي سمجهي ويو. ”ٺيڪ آهي.“ هن جواب ڏنو. ”اسان وٽ لکندڙ موجود آهي، باقي ٻيون ضروري ڳالهيون شهر ۾ هلي پوريون ڪري ايندا سين.“
”زمين لاءِ اوهين ڪهڙو ملهه وٺندؤ؟“ پاڪم پڇيو.
”اسان جو اگهه“ ستارشينا جواب ڏنو. ”هزار روبل في ڏينهن آهي.“
پاڪم اهو پڏينهن جي ليکي وارو اگهه سمجهي نه سگهيو. ”ان ۾ ڪيترا ايڪڙ اچي ويندا؟“ هن پڇيو.
”اسين ايڪڙن جو حساب نه ڪندا آهيون.“ ستارشينا چيو. اسين زمين ڏينهن جي حساب سان وڪڻندا آهيون. اهو هيئن ٿيندو، جو جيتري زمين جي چوڌاري تون هڪ ڏينهن ۾ گهمندين، اوتي زمين تنهنجي ٿيندي. اسان جو پيمانو اهو آهي، ۽ قيمت هڪ هزار روبل.“
”اهو ڪيئن؟“ پاڪم عجب مان پڇيو. ”ماڻهو ته هڪ ڏينهن ۾ تمام گهڻي زمين جي چوڌاري گهمي سگهندو؟“
ستارشينا وري مرڪيو. ”بهرحال، ڪيئن به هجي، اها زمين تنهنجي ٿيندي.“ هن چيو. ”پر هڪڙو شرط اٿئي: جنهن هنڌان تون روانو ٿيندين، تنهن هنڌ انهيءَ ڏانهن واپس موٽي نه آئين ته تن هنجي رقم ضبط ڪئي ويندي!“
”پر اوهين سرزمين تي فيصلو ڪيئن ڪندا؟“ پاڪم پڇيو.
”اسين ان جاءِ تي هلي ويهنداسين، جتان تون روانو ٿيندين.“ ستارشينا وراڻيو. ”آءٌ ۽ منهنجا ماڻهو اتي ترسنداسين ۽ تون ماپ ڪرڻ لاءِ روانو ٿيندين. تنهنجي پٺيان اسان جا ڪي سوار به هوندا، جيڪي تنهنجي خواهش ۽ چوڻ موجب نشان بنديءَ جا ڪُلا هڻندا ويندا. پوءِ انهن ڪلن جي چوڌاري هر گهمايو

Gul Hayat Institute

ويندو. سج لهڻ مهل توکي اتي واپس اچڻو پوندو، جتان تون روانو ٿيندين. جيتريءَ زمين جي چوگرد تون گهمي ايندين اوتري زمين تنهنجي ملڪيت ٿيندي.“

پاکم اهي شرط قبول ڪيا، ۽ فيصلو ڪيو ويو ته ٻئي ڏينهن صبح جو سوير ڪم شروع ڪجي. ڪچهريءَ ۾ حال احوال ڏيڻ وٺڻ وري شروع ڪيو ويو. ڪجهه ڪيومس وڌيڪ پيتو ويو، گوشت کاڌو ويو. جنهن بعد چانهه جو دور هليو، ۽ اهڙيءَ رت محفل اڌ رات تائين متل رهي. آخرڪار پاکم بستري داخل ٿيو ۽ آيل بشڪير تڙي پکڙي پنهنجن گهرن ڏانهن هليا ويا. وڃڻ کان اڳ سڀني ٻئي ڏينهن تي نديءَ جي هُن پر ملڻ جو وعدو ڪيو، جتان سج اڀرڻ کان اڳ مقرر ٿيل جاءِ ڏانهن روانو ٿيڻو هو.

پاکم بستري تي ليٽيو، پر سڄي رات هڪ لحظي لاءِ به اک نه ٻوٽي سگهيو. هن جي ذهن ۾ هر هر انهيءَ زمين ۽ ملڪيت جي خيال پئي ڊوڙون پاتيون، جيڪا هو هٿي وٺڻ وارو هو. هن سوچيو، سڀاڻي مون کي گهٽي ۾ گهٽي ”وعدو ڪيل“ زمين حاصل ڪرڻ گهرجي. آءٌ گهٽ ۾ گهٽ چاليهه ميل پنڌ ته واهه جو ڪري سگهندس،۽ ان حساب سان پنجيوهه هزار ايڪڙ ته خوشي سان هٿ ڪري ويندس! پوءِ ته ڪنهن جي به غلامي نه ڪرڻي پونديم. ڏاندن جو جوڙو، سنو هر ۽ به مزدور به رکي سگهندس. سٺي زمين ته آباد ڪندس، باقيءَ ۾ جهنگ ڪري ڪٽي مال چاريندس.“

سڄي رات پاکم اهڙن ويچارن ۾ غرق هو، ۽ اک ڪانه لڳيس. البت صبح جي پهر سندس اک ڪجهه ٻوٽي. اک لڳڻ سان ئي هن هڪ خواب ڏٺو: هُو اُن ۽ چم جي گاڏيءَ ۾ ليٽيو پيو هو ۽ ٻاهر ڪنهن کِليو ۽ ڳالهايو پئي. ان ڏسڻ لاءِ ته ٻاهر ڪير کلي ۽ ڳالهائي رهيو هو، هو هنڌ تان اٿي ٻاهر ويو. ڇا ڏسي ته ستارشينا پنهنجا ٻيئي هٿ ڇيلهه تي رکيو، زمين تي ويٺو وڏا وڏا ٽهڪ ڏيئي رهيو هو. پاکم اڳتي وڌي هن کان پڇيو ته ڪهڙيءَ ڳالهه تي کلي رهيو آهين؟ اتي پاکم ڏٺو ته اهو شخص ستارشينا بلڪل ڪونه هو، پر هو اهو وپاري هو، جيڪو گهوڙا ڪاهي سندس گهر اچي مهمان ٿيو هو ۽ کيس بشڪيرن جي ملڪ جو پتو ڏنو هئائين. هن اڳتي وڌي ان کان پڇيو، ”ڇا، تون اهو واپاري نه آهين جيڪو ڪجهه عرصو اڳ مون وٽ مهمان ٿيو هئين؟“ اوچتو ئي اوچتو واپاري بدلجي اهو ڪڙمي ٿي پيو، جيڪو وولگا جي هيٺانهين حصي مان ڪهي، پاکم وٽ سندس اباڻي ڳوٺ ۾ آيو هو؟ آخر ۾ پاکم ڏٺو ته اهو شخص ڪڙمي به نه هو، پر خود شيطان هو، سڱن ۽ کُرن سان، جو زمين تي ويٺو ٽهڪ ڏيئي رهيو هو! ان تي پاکم سوچيو، ”هي ڪنهن کي ڏسي رهيو آهي، ۽ ڇو کلي رهيو آهي؟“ ۽ خواب ۾ ئي ڪي قدم

اڳتي وڌي، ان کي ڏسڻ ۾ گهورڻ لڳو، پيرين اگهاڙو، قميص ۾ تنگ پاجامو سواريءَ وارو پهريل- زمين تي پٺيءَ ڀر ستل، سندس منهن اهڙوسفيد جهڙو ڪاغذ. هن وڌي ان ڏانهن گهوري نهاريو.. پاڪم ڏٺو ته اهو شخص شيطان به نه هو، پر هو خود پاڻ هو!

هو ڇرڪ ڀري اُٿي ويٺو. جاڳڻ سان ائين محسوس ڪيائين، ڄڻاهو خواب سچو هو. هن در کان ٻاهر نهاريو، اهو ڏسڻ لاءِ ته سوجهرو ٿيو هو يا نه. ۽ ڏٺائين ته واقعي باک ڦٽڻ واري هئي.

”هاڻي مون کي تيار ٿيڻ گهرجي.“هن سوچيو ’۽ هنن ڇڳن مرسن کي به جاڳائڻ گهرجي.‘ پاڪم اٿي پنهنجي نوڪر کي وڃي گاڏيءَ مان اٿاريو. هن کي گهوڙي سنجڻ لاءِ چئي. پاڻ وڃي بشڪيرن کي جاڳاياٿين. زمين ماپڻ جو وقت ويجهو هو. بشڪير اُٿي سهي سنيري تيار ٿيا، ته ستارشينا به اچي پهتو. هنن ڪيومس سان نيرن ڪري، پاڪم کي چانهه آڇي، پر هن انڪار ڪيو.ڪ هو اڄ ڏاڍو تڪڙو هو. ”جي هلڻو اَٿو ته هلو،“ هن چيو، ”وقت ڀرجي چڪو آهي!“ بشڪيرن بگل وڄايو ۽ سفر تي روانا ٿيا، ڪي گهوڙن تي ته ڪي گاڏين ۾. پاڪم پنهنجي نوڪر سان گڏ به ڦيٽي پنهنجي گاڏيءَ ۾ سوار ٿيو. هو ميدان تي ان وقت اچي پهتا، جنهن وقت باک ڦٽڻ واري هئي. سڀ هڪ ٽڪريءَ ڏانهن وڌيا، جنهن کي بشڪير شچان چوندا هئا. اتي پهچي، سڀ گاڏين مان هيٺ لٿا، ۽ اچي هڪ جاءِ تي ڪٺا ٿيا. ستارشينا پاڪم کي سڏ ڪيو، ۽ اشاري سان سڄي زمين ڏيکاري. ”جيڪا زمين توکي هتان نظر اچي رهي آهي، اها اسان جي آهي. ٻڌاءِ، تون ڪهڙي طرف وڃڻ پسند ڪرين ٿو؟“ پاڪم جون اکيون چؤطرف ڪجي ويون. سموري زمين گاهه سان ڀريل ۽ سرسبز لڳي پيئي هئي. اهڙي سڌي ۽ سنوت واري، جهڙي هٿ جي تري. جتي جتي ڪو گهارو يا اَڏ هئي، اتي ئي رڳو گاهه نه هو، نه ته سڄي زمين تي ماڻهوءَ جي قد جيترو گاهه بيٺو هو. ستارشينا مٿي تان لومڙيءَ جي کل واري ٽوپي لاٿي، ۽ اها ٽڪريءَ جي بلڪل وچ تي ڪٽيرڪي.

”هيءَ جاءِ،“ هن ٽوپي ڏانهن اشارو ڪري پاڪم کي چيو، ”اسان جو شان آهي. تون پنهنجي رقم ڪڍي ٽوپيءَ ۾ رک، ۽ جڏهن تون روانو ٿيندين، تنهنجو نوڪر هتي ويهندو. هتان توکي روانو ٿيڻو آهي، ۽ هتي ئي وري موٽي اچڻو اٿيئي. جيتريءَ زمين جي چوڌاري تون گهمي ايندين، اوتري زمين تنهنجي ملڪيت ٿيندي.“

Gul Hayat Institute

پاڪر پنهنجي رقم ڪڍي ٽوپيءَ ۾ رکي. پوءِ هن پنهنجو جبو لاٿو ۽ سندرو ٻڌي، ڪجهه ماني ٿيلهي ۾ وجهي، پاڻيءَ جي بوتل ڪلهي ۾ اٽڪائي، لانگ بوٽ چڪي ٻڌي، روانو ٿيڻ لاءِ تيار ٿيو. هو دل ۾ سوچڻ لڳو ته ڪهڙي طرف روانو ٿيڻ گهرجي. هر طرف زمين زرخيز ۽ پلي هئي. 'ٺيڪ آهي' هن سوچيو، 'زمين سموري پلي اهي، تنهنڪري اوڀر طرف ڪٽي ٿو روانو ٿيان.' هن پنهنجو منهن اوڀر طرف ڪيو ۽ تيسائين ٽنگون سهسائڻ لڳو، جيسائين سج ڪني ڪڍي. 'مون کي وقت بلڪل ضايع نه ڪرڻ گهرجي.' هن سوچيو، 'جيترو وقت ٿڌڪار هجي، اوترو وقت مون کي گهمڻ ۾ گهڻو فاصلو طي ڪرڻ گهرجي.' ٻه گهوڙيسوار بشڪير ته تيار ٿي هن جي پنيان اچي بيٺا. سج جا پهريان ڪرڻا نڪتا، ته پاڪر ٻه ٽڪريءَ تان هيٺ لٿو ۽ ميدان ۾ اڳتي وڌڻ لڳو. گهوڙيسوار بشڪير به هن جي پنيان پنيان هلي رهيا هئا.

هو نه تڪڙو پئي هليو، نه هوريان. پنج ڇهه فرلانگ هلي، هو ڪجه ترسيو ۽ گهوڙيسوارن کي حد جي ڪلي هڻڻ لاءِ چئي، وري اڳتي وڌيو. ڪجهه ڊِرائي ڇڏي، هو هاڻي وڏيون وڏيون وکون کڻڻ لڳو. گل پنڌ ڪري، هن وري ڪلو کوڙايو. هن سج ڏانهن نهاريو، جنهن جي روشني ۾ ٽڪري صاف پئي نظر آئي، جتي ماڻهو بيٺا هن کي پڏسي رهيا هئا. هن اندازو لڳايو ته پاڻ ٻه ميل کن پنڌ ڪري چڪو هوندو. هاڻي هو ڪجهه گرمي محسوس ڪرڻ لڳو، تنهن ڪري صدري لاهي سندرو ڪشي، وري اڳتي وڌيو. ٻه ٽي ميل هلي، هن ڪلي کوڙڻ جو حڪم ڏنو. گرمي واقعي وڌي رهي هئي. هن سج ڏانهن نهاريو ۽ ٿيلهي مان ڪجهه ماني ڪڍي کاڌي. 'هڪ پاسو ختم ٿيو' هن سوچيو، 'اهڙا چار پاسا سڄي ڏينهن ۾ ڪرڻا آهن. پر اجا ڪافي سوير آهي، مون کي رخ نه مٽائڻ گهرجي. بهتر ٿيندو ته بوٽ به لاهي ڇڏيان.' هو پٽ تي ويٺو ۽ بوٽ لاهي، وري اڳتي روانو ٿيو. هاڻي هو آسانيءَ سان پنڌ ڪرڻ لڳو. ٻه ميل کن ٻيا هلي، هن ارادو ڪيو، 'آءٌ کٻي طرف مڙندس. اهو ٻن ميلن وارو ٽڪر ڏاڍو سٺو آهي.' هن سڌو رخ رکيو. هڪ دفعو پوئتي مُڙي هن ٽڪريءَ ڏانهن ڏٺو. جا سندس نظرن کان ذري گهٽ اَوجهيل ٿي چڪي هئي، ۽ ان تي بيٺل ماڻهو ڪيس ماڪوڙن وانگر نظر اچي رهيا هئا.

'هاڻي'، هن سوچيو، 'آءٌ ڪافي پنڌ ڪري چڪو آهيان، ۽ مون کي کٻي طرف هلڻ گهرجي.' هو سڄو پگهرجي ويو هو، ۽ اڃ به ڏاڍي پئي محسوس ڪيائين. هن بوتل کولي ڪجهه پاڻي پيتو ۽ ڪلو هڻائي اڳتي وڌيو. کٻي طرف لڙي لهسائيندڙ تپش ۽ ڊگهي گاهه مان، تکو تکو اڳتي وڌڻ لڳو. هن ڪافي پنڌ

ڪري، هو ڪجھ وقت ترسيو. بيٺي ئي هن ڪجھ ماني کاڌي. ”جي آءُ ٿورو ئي ويٺس.“ هن سوچيو، ”تہ ممڪن آهي ٿڌو ٿي وڃيم، ان ڪري ساهي نہ پٽڻ گهرجي.“ بيٺي ئي ڪجھ آرام ڪري ۽ ڄنگهون سهسائي، وري اڳتي وڌيو. پهريائين اڳتي وڌڻ ۾ ڪيس ڪا تڪليف ڪانہ پهتي، ڇاڪاڻ جو ڪجھ ارام ۽ کاڌي ڪيس ڪي قدر تازو روانو ڪري ڇڏيو هو. پر پوءِ جڏهن سج ڪاپار تي چڙهي آيو، تہ هن پاڻ کي بلڪل پگهر ۾ شل محسوس ڪيو. پر اهو سوچي تہ هينئر هڪ گهڙيءَ جي تڪليف بہ صدين جي سک ۽ آرام جو باعث ٿيندي، آرام ڪرڻ بجا3، هو اڳتي وڌڻ لڳو.

هن ڇھ ڪن ميل ٻيو بہ پنڌ ڪيو، ۽ کٻي طرف لڙڻ وارو ئي هو تہ سندس نظر زمين جي هڪ پلي ٽُڪر تي پئجي ويئي. ’هڙي بهترين زمين ڇڏي ڏيڻ نہ کپي!‘ هن سوچيو، ’ان ٽُڪر ۾ سٺيءَ جو فصل ڏاڍو سٺو ٿيندو!‘ اهو سوچي، هو کٻي طرف مڙڻ بجا3، سڌو هلندو هليو، ۽ آخر ان ٽڪريءَ جي ڇيڙ تي ڪلو کوڙائي. هو کٻي طرف مڙيو. هن ٽڪريءَ طرف نظر ڊوڙائي، کيس ڪجھ بہ نظر نہ آيو. ٽڪري ڪائنس اَٽَ نَوَ ميل ڪن پري هئي.

’زمين جا بہ وڏا پاسا طي ڪري چڪو آهيان.‘ هن سوچيو، ’۽ هي آخري پاسو مون کي ننڍي ڪان ننڍي فاصلي سان طي ڪرڻ گهرجي.‘

هن آخري طرف ڏانهن هلڻ شروع ڪيو. وڏين وڏين وکن سان. ٽپهريءَ جو وقت اچي هٽيو هو، ۽ ٽڪري اجا ڪائنس ست ميل پري هئي. ’هاڻي مون کي سڌو ئي سڌو ٽڪريءَ ڏانهن پنڌ ڪرڻ گهرجي.‘ هن فيصلو ڪيو، ’ڪهڙي بہ خراب زمين وچ ۾ ڇو نہ اچي. رستي جي ٻر وارو ڪهڙو بہ سٺو ٽڪر ڪٽڻ نہ گهرجي. آءُ ڪافي سٺي زمين هٿ ڪري چڪو آهيان. پاڪر سڌو ئي سڌو، ٽڪڙو ٽڪرو، ٽڪريءَ ڏانهن وڌڻ لڳو.

هو پنهنجي منزل طرف وڌي رهيو هو. کيس هلڻ ۾ ڪافي ٿڪ محسوس ٿي رهيو هو. سندس پيرن ۾ سخت سور پئي ٿيو، جن ۾ گهٽي ۽ بوٽ بنا پنڌ ڪرڻ سبب ڦلوڪڻا پئجي ويا هئا.’ هن، هِن حالت ۾ آرام ڪرڻ پئي چاهيو، پر هو اڻين نہ پئي ڪري سگهيو. هن ڇاتو پئي تہ پاڻ ترسي پئي سگهيو، پر سج هن لاءِ هرگز نہ ترسي ها. سج تہ هن لاءِ ڊرائيور هو، جيڪو کيس سختيءَ سان هڪلي رهيو هو. هو جيئن پوءِ تيئن وڏيڪ شل ٿيندو ويو. ’مون ايتري زمين ڪانہ کنئي آهي جو واري واپس وقت تي نہ موٽي سگهان! پر هاڻي مون کي ڪافي تڪڙو ٿيڻ گهرجي. اجا گهڻو مفاصلو رهيل آهي، ۽ آءُ اڌ مئو ٿي پيو

آهيان. ائين نہ ٿئي جو منهنجي سموري محنت ۽ پئسو رائگان ٿي وڃي، مون کي سخت ڪوشش ڪرڻ گهرجي!'

پاڪم رهيل کهيل طاقت ڪٺي ڪري، ڊڪ پائڻ شروع ڪئي. هن جا پير ڦاٽي پيا هئا، ۽ منجهائن رت وهي رهيو هو، پر تڏهن بہ هو ڊُڪندو رهيو. صدري، بوٽ، ٽوپي، ٿيلهي ۽ بوتل. هن سڀ ڪجهہ ڦٽو ڪري ڇڏيو.

"توبهہ! مون جو ڪجهہ ڏٺو هو، ان تي ڏاڍو خوش ٿيو هوس، پر هاڻي سڀ ڪجهہ ختم ٿي رهيو آهي!... آءٌ ڪنهن بہ طرح سج لهڻ کان اڳ، رواني ٿيڻ واري جاءِ تي پهچي نہ سگهندس!' انهيءَ خوف کيس وڌيڪ نستو ڪري ڇڏيو. تڏهن بہ هو ڊڪندو رهيو. سندس ڪپڙا پگهر ۾ تَر ٿي، سندس جسم کي چنبڙي پيا، ۽ سندس وات خشڪيءَ ۾ سُڪي ٺڪر ٿي ويو. سندس ڇاتيءَ ۾ لوهار جي ڌنوڻي هلي رهي هئي، ۽ دل جي سنداڻ تي مُترڪا لڳي رهيا هئا. سندس ٽنگون بنهہ ساٿيون ٿي پيون هيون، هو ائين محسوس ڪري رهيو هو، ڄڻ اهي ٽنگون سندس پنهنجون ڪين هيون. سندس ذهن مان زمين جو خيال بلڪل ئي محُو ٿي چڪو هو. ان وقت هو جو ڪجهہ سوچي پئي سگهيو، سو هو موت کان ڇوٽڪارو. پر هو بيهي نہ سگهيو. 'ايتري پنڌ ڪرڻ کان پوءِ، بيهي رهڻ ڪيترو نہ خراب آهي!' هن سوچيو، 'هو سڀ مون کي بيوقوف ۽ بزدل سمجهندا!'

هو ٽڪريءَ کي ويجهو پهچي چڪو هو. هاڻي هو بشڪيرن جون رڙيون ۽ سڏ بہ ٻڌي پئي سگهيو، ۽ اُنهن آوازن هن جي مئل جان ۾، هڪ دفعو وري روح ڦوڪيو. هو پنهنجيءَ رهيل کهيل طاقت سان اڳتي ڊڪيو. سج لهڻ شروع ڪيو هو، پر هو ٽڪريءَ کي ويجهو پهچي چڪو هو! هن ڏٺو تہ ٽڪري4 تي بيٺل ماڻهو هن کي پاڻ ڏانهن سڏي رهيا هئا. هاڻي هو زمين تي پيل ٽوپي بہ ڏسي رهيو هو. جنهن ۾ سندس رقم رکيل هئي. ۽ ان جي پرسان ستارشينا چيلهہ تي هٿ رکيو بيٺو هو. اوچتو پاڪم کي رات وارو خواب ياد آيو. 'هاڻي مون کي ڪافي زمين آهي.' هن سوچيو. بشرطيڪ، خدا مون کي سلامتيءَ سان ٽوپيءَ وٽ پهچائي، ۽ زندگي بخشي! پر منهنجي دل مون کي چئي رهي آهي تہ مون پنهنجي پير تي پاڻ ڪهارو هنيو آهي!' هو اجا بہ اڳتي ڊڪيو ۽ آخري دفعو هن سج ڏانهن نهاروي. وڏو ۽ ڳاڙهو سج زمين کي ڇُهي چڪو هو، ۽ آهستي آهستي ان جي پنيان غائب ٿيڻ لڳو هو. پاڪم بہ ٽڪريءَ وٽ پهتو، تہ سج ٻڏي ويو. "اهہ!" هن نراسائيءَ مان رڙ ڪئي. ڪيس پڪ ٿي ويئي تہ هو سڀ

ڪجھ وجائي چڪو هو. اوچتو ئي اوچتو، هن کي خيال آيو تہ هن ڪان وڏيڪ، ٽڪريءَ تي بيٺل ماڻهو سج کي چٽو ڏسي سگهندا هوندا، ۽ انهن جي ڪاڻ اجا سج نہ لٿو هوندو. هو ٽڪڙو ٽڪڙو ٽڪريءَ تي چڙهڻ لڳو. هو ڏسي پئي سگهيو تہ ٽوپي اجا زمين تي پيئيهئي، ۽ ڪنئي نہ ويئي هئي. هن پان کي اڳتي ڪٽي اڇلايو، ۽ ڪري پيو. ڪِرڻ سان ئي، هُن پنهنجا هٿ ڪولي ٽوپيءَ ڏانهن وڌايا، ۽ ان کي ڇُهيو!

”اي نوجوان!“ ستارشينا رڙ ڪئي، ”تو سچ پچ گهڻي زمين هٿ ڪئي آهي!“

پاکم جو نوڪر مالڪ کي زمين تان کڻڻ لاءِ تکو ڊوڙِ وٽس آيو. هن جي وات مان رت وهي رهيو هو، ۽ هو مري ڪو هو. نوڪر رڙ ڪري، ڏنڊٽجي ڪري پيو. پر ستارشينا، اوڪڙو وينو، پيٽ تي هٿ ڏيئي، ٺهڪ ڏيئي رهيو هو.

آخر ستارشينا اٿيو، ۽ زمين تان ڪوڏر کٽي، نوڪر ڏانهن ڦٽي ڪيائين، ”دفن ڪرينس!“ هن رڳو ايترو چيو.

بشڪير اٿي پنهنجن گهرن ڏانهن روانا ٿيا، ۽ صرف پاکم جو نوڪر ئي ٽڪريءَ تي رهجي ويو. هن پاکم جي قد جيتري قبر کوٽي. صرف ڇهہ فوٽ. ۽ سندس لاش کي ان ۾ دفن ڪيو.

---

[1] ووڊڪا: روسي شراب جو هڪ قسم.

[2] روبل ۽ ڪوپڪ: روسي سِڪا

Gul Hayat Institute

كائونٽ ولير ڊي لائيزل آڊم (فرانس)

# آس جو عذاب

ڏينهن ختم ٿيڻ تي هو. ان وقت سئگووين قبيلي جو ڇهون سردار ۽ جيلن جو اعليٰ افيسر، معزز ”پيڊرو آڊلوئزڊي- اسپيلا“ سارا گوسان جي سرڪاري شرابخاني مان ٻاهر پئي آيو. هن جي اڳيان ٻه جيل جا نگهبان بتيون کڻي پئي هليا ۽ پويان ملڪ جو وڏو جلاد هلي رهيو هو. هو زير زمين قيدخاني ڏانهن وڃي رهيا هئا.

ڪاٺ جي هڪ ڳري دروازي جو ڪُلف کليو ۽ هو سڀ هڪ اوداهي ۽ دم ڍُٽيندڙ ڪمري ۾ داخل ٿيا. ڪمري جي جهڪي سوجهري ۾، رت ۾ ڪارو ٿيل هڪ هنتر، هڪ ڪُل ۽ پٿر جو جنڊ نظر اچي رهيا هئا. پٽ جي ويجهو پيل پلال تي هڪ شخص ويٺو هو، جنهن جي عمر جو ڪاٿو ڪرڻ ڏکيو هو. هن جي ڪنڌ ۾ هڪ لوهي ڪڙيل پيل هئي. جنهن جي زنجير سان هو پٽ ۾ ٻڌو پيو هو. هن جو لباس ڇيهون ڇيهون ٿيل هو ۽ من هن هيڊو ۽ پوائتو ٿي چڪو هوس.

اهو قيدي ڪو ٻيو نه هو، پر آراگان جو هڪ يهودي ’رابي آسرا بربانيل‘ هو، جيڪو وياج خوريءَ ۾ غريبن تي ظلم ڪرڻ جي ڏوهه ۾ سال کن کان جيل ۾ هو ۽ روز ايذاءَ سهندو هو. سندس هوڏ، سندس ڪل ڪان به سخت هئي، ان ڪري هن پنهنجي ايمان ڇڏڻ کان به انڪار پئي ڪيو.

هن ڪي پنهنجي برادريءَ تي فخر هو ۽ ذات تي وڏائي، ۽ هر مشهور ۾ مشهور يهودي به هن جي ان مرتبي تي حاسد هو. هو ’تلمود چوائي هو، اوئينل‘ ۽ ’اپيسيو‘ جي نسل مان هو. اپيسيو، بني اسرئيل جي آخري جج جي زال هئي، انهن حالتن هن ڪي همت پئي ٻڌرائي ۽ هو لڳاتار پيڙائن ۽ ايذائن جو مقابلو ڪري رهيو هو.

اهوئي سبب هو جو اهڙي هستيءَ ڪي پيڙائن ۾ ڏسي، معزز پيڊرو آربوئز ڏڪندڙ رابيءَ جي ويجهو ايندي، اکين ۾ ڳوڙها آڻيندي چيو: ”منهنجا ٻچا! خوش ٿيءُ تنهنجي آزمائش هاڻي ٿيڻ تي آهي. آءٌ ڪيتري وقت کان توتي پنهنجي ٻانهن جي طاقت صرف ڪري رهيو آهيان، پر منهنجي انهيءَ زور ازمائي 4 جو انت به اچي ويو آهي. تون انجير جو هڪ سڪل وڻ آهين، جو جڏهن ڦل نه ڏيندو آهي ته پاڙؤن پٽجي ويندو آهي. سو، هاڻي ته خدائي توتي رحنمت ڪندو، شايد اها هستي آخري گهڙين ۾ توتي مهربان ٿئي، ان ڪري تون اميد نه لاهج، تنهنجو معاملو ڪو انوکو نه آهي. اهڙا مثال اڳ به ٿي

چڪا آهن. ان ڪري، اي منهنجا ڀڄا، اڄ رات تون پلي آرام سان ننڊ ڪر. سپاٽي آخري رسم پوري ڪئي ويندي. يعني توکي آخسري آزمائش مان لنگهڻو پوندو. اها لافاني باهه جي جِيي جاڻ آئي، توکي ان جو ئي ٻل ٽيٽو پوندو. منهنجا ڀڄا، توکي خبر آهي، تہ ان جي تپش پري کان ئي ساڙيندي آهي، ۽ ماڻهوءَ کي مرندي مرندي ٻہ يا ٽي ڪلاڪ بہ لڳي ويندا آهن. چوجو اسين اهڙي ٻليدان جو مٿو ۽ ڇاتي ٽڏن ۽ آلن ڪپڙن سان ويڙهيندا آهيون. سپاٽي اوهين ڪل تيتاليهہ ڄڻا قربان ڪيا ويندا. اهو بہ توکي ٻڌائي ٿو ڇڏيان تہ سڀ کان آخر ۾ تنهنجو وارو ايندو. ان ڪري تو.ي خدا جي حضور ۾ نمڻ ۽ مقدس باهہ جي روح جي پوڄا ڪرڻ لاءِ گهڻُ وقت ملي سگهندو. تون ازلي نور ۾ پنهنجو ويساهہ آڻ، ۽ آرام جي ننڊ ڪري وٺ.

پنهنجي گفتگو پوري رکڻ بعد، معزز آربوئز، جنهن قيديءَ جي ٻندن خلافص ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو، مظلوم قيديءَ کي پيار ۽ سڪ وچان ڳلي لڳايو. ان بعد جلاد جو وارو آيو، جنهن يهوديءَ کي التجا ڪئي تہ هو ڪيس سندس هٿان پهتل ايزائن ۽ پيڙائن جي معافي ڏئي. آخر ۾ جيل جي نگهبانن جو وارو آيو، جن بہ سندس پيشانيءَ تي چميون ڏيئي ڪانئس موڪلايو.

ان بعد، بدنصيب قيدي، بدنيخاني ۾ خاموش، مغموم ۽ اڪيلو رهجي ويو. هن جي زبان خشڪ ٿي ويئي هئي، ۽ چهرو ٽڪ ۽ پيڙائن سبب ڪومائجي ويو هوس. سيني جي وڃڻ بعد هو بند دروازي ڏانهن تڪيندو رهيو. پهريائين تہ هو ڪجهہ غير سنجيدو هو، پر پوءِ يڪايڪ هن جي اندر ۾ خيالن ۽ ويچارن جو تيز وهڪرو پيدا ٿي ويو. هو ڪيتري وقت کان در جي طاق ۽ چوکٽ جي وچ واريءَ وٿيءَ مان ايندڙ روشنيءَ جي تِرون جو مطالعو ڪري رهيو هو. هن جي ڪمزور دماغ ۾ هڪ آس پيدا ٿي هئي، جنهن هن جي سڄي وود کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو هو. هو رڙهي دروازي ڏانهن ويو، ۽ هوريان هوريان، خبرداريءَ سان پنهنجون آڱريون وٿيءَ ۾ وجهي، طاق کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لڳو. اتافق سان دروازي بند ڪندڙ نگهبان، دروازي جي پوريءَ طرح پِڇڻ کان اڳ ئي، طاق اندر ٺهيل ڪلف ۾ ڪنجي گهمائي هئي، جنهن ڪري ڪلف جي نوڪ، چوکٽ واري سوراخ ۾ پئجي نہ سگهي هئي، ۽ دروازو ڪمري ۾ اندرئين طرف کلي پيو.

رابيءَ دل هلي ٻآهر ليئو پاتو.

ڀھريائين هن جهڪي اوندهه محسوس ڪئي، پوءِ سندس نظر هڪ زمين دوز اڌ گول سرنگهه تي پيئي، جنهن ڪي ڏاڪا بہ هئا. انهن ڏاڪن جي پڇاڙيءَ کان شايد هڪ اونداهو دالان هو، جنهن جا ڪي ويجاه ٿنيا ڇِتا پئي نظر آيا.

پٽ سان ريڙهيون پائيندو، ڏاڪا چڙهي، هو مٿينءَ چائنٺ وٽ پهتو. اهو برابر هڪ دالان نما ورانڊو هو. پر تمام ڊگهو ۽ تمام جهڪو سوجهرو جهڙو صفن ۾ هوندو آهي، ان دالان ۾ هو. ڇت ۾ تنگيل ٻتيون دالان ۾ ڪٿي ڪٿي هلڪا هيڊا نيرا ڇِتا ڏاهي رهيون هيون. پڇاڙيءَ ۾ تہ اهي بہ اوندهه سان ملي اونده ٿي پئي ويون. سڄي ورانڊي ۾ ڪو بہ لنگهه وغيره ڪونہ هو. پٽ جي هڪ طرف ڪٻي پاسي، شخن سان بند ٿيل روشندان هئا، جن مان هلڪي هلڪي روشني اندر پئي آئي.اها روشني شايد سانجهيءَ جي سج جي هئي، ڇو جو ڪٿي ڪٿي پٿرن واري فرش تي ڳاڙها ڪرڻا بہ نظر پئي آيا. دالان ۾ ڪيڏي نہ ڀيانڪ خاموشي هئي!....شايد انهن اونداهن جي گَهرائين ۾ ئي، ڇوٽڪاري جو ڪو رستو هجي! يهودي آس نہ لاٿي، سندس انهن آخري اميدن جي مرڻ محال هو. وڏيڪ وقت وڃائڻ واجب نہ ڄاڻي، جوڪو سر تي ڪٽي، هو پٿر جي پٽ سان لڳي اڳتي وڌڻ لڳو. روشندانن ۽ ٻتين جي حقلن کان پاسو ڪندو، هو هوريان هوريان اڳتي وڌي رهيو هو. ڪيس پنهنجن تازن زخمن جي ايذاءَ ۾ تڪليف جي بہ پرواهہ ڪانہ پئي ٿي.

اوچتو ئي، پٿرن جي رستي تي، ڪنهن جي قدمن جي آهٽ جو پڙاڏو ٿيو. هن ڪي خوف وڪوڙي ويو. ۽ هو ٻت ٻڻجي بيهي رهيو. تنهن جي معنيٰ تہ سندس انت بہ ائين ئي ٿيڻو هو! هن ۾ چرڻ پرڻ جي سگهہ بہ نہ رهي، ۽ بنهہ بيجان بنجي ويو. هن جو اڌ سهہ تہ پوءِ سڪائي ڇڏيو هو. اهو جيل جو هڪ نگهبان هو. جو تڪڙو تڪڙو وڃي رهيو هو. هن جي هٿ ۾ لوهي ڇَنبو هو، جنهن سان قيدين جو ماس پٽيو ويندو هو. هو هن وٽان تکو تکو لنگهي، اڳتي وڃي گم ٿي ويو. پوءِ ۽ ڏهڪاءَ رابيءَ ڪي بلڪل بيجان ڪري ڇڏيو هو. هن لاءِ چُرڻ بہ محال هو. ڪلاڪ ڪن جي ذهني ڇڪتاڻ ڪان پوءِ، هن ۾ اڳتي وڌڻ جي سگهہ ٿي. ان پوءِ تہ پڪڙجڻ تي ڪيس وڌيڪ تڪليفون ۽ ايذاءَ پهچايا ويندا. ڪيس هڪ دفعو اهو سوچڻ تي مجبور ڪيو تہ هو موٽي پنهنجي ڪمري ۾ وڃي. پر آئيندي جي اميد وري هن جي ڪن ۾ پٽڪي، هن ڪي اڳتي وڌڻ جي سگهہ ٿي. ان پوءِ تہ پڪڙجڻ تي ڪيس وڌيڪ تڪليفون ۽ ايذاءَ پهچايا ويندا. ڪيس هڪ دفعو اهو سوچڻ تي مجبور ڪيو تہ هو موٽي پنهنجي ڪمري ۾ وڃي. پر آئيندي جي اميد وري

Gul Hayat Institute

هن جي ڪن ۾ پڙڪي، هن کي اڳتي وڌڻ لاءِ اُڀاري رهي هئي! خدا ڪيئن نہ مصيبت جي وقت بہ سندس مدد ڪئي هئي. در جو کليو رهجي وڃڻ هڪ معجزو ئي تہ هو! ان جي رحمت مان اميد لاهڻ اجائي ڳالهہ هئي. بک ۾ پاهہ ٿيل ۽ پيڙائن ۾ پيڙهيل، مظلوم قيدي، آزاديءَ واري ممڪن رستي ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو. خاموش دالان اجا بہ وڌيڪ ڊگهو پئي ٿيندو ويو. پر هو بنا هَبڪ جي دالان جي آخر تائِن نهاريندو پئي ويو، جتان کيس آزادي ملڻ جي اميد هئي. اُف! وري ڪنهن جي قدمن جو آواز ٿيو. پر هن پيري پير آهستي ۽ ڪڙڪي سان پئي ڪنيا. هن ڪان ڪجهہ پيرو، بہ نگهبان بتيءَ جي روشنيءَ ۾ ظاهر ٿيا. سندن مٿن تي فولاد جا ڊگها خول پيل هئا. هو پاڻ ۾، هوريان هوريان ڳالهيون ڪندا پئي آيا. سندن هٿن جي آسرن مان ائين پئي معلوم ٿيو تہ ڪنهن بحث ۾ رڌل هئا. هنن کي ڏسي، رابي آسرا ابربانيل پنهنجون اکيون ٻوٽي ڇڏيون. سندس دل جي ڌڪ- ڌڪ تڪڙي ٿيندي ويئي،۽ اکين اڳيان موت وڌندو نظر آيس. سندس ليڙون ليڙون ٿيل چوغو پگهر ۾ سل تي ويو. چپ چاپ بُت بڻجي، ڀت جي ڪنڊ ۾، بتيءَ جي روشنيءَ هيٺان بيهي رهيو، ۽ حضرت دائدو جي خد اکي سارڻ لڳو. هن جي اڳيان لنگهدني، نگهبان بہ بتيءَ جي روشنيءَ هيٺان بيهي رهيا. اهو رڳو هڪ اتفاق هو. انهن مان هڪ، ٻئي جي ڳالهہ ٻڌندي، پنهنجي نظر رابيءَ ڏانهن ڦيرائي. هن جون اهي نظرون جن جو رابيءَ کي ڀھريائين احساس ڪونہ ٿيو هو. هن جي ماس ۾ تڏي جنبور وانگر ڀيهنديون پئي ويون. هن تي وري مصيبت اچڻي هئي، وري کيس سور سهڻا هئا! هن تي غشيءَ جي حالت طاري ٿيندي ويئي، ۽ ساهہ بہ مشڪل سان پئي ڪڻي سگهيو. قدرتي طور- نگهبان جون اکيون جيتوڻيڪ رابيءَ طرف ڪنيل هيون. پر سندس سمورو ڌيان ٻئي نگهبان جي ڳالهين ۾ هو، ۽ هو رابيءَ کي ڏسي نہ پئي سگهيو.

هڪ- بہ منٽ اتي بيهي، ٻيئي نگهبان وري ڳالهائيندا ڳالهائيندا اڳتي وڌي ويا. اُن طرف، جان رابي آيو هو. هنن رابيءَ کي نہ ڏٺو هو. هو گهٻرائجي ويو هو. جهٽ لاءِ سندس مفلوج ذهن ۾، هڪ خيال آيو شايد آءٌ مري چڪو آهيان، جو ڪو بہ مون کي نٿو ڏسي سگهي! ڪنهن غيبي ۽ مخفي قوت هڪ دفعو وري هن کي چرڪائي ڇڏيو. پنهنجي منهن سامون ڀت تي نظر ڪندي. هن ڏٺو تہ کي ٻرندڙ اکيون کيس گهوري رهيون هيون! هن ڀؤ وچان اکيون ٻوٽي، پنهنجو ڪنڌ ڦيري ڇڏيو. هو سڄو ڏڪي رهيو هو! پر نہ! هن جو هٿ سامهون ڀت جي پٿرن تي وڃي لڳو. هن جيڪي ڏٺو هو، سو نگهبان جي اکين جا

تروڙا هئا، جي سنسد ماڻڪين تي اچا تائين موجود هئا. پٽ تي اولڙو ٿي ڪيس نظر اچي رهيا هئا.
’اڳتي وڌ!‘ هن جي اندر آواز ڏنو. هن ڪي دلان جي ڇيڙي ڏانهن وڌڻ گهرجي، جتان هن جي خيال موجب، آزاديءَ جي راهه شروع ٿيڻ واري هئي. چوڪاري جو رستو ته انهن تاريڪين مان ئي پئي نڪتو، ۽ انهيءَ رستي ڪان هو مشڪل سان ٿيهارو ڪن وڪون پري هو. هو گڏن ۽ پيٽ ڀَر رڙهندو اڳتي وڌيو ۽ سنتئي دالان جي پوائتي ۽ اونداهي حصي ۾ اچي پهتو. اتي پهچي، پٿر جي فرش تي مظلوم قيديءَ جي ڦهلي هٿ ٿڌاڻ محسوس ڪئي. اها ٿڌيءَ هوا جي لهر هئي، جيڪا دالان جي ڇيڙي واري دروازي جي وٿين مان اندر اچي رهي هئي. او خدا، ڪاش هي دروازو کلي سگهي! مظلوم قيديءَ جو سڄو وجود آس جي گهيري ۾ گهيرجي ويو. هن اوندهه ۾ هٿوراڙيون ڏينديءَ، در جي چانئٺ ڪان چوٽيءَ تائين چڪاس ڪئي. هن محسوس ڪيو، ته در کي ڪوبه ڪلف ڏنل نه هو. ڪو به ڪُنڊو ڪونه هو. ۽ رڳو هڪ تاڙي لڳل هئي. هو اتي بيٺو. سندس آڱريون تاڙيءَ کي هٽائڻ لڳيون. ۽ دروازو هوريان بنا آواز جي کلي پيو.”هل الجاح!“ رابيءَ چوٽڪاري حاصل ڪرڻ تي شڪراني جو ٿڌو ساهه پريو. هن چانئٺ وٽ بيهي،ٻاهر نهاريو. تارن ڀري رات ۾، دروازو ٻاهر باغ طرف کلي پيو. جتي هن کي آزاديءَ ۽ حياتيءَ جو چشمو ڦٽندو پئي نظر آيو! باغ جي پنيان ٻئي ملڪ جون سرحدون هيون. جتي پهاڙي قطارن جي مٿان، رات جي نيراڻ مائل ڪاراڻ جو پٽو چٽو پئي ڏسڻ ۾ آيو. ان طرف آزادي هئي....اوڏانهن پهچي وڃ...! هو سڄي رات ميون جي وٽن هيٺان سفر ڪندو رهيو اهي ميوا، جن جي خوشبوءِ سونگهندي هن ڪي عرصو ٿي ويو هو.هڪ دفعو جبلن جي قطر تي پهچي، هو هميشه لاءِ سلامت ۽ محفوظ ٿي ويندو. هن رحمت ۽ نعمت سان ڀرپور هوا ۾ ڊگهو ساهه کنيو ۽ تازيءَ هوا رڳ رڳ ۾ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو. پاڻ کي آزاد محسوس ڪري، خدا جي شڪراني بجا آڻڻ لاءِ هن ٻيئي هٿ مٿي ڪري دعا گهري. هن پنهنجن ٻان هن جي پاڇي کي پاڻ ڏانهن ايندي محسوس ڪيو. هن ڏٺو ته اهي پاڇا ڪيس وڪوڙي رهيا هئا...۽ پوءِ هن پاڻ کي ڪنهن جي نرم ڀاڪر ۾ محسوس ڪيو. هڪ ڊگهو جسم سندس آڏو بيٺو هو. هن پاڻ ۾ ٿورو اعتماد آڻيندي، پنهنجون نگاهون ان اڏول جسم ڏانهن کيون. هو دنگ رهجي ويو. ۽ سندس اوسان خطا ٿي ويا، اکيون خوف ۾ ڦاٽي ويس. ۽ سڄو ڌڪڻ لڳو. هو قيد خانن جي وڏي آفيسر جي ڀاڪر ۾ هو!



Gul Hayat Institute

اڳيان بيٺل معزز پيدرو آربوئز دي- اسپيلا، هن ڏانهن ڳوڙهن ڀريل اکين سان نهاري رهيو هو. هن جي اکين ۾ خوشيءَ ۽ ڪاميابيءَ جي چمڪ هئي. اهڙي، جا ڪنهن ڏنار جي اکين ۾ سندس وڃايل ڏڻ ڳولي لهڻ وقت ايندي آهي. معزز پيدرو هن کي ايترو ته زور سان ڀاڪر پاتو هو، جو سندس ڏاس واري ڪُڙتي جا کهرا بُج، رابيءَ جي ڦاٽل چوغي ۾ چڀي ويا هئا. جنهن ويل رابي آسرابرباني، پيدرو جي ڀاڪر ۾ اکيون ڳوڙهن سان ڀري، سوچي رهيو هو، ته ان ڀوائتيءَ سانجهيءَ جو هر پهلو ۽ هر لحظو هن لاءِ هڪ عذاب ثابت ٿيو هو، سو به آس جو عذاب، تنهن ويل، وڏي آفيسر، نااميديءَ جي لهجي ۾، پنهنجي اندر جا پرندڙ جذبا هن جي ڪنن ۾ اوتيا "منهنجا ڀڃا! اڄ رات، جيڪا شايد تنهنجي ڇوٽڪاري جي رات آهي، تون اسان کي ڇڏي ڪيڏانهن پيو وڃين؟"

Gul Hayat Institute

## ڪارل استيفنس (آسٽريا)

# ليننجن ۽ ماڪوڙيون

”بشرطيڪ هو پنهنج رخ نه ڦيرائين! ۽ ائين ڪرڻ لاءِ وٽن ڪو خاص سبب به نه آهي. تنهنجي آباديءَ تائين پهچڻ ۾، هنن کي وڌ ۾ وڌ به ڏينهن لڳندا.“

ليننجن سنگ جهڙي ٿلهي سِگار مان سوٽو هنيو، ۽ ڪا گهڙي ماٺ ڪري، سواءِ ڪنهن جواب ڏيڻ جي ٽڪ ٽُڪ ٽُتل ۽ ڪاوڙيلڪمشنر ڏانهن ڏسندو رهيو. پوءِ هن اهو سَنگ جهڙو سگار وات مان ڪڍيو، ۽ ڪجهه اڳيرو نميو. پنهنجن اُپن ۽ ڪَڪن وارن، ٿلهي نڪ ۽ چمڪنڙ اکين سان هو هڪ سِرڻ جهڙو ڏيکاري ڏيئي رهيو هو.

”اوهين هيڏي ساري تڪليف وٺي مون کي آگاهه ڪرڻ آيا آهيو.“ ليننجن پڙڪيو. ”ان لاءِ آءٌ اوهان جوشڪر گذار آهيان. پر اوهان کي اهو ٻڌي تڪليف ٿيندي ته آءٌ هيءَ جڳهه ڇڏي نٿو سگهنا، هرگز نه. هيءَ ته خير معمولي ڳالهه آهي، پر مون کي واڳن جي فوج به هتان نٿي هٽائي سگهي!“ برازيلي آفيسر پنهنجي بيوسيءَ ۽ ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي، پنهنجون بيئي ٻانوهن مٿي اُڀيون ڪري، وري هيٺ ڪري ڇڏيون. ”ليننجن!“ هن رڙ ڪري چيو، تون چريو آهين! هيءَ ڪا اهڙي آفت شيءِ نه آهي، جنهن سان تون پڄي سگهندين. هيءَ ته آفت اهي- هڪ الاهي آفت ۽ مصيبت! ڏهه ميلڊگهو ۽ ٻه ميل ويڪرو ڪَتڪ- ماڪوڙيون، رڳو ماڪوڙيون ئي ماڪوڙيون! انهن مان هر هڪ جڻ دوزخ جو ڏئيت آهي! توپن جيستائين ٿِ دفعا ٽُڪ اچلائيندين،اوتري وقت ۾ هو هڪ مينهن کائي چٽ ڪري ويندريون. آءٌ ٻڌائي ٿو ڇڏيانءِ ته جي تون هڪدم هيءَ جاءِ نه ڇڏي ويندين، ته هت سواءِ سڏي پٽ ۽ تنهنجي هڏن جي ٻيو ڪجهه به نه بچندو!“

ليننجن هڪ زوردار ٽهڪ ڏنو. ”الاهي آفت! اکين ٿي! پر آءٌ ڪا ڪراڙ ۽ بيواهه زال ته نه آهيان جو آفت جو ٻڌي ميدان ڇڏي وڃان ۽ اهو به نه سمجهي سگهان ته انسان غير معمولي قوتن جو مالڪ آهي، جيڪو چاهي ته روشنيءَ جو به خاتمو ڪري سگهي ٿو. پريا مڙس، آءٌ عقل هلائيندس. مون کي دماغ آهي، ۽ اها به سڌ آهي ته ان جي ڪيتري قوت ۽ ڪهڙو ڪارج اهي. ٽي سال اڳ هن علائقي کي آبد ڪرڻ وقت، مون هر مصيبت ۽ رڪاوٽ جا امڪان ۽ علاج سوچي ڇڏيا هئا، ۽ هاڻي به آءٌ مڙس ٿي منهن ڏيڻ جي پاڻ ۾ سگهه ساريان ٿو.“

برازيلي آفيسر پنهنجو وس نہ هلندو ڏسي، اتي ڪڙو ٿيو. ”مون پنهنجي وسان ڪونہ گهٽايو اهي.“ هن چيو. ”تنهنجي هوڏ نہ رڳو تنهنجو خاتمو ڪندي، پر تنهنجن چئن سوَن هارين کي بہ نابود ڪري ڇڏيندي، تون انهن ماڪوڙين کي ڪونہ سڃاڻين!“

ليننجن هن کي نديءَ تائين ڇڏڻ آيو. جتي هن جي سرڪاري لانچ بيٺي هئي. جيئن جيئن لانچ اڳتي وڌندي ويئي، تيئن تيئن آفيسر لانچ جي ڪنهڙي ڏانهن وڌندو آيو. ۽ هٿ مٿي ڪري هن کان موڪلائڻ لڳو. لانچ نظر کان اوجهيل ٿي ويئي، پر ليننجن جي ڪنن تي اجا بہ ڪنهن اواز جو هڪو پڙلاءُ پئجي رهيو هو. ”تون انهن کي نہ سڃاڻين! آءٌ چوانءِ ٿو، تون انهن کي ڪونہ سڃاڻين!“

اهو دشمن ليننجن لاءِ ڪو نئون ڪونہ هو. هن ملڪ ۾ آباد ٿيڻ کان اڳ هو گهڻو عرصو اتي رليو هو. ۽ انهيءَ دشمن کي پنهنجي بک مٽائڻ لاءِ تباهيون ۽ برباديون آڻيندي ڏٺو هئائين. ان ڪري هن پنهجي ڳوٺڙي ۾ بہ ان جي بچاءَ جا اپاءَ ڪري ڇڏيا هئا ۽ هو انهن اپائن کان مطمئن هو.

هونئن بہ گذريل ٽن سالن ۾، هڪ آبادگار جي حيثيت ۾، هن ڪيترين ئي خدائي شامتن، جهڙوڪ خشڪسالي، اُتل ۽ ٻوڏن وغيره جو مقابلو ڪيو هو. انهن سيني حالتن جو هن اهڙن وقتن تي مڙس ٿي مقابلو ڪيو هو، جڏهن سندس پاڙيسري خوف ۽ حراس ۾ پنهنجا گهر تڙ ۽ ٻنيون ٻارا ڇڏي ڀڄي ويا هئا. انهن مقابلن ۾ هن کي سدائين سوڀ ٿي هئي. انهن ڪامرانين جو سبب، هو پنهنجي زندگيءَ جي زرين اصول کي سمجهندو هو“ انسان کي رڳو پنهنجين ذهني قوتن جي هڪ دفعو پوري ڄاڻ پوڻ گهرجي، پوءِ ڪابہ مصيبت هن لاءِ مصيبت نہ رهندي.“ موڳا ماڻهو سدائين بي سُڌ ٿي اوڙاهن ۾ ڀٽڪندا وتندا آهن. سودائي ماڻهو پنهنجي تيز فهميءَ جي باوجود، اوچتي مصيبت تي گهٻرائجي ويندو آهي ۽ ڪاهل، مصيبت جي وهڪري ۾ وهي، وڃي ڪنهن ڪُن ۾ ڦاسندو آهي. پر ليننجن لاءِ اهڙيون آفتون ڪجهہ ڪين هيون. هو چوندو هو تہ عقل انسان کي پنهنجيءَ قسمت جو مالڪ بڻائي ٿو.

بيشڪ، هو سچو هو. ليننجن حياتيءَ سان مقابلو ڪرڻ ڄاتو ٿي. برازيل جي انهيءَ واريا سي علائقي ۾، هن جي دماغ ڪيترين ئي مصيبتن تي فتح پاتي هئي. پهريائين هن پنهنجي عقل ۽ حرفت سان اتي جي اصلي رهاڪن کي پنهنجي هٿ ۾ ڪيو، تنهن کان پو3 هن جديد سائنسي طريقا اختيار ڪري، پنهنجي آباديءَ کي گهڻو ڪجهہ وڌايو هو. ان ڪري ڪيس هاڻي بہ پڪ هئي تہ هو اٽر ماڪوڙين جو مقابلو چڱي طرح ڪري سگهندو.



Gul Hayat Institute

تنهن شام جو ليننجن پنهنجن ڪاسبين کي ڪٺو ڪيو. هن ايتري تائين ترسڻ نہ پئي چاهيو تہ هن ايندڙ آفت جي خبر انهن کي ڪنهن ٻئي هنڌان پوي. اهي لفظ تہ ”ماڪوڙيون اچن پيون“، انهن لاءِ موت جي پيغام کان گهٽ ڪين هئا. پر ليننجن جي قول ۽ عقل تي هنن کي ايترو تہ اعتماد هو، جو آرام ۽ ماٺ سان سندس هدايتون ۽ تجويزون ٻڌندا رهيا. پوءِ هو مردانگيءَ ۽ حوصلي سان ايندڙ آفت جو انتظار ڪرڻلڳا. ماڪوڙيون بہ آفت هيون، پر سندن استاد، ليننجن، جو عقل انهن کان بہ وڏي آفت هو.

ٽئين ڏينهن منجهند ڌاري، آفت بہ منهن ڪڍيو. ان جي پهچڻ جو اطلاع گهوڙن جي بدحواسيءَ ڏنو، جي انهن جي بوءِ سنگهي، گهٻرائجي، واڳون ڇنائي رهيا هئا. سيني جهنگلي جانورن ۾ مانڌاڻ مچي ويو هو. خونخوار توڙي ڊڄڻا پَسون، سڀ گهٻراهٽ ۾ ڊُڪندا، ٽاٻِڙندا، ڀڄندا پئي ويا. شڪاري جانور پڻ خوف وچان بي اختيار ڊوڙي رهيا هئا. ڳئن ۽ ڊِگهن جا وڳر، ڪنڌ هيٺ ڪري، ناسون هٽندا، ننڍن ننڍن جانورن کي لتاڙيندا، اڳتي ڊڪندا پئي ويا. انهن سيني پويان، ننڍا، ننڍا جانور ۽ جيت، حيران ۽ پريشان ڀڄندا پئي ويا. سڄي علائقي ۾ هڪ قسم جو محشر برپا ٿي ويو هو.

انهن بدحواس جانورن اول پنهنجو رخ پوکن طرف ڪيو. ڪاهيءَ تائين پهچي، وري ڪٻي ۽ سڄي پڪڙجي. وچي نديءَ جي ڪپر تي پهتا، ۽ اڳتي ڪو رستو نہ ڏسي، نديءَ جو ڪنارو ئي ڪنارو وٺي، ڊڪندا غائب ٿي ويا.

***

پاڻيءَ سان ڀريل ڪاهي ليننجن جو ڀهريون بچاءُ هو. اها ڪاهي ڳوٺڙي جي ٽن طرفن کان گهوڙي جي نعل وانگر ڦري آئي. ڪل ٻارن هن فوٽ ويڪري هئي ۽ اونهائي ڪا خاص ڪانہ هيس، سُڪل حالت ۾ ماڻهو يا جانور جيڪا آسانيءَ سان پار پئجي سگهي. ڪاهيءَ جون ٻيئي ڇيڙيون اتر طرف نديءَ سان وڃي ٿي مليون. انهن مان هڪ ڇيڙيءَ تي، ڪاهيءَ ۾ پاڻي آڻڻ لاءِ، ليننجن نديءَ تي هڪ پل ٺاهي ڇڏي هئي.

ڪاهيءَ ۾ پاڻي ڇڏي، ليننجن پنهنجي آباديءَ جي چوگرد هڪ مضبوط ڪوٽ اڏي ڇڏيو هو. هو ائين مطمئن هو، جيئن تاريخ جي وچئين دور ۾، ڪو جاگيردار پنهنجي شهر جي چوڌاري ڪوٽ اڏي،



Gul Hayat Institute

اطمينان سان ويهندو هو. ليننجن ان نتيجي تي پهتو ته جيستائين ماڪوڙيون هشيار ٿين، جو ٽُرها ٿاهين، تيستائين انهن لاءِ پوک تائين پهچڻ هڪ اڻ ٿيڻي ڳالهه هئي.

اها ٻارنهن فوٽ ڪاهي، پنهنجي4 جاءِ تي، بچاءَ جو مڪمل مورچو هو. پر ماڪوڙين جي اچڻ تائين ليننجن ٻيا به بچاءَ جا مورچا ٺاهي ڇڏيا هئا. ڪاهيءَ جو الهندو حصو هڪ جهنگ وٽان پئي لنگهيو. پرسان بيٺل وڻن جون ٽاريون ڪاهيءَ ۾ اچي ٿي پيئون. ليننجن انهن ٽارين کي به مُڇائي ڇڏيو هو ته متان ماڪوڙيون انهن وسيلي آبديءَ تائين اچي پهچن. عورتون، ٻارن ۽ چوپائي مال کي هڪ ٻيڙيءَ ۾ چاڙهي، نديءَ جي ٻيءَ پير پهچايو ويو هو ته جيئن اهي هر حالت ۾ سلامت رهن. ليننجن کي اڻين ڪرڻ وقت ڪو هنن جي سلامتيءَ جو خيال ڪونه هو، بلڪ هن انهن کي ان ڪري پري پئي رکڻ چاهيو ته جيئن هو بچاءَ جي ڪم ڪار ۾ رڪاوٽ نه ٿين. هڪ ڪاسبين کي ٻڌايو هو ته ”جي ٿوري مصيبت ۾ ڪا عورت يا ڍڳو بدحواس ٿي پوي ته اها ننڍي مشڪلات به وڏو هنگامو ۽ مصيبت ٿي پوندي آهي.“

آخر ۾ هن اندرئين مورچي جو معائنو ڪيو. ان ٽڪريءَ جي چوڌاري، جنهن تي هنن جون جايون ۽ اَن جا ڀانڊا هئا، اتي هڪ ننڍي ۽ پڪي ڪاهي هئي. ان ڪاهيءَ لاءِ پيٽرول جا ٽي تلاءَ به موجود هئا. ليننجن خيال ڪيو ته جيڪڏهن ماڪوڙيون آباديءَ تائين پهچي به ويون، ته انهيءَ پيٽرول جي ڪري سندس اَن جا ڀريل گدام ماڪوڙين جي تباهيءَ کان بچي ويندا.

هن پنهنجن ماڻهن کي بچاءَ جي پهرئين مورچي، يعني ڪاهيءَ جي ڪپتي، ٿوريءَ ٿوريءَ وٿيءَ تي بيهاري ڇڏيو. ان بعد، دلجاءِ ڪري، هن ويهي پائيپ دکايو ۽ مزي سان ان مان سُوٽا هڻندو رهيو. ايتري ۾ هڪ هاريءَ ڪيس اچي ٻڌايو ته مڪاوڙيون ڏکڻ طرف وڌنديون پيون اچن.

هو پنهنجي گهوڙ تي سوار ٿي، حملي واريءَ ڏس ڏانهنوڌيو. ڪاهيءَ جو ڏاکڻيون حصو به ڳوٺڙي جو مُنڍو به هو، جو ٿي ميل ڊگهو هو. ان جاءِ تان ئي دشمنن شروعاتي حملي جو خيال ڪيو هو.

اهو نظارو ايترو ته خطرناڪ هو جو ڪڏهن به وسري نٿي سگهيو. ايڳان ڦهليل ننڍين ننڍين ٽڪرين جي قطارن تي جيستائين نظر پئي ويئي، رڳو هڪ ڪارو تهه ڇُرندو پُرندو پئي نظر آيو. هيڏانهن هوڏانهن، هيٺ مٿي، رڳو ڪارنهن ئي ڪارنهن هئي. وچ ۾ ايندڙ گاهه ۽ ٻوٽا ائين گم ٿي پئي ويا، ڄڻ ڪو منجهن ڏاٽو هلائي رهيو هو ۽ لحظي پُڇاڻا اتي به رڳو ڪارنهن پئي نظر آئي، مطلب ته ڪارنهن جو هڪ سمنڊ هو، جو ڇوليون هڻندو، اڳتي وڌندو پئي آيو.

جڏهن ليننجن جي ڪڙمين ايندڙ دشمن جو نظارو ڏٺو، ته خوف ۽ اچرج مان ڪانئن رڙيون نڪري ويون. جيئن جيئن دسمن ۽ ڪاهيءَ جي وچ وارو فاصلو گهٽبو ويو، تيئن تيئن هنن تي ماٺ وڌيڪ قبضو ڪندي پئي ويئي. ههڙيءَ زبردست فوج کي وڌندو ڏسي، سندن اعتماد لوڏي ۾ اچي ويو. خود ليننجن به پنهنجي پريشانيءَ کي لڪائڻ لاءِ ڦڙتائيءَ ۽ بيدپائيءَ جو مظاهرو ڪري رهيو هو. لکين ڪروڙين خونخوار وات هنن ڏانهن وڌي رهيا هئا، ۽ سندن وچ ۾ رڳو هڪ خسيس ڪاهي هئي. ٿوريءَ دير کان پوءِ، سندس ۽ سندس ماڻهن جو رڳو هڏا وجي بچندا! ”جيستائين تون تي دفعا ٽُڪ اچلائيندين، ايتري ۾...“

وڌيڪ ڪهڙو بچاءُ ڪجي؟ جي هنن ڪاهي ٽپڻ جي اٽل ارادو ڪيو ۽ ڪاهي ٽپي اڳتي وڌن جو فيصلو ڪيو، ته پوءِ ڇا ٿيندو؟ هن جو ته اگر نگر ناس ٿي ويندو! هن جوش ۾ ڏند ڪُرٽيا. اچا ته هو هن تائين نه پهتيون آهن، ۽ هو پهچي به نه سگهنديون....هو موت ۽ مصيبت ٻنهي جو مقابلو ڪندو.

***

دشمنن جو ڪٽڪ منظم نموني سان اڳتي وڌندو پئي آيو. وڏي ۾ وڏي تجربيڪار فوج به انهن وانگر وڌي سگهي ها. پهريون جٿو، جو هڪ سڌيءَ قطار ۾ سُرندو پئي آيو، سو ڪاهيءَ کي گهٽو ويجهو پئجي چڪو هو. ماڪوڙين جي لشڪر ۾ جڏهن ٻيان آيل رڪاوٽ جي خبر پهتي ته انهن جا به جٿا، نهايت ئي ڦڙتائيءَ سان فوج مان نڪري، ڪاهيءَ جي اوپر ۽ اولهه طرف ڏانهن وڌڻ لڳا. انهي4 گهيري کي ممل ڪرڻ ۾ ڪين ڪلاڪ کن لڳي ويو. ماڪوڙين سمجهيو پئي ته ڪٿان نه ڪٿان لنگهه ضرور ملي ويندو.

جڏهن سڄي ۽ ڪٻي وارا جٿا اوپر ۽ اولهه طرف وڌي رهيا هئا، ته مرڪزي فوج، يعني ڏکڻ طرف واري، خاموش بيهي رهي. ان ڪري گيهري هيٺ آيل انسانن کي پنهنجي دشمنن جي مشاهدي جو چڱو موقعو ملي ويو. هر هڪ ماڪوڙي آڱوني جيڏي هئي. سندن رنگ ڪاراڻ مائل ڳاڙهو هو، ۽ ٽنگون ڊگهيون هين. هنن جي مٿن تي تيز اکيون ۽ وات ۾ نڪوڪدار زبانون هيون.

عام ماڻهو ته اها ڳالهه سوچي به نه سگهندو ته هن جانور کي ڪو دماغ ۽ عقل هوندو. پر ليننجن جو يورپي دماغ ۽ ڪاسبين جو پراڻو دماغ، ان ڳالهه تي متفق ٿي چڪا هئا ته ماڪوڙين جي ان اَٿاهه ساگر ۾، هر هڪ ماڪوڙي ڪنهن ڳوڙهي فڪر ۽ ويچار ۾ هئي. هنن جي خيال ۾، ماڪوڙيون اٿين ئي



Gul Hayat Institute

سوچي رهيون هيون تہ ڪاهي نہ هجي، ڪاهيءَ جو پيءُ هجي، پر اسين توهان جو ماس ضرور پٽينديونسين!

چئين ٻجي ڌاري، ماڪوڙيون گهوڙي جي نعل نما ڪاهيءَ ڪي هر طرف وڪوڙي ويون. ڪنهن مخفي پيغام رسانيءَ رستي، سڄي ڪٽڪ ۾ اها خبر گشت ڪري چڪي هئي تہ اڳيان رستو بند آهي. سامهون واريءَ مرڪزي فوج ۾ بيچينيءَ جا اثار ڏسي، گهوڙي تي سوار، ليننجن اندازو لڳايو تہ رڪاوٽ جي خبر دشمن تي وڏو اثر ڪيو آهي. شايد ٻي واهہ نہ ڏسي، هو آباديءَ جي پچر ڇڏي، ڪنهن ٻئي طرف وڃن تي سوچي رهيون هونديون.

اوچتو ئي هن جو اهو سُندر سپنو ٽُٽي پيو. پنهنجن ڪن چونڪين تان ايندڙ رڙيون ٻڌي، هو گهوڙ ڪي اَڙي هٽي ان طرف ڊوڙيو. اتي هن جو ڪجهہ ڏٺو، تنهن سندس ساهہ سُڪائي ڇڏيو.

***

ماڪوڙين جو هڪ اُڀرندڙ سيلاب، سوا سؤ وال ڪن موڪري، ڪاهيءَ جي ڪناري تان هيٺ لهي رهيو هو. هيٺ لهندڙ ماڪوڙين مان هزارين ٻڏي چڪيون هيون، پر تنهن هوندي بہ جٿن جا جٿا هيٺ لهي رهيا هئا. هو پنهنجن مئل ساٿين جي مٿان لنگهي، پاڻ ٻڏي، وري پوين لاءِ رستو ناهي رهيون هيون.

هزارين ماڪوڙيون پاڻيءَ جي وهڪ ۾ لڙهنديون پئي ويون، ۽ ڪيترين ٽڪجي، اڌ ميون ٿي، تر ۾ وڃي تي پيون. سؤ وال ويڪرو لشڪر، آهستي آهستي ڪاهيءَ جي ٻئي طرف، گهيري هيٺ آيل شڪار ڏانهن وڌڻ لڳو. ليننجن جو اهو ويچار غلط هو، تهڪو ڪاهيءَ ٽپڻ ڪان اڳ ۾، ماڪوڙين ڪي پنهنجين ساٿين جي لاشن سان پيريل ڪاهيءَ مٿان لنگهڻو پوندو. ان جي برخلاف، هر هڪ ماڪوڙي، پاڻ مري، ٻيءَ لاءِ وڪ وڌائڻ جو ڏاڪو پئي ٺاهيو. اهڙيءَ طرح، هڪڙيون ميون ٿي تہ وري ٻيون هڪ وڪ اڳتي پئي وڌيون.

ليننجن جي پر ۾ هڪ- ٻہ هاري، گهوڙن تي سوار، هن جي حڪم ٻڌڻ لاءِ تيار بيٺا هئا. انهن مان هڪ کي هن پُل ڏانهن موڪليو تہ جيئن پل کي وڌيڪ کوليو وڃي ۽ ڪاهيءَ ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو تيز ٿئي. ٻئي کي گهرن ڏانهن موڪليو ويو، تہ اتان وڃي ڪوڏريون ۽ پيٽرول ڇڙڪائڻ جا پمپ ڪٽي اچي. ٽئين کي حڪم ڪيو ويو تہ هو انهن جاين تان وڃي ماڻهو سڏي اچي، جتي حملي جو زور جهڪو يا بلڪل ڪونہ هو.

ليننجن جي ڪَتيل رفتار ڪان بہ گھڻو تيز.ماڪوڙيون ڪاهيءَ ڪي اُڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيون هيون. پويان لشڪر جي پيڙ سبب، اڳيان جٿا وڌندا، ڪاهيءَ ۾ ڪِرندا، اندرئين ڪناري ڪي ويجهو پوندا پئي ويا. هو ايترو تہ جوش ۽ تيزيءَ سان اڳتي وڌي رهيون هيون، جو پاڻيءَ جي وهڪري جي تيزي بہ هنن کي روڪي نہ پئي سگهي.

جڏهن ليننجن جا ماڻهو اتي اچي ڪٺا ٿيا، تہ ماڪوڙيون اَڌ ڪاهي ٽپي چڪيون هيون. آبادگار 7 ليننجن خوش نصيب هئا، جو ماڪوڙين رڳو هڪ جاءِ تان ڪاهہ ڪئي هئي، جي هو ڪاهيءَ جي ٽنهي طرفن کان يلغار ڪن ها، تہ هنن جو بچاءُ نہ رڳو ڏکيو، پر ناممڪن ٿي پوي ها.

پر اهو حملو بہ ڪو گهٽ خطرناڪ ڪونہ هو. هو ڏسي رهيو هو تہ دشمن ڪين هر وقت ويجهو پوندو پئي ويو. جيئن جيئن الاهي آفت ۽ انساني عقل جي جنگ فيصلي کي ويجهو ٿي پوندي ويئي، تيئن تيئن ليننجن جي منهن جو پنو لهندو پئي ويو. هو محسوس ڪري رهيو هو، ڄڻ تہ پاڻ ڪنهن عالمي مقابلي جي ميدان ۾ بيٺو هو، ۽ سندس آڏو، ڪائنس بہ وڌيڪ سگهارو پهلوان بيٺو هو، جنهن کي زير ڪرڻ کان سواءِ ٻي ڪابہ راهہ نہ هئي. هن کي پاڻ ۾ انهن سان مقابلي ڪرڻ جو اعتماد هو، ۽ اهو ئي سبب هو جو سندس ڪمي ڪاسبي ان زبردست مصيبت کي هڪ وال پري ڏسي بہ مقابلي لاءِ اٿل ۽ بيدپا هئا.

هو مالڪ جي نگهبانيءَ هيٺ، ڪاهيءَ جو ڪنارو ڪوٽي رهيا هئا ۽ مٽيءَ جا چاپوڙا ۽ واريءَ جا لَپا دشمنن جي فوج مٿان اڇلائي ريها هئا. ساڳئي وقت، پيٽرول سان ڀريل پمپ بہ ماڪوڙين مٿان زور زور سان ڦوهارا وسائڻ لڳا.

انهيءَ ڪامياب 7 سخت حملي جو جواب ماڪوڙين وڌيڪ زوردار يلغار سان ڏنو ۽ ڏسندي ڏسندي، مرڪزي فوج جا سمورا جٿا تيزيءَ سان ڪاهيءَ ۾ لهڻ لڳا. ڪاهيءَ ۾ مٽيءَ جي چاپوڙن پوڻ ڪري، سڄي ڪپر تي، جدا جدا هنڌن تان، ماڪوڙين جا ڪيترائي ڪارا ڪارا ٿها مٿي چڙهي رهيا هئا. جتي جتي بہ ائين ٿيو پئي، اتي ڪڙمي مٽيءَ ۽ واريءَ ۽ پيٽرول سان انهن کي پٺتي هٽائي رهيا هئا. پر دشمن جي اها چال سٺي مُنڊي ۾ ذري ذري تي پکڙيل هئي، ۽ سيني جاين تي پهچي وڃڻ ڪڙمين لاءِ ڏاڍو ڏکيو هو. جيتوڻيڪ هو چرين وانگر ڊڪي ڊوڙ رهيا هئا، پر سندن انهيءَ محنت ۽ جفاڪشي4 مان ڪو خاطر خواهہ نتيجو نہ پئي نڪتو.

هڪ ماڻهوءَ متيءَ جي لپي اڇلائڻ وقت ڪوڏر ڪٽڻ ۾ ڪجهه دير لائي ڪئي، ۽ نتيجي ۾، ڪوڏر جو ڳن اک ڇنڀ ۾ ڪارين ماڪوڙين سان ڍڪجي ويو. هن هڪ ڪَچي گار ڏيئي، ڪوڏر ڪٽي هيٺ اڇلائي، پر جو ڪجهه ٿيڻو هو سو ٿي چڪو. ماڪوڙيون هن جي ٻانهن تي چڙهي ويون ۽ بنا ڪنهن وقت وڃائڻ جي، هاريءَ جو ماس پٽڻ لڳيون.ئي انهن مان جيڪي وڏيون ماڪوڙيون هيون، تن جي زهريلن چڪن جي سور ايذاءَ ڪان ڪڙمي لُڇڻ ۽ ڦٿڪڻ لڳو.

لينِنجن محسوس ڪيو ته ههڙي قسم جو حادثو سندس ماڻهن جا حوصلا خطا ۽ همتون پَست ڪري ڇڏيندو. تنهن ڪري، مظلوم هاريءَ لاءِ دانهن ڪان به وڌيڪ زوردار آواز ۾ رڙ ڪندي چيائين، "پيٽرول! پيٽرلول! اڙي گڏهه. پنهنجون ٻانهون پيٽرول ۾ ٻوڙ!" ڦٿڪندڙ انسان پنهنجو چولو ڦاڙي، لاهي ڦٽو ڪيو ۽ ٻيئي ٻانهون پيٽرول جي دٻ ۾ ڪلهن تائين ٻوڙي ڇڏيون. پر آدمخور جيت اجا به هن کي ڇڏڻ لاءِ تيار نه ٿا. ٻيو ڪرمي ڍڪندو وٽس سهائتا لاءِ پهتو ۽ هڪ هڪ ڪري سندس ٻانهن تان ماڪوڙيون لاهيندو ويو.

ان حادثي ڪان خوف ڪائي، ڪيترا محافظ ڪاهيءَ ڪان پري هٽي ويا. جوش ۽ خروش جي آوازن، ڪوڏرن جي وهڻ ۽ ماڻهن جي ڊڪ ڊوڙ مان ائين پئي لڳو ته ماڪوڙين ان وقفي جو ڪفاي فائدو ورتو هو. اها هنن جي خڳوش قسمتي هئي جو ڪي ٿوريون ماڪوڙيو ڪاهي، ڪاهي اُڪري هنن وٽ پهتيون هيون. ماڻ هو وري همت ٻڌي، مقابلي ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌڻ لڳا. هڪ ڪراڙو ڪڙمي، جيڪو ٿوري گهڻي حڪمت به ڄاڻندو هو، زخمي ڪڙميءَ کي هڪ دوا پيارڻ لڳو. جا هن حملي ڪان ڪي ڪلاڪ اڳ تيار ڪئي هئي. سندس دعويٰ هئي ته اها دوا ماڪوڙين جي زهر جو ترياق آهي.

لينِنجن پنهنجيءَ صورتحال جو جائزو وٺڻ لڳو. ڪو بي همت ۽ ڪمزور ماڻهو اها حالت ڏسي ها ته يقيناً بدحواس ٿي پڇي وڃي ها. ڪروڙين ماڪوڙين جي فوج به چار سؤ ٽڪل ٽتل ماڻهن تي حملو ڪري رهي هئي. ان جو مقابلو رڳو انساني عقل ئي ڪري پئي سگهيو. آخر اڳيان به ته الاهي آفت هئي!

انسان جو دماغ به آفت آهي. ان ڪري ئي لينِنجن ائين سوچڻ ۾ بلڪل صحيح هو ته آفت جو مقابلو آفت ئي ڪري سگهندي. اتفاق سان نديءَ ۾ پاڻيءَ جي چاڙهه سبب ڪاهيءَ ۾ به پاڻي آهستي آهستي

وڌڻ لڳو هو. جيئن جيئن پاڻيءَ جو وهڪرو تکو پئي ٿيندو ويو، تيئن تيئن ماڪوڙين جا وڳر لڙهندا پئي ويا.

***

سچ پچ تہ شڪست جي مضبوط چنبي مان، فتح کي زبردستيءَ ڇڏايو ويو هو. ڪڙمين خوشيءَ وچان نعرا هنيا ۽ هڪ ڀيرو وري جوش سان دشمن تي حملو ڪرڻ لڳا.

سامهون وارو ڪٽڪ بہ گهٻرجي ويو. هنن کي ڄڻ تہ سُڌ پئجي وئي هئي تہ هو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نہ ٿيڻيون هيون. هو سلامتيءَ سان مٽي موٽ ڪائي رهيون هيون.

جيڪي جٿا پاڻيءَ ۾ لهي چڪا هئا، تن جون جانيون رائگان ويون. هزارين ٻڌل ماڪوڙيون پاڻيءَ ۾ لُڙهنديون پئي ويون. ڪپر تي پهتل ايڪڙ ٻيڪڙ ماڪوڙين کي ڪڙمي ناس ڪري رهيا هئا.

جتان ڪاهي اوپر طرف تي مُڙي، اتي ماڪوڙين جو وڏو ڪٽڪ ڪنو تي چڪو هو، اهي سڀ ٽڪجي نااميد ٿي چڪيون هيون ۽ هيٺ لهڻ جي سگهہ نہ پئي ساريائون.

سيني چونڪن تي فتح جي خبر گشت ڪري رهي هئي، ۽ سيني مورچن تان ڪاسبي ڪلندا ٽپندا ڏکڻ طرف مکيہ مورچي تي اچي ڪٺا ٿيا ۽ فتح جو نظارو ڏسڻ لڳا. هڪ دفعو هو سڀ ڏک ۽ غم وساري ويٺا ۽ خوشيون ملهائڻ لڳا. ڄڻ تہ لکين ڪروڙين ماڪوڙيون بي رحميءَ، بک ۽ ڪليل اکين سان هنن ڏانهن واجهائي ئي نہ رهيون هجيون.

سج گهاٽي جهنگ جي پنيان ٻڏي ويو ۽ سنجها جو سهائو اول منهن اونداهيءَ ۽ پوءِ تاريڪيءَ ۾ ملي ويو. اها نہ رڳو اميد هئي، پر پڪ هئي تہ ماڪوڙيون رات سڄي خاموش رهنديون. پر ڪنهن وقت بہ اوچتي حملي جي امڪان کي منهن ڏيڻ لاءِ، پل جو منهن وڏيڪ کولي، پاڻيءَ جو وهڪرو تيز ڪيو ويو.

انهن سيني انتظامن ڪرڻ بعد بہ ليننجن کي دلجاءِ نہ ٿي. هن پنهنجن ماڻهن کي سڄي رات پهري ڏيڻ تي بيهاري ڇڏيو. هن هڪ- ٻن ٽولن کي حڪم ڏنو تہ موٽرن ۾ چڙهي سڄي ڪناري تي نظرداري ڪندا رهن. هن اها هدايت بہ ڪئي تہ ڪاهي جي مٿاڇري کي بجليءَ ۽ ٽارچن سان روشن رکيو وڃي.

انهن سيني انتظامن ڪرڻ بعد آبادگار رات جي ماني ڪائي وڃي آرام سان بستري داخل ٿيا. ويهن چورس ميلن ۾ دشمن جو پکڙيل ڪٽڪ هنن جي ننڊ ۾ ڪوبہ رُخنو نہ وجهي سگهيو ۽ هو آرام سان صبح تائين ننڊون ڪندا رهيا.

***

صبح جو ليننجن اڃا ب مرور هو. ڪو به ڪاهي جي ٻئي ڪناري تان گشت ڪري آيو.

صبح جو ليننجن اڳي ڪان بہ اڳرو ۽ تارو توانو هو. هو ڪاهيءَ جي ساڄي ڪناري تان گشت ڪري آيو. سامهون سندس دشمن منزل هنيو ويٺو هو. هن پنهنجي ۽ دشمن جي وچ ۾ پيل پاٽيءَ جي پٽي ڏانهن نهاريو. هن کي ڏک پئي ٿيو، تہ جنگ ستت ئي چو بند ٿي ويئي! هن ڏٺو پئي تہ ماڪوڙين کي ڪاهيءَ ٽپڻ لاءِ ٻيو ڪو بہ رستو نظر نہ پئي آيو. پاٽي4 جو وهڪرو تيز ۽ اُونهو هو. جنگ ڪيترو نہ جلد ختم ٿي ويئي هئي!

ڪاهيءَ جي اوپر ۾ ڏکڻ وارن طرفن جي چڪاس ڪرڻ بعد هو اولهہ طرف آيو. جنهن طرف جهنگ هو. اتي اوچتو هن دشمنن کي ڪنهن ڪم ۾ رڌل ڏٺو. ان طرف وڻن جون ڇانگيل ٽاريون ۽ ڏار پيا هئا، جن جي پنن کي ماڪوڙيون ڪاٽڻ جي بدران ڏانديءَ وٽان ڪُتري، هيٺ پئي ڪيرائي ڇڏيو.

هنن جي انهيءَ حرفت تي ليننجن بلڪل تعجب نہ ٿيو. هن کي پڪ هئي تہ ڪاٺو ڪنو ڪري پوئين لشڪر ڏانهن موڪلي رهيون هيون. البت ڪيس اها سڌ ضرور هئي، تہ ماڪوڙيون ڏاڍيون ذهين ٿينديون آهن ۽ هڪ ٻئي جي مد ڪرڻ جو جذبو منجهن گهڻو هوندو آهي. هن کي سندن حِسَي قوتن، ضابطي ۽ تنظيم جي پوري پوري ڄاڻ هئي.

هن جو اهو اندازو اجا بہ وڌيڪ مضبوط ٿيو، جڏهن هن انهن ٽُڪيل پنن کي جهنگ کان ٻاهر ڊِڪبو ڏٺو. جهت ڪان پوءِ، هن جا حواس ئي خطا ٿي ويا، هنن کي پتو پئجي ويو تہ اهي پن ڇا لاءِ ڊويا پئي ويا.

هرهڪ پتي کي ٻارنهن کن ماڪوريون ڏکي ڪاهيءَ جي ڪناري تي آڻي رهيون هيون. ليننجن جون وايون ئي بتال ٿي ويون ۽ هو حد کان وڌيڪ گهبرائجي ويو. هن کي اهو تسليم ڪرڻو پيو، تہ اڄ جو مقابلو ڪالهہ واري مقابلي جي ڀيٽ ۾ گهڻو خطرناڪ ۽ نازڪ هو.

هن سمجهيو هو تہ ماڪوڙين لاءِ تُرها ٺاهڻ ناممڪن آهي، پر هاڻي هنن هزارين تُرها ٺاهي ڇڏيا هئا. پن پن ڪري هيٺ ڪاهيءَ ۾ ڪيرايو پئي ويو ۽ هر پن تي ڪيترين ئي ماڪوڙيون سوار هيون. هن ڀيري هن قاصد تي نہ ڀاڙيو ۽ پاڻ ئي گهوڙي کي اَڙي هڻي روانو ٿيو. هو هر چونڪ تي رڙيون ڪندو ويو"پيٽرول پمپ ڏکڻ- اولهہ وارن مورچن تي ڪٽي هلو. جهنگ جي وجيهو بيٺل سيني ماڻهن کي ڪوڏاريون ڏيو!" هو ڪاهيءَ جي سڄي ڪناري تي چڪر هڻي آيو ۽ هر چونڪيءَ تي هڪ ماڻهو پنتي ڇڏي، ٻين سيني کي مقابلي وارن مورچن تي اچڻ لاءِ حڪم ڏئي آيو.

جڏهن هو ان جاءِ تي پهتو، جتي گذريل ڏينهن مقابلو ٿيو هو، ته هن هڪ عجيب نظارو ڏٺو. ڪاهيءَ جي پرينءَ پر واريءَ ٽڪريءَ تان ڪو ساهه وارو هن طرف تيز ڊڪندو پئي آيو. ڪو جانور هو جو سڄو ڪارو ٿيو پيو هو ۽ سندس سڄاٽپ به ڪمسڪل هئي. هو ٿاٻڙندو ۽ ٿڙندو پئي آيو. ڪاهي جي پرينءَ پر تائين پهچي اهو جانور ڪري پيو. ليننجن سڃاتو ۽ اهو ڦاڙهو هو، جو سڄو ماڪوڙين سان ڍڪيو پيو هو.

هو ڪو گهمندو ڦرندو وڃي ماڪوڙين جي فوج تائين پهتو. هن کي ڏسندي ئي ماڪوڙيون مٽس وري ويون هيون، ۽ دستور موجب اول سندس اکين تي ئي وار ڪيو هئائون. انڌو ٿي ٿِڙندو ٿاٻڙندو، هن وڏيڪ هنن کي ويجهو پوندو ويو هو، ۽ هاڻي ڦٿڪي ڦٿڪي اجل جو آڌر ڀاءَ ڪري رهيو هو.

ليننجن ڪان اهو نظر ڏٺو نه ويو ۽ هن بندوق جو هڪ فائر ڪري، ان ساهواري کي تڙپي تڙپي مرڻ ڪان آجو ڪيو. پوءِ هن واچ ڪڍي وقت ڏٺو. هن لاءِ هڪ هڪ سيڪنڊ قيمتي هو، پر ان هوندي به هن ڄاڻڻ پئي چاهيو، ته ماڪوڙيون پنهنجو ڪم ختم ڪرڻ ۾ ڪيترو وقت وٺن ٿيون؟ هن جي ڏسندي ئي ڏسندي پنجن منٽن ڪان پوءِ، ڦاڙهي جا رڳو بنا گوشت هڏا وڃي بچيا! هن جي دماغ ۾ هڪ دفعو وري برازيلي آفيسر جا لفظ ڦرڻ لڳا، ”تون ٽي دفعا تڪ....“ ليننجن هڪ دفعو تڪ اچلائي ۽ گهوڙي کي اڙي هٽي اڳتي وڌي ويو.

هن مان ڪالهوڪي اتساهه ۽ شوق ختم ٿي چڪو هو، ان جي جاءِ هاڻي ڪو سنجيدو ۽ جوش ڀريو مقصد هو. هن کي بهرحال ان دوزخي جيتن کي پنهنجي اَباڻي گهر اماڻڻو هو! پر اهو ڪيئن ٿي سگهيو ٿي؟ چاڪاڻ ته ائين پئي معلوم ٿيو، ته ماڪوڙيون هن کي ۽ هن جي ماڻهن کي کائڻ کان سواءِ واپس نه وينديون. هن اڳ ۾ دشمن جي طاقت جو گهٽ اندازو لڳايو هو.

گهٽي ڪان گهٽو خطرو اتي پئي نظر آيو، جتي ڪاهي اولهه ڪان ڏکڻ طرف پئي مُڙي. اتي پهچي، هن پنهنجي اندازي ڪان وڏيڪ خراب حالتون ڏٺيون. پاڻيءَ جي وهڪري پنن ۽ ماڪوڙين کي موڙ وٺ ائين اچي روڪي جهليو هو، ڄ ڪاهيءَ تي هڪ پَل ٺهي پيئي هئي.

ائين برابر هو ته مٽيءَ ۽ پيٽرول جي وسڪاري ڪين ڪناري تي چڙهڻ ڪونه پئي ڏنو. پر اهو به ڪيستائين؟- پنن جو تعداد جيئن پوءِ تيئن وڌندو پئي ويو. هن سوچيو گهڙيءَ ڪن ڪان پوءِ هڪ ميل اندر رڳو پن ئي پن نظر ايندا، جن تان ماڪوڙين کي پنٽي هٽائڻ بنهه ناممڪن ٿي پوندو.



Gul Hayat Institute

ليننجن گهوڙو ڊوڙائيندو پل طرف روانو ٿي ويو. پل هڪ چڪري سان کولي ۽ بند پئي ڪئي ويئي. هن اتي بيٺل ڪڙميءَ کي هدايت ڪئي ته. هو هيڪر پل کي صفا بند ڪري. ايستائين جو پاڻي ڪاهيءَ ۾ وڃي تَرونئي، جهٽ رکي پوءِ وري پل کي چڱيءَ طرح کولي ۽ جيئن سڄي ڪاهي پاڻيءَ سان تار ٿي وڃي، ۽ هوائين تيستائين ڪندو رهي، جيستائين کيس وڌيڪ هدايتون نه ملن.

اهو طريقو منڍ ۾ ڪامياب ويو. ڪاهيءَ جو پاڻي ترتائين لهي ويو ۽ گڏوگڏ ماڪوڙين سان پريل پن به! پوءِ وري تار ڪاهيءَ جيترو پاڻي ڏوڪيندو آيو ۽ سيني ماڪوڙين کي پنن سوڌو لوڙهيندو وڃي اوپر واري چيڙي مان نديءَ ۾ داخل ٿيو.

ائين، رکي رکي ڪرڻ سان هنن جي پل واري تجويز ختم ٿي ويئي. پر وچ ۾ چڙوچڙ ماڪوڙيون ااورينءَ پر پهچي چڪيون هيون. هنن کي اندر پهچي ڇا ڪرڻو هو؟ سو هنن پليءَ پٽ ڇاتو پئي ۽ ائين ڪرڻ ۾ ذرو به ڍنتي نه پيون. جهٽ ڪان پوءِ هارين جي رڙين ۽ گارين سان سڄي فضا گونججي ويئي. هنن پنهنجون قميصون ۽ پتلونون لاهي ڇڏيون هيون ۽ هڪ ٻئي جي جسمن تان ماڪوڙيون پٽي پٽي لاهي رهيا هئا.

پاڻيءَ جي لاهه ۽ چاڙهه هلندو رهيو ۽ پن به لڙهندا ماڪوڙين سوڌا وڃي درياءَ داخل ٿي ٿيا. هڪ لڳا پاڻي صفا سڪي ويو ۽ وري نه چڙهيو. گهيري هيٺ آيل انسانن جو اسيڙو اجايو ويو. ليننجن محسوس ڪيو ته پل جي مشن سان ضرور ڪانه ڪا ويڌن ٿي هئي. هڪ ڪڙميءَ جي اوچتين رڙين هن کي ويچارن جي دنيا مان ٻاهر ڪڍيو. هو رڙيون ڪري چئي رهيو هو. ”پهتيون ڙي پهتيون!“

***

جنهن وقت گهيري هيٺ آيل انسان پنهنجون سڀ قوتون جهنگ واري محاذ تي صرف ڪري رهيا هئا. ان وقت جهنگ جي پريان ۽ ڪاهيءَ جي اُلهندي چيڙي وارو ماڪوڙين جو لشڪر، هڪ فيصلي ڪن عمل لاءِ تياريون ڪري رهيو هو. ان جاءِ تي بچاءَ جا مورچا چڙوچڙ هئا ۽ رهيا کُهيا ماڻهو به ڏکڻ- اولهه واري مورچي ڏانهن هليا ويا هئا.

جنهن وقت پل تي بيٺل ماڻهوءَ آخري ڀيرو پاڻي هيٺ ڪيو. ان وقت ماڪوڙين هڪ دفعو وري زور سان ڪاهه ڪئي ۽ درياءَ جي اٿل وانگر سُڪل ڪاهي ٽپي پار ٿي ويون. ان ڪان اڳ جو هو پل کولي، هن پاڻ کي ماڪوڙين ۾ گهيريل ڏٺو. حياتي هن کي به پياري هئي، ۽ هن پل ڇڏي وٺي نديءَ ۾ ٽپ ڏنو.

ليننجن کي اها خبر ڀڄندي ئي يقين ٿي ويو، تہ سندس فصل جو پوبون ڏينهن اچي ويو هو. هن ماڪوڙين کي منهن ڏيڻ سان وقت وڃائڻ واجب نہ سمجهيو. جيستائين ٿوري بہ ڪاميابيءَ جي اميد هئي تہ هو مڙس ٿيو بيٺو هو، پر هاڻي وڏيڪ منهن ڏيڻ، وقت وڃائڻ برابر هو. هو هوا ۾ ٽي پستول جا فائر ڪيا- اهو سندس ماڻهن کي اندر ۾ پوئتي هٽي وڃن جو اطلاع هو.ان بعد هو سڀ اندرئين گهر واري مورچي طرف ڊوڙيا.

اهو آخري بچاءَ جو مورچو ڪاهہ واريءَ جاءِ کان ہ ميل اندر تي هو. ان ڪري ڪين ٽين ۾ آخري لڙائيءَ جي تيارين لاءِ ڪافي وقت هو. ڪاهيءَ وارن حملن ۾ پيٽرول جي ٽن تلائن مان هڪ جو اڌ کپي چڪو هو ۾ باقي اڌ زيرزمين نلين رستي، گهرن جي چوڌاري نهيل پڪي ڪاهيءَ ۾ آندو ويو هو.

ليننجن جا ماڻهو ٽولا ٽولا ٿي هن وٽ پهچي ويا. انهن مان گهڻا پنهنجي چهرن تي ڇانيل نامردگي لڪائڻ جي ڪوشس ڪري رهيا هئا، پر سندن بي آرام اکيون پُرن جا گهنج ۾ منهن جي ڦڪائي ٻڌائي رهي هئي تہ هو واقعي ڏاڍا ڊنل هئا. ان مان چٽو پئي سمجهہ ۾ اچي سگهيو تہ سندن بچاءَ ۾ مقابلي مان يقين کڄي چڪو هو. ليننجن هڪ دفعو وري پنهنجن هارين کي پاڻ وٽ سڏي ڪنو ڪيو.

”منهنجا جوانؤ!“ هن خطاب شروع ڪيو، ”....ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي، تہ اسان پهريون داءُ هارائي چڪا آهيون، پر توهان اطمينان ڪريو. فتح آخر اسان جي ئي ٿيندي، انسان جي عقل جي. نہ ڪي خدا ئي شامت جي! توهان مان جيڪو مون سان متفق نہ هجي، سو هاڻي ئي پنهنجو حساب ڪتاب چڪتو ڪري ۾ هليو وڃي. انهن لاءِ درياءَ ۾ ٻيڙيون تيار بيٺيون آهن، اجا وقت اٿوَ سوچي وٺو.“

پر انهن مان ڪوبہ ڪين چُريو. ليننجن ان ماٺ کي اعتماد جو ووٽ سمجهي، هڪ ٺهڪ ڏنو. ”چوڪرؤ! مقابلو ڏاڍو ٿيندؤ! منهنجي خيال ۾ صبح تائين وري حملي جو امڪان ڪونہ آهي، هڪ دفعو رڳو اها آفت ٽاري ڇڏيون، تہ پوءِ توهان کي ججها انعام ڏيندس. هاڻي وڃي دلجاءِ ڪري مانيءَ ڳيو ڪائو.“

ويڙهہ ۾ مقابلي جي اتساهہ ۾ سڀجو ڏينهن ڪنهن بہ ڪرميءَ مانيءَ پور نہ ڪاڏو هو. هاڻي جيئن تہ ماڪوڙيون گهڻو پري هيون ۾ وچ ۾ پيٽرول جي ڪاهي بہ هئي، ان ڪري ٽڪل ٽٽل ڪاسبي، بکين پيٽن سان ڪاڏي تي وڃي ڪريا.

پڪيءَ ڪاهيءَ تي نهيل پُليون ڊاٿيون ويون. ايتري ۾ ماڪوڙيون ڪاهيءَ تائين پهچي چڪيون هيون. انهن پيٽرول ڏانهن غور سان نهاريو ۾ هيڏانهن هوڏانهن سونگهي، ڪجهہ ويچار ڪري، پوئتي موٽي

ويون. ڪاهيءَ جي هُن طرف جو ڪجهه هو, ان سان هنن کي خير ڪا دلچسپي هئي. في الحال انهن لاءِ ڪشش جو باعث ساوا ڪيت ۽ سرسبز باغات وغيره هئا. ڪلاڪ- ڏاڍ ۾ ئي سالن جي محنت ۽ جفاڪشيءَ سان ميلن ۾ پوکيل باغ ۽ فصل وغيره, ماڪوڙين جي بُک جي پيٽا تي ويا.
منهن اونداهي تي رهي هئي, جو ماڪوڙيون به وڌنديون اچي ڪاهيءَ سان لڳيونج. ليننجن ڪن ڦڙت ماڻهن کي بتين ۽ تارچن سان ڪاهيءَ جي چوڪداريءَ تي بيهاري وجي پنهنجي آفيس ۾ وينو ۽ ٿيل نقصان جو ڪاٿو ڪرڻ لڳو. ڪيس جيتوڻيڪ ڪافي ڇيهو رسيو هو, ته به سندس ڳڏ ڪيل دولت جي مقابلي ۾ اهو ايترو گهڻو نه هو, جو برداشت ڪان ٻاهر تي وڃي. هن اهڙيءَ آباديءَ جي رٿا ٺاهي, جا ڪيس ان نقصان جو معاوضو ٿوري ئي وقت اندر ڏئي پئي سگهي. آخر اطمينان جو ساهه پري, هو وجي ستو ۽ صبح تائين آرام سان سُمهيو رهيو. هن کي ان ڳالهه جي ڪابه چنتا نه هئي ته ٻاهر سندس هڪ اهڙو دشمن منزل انداز هو, جيڪو اک ڇنڀ ۾ سندس هڏن تي چڙهيل سمورو ماس روڙي تي سگهيو.
***
صبح جو سج ايرڻ سان ڳڏ ليننجن جي به اک کلي, ۽ هو پنهنجي گهر جي ڇت تي چڙهي ويو. هن جي اکين اڳيان هڪ ڀيانڪ ڏيک هو. هر طرف ميلن ۾ رڳو ڪارنهن ئي ڪارنهن هئي. پوائيتين ۽ بکايل ماڪوڙين جو سمنڊ چوليون هڻي رهيو هو. اتر طرف ڪان سواءِ, جتان ندي پئي وهي, رڳو ڪاراڻ ئي ڪارن چمڪي رهي هئي. رستن جا وڪڙ, ٽڪريون ۽ پٿر جا ٺهيل بريڪ واٽر, سڀ ماڪوڙين سان ڪجي چڪا هئا.
سڄو فصل ۽ سڀيئي باغ ناس ڪرڻ ڪان پوءِ به هنن کي ڍؤ نه ٿيو هو. هاڻي هنن جون هيڇي نگاهون ٻئي مال غنيمت تي هيون. چار سؤ ماڻهو, ڪيترائي گهوڙا, ٻيو مال ۽ اَن سان ڀريل گدام.
سيني ائين پئي سمجهيو, ته پيٽرول واري ڪاهيءَ سبب ڪين پنهنجي مقصد ۾ گهڻي ڪاميابي نه ٿيندي, پر دشمن به ان کي پار ڪرڻ جو اٽل ارادو ڪيو هو. هو ان ۾ ڊوڪي پوڻ بجاءِ, ٻيون اٽڪلون ڪرڻ لڳيون. هنن هيڏانهن هوڏانهن ٻيل سُڪيون ٺاريون ۽ پن ڳولي, ڪٺي اچي ڪاهيءَ ۾ اڇلائڻ شروع ڪيا. ڪجهه وقت ڪان پوءِ هنن جو پٽيون لشڪر به ڪالهه وارا ڪم آندل تُرها ڪٽي, اچي پهتو.



Gul Hayat Institute

جيئن تہ پيٽرول پاڻيءَ وانگر وهي نہ رهيو هو ۽ بيٺل هو. ان ڪري ان ۾ اڇلايل ڪک، پن ۽ ٽاريون اتي ئي بيهي رهيون، جتي اڇلايون ويون هيون. هڪ- ٻن ڪالڪن جي محنت ڪان پوءِ ماڪوڙيون اڌ ڪاهي ٽپي چڪيون هيون. آخرڪار سڀ تياريون پوريون ڪري، هنن هڪ فيصلي ڪن انداز ۾ حملو ڪيو.

هنن جو چوليون هٽندڙ لشڪر ڪاهيءَ ۾ هيٺ لٿو ۽ پيل ڪانين، ڪانن ۽ پنن تان وڌندو اچي ڪاهيءَ جي اندرئين ڪپر تي پهتو. هنن هڪ دفعو مٿي چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي.

ان سموريءَ ڪارروائيءَ وقت گهيري هيٺ آيل انسان، چپ چاپ رڳو هنن کي تڪي رهيا هئا ۽ بچاءَ ۾ آڱر بہ نہ چوري هئائون. هنن کي پنهنجي مالڪ جي اها ئي هدايت هئي. ان ڪري هو چپ چاپ، مالڪ جي حڪم جو انتظار ڪري رهيا هئا.

سڄيءَ ڪاهيءَ جو مٿاڇرو ماڪوڙين سان ڍڪجي چڪو هو ۽ انهن مان ڪيتريون تہ اندرئين ڪپر تي مٿي بہ چڙهڻ جي ڪوشش ڪري رهيون هيون.

”هرڪو ڪاهيءَ ڪان هٽِ وڃي.“ ليننجن گجندي چيو. سندس پورهيت ڪنهن بہ منصوبي ڪان بيخر يڪدم پوئتي هٽي ويا. ليننجن هڪ پٿر ڪاهيءَ ۾ ڦٽو ڪيو، جنهن ماڪوڙين کي هڪ گول دائري جي شڪل ۾ پوئتي ڌڪي ڇڏيو ۽ پيٽرول ظاهر ٿي پيو. هڪ ماچيس جي تيلي ٻربل ڪاهيءَ ڏانهن اُڇلائي ويئي ۽ ليننجن بل ڏيئي پوئتي هٽيو. جهٽ ڪان پوءِ، هو سڀ باهہ جي وڏي مچ جي گهيري ۾ اچي ويون.

ان ڳالهہ تي سڀ ڪڙمي حيران ٿي ويا. هنن ٻارن وانگر خوشِءَ ۾ نچڻ شروع ڪيو. هنن ۾ ڪيترين چاهيو ٿي، تہ مالڪ کي ڪلهن تي ويهاري خوشيءَ جو جلوس ڪڍن. پر هن کي سنجيدو ڏسي، هو ماٺ ٿي ويا.

گهڻيءَ دير ڪان پوءِ پيٽرول سڄو ٻري ويو ۽ باهہ جا اُلا گهٽجي گهٽجي ختم ٿي ويا. ڪيتريون ئي ماڪوڙيون پوئتي هٽي ويون هيون ۽ ڪيتريون ئي ڪاهيءَ جي ويجهڙائيءَ ۾ مُيون پيون هيون. هنن کي اطمينان ٿيو تہ سندن باهہ واري ترڪيب گهڻو ڪامياب ٿي چڪي هئي.

انهيءَ ترڪيب تي وري بہ عمل ڪيو ويو. هن ڀيري ماڪوڙين کي ڪاهيءَ پار ڪرڻ ۾ گهٽ تڪليف ٿي. ان ڪري جو ڪاهيءَ ۾ آندل پيٽرول جو اڌ حصو تہ ٻري ويو هو. هڪ دفعو وري لکين ماڪوڙيون باهہ جو ٻَک ٿي ويون.

پر ماڪوڙين جي ارادي ۾ اجا ڪا به ڪمزوري ڪانه آئي هئي. هر پوئتي هٽايل وِک، هنن لاءِ ساهي پٽڻ پئي ثابت ٿي. ڪاهيءَ جو مٿاچرو ٿڌو ٿيڻ لڳو ۽ باهه جا ننڍا شوشا به وسامي ويا. ته ماڪوڙيون وري اڳتي وڌيون.

ڍهڪ دفعو وري ڪاهي پيٽرول سان ڀري ويئي. ڇا، ماڪوڙين اهو نه پئي ڄاتو، سندن اهي سڀيئي ڪوششون بيڪار هيون؟ سندن قربانيون اڦل هيون؟ ڇا، واقعي ائين هو به سهي؟ ها اهو ائين ئي هو. بيڪار ۽ اڦل،- بشرطيڪ هنن وٽ پيٽرول جو ڪافي ذخيرو هجي ها!

جڏهن ليننجن ويچار ڪندي ان حقيقت تائين پهتو، ته ڦهريون دفعو هن پنهنجي يقين ۽ اعتماد کي لُڏندي محسوس ڪيو. هن جو سارو جسم ڇڻ ته سڙڻ لڳو هو. هن پنهنجي قميص جا بٽڻ کولي، گلو ڍرو ڪيو. جي هڪ دفعو ماڪوڙيون ڪاهي ٽپي آيون، ته پوءِ سندن بچڻ اٽڪيٽي ڳالهه هئي. هن جي لونءَ لونءَ ڪانڊارجي ويئي. کهڙو نه ڀوائتو موت هو!

باهه جي ڇين ٽيون دفعو به پنهنجو ڪم ڪيو ۽ لڪين ماڪوڙين کي رک جو ڍر ڪري ڇڏيو. پر ماڪوڙيون اجا به اڳتي وڌي رهيون هيون. ڇڻ ته ڪجهه ٿيوئي ڪين هوا اوچتو هڪ اهڙي ڳالهه ٿي جو ليننجن جا هوش ئي اڏامي ويا. ڪاهيءَ ۾ پيٽرول اچڻ بند ٿي ويو هو. ڪا شيءِ پيٽرول کي ڪاهيءَ ۾ اچڻ کان روڪي رهي هئي. تلاءَ جي منهن ۾، ڪا شيءِ اٽڪي پيئي هئي، ڪو مئل ڪتو يا نانگ وغيره. ڪجهه به هو، پر ماڪوڙين جو روڪجڻ ڏکيو پئي نظر آيو. ايستائين جيستائين ڪنهن نه ڪنهن حيلي سان پيٽرول ڪاهيءَ ۾ آندو وڃي.

اوچتو هن جو خيال انهن ٻن باهه وسائڻ جي مشينن ڏي ويو، جيڪي مدت کان نوڪرن جي گهرن ڀِنيان بيڪار پيون هيون. نوڪرن ڦڙتائيءَ سان اهي پيٽرول جي تلائن تائين آنديون. مشينون هلائي، اول هنن مٿي چڙهي آيل ماڪوڙين کي ماريو، ۽ پوءِ ڪاهي وري پيٽرول سان ڀري ڇڏي. هڪ دفعو هنن جي چوڌاري وري بچاءَ جو بند ٻڌجي ويو. هو وري ڪڙا تڙا ٿي ويا- ٿوري لاءِ!

***

اهو بلڪل صاف ۽ ظاهر هو ته اها آخري ڪوشش، موت کي هڪ- ٻه ڪلاڪ مهمل ڪرڻ لاءِ هئي. ڪي ڪاسبي، گوڏن ڀر ويهي عبادت ڪرڻ لڳا ۽ ٻيا چرين وانگر وائڙا ٿي، اجايو هيڏي هوڏي ڊڪي رهيا هئا. هو ايترو ته بيوس ٿي چڪا هئا، جو پاڻ کي قسمت جي رحم و ڪرم تي ڇڏي ڏنو هئائون.

آخرڪار ٻه هاري ته صفا دل هاري ويٺا هئا. هڪڙوهاري ڏڪندو ڏڪندو ڪاهي ٽپي نديءَ طرف ڊڪڻ لڳو. ۽ پوءِ ٻيو به ان جي پيڙيان پيڳو. هو بي اختيار نديءَ طرف ڊڪندا پئي ويا. پر سندن پاڇ ڪين جيئدان نه ڏيئي سگهي! ان کان اڳ جو هو نديءَ جي پٽڻ تي پهچي سگهن، ٻيئي ماڪوڙين جو کاڄ ٿي ويا.

ليننجن وري هڪ دفعو سوچ ۾ غرق ٿي ويو. اهڙي ڪا تجويز به آهي، جنهن سان انهيءَ دوزخي فوج کي پنهجي ماڳ موٽائجي؟

هن جي ٿڪل ۽ پريشان ذهن ۾ اوچتوئي اوچتو هڪ ترڪيب آئي. اها ئي وات باقي وڃي بچي هئي، ۽ اها هئي به ممڪن ۽ سولي، ڪاهيءَ جي پل وٽان نديءَ ۾ اُٿل آڻڻ سان سڄي ماڙي ٻوڙڻ آسان هئي. نديءَ جو تَر ڪافي مٿي هو. پوکن ۽ نديءَ جي وچ ۾ هڪ پٿرن جو بريڪ واٽر ٺهيل هو، جو ٻه ندي 4 جي چاڙهه ڪري، ان جي ليول کان گهٽ هو. اهو سيلابي پاڻي آسانيءَ سان ڪلاڪ- ڏيڍ اندر، سڄي آبادي پنهجي پاڪر ۾ آڻي پئي سگهيو.

سندس گهر ۽ گدام هڪ ننديءَ پهاڙيءَ تي، درياءَ جي سطح کان گهڻو مٿي هئا، ان ڪري انهن جي ٻڏڻ جو ڪو امڪان ئي ڪونه هو. ان هوندي به جيڪي ماڪوڙيون لڙهي لمي ٽڪري 4 تي پهتيون به، ته انهن کي پيٽرول سان مارڻ ڪو ڏکيو ڪم نه هو.

اهو سڀ ممڪن هو. بشرطيڪ ڪو شخص ان بند تائين پهچي سگهي! ان بند واريءَ پل ۽ گهرن جي وچ ۾ ٻه ميل مفاصلو هو. ۽ انهن ٻن ميلن ۾ رڳو ماڪوڙيون ئي ماڪوڙيون هيون. ان کان اڳ ٻه ڪڙمي پنهنجي حياتي ڏئي به رڳو ان فاصلي جو پنجون حصو طي ڪري سگهيا هئا! ڇا، انهن ۾ ڪو اهڙو بيدپو ۽ ڦڙت هاري به هو، جيڪو مئلن کان به پنجوٽو تکو ڀڄي سگهي ها؟ نکو، مشڪل! جي ڪٽي ڪو هجي ها، ته ان جو پُل تائين پهچڻ ناممڪن هو.

سواءِ ان جي ٻيو ڪو به رستو نه بچيو هو. ته هو پاڻ ان پل تي وڃي. ”هتي ويهي موت جو انتظار ڪرڻ جي بجاءِ ڪجهه ڪرڻ گهرجي.“ هن سوچيو. شايد اهي ماڪوڙيون ايترو پوائيتيون ۽ خطرناڪ نه هيون، جيترو هن محسوس پئي ڪيو.

Gul Hayat Institute

ماڪوڙيون چوٿون دفعو ڪاهي ٽپڻ جي ڪوشش ڪري رهيون هيون. ليننجن پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي بيٺو. چوڪرپ! هيڏي اچو.“ هن وڏي وات چيو. هوريان هوريان ڪڙمي وڏي هن جي ويجهو اچي بيٺا. هنن جي چهرن تي موت جي دهشت طاري هئي.

”ٻڏو، چوڪرؤ!“ هن زور سان ڳالهائڻ شروع ڪيو. آءُ سمجهان ٿو تہ توهان ماڪوڙين کان وڌيڪ خائف آهيو، پر مون کي توهان تي فخر آهي. آءُ اڃا بہ توهان کي بچائي ٿو سگهان. اڃا بہ هڪ رٿ آهي، ۽ اها آهي سڄيءَ وسنديءَ کي درياءَ جي اُتل هيٺ آڻڻ. هاڻي توهان مان هڪڙو ڄڻو مڙسي ڪري وڃي پل تائين پهچي، پر اهو ٻڌي ڇڏيو تہ ان همراهہ جو موٽي اچڻ مشڪل آهي. توهان دلگير نہ ٿيو. آءُ توهان مان ڪنهن کي بہ اهو سر جو سودو ڪرڻ نہ ڏيندس. آءُ پاڻ کي ماڪوڙين کان وڌيڪ وحشي ۽ هيوان سڏائڻ پسند نٿو ڪريان. اهو ڪم آءُ پاڻ ڪندس. آءُ جان جوکي ۾ وجهندس.“ سڀيئي ماٺ ڪريو بيٺا رهيا.

”جنهن وقت آءُ پُل تي پهچي وڃان، ان وقت توهان ڪاهيءَ واري پيٽرول کي باهہ ڏجو، ڇو جو درياءَ جي پاڻيءَ کي هت پهچڻ ۾ ڪجهہ وقت لڳندو. ان کان پوءِ، توهان ماٺ ڪري ويهي رهجو، جيستائين آءُ موٽي اچان. آءُ موٽي ايندس، ضرور ايندس، توهان يقين ڪريو.“ هن ڏند ڪرٽيا ”پر پنهنجي مهم پوري ڪرڻ کان پوءِ.“

هن پيرن تي ڊگها چم جا بوٽ چاڙهيا ۽ هٿن تي دستانا. هن بوٽ ۽ ٽنگن، دستانن ۽ ٻانهن جون وٿيون پيٽرول ۾ تر ٿيل ڪپهہ سان بند ڪيون. اکين کي بچائڻ لاءِ هن عينڪ چاڙهي، ڇوجو هن ڄاتو پئي تہ ماڪوڙيون پهريائين پنهنجي شڪار جي اکين تي وار ڪنديون آهن. آخر ۾ هن پنهنجا ڪن ۽ نڪ ڪپهہ سان بند ڪيا، ۽ ڪڙميءَ کي مٿان پيٽرول اوتڻ لاءِ چيو.

هن اڃا موڪلايو ئي پئي، تہ ڪراڙو حڪيم ڪڙمي وٽس آيو. هن پاڻ سان هڪ اهڙو پاڻياٺو مرڪب آندو هو، جيڪو ماڪوڙين لاءِ ڄڻ موت هو. هن اهو مرڪب ليننجن جي سڄي بت تي ڇڙڪيو.

ڪراڙي حڪيم کي ڏسي ليننجن کي اها دوا بہ ياد آئي، جنهن جي واپرائڻ سبب ماڪوڙين جي ڏنگ جو اثر زائل ٿي ويو ٿي. حڪيم هن کي هڪ گلاس ان دوا جو بہ ڏنو، جو هو هڪ ئي ڍڪ سان پيئي ويو. هن جي ذهن ۾ رڳو هڪڙو ئي خيال هو، ڪهڙيءَ بہ حالت ۾ پل تائين پهچي وڃڻ گهرجي.

Gul Hayat Institute

هو ڪاهيءَ جي اتر واريءَ لاهيءَ کان هيٺ لهڻ لڳو. هڪ ٽپي سان هو ڪاهي ٽپي، هن پَرَ ٽيو. هاڻي هو ماڪوڙين جي وچ ۾ هو.

متانهينءَ تي وينل هاري، اهو چڱي طرح ڏسي نہ سگهيا. تہ ليننجن ڪهڙيءَ ريت موت سان مقابلو پئي ڪيو. ماڪوڙيون اڃا بہ ڪاهي ٽپڻ جي ڪوشش ڪري رهيون هيون. ورِي چوڌاري باهہ جو حلقو ٿهي ويو. ان ڏينهن چوٿون دفعو مقامي هارين جي ڪارن ڇهرن تي باهہ جا شعاع پئجي رهيا هئا. باهہ جون ڳاڙهيون، پيليون ۽ نيريون ڇپيون ڪنوڻ جيان وراڪا ڏئي رهيون هيون. شايد ڇئن سون هارين جي موت جي ماتمي جلوس جون تياريون ٿي رهيون هيون.

***

ليننجن ڊوڙڻ لڳو. هو ڊڪندو ويو. هڪ چال سان. هڪ خيال سان. ۽ هڪ ئي ارادي سان. هن ڪي ماڪوڙين سان ستيل ميدان ٽپڻو هو. هو هر هڪ تاريءَ ۽ شاخ کان پاسو ڪندو. ڀڄندو پئي ويو. هن ڄاتو پئي، تہ جي هڪ سيڪنڊ لاءِ بہ زمين تيپير بيٺو تہ ماڪوڙيون چڙهي اچڻ ۾ دير نہ ڪنديون ۽ پيٽرول ۽ دوا جي بہ پرواهہ نہ ڪري، کيس کائي وينديون. پر پُل تائين پهچڻ جو اٽل ارادو، هن کي اڳتي ڌڪيندو ويو.

مرڪب ۽ پيٽرول جو اثر ڳپل وقت تائين رهيو. پر اڃا هن اڌ پنڌ بہ پورو نہ ڪيو. جو پنهنجي بت تي هڪ- ٻن ماڪوڙين کي چرندو محسوس ڪيائين. هو هنن تي تيزيءَ سان هٿ واريندو. لاهيندو ۽ ماريندو پئي ويو ۽ پُل کي ويجهو پوندو پئي ويو. فاصلو گهٽبو ويو. گهٽبو ويو. ٿي سؤ- بہ سؤ ۽ سؤ وال.

نيٺ هو پُل تي پهچي چڪو. هن جا هٿ ماڪوڙين سان پريل چڪري ۾ ڦٻجي ويا ۽ هن ان کي ڦيرائڻ شروع ڪيو. هن جي هٿ وجهڻ سان ئي ماڪوڙيون سندس ٻانهن تان ڊڪنديون ڪلهن تائين پهچي ويون. ليننجن چرين وانگر چڪري کي ڦيرائيندو رهيو. هن پنهنجو وات بند ڪري ڇڏيو...

هو چڪر ڦيرائيندو رهيو. پاڻي ٻارنهن فوٽي ڪاهيءَ مان اٽل ڪائي چڪو هو. پاڻيءَ جي تيزي ۽ ڪاٺ سبب بريڪ واٽر ۾ گهارو پئجي ويو ۽ زمين ٻڏڻ شروع ٿي. ايتري ۾ پيٽرول ۽ دوا جي اثر هوندي بہ. هن جا ڪپڙا ماڪوڙين سان پرجي چڪا هئا. ڪيتريون تہ هن جي ڪپڙن اندر بہ هليون ويون هيون.

جوش ۾ تڪڙ ۾ هن کي ڪا بہ خبر نہ هئي، پر جيئن ئي هن پنهنجو ڪم پورو ڪيو، تہ ڪيس ماڪوڙين جي چڪن ۾ ڏنگن جو ايذاءُ محسوس ٿيڻ لڳو.

هن پاڻ کي نديءَ ۾ ڪٽي اڇلايو ۽ ماڪوڙيون سندس بت کان جدا ٿي ويون. پوءِ هو پاڻيءَ مان نڪري، ڏڪندو ڏڪندو بريڪ واٽر تان، پنهنجن گهرن ڏانهن روانو ٿيو. هو دستانن ۾ بت تان ماڪوڙيون لاهيندو، اڇلائيندو پئي ويو. هو سڄو رتوڇاڻ ٿي چڪو هو. هڪ ماڪوڙيءَ ڪيس عنيڪ هيٺان چڪ پاتو. هن هٿ واري ان کي لاهي هيٺ ڦٽو ڪيو. پر ڏنگ جي اثر سبب سندس اکين اڳيان اوندھ ٿي ويئي. هن ڏنڊ ۾ بہ اڳيان ٻرندر باھ جو مچ چڳيءَ طرح پئي ڏٺو. هو انڌو ٿي بہ ڀڄندو رهيو. هن چاتو پئي تہ جو هي ڪٿي بہ ڪِري يا رڪيو تہ...ڪراڙي ڪڙميءَ جي ودوا بہ ايترو ڪارائتي ثابت نہ ٿيندي. هن زهر جي اثر کي ڪي ڪجھ جهڪو تہ ڪيو هو، پر صفا زائل نہ. هن جي دل زور سان ڌَڪ ڌَڪ ڪرڻ لڳي ۽ سندس ڪنن جا پردا ڦاٽڻ لڳا. هن جي نظرن اڳيان وري هڪ دفعو ڦاڙهي جي موت وارو منظر اچي ويو. هڪ دفعو وري هن جي جسم ۾ ڦڙتي اچي ويئي.

سندس ڦڦڙن ۾ وري ڇڻ هوا ڀرجي ويئي، هن جي اکين جو سوجهرو وري موٽي آيو. باھ جا شعلا جي جهڪا پئي ٿيندا ويا، اجا گهڻو پري هئا. هن اج ااڏ ڪلاڪ پنڌ بہ نہ ڪيو هو. هن جي پيشانيءَ تي ڪترائي خيالي خاڪا اُڀرندا رهيا. انهن سيني ۾ ماڪوڙين سان مقابلي جا نظارا هئا. سندس ماضيءَ جا! ”اهڙا خيالي منظر تہ ماڻهو رڳو مرڻ وارين گهڙين ۾ ئي ڏسندو آهي.“ هن سوچيو هو.

رستي ۾ هڪ وڏو پٿر پيو هو، تيز ڊوڙندي ان کان پاسو ڪري نڪرڻ جي طاقت هن ۾ ڪانہ رهي هئي. هو ٿاٻڙيو ۽ ڪري پيو. هن اٿڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ائين محسوس ڪيائين، ڄڻ ڇپ مٿان ڪِري هيس. اهو بلڪل ناممڪن هو، هو تہ ڇُري بہ نہ پئي سگهيو!

هڪ دفعو وري هن جي خيال ۾ ان ڦاڙهي جي صورت آئي، جنهن کي ماڪوڙين پنجن منٽن ۾ ڪائي ڪپائي ڇڏيو هو. ٽي دفعا ٽڪ اڇلائڻ کان بہ اڳ ۾...... اف! هو ائين مرندو! ڪنهن ڳجهيءَ طاقت هن کي اٿارڻ تي وري مجبور ڪيو. هو ڪجھ لُڏيو لمَيو ۽ ٿاٻڙندو اڳتي ڊُڪيو.

هن جنهن وقت ڪاهيءَ جي باھ تان ٽپو پئي ڏنو، ان وقت هو بلڪل ڀوت پئي نظر آيو. سڄوئي ماڪوڙين سان سٽيو ڪارو ٿيو پيو هو. پرينءَ پر ڪرندي ئي هو بيهوش ٿي ويو. ليننجن جي حياتيءَ ۾ اهو پهريون دفعو هو، جو هن هوش وڃايو هو. هو قبر مان نڪتل مردو پئي لڳو. ڪڙمي وٽس ڊوڙندا آيا

۽ ڪپڙا لاهي، جسم تان ماڪوڙيون پئي جدا ڪيائون. هن جو سڄو جسم هڪ ڪليل زخم وانگر پئي نظر آيو. ڪٿان ڪٿان ته هڏا به نظر اچي رهيا هئا. هو ڪيس گهر کڻي ويا.

جڏهن باهه وسامي ويئي، ته هنن ڏٺو ته جتي دشمن جو پڙاءُ هو، اتي رڳو ڇارَ جي اجاڙ ئي اجاڙ هئي. درياءَ جو تيز وهڪرو ماڪوڙين کي به پاڻ سان گڏ ڏڪيندو هيٺانهين ڏانهن پئي وَهيو. گهرن واري ٽڪريءَ جي چوڌاري رڳو پاڻي ئي پاڻي هو. ٽڪريءَ تي چڙهڻ ۾ ڪاٻه ماڪوڙي ڪامياب نه ٿي هئي، چوجو هن طرف ڪين وري باهه جو ٻڪ پئي ٽيٽو پيو.

اهڙيءَ ريت، پاڻيءَ ۽ باهه، ٻن مصيبتن ۾ ڦاسي، هو اهڙي اَوڙاهه ۾ وڃي ڪِريون، جتان سندن موٽڻ محال هو. پاڻيءَ ڪين گهلي وڃي ڪاهيءَ جي اوپرواري چيڙي ڪان نديءَ ۾ ڦٽو ڪيو هو.

ڪاهيءَ جي باهه اجاهمي چڪي هئي ۽ پاڻي به هوريان هوريان وڌي رهيو هو. پاڻيءَ جي موٽي نديءَ ۾ ڪرڻ واري جاءِ تي، جيئن ته ڪيتريون ئي ڪائيون ڪانا وڃي ڪٺا ٿيا هئا، ان ڪري نيڪال گهٽ هئڻ سبب متاڃري ۾ واڌ پئي ايندي ويئي. پاڻي هاڻيان بريڪ واٽرجي مٿان وهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، جتي دشمن جا آخري مورچا موجود هئا. اتي ويٺل ماڪوڙيون ساهه بچائڻ لاءِ خشڪيءَ ڏي وڃڻ ون ڪوششون ڪري رهيون هيون، پر اتي سندن آجيان پيٽرول سان پئي ڪئي ويئي.

* * *

ليننجن پنهنجي هنڌ تي ستو پيو هو. سندس سڄو جسم ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين پيٽن سان ٻڌو پيو هو. دوائن ۽ ڏاڪور سبب هاڻي هن جو رت وهڻ به بند ٿي ويو هو ۽ زخمن جي به مرهم پٽِ ڪئي ويئي هئي. سڀ ڪڙمي هن جي چوگرد بيٺا هئا ۽ سيني جي ذهنن ۾ هڪ ئي سوال هو، ”ڇا هو بچندو؟ هي هرگز نه مرندو، ڪڏهن نه مرندو!“ ڪراڙي حڪيم جنهن هن جي مرهم پٽي ڪئي هئي، تنهن چيو، ”ڇاڪاڻ جو هو مرڻ نٿو چاهي. هن اڄ موت کي به شڪست ڏني آهي. الله جي آندل آفت ٽاري آهي. هي ڪڏهن به نه مرندو.“

ليننجن پنهنجيون اکيون کولي سيني ڏانهن نهاريو. ”سڀ ڪجهه ٺيڪ آهي نه؟“ هن پڇيو. ”ويون جهنم جي تري ۾.“ ٿهل ٺڪور ڪندڙ ڪڙميءَ وراڻيس. هن پنهنجي مالڪ ڏانهن نند آڻيندڙ دوا جو گلاس وڌايو، جو وٺي هو هڪ ئي ڍڪ سان پي ويو.

”مون توهان کي چيو نه پئي، ته آءٌ موٽي ايندس.“ هن هوريان هوريان پٽڪيو. ”ڏسو آءٌ موٽي آيو آهيان. آءٌ داءُ کٽي آيو آهيان. هن هلڪو ٿهڪ ڏنو، ۽ ڪيس نند اچي ويئي.“



Gul Hayat Institute

**ڪئٿرائن مئنسفيلڊ (نيوزيلنڊ)**

# پردي جي پٺيان

اهڙي وڻندڙ سمي ۾ بہ ڪنهن جو اداس هجڻ بلڪل ناممڪن پئي نظر آيو. پر ايڊنا کي يقين ٿي ويو تہ ڪانئس وڌيڪ ٻيو ڪو بہ ايترو اداس ڪونہ هو. آسپاس جي گهرن جون دريون ڪليل هيون. ۽ انهن مان پيانن جا مَڌر ۽ سُريلا آواز اچي رهيا هئا. اندر ننڍڙا ۽ نازڪ، ڳورا هٿ هڪ ٻئي سان ملي رهيا هئا. اهي ناچ جي مشق ڪري رهيا هئا. ٻاهر باغ ۾ بهار جي گلن سان پيريل وڻ، هوا ۾ جهومي رهيا هئا. گهٽين ۾ رول ڇوڪرا، سيٽون وڄائيندا، ڊوڙون پائي ريهيا هئا. ۽ ڪنهن ڪنڊ ۾ هڪڙي گُلر پئي ڪيڪڙات ڪيا. ماڻهن جي اچ وڃ جاري هئي. اهي ايترو تہ هوريان ۽ ماڄ ۾ پئي هليا جو ائين پئي لڳو‏ڄڻ سندن دل اوچتو ڊوڙون پائڻ لاءِ اُڌما ڏيئي رهي آهي. اوچتو هن جي نظر بادامي رنگ جي هڪ چِتيءَ تي وڃي پيئي. بهار جي موسم ۾ هن پهريون ئي ڀيرو اها چِتي ڏٺي هئي.

ايڊنا ايتري قدر اداس نہ پئي لڳي، جيتري قدر هن پاڻ کي محسوس پئي ڪيو. ارڙهن ورهين جي ڇوڪريءَ ۾، اداس لڳڻ هوءَ بہ ڏکيو آهي، سو بہ جڏهن ڪو سندر هجي. ڳاڙها ڳٽ ۽ گلابي ڳل بہ هجن. صحتمند ۽ چمڪندڙ اکيون بہ هجن. فرانسسي نيرو فراڪ بہ هجي، ۽ مٿي تہ بهار جي موسم وارو نئين فئشن جو ٽوپلو بہ هجي. هن جي ڪڇ ۾ هڪ ٿلو ڪارو ڪتاب هو. شايد ان ئي ڪيس ايترو ويڳاڻو ڪيو هجي. پر ائين نہ هو. اهو ڪتاب لائبرريءَ جو هڪ عام ڪتاب هو. ايڊنا لائبريري وڃڻ جي بهاني گهر کان ٻاهر نڪرندي هئي. اهو سوچڻ لاءِ تہ ڇا ٿي چڪو هو. ۽ اهو فيصلو ڪرڻ لاءِ تہ هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

گذريل رات هڪ نهايت ڏکدائڪ ۽ لونءَ لونءَ ڪانداريندڙ اتفاق ٿي گذريو هو. بلڪل اوچتو. ناٽڪ هلني، جڏهن هوءَ ۽ جمي ڊريس سرڪل ۾ گڏ ويٺا هئا. ان واقعي جي خبر هن کي هڪ پل بہ اڳ ۾ ڪانہ پيئي! دراصل جڏهن هن اڌ چاڪليٽ کائي پورو مس ڪيو هو ۽ چاڪليٽن جي دٻي، جميءَ ڏانهجن پئي وڌائي تہ هوءَ هڪ اداڪار تي موهت ٿي پيئي! اهو سڀ ڪجهہ اوچتو، اک ڇنڀ اندر ٿي پيو ۽ هوءَ پيار جي پيچ ۾ ڦاسي پيئي.

اها هڪ اهڙِ عجيب ڪيفيت هئي، جيڪا هن اڳ ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪئي هئي. ڪيئن بہ هجي، اهو ڪو وڻندڙ احساس هرگز نہ هو. جيڪڏهن اوهين نراسائيءَ، دلشڪنيءَ ۽ پيشآنيءَ کي ڏکوئيندڙ

سمجهيو ٿا، تہ پوءِ اهو احساس واقعي تشويشناڪ هو. کيل ختم ٿيڻ بعد، جڏهن هو ٻاهر نڪتا ۽ جمي ٽئڪسيءَ لاءِ واجهائڻ لڳو، تہ هوءَ سوچڻ لڳي ”جيڪڏهن اهو اداڪار مون کي هينئر نظر اچي وڃي، تہ آءٌ جيڪر دنيا جي هر شيءِ ڇيڙي تائين بہ سنس پيڇو ڪريان، سندس هر اشاري تي عمل ڪريان ۽ ائين ڪني آءٌ جميڙ، پيءُ، ماءُ ۽ ٻين بيشمار دوستن ۽ مائٽن جو بہ ڪو خيال نہ ڪريان.....!“

ناٽڪ نهايت ئي وڻندڙ ۽ دلچسپ نموني ۾ شروع ٿيو هو. اهو اتفاق تڏهن ٿيو، جڏهن هن چاڪليٽ پئي کاڌا. ان وقت ناٽڪ جو هيرو انڌو ٿي پيو هو. اهو منظر تمام دکدائڪ هو. ايڊنا کان اوچتو رڙ نڪري ويئي، ۽ ايترو تہ رُني جو ڪيس جمي 4 جي وڻندڙ ۽ سڳنڌ ڀريئي رومال جي مدد وٺڻي پئي. نہ رڳو هن سان ئي اها ويڌن هئي، بلڪ سڄو هال زارو قطار روئي رهيو هو. مرد بہ سڏڪا ڀاري، نڪ صاف ڪري رهيا هئا، ۽ اسٽيج ڏانهن نهارڻ بدران پروگرام جي ڪاپي پئي پڙهيائون. جميءَ جي حالت بہ رحم جوڳي هئي. سندس اکيون خشڪ هيون، هن جي رومال کان سواءِ، هوءَ جيڪر ڇا ڪري ها؟ هن ايڊنا جو هٿ زور سان جهلي چيو، ”بس ڪر، منڙي!“ ۽ ان وقت هن رڳو جميءَ جي خوشيءَ خاطر چاڪيلٽ ڪنيو، ۽ دٻ بند ڪري، ڪيس ورائي ڏني.

پوءِ هڪ ٻيو ڀيانڪ ڏيک اسٽيج تي ڏسڻ ۾ آيو. سنجها وقت، هيرو هڪ ويران ڪمري ۾ ويٺو هو. ٻاهران ٻئنڊ جو مڌر ۽ تيز آواز اچي رهيو هو. هن ڪوشش ڪئي. اُف، ڪهڙي نہ دل ڏڪائيندڙ ۽ رحم جوڳي ڪوشش! هن دريءَ تائين پهچڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. آخر هو ان ۾ ڪامياب ٿي ويو. ۽ پوءِ دريءَ ج پردن ۾ هٿ وجهي، بيهي رهيو... روشنيءَ ج هڪ جهڪو ڪرڻو هن جي بي نور چهري ي پيو، ۽ موسيقيءَ جو آواز جهڪو ۽ مانو ٿيندو، آخر تم ٿي ويو.

ڪهڙو نہ دل ڏڪائيندڙ ۽ ڀيانڪ ڏيک هو! سادو، پر ڪيترو نہ حقايقي! ان گهڙيءَ کان پوءِ ئي، ايڊنا کي پتو پيو تہ حياتي سدائين هڪ جهڙي نہ هوندي آهي. هن پنهنجي هٿت جميءَ جي پنيءَ تان هٽائي، هيٺ ڪري ڇڏيو، ۽ چاڪليٽ جي دٻي بند ڪري رکي ڇڏي. آخر اهو پيار ئي تہ هو!

ايڊنا جميءَ سان مڱيل هئي. هونءَ تہ اٽڪل ڏيڍ سال اڳ ان جي پڌرائي ڪئي وئي هئي، پر ڪين نندي هوندي کان ئي پنهنجي شاديءَ جي خبر هئي. ان ڳالهہ جي هنن کي ايتري تہ پڪ هئي، جو اسڪول واري زندگيءَ ۾ ئي جمي هن کي نقلي منڊي ڏاهي ڏيندو هو، ۽ ايڊنا ان کي مڱڻيءَ جي منڊي ڪري ڇيچ ۾ پائيندي هئي. هن مهل تائين هو بِ.ئي هڪ ٻئي تان قربان پيا ٿيندا هئا.

پرهاڻي اهو کيل ختم ٿي چڪو هو! اهڙو ته مڪمل طرح اهو کيل ختم ٿيو ه، جو ايڊنا لاءِ اهو سوچڻ به ڏکيو ته اهو سڀ ڪجهه جميءَ کي محسوس نه ٿيو هوندو. جڏهن هو ڪانوينٽ جي باغ مان لنگهندي ان رستي تي مُڙيا، جيڪو هِل اسٽريٽ ڏينهن ويو ٿي، ته ايڊنا جي چهري ته سياٽپ پري ۽ اداس مرڪ چانئجي وئي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو اها ڳالهه هاڻي ئي پڌري ٿي پوي، سندن شاديءَ کان اڳ ئي! ان وقت ممڪن هو ته جمي اها ڳالهه برداشت ڪري وڃي.........پر نه، خود فيربيءَ مان هن کي ڪو فائدو نه پهچڻو هو، هوءَ اها ڳالهه ڪڏهن به برداشت نه ڪري ها. هن جي حياتي تباهه ۽ برباد ٿي رهي هئي، اها هڪ اٽر ڳالهه هئي. پر جمي اجا جوان جو ۽ وقت.........ماڻهو چوندا آهن، وقت تمام ٿورو ۽ خسيس فرق پيدا ڪندو آهي. چاليهن سالن جي وهيءَ کان پوءِ، جڏهن هو ڪراڙو هجي ها، ته ان مئسلي تي شايد ٿڌي دماغ سان ويچاري ها، پر هوءَ....... هن لاءِ ته مستقبل ڇا آڻڻ وارو هو؟

ايڊنا رستي جي چيڙي تي پهچي چڪي هئي. هوءَ بهار جي گلن سان جِهنجيل تارين واري هڪ وڻ هيٺان پڇيل بينچ تي ويهي رهي، ۽ ڪانوينٽ جي باغ جي گلن سان ڀَڪيل ڀارين ڏانهن تڪڻ لڳي. ويجهو ئي خوشنما گلن جو هڪ چونڪندو هو، جنهن جي چوڌاري بنفشي جي نيرن گلن جي ڪناري لڳل هئي. هڪڙيءَ ڪند ۾ رابيل جا گل ٻهڪي رهيا هئا، جن جي چمڪ ساون پنن جي وٿين مان جهلڪيون ڏيئي رهي هئي. ڪانوينٽ مان ڪبوتر نڪري آسمان ڏانهن اڏامندا پئي يوا. هن کي راهبا 'اڱيس' جو آواز به ٻڌڻ ۾ پئي آيو جيڪا ڪلاس ۾ نظم پڙهائي رهي هئي. ”آمين!“ راهبا جو سنهو ۽ مڌر آواز آيو. موٽ ۾ چؤطرف 'آمين' جو پڙاڏو گونجي ويو.

هن جيڪڏهن جميءَ سان شادي نه ڪئي، ته پوءِ ڪنهن سان به نه ڪندي. ۽ پوءِ ان شخص جو ڇا ٿيندو، جنهن سان هوءَ تازو هينئر پيار ۾ ڦاٿي هئي؟- مشهور اداڪار! ايڊنا کي ڪافي سمجهه ۽ پروڙ هئي ته اهو سڀ ڪجهه ناممڪن هو. اها ڳالهه عجيب ۽ اڻ ٿيڻي هئي، ۽ سندس پنهنجي خواهش به اهائي هئي. ائين ٿيڻ لاءِ جنهن ڳالهه جي گهرج هئي، تنهن جي پيٽ ۾ سندس پيار ڪجه به ڪونه هو! اهو سڀ ڪجهه ڪيس چپ چاپ براشت ڪرڻ هو. هن سوچيو، سڀ ڪجهه هن کي پيڙا پهچائڻ لاءِ هو. اهو پيار ئي اهڙي قسم جو هو!

”ايڊنا“ جميءَ (ڏکويل لهجي ۾) چيو، ”تون ڪڏهن به پنهنجو خيال نه ڪندينءَ؟ آءٌ وري اهڙي آس نه رکان؟“



Gul Hayat Institute

اهو سوال ڪيترو نه اذيتناڪ هو، پر ايڊنا لاءِ ان جو جواب ڏيڻ ضروري هو. ”نه، جمي، آءٌ ڪڏهن به پنهجو خيال نٿي مٽائي سگهان!“

ايڊنا پنهنجو ڪنڌ هيٺ جهڪائي ڇڏيو، ۽ هڪ گل اچي سندس جهوليءَ ۾ ڪِريو. اوچتوئي راهبا جو مٺو آواز سندن ڪن تي پيو: ”نه- هرگز نه!“....... ۽ پوءِ، ”نه- هرگز نه!“ جو پڙاڏو چوڌطرف ڦهلجي ويو. انهيءَ ئي ساعت، ايڊنا ايڳان سندس مستقبل جو پردو ڪجي ويو. هن سڀ ڪجھ صاف طرح ڏٺو پئي. هوءَ بت بڻجي ويئي، ۽ انهيءَ منظر سندس ساھ سڪائي ڇڏيو هو. پلا، ان ڪان وڌيڪ ٻيو ڇا ٿي سگهيو؟... هوءَ راهبا بنجي هڪ ڪانوينٽ ۾ وڃي داخل ٿي آهي. ما 5 ۽ پيءُ جي گهڻي روڪڻ تي به هوءَ باز نه آئي، ۽ جيتري قدر جميءَ جو سوال هو، هوءَ اهڙي ڪابه ڳالهه ذهن ۾ آڻڻ لاءِ هرگز تيار نه هئي.... ’آخر هي سمجهي ڇو نٿا سگهن؟ ڀلا ڪيستائين اهي منهنجن سورن ۾ واڌارو ڪندا رهندا؟ دنيا ڏاڍي ظالم آهي. ڏاڍي ظالم!‘... اهڙي آخري منظر ڪان پوءِ، پنهنجا سڀ ڳهه ڳنا پنهنجين ساهڙين کي ڏيئي بلڪل خاموش ۽ بلڪل دلشڪن، هوءَ ڪانوينٽ ۾ داخل ٿئي ٿي. ان ڪان اڳ، هن جي موڪلاڻيءَ واري شام پورٽ ولن ۾ گذري ٿي. هن کي اتي هڪ اجنبي پيغاميءَ ڪان هڪ ننڍڙي ۽ خوبصورت پيتي ملي آهي، جا اچن گلن سان ڀريل آهي. جنهن ۾ نه موڪلنيڏڙ جو نالو آهي ۽ نه ڪو خط وغيره- ڪجھ به نه! پر ها، گلاب جي گلن هيٺان هڪ اڇي رومال ۾ ويڙهيل، ايڊنا جو نڪتل آخري ۽ تازو فوٽو پيو آهي، جنهن تي لکيل آهي ’وساريل دنيا وٽان وِسرنڌڙ دنيا‘....

ايڊنا وڻ هيٺان چپ چاپ ويٺي آهي. هو ڪارو ڪتاب اڱرين ۾ ائين جهليو آهي، ڄڻ ته اهو ڪو سندس مذهبي ڪتاب آهي. هوءَ راهبا انجيلا کي سڏي ٿي... چرڪ ’چرڪا!- هن جي وارن جون سڀ سهٽيون ڇڳون ڪٽجي وڃن ٿيون. هن کي انهن مان هڪ ڇڳ جميءَ ڏانهن موڪلڻ جي اجازت ملندي؟ نيرو چوغو ۽ اڇو رومال پهريل راهبا، انجيلا، ڪانوينٽ ڪان گرجا ڏانهن وڃي ٿي. ۽ گرجا ڪان ڪانوينٽ ڏانهن. هوءَ ڪجھ اداس پيئي ڏسجي. سندس اکين ۾ نماشا جهڙي اُداسائي، ۽ ڇپن تي مانيٽي مُرڪ آهي، جنهن سان راهبائون ٻارن جي آجيان ڪنديون آهن...’راهب!‘- موم بتين جي بوءِ واري ٿڌي دالان مان لنگهندي، هن هڪ پٽڪو ٻڌو. گرجا ۾ ايندڙن کي سُڌ پيئي آهي ته هڪ راهبا آهي، جنهن جو آواز ڏاڍو مَٺو ۽ مٺو آهي، ۽ جنهن جي سونهن، جنهن جو جوڀن، ۽ دڪدائڪ پيار....’هن شهر ۾ هڪ ماڻهو آهي، جنهن جي حياتي براباد ڪئي ويئي آهي‘....!

هڪ وڏي ماکيءَ جي مک، سُنهري پرن واري مخلوق، گلن جي هڪ جُهڳٽي اندر داخل ٿي، نازڪ گل ان جي مٿان جهڪيا، لُڏيا ۽ لميا، ۽ جڏهن مک اتان اُڏامي نڪتي، ته اهي گل اجا به وڌيڪ لُڏيا ۽ لميا، ٽڙيا ۽ ٻهڪيا- ڄڻ ته خوشيءَ ۽ بيفڪريءَ وچان مرڪي رهيا هئا. راهبا انجيلا اوڏانهن نهاري ٿي. ۽ چوي ٿي، 'هاڻي سيارو شروع ٿئي ٿو'.......

هڪ رات، پنهنجي سرد ڪوٺڙيءَ ۾ سُتي ئي، هوءَ هڪ رڙ ٻڌي ٿي. ٻاهر باغ ۾، ڪو رول جانور، ٻليءَ جو ٻلونگڙو يا ڪو گُلر، بهرحال ڪوبه جانور، بيٺو آهي. بي آرام راهبا انجيلا، سفيد ڪپڙا پهريل ڏڪندي اٿي ٿي. بنا ڪنهن پؤ جي، هوءَ ٻاهر وڃي ٿي ۽ ان کي اندر کڻي اچي ٿي. ٻئي ڏينهن صبح جو جڏهن نيرن جو گهنڊ لڳي ٿو، ته هوءَ سي 4 ۽ بخار ۾ ڏڪي رهي آهي، بلڪل بيهوشيءَ جي حالت ۾ ' هن جي صحتيابيءَ جي ڪابه اميد ڪانهي، گرجا ۾ هن جي موڪلاڻيءَ جي دعا گهري وڃي ٿي، ۽ هوءَ هاڻي ان قبرستان جي هڪ ڪنڊ ۾ دفن ٿيل آهي، جيڪو راهبائن لاءِ مخصوص آهي. ۽ جتي ننڍا ننڍا ۽ سهڻا صليب پنهنجون ٻانهون ڦهلائي بيٺا آهن. هوءَ نهايت آرام ۽ سانت ۾ آهي- راهبا انجيلا.....

هاڻي ام آهي، ۽ به ٻيا شخص هوريان هوريان قبر ڏانهن اچي رهيا آهن. قبر تي جهڪي، هو سڏڪا ڀري روئن ٿا. "اسان جي ڏيءَ! اسان جي اڪيلي ڌيءَ" ..... هاڻي وري هڪ ٻيو شخص اچي رهيو آهي. هو بلڪل ڪاري ويس ۾ آهي، ۽ هوريان هوريان قدم کڻندو اچي. پر جڏهن هو اتي پهچي ٿو ۽ پنهنجو ڪارو ٽوپلو لاهي ٿو، ته ايڊنا ڏڪي وڃي ٿي. هن جا وار بلڪل ڪپهه جهڙا اڇا ٿي ويا. آهن.... جمي! هو ڪيترو نه دير سان آيو هو، ڪيترو نه دير سان! هن جي اکين مان ڳوڙها جهل ئي نه پيا ڏين. ۽ هاڻي هو بي اختيار روئي رهيو آهي. پر هو دير سان آيو هو- ڪافي دير سان! هو اتي گرجا جي پڌر ۾ بيٺا آهن. هن جي منهن مان اوچتي رڙ نڪري وڃي ٿي.

ڇرڪ ۾، ايڊنا جي هٿن مان ڪارو ڪتاب ڇڏائجي هيٺ گاهه تي ڪري پيو. مستقبل تي وري پردو چڙهي ويو..... "نه منا، نه! اجا گهڻي دير نه ٿي آهي! اهو سڀ هڪڙي پَل هئي- هڪ ڀيانڪ خواب!".... اُف، هن جا وار کهڙا نه اڇا هئا! ڀلا هوءَ ائين ڪيئن ڪري سگهندي؟ هن ائين هرگز نه ڪيو هوا.... هوءَ اڄ خوش آهي، جوان ۽ خودمختيار آهي، ۽ ڪوبه هن جي اندر جو راز نٿو ڄاڻي. هن ۽ جميءَ لاءِ اجا به هر ڳالهه ممڪن آهي. جنهن گهر جوڙڻ جي هنن رٿا رٿي هئي، سو اجا به جڙي سگهي ٿو. ڪين اهو ٻار اجا

ٻہ ٿي سگهي ٿو. جيڪو گهر جي باغ ۾ ڪين گل پوکيندو ڏسي مُرڪي. اتان اٿي جڏهن ايڊنا ڪجھ اڳتي وڌي، تہ هن پنهنجون ٻيئي ٻانهون هوا ۾ کولي ڇڏيون. ڄڻ تہ ڪو پيار هوا ۾ اڏامندو ڏانهس وڌي رهيو هو. باغ ڏانهن، اچن گلن ڏانهن ڪانوينٽ جي ڪبوترن ڏانهن، ۽ ڪانوينٽ جي عمارت ڏانهن، جنهن جا در دريون تنگ هئا. نهاريندي، هن محسوس ڪيو تہ زندگيءَ ۾ اهڙو خيال هن ڪڏهن بہ نہ ڪيو هو. هن کي خبر پيئي هئي تہ پيار ۾ ڇا ٿيندو آهي!

Gul Hayat Institute

آرٿر شنلز (آسٽريا)

# جبرئيل جو موت

هوءَ هڪ مرد جي ٻانهن ۾ ٻانهن وجهي، هن جي اڳيان لنگهي ويئي. ڪيس ڏسي هن آهستي آهستي ڪنڌ لوڏيو ۽ ٿورو مرڪي. فرڊيننڊ هميشه ڪان وڏيڪ هيٺ جهڪي، هن جي ڪنيڪار جو جواب ڏنو. 'چا، هيءَ به اتي آهي!' فرڊيننڊ اچرج وچان دل ۾ سوچيو ۽ پنهنجي ذهن تان ڪو بار جهڪو ٿيندو محسوس ڪيائين. جيڪڏهن آئريني، جبرئيل جي موت کان رڳو هڪ مهينو پوءِ، ناچ جي پوشاڪ پهري ٿي سگهي. ڪلب ۾ اچي ٿي سگهي، ۽ هڪ غير سان نچي ٿي سگهي، ته پوءِ هو به چونه اهڙن ڪل خوشيءَ جي موقعن ۾ شريڪ ٿئي ۽ پاڻ کي مغموم ۽ تنها زندگيءَ مان ٻاهر ڪڍي. هڪ مهيني جي پريشانين ۽ تنهائين کان پوءِ، هو ان شام جو پهريون دفعو گهر کان ٻاهر نڪتو هو. هن جا مائٽ ان جو سبب سمجهي نه سگهيا هئا، ته هو هڪڙي معمولي واقفڪار جي موت تي ايترو غمگين ۽ سنجيدو چو ٿي ويو هو؟ ان شام جو جڏهن هو ڊنر سوٽ پائي هنن سان گڏ ماني کائڻ آيو، ۽ قانون جي شاگردن جي بار روم ۾ وڃڻ جي خواهش ظاهر ڪيائين، ته هو سڀ اچرج ۾ پئجي ويا هئا. پوءَ هو ماني کائي، گهران نڪري آيو هو ۽ سندس مائٽ پاڻ کي مطمئن ۽ بي فڪر سمجهڻ لڳا.

سوفنسال تائين پهچندي، ڪار ۾ به هن پنهنجيءَ دل تي بار پئي محسوس ڪيو. هن کي اها رات ياد پئي آئي، جڏهن ولهيلمائين جي جاءِ جي دريءَ مان بيهي هيٺ نهارڻ تي، هن کي باغ جي پيچري وٽان هڪ ڪارو پاڇولو اچ وڃ ڪندو نظر آيو هو. ڪيس ان صبح جو خيال پئي آيو، جڏهن هنڌ تي ليٽندي، هن جبرئيل جي موت جي خبر پڙهي هئي. اهو وقت سندس اکين اڳيان تري ٿي آيو، جڏهن ولهيلمائين ڪيس جبرئيل جو اهو خط ڏيکاريو هو، جنهن ۾ هن بنا ڪنهن بئي عرض ڪرڻ جي، هن کان آخري موڪلاڻي ڪئي هئي. سوفنسال جون ڏاڪڻيون چڙهندي ۽ پاڻ کي بار روم ۽ آرڪيسٽرا جي وچ ۾ ڏسندي به، هن ڪافي بي آرامي پئي محسوس ڪئي. اها رڳو آئرينيءَ جي نگاهه ۽ مرڪ ئي هئي، جنهن هن جي دل جو بار جهڪو ڪيو هو.

هو آئرينيءَ کي ڪيترن سالن کان سڃاڻندو هو، پر ان ۾ ڪا خاص دلچسپي نه وٺندو هو. آئرينيءَ ۽ جبرئيل جي معاشقي جي هر ڪنهن کي سُڌ هئي. ناتال کان ڪجهه ڏينهن اڳ، جڏهن فرڊيننڊ هن جي مائٽن جي گهر ويو هو ته اتي هن هڪ مڌر ۽ پيارو گيت ڳايو هو، ۽ جبرئيل هن سان پياني تي سنگت

ڪئي هئي. ان وقت فرڊيننڊ کي خيال آيو هو تہ ڪهڙو جوان، اهڙيءَ وڻندڙ ۽ سندر ڇوڪريءَ سان شادي نہ ڪندو، ۽ ان بجاءِ مغرور ولهيلمائين جي پٺيان ڦرندو، جا سنت ئي بيوفائي ڪري ويندي. اهڙي اڳڪٿي پوري ڪرڻ جو بار بہ قدرت هن تي ئي رکيو هو. ان وقت انهيءَ ڳالهہ جو فرڊيننڊ کي ڪو وهم گمان بہ ڪونہ هو. جيتري قدر جبرئيل جي موت لاءِ، هُو جوابدار هو. انستاشين ترينوف، جنهن سڀ ڳالهہ توڙ تائين سمجهي ٿئي، ڪيس ان ڳالهہ جو قائل ڪيو هو تہ جبرئيل جي موت ۾ سندس انفرادي طور نہ، پر اجتماعي ۽ سماجي دخل هو، ۽ اهڙيءَ حالت ۾ سندس رد عمل، معمولي افسوس کان وڌي ڪنهن گهري فڪر ۽ مستقل پشيمانيءَ تائين نہ پهچن ڪپي. هن کي اه اڌڪدائڪ گهڙي اجا بہ ياد هئي، جڏهن هو ولهيلمائين سان گڏ جبرئيل جي قبر تي بيٺو هو، جنهن تي ڪوماٽل گل پکڙيل هئا.

ولهيلمائين هن ڏانهن منهن ڪندي، ڪيس مصنوعي اداڪارانہ انداز ۾ چيو هو: ”بيوقوف انسان، اجا گهڻُ روئا ؟“ ان واقعي کان ڪلاڪ پوءِ، هن وري فرڊيننڊ کي ٻڌايو هو تہ جبرئيل کان ڪيئي درجا بهتر ۽ سٺا ماڻهو، هن تي جان ڏيڻ لاءِ تيار هئا. گذريل ڇئن- پنجن ڏينهن ۾ فرڊيننڊ ائين پئي محسوس ڪيو، ڄڻ ولهيلمائين جبرئلي واري المناڪ واقعي کي بلڪل واسري چڪي هئي. ترينوف هن کي وڏيڪ اهو بہ ٻڌايو هو تہ هو تہ مرد جي مقابلي ۾، عورت ۾ ڏيرج ۽ برداشت جي قوت وڌيڪ ٿيندي آهي.

آئريني ٻيو دفعو بہ ناچ ڪندي فرڊيننڊ جي اڳيان لنگهي، ۽ مرڪي. هن دفعي سندس مرڪ اڳي کان مختلف هئي. اها دوستيءَ جو اظهار ڪندڙ بہ هئي، ۽ دعوت ڏيندڙ بہ. ۽ سندس اهي نظرون ۽ مُرڪ تيستائين جاري رهيون، جيستائين هوءَ گوڙ ۾ گم ٿي ويئي. جڏهن ناچ بند ٿيو تہ هو ڪمري ۾ پسار ڪرڻ لڳو. هو سوچڻ لڳو تہ سندس پنهنجي شخصيت ڪيڏي نہ ڏڪويل هئي! هن جون ولهلمائين جي هنج ۾ گذاريل گهڙيون بہ اذيتناڪ يادگيريءَ طور وجي بچيون هيون..... ۽ پوءِ اها ڪهڙي طاقت هئي. جنهن هن کي ڌُتاري، وري هن ماحُل ۾ ڇڪي آندو هو، جتي جو هُل ۽ هنگامو سندس ذهني سڪون کسي رهيا هئا. هن جي دل ۾ اوچتو هڪ ارادي جنم ورتو 'مون کي هتان هليو وڃڻ گهرجي- تمام جلد، جيترو ٿي سگهي اوترو جلد! مون کي وائنا ڇڏي، ڏکڻ سسلي ۽ مصر جو سفر اختيار ڪرڻ گهرجي.'

پوءِ، جنهن وقت ائريني سندس اڳيان اچي بيٺي، تہ هو سوچڻ لڳو تہ ان سفر تي وڃڻ کان اڳ، ڪيس ولهيلمائين کان موڪلائڻ گهرجي يا نہ.

Gul Hayat Institute

آئرينيءَ پنهنجو ڪنڌ لوڏي، فرڊيننڊ ڪينڪار جي وراڻي ڏني. فرڊيننڊ پنهنجي ٻانهن هن ڏانهن وڌائي، ۽ ڪيس ڇڪي بار روم ڏانهن وٺي هليو ۽ اسٽيج جي چوڌاري ٺهيل ٿَلهي ڏانهن وڌڻ لڳو. جو رات جي مانيءَ لاءِ رکيل ميزن سان سٽيو پيو هو. ان وقت موسيقي وري شروع ٿي.

آئرينيءَ هن کي چيو، ”هو ويچارو مري چڪو آهي، ۽ اسين اجا جيئرا آهيون!“

فرڊيننڊ هڪ قسم جو خطرو محسوس ڪيو، ۽ لاشعوري طور وکون وڌائيندي چيائين ”اج آءٌ پهريون دفعو هيڏي ساري ميڙ ۾ آيو آهيان.“

”مان ٽيون دفعو.“ آئرينيءَ جهڪي آواز سان چيو. ”هڪ دفعو ناٽڪ تي آئي هيس، ۽ ٻيو پيرو هڪ دعوت تي.“

”دعوت ۾ ڪو لطف هو؟“ فرڊيننڊ پڇيو.

”الائي، ڪنهن شخص پيانو وڄايو، ۽ ٻئي مزاحيه گيت ڳايو، پوءِ وري سيني ناچ ڪيو هو.“

”هر ڪنهن دعوت ۾ ائين ٿيندو آهي.“ فرڊيننڊ چيو.

هو دروازي وٽ پهچي چڪا هئا.

”مون هڪ شخص سان ناچ جو وچدو ڪيو آهي.“ آئرينيءَ چيو، ”پر مان ناچ نه ڪنديس، هل ته گئلريءَ ڏانهن کسڪي هلون.

فرڊيننڊ هن کي وٺي، سوڙهيءَ ۽ ٽڏيءَ ڏاڪڻ ڏانهن وڌيو. هن آئرينيءَ جي ڪلهن تي چٽڪاريل پائوڊر جا داغ ڏٺا. هن جا ڪارا گهاٽا وار، ڇُڳي وانگر، سندس ڪنڌ جي پويان لڙڪيا پيا هئا، ۽ سندس ٻانهن فرڊيننڊ جي ڪلهي تي رکيل هئي. گئلريءَ جو دروازو کليو پيو هو، ۽ ويٽر جو ڪمري وٽ ويٺو هو، هنن کي ايندو ڏسي اُٿي بيٺو.

”مان شئمپين پيئنديس.“ آئرينيءَ چيو.

”خوب!“ فرڊيننڊ سوچيو. ’هيءَ ته منهنجي تصور کان به وڌيڪ دلچسپ پيئي ٿيندي وڃي!.... يا ائين ته نه آهي جو رڳو مڪر پيئي ڪري؟“

هن ويٽر کي شراب آڻڻ لاءِ چيو، ۽ آئرينيءَ لاءِ پنهنجي پاسي ڏانهن ويهڻ لاءِ ڪرسي ڇڪي ڪڍي ته جيئن هيٺان ڪيس ڪو سڃاڻي نه سگهي.

”تون هن جو دوست هئين؟“ آئرينيءَ چيو، ۽ هن جي اکين ۾ گهورڻ لڳي.

Gul Hayat Institute

”دوست؟ ائين تہ آءٌ نٿو چئي سگهان. البت گذريل چند سالن ۾ اسان جا پاڻ ۾ هلڪا لاڳاپا رهيا هئا.“
هن دل ۾ ويچاريو ”ڪهڙي نہ عجيب نموني مون ڏانهن گهوري رهي آهي! متان سمجهي ويئي هجي تہ........! هن وري چيو: پنج- ڇهہ سال اڳ آءٌ هن سان گڏ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچر ٻڌڻ ويو هوس. اسين ٻيئي، پنهنجي پنهنجي ڏنڌي سان گڏ، قانون بہ پڙهندا هئاسين. ٽي سال اڳ، اسين وري اسنبرگ ۾ بريٽروٽ پاڻ ۾ ملياسين، ۽ اتان سائيڪلان ڏانهن گمڻ وياسين.ويرونا ۾ اسين وري هڪ ٻئي کان جدا ٿي وياسين- هو روم ڏانهن ويو، ۽ آءٌ واڻنا موٽي آيس.“
آئرينيءَ رڳو ڪنڌ ڌوڻيو، ائين، ڄڻ ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ بابت خبرون ٻڌي رهي هجي، جنهن کي هوءَ سڃاڻندي ئي ڪانہ هئي.
فرڊيننڊ وري چيو. ”روم ۾ هن پنهنجو پهريون ناٽڪ لکيو. يا ائين چئجي تہ اهو هن جو پهريون ناٽڪ هو، جو اسٽيج ڪيو ويو.“
”ها-“ ائرينيءَ چيو.
”پر سندس قسمت چڱي ڪانہ هئي!“ فرڊيننڊ رايو ڏنو.
ويٽر ميز تي شئمپين رکي ويو. فرڊيننڊ گلاسن ۾ شراب اوتي، هڪڙو جام هن ڏانهن وڌايو. ٻنهي پنهنجا گلاس ٽڪرايا، ۽ پيئڻ لڳا. هو هڪ ٻئي کي ايترو حقيقت پسندانہ نگاهن سان ڏسي رهيا هئا، ڄڻ سندن اهو جام سندن وڇڙيل ساٿي جبرئيل جي صحت جو جام هو. آئرينيءَ پنهنجو گلاس هيٺ رکيو ۽ آهستگيءَ سانچوڻ لڳي ”هن پاڻ کي هڪ عورت، بسچاف جي ڪري ماريو آهي.“
”ماڻهو بہ ائين ٿا چون.“ فرڊيننڊ وراڻيو. هو سادگيءَ سان پنهنجيءَ دل کي اها آٿت ڏيڻ لڳو تہ سندس منهن جا تاثرات ڪيس دوکو نہ ڏيندا.
ناچ جو دور ايترو تہ شروعاتي زوردار هو، جو ميز ۽ ان تي رکيل شراب جا جام لُڏڻ لڳا.
”تون بسچاف کي چڱيءَ طرح سڃاڻين؟“ آئرينيءَ پڇيو.
”هائو.“ فرڊيننڊ کيس وراڻيو. هو دل ۾ سوچڻ لڳو، ’تڏهن چئبو تہ هن جو مون ۾ شڪ نہ آهي، بلڪل نہ. جي ائين هجي ها تہ هيءَ مون سان هن مهل ويٺي شئمپين نہ پيئي ها. يا تہ وري هيءَ شايد........‘

Gul Hayat Institute

”مون هن کي ڪالهہ ’ميڊيا‘ جي روپ ۾ ڏٺو هو. “آئرينيءَ چيو. ”آءُ ناٽڪ تي بہ رڳو ان ڪري ويئي هيس. جبرئيل جي گذريل سال واري ناٽڪ کان پوءِ، مون وري هن کي اسٽيج تي نہ ڏٺو هو. ڇا، هنن جا پاڻ ۾ تعلقات اتان ئي شروع ٿيا هئا؟“

فرڊيننڊ پنهنجا ڪلها لوڏي، انڪار ۽ اچرج جو اظهار ڪيو. ”هوءَ وڏي ڪلاڪار آهي.“ هن رايو ڏنو.

”ائين برابر آهي.“ آئرينيءَ ورڻيو. ”پر مان نٿي سمجهان تہ ان ڪري کوان کي اهو حق ٿو پهچي تہ هوءَ......“

”ڪهڙو حق؟“ فرڊيننڊ خالي گلاس ڀريندي پڇيو.

”اهوئي تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي موت جي منهن ۾ ڏجي.“ آئرينيءَ پنهنجو اڌ ۾ ڪَٽيل جملو پورو ڪندي چيو.

”برابر.“ فرڊيننڊ چيو. ”پر جڏهن هڪ طرف حق ٿو پيدا ٿئي ۽ جوابداري ٻئي طرف، تہ پوءِ اهو فيصلو ڪرڻ ڏکيو ٿيو پوي. وري جڏهن ڪنهن کي واقعن جي پس منظر ۽ ان سان لاڳو حالتن جي پوري پَروڙ نہ آهي. تہ پوءِ هو ڪيئن........بهرحال، فرالين بسچاف جو تعلق- مان اهو ڪيئن چوان. اسان جي قديم اڻ سڌريل زماني سان آهي، نہ موجوده دور سان. انهيءَ ڪري اسين هن لاءِ پنهنجي منطق سان، وبہ رايو نٿا ڏيئي سگهون.“

آئرينيءَ پنهنجو قديم نموني جو عاج وارو پکو ميز تان کنيو، ۽ اهو پنهنجن ڳلن ۽ پيسانيءَ اڳيان آندو. پوءِ هن هڪ ڳيت سان جام خالي ڪندي چيو. ”هوءَ هن سان وفادار نہ هئي. اهو تہ مان بہ سمجهي ٿي سگهان. پوءِ هوءَ هن سان سچي حقيقت چو نہ ظهر ڪري سگهي؟ هن ڪيس اهو چو نہ ٻڌايو تہ ’کيل ختم، مان ٻئي شخص سان پيار ٿي ڪريان. اج کان تنهنجو منهنجو رستو الڳ!‘ سندس اهي بہ ٻول هن کي وڏي ۽ سخت صدمي کان بچائي سگهن ها، ۽ هو هرگز موت ڏانهن گهلجي نہ وڃي ها.“

”ڪيئن چئجي!“ فرڊيننڊ وراڻيو.

”بلڪل نہ.“ آئرينيءَ يڪدم چيو. ”اها نفرت ۽ نراسائي ئي هئي، جنهن هن کي ان اوڙاهہ ڏانهن نيو- صرف نفرت ۽ نراسائي.“ هن جي بت ۾ لرزش اچي ويئي. هن جون نگاهون هيٺ هال طرف هليون ويون، ۽ هوءَ خاموش ٿي ويئي.

Gul Hayat Institute

فرڊيننڊ هن ڏانهن نهاريو، ۽ سوچڻ لڳو تہ اهڙو شخص جنهن سان هيءَ ڇوڪري پيار ڪندي هجي، ڪيئن پاڻ کي ولهيلمائين جهڙيءَ عورت تان قربان ڪري سگهي ٿو. اهو سوچي، هن کي جبرئيل جي ذهانت ۽ عقلمنديءَ تي شڪ ٿيڻ لڳو. پوءِ هن کي اهو ناٽڪ ياد آيو، جنهن ۾ ولهيلمائين هيروئن ٿي هئي، ۽ جو ناڪام ويو هو. ان ناڪاميءَ جي عيوضي چڪائڻ لاءِ ئي ولهيلمائين جبرئيل جي سَريت بني هئي.

آئرينيءَ پنهنجو منهن ڦيري وري هن ڏانهن ڪيو، ۽ نرم لهجي ۾ پڇيو، "ان کان پوءِ توهان وري پاڻ ۾ مليا؟"

"بلڪل گهٽ." فرڊيننڊ جواب ڏنو. گذريل سرءُ ۾ اسين وري پاڻ مليا هئاسين. ان ڀيري آءُ هن سان هڪ ناٽڪ تي ويو هوس. ان وقت هو بسچاف ڀيئي گڏ هئا. پوءِ اسان وڪسگادٽن ۾ گڏ ماني کڌي هئي. اسان جي اها شام ڏاڍي سٺي گذري هئي. حالانڪ آڪٽوبر جون پوياڙيو هيون، تڏهن بہ بنا ڪنهن تڪليف جي کليل هوا ۾ ويٺا هئاسين. ان کان پوءِ، هڪ ڀيرو اسين پاڻ ۾ ، بسچاف جي فليٽ ۾ مليا هئاسين. انهن طويل وقت کان پوءِ وارين گڏجاڻين ۾ بہ، اسان جي وچ ۾ ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪانہ ٿي هئي."

فرڊيننڊ آئرينيءَ ڏانهن نهاري مرڪيو.

"ٻي ڳالهہ ٻڌ-" آئرينيءَ چيو، "مون بسچاف سان ملڻ جو ارادو ڪيو آهي!"

"ڇا چيئي؟" فرڊيننڊ رڙ ڪري چيو، ۽ آئرينيءَ جي پيشانيءَ ڏانهن تڪڻ لڳو، جا ڇوڪرين جي عام پيشانين کان گهڻو وڏي ۽ ٻاهر نڪتل هئي.

ناچ پورو ٿي چڪو هو، ۽ موسيقي بند ٿي چڪي هئي. هيٺان مليل جُليل آواز اچي رهيا هئا، ۽ ڪن جا آواز جي ڳرا هئا، مٿي بہ چٽا پئي ٻڌڻ ۾ آيا.

"مون بلڪل پڪو ارادو ڪيو آهي." ائرنيءَ پنهنجو عام وارو پڪو لوڏيندي چيو، "حالانڪ اها منهنجي ٻاراڻي آهي، ڇو جو مون کي خبر آهي تہ منهنجي همٿ هن جي آڏو ختم ٿي ويندي آهي."

"تون هن سان ملي ڇا ڪندينءَ؟" فرڊيننڊ پڇيو.

"ڇو؟ اها بہ ڪا پڇڻ جي ڳالهہ آهي! مان هن کي روبرو ڏسڻ ٿي چاهيان، مان هن جو آواز ٻڌڻ ٿي چاهيان. مان اهو بہ ڏسڻ ٿي چاهيان تہ هن جي روزاني رهڻي ڪهڻي ڪيئن آهي، ۽ سڀ کان وڌيڪ مان

Gul Hayat Institute

هن کان عام ڳالهين جي معلومات حاصل ڪرڻ ٿي چاهيان... تون ايترو به نٿو سمجهين سگهين؟” هن کنهن اوچتي پور پوڻ تي پويون سوالي جملو ڳنڍيو. ۽ پوءِ مرڪي، شراب جو ڍُڪ ڀريندي، وري چيائين، ”اهو ڄاڻڻ واقعي دلچسپ آهي ته اهي عورتون اصل ۾ ڪيئن آهن، جي مختلف اندازن سان پرکي ٿيون سگهجن، جن جي ڪري مرد پاڻ کي ختم ٿا ڪري ڇڏين، ۽ جي وري ٽن ڏينهن کان پوءِ اسٽيج تي ائين ٿيون رونما ٿين، ڄڻ دنيا ۾ ڪا به تبديلي ڪانه آئي اهي، ڪا ڪمي نه ٿي آهي!”

به ماڻهو، جي پرسان لنگهي رهيا هئا، ٿوري لاءِ ترسيا، ۽ آئرينيءَ ڏانهن گهورڻ لڳا. ان ڳالهه فرڊيننڊ کي ڪاوڙايو. ۽ هن دل ۾ فيصلو ڪيو ته جي هو هڪڙو منٽ به وڌيڪ اتي ترسيا ته هنن جي خبر وٺندو. پوءِ هن پاڻ کي هنن سان ورهندو محسوس ڪيو... خالي ئي خيال ۾، هو هينئان دسيو پيو هو، ۽ سندس زخمن مان رت وهي رهيو هو...... پوءِ هن ولهيلمائين کي کنهن اداڪار سان پنهنجيءَ قبر تي بيٺل ڏٺو. پرستت ئي هن جي ذهن جي پردي تان اهي تصويرون گم ٿي ويون. اهي بيٺل ماڻهو اڳتي وڌي ويا هئا. فرڊيننڊ آئرينيءَ جو آواز وري ٻڌو.

”مون ۾ همٿ هئڻ گهرجي.“ هن نراشا جي مُرڪ مُرڪي.

”ڇا لاءِ؟“ فرڊيننڊ پڇيو.

”فرالين بسچاف جي آمهون سامهون ٿيڻ لاءِ!“

”بسچاف کي ڏسڻ ٿي چاهين-؟ هينئر؟“

”ها، بلڪل هينئر! تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟“ هن پنهنجا ڪلها موسيقيءَ جي ڌن تي لوڏڻ شروع ڪيا. ”هيٺ هلي ناچ ڪريون؟“

”اهو به ناممڪن ته نه آهي.“ فرڊيننڊ چيو.

”پر ائين مناسب ناهي.“ ائرينيءَ نظرن ۾ خوشيءَ جي چمڪ آڻيندي چيو. اسين هت ويٺا شراب پيئون. ان عرصي ۾ ڪا تبديلي آئي آهي ڇا؟ نه. بلڪل نه. ماڻهوءَ کي اهو احساس خودبخود ٿي ٿو وڃي ته موت سچ پچ ڪو ايترو ڀيانڪ نه اهي، جيترو سمجهيو ويندو آهي. تون ئي ڏس. مان پاڻ کي هن منزل تان، يا کنهن اوچائيءَ تان، هيٺ اڇلائڻ لاءِ بلڪل آماده آهيان. مون کي ڪو به خيال نه ٿيندو. سچ ٿي چوانءِ. اسين پاڻ ۾ ڪيئن واقف ٿياسين!.... پر ان لاءِ توکي جبرئلي جو شڪرگذار ٿيڻ گهرجي.“

”مون اهو ڪڏهن نہ سوچيو....“ فرڊيننڊ ڳالهہ جي شروعات ڪرڻ چاهي. هن جي چهري تي مُرڪ هئي، ۽ فرڊيننڊ پهچي دل ٻڏندي محسوس ڪئي.

آئرينيءَ جي چهري تان مرڪندڙ ۽ چمڪندڙ اکيون گم ٿي چڪيون هوين. اُحي اکيون هاڻي ڪاريون ڊگهيون ۽ سنجيده ٿي چڪيون هيون. ”توکي خبر آهي تہ مون اندر ۾ ڇا سِٽيو هو؟“ هن فرڊيننڊ کي ٻڌڻ کان سواءِ ئي چوڻ شروع ڪيو. ”مان پان کي بسچاف اڳيان ڪَلا ۾ تڙندو مکڙي ۽ ڪلا پريمي ظاهر ڪريان ها. ’مان ڪيتري وقت کان توهان سان ملڻ لاءِ منتظر هيس.‘ وغيره وغيره. مان ان نموني ۾ هن سان گفتگو جي شروعات ڪريان ها. اهي عورتون نهايت مغرور ٿينديون آهن؟“

”فخر تہ انهن جي پيشي جي پيڙهہ آهي.“ فرڊيننڊ چيو.

”آءٌ هن جي خوشامد ڪريان ها. هوءَ خوش ٿي ها، ۽ مون کي وري اچڻ لاءِ چوي ها، ۽ مان هن وٽ وري وري وڃان ها. پوءِ پاڻ ۾ گهريون ٿي وڃون ها، ساهڙين جيان..... تان جو، هڪ ڏينهن، مان رڙيون ڪري هُن کي ماڻهن جي منهن تي چونا ها ’توکي خبر آهي تہ تو ڇا ڪيو آهي؟ توکي خبر آهي تہ تون ڪير آهين؟ هڪ خونڻ! ٻڌءِ، فرالين بسچاف، تون هڪ خونڻ اهين!‘“

فرڊيننڊ اچرج وچان هن ڏانهن نهارڻ لڳو. هن هڪ دفعو وري حيرت ۾ سوچيو تہ جبرئيل ڪيترو نہ چسو ۽ بي عقل هو!

ناچ جو اهو دور بہ ختم ٿيو ۽ پرين ڪمرن مان ٿانون جي کڙ- کڙ ۽ ماڻهن جي پڙ- پڙ جا آواز اچڻ لڳا. بہ جوڙا هنن جي پرسان لنگهي سندس پرواريءَ ٽيبل تي اچي وينا، ۽ ڏاڍيان کلڻ ۽ ڳالهائڻ لڳا. ٿوري وقت کان پوءِ وري بيئي ناچ لاءِ آرڪيسٽرا شروع ٿيو.

”فرض ڪر تہ مان ان سان هن وقت ئي ملڻ ٿي چاهيان؟“

”هاڻي؟“

”سمجهين ٿو تہ هوءَ مون سان ملندي؟“

”وقت تہ بيگاهہ آحي.“ فرڊيننڊ مرڪ سان وراٽيو.

”اجا رات لڙي بہ ڪانہ آحي، ۽ اج تہ هن کي ناٽڪ ۾ پارٽ بہ ڪٽٿو هو.“

”توکي ڪنهن ٻڌايو؟“

Gul Hayat Institute

”ان ۾ عجب جي ڪهڙي ڳالھ آهي. اهو ته اخبار ۾ به هو. هونه؟ هوءَ اجا گهر پهتي ئي مس هوندي. هن سان ملاقات ڪرڻ ۾ به آساني ٿيندي. نالن موڪلڻ تي گهرائيندي ته ڪيس ڪا ڳالھ يا حقيقت ٻڌائيندا سين.“ مثلاً: آءٌ چوندس ’هونئن ته مان ناچ تان موٽي رهي هيس، پر توهان سان ملڻ جو ارادو مون ڪي هيڏانهن ڇڪي آيو. مون رڳو توهان جو نياز حاصل ڪرڻ تي چاهيو‘- وغيره. گاڏي اسان لاءِ هيٺ بيٺي ئي هوندي، ۽ اسين اڌ رات کان اڳ ئي موٽي ايندا سين. ڪو ڏسندو به ڪونه.“

”جي تون واقعي فرالين سان ملڻ تي چاهين.“ فرڊيننڊ چيو، ”ته مون ڪي ضرور پاڻ سان وچي هلج.“

آئرينيءَ هن ڏانهن گهريو. هن جي مهن تي منجهيل اونهي ۽ فيصلاڪن ڪيبت هئي. ”تو تڏهن ڇا سمجهيو هو؟ ته مان توکي نه.....“

”پر تو ۾ اوچائيءَ تان پاڻ هيٺ ڪيرائڻ جي جرائت آهي؟.

آئرينيءَ هن جي اکين ۾ نهاريو ۽ پوءِ اتي ڪڙي ٿي.

”اُت ته هلون.“ هن چيو. هن جي نراڙ تي ڪارو پاڇولو اچي ويو.

فرڊيننڊ ويٽر ڪي سڏي بل ادا ڪيو، ۽ آئرينيءَ کي ٻانهن کان وٺي هيٺ لاهي آيو. هيٺ اچي هن آئرينيءَ کي اوورڪوٽ پهرايو، ۽ پاڻ به پاتو. آئرينيءَ ڪوٽ جي پشم واري ڪالر ڪي مٿي ڪيو ۽ ان جون ڪُهيون ڪنڌ ۾ ٻڌيون. هو ٻنا ڪنهن فلظ ڪڇڻ جي، در کان ٻاهر نڪري رستي تي آيا، ۽ هڪ گاڏيءَ تي چڙهي، برفاني رستن کي لتاڙيندا، پنهجيءَ منزل طرف روانا ٿيا.

فرڊيننڊ هر هر آئينيءَ ڏانهن آڏيءَ نظر سان نهاري رهيو هو. هوءَ ڪا ساعت ته خاموش ويٺي هئي ۽ سندس اکيون منهن جي نقاب کي چيري، ٻاهر تاريڪيءَ ۾ ڪجھ ڳولي رهيون هوين. ڪجھ منٽن کان پوءِ،  گاڏي پارڪنگ ۾ هڪ گهر جي اڳيان اچي بيٺي. آئرينيءَ تيستائين گاڏيءَ ۾ ئي ويٺي رهي، جيتسائين فرڊيننڊ هيٺ لهي گهنٽي وڄائي ۽ دروازو کليو. در ۾ فرڊيننڊ جي ڄاتل سڃاتل ڇوڪري، بيٺي هن کي 7 سندس ساٿي4 کي ڏسي رهي هئي. فرڊيننڊ هڪ گهڙي لاءِ ائين محسوس ڪيو، ڄڻ ڪنهن ڪيس زوريءَ خواب مان جاڳايو هجي.

”فرالين کي ٻڌاءِ،“ فرڊيننڊ چيو، ”ته اسين ساڻس ملڻ آيا آهيون.“

ڇوڪري بنا ڪنهن ڪُڇڻ جي مرڪي، ۽ هنن کي ڊرائينگ روم جو رستو ڏيکاري هلي ويئي. فانوسن جي روشنيءَ ۾ فرڊيننڊ پنهنجو ۽ آئرينيءَ جو پاڇو، پياني جي پنيان تنگيل آئيني ۾ ٽڙڪندو

محسوس ڪيو. اوچتوئي هن کي هڪ وهم اچي ورتو. متان آئريني هتي ولهيلمائين کي مارڻ جي ارادي سان ائي هجي! پر اهو خيال سندس ذهن مان ايترو ئي جلد گم ٿ يويو, جيترو جلد آيو هو. آئريني, جا اجا به هن جي پرم ۾ بيٺي هئي ۽ مٺي تان رومال ڇوڙي رهي هئي. هن کي بلڪل بدليل نظر آئي- بلڪل ۽ اوپري, سندس آواز به هن کي اوپرو پئي لڳو.

هڪ دروازو کليو ۽ ولهيلمائين ڊرائنگروم ۾ داخل ٿي. هن کي بخمل جي ٺهيل پوشاڪ پيل هئي., جا ڳچيءَ وٽان کليل هئي. هن فرڊيننڊ کي هٿ ڏنو ۽ هن ڏانهن ۽ سندس ساٿيءَ ڏانهن بنا ڪنهن اچرج جي, آڌر ڀاءُ وارين نظرن سان نهاريو. فرڊيننڊان ان ڪُمهليءَ ملاقات جي وضاحت خوش مزاجيءَ جي نموني ۾ ڪرڻ چاهي. هن ولهيلمائين کي ٻڌايو ته سندس ساٿيءَ, سواءِ فرالين بسچاف جي ڪَلا ۽ فن جي واکڻ جي ڪجھ به نه پئي ڳالهايو ۽ هن به رضاڪارانه طور ڪيس سندس 'مرشد' جي گهروٽي هلڻ جي صلاح ڪئي, اهو سوچي به ته ٻنهي کي بنا ڪنهن شرف ملاقات بخشڻ جي, ڌڪا ڏيئي ٻاهر ڪڍيو ويندو!

"اها به ڪا ڳالھ آهي! " ولهيلمائين وراڻيو, "مون کي ته پاڻ خوشي ٿي آهي. " هن وڌي آئرينيءَ کي هٿ ڏنو. "هلو ته ماني کائي وٺون, مان ناٽڪ تان اجا هاڻي ئي موٽي آهيان. "

هو ٽيئي پوءِ هڪ ٻئي ڪمري ۾ داخل ٿيا, جتي هلڪي سبز روشنائيءَ ۾ هڪ ميز تي رات جو کاڌو تيار رکيو هو. فرڊيننڊ پنهنجو اوور ڪوٽ لاهي ڪوچ تي ڦٽو ڪيو ۽ ولهيلمائين آئرينيءَ جو ڪوٽ لاهي ڪرسيءَ تي رکيو. پوءِ هن پاسي واري ڪٻٽ مان ٻه گلاس ڪڍي, اُڇي شراب سان ڀري, هنن کي آڇيا. هنن کان معافي وٺي, هوءَ ماني کائڻ لڳي. ماني کائيندي, هوءَ هر هر ٻنهي ڄڻن کي دوستاڻي نموني ۾ نهاريندي ۽ مُرڪندي رهي.

"هيءَ اسان جي گڏ هئڻ کي ساپيان ۾ سوچي رهي آهي. " فرڊيند نراسائيءَ سان سوچي. ۽ جي مان پاڻ سان چين جي شهزادي وٺان اچان ها, ته به هيءَ متعجب نه ٿئي ها. اها واقعي خراب ڳالھ آهي. '.....جيڪي عورتون متعجب نه ٿينديون آهن, سي ڪڏهن به وفا نه ڪنديون آهن.' - اهو ترينوف جو رايو هو, جو هن کي اوچتو ياد اچي ويو.

"ناچ تي وقت ڪيئن گذريوَ؟ " ولهيلمائين پڇيو. فرڊيننڊ ٻڌايس ته ڪمرو ڀريل هو, ماڻهو بد ذوق هئا. ۽ موسيقي به پوري ساري هئي. ولهيلمائين چپن تي مسڪراهٽ آڻي, ڪنڌ آئرينيءَ ڏانهن ڦيريو, ۽ ان



Gul Hayat Institute

کان پڇيو تہ سندس ساٿي ناچ ۾ هو يا نہ؟ آئرينيءَ هارڪار ڪري مرڪي. هن جو ”هائو“ بلڪل ٻڌڻ ۾ نہ آئي.

”اڄ تو فيوڊورا جو پارٽ ادا ڪيو؟“ فرڊيننڊ ڳالهہ جي سلسلي ختم ٿيڻ جي انديشي کان، ولهيلمائين کان پڇيو ”ماڻهو گهڻا هئا؟“

”هائوس فُل هو.“ ولهيلمائين ورندي ڏني.

آئريني4 چيو، ”افسوس اٿم جو توهان کي فيوڊورا جي ڪردار ۾ نہ ڏسي سگهي آهيان. پر ميڊيا جي ڪردار ۾ مون اوهان کي گهڻو وقت اڳي ڏٺو هو. اهو تہ واقعي شاندار نموني ۾ نڀايو ويو هو.“

”اها اوهان جي مهرباني آهي.“ ولهيلمائين چيو.

ڪجهہ وڌيڪ تعريفي جملن کان پوءِ، آئرينيءَ ولهيلمائين کان پڇيو تہ کيس ڪهڙي قسم جا ڪردار پسند آهن. ۽ غور سان جواب ٻڌن لڳي. پوءِ انهيءَ فيصلا ڪن سوال تي اچي پهتا تہ وڏو اداڪار ڪير آهي؟ اهو جو پنهنجي ڪردار ۾ گم ٿي وڃي، يا اهو جوان تي هاوي ٿي وڃي؟ فرڊيننڊ ٻڌايو تہ هن جي هڪ اداڪار دوست پنهنجو بهترين پارٽ، پيءُ جي موت واري ڏينهن ادا ڪيو هو

”تنهنجا دوست تہ نرالا ٿا نظر اچن.“ ولهيلمائين نارنگيءَ جي قارواٽ ۾ وجهندي چيو.

’هي ڇا پيو ٿئي؟‘ فرڊيننڊ ويچاريو. ”ڇا، آئريني اهو واري ويٺي آهي تہ هوءَ ولهيلمائين کي خوڻ ڪوٺڻ ائي آهي؟ ڇا، ولهيلمائين اڃ تائين مون کي پنهنجو عاشق ٿي سمجهي، حالانڪ آءُ اڌ رات جو، هڪ جوان ڇوڪريءَ سان گڏ وٽس آيو آهيان؟............“

”توکي ناٽڪ ۾ ڏاڍي دلچسپي ٿي ڏسجي؟“ ولهيلمائين آئرينيءَ کي چيو، ”عجب اٿم تہ توهن مهل تائين ان لائين ڏانهن هٿ پير ڇو نہ هلايا آهن؟“

”مون ۾ ايتري قابليت ڪٿي!“ آئرينيءَ وراڻيو.

”ان لاءِ توکي شڪر ڪرڻ گهرجي.“ ولهيلمائين چيو، ”نہ تہ اسٽيج جي زندگي بہ ڪا زندگي آهي!“

جنهن مهل هو اداڪار جي زندگيءَ جي خرابين ۽ اوٽاين تي ڳالهائي رهي هئي، ان مهل فرڊيننڊ آئرينيءَ جي منهن تي عجيب ڪيفيت محسوس ڪئي. هن تي ڄڻ ڪنهن جادو ڪري ڇڏيو هو. سامهون واري اڌ ڪليل طاق جي وٿيءَ مان، اندر هلڪي نيري روشنائي نظر اچي رهي هئي، ۽ آئرينيءَ جون نگاهون ان وٿيءَ مان اندر ڪجهہ ڳولي رهيون هيون. جهٽ کان پوءِ هن ڏٺو تہ آئرينيءَ جي مهن تي اطمينان جي لهر

Gul Hayat Institute

ٻوڙي ويئي. هن جي مرده منهن تي رونق اچي ويئي، ۽ سندس ساڪت چپن ۾ زندگي جي حرڪت موٽي آئي. هن جا اهي انداز ٻڌائي رهيا هئا ته هن چاهيو پئي، ته جيڪر ٻوڙي ان نيري روشنيءَ واري ڪمري ۾ وڃي، ۽ پنهنجو منهن ان وهاڻي ۾ وجهي روئي، جنهن تي ڪڏهن جبرئيل پنهنجو مٿو رکندو هو. فرڊيننڊ سوچيو ته جي آئرينيءَ جو اهو ارادو وڌيڪ مضبوط ٿيو، ته ٻنهي لاءِ ڏاڍو خراب ٿيندو. هنن کي جلد از جلد اتان اٿي وڃڻ گهرجي. هو ڪرسي سوري، اٿي بيٺو.

”هاڻي هلڻ گهرجي، ڪافي وقت ويٺا آهيون.“ آئرينيءَ ايترو چئي اٿي بيٺي.

”ترسو ها ته سٺو.“ ولهيمائين چيو.

آئريني خاموشيءَ سان هن ڏانهن نهارڻ لڳي. سندس نظرون هن ۾ ڪجهه ڳولي رهيون رهيون.

”چئو ڀلا، اوهان جي مرضي.“ ولهيلمائين چيو.

”تعجب آهي.“ آئرينيءَ چيو، ”توهان کي ڏسي، مون کي گهر ۾ ٽنگيل هڪ تصوير ياد اچي ويئي آهي. جنهن ۾ هڪ گروٽ يا سلواڪ ڳوٺاڻي، هڪ برافني رستي تي بيٺي، مقدس پاڇي جي عبادت ڪري رهي آهي.“

ولهيلمائين مفڪراڻي انداز ۾ ڪنڌ لوڏيو. ڄڻ ته هن کي چٽيءَ طرح ياد هو ته هڪ ساري ۾ هوءَ گروٽيا جي برفن ۾ ان مقدس پاڇي اڳيان جهڪي هئي. پوءِ هن ڪوٽ کڻي آئرينيءَ کي پهرايو، ۽ هنن سان گڏ هال تائين ائي. ”چڱو، خدا حافظ! شال اوهان جي جوڙيءَ کي خوشيءَ جا ناچ نصيب ٿين!“ هن چيو.

آئرينيءَ جو منهن ڦڪو ٿي ويو، پر تڏهن به ٿورو مرڪي. ”تون هن سان خيال سان هندي ڪرا“

ولهيلمائين آئرينيءَ کي چيو، ۽ هڪ آڏي نظر فرڊيننڊ تي اڇلائي. ان نظر هن کي گذريل رات جون يادگيريون ڏياريون.

فرڊيننڊ ڪوبه جواب ڪونه ڏنو. هن رڳو اهو ڏٺو ته آئريني ڪيس ۽ ولهيلمائين کي هڪ نظ سان پئي ڏسي.

نوڪرياڻيءَ هنن سان آخري بار هٿ ملائي موڪلايو، ۽ ڇوڪريءَ جي وري ملڻ جي خواهش ڏيکاري. ان کان پوءِ هن فرڊيننڊ ڏانهن نهاريو، ۽ مرڪي. هوءَ هن کان راند کٽي چڪي هئي. راند، جا هنن ٻنهي ڇٽن کيڏڻ قبولي هئي.

Gul Hayat Institute

هو ٻئيئي هيٺ لٿا، ۽ پوبان دروازو بند ٿي ويو. آئرينيءَ گاڏيءَ ۾ وڃي ويٺي، ۽ فرڊيننڊ به سندس پر ۾ وڃي ويٺو. گهوڙا برف تي بنا آواز جي ڊوڙڻ لڳا. رستي تي هڪ بتيءَ جي روشنائي گاڏيءَ ۾ پئي، ۽ فرڊيننڊ ڏٺو ته آئريني هن ڏانهن گهوري رهي هئي، ۽ سندس چپ پَٽيا پيا هئا.

”سوسڀ ڪجهه تون آهين!“ هن آهستي چيو. آئريني جي اواز ۾ ڪمزوري، حيرت ۽ ڏڪار هئي. پوءِ وري اوندهه ٿي ويئي، ۽ فرڊيننڊ ڪجهه ڏسي نه سگهيو.

’جي هن وٽ ڇُرو هجي ها‘ فرڊيننڊ سوچيو، ته يقيناً مون کي هڻي ڪڍي ها!.... پر آءٌ ان جي لائق نه آهيان. آءٌ نه رڳو ان حادثي ۾، سماجي قوت هوس، انفرادي طور...‘ ۽ هن سوچڻ شروع ڪيو ته هو چونه ڪيس سچي ڳالهه پيرائتي ڪري ٻڌائي. نه رڳو پاڻ کي بيڏوهي ثابت ڪرڻ لاءِ، بلڪ ڪيس معلومات ڏيڻ خاطر به.

اوچتوئي هن پنهنجي چوڌاري ٻانهن جي پڪڙ محسوس ڪئي، ۽ ٻيءَ گهڙيءَ ۾، آئرينيءَ جا چپ-وحشي، گرم ۽ مٺا!.... ان جهڙي چمي هن اڳ ڪڏهن به نه ماڻي هئي. ڪيتري نه لذيذ ۽ خوشبودار هئي! هن چاهيو پئي ته اها جيڪر ڪڏهن به ختم نه ٿئي. جيستائين گاڏي اچي بيٺي، تيستائين ختم نه ٿي.

فرڊيننڊ هيٺ لٿو، ۽ هٿ ڏيئي آئرينيءَ کي به هيٺ لاٿائين.

”تون منهنجي پڊيان نه پئجانءِ! هن ترشيءَ سان چيو، ۽ هال ۾ گم ٿي ويئي.

فرڊيننڊ ٻاهر بيٺو رهيو. ڪانئس اهو نه پڄو، جو هن جي حڪم جي انحرافي ڪري. گهڻي دير بيهڻ کان پوءِ، هن محسوس ڪيو ته کيل ختم ٿي چڪو آهي، ۽ ان چمي 4 جو وڏيڪ ڪوبه نتيجو نه نڪرڻو هو. ٽن ڏينهن کان پوءِ، هن اهو واقعو انستاشين ترينوف کي ٻڌايو. ترينوف کان ڪوبه دوست ڪا ڳالهه ڳجهي نه رکندو هو.

”اها واقعي ڏک جهڙي ڳالهه آهي.“ ترينوف ڪجهه دير ويچار ڪري چيو. ”جو هوءَ تنهنجي محبوبا ٿي نه سگهي. اوهان جو ٻار مون لاءِ واقعي دلچسپيءَ جو سبب بنجي ها. اسان وٽ پيار جا پيدا ٿيل ٻار به گهڻا آهن، ۽ اختلاف راءِ رکندڙ جوڙي جا ٻار به. پر هڪ ٻئي کان نفرت ڪندڙ جوڙي جا ٻار بلڪل ڪين جيترا آهن، ۽ اهو ممڪن نه آهي ته اهڙن ٻارن مان ئي اسان کي ڪواُن جو حل ملي پوي!“

”تون سمجهين ٿو ته....“ فرڊيننڊ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”چڱو پنهنجي خوشامد!“ ترينوف تيزيءَ سان چيس.

فرڊيننڊ ڪنڌ جهڪائي خاموش ٿي ويو.

هن جي کيسي ۾ ٽريسٽ لاءِ برٿ جي ٽڪيٽ پيئي هئي. اتان هو اسڪندريا، قاهره ۽ اسوان ويو. ٿي ڏينهن اڳ، هن پاڻ به محسوس ڪيو هو ته ماڻهو پيار ۾ نراس ٿي مري به سگهن ٿا، پر ٻيا ماڻهو....

صرف ٻيا ماڻهو!

Gul Hayat Institute

## اليگزينڊر پُشڪِن

# نشانو

”اسان هڪ ٻئي تي پستول هلايو“- باراتينسڪي.

”مون قسم کنيو هو ته آءٌ ڊوئيل جي قانون مطابق هن کي قتل ڪندس ۽ مون هن لاءِ هڪ گولي محفوظ رکي.“- بائواڪ.

(1)

اسين هڪ ننڍڙي شهر ۾ لٿل هئاسون. هر ڪنهن کي معلوم آهي ته فوجي عملدارن جي روزمره جي حياتي ڪهڙي قسم جي هوندي آهي. صبح جو پريڊ، گهوڙيسواريءَ جي سکيا، ٻنپهرن جو ريجمينٽ جي ڪمانڊر سان يا ڪنهن يهوديءَ جي هوٽل ۾ ماني کائڻ ۽ شام جو پتن- راند يا شراب نوشي. انهيءَ ننڍڙي شهر ۾ ڪوبه اهڙو گهر نه هو، جتي وڃجي ۽ نه وري ڪا شادي ڪرڻ جهڙي ڇوڪري هئي. اسين هڪ ٻئي جي ڪوارٽرن ۾ اچي گڏ ٿيندا هئاسون، جتي پنهنجين وردين کي ڏسڻ کان سواءِ ٻي ڪابه شيءِ نظر نه ايندي هئي. اتي اسان جي سنگت ۾ هڪ شخص اهڙو به هو، جنهن جو فوج سان ڪوبه واسطو نه هو. هن جي عمر اٽڪل روءِ پنجٽيهه ورهيه ڪن هئي. تنهن ڪري اسين هُن کي هڪ بزرگ ڪري ليکيندا هئاسون. زندگيءَ جي تجربي سبب هن کي اسان تي برتري حاصل هئي. انهيءَ شخص جي اُداس طبيعت، کهري مزاج ۽ بدڪلاميءَ جي عادت، اسان جهڙن ڪيترن نيڪ نيت رکندڙ نوجوانن تي اثر وڌو هو. هن جي زندگيءَ سراسر اسرار هئي، ۽ جيتوڻيڪ هو ڏسڻ ۾ روسي ٿي لڳو، پر سندس نالو روسين جهڙو نه هو. ڪنهن زماني ۾ هن فوج ۾ به نوڪري ڪئي هئي، ۽ وڏي عهدي تي فائز هو. پر الائي ڪهڙي سبب ڪري هن اها نوڪري ڇڏي ڏني، ۽ انهيءَ گمنام ۽ ويران وسنديءَ ۾ گوشي نشينيءَ جي زندگي گذارڻ لڳو. ساڳئي وقت هن جي فضول خرچي به مشهور هئي. هو سدائين پنهنجيءَ جاءِ ۾ اوور ڪوٽ پايو پيرين پيادو پيو هلندو هو، پر اسان جي ريجمينٽ جي سيني عملدارن جي آڌر ڀاءُ لاءِ سندس دسترخوان لڳوئي پيو هوندو هو. اهو به درست آهي ته انهيءَ مهمان نوازيءَ وقت، ڪاڌي جا ٻه ٽي قسم موجود هوندا هئا، جيڪي هڪ پراڻُ فوجي تيار ڪندو هو. وٽس شئمپين جي به ڪا کوٽ ڪين هوندي هئي. ڪنهن کي به خبر نه هئي ته هن جي آمدني ڇا آهي ۽ ڪٿان ٿي اچي، ۽ نه وري ڪنهن انهيءَ بابت کانئس ڪڏهن پڇڻ جي همت ئي ڪئي. هن وٽ ڪيترائي ڪتاب پڙهندا

هئا، جن ۾ ڪجھ ڪتاب فوجي تعليم بابت هئا، ۽ ڪي ناول هئا. هو ماڻهن کي خوشيءَ سان اهي ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو، ۽ وري ڪڏهن به هنن کان واپس نہ گهرندو هو. ساڳئي وقت هو بہ جيڪڏهن ڪنهن کا ڪو ڪتاب پڙهڻ لاءِ وٺندو هو، تہ ان کي موٽائي اصل نہ ڏيندو هو. سندس دلپسند شغل هو پستول سان نشاني بازي ڪرڻ. گهر جون سيئي ڀتيون گولين لڳڻ ڪري، ماکيءَ جي مانارِي وانگر لڳنديون هيون. هو جنهن ننڍڙي ۽ ڪچي گهر ۾ رهندو هو، انهيءَ جي سڀ کان وڏيڪ ڏسڻ جهڙي شيءِ هئي سندس قيمتي ۽ شاندار پستول. نساني بازيءَ تي هن کي ايڏي تہ مهارت حاصل هئي ۽ هن جو نشانو ايترو تہ ٺيڪ هوندو هو، جو جيڪڏهن هو ڪنهن جي مٿي تي ناسپاتي رکي، ان تي گولي هلائڻ جو خيال ڪندو هو، تہ انهيءَ لاءِ اسان جي ريجمينٽ جو هرهڪ عملدار پاڻ کي پيش ڪندي، خوشي محسوس ڪندو هو.

اسان جي ڳالهہ ٻولهہ ڦري گهري اچي ڊوئيل تي پهچندي هئي. پر سلويو (آءٌ انهيءَ شخص کي ان نالي سان سڏيندس) انهيءَ ۾ ڪوبہ حصو نہ وٺندو هو. جيڪڏهن ڪو ڪانئس پڇندو ہ، تہ تو بہ ڪڏهن وئيل لڙائي ڪئي؟ تہ ڏاڍي خشڪ نموني ۾ جواب ڏيندو هو، "هائو، آءٌ ڊوئيل وڙهيو آهيان." پر هو ڪڏهن بہ ان باري ۾ تفصيل سان ذڪر نہ ڪندو هو. انهيءَ مان ظاهر هو تہ ان موضوع تي سوال- جواب کيس پسند نہ هو. اسين انهيءَ نتيجي تي پهتاسون، تہ ضرور ڪو هن جي بي خطا نشاني جو شڪار ٿيو آهي، جنهن ڪري هن جي ذهن تي هو حاٿو هڪ بار ٿي پيو آهي. اسان مان ڪنهن کي بہ اهو خيال نہ آيو تہ انهيءَ ذڪر کان پسو ڪرڻ جو سبب بزدلي ٿي سگهي ٿو. ڪي ماڻهو اهڙا هوندا آهن، جن جو ٻاهريون ڏيک اهڙن شڪن کي ذهن ۾ اچڻ نہ ڏيندو آهي. پر پوءِ اوچتو هڪ اهڙو واقعو ٿي پيو، جنهن اسان سڀني کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو.

هڪ رات اسان مان ڏهاڪو عملدار، سلويو وٽ ماني کائڻ لاءِ آيل هئا. اسان سڀني هميشہ وانگر حد کان وڌيڪ شراب پيتو. ماني کائڻ کان پوءِ اسان سڀني پنهنجي ميزبان تي زور رکيو تہ پتي- راند ڪرڻ وقت هو اسان جي پيسئن جي سنڀال ڪري. پهرين تہ هن گهڻُئي نتايو، چاڪاڻ تہ پتن جي راند هو ورلي ڪندو هو. پر پوءِ هُن پتا گهرايا ۽ ڏهن ڏهن روبلن جا پنجاهہ سڪا ميز تي پکيڙي، پتا ورهائڻ شروع ڪيا. انهيءَ تي سيئي هن کي ڦري ويا ۽ راند شروع ٿي. سلويو جي عادت هوندي ئي تہ پتي- راند ڪرڻ وقت هو بلڪل ماٺ ڪري ويهندو هو، نہ ڪنهن ڳالهہ کي رد ڪندو هو، نہ پنهنجي صفائيءَ ۾

ڪجهہ چوندو هو. جيڪڏهن ڪنهن شرط رکندڙ کان ڪا غلطي ٿيني هئي تہ سلويو، يا تہ هڪدم پئسا ڏيندو هو، يا اُها رقم ڪاغذ جي پُرزي تي لکي ڇڏيندو هو. اين سڀئي هن جي انهن اصولن کي ڄاڻندا ۽ مڃيندا هئاسون. اتفاق سان انهيءَ ڏينهن، اتي هڪ اهڙو آفيسر بہ آيل هو، جيڪو ريجمينٽ ۾ نئون نئون آيو هو. راند کندي هن بيخياليءَ ۾ شرط جو اگهہ وڌائي ڇڏيو. عادت مطابق سلويو چاڪ جي ٽُڪريءَ سان اگهہ درست ڪيو. انهيءَ آفيسر ايئن سمجهيو تہ هن غلطيءَ سان ائين ڪيو آهي، سو لڳو حجت ڪرڻ. پر سلويو ٻڌو اڻٻڌو ڪري، خاموشيءَ سان راند ڪندو رهيو. آفيسر کان بہ رهيو نہ ٿيو ۽ هن سلويو جي انگن کي برش سان ڊاهي ڇڏيو. سلويو بہ چاڪ کڻي وري اُهي انگ لکي ڇڏيا. ٻيا آفيسر تہ ڪاپو پيو ويٺا هئا ۽ هنن لاءِ اهو رؤنشو تي آيو، سو ونی ٿهڪ ڏنائون. جنهن تي اهو آفيسر ڦِڪو ٿي وڏيڪ ڪاوڙ ڪرڻ لڳو. هُن سلويو جي انهيءَ ڳالهہ کي پنهنجي بيعزتي سمجهي ۽ ميز تي رکيل پتل جو شمعدان کڻي سلويو ڏانهن زور سان اڇلايو. پر سلويو ذري گهٽ بچي ويو. انهيءَ واقعي تي اسين سڀئي حيران ٿي وياسون. سلويو جو منهن ڪاوڙ وچان ڳاڙهو ٿي ويو ۽ اکين مان اُلا نڪرڻ لڳس. وڏيءَ ڪوشش ڪان پوءِ، هن پنهنجيءَ ڪاوڙ کي روڪيندي رڳو ايترو چيو "مهربان! تون هينئر جو هينئر هتان هليو وڃ ۽ پنهنجي خوش قسمتيءَ تي شڪر ڪر جو هيءَ حادثو منهنجي گهر ۾ ٿيو آهي."

انهيءَ حادثي ٿيڻ کان پوءِ، اسين پنهنجي بدنصيب دوست کي بنهہ مُئل سمجهندا هئاسون. ڇاڪاڻ تہ اسان کي خبر هئي تہ انهيءَ حادثي جو ڪهڙو نتيجو نڪرندو. اُهو آفيسر هڪدم ائين چوندو ٻاهر هليو ويو تہ "آءٌ هر وقت انهيءَ بيعزتيءَ جي ويرونڻ لاءِ تيار آهيان." هن جي وڃڻ کان پوءِ بہ ٿوريءَ دير تائين راند ٿيندي رهي، پر سڀني کي محسوس پئي ٿيو تہ اسان جي ميزبان جي دل راند ۾ نہ پئي لڳي، تنهن ڪري هڪ هڪ ٿي اسين سڀئي موڪلائي وڃڻ لڳاسون. ڪئمپ ڏانهن وڃڻ وقت اسان رڳو اهي ڳاهيون پئي ڪيون تہ ليفٽيننٽ جي موت کان پوءِ ڏسجي تہ هن جي جاءِ تي ٻيو ڪير ٿو اچي؟

ٻئي ڏينهن، گهوڙيسواريءَ جي سکيا وقت اسين هڪ ٻئي کان ليفٽيننٽ جي خير و عافيت پڇي رهيا هئاسون، تہ ايتري ۾ هو پاڻ بہ اچي ويو. اسان هن کان حال احوال ورتو. هن جواب ڏنو تہ، "اجا تائين تہ مون وٽ سلويو ٽان ڪو پيغام وغيره ڪونہ پهتو آهي." انهيءَ تي سڀني کي حيرت لڳي. خير، اسين اُتان واندا ٿي سلويو جي گهر وياسون. ڏسون تہ هو دروازي تي لڳل تاش جي هڪ پتي تي پستول مان

Gul Hayat Institute

گوليون پيو هلائي. هيمشه جيان هن اسان جو آڌر ڀاءُ ڪيو. گذريل رات واري واقعي جو نه هن ذڪر به ڪونه ڪيو. اهڙيءَ طرح، ڄڻ ڪجهه ٿيو ئي نه هو. اهڙيءَ طرح، ته ٿي ڏينهن ٻيا به لنگهي ويا. ليفٽيننٽ صحيح سلامت موجود هو. هر ڪنهن ڪي زبان تي اها ڳالهه هئي ته آخر معاملو ڇا آهي؟ شايد سلويو ڊوئيل وڙهڻ نٿي گهري، ۽ ٿيو به ائين. ليفٽيننٽ ٿوري گهڻي عذر خواهي ڪئي ۽ سلويو به هن کي معاف ڪري ڇڏيو.
انهيءَ واقعي جي ڪري اسان نوجوانن جي نظرن ۾ سلويو جي عزت ڪِري پيئي، ڇاڪاڻ ته اسان جي خيال ۾ شجاعت ۽ بهادري اعليٰ صفتون هيون، جن جي ڪري ٻين سينِي خامين جي پرده پوشِ ٿي سگهي ٿي. پر پوءِ آهستي آهستي اهو واقعو اسان کان به وسري ويو ۽ سلويو لاءِ اسان جي دلين ۾ اها اڳوڻي عزت قائم ٿي ويئي.
البت، منهنجي دل انهيءَ ڳالهه کي قبول ڪرڻ کان ڪيٻايو. انهيءَ جو سبب شايد هيءُ به هو ته منهنجي طبيعت رومان پسند هئي. ٻين آفيسرن جي ڀيٽ ۾ آءٌ انهيءَ شخص ۾، انهيءَ ڪري ڪشش محسوس ڪندو هوس، جو هن جي زندگي هڪ سربَستو راز هئي. مون کي هو ڪنهن اسرار ڀريءَ ڪهاڻي 4 جو هيرو لڳندو هو. هن جو به ٻين جي ڀيٽ ۾، مون سان وڌيڪ تعلق هو، ڇاڪاڻ ته رڳو مون سان ئي هو کِل ٺٺولي ڪرڻ بدران، ٻين ڪيترن ئي مسئلن تي سادي سودي ۽ دلنشين انداز ۾ ڳالهه ٻولهه ڪندو هو. پر انهيءَ واقعي جي ڪري، هو منهنجي نظرن ۾ ڪِري پيو هو. مون کي رکي رکي اهو ئي خيال ستائيندو هو ته هن پنهنجي بيعزتيءَ جي بدلي وٺڻ کان ڇو لَنوايو؟ تنهن ڪري هن سان نظرون ملائيندي به مون کي شرم پيو محسوس ٿيندو هو. سلويي زمانو ڏٺو هو. هو منهنجيءَ روش مان، منهنجيءَ دل جي ڳالهه کي سمجهي ويو. ائين ٿي لڳو ته اِن ڪري هن کي دلي رنج پهتو هو. مون کي هڪ- ٻه ڀيرا اهو به محسوس ٿيو ته هو انهيءَ بابت ڪجهه چوڻ گهري ٿو. پر مون هن کي ڪو به اهڙو موقعو نه ڏنو. انهيءَ کان سواءِ، هن سان اڪيلائيءَ ۾ ملڻ کان به آءٌ لَنوائڻ لڳس. سلويي به مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏنو. هاڻي آءٌ پنهنجن ساٿين جي موجودگيءَ ۾ هن سان ملندو هوس، ۽ اسان جون پهريون صاف ۽ سچيون صحبتون صفا ختم ٿي ويون هيون.
اُحي ماڻهو جيڪي وڏن شهرن ۾ آرام ۽ آسائش جا عادي هوندا آهن. تن کي انهن احساسن جي لذت جي ڪهڙي ڄاڻ، جيڪي ڳوٺڻ ۽ ٻهراڙيءَ جي رهاڪن جي زندگيءَ ۾ اهميت رکن ٿا، مثال طور: خط جو انتظار. اڱاري ۽ جمعي جي ڏينهن، ريجمنيٽ جي هيڊ ڪوارٽر ۾ آفيسرن جو ميڙو لڳي ويندو هو.

Gul Hayat Institute

ڪنهن کي ڏسو ته پئسن اچڻ جي اميد ڪيو ويٺو آهي، ڪو خط ملڻ لاءِ بيتاب آهي، ڪنهن کي اخبارن ۽ رسالن جو انتظار آهي. آفيسرن ۾ ايتري ته بي صبري هوندي هئي، جو ڪيترائي خط اُتي کولي پڙهيا ويندا هئا. هڪ ٻئي کي خبرون ٻڌايون وينديون هيون. سلويو جا خط پٽ به ريجمينٽ جي ٽپال سان گڏ ايندا هئا. تنهن ڪري ٽپال وارن ڏينهن تي هو به اتي موجود هوندو هو. هڪ ڀيري هن جي نالي هڪ خط آيو. جيڪو هن کي ڏنو ويو. هن ڏاڍيءَ بي صبريءَ سان لفافي جي مهر ڀڳي. خط جي مضمون تي نظر پوندي ئي هن جون اکيون چمڪڻ لڳيون. ڪي آفيسر پنهنجن پنهنجن خطن پڙهڻ ۾ اهڙا ته رُڌل هئا، جو ڪنهن جو به هن ڏانهن ڌيان وڃي نه سگهيو. ايتير ۾ هن سڀني جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائيندي چيو، ”صاحبو! ڪن ضروري حالتن جي ڪري آءٌ جلد ئي هتان وڃڻ گهران ٿو. مون کي اُميد آهي ته اوهان سڀئي اڄ مون سان آخري ڀيرو ماني کائڻ کان انڪار نه ڪندؤ. آءٌ اوهان سڀني جو انتظار ڪندس.“ پوءِ مون ڏانهن ڏسندي، چيائين، ”تون ضرور اچجانءِ.“ ائين چئي، هو تڪڙو تڪڙو هيڊ ڪواٽر جي عمارتن مان ٻاهر هليو ويو. اسين به سلويو جي گهر هڪ ٻئي سان ملڻ جو وعدو ڪري، پنهنجن پنهنجن ڪواٽرن ڏانهن روانا ٿياسونن.

آءٌ مقرر وقت تي سلويو وٽ پهتس، ته اتي ساري ريجمينٽ موجود هئي. سلويو جو سڄو سامان ٻَڌو رکيو هو، ۽ چؤطرف گولين سان پروڻ ٿيل ڀتين کان سواءِ ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿي آيو. اسين سمورا ڪاڏي جي ميز وٽ وڃي گڏ ٿياسون. اسن جي ميزبان جي طبيعت ان وقت موج ۾ هئي. هن جي خوش مزاجيءَ اسان اتي به اثر ڪيو. چوڌاري ٻاٽلين جا ٻُوچ اڏامڻ لڳا، گلاسن ۾ شراب ڇلڪڻ لڳو ۽ اسين پنهنجي ٻاهر ويندڙ دوست جي سلامتيءَ ۽ ڪاميابيءَ لاءِ جام مٿان جام خالي ڪرڻ لڳاسون. اهڙيءَ طرح، رات ٿي ويئي ۽ اوندهه وڌڻ سبب اسين ٿياسون ۽ پنهنجون پنهنجون ٽوپيون پائڻ لڳاسون. سلويو هر هڪ مهامن سان هٿ ملايو. مون سان هٿ ملائڻ وقت هن منهنجي هٿ کي زور ڏيندي، آهستي چيو، ”مون کي توسان هڪ ڳالهه ڪرڻي آهي.“ سو، آءٌ ويندي ويندي ترسي پيس.

هڪ ٻئي ڏٺيان سڀئي مهمان موڪلائي ويا، باقي اسين ٻه ڄڻا وڃي رهاسيون. اسان پنهنجا پنهنجا پائپ دکايا. سلويو ڪنهن اندورني عذاب سبب بيقرارهو. شام جو جيڪا زندهه دلي هن ڏيکاري هئي، اها هاڻي گم ٿي ويئي هئي، ۽ ان جي بدران سندس منهن تي مايوسي هئي. البت، هن جون اکيون چمڪڻ لڳيون هيون. پائيپ جي ڪاري دُونهين جي گول گول ڇَلن جي وچ ۾ هو بلڪل ڀوائتي

مخلوق پئي معلوم ٿيو. ٿورن منٽن کان پوءِ، سلويو خاموشيءَ کي ٽوڙيندي چيو. ”ڪهڙي خبر جو اڄ کان پوءِ اسين وري پاڻ ۾ ملي سگهون يا نه! تنهن ڪري وڃڻ کان پهرين مون توسان ڪي ڳالهيون ڪرڻ گهرويون ٿي. اها ته توکي اڳي ئي خبر آهي ته آءٌ ڪنهن جي راءِ جي ذري پَر به پرواهه نه ڪندو آهيان، پر سچ پڇين ته آءٌ توکي پسند ڪندو آهيان. جيڪڏهن تون من هنجي باري ۾ ڪنهن غلط فهميءَ ۾ رهجي وئين ته مون کي رنج ٿيندو.“

هو ٿورو ترسيو ۽ پائيپ ۾ تماڪ ڀرڻ لڳو. آءٌ چپ چاپ زمين کي گهوريندو رهيس.

”توکي يقيناً تعجب ٿيو هوندو ته مون انهيءَ ڏينهن، شراب جي نشي ۾ چُور انهيءَ وات- ڳاڙهي ڇوري کان پنهنجي بيعزتيءَ جو ويرڇو نه ورتو؟ جيتوڻيڪ انهيءَ وقت هن جي حياتي منهنجي هٿ ۾ هئي ۽ جيئن ته مون کي هٿيار ڇوندڻ جو حق به هو، تنهن ڪري مون کي ڪنهن قسم جو خطرو به نه هو. آءٌ جيڪڏهن گهران ته توکي انهيءَ غلط فهميءَ ۾ وجهي سگهان ٿو ته انهيءَ ڏينهن منهنجو صبر ۽ درگذر ڪرڻ منهنجي اعليٰ ظرفيءَ جو دليل هو. پر آءٌ توکي ڏوکو ڏيڻ مناسب نٿو سمجهان. جيڪڏهن آءٌ پنهنجي زندگيءَ کي خطري ۾ وجهڻ کان سواءِ، هن کي سزا ڏئي سگهان ها، ته هوند هن کي ڪڏهن به معاف نه ڪريان ها.“

سلويو جي انهيءَ اعتراف مون کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. هو اجا به ڳالهائيندو رهيو.

”هائو، آءٌ پنهنجي زندگيءَ کي خطري ۾ وجهڻ جو حق نٿو رکان. ڇهه سال اڳ، هڪڙي شخص منهنجي مهن تي ٿڦڙ هنيو هو، ۽ منهنجو اهو دشمن اڃا تائين جيئرو آهي. انهيءَ بيعزتيءَ جي ويرونڻ کان اڳ، پنهنجي زندگيءَ کي ڪنهن خطري ۾ وجهڻ نٿو گهران.“

منهنجيءَ دل ۾ اُٿتڻ پيدا ٿيڻ لڳي ته آخر معاملو ڇا آهي. اهو سوچي مون هن کان پڇيو. ”تون ان وقت هن سان ڊوئيل نه وڙهئين؟ شايد ڪنهن سبب ڪري ڊوئيل وڙهڻ کان سواءِ توکي اتان واپس اچڻو پيو؟“

”آءٌ هن سان ڊوئيل وڙهيو هئس.“ سلويو جواب ڏنو. ”انهيءَ جو ثبوت اڃا تائين مون وٽ حفاظت سان رکيو آهي.“

هو پنهنجيءَ جاءِ تان اٿيو ۽ دفتريءَ جي دٻي مان هڪ ڳاڙهي ڀرت واري فوجي ٽوپي ڪڍيائين. جنهن ۾ گلنجو ڦندڻ لڳو هو. هن اها ٽوپي پنهنجي نمٽي تي رکي ۽ مون ڏٺو ته مٿي کان انچ کن مٿي، اُن ۾ گوليءَ جي آرپار نشان هو.

Gul Hayat Institute

سلوبي پنهنجي ڳالهه بيان ڪندي وڏيڪ چيو ته. ”توڪي شايد ڄاڻ هجي ته آءٌ ڪنهن زماني ۾ ’ن‘ ريجمينٽ ۾ هئس. تون منهنجيءَ طبيعت مان واقف آهين ته آءٌ هر ڳالهه ۾ سيني ڪان اڳيان رهڻ گهران ٿو. جوانيءَ ۾ ته منهنجي طبيعت ۾ جوش هو ۽ هر ڳالهه ۾ اڳرائي ڪرڻ جو مون ڪي جنون هو. انهيءَ زماني ۾ هر روز ڪونه ڪو فتنو فساد ٿيندو ئي رهندو هو. ۽ مون کي فسادين جو سر مک سمجهيو ويندو هو. اسين بدمستيءَ ۽ بدهوشيءَ تي فخر ڪندا هئاسون. مون کي ياد آهي ته هڪ ڀيري آءٌ مسهور شرابي، بورتسوف کي به شَهه ڏئي ويو هئس. هيءَ اهو ئي بورتسوف آهي، جنهن کي شاعر ”دنيس داويدوف“ پنهنجي ڪلام ذريعي سدا حيات ڪري ڇڏيو آهي. ان وقت اسن جي ريجمينٽ ۾ هر روز ڊوئيل وڙهيا ويندا هئا، ۽ ڪو به اهڙو ڊوئيل نه ٿيندو هو، جنهن ۾ مون کي دخل نه هجي. منهنجن يارن دوستن مون کي آسمان تي چاڙهي ڇڏيو هو. پر ريجمينٽ جي ڪمانڊر لاءِ آءُ هڪ مصيبت هوندو هئس.

”اهڙيءَ طرح، مون وڏي طمطراق سان شهرت ۽ مشهوري4 جا مزا پئي ماڻيا ته اسان جي ريجمينٽ ۾ هڪ نئون آفيسر ڀرتي ٿي آيو. هو هڪ وڏي خاندان جو فرد هو. مون اڄ تائين هن جهڙو خوش قسمت ماڻهو نه ڏٺو. جواني ۽ ذهانت، خوبصورتي ۽ جوانمردي، شهرت ۽ ناموس، مطلب ته اها ڪهڙي خوبي هئي، جيڪا هن ۾ نه هئي؟ هو رپيا پانيءَ وانگر وهائيندو هو ۽ معلوم ٿيندو هو ته وٽس قاروني خزانو آهي، تون پاڻ ويچار ڪر ته اهڙي ماڻهوءَ جو ٻين تي ڪيترو نه اثر ٿيندو هوندو. منهنجيءَ شهرت جو ستارو لهڻ لڳو. ڀهرين ڀهرين ته هن منهنجي شهرت ٻڌي، مون سان دوستي رکڻ جو خيال ڏيکاريو. پر نمون انهيءَ خيال کي اهڙيءَ بيپرواهيءَ سان نظر انداز ڪري ڇڏيو. جو ان ڪان پوءِ هن به مون ڏانهن ڪو ڌيان ڏيڻ مناسب نه سمجهيو. مون هُن سان سخت نفرت ۽ دشمني تي پيئي. ريجمينٽ جي عملادرن ۽ عورتن ۾ هن جي هر دلعزيزي ۽ ڪاميابي مون کان هرگز ڏٺي نه ٿيندي هئي. آءٌ هر هنڌ هن کي چيڙائڻ ۽ هن سان جهيڙي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هئس ۽ هن تان چٽرون ڪندو هئس. پر انهيءَ تي هو ڪونه ڪو اهڙو مُنهن ٽوڙ جواب ڏيندو هو، جو آءٌ پريشان ٿي ويندو هئس. هن جي جملن ۾ سنجيدگيءَ ۽ مزاج جي چاشني هوندي هئي، ۽ منهنجا جملا وري ٺٺوليءَ ۽ ضد جي زهر ۾ ٻڏل هوندا هئا. پوءِ هڪ ڏينهن هيئن ٿيو. جو اسين هڪ پولش جاگيردار وٽ ناچ جي محفل ۾ ويل هئاسون. مون ڏٺو ته اتي جيڪي به عورتون موجود هيون، سي سڀئي انهيءَ آفيسر مٿان پروانن وانگر پئي قربان ٿيون. اهو ڏسي، منهنجيءَ

دل ۾ حسد ۽ ڪيني جي باهه ڀڙڪي اوٿي. گهر جي مالڪياڻي به (جيڪا ڦهرين منهنجي عشق ۾ قاتل هئي) هن تان گهورَ ڀئي وئي. مون کان رهيو نه ٿيو ۽ مون هن جي ڪن ۾ هڪ نهايت ڪِريل ڳالهه چئي ڏني. اها ڳالهه ٻڌي، هن جو منهن تامڙي ٿي ويو ۽ هن زور سان منهنيج منهن تي ٿڦڙ وهائي ڪڍيو. انهيءَ تي ٻنهي طرفن کان تلوارون مياڻن مان نڪري آيون. عورتون ڊپ ۽ هراس وچان بيهوش ٿي ويون. گهڻيءَ مشڪل کان پوءِ، ماڻهن وچ ۾ پئي جهيڙو تاري ڇڏيو. انهيءَ رات اسان ۾ ڊوئيل ٿيڻ جو فيصلو ٿيو.

ٻئي ڏينهن پرهه ڦٽندي ئي آءُ پنهنجن ٽن ساٿين سميت مقرر جاءِ تي پهچي ويس، ۽ پنهنجي دشمن جو انتظار ڪرڻ لڳس. بهار جي مند هئي. سج سويل ئي نڪري ظاهر ٿيو هو. جنهن ڪري ٿوري گرمي پئي ٿي. ايتري ۾ مون هن کي پري کان ايندو ڏٺو. هو پنڌ پئي آيو. سندس هٿ ۾ تلوار هئي ۽ ساڻس گڏ فقط هڪ ماڻهو هو. اسين هن سان ملڻ لاءِ اڳتي وڌياسون. ته هو پنهنجي ٽوپي هٿ ۾ جهلي. ڏاڍيءَ بيپرواهيءَ سان وڌي آيو. اسان جي دوستن، اسان ٻنهجي جي وچ ۾ ٻارهن- ٻارهن قدمن جو فاصلو ماپيو. ڦهرين مون کي گولي هلائڻ جو موقعو ڏنو. پر ڪاوڙ ۾ منهنجو سارو بدن اهڙو ته پئي ڏڪيو. جو آءُ پنهنجي هٿ تي ڀروسو نه ڪري سگهيس. تنهن ڪري مون هن کي ڦهرين گولي هلائڻ و موقعو ڏنو. هو انهيءَ تي راضي نهج ٿيو. نيٺ ڀُڪي وجهڻ جو فيصلو ٿيو. قدرت کي شايد هن سان ڪو پيار هو. جنهن ڪري ڀُڪو به هن جي ئي نالي نڪتو. هن شست ٻڌي، گولي هلائي، جيڪا منهنجي ٽوپيءَ مان آرپار لنگهي ويئي. هاڻي هن جي زندگي منهنجي هٿ ۾ هئي. آءُ هن جي اکين ۾ گهوري ڏسڻ لڳس ته جيئن هن جي چهري تي اداسيءَ ۽ مايوسيءَ کي ڏسي سگهان. پر هو ساڳيءَ بيپرواهيءَ سان منهنجي پستول ڏانهن منهن ڪيو بيٺو رهيو. انهيءَ وچ ۾ هو ميوو کائيندو رهيو ۽ ان جون ڪَکِڙيون مون ڏانهن اڇلائيندو رهيو.ۑ مون ويچار ڪيو ته اهڙي ماڻهوءَ کي مارڻ مان ڇا ملندو، جنهن کي پنهنجيءَ جان جي ڪابه پرواهه نه هجي. وري انهيءَ مهل هڪ شيطاني خيال منهنجي دل ۾ آيو. مون پستول وارو هٿ هيٺ ڪري، کيس چيو ته ’هن وقت اوهان ڪنهن ڳوڙهي ويچار ۾ ڏسجو ٿا. اوهان جو ڌيان ڊوئيل ۾ ڪونهي. آءُ اوهان جي دلپسند شغل، يعني، ميوي کائڻ ۾ ، رنڊڪ وجهڻ نٿو گهران.‘

’نہ، نہ. اوهان منهنجي ڳڻتي نہ ڪريو. اوهان منهنجي شغل ۾ ڪابہ رنڊڪ نٿا وجهو. اوهان گولي هلايو، پر جيڪڏهن هنوقت اوهان جي طبيعت نٿي چوي تہ وري ڪنهن ٻئي موقعي تي. اهو اوهان جو مون تي قرض آهي، جيڪو جڏهن چوندؤ، لاهي ڇڏيندس.“ هن جواب ڏنو.

آءٌ پنهنجن ساٿين ڏانهن موٽي آيس ۽ چيم تہ ’آءٌ هن وقت گولي هلائڻ نٿو گهران.‘ اهڙيءَ طرح، اهو معاملو اتي ختم ٿي ويو.

پوءِ آءٌ فوج سان استعيفا ڏيئي. هِن گمنام گوشي ۾ اچي رهيس. پر انهيءَ وقت کان وٺي اج تائين ڪوبہ اهڙو ڏينهن نہ ٿيو آهي. جڏهن منهنجيءَ دل ۾ ويروٺڻ جي باھ اجهامي هجي. بس اهوئي هڪڙو خيال، اهوئي هڪڙو فڪر، منهنجي زندگيءَ جو مقصد وڃي رهيو آهي. نيٺ اج اهو ڏينهن بہ اچي ويو آهي. جنهن جو مون کي ايتري عرصي کان انتظار هو.“

سلويي پنهنجي کيسي مان اهو خط ڪڍيو، جيڪو ان ڏينهن صبح جو کيس مليو هو. هن اهو خط مون کي پڙهڻ لاءِ ڏنو. شايد هن جي وڪيل اهو خط ماسڪو مان هن کي موڪليو هو. ان ۾ لکيل هو تہ هڪ خاص شخص جلد ئي هڪ حسين ۽ نوجوان ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ وارو آهي.

سلويي چيو، ”اهو تہ تون سمجهي ويو هوندين تہ اها خبر ڪهڙي شخص بابت آهي؟ آءٌ هينئر ماسڪو وڃان ٿو. هاڻي ڏسڻُ هيءُ اهي تہ اهو شخص پنهنجي شاديءَ واري رات بہ موت جو ائين بيپرواهي4 سان آڌر ڀاءُ ڪري ٿو، جيئن ڪنهن وقت ميوي کائيندي ڪيو هئائين.“

ائين چئي، سلويو پنهنجيءَ جاءِ تان اُٿيو. هن پنهنجي ٽوپي مٿي تان لاهي زمين تي ڦٽِ ڪئي ۽ پنجري ۾ بند ٿيل شينهن وانگر، هيڏانهن هوڏانهن هلڻ لڳو. آءٌ حيرت ۾ هن جون اهي ڳالهيون ٻڌندو رهيس. ۽ منهنجيءَ دل ۾ طرحين طرحين وهم ۽ گمان پيدا ٿيندا رهيا.

ايتري ۾ نوڪر اچي ٻڌايو تہ گهوڙا تيار بيٺا آهن. سلويي وڏيءَ حب سان منهنجو هٿ جهلي زور ڏنو. اسين ٻيئي گلي ملياسون ۽ پوءِ هو گاڏيءَ ۾ ويٺو، جنهن ۾ ٻہ ٽرينڪون رکيون هيون. انهن مان هڪ ۾ هن جا قيمتي پستول هئا ۽ ٻيءَ ۾ سندس سامان سڙو پيل هو. اسان وري هڪ ٻئي کي ’خدا حافظ‘ چيو ۽ گاڏي رواني ٿي ويئي.

انهيءَ ڳالھ کي ڪيتارئي سال لنگهي ويا. اڳتي هلي، خانگي ڪمن ڪارين سبب مون کي ضلعي ”ن“ جي هڪ بنھ پُٺتي پيل ڳوٺڙي ۾ رهائش اختيار ڪرڻي پيئي. اتي مون کي پنهنجيءَ جائداد جو

سارو انتظام پاڻ ئي ڪرڻو پيو. آءٌ هميشہ پنهنجي اڳوڻيءَ آزاد ۽ بيفڪر زندگيءَ کي ياد ڪري، سچ پچ تہ روئندو هئس. خاص ڪري سرءُ ۽ سياري جي مند ۾، جڏهن اڪيلائيءَ جون راتيون گذارڻ عذاب ٿي پونديون هيون. سانجهيءَ تائين تہ ڪنهن نہ ڪنهن نموني ۾ وقت گذري ويندو هو. ڪڏهن ڳوٺ جي پريمي مڙس سان ڳالهيون ڪندو هئس تہ ڪڏهن پنهنجيءَ جاگير جو گشت ڪري ڏسندو هئس تہ ڪم ڪار ڪيئن پيو هلي. يا جيڪي نوان ڪم شروع ڪرايا هئم، اهي وڃي ڏسندو هئس تہ ڪٿي پهتا آهن. پر پوءِ اونده ٿيندي ئي دل لهي ويني هئي. گهر ۾ گدام جي المارين ۾ جيڪي بہ ڪتاب پيل هئا، سي تہ ڪيترائي پيرا پڙهي چڪو هئس. پوڙهي نوڪرياڻيءَ لوونا کي جيتريون بہ ڳهاڻيون ياد هيون، اهي ڪئين دفعا مون کي ٻڌائي ٻڌائي ٿڪجي پيئي هئي. ڳوناڻين عورتن جي ڳيچن جا آواز ٻڌي، منهنجي طبيعت ويتر اُداس ٿي ويندي هئي. امڪان هو تہ آءٌ شراب نوشيءَ جو عادي ٿي پوان، پر گهٽي شڙاب پيئڻ ڪري متي ۾ سور ٿي پوندو هو. انهيءَ ڪان سوا3، بيڪاريءَ ۽ ڪاهليءَ ڪان گهبرائجي شراب نوشِ ڪرڻ ڪان مون کي سخت نفرت هئي. اسان جي علائقي ۾ اهڙن تباه حال شرابين جي ڪمي ڪانہ هئي، جيڪي زندگيءَ جي خوشين حاصل ڪرڻ لاءِ، شراب ڪان ڪم وٺندا هئا. منهنجا ٻہ- ٽي پاڙيسري بہ اهڙن بدنصيبن مان هئا. انهن جي گفتگوءَ ۾ سواءِ ڪنگهڻ ۽ ٽڏن ساهن پرڻ جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ هوندو هو. اهڙن ماڻهن جي سنگت ڪان خدا بچائي! اهڙن شخصن جي دوستيءَ ڪان تہ اڪيلائي غنيمت آهي.

اسان جي ڳوٺ ڪان چار ميل ڪن پري، ڪاؤنٽيس "ب" جي جاگر هئي، جتي رڳو سندس جاگير جو سنڀاليندڙ رهندو هو. ڪاؤنٽيس پنهنجي شادي4 ٿيڻ ڪان پوءِ اتي رڳو هڪ ڀيرو ائي هئي. انهي4 ڳوٺ ۾ رهندي، مون کي بہ هڪ سال ڪن ٿي ويو هو. اوچتو ٻڌڻ ۾ آيو تہ گرمين ۾ ڪاؤنٽيس پنهنجي مڙس سميت پنهنجيءَ جاگير تي ايندي. هوءَ جون مهيني جي شروعات ۾ ئي اتي پهچي ويئي.

ڳوٺن جي رهاڪن لاءِ، ڪنهن رئيس ۽ دولتمند ماڻهوءَ جو پاڙيسري ٿيڻ، هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿو. اهڙن موقعن تي اوسي پاسي جي ماڻهن ۾ ڪافي وقت اڳ ۾ ئي چوپچو شروع ٿي ويندي آهي ۽ جيڪا ساٿين تائين هلندي رهدني آهي. پاڙي ۾ هڪ خوبصورت ۽ نوجوان عورت جي اچڻ جي خوشخبريءَ، مون تي بہ ڏاڍو اثر ڪيو. مون کي هن جي ڏسڻ جو ڏاڍو شوق هو. هنن کي ڳوٺ ۾ ائي هفتو



Gul Hayat Institute

کن ٿيو هوندو. آءُ آچر جو ڏينهن هجي. ماني کائڻ کان پوءِ، پنهنجي معزز پاڙيسرين سان ملاقات جو شرف حاصل ڪرڻ لاءِ ”س“ ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيس.

نوڪر مون کي وٺي وجي ڪاؤنٽ جي پڙهڻ واري ڪمري ۾ ويهاريو ۽ پاڻ منهنجي اچڻ جي اطلاع ڏيڻ لاءِ اندر هليو ويو. اهو ڪشادو ڪمرو وڏيءَ صفائيءَ، سنائيءَ ۽ بيحد قيمتي سامان سان سينگاريل هو. ڪتابن سان ڀريل الماريون، پتين سان لڳيون رکيون هيون. انهن مان هرهڪ جي مٿان جست جا مجسما رکي هئا. سنگ مرمر جي بخاري تي آدم - قد آئينو لڳل هو ۽ فرش تي سائو ڪپڙو وڇايل هو، جنهن جي مٿان وري غاليچو پيو هو. پنهنجي غريباڻي گهر ۾ گهڻي وقت تائين رهڻ کان پوءِ، هن مح:ات جي سجاوت ۽ سينگار کي ڏسي، مون تي ڏاڍو رعب پيو. آءُ ڪاؤنٽ جو انتظار اهڙيءَ ته بيقراريءَ سان ڪرڻ لڳس، جيئن ڪو ڳوٺاڻو عرضدار، شهر ۾ وزير جي اچڻ جو منتظر هوندو آهي.

ايتري ۾ دروازو کليو ۽ هڪ ٻٽيهن ورهين جي عمر جو سهڻو شخص، ڪمري ۾ داخل ٿيو. هن جي شخصيت ۾ وڏي سادگي ڏسڻ ۾ آئي. مون پنهنجي پريشانيءَ کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي پنهنجو تجعارف ڪرائڻ گهريو، پر ڪاؤنٽ اڳرائي ڪري پنهنجو تعارف ڪرايو ۽ اسين ويهي رهياسون. اڪيلائيءَ ۾ رهندي منهنجيءَ طبيعت ۾ توري گهبراهٽ اچي ويئي هئي. پر هن جي سنجيده ۽ دوستاڻي طريقي جي ڳالهه ٻولهه، توريءَ دير ۾ ئي اها گهبراهٽ غائب ٿي ويئي. عين انهي4 وقت، ڪاؤنٽيس ڪمري ۾ آئي ۽ مون تي پريشانيءَ جو دؤر پوڻ لڳو. هوءَ ڏاڍي خوبصورت هئي. ڪاؤنٽ هن سان منهنجو تعارف ڪرايو. مون پنهنجي بدحواسيءَ کي لڪائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي، پر آءُ ڪامياب ڪين ٿيس. منهنجي اها حالت ڏسي، هنن پاڻ ۾ اهڙيءَ طرح گفتگو ڪئي، ڄڻ آءُ سندن پراڻو واقفڪار هئس، جنهن جي اڳيان رسمي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ضروري نه هئي. آءُ پنهنجن حواسن ۾ اچڻ خاطر ڪمري ۾، هيڏانهن هوڏانهن گمڻ ۽ پتين تي لڳل تصويرون ڏسڻ لڳس. هوئن ته تصويرن بابت منهنجي ڄاڻ تمام توري آهي، پر هڪريءَ تصوير ۾ ته منهنجون اکيون ڏسندي ئي کُپي ويون. اها تصوير، سئزرلئنڊ جي هڪ خوبصورت نظاري جي هئي ۽ هٿ سان نڪلتل هئي. انهيءَ تصوير ۾ مون کي ڪا فني سُونهن ته نظر ڪانه آئي، البت منهنجو سمورو ڌيان گوليءَ جي انهن ٻن نشانن ۾ لڳل هو، جيڪي هڪ ٻئي جي سڌائي4 ۾ هيٺ مٿي هئا. مون ڪاؤنٽ ڏانهن من هن ڪري چيو، ”واهه! ڪهڙو نه زبردست نشانو آهي! بيشڪ ڪمال جو نشانو آهي!“ هن مون سان اتفاق ڪندي،

پڇيو ته ”اوهان جو نشانو ڪيئن آهي؟“ پهريون نمبر!“ مون جواب ڏنومانس. آءٌ خوش هئس ته منهنجي دلپسند شغل تي ڳالهه ٻولهه شروع ٿي هئي. ”آءٌ ٽيهن قدمن جي فاصلي تان تاس جي پتي تي نشانو ڇُتي سگهان ٿو. پر شرط هيءُ آهي ته پستول منهنجو پنهنجو هجي.“ مون وڌيڪ وضاحت لاءِ چيو. ”سچ؟“ ڪاؤنٽيس حيرت ۾ پوندي مون کان پڇيو. ان کان پوءِ هن پنهنجي مڙس کان پياري انداز ۾ پڇيو. ”چا، اوهان ۾ به ٽيهن قدمن جي فاصلي تان نشانو چٽي سگهو ٿا؟“ ”ڪنهن ڏينهن آزمائش ڪرڻ گهرجي.“ ڪاؤنٽ جواب ڏنو ”ڪنهن زماني ۾ منهنجو نشانو خراب نه هو. پر چار سال کن ٿيندا ته مون پستول کي هٿ به نه لاتو آهي.“ ”پوءِ ته آءٌ شرط رکان ٿو ته اوهان ويهن قدمن جي فاصلي تان به تاس جي پت تي نشانو چٽي نٿا سگهو. صحيح نشاني باز سمجهيو وينود هو. هڪ ڀيري مون کي پنهنجيءَ ريجمينٽ جو بهترين نشاني باز سمجهيو ويندو هو. هڪ ڀيري مان پنهنجا پستول مرمت لاءِ موڪليا هئا ۽ هڪ مهيني تائين مشق ڪري نه سگهيس. نتيجو هيءُ نڪتو جو جڏهن پستول مرمت ٿي آيا ۽ مون پن جويهين قدمن جي فاصلي تي رکيل شراب جي ٻاٽليءَ جي سست وٺي، گولي هلائي ته نشانو خطا ٿي ويو. اسان جو ڪپتان جيڪو ڏاڍو چرچائي ۽ گهڻ- ڳالهائو هو، چوڻ لڳو ته ”آڙي يار! چڏ ڪٽي، تون شراب جي ٻاٽليءَ کي نشانو بڻائڻ جي بدمذاقي نٿو ڪري سگهيسن.‘ سائينجن کي انهيءَ معاملي ۾ غفلت نه ڪرڻ گهرجي، نه ته ٻيهر مشق ڪرڻي پوندو. مون ته رڳو هڪ شخص جو نشانو سؤ فيصد بي خطا ڏٺو آهي ۽ هو هر روز نشاني چٽڻ جي مشق ڪندو هو. ڪاڏي ڪائڻ کان پهرين گهٽ ۾ گهٽ هن لاءِ ٽي دفعا نشانيبازي ايتري ئي ضروري هئي، جهڙو ڪاڏي ڪائڻ کان پهرين وودڪا جو گلس.“ ڪاؤنٽ ۽ ڪاؤنٽيس خوش هئا ته منهنجي زبان مس مس کُلي هئي. ڪاؤنٽ چيو: ”انهيءَ شخص جي نشاني بازيءَ بابت توکي جيڪي ڪجهه معلوم هجي، ٻڌاءِ.“ ”سائين چا ٻڌايان! ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو هو جو هُو پٽ تي ڪا مک ويٺل ڏسندو هو، ته ..... اوهان کِلو ٿيو بيگم صاحبه! پر آءٌ جيڪي چوان ٿو، سو بلڪل سچ آهي. آءٌ قسم سان چوان ٿو.... هائو، هو مک کي ڏسي چوندو هو: ’ڪزڪا، منهنجو پستول ته آڻجانءِ!‘ ڪزڪا ڀريل پستول آڻيندو هو. ٺاآآآ! ۽ ويچاري مک، پٽ تي چيچجي ناس ٿي ويندي هئي.“ ”اهو ته ڪمال چئبو! چا نالو هو انهيءَ شخص جو؟“ ڪاؤنٽ مون کان پڇيو. ”سلويو.“ ”سلويو!“ ڪاؤنٽ عجب وچان ڇرڪ ڀريو، ”چا تون سلويو کي سڃاڻين ٿو؟“ ”هائو، چو نه سڃاڻان. اسين ٻيئي گهرا دوست هئاسون. اسان جي ريجمنيٽ ۾ هرڪو هن سان اهڙيءَ طرح ملندو هو،

چڻ هو ٻه اسان مان ئي هو. پر پنج ورهيه کن ٿيندا جو مون کي هن بابت ڪا به خبر نه پهتي آهي. ڇا، سائينجن ٻه سلويو کي سڃاڻن ٿا؟" "آءٌ؟ هائو. آءٌ هن کي چڱيءَ طرح سڃاڻندو هئس- ڇا، هن ڪڏهن توکي..... پر اها ڳالهه اڻ ٿيڻي آهي جو هو پنهنجي زندگيءَ جي هڪ غير معمولي واقعي جو ڪنهن ٻئي سان ذڪر ڪري." "ڇا سائينجن جو انهيءَ واقعي ڏانهن ته اشارو ڪونهي، جڏهن هڪ سر ڦريل نوجوان هن کي چمات هنئي هئي.؟"، "ڇا، هن توکي انهيءَ نوجوان جو نالو ڪونه ٻڌايو؟" "نه سائين." ۽ اوچتو مون کي سچي حقيقت معلوم ٿي ويئي. مون هٻڪندي چيو، "او! معاف ڪندا..... منهنجو مطلب هو..... مون کي بلڪل خبر نه هئي..... اُهي اوهان هئا ڇا؟" "هائو." ڪاؤنٽ جي منهن تي ٿوري سختي اچي ويئي هئي. "هيءَ تصوير منهنجي ۽ سلويو جي آخري ملاقات جي يادگار آهي." انهيءَ تي ڪاؤنٽيس چيو، "هاءِ، هاءِ! انهيءَ حادثي جي ڳالهه منهنجي سامهون ته نه ڪريو. اوهان کي خبر آهي ته انهيءَ جي ڪري مون کي ڪيتري تڪليف ٿي ٿئي." "پر آءٌ ته ضرور ٻڌائيندس. جيڪڏهن هيءُ سمجهي ٿو ته مون هن جي دوست جي بيعزتي ڪئي هئي، ته هن کي اهو ڄاڻڻ گهرجي ته سلويي ڪهڙيءَ طرح مون کان پنهنجو ويرورتو." هن منهنجي لاءِ هڪ آرام ڪرسي ويجهي ڪري رکي ۽ آءٌ اهو قصو غور سان ٻڌڻ لڳس.

"منهنجي شاديءَ کي پنج سال ٿيا آهن. شادي ٿيڻ کان پوءِ، سڄو سارو مهينو اسان هن ڳوٺ ۾ گذاريو. منهنجي زندگيءَ جا تمام سٺا ڏينهن هن ئي ڳوٺ ۾ گذريا آهن. ۽ منهنجي زندگيءَ جو المناڪ حادثو به هن ئي ڳوٺ ۾ ٿيو آهي.

هڪ شام اسين ٻيئي زال مڙس گهوڙن تي سوار ٿي گهمڻ پئي وياسون. رستي ۾ منهنجي زال جو گهوڙو ٿَهڻ لڳو. هوءَ ڊڄي ويئي ۽ گهوڙي جي واڳ منهنجي هٿ ۾ ڏيئي، پاڻ پيرين پيادو گهر ڏانهن ويئي هلي. آءٌ گهوڙي تي سوار ٿي ٿورو اڳتي نڪري وس. گهر جي ويجهو پهچي ڏٺم ته دروازي جي اڳيان هڪ گاڏي بيٺي هئي. نوڪر ٻڌايو ته ڪو شخص مون سان ملڻ لاءِ پڙهڻ واري ڪمري ۾ انتظار پيو ڪري. پر هن پنهنجي نالي ٻڌائڻ کان انڪار ڪيو آهي. رڳو ايترو چيو اٿس ته ڪو ضروري ڪم اٿم. آءٌ اندر ويس ته شام جي لُڙائيل سوجهري ۾ ڪو ماڻهو نظر آيو. هو مسافريءَ ڪري سارو مٽيءَ ۾ ڀِيوت هو ۽ سندس سنوارت وڌيل هئي. هو بخاري جي سامهون بلڪل هن جاءِ تي بيٺيو هو. آءٌ ويجهو وڃي هن کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. "ڇا تو مون کي ڪونه سڃاتو، ڪاؤنٽ؟" هن

ڏکندڙ اواز ۾ پڇيو. ”سلوبو!“ مون کان دانهن ڪري ويئي. يقين ڪريو ته هن کي سڃاڻندي ئي منهنجي جسم جا وار اُڀا ٿي ويا هئا. ”هائو. تو بلڪل صحيح سڃاتو. هاڻي منهنجو وارو آيو آهي ته آءٌ گولي هلايان. آءٌ هِت پنهنجو پستول خالي ڪرڻ آيو آهيان. چئو، تيار آهين؟“ هن جي مٿئين ڪيسي مان پستول جي نالي ڏسڻ ۾ پئي آئي. مون ٻارهن قدم ماپيا ۽ هن ڪند ۾ ٿي بيٺس. مون هن کي چيو ته جلدي گولي هلاءِ، جيئن منهنجي زال جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي معاملو ختم ٿي وڃي. پر هو دير ڪندو رهيو. پهرين هن بتي آڻڻ لاءِ چيو. خير شمعون آڻي ٻاريون ويون. مون ڪمري جي اندران ڪلف هڻي ڇڏيو جيئن ڪجهه به ٿئي ته ڪو اندر نه اچي سگهي. پوءِ مون هن کي گولي هلائڻ لاءِ 3 چيو. هن پستول ڪڍي شست ٻڌي.......آءٌ پل پل ڳڻڻ لڳس. زال جو خيال مون کي تڙپائي رهيو هو. توبهه، خوف ۽ هراس جو اُهو هڪڙو پل ڪهڙو نه خوفناڪ هو...... سلويو جو هٿ هيٺ ڪري پيو ۽ هن چيو، ’افسوس جو منهنجي پستول ۾ ميوي جون ککڙيون ڪين آهن. هن جون گوليون ڏاڍيون ڳريون آهن. مون کي ائين ٿو محسوس ٿئي ته آءٌ ڊوئيل ڪونه ٿو وڙهان. پر قتل ٿو ڪريان. چاڪاڻ ته خالي هٿين ماڻهوءَ تي گولي هلائڻ منهنجو شان ڪونهي. تنهن ڪري انهي 4 کان سواءِ ٻيو ڪو به چارو ڪونهي. ته وري نئين سر ڊوئيل وڙهجي ۽ پُڪا وجهجن ته پهرين ڪير گولي هلائي.“ منهنجو ته مٿو پئي ڦريو. جيتري قدر مون کي ياد آهي ته مون هن جي انهيءَ ڳالهه کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. پر پوءِ خبر نه آهي ته ڪهڙيءَ طرح هڪ ٻئي جي پستول ۾ به گوليون پريون ويون. ڪاغذ جي ٻن پرزن تي ڪجهه لکي، انهن کي ويڙهي سيڙهي انهيءَ ٽوپيءَ ۾ وڌو ويو. جنهن کي هڪ ڏينهن مون نشانو بنايو هو. هن ٻيري به پُڪو منهنجي نالي نڪتو. هن هڪڙي اهڙي زهر ڀريل مرڪ سان، جيڪا آءٌ ڪڏهن به واري نٿو سگهان. چيو، ”ڪائونٽ! تنهنجو ڀاڳ ته شيطان کان به سٺو آهي.“ ”اچ تائين منهنجي سمجهه ۾ ڪونه آيو ته هن مون کي ڪهڙيءَ طرح ان لاءِ تيار ڪيو، ۽ اهو سڀ ڪجهه ڪيئن ٿيو جو مون پهرين گولي هلائي، جيڪا هن تصوير تي وڃي لڳي.“ ڪائونٽ گوليءَ جي نشانن واريءَ تصوير ڏانهن اشارو ڪندي چيو، هن جو منهن ٽپي سُرخ ٿي ويو هو. ڪائونٽيس جو مُنهن هن جي شال کان به وڌيڪ اڇو هو. منهنجي مُنهن مان رڙ نڪري ويئي.

”مون پنهنجي گولي هلائي.“ ڪائونٽ پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائيندي چيو، ”شڪر آهي جو منهنجو نشانو خطا ٿي ويو. هاڻي سلويو شست ٻڌي.“ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ سبب هن جو منهن ڳاڙهو ٽانڊا ٿي ويو. ٻنهه



Gul Hayat Institute

انهيءَ وقت دروازو کليو ۽ ماشا اندر گهڙي آئي ۽ رَڙيون ڪندي مون سان چنبڙي پئي. هن کي ڏسندي ئي منهنجو مائوف دماغ وري ڪم ڪرڻ لڳو. مون ڏاڍيءَ سانت سان هن کي چيو, 'منڙي! تون ڏسين نٿي ته اسين چرچو پيا ڪريون. ڏس ته تو پنهنجي هيءَ ڪهڙي حالت ڪئي آهي. وڃ وڃي پاڻي ٻاڻي پيءُ, پوءِ هِت اچ. آءٌ توکي پنهنجي پراڻي ۽ عزيز دوست سان ملائڻ گهران ٿو.' ماشا کي منهنجيءَ ڳالهه تي اعتبار نه آيو.

'چا, منهنجو مڙس سچ چوي ٿو؟' ماشا همت ڪري سلويو کان پڇيو. 'چا اوهان ٻيئي سچ پچ چرچو ٿا ڪريو؟' 'هيءُ ته سدائين چرچا ڪندو رهيو آهي, ڪاؤنٽيس! هڪ ڀيري هن چرچي چرچي ۾, منهنجي منهن تي ٺڦڙ هڻي ڪڍيو هو. وري هن چرچي چرچي ۾ پستول جي گوليءَ سان منهنجي ٽوپيءَ کي نشانو بنايو ۽ هينئر به چرچو ڪندي هن گولي هلائي, پر نشان خطا تي ويس. هاڻي ته منهجي دل چوي ٿي ته آءٌ چرچو ڪريان.' ائين چئي, هن ماشا جي اڳيان مون تي شست ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي. ماشا هن جي پيرن تي ڪري پئي. مون کان رَڙ نڪري ويئي. 'ماشا! هيءُ ڇا ٿي ڪرين. اُٿ, توکي شرم نٿو اچي. مهربان! هڪ بيوس ۽ بدنصيب عورت تان ٺٺولي ڪرڻ ڪتي جي مردانگي آهي؟ اوهان گولي هلائيندا يا نه؟' 'نه'. سلويو جواب ڏنو, 'مون تنهنجي منهن تي خوف ۽ هراس جو پاڇولو ڏسي ورتو. تو مون تي ٻيو ڀيرو به گولي هلائي. هاڻي مون کي اطمينان ملي ويو. منهنجي لاءِ ايترو ئي بس آهي. هاڻي تون مون کي ڪڏهن به وسار ين نه سگهندين. آءٌ تنهنجو فيصلو تنهنجي ضمير تي ڇڏيان ٿو.' ائين چئي, هو ٻاهر وڃڻ لاءِ در ڏانهن ويو, پر دروازي وٽ بيهي هن انهيءَ تصوير ڏانهن ڏنو, جنهن تي منهنجي گولي لڳي هئي ۽ سواءِ ڪنهن شست وٺڻ جي هن پستول مان گولي هلائي ۽ گم ٿي ويو. گوليءَ جو آواز ٻڌي, منهنجي زال ته بيهوش ٿي ويئي. انهيءَ واقعي سبب اسان جو نوڪر ايترو ته حيران هو جو سلويو کي روڪڻ جي همت ئي نه ساري سگهيو. سلويو ڪمري مان نڪري, پننهجي سائيس کي سڏ ڪيو ۽ انهيءَ کان پهرين جو آءٌ پنهنجن حواسن ۾ اچان, هو وڃي چڪو هو."

ڪاؤنٽ خاموش ٿي ويو ۽ اهڙيءَ طرح مون کي هن عجب جهڙيءَ ڪهاڻيءَ جي خبر پيئي, جنهن جي شروعات مون تي ايتير قدر اثر ڪيو هو. هن ڪهاڻيءَ جي هيرو سان منهنجي وري ڪڏهن به ملاقات نه ٿي سگهي. پر چون ٿا ته 'اليڪساندر اپسلانتيءَ' جي بغاوت وقت, سلويو هڪ فوجي دستي جي اڳواڻي ڪئي ۽ اسڪوليانيءَ جي لڙائيءَ ۾ مارجي ويو.



Gul Hayat Institute

گيزاني بوڪيشو

# گلن جي ڪونڊي

ڪنهن زماني ۾، ميسينا شهر ۾ ٽي ڀائر رهندا هئا. اُهي واپاري هئا ۽ سندس پيءُ جي مرڻ کان پوءِ، ڪيترو ئي مال ڪين ورثي ۾ مليو هو. انهن ڀائرن کي هڪ ڀيڻ به هئي. جنهن جو نالو لزابيتا هو. هوءَ ڏاڍي خوبصورت هئي، پر ڪن سببن ڪري هن جي اجا شادي نه ٿي هئي. انهن ٽن ڀائرن جي دڪان تي پيسا جو رهاڪو، لورينزو، ملازم هو. جيڪو واپار وڙي جو سمورو ڪم سنڀاليو ويٺو هوندو هو. هو نهايت خوبصورت ۽ بهادر شخص هو. لزابيتا انهيءَ جوان تي موهجي پئي. ۽ هن جي هر ڪا خدمت ۽ خاطر داري ڪرڻ لڳي. لزابيتا جو اهو رويو ڏسي، لورينزو پنهنجا اڳواٽا عشقي معاملا ڦٽا ڪري، پنهنجي تن ۽ من سان لزابيتا کي پيار ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويو. اهڙيءَ طرح، هن جو پيار جيئن پوءِ تيئن پختو ٿيندو ويو ۽ نيٺ ٻنهي عشق جون اهي حدون به لتاڙي ويا، جنهن جي لاءِ ٻنهي جي دلين ۾ بيقراري ۽ بيچيني هئي. حقيقت ۾ عشق هنن جي اکين تي پٽي ٻڌي ڇڏي هئي، جنهن ڪري ڪين پنهنجي اڪيلائيءَ جو به احساس نه رهيو.

هڪ رات لزابيتا چپ چاپ لورينزو جي رهڻ واري ڪمري ۾ پئي ويئي، ته سندس وڏي ڀاءُ ڪيس ڏسي ورتو. انهيءَ تي ڀاڻس کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي، پر سمجهو ۽ عقلمند هجڻ سبب، هن انهيءَ وقت ماٺ ۾ چڱائي سمجهي ۽ ساري رات انهيءَ فڪر ۽ ڳڻتيءَ ۾ پاسا ورائيندي گذاريائين ته ڪهڙيءَ حڪمت ڪان ڪم وٺجي، جيئن نانگ به مري ۽ لٺ به نه ڀڄي. صبح ٿيو ته هن پنهنجن ڀائرن کي لزابيتا ۽ لورينزو جي معاملي بابت، رات واري سموري روئداد ٻڌائي. هن ڪين اهو به ٻڌايو ته نه رڳو اسان سيني لاءِ، پر خود لزابيتا لاءِ به بيعزتيءَ جي ڳالهه آهي. گهڻي بحث مباحثي کان هو ان نتيجي تي پهتا ته انهيءَ معاملي ۾ في الحال ماٺ ڀلي آهي ۽ ائين ظاره ڪيو وڃي ته اسان کي ته انيءَ جي ٻنهه ڄاڻ ڪانهي. پوءِ اهڙِ ڪا ڪيڏ ڪيڏجي جو نهايت آسانيءَ ۽ سولائيءَ سان انهيءَ بدناميءَ جي ٽڪي کي مِٽائي ڇڏجي، جيئن معاملوئي ختم ٿي وڃي.

انهيءَ نتيجي تي پهچي، هو وري پنهنجن ڪمن ڪارين ۾ لڳي ويا، ۽ اڳي وانگيان لورينزو سان کل ڀوڳ ڪرڻ لڳا. ڪن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ، ٽنهي ڀائرن هُلايو ته اسين گهمڻ ڦرڻ ۽ سئر ڪرڻ لاءِ جلد ئي ٻاهر وڃڻا آهيون. جڏهن ٽيئي ڀائر ان سفر تي روانا ٿيا، تڏهن لورينزو کي به پاڻ سان وٺي ويا.

هلندي هلندي هو هڪ اهڙيءَ جاءِ تي پهتا، جتي نڪو هو پکي، نڪو پکڻ، وڃهه ڏسي، تنهي ڀائرن بي يارو مددگار لورينزو کي ڪٽي سوگهو جهليو ۽ قتل ڪري، هن کي اتي ئي اهڙيءَ طرح زمين ۾ دفن ڪري ڇڏيائون، جو ڪنهن کي به خبر نه پئجي سگهي.

جڏهن هو ميزينا موٽي آيا، تڏهن هنن مشهور ڪيو ته اسان واپاري ڪم سانگي، لورينزو کي پرانهين ڏيهه ڏانهن اُماڻيو آهي. هنن جي انهيءَ ڳالهه تي سيني ماڻهن اعتبار ڪيو، ڇاڪاڻ ته لورينزو اڳي به اهڙا ڪيترائي سفر ڪيا هئا. پر گهڻن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ به لورينزو واپس نه آيو، ته لزابيتا بيتاب ٿي، پنهنجن ڀائرن کان هر هر پڇڻ لڳي ته هو ڪٿي آهي ۽ ڪيڏانهن ويو آهي؟ هڪڙي ڏينهن هن ٿورو سختيءَ سان پڇا ڪئي، جنهن تي هڪ ڀاءُ وارڙيس، "تنهن ۾ تنهنجو ڪهڙو مطلب؟ لورينزو سان تنهنجو آخر ڪهڙو واسطو، جو تون هر هر هن جي پڇا ڪرين ٿي؟ اسان کان انهيءَ باري ۾ هاڻ وڌيڪ پڇا ڳاڇا نه ڪر، نه ته اهڙو جواب ملندئي جنهن جي لائق آهين!" ڇوڪري ويچاري ته اڳ ۾ ئي ڏکويل ۽ ستايل هئي، سو اهو جواب ٻڌي ويتر ڏجي ويئي. ۽ انهيءَ باري ۾ سوال ڪرڻ ئي ڇڏي ڏنائين. پر جڏهن رات ٿيندي هئي، تڏهن لزابيتا هنجون هاريندي ۽ لورينزو کي سڏ ڪندي هئي. هوءَ ساري رات ڦٿڪندي، لُڇندي ۽ تڙپندي گذاريندي هئي.

ڪيترائي ڏينهن لنگهي ويا، پر لورينزو موٽي نه اچڻُ هو سو نه آيو. هڪڙيءَ رات لزابيتا جي روئندي روئندي اک لڳي ويئي ۽ هن لورينزو کي خواب ۾ ڏٺو. هو سڄو هٽيو ۽ تباهه حال پئي ڏسڻ ۾ آيو، هن جا ڪپڙا ڦاٽل ۽ ليڙون ليڙون ٿيل هئا. لزابيتا هن کي ڏسندي ۽ سوچيندي رهي ته ايتري ۾ هن چيو، "لزابيتا! تو مون کي سڏيو آهي ۽ آءٌ اچي ويو آهيان. منهنجي لاءِ تو روئي روئي پنهنجو هيءَ ڇا حال ڪيو آهي، پر توکي ڄاڻڻ گهرجي ته آءٌ تو وٽ واپس نه اچي سگهندس. ڇاڪاڻ ته جنهن ڏينهن تو مون کي آخري ڀيرو ڏٺو هو. انهيءَ ڏينهن تنهنجن ڀائرن مون کي قتل ڪري ڇڏيو هو." انهيءَ کان پوءِ لورينزو، لزابيتا کي اها جاءِ به ٻڌائي، جتي هنن کيس دفن ڪيو هو. وڌيڪ چيائينس ته هاڻي نه تون مون کي سڏ ڪندي ڪر ۽ نه وري ڪا منهنجي اچڻ جي اميد رک. ائين چئي هو غائب ٿي ويو.

ڇوڪري ڇرڪ ڀري اُٿي، ۽ اهو خيال ڪندي ته اهو سڀ ڪجهه وهم هو، هوءَ زار زار روئڻ لڳي. پر جڏهن صبح جو هوءَ سجاڳ ٿي، تڏهن پنهنجن ڀائرن سان ڳالهه ڇورڻ بدران هن فيصلو ڪيو، ته آءٌ انهيءَ هنڌ تي پاڻ وينديس ۽ جيڪي ڪجهه خواب ۾ ڏٺو اٿم، ان جي پاڻ تصديق ڪنديس. اهو فيصلو

ڪري، هوءَ پنهنجيءَ هڪ رازدار ساهيڙيءَ کي، جيڪا هن جي نوڪرياڻي بہ رهي چڪي هئي، ساڻ ڪري، گهمڻ ڦرڻ جي بهاني سان شهر کان ٻاهر ويئي. نيٺ انهيءَ هنڌ تي پهچي، زمين تان ڪک پَن پاسي ڪري، اتي کوٽڻ شروع ڪيو. جتي زمين ٿوري نرم هئي. اجا هن ٿورو ئي کوٽيو، تہ هن کي پنهنجي بدنصيب عاشق جو جسم نظر آيو. جيڪو اجا تائين تازو پئي معلوم ٿيو. اهو ڏسي، هن کي يقين ٿيو تہ سندس خواب سچو هو. هن ويچاريءَ دکدائڪ ڇوڪريءَ اهو بہ محسوس ڪيو تہ اتي ماتم ڪرڻ ممکن نہ هو ۽ نہ وري اهو ٿي سگهيو ٿي تہ لورينزو جي جسم کي اتان کڻي، ڪنهن ٻئي هنڌ شانائتي نموني سان دفن ڪيو وڃي. جيتوڻيڪ اٿين ڪندي هُن کي وڏيڪ خوشِ ٿئي ها. پر جيئن تہ هوءَ اٿين بہ نٿي ڪري سگهي، سو هُن چاقو ڪڍي ڏاڍيءَ سنڀال سان لورينزو جي منڍيءَ کي جسم کان جدا ڪري، هڪ رومال ۾ ويڙهي، پنهنجي نوڪرايڻيءَ جي جهوليءَ ۾ رکي. ان کان پوءِ، جسم کي ساڳئي هنڌ دفن ڪري، هوءَ انهيءَ هنڌان رواني ٿي ۽ گهر پهتي. گهر پهچي هن پاڻ کي پنهنجي ڪمري ۾ ڪٽي بند ڪيو. هن لورينزو جي منهن جي هر هڪ حصي کي هزارين ڀيرا چُميون ڏنيون ۽ ان کي پنهنجي جهوليءَ ۾ رکي، زار زار روئڻ لڳي. هوءَ ايترو تہ رُني جو لورينزو جو منهن سندس ڳوڙهن سان ڌوپجي صاف ٿي ويو. پوءِ هن ان کي هڪ عمدي ڪپڙي جي ٽُڪر ۾ ويڙهي، هڪ اهڙي وڏيءَ ۽ سهڻي ڪونڊيءَ ۾ رکيو، جنهن ۾ نازبوءِ جو ٻوٽو پوکبو آهي. اهڙيءَ طرح، ڪونڊيءَ ۾ سر رکي، ان جي مٿان مٽي وجهي، ان مٽيءَ ۾ هن نازبوءِ جون سونهري چڪيون پوکيون. هوءَ انهيءَ ٻوٽي کي يا تہ پنهنجن ڳوڙهن جو پاڻي ڏيندي هئي، يا تہ گلاب يا نارنگيءَ جي گلن جو عطر ڏيندي هئي. هن جي اهائي مرضي هوندي هئي تہ سارو وقت انهيءَ ڪونڊيءَ جي پرسان ويٺي هجي. ۽ انهيءَ کي تڪندي رهي. جڏهن يکس اتي ويٺي ويٺي گهڻو وقت ٿي ويندو هو، تڏهن هوءَ ڪونڊيءَ جي مٿان جهُڪي ايترو تہ روئيندي هئي، جو نازبوءِ جو ٻوٽو هُن جي ڳوڙهن سان ڌوپجي ويندو هو.

اهڙيءَ سارسنڀال کان پوءِ، ڪونڊيءَ ۾ پيل سر جي ڪري مٽيءَ ۾ ايتري تہ قوت ۽ طاقت پيدا ٿي، جو نازبوءِ جو ٻوٽو جلدي جلدي وڌندو ويو، ۽ هڪ خوبصورت وڻ ٿي پيو ۽ ان مان ڏاڍي خوشبوءِ اچڻ لڳي. هوڏانهن لزابيتا بہ ڀاڙيسرين ۾ اچڻ وڃڻ بند ڪري ڇڏيو هو. جنهن ڪري وقت بوقت هنن ۾ چؤ پچؤ ٿيندي هئي. لزابيتا جي سونهن برباد ٿيندي ويئي ۽ هن جون اکيون بنهہ ڏرا ڏيئي ويون هيون. ڀيڻ جي اهڙي حالت ڏسي، ڀائرن کي ڏاڍو عجب ٿيو ۽ پنهنجن ڀاڙيسرين کي اهوئي چوندا رهيا تہ ”اسين بہ

ڏسندا رهون ٿا، هاڻي تہ اِها سندس عادت ٿي ويئي آهي.“ هنن پيڻ کان سندس اهڙيءَ حالت بابت هڪ- ٻہ ڀيرا پڇا بہ ڪئي، جنهن تي هُن ڪين ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو. نيٺ هو انهيءَ نتيجي تي پهتا تہ ڇوڪريءَ جي تباهيءَ جو سبب پڪ سان اِها ڪونڊي ئي آهي. اهو ويچار ڪندي، هنن اها ڪونڊي غائب ڪري ڇڏي. لزابيتا جو ڪونڊيءَ ڪي نہ ڏٺو، سو وٺي هاءِ گهوڙا ڪرڻ لڳي. هن گهڻو ئي ڀائرن کي لِيلايو تہ ڪونڊي واپس ڏيو، پر هنن صاف انڪار ڪري ڇڏيو، جنهن تي هوءَ ايترو تہ رُني ۽ رڙي جو ڪٿ وٺي پئجي رهي. بيماريءَ جي حالت ۾ بہ هوءَ اهوئي چوندي رهي تہ مون کي نازبوءِ جي ڪونڊي آڻي ڏيو. انهيءَ تي ڀائرن کي ڪجهہ شڪ پيو ۽ هنن سوچيو تہ انهيءَ ڪونڊيءَ ۾ آخر آهي ڇا؟ تنهن ڪري هو ڪونڊيءَ مان مٽي ڪڍڻ لڳا تہ ڪين ڪپڙو نظر آيو، جنهن ۾ منڍي هئي، جيڪا اڃا خراب نہ ٿي هئي. مٿي جا گهنڊيدار وار ڏسي، هنن سُڃاتو تہ اهو لورينزو جو مٿو هو. هنن جي حيرت جي ڪا حد ئي نہ رهي ۽ خوف ٿين تہ متان ماڻهن کي خبر پوي، سو هڪدم منڍيءَ کي ڪڏ کوٽي ڪور ڇڏيائون، ۽ چپ چاپ ۾ ميزينا شهر کي ڇڏي، نيپلز شهر ڏانهن هليا ويا.

ڇوڪريءَ روئڻ نہ ڇڏيو ۽ ڪونڊيءَ جي گهر ڪندي رهي. آخري اهڙيءَ طرح، روئيندي روئيندي، هن پنهنجا پَساهہ پورا ڪيا.

Gul Hayat Institute

**جارنستجرن جارنسن**

# پائپ

اسڪول ماستر جو نالو بارڊر هو ۽ سندس پاءُ جو نالو انڊرسن هو. ٻيئي هڪ ٻئي جو ڏاڍو خيال رکندا هئا. ٻيئي گڏجي فوج ۾ ڀرتي ٿيا. شهر ۾ گڏجي رهيا، لڙائيءَ ۾ گڏ وڙهيا، فوج جي ساڳيءَ ڪمپنيءَ ۾، گڏ نوڪري ڪايئون ۽ ٻيئي ترقي ڪندا هڪ ئي عهدي تي وڃي پهتا. جنگ ختم ٿيڻ ڪان پوءِ، جڏهن گهر واپس آيا، تڏهن ماڻهن سندن دليريءَ ۽ بهادريءَ جي ڏاڍي ساراهه ڪئي.

ڳوٺ پهچڻ ڪان پوءِ، سندن پيءُ وفات ڪئي. هو جيڪا ٿوري گهڻي ملڪيت ڇڏي ويو، تنهن جي ٻن پائرن ۾ ورهاست ڏاڍي مشڪل بنجي پئي. تنهنڪري هنن ٻنهي پاڻ ۾ فيصلو ڪيو، ته انهيءَ ملڪيت تي تڪرار ڪرڻ بدران بهتر ٿيندو ته سموري ملڪيت نيلام ڪرائجي. ۽ جنهن پاءُ کي جيڪا شيءِ گهرجي، اُها اُن وقت خريد ڪري.

انهيءَ فيصلي مطابق، هنن نيلام جو انتظام ڪيو. هنن جي پيءُ وٽ هڪ اهڙي سوني واچ هئي، جنهن جي ٻري ٻري تائين ماڻهو واڪاڻ ڪندا هئا. چاڪاڻ ته انهيءَ تر ۾ اهائي هڪ سوني واچ هئي، جنهن کي اُتي جي ماڻهن پنهنجي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڏٺو هو. جڏهن انهيءَ واچ جو نيلام ٿيڻ لڳو، تڏهن ڪيترائي شاهوڪار ماڻهو انهيءَ کي خريد ڪرڻ لاءِ واڪ ڏيڻ لڳا. پر هنن ٻنهي پائرن کي به واڪ ڏيندو ڏٺي، هو چُپ ٿي ويا. بارڊ سمجهيو ته انڊرسن اها واچ مون کي خريد ڪرڻ ڏيندو ۽ انڊرسن سمجهيو ته بارڊ انهيءَ تان هٽ ڪٽندو. پر واري واري سان هو واڪ ويا وڌائيندا ۽ هڪ ٻئي تي چڙهت جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. جڏهن واچ جي قيمت ويهن ڊالرن تائين وڃي پهتي، تڏهن بارڊ کي محسوس ٿيو ته پاڻس کي ائين ڪرڻ نه کپندو هو. هن تنهنڪري وڏا وڏا واڪ ڏيڻ شروع ڪيا ۽ واچ جي قيمت وڃي ٽيهن ڊالرن تائين پهتي. انهيءَ تي به جڏهن انڊرسن واچ تان هٽ نه ڪئيو، تڏهن بارڊ جي دل ۾ ويو ته هيءَ ڪهڙو پاءُ آهي، جنهن کي اها به يادگيري نه رهي آهي ته مون ساڻس ڪهڙا پير ڀريا آهن! انهيءَ کان سوءِ، آءٌ ڪانئس وڏو به آهيان. مطلب ته واچ جو واڪ چڙهندو ويو ۽ انڊرسن به پنهنجيءَ ڳالهه تان ڪين لٿو. بارڊ هڪدم چاليهن ڊالرن جو واڪ ڏنو ۽ پنهنجي پاءُ ڏانهن ڏٺئين به ڪين. ڪمري ۾ چوڌاري چپ چپات ٿي ويئي. رڳو بيلف هر هڪ واڪ جي قيمت پئي ٻڌائي. انڊرسن ويچار ڪيو ته جيڪڏهن بارڊ چاليهن ڊالرن کان مٿي به واڪ ڏيندو ته آءٌ به ايڏو واڪ ڏئي سگهان ٿو. ۽

جيڪڏهن واچ جي ڪري بارڊ مون تان سڙي ٿو تہ آءٌ اها ضرور حاصل ڪندس. اهو سوچي، هن وڏيڪ واڪ ڏنو. بارڊ کي محسوس ٿيو، تہ سندس زبردست بيعزتي ڪئي ويئي آهي. هن آهستي آهستي پنجاهہ ڊالرن جو واڪ ڏنو. چوڌاري ڪيترائي ماڻهو بيٺا هئا. ائنڊرسن پڪو پهہ ڪيو تہ آءٌ پاڻُ کي هرگز اهڙي اجازت نہ ڏيندس، تہ ماڻهن جي اڳيان منهنجي اهڙي طرح بيعزتي ڪري، تنهنڪري هن ويتر وڏيڪ واڪ ڏنو. بارڊ ٿڪ ڏئي ڪلي ڏنو.

”هڪ سؤ ڊالر ۽ انهن سان گڏ آءٌ پنهنجي پاڇيءَ جو بہ سودو ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.“ ائينج چئي، هن پٺي ورائي ۽ ڪمري مان ٻاهر نڪري هليو ويو.

ٿوريءَ دير کان پوءِ، جڏهن هن نيلام ۾ خريد ڪيل گهوڙي تي زين ٺاهي پئي رکي، تڏهن ڪمري مان هڪ ماڻهو نڪري وٽس آيو.

”واچ تنهنجي ٿي، ائنڊرسن انهيءَ تان هٿ کڻي ڇڏيو.“

انهيءَ خبر ٻڌڻ شرط جي پيشاني شرمندگيءَ ۽ ندامت وچان پگهرجي ويئي. اُن وقت هن جي ذهن ۾ واچ جي بدران پاڻُ جو خيال ڦرڻ لڳو. هو گهوڙي تي زين رکي چڪو هو، پر سوچڻ لڳو تہ گهوڙي تي سوار ٿجي يا نہ؟ انهي وچ ۾ ڪيترائي ماڻهو ٻاهر نڪري آيا، جن ۾، ائنڊرسن بہ هو. ائنڊرسن جڏهن گهوڙي تي زين ڏٺي ۽ پاڻُ کي وڃڻ لاءِ تيار ڏٺائين، ڏهن هن کي سمجهہ بہ نہ آيو تہ بارڊ ڪهڙي ويچار ۾ غرق آهي.

”واچ لاءِ مهرباني بارڊ!“ هن پريان رڙ ڪندي چيو، ”هاڻي اهو ڏينهن ڪڏهن بہ نہ ايندو. جڏهن آءٌ تنهنجي پٺيان پٺيان هلندس!“

”۽ نہ وري تون اُهو ڏينهن ڏسندين، جڏهن آءٌ تنهنجي در تي ايندس!“ بارڊ جواب ڏنو ۽ لانگ ورائي گهوڙي تي سوار ٿيو. هن جو منهن هارجي ويو هو.

انهيءَ واقعي کان پوءِ، ٻنهي مان ڪنهن هڪ بہ انهيءَ گهر ۾ قدم نہ رکيو، جنهن ۾ هو پنهنجي پيءُ سان گڏ رهندا هئا.

ڪجهہ وقت کان پوءِ، ائنڊرسن هڪ هاريءَ جي گهران شادي ڪئي، پر هن پنهنجي پاڻُ بارڊ کي شاديءَ جي دعوت نہ ڏني. ۽ نہ وري بارڊ ئي شاديءَ جي رسم ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ديول ۾ ويو. شاديءَ جي پهرئين ئي سال، ائنڊرسن پنهنجي پياري ڳئون وڃائي ويٺو. هڪڙي ڏينهن صبح جو گهر جي اُتر طرف، جتي

ڊگهيءَ کي ٻڌو ويندو هو، هوءَ مُئي پئي هئي. ڪوبه ماڻهو چئي نه سگهيو ته ڊگهي آخر ڪيئن مُئي!؟ مٿس ٻيون به ڪيتريون ئي مصيبتون نازل ٿيون ۽ هن جي بد کان بدتر حالت ٿيندي ويئي. پر سڀ کان وڏي مصيبت مٿس تڏهن نازل ٿي، جڏهن تَهه- سياري ۾، هڪ رات سندس سڄو ڀاندو ۽ اُن ۾ پيل سڄو اناج وغيره سڙي رک ٿي ويو. ڪنهن کي به خبر نه هئي ته باهه ڪيئن لڳي؟

"اها حرڪت انهيءَ شخص جي هوندي، جيڪو منهنجو بدخواهه هوندو." ائنڊرسن چيو، ۽ ساري رات هو روئندو رهيو. هو ويچارو مفلس ۽ محتاج ٿي ويو ۽ پنهنجي ڪم ڪار ۾ ذرو به دل ڪانه ٿي لڳيس.

باهه لڳڻ جي ٻئي ڏينهن شام جو، بارڊ پنهنجي ڀاءُ جي گهر آيو. ائنڊرسن پنهنجي هنڌ تي ليٽيو پيو هو. پر بارڊ کي ڪمري ۾ ايندي ڏسي، ٽپ ڏيئي اُٿيو.

"تون هت ڇا لاءِ آيو آهين؟" هن پڇيو ۽ ٿوريءَ دير تائين ماٺ ڪري، ڀاءُ کي گهوريندو رهيو.

بارڊ جواب ڏيڻ کان اول ٿورو سوچڻ لڳو. "ائنڊرسن، آءٌ توکي مدد ڪرڻ گهران ٿو. تون اڄڪلهه وڏيءَ تڪليف ۾ آهين."

"منهنجي حالت اڃا ايتري خراب نه ٿي آهي، جيتري تون چاهين ٿو! هليو وڃ. نه ته خبر نه آهي. ته آءٌ ڇا ڪندس."

"تون ڀليل آهين، ائنڊرسن!- آءٌ ته افسوس-"

"هليو وڃ، بارڊ! ڌڻي تعاليٰ اسان جي فضل ڪندو."

بارڊ هڪدم پٺتي هٽي بيٺو.

"جيڪڏهن توکي واچ گهرجي،" هن ڏڪندڙ آواز ۾ چيو، "تون اها حاصل ڪري سگهين ٿو."

"هليو وڃ بارڊ!" ائنڊرسن واڪو ڪندي چيو ۽ بارڊ وڌيڪ ترسڻ مناسب نه سمجهي هليو ويو.

انهيءَ حادثي کان پوءِ، بارڊ جڏهن به پنهنجي ڀاءُ جي تڪليف ۽ ڏکن بابت خبرون ٻڌندو هو، تڏهن هن کي دلي رنج پهچندو هو. پر پنهنجيءَ عزت جو خيال ڪري، چپ ٿي ويندو هو. ڪيترائي ڀيرا هن کي ديول ۾ وڃڻ جو خيال ٿيو ۽ ديول ۾ وڃي عبادت ڪندي، هن ڪيترائي سٺا ارادا به ڪيا، پر همت نه هجڻ ڪري هو پنهنجن ارادن کي پورو نه ڪري سگهيو. انهيءَ هوندي به هو گهڻو ڪري پنهنجي ڀاءُ جي گهر طرف ويندو هو، پر اتفاق سان يا ته ڪو گهر مان ٻاهر پيو ايندو هو، يا وري وٽس ڪي ڏاريا

ماڻهو بيزار هوندا هئا، يا ائنڊرسن گهر جي ٻاهران پيو ڪائيون وڍيندو هو، مطلب ته ڪانه ڪا رڪاوٽ، هن جي راهه ۾ اچي ويندي هئي.

هڪ آچر ڏينهن، جڏهن سياري جي پڇاڙي هئي، تڏهن بارڊ ديول ۾ ويو. انهيءَ ڏينهن ائنڊرسن به ديول ۾ آيو هو. بارڊ هن کي ڏسي ورتو. هو سچو هٽدو ۽ ضعيف ٿي ويو هو ۽ هن کي اهي ئي ڪپڙا پيل هئا، جيڪي هو انهيءَ زماني ۾ پائيندو هو، جڏهن ٻائرن ۾ ڪوبه نفاق نه هو. اهي ڪپڙا ڦاٽي ويا هئا ۽ ڪيترن ئي هنڌن تي انهن ۾ چتيون لڳل هيون. عبادت شروع ٿيڻ کان پوءِ ائنڊرسن سمورو وقت پادريءَ ڏانهن ڏسندو ٿي رهيو. بارڊ کي ائين محسوس ٿيو ته هن ۾ ڏاڍي نهٺائي ۽ نماڻائي اچي ويئي هئي. هو هن جي ننڍپڻ جا ڏينهن ياد ڪرڻ لڳو. انهن ڏينهن ۾ ائنڊرسن ڪهڙو نه سلڇڻو ڪنيو ته ڪٽي چا به ٿئي، پر ائنڊرسن سان ضرور صلح صفائي ڪبي. ۽ جڏهن هن نذر جو شراب پيتو، تڏهن سندس اهو ارادو وڌيڪ پختو ٿي ويو. واپس ايندي وقت هو سڌو ائنڊرسن ڏانهن وڌيو، ته جيئن هن جي پرسان ويهي سگهي. پر ڪو ماڻهو وچ ۾ بيٺل هو، جنهن ڪري ائنڊرسن ڪنڌ مٿي نه ڪٽي سگهيو. عبادت ختم ٿيڻ کان پوءِ، وري هڪ ٻي رنڊڪ پيدا ٿي. ديول ۾ ڪيترائي ماڻهو هئا. ائنڊرسن سان گڏ سندس زال به هئي، جنهن کي بارڊ ته سڃاڻندو به نه هو. هن فيصلو ڪيو ته ائنڊرسن سان سندس گهر ۾ ملڻ جي ڪوشش ڪبي، ۽ اتي ئي ساڻس آرام سان ڳالهه ٻولهه به ڪئي.

شام ٿي ته بارڊ گهران نڪتو. هو سڌو پاءُ جي گهر ڏانهن ويو ۽ در تي اچي بيٺو. اندر وڃڻ کان اول ڪجهه ويچارڻ لڳو. گهر ۾ ائنڊرسن جي زال پئي ڳالهايو.

”اڄ صبح جو هو ديول جي خاص ڪمري ۾ به ويو هو،“ هن چيو پئي، ”مون کي پڪ آهي ته هُن تنهنجي لاءِ پئي سوچيو.“

”نه، هن منهنجي لاءِ نه پئي سوچيو،“ ائنڊرسن جواب ڏنو، ”آءٌ هن کي چڱيءَ طرح ڄاڻان، هو رڳو پنهنجي لاءِ سوچيندو آهي.“

وري ڪيتري وقت تائين چپ چپات ٿي ويئي. بارڊ اتي ئي بيٺو رهيو. ۽ جيتوڻيڪ رات ڏاڍي ٿڌي هئي، پر هو سچو پگهر ۾ شل ٿي ويو هو. گهر ۾ ائنڊرسن جي زال چانهه پئي گرم ڪئي، چلهه مان ڪاٺين جي سڙڻ ۽ باهه جي پڙڪڻ جا آواز پئي آيا، ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ٻار جي روئڻ جو آواز ٿي آيو، جنهن کي ائنڊرسن ريجهايو پئي. نيٺ ائنڊرسن جي زال وري ڳالهايو.

”تون مڃين يا نه، پر مون کي پڪ آهي ته اوهين ٻئي هڪ ٻئي بابت ئي سوچيو ٿا.“

”ڪا ٻي ڳالهه ڪر.“ ائنڊرسن جواب ڏنو.

ٿوريءَ دير کان پوءِ، هو ٻاهر وڃڻ لاءِ اُٿيو. بارڊ پاڻ لڪائڻ لاءِ ڪاٺين جي مَنهه ڏانهن ويو، پر ائنڊرسن به ان طرف ڪاٺين کڻڻ لاءِ آيو. بارڊ جنهن جاءِ تي بيٺو هو، اتان هو ائنڊرسن کي چڱيءَ طرح ڏسي پئي سگهيو. هن اڄ ڏينهن وارا ٽٽل ڦاٽل ڪپڙا لاهي ڇڏيا هئا ۽ ڪيس بارڊ جهڙا ڪپڙا پيل هئا. اهي ڪپڙا ساڳيا هئا، جن بابت ٻنهي پاڻ ۾ انجام ڪيو هو، ته اهي پنهنجن پنهنجن ٻارن کي ورثي ۾ ڏينداسون. ائنڊرسن هاڻي اُهو اڳوڻو ائنڊرسن نه رهيو هو. هو سڄو سُڪي سڙي ويو هو ۽ سندس مضبوط ۽ جاندار جسم ڪاني ٿي ويو هو. خاموشيءَ ۾ بارڊ کي پنهنجي ڪيسي ۾ پيل واچ جي ٽڪ ٽڪ صاف ٻڌڻ ۾ پئي آئي. ائنڊرسن مَنهه ڏانهن وڌندو ويو، پر اُتان ڪاٺيون ميڙڻ لاءِ جهڪڻ بدران هو ٽوٽيءَ کي ٽيڪ ڏيئي بيٺو ۽ مٿي چمڪندڙ تارن سان ڀريل آسمان ڏانهن نهارڻ لڳو. هن پوءِ هڪ ٿڌو ساهه ڀريو ۽ پنهنجو پاڻ چوڻ لڳو: ’خير- خير- خير منهنجا خدا، منهنجا خدا!‘

جيستائين بارڊ جيئرو رهيو، تيستائين هو اُهي لفظ وساري نه سگهيو. هُن، اُن وقت اوٽ مان ٻاهر نڪري اچڻ تي گهريو، پر پاڻس ڪنگهيو ۽ هن لاءِ اڳتي وڌڻ مشڪل ٿي پيو. ائنڊرسن ڪاٺين جي ڀري کنئي، ۽ جيئن ئي ٻاهر نڪتو ته پاڻس جي ايترو ويجهو لنگهيو جو، ڪاٺين جون ڇپڙيون هن جي مُنهن ۾ ٿي لڳيون.

هو اتي ڏهه منٽ کن وڌيڪ اهڙيءَ طرح بيٺو رهيو، ڄڻ ته سندس پير زمين ۾ کُپي ويا هئا. هو الائجي ڪيتري وقت تائين اتي بيٺو هجي ها. پر جذباتي ڇڪتاڻ ۽ سخت سيءَ سبب هن کي ڏڪڻي وٺي ويئي ۽ هو گهر ڏانهن روانو ٿيڻ لاءِ ٻاهر نڪتو. هن ڏاڍي ايمانداريءَ سان پنهنجو پاڻ سان قبول ڪيو ته هاڻي ڀاءُ جي گهر وڃڻ جي مون ۾ ذرو به همت نه آهي. ائين سوچي هن هڪ ٻي تَل رٿي، هو جنهن مَنهه مان نڪتو هو، اتي چُلهه ٺهيل هئي، جنهن مان هن ٻه- ٽي ڪاٺيون کنيون ۽ ڀانڊي ۾ وجي، اندران دروازو بند ڪري، باهه ٻاريائين، پوءِ هو اُها ڪِلي ڳولڻ لڳو، جنهن ۾ ائنڊرسن لالٽين ٽنگيندو هو. جلد ئي کيس اها ڪِلي نظر آئي ۽ بارڊ پنهنجي سوني واچ اُن ۾ ٽنگي، باهه کي وسائي، ٻاهر هليو ويو. هن پنهنجي مَن ۾ ايترو ته اطمينان محسوس ڪيو، جو رستي تي ڄميل برف تان نوجوان وانگر ڊوڙون پائيندو ٿي ويو.

صبح هجو هن کي خبر پئي ته رات باهه لڳڻ ڪري سجو پاندو سڙي ويو هو. شايد واچ ٽنگڻ وقت ٻرندڙ ڪاٺين مان ڪي چڻنگون اُڏامي وڃيڪتي پيون هيون، جن جو هن کي ڪو سماءُ نه رهيو هو. انهيءَ خبر جو بارڊ تي ايڏو ته اثر ٿيو، جو سارو ڏينهن هو ويڳاڻن ۽ بيمارن وانگر پئي نظر آيو. هن دعائن جو ڪتاب ڪڍيو ۽ سڄو وقت ان مان دعائون پڙهندو رهيو، ايتري قدر جو گهر جي ٻين ماڻهن کي پڪ ٿي ويئي، ته هن کي ڪجهه ٿي پيو آهي. پر شام ٿيندي ئي هو گهر کان ٻاهر نڪتو. اسمان تي چوڏهينءَ جو چنڊ ڪِڙيو بيٺو هو. هو پنهجي پاڙي جي گهر ڏانهن ويو ۽ سڙيل پاندي جي چار ۾ هَٽوراڙيون ڏيندو رهيو. هٽوراڙيون ڏيندي، هن کي پگهريل سون جو ڳنڍيو هٿ آيو، جيڪو پڪ سان واچ جو سون هو.

هو پهگريل سون جو ڳنڍيو کڻي پينهنجي پاڙي جي گهر ۾ ويو، ته جيئن هن کي سڄي حقيقت ٻڌائي صلح ڪري. پر انهيءَ شام ٻههن سان ستوورتاءُ نه ڪيو ويو.

هڪ ننڍي ڇوڪريءَ، هن کي پاندي جي چار ۾ هٽوراڙيون ڏيندي ڏٺو هو، ڪن ڇوڪرن جيڪي راند رهڻ پئي ويا، آچر جي ڏينهن شام جو هن کي پنهنجي پاڙي جي گهر ڏانهن ويندي ڏٺو هو. پر جتي هو پاڻ رهندو هو، اُتي جي ماڻهن جو پڻ اهو چوڻ هو ته سومر ڏينهن هن جي حالت ڏسي حيرت ٿي ٿي. انهيءَ کان سواءِ، سيني کي ڄاڻ هئي ته ٻيئي پاڙر هڪ ٻئي جا جاني دسمن آهن. مطلب ته اهي سيئي ڳالهيون پوليس تائين پهچي ويون ۽ انهن جي تحقيقات ٿيڻ لڳي. جيتوڻيڪ هن جي خلاف ڪابه ڳالهه ثابت ٿي نه سگهي، پر سيني جو شڪ مٿس ئي هو ۽ هاڻي ته پاڙي سان صلح ڪرڻ جا سيئي رستا بند ٿي ويا هئا.

جڏهن پاندي ۾ باهه لڳي هئي، تڏهن ائنڊرسن کي بارڊ جو خيال آيو هو. پر هن ڪجهه به نه چيو. ٻئي ڏينهن شام جو بارڊ کي پنهنجي گهر ۾ پريشان ۽ حيران ڏسي، هن کي پڪ ٿي ته هو پنهنجي ڪئيءَ تي ڏاڍو پيشيمان آهي. پر پاڙي سان هيڏو سارو ظلم ڪرڻ کان پوءِ، معافيءَ جو ڪو سوال ئي نٿو اُٿي سگهي. وري ماڻهن به ڪيس ٻڌايو ته جنهن رات باهه لڳي هئي، ان رات ڪيترن ئي ماڻهن بارڊ کي تنهنجي گهر ڏانهن ايندي ڏٺو هو ۽ جيتوڻيڪ تحقيقات ۾ ڪابه ڳالهه هن جي خلاف ثابت نه ٿي سگهي هئي، پر پوءِ به ائنڊرسن کي يقين ٿي ويو ته سندس پاڙي ئي ڏوهاري هو.



Gul Hayat Institute

معاملو عدالت تائين وڃي پهتو. شنوائيءَ تي ٻيئي ڀائر عالت ۾ پهتا. بارڊ کي سنا ڪپڙا پيل هئا، ۽ ائنڊرسن جيڪو ڳوٺ پائي آيو هو، سو ڦاٽو ٽٽو ۽ ليڙون ليڙون ٿيو پيو هو. بارڊ جيئن ئي عدالت ۾ آيو ته پنهنجي ڀاءُ ڏانهن نهارڻ لڳو. ائنڊرسن چاتو تي، بلڪ هن جي دل پئي چيو ته بارڊ جي اکين مان التجا ۽ پشيماني ليئا پائي رهي آهي. ائنڊرسن کي خيال آيو ته هو اهوئي گهري ٿو ته آءُ ڪيس ڪجهه به نه چوان، جڏهن ڪانئس پڇا ڪئي ويئي ته ڇا تنهنجو شڪ پنهنجي ڀاءُ ۾ آهي؟ تڏهن هن پوري يقين سان وڏي آواز ۾ چيو، ”نه“!

انهيءَ ڏينهن کان پوءِ، ائنڊرسن شراب پيئڻ شروع ڪيو، ۽ جيئن پوءِ تيئن هن جي اِها عادت وڌندي ويئي. بارڊ جيتوڻيڪ هن سان سٺا پير ڪنيا، پر هن جي حالت ويتر خراب ٿيندي وئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي هو ايترو ته بدلجي ويو، جو سڃاڻڻ ۾ به نٿي آيو.

هڪڙيءَ شام جو هڪ غريب عورت، بارڊ جي انهيءَ ننڍڙي ڪمري ۾ ائي، جيڪو هن مسواڙ تي ورتو هو. هن عورت، بارڊ کي پاڻ سان گڏ هلڻ لاءِ چيو. بارڊ هُن کي سڃاتو، هوءَ سندس پاڇائي هئي. بارڊ هڪدم سمجهي ويو ته هن جو ڪهڙو مقصد هو. هو سڄو هئڊبو تي ويو ۽ جلدي جلدي ڪپڙا بدلائي، هڪڙِ لفظ ڪڇڻ کان سواءِ ئي، هن سان گڏجي ويو. ائنڊرسن جي ڪمري جي دريءَ مان زرد روشنيءَ جاڪرٽا نڪري، ٻاهر برف سان ڀريل زمين تي پئي پيا، ۽ انهيءَ ٽمڪندڙ ۽ اُجهامندڙ روشنيءَ تي هو گس تان هلندا هلندا اچي گهر جي در تي پهتا. ائنڊرسن جي گهر مان هڪ عيجب قسم جي بوءِ پئي آئي، جنهن کان بارڊ و متو ڦرڻ لڳو. آخر ٻيئي اندر ويا. هڪڙو ننڍڙو ٻار ڪمري ۾ چلهه جي ويجهو وينو هو ۽ هن ڪوئلا پئي ڪاڏا. هن جي سڄي مُنهن تي ڪارٽ لڳي پئي هئي، پر هن کي ڏسي هن منهن مٿي ڪنيو ۽ ڪلڻ لڳ ۽ پنهنجا اڇا اڇا ڏند ڏيکارڻ لڳو. اهو ائنڊرسن جو ٻار هو.

هنڌ تي ائنڊرسن ڪيترن ئي ڪپڙن ۾ ويڙهيو سيڙهيو ليٽيو پيو هو. هو سڪي سڙي ڪنڊا تي ويو هو ۽ مُنهن تي ڇڻ ته هيڊ هاري پئي هئس. هن جي پيشاني نڪري آئي هجئي ۽ اکيون ڏرا ڏئي ويون هئس. هن ڀاءُ ڏانهن نهاريو ۽ بارڊ جون ٽنگون ڏڪڻ لڳيون. هو ڀاءُ جي کٽ جي پيرانديءَ کان ئي ويهي رهيو ۽ روئڻ ۾ ٻڏي ويو. ائنڊرسن پنهنجي ڀاءُ کي ڏاڍيءَ سِڪ سان ڏٺو، پر سندس زبان مان ڪوبه لفظ نه نڪتو. گهڻيءَ دير کان پوءِ، هن پنهنجي زال کي ٻاهر وڃڻ لاءِ چيو، پر بارڊ هن کي منع ڪئي، نه وڃڻ لاءِ اشارو ڏنائين. پوءِ ٻنهي ڀائرن هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ شروع ڪيو. هنن هڪ ٻئي کي سڀ ڪجهه

ٻڌايو، نيلام واري ڏينهن کان وٺي اڄ ڏينهنتائين، جڏهن هو وري هڪ ٻئي سان مليا هئا. انهن ورهين جي عرصي ۾ جيڪي ڪجهه وَهيو واپريو، اهو سڀ ڪجهه هنن هڪ ٻئي کي ٻڌايو. آخر ۾ بارڊ پنهنجي کيسي مان سون جو اُهو ڳنڍو به ڪڍي ڀاءُ کي ڏيکاريو، جيڪو هو هر وقت پاڻ سان گڏ رکندو هو. انهيءَ سچيءَ ڳالهه ڀولهه مان ظاهر ٿيو ته انهيءَ جدائيءَ وارن سمورن سالن ۾ ڪڏهن به اهڙو ڏينهن نه آيو هو، جڏهن کين حقيقي خوشي حاصل ٿي هجي.

ائنڊرسن ضعف ۽ ڪمزوريءَ سبب وڌيڪ ڳالهائي نه سگهيو. پر هو جيترو وقت بيمار هو ته بارڊ. ڀاءُ جي کَٽَ کان پري ڪين ٿيو ۽ سارو وقت هن جي سار سنڀال ڪندو رهيو.

”هاڻي آءُ بلڪل ٺيڪ آهيان“. هڪ صبح جو جڏهن ائنڊرسن جي اک کلي تڏهن هن چيو، ”ادا! هاڻي اسين هميشه گڏ رهنداسون، جيئن پهرين رهندا هئاسون ۽ وري ڪڏهن به هڪ ٻئي کان جدا نه ٿينداسون.“

پر پوءِ انهيءَ ئي ڏينهن شام جو ائنڊرسن مري ويو.

بارڊ. ڀاءُ جي بيواهه ۽ ٻارن کي پنهنجي گهر ۾ وٺي آيو ۽ هنن جي چڱيءَ طرح سار سنڀال ڪرڻ لڳو. پر انهيءَ رات ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ جيڪا ڳالهه ٿي هئي. اُها سڄي ڳوٺ ۾ پکڙجي ويئي، ۽ هرهڪ ماڻهوءَ کي ان جي خبر پئجي ويئي ۽ انهيءَ سببان بارڊ کي ڳوٺ جا سڀيئي ماڻهو ڏاڍي عزت ۽ آبرو ڏيندا هئا. هو سمجهندا هئا ته هن ويچاري ڏاڍا ڏک ڏٺا ۽ مس مس سُک جو ساهه پنيو اٿس. ماڻهن هن کي اهڙيءَ طرح مانُ ڏيندا هئا، ڄڻ ته هو گهڻي وقت کان پوءِ ڳوٺ ۾ موٽي آيو هو. ماڻهن جي محبت ۽ پيار ڏسي بارڊ جو مَن مضبوط ٿيو ۽ هو هڪ نيڪ شخص وانگر، هر وقت اهوئي چاهيندو هو ته شل ڪنهن جي خدمت ڪرڻ جو وجه مليم. فوج جو اهو ننڍڙو عملدار، پوءِ ٻارن کي پڙهائڻ لڳو. هو ٻارن کي اهوئي سيکاريندو هو، ته هرهڪ سان پيار ۽ محبت سان پيش اچڻ گهرجي. هو پاڻ به ٻارن سان اهڙيءَ ريت پيش ايندو هو، جو ٻار به هن کي پنهنجو ساٿي ۽ پيءُ سمجهي، پيار ڪندا هئا.

Gul Hayat Institute

وسينتي بلاسڪو ابانيز

# سربيا جي هڪ رات

رات جا يارهن ٿيا هئا. انهيءَ وقت پيرس جي ٿيئٽرن جا دروازا بند ٿي ويندا آهن. اڌ ڪلاڪ ڪن اڳ، شهر جي سمورن هوٽلن پنهنجن مهربانن ۽ گراهڪن کي الوداع چئي، پنهنجن گهرن ڏانهن روانو ڪري ڇڏيو هو.

اسان جو ٽولو، هڪ ڪشادي رستي جي ڪناري تي مُنجهيو بيٺو هو. تفريح گاهن مان ماڻهن جا انبوهه نڪري، اسان جي پرسان لنگهندا، پاڇولن ۾ گم ٿيندا پئي واي. گهٽيءَ ۾ هِتي هُتي ڊيڪيل بلبن مان پوائتي روشني نڪرندي، جلدي جلدي اونداهي ۾، گم ٿيندي پئي ويئي. ڪاري آسمان ۾، ٽمڪندڙ تارن جي روشنيءَ کي ڏسڻ سان خوف پئي ٿيو. ڪنهن زماني ۾، آسمان تي رڳو تارا هوندا هئا، پر هاني سرچ لائيٽ جي اوچتي وڌندڙ زرد روشنيءَ تي، زيپيلن[1]جي هئڊي سگار هجڻ جو گمان ٿي سگهيو ٿي.

اسان جي اهائي خواهش هئي، ته ساري رات جاڳندا رهون. اسين ڪل چار ڄڻا هئاسون. هڪ فرينچ اديب، ٻه سربيا جا ڪپتان ۽ آءٌ. اسين هِن اداس پيرس جي شهر ۾ ڪيڏانهن وڃون؟ هتي ته سڀ دروازا بند ٿي چڪا آهن. اسان جي هڪ سربيائي دوست، هڪ فئشني هوٽل جو ذڪر ڪيو. اها هوٽل ساري رات پنهنجي مهمانن لاءِ کليل هوندي هئي. جيڪي آفيسر پيرس ۾ رهڻ گهرندا هئا، اُهي انهيءَ هوٽل کي پنهنجو گهر ڪري سمجهندا هئا. مختلف قومن جا فوجي پائر، جڏهن پئرس ۾ ڪي ڏينهن رهڻ لاءِ ايندا هئا، تڏهن هڪ ٻئي کي انهيءَ راز مان ضرور واقف ڪندا هئا. اسين به انهيءَ شاندار ۽ روشن هوٽل ۾ خبرداريءَ سان داخل ٿياسون. اونداهين گهٽين مان اچڻ ڪان پوءِ، اوچتو ۽ گهڻي روشنيءَ ۾ پهچڻ سبب، اسان جي اکين اڳيان ترورا ڦري ويا. هوٽل جو اهو ڪمرو "لائيٽ هائوس" جي انهيءَ ڪشادي ڪمري وانگر پئي لڳو، جتي چوڌاري لڳل بيشمار آئينن مان بلبلن جي تيز روشني نڪري، پکڙجي ويندي آهي. اسان کي ائين پئي لڳو ڄڻ تهاسين ٻه سال اڳ واري پيرس ۾ پهچي ويا هئاسون. فئشني ۽هار سينگار ڪندڙ عورتون شئمپين، وائلن تي حبشي ناچ جون ڌڪائتيون ڌُنون ۽ جذباتي دل ڏارندڙ گيت- اهو سارو نظارو جنگ ڪان اڳ وارن ڏينهن جو پئي معلوم ٿيو. پر اتي جيڪي مرد ويٺل هئا. تن مان ڪنهن هڪ کي به شام جو لباس پهريل نه هو! فرينچ ماڻهو، بيلجم جا رهاڪو، انگريز،

روسي ۽ سربين، مطلب ته سيئي فوجي وردين ۾ هئا. جيڪي قاتل، تتل ۽ پراٽيون هيون. ڪن انگريز سپاهين وائلن پئي وڄائي ۽ ٻڌندڙن جي داد جو جواب سنگ مرمر جهڙيءَ ٿڌيءَ مرڪ سان پئي ڏنو. انهن انگريزن ڳاڙهي صدري پهريندڙ خانه بدوشن جي جاءِ اچي والاري هئي. ويئل عورتن، انهن انگريزن مان هڪ ڏانهن اشارو ڪيو ۽ جهيٽي آواز ۾ هن جي پيءُ جو نالو ورتو، ۽ لارڊ- جيڪو پنهنجي حسب نسب ۽ مال دولت ڪان مشهور هو. ”خوشيون ملهايو دوستو، سپاٽي اسان ڪي مرڻو آهي.“

اهي سيئي ماڻهو، جن پننهجي زندگي جنگ جي ظالم ديويءَ جي قربان گاهه تي اچي پيٽا رکي هئي، هو هڪ ٻئي جي زندگيءَ جا جامن مٿان جام پيئندا ٿي ويا. هو کلندا ٿي رهيا، ڳائيندا ٿي رهيا ۽ پيار ڪندا ٿي رهيا. هڪ اهڙي ملاح جي، انڌي جوش سان جنهن ڪي سڄي رات سمنڊ جي ڪناري تي رهي، صبح جو سويروري طوفانن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ سمنڊ ڏانهن وڃڻو هجي.

اسان جا ٻه سربين دوست بلڪل جوان هئا. اهي ٻيئي بلڪل خوش پئي نظر آيا ته سندن ملڪ جون نعمتون ڪين پيرسن ۾ وٺي آيون هيون، اهو خوابن جو شهر، جنهن جي خيال سندن فوجي شهر جي هڪ جهڙيءَ خوفناڪ زندگيءَ ۾ رونق آندي هئي.

اُهي ٻيئي ڄاڻندا هئا ته ڪهاڻي ڪيئن ٻڌائجي ۽ انهيءَ سرزمين جي اها معمولي ڏات هئي، ڇاڪاڻ ته گهڻو ڪري سيئي ماڻهو شاعراڻي طبيعت جا هوندا هئا. مني صدي اڳ هتي، جڏهن لامرتن سربيا جي ترڪي صوبي مان لنگهيو، تڏهن ڏنارن ۽ بهادرن جي انهيءَ ملڪ ۾ شاعريءَ جي اهميت جو ٻڌي دنگ رهجي ويو هو. انهيءَ ملڪ ۾ جتي فقط ٻه ٽي ماڻهو پڙهي لکي ٿي سگهيا، اتي خيال ۽ يادگيريون رڳو بيتن جي وسيلي پهچايون وينديونهيون. شاعرن ڪي قومي تاريخ نويسن جو درجو حاصل هو ۽ اهي سيئي بروقت نوان نوان گيت لکي سربين اليڊ جي عمر ۾ اضافو ڪندا هئا.

شئمپين پيئڻ وقت، هنن کي اُهي مصيبتون ياد آيون، جيڪي ڪيتارئي مهينا اڳ جنگ ۾ ياڇ ڪائڻ سبب مٿن نازل ٿيون هيون بک ۽ سيءَ سان ڇڪتاڻ، برفباريءَ ۾ جنگ، ڏهن سپاهين جي مقابلي ۾ هڪ سپاهي، بيشمار انسانن ۽ اڪيچار جانورن جي ياڇ وقت، پوانئتي ڪشمڪش، پريان قطارن ۾ بيٺل دشمن جي مشين گنن ۽ رائفلن مان گولني جي مينهن جو وسڪارو، باهه جي اُلن ۾ ٻرندڙ ۽ سڙندڙ ڳوٺ، ۽ گهاءَ مٿان گهاءَ کاڌلن زخمين جا واڪا ۽ دانهون، وڍيل ڪپيل عضون سان لاشا ۽ انهن مٿان لامارا ڏيندڙ ڪانوَ، سنڌن جي سور جي مريض پوڙهي پيٽر بادشاهه جي ياڇ، جنهن جو سواءِ هڪ

ورن وڪڙن واري لڪڻ جي، ٻيو ڪوبہ سهارو نہ هو ۽ هن جو پنهنجي نگهبان رسالي سان، برف وارين پهاڙين تان چپ چاپ ڪنڌ جهڪائي شيڪسپيئر جي ڪنهن فرضي بادشاهہ وانگر راضي برضا پڇندو وڃڻ.

منهنجي انهيءَ ٻنهي سربين دوستن، جڏهن ڳالهايو پئي تہ مون ڪين چتائي پئي ڏٺو. هو ٻيئي جاننا، مضبوط پر سنها هئا ۽سندن نڪ، طوطي جي چهنب وانگر وَريل هئا. سندن مُڇون سخت ۽ نوڪدار هيون ۽ سندن مٿي ۾ پيل سلامي واري ٽوپين مان، ڪنن وٽان وارن جا ڇڳا پئي ظاهر ٿيا. هو اهڙن فنڪارن جهڙا پئي لڳا، جن لاءِ چاليهہ سال اڳ، جذباتي نوجوان عورتون واجهائينديون هيون. پر هنن ڪي خاڪي ورديون پيون هيون ۽ چرهن تي مرداني سُونهن ٻڌايو پئي تہ هو ڪيترائي ڀيرا موت سان مقابلو ڪري چڪا اهن.

هو ڳالهائيندا رهيا. هنن انهن ڳالهين بابت بہ ذڪر ڪيو، جيڪي ٻہ- ٽي مهينا اڳ ٿيون هيون. ائين ٿي معلوم ٿيو تہ هنن سربيا جي هڪ مشهور سردار، مارڪو ڪريلووچ جي ڪارنامن جو ذڪر پئي ڪيو. جيڪو ڀالي جي بدران نانگ ڪنيو پيو هلندو هو، ۽ جنهن جهنگ جي خوفناڪ ازدها سان جنگ جوٽي هئي. اهي ماڻهو جن پيرس جي هن هوٽل ۾، هينئر پنهنجي تجربن جون ڳالهيون پئي ڪيون، زندگيءَ جون شديد بيرحم گهڙيون گذاري آيا هئا.

اسنا جو فرينچ دوست موڪلائي هليو ويو. ٻن سربيائي دوستن ڳالهيون پئي ڪيون، پر انهن مان هڪ ڪپتان پنهنجي ڳالهہ وچ ۾ روڪي، هر هر ويجهيءَ ميز ڏانهن نهاريو. ٻہ ڊڪيل ڪاريون اکيون، جن جي مٿان ڪنارن سان ۽ ريشمي پَر لڳل ٿلهو ٽوپلو پيل هو، هُن ۾ ڪُتيون پيون هيون. انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونہ هوتہ انهن اکين هن جي ڌيان ڪي پاڻ ڏانهن سوگهو ڪري ڇڏيو هو. آخرڪار هو ڪنهن اندروني خواهش ڪان لاچار ٿي، اسان جي ميز تان اٿيو ۽ انهيءَ ميز وٽ وڃي ويٺو. ٿوريءَ دير ڪان پوءِ، هو غائب ٿي ويو ۽ هن سان گڏ اهي اکيون بہ گم ٿي ويون.

هينئر فقط آءُ هوس ۽ انهن ڪپتانن مان ننڍيءَ عمر وارو ڪپتان، جنهن پنهنجي ساٿيءَ جي پيٺ ۾ گهٽ ڳالهايو هو. هن شراب جو ڊُڪ پيتو ۽ ڪاؤنٽر جي مٿان پت تي ٽنگيل گهڙيال ڏانهن ڏٺو. هن شراب جو ٻيو ڊُڪ پيتو ۽ مون ڏانهن اهڙين نگاهن سان ڏسڻ لڳو، جن ۾ ڳنڀير اعمتاد سمايل هو. مون



Gul Hayat Institute

ڪي يقين ٿيو تہ هو مون تائين اهڙي ڏڪئي قسم جي ڳالهہ پچائڻ گهري ٿو، جيڪا هن جي ذهن ۾ ڏنگ پيئي هٽي. هن وري گهڙيال ڏانهن نهاريو، اُن وقت رات جو هڪ ٿيو هو.

”بس اهوئي وقت هو“- هن اوچتو ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجي خود ڪلاميءَ کي لفظن جو لباس پهرائڻ لڳو- ”اج کان چار مهينا اڳ.“

هن جيئن ڳالهائڻ شرلع ڪيو، تہ منهنجن نظرن اڳيان اونداهي رات، برف پَريل ماٿري ۽ سفيد جبل ڦري ويا، جتي صنوبر ۽ شاهہ بلوط جي بيشمار وڻن جي ٽارين تان، هوا جي جهوٽن سببان ڪپهہ جي پوُڻين وانگر برف اُڏامندي ٿي ويئي. مون هڪ ڳوٺ جا سڙيل ڀريل ڪنڊر ڏٺا ۽ انهن ڪنڊرن ۾ ائڊرياٽڪ ڏانهن پاڇ ڪائيندڙ سربيائي فوج جي هڪ ڊويزن جو باقي بچيل حصو بہ ڏٺو.

منهنجي دوست انهيءَ لشڪر جي آخري جَٿي جي اڳواٽي پئي ڪئي، جيڪو ڪنهن وقت فوج جو هڪ دستو هو. پر هينئر اتي چڙواڳ ماڻهن جي انبوهہ کان سواءِ، ڪجهہ بہ نظر نٿي آيو. اتي هارين کي پرتي ڪري، فوجي جي انهيءَ حصي کي وڌايو ويو هو. پر اهي هاري ڊپ ۽ خوف وچان پنهنجا هوش ۽ حواس بنهہ وڃائي ويٺا هئا. ۽ بيجان مورتين وانگر پئي ڇُريا پُريا ۽ ڪين اڳتي وڌائڻ لاءِ، ساڻن جانورن جهڙو سلوڪ ڪيو ٿي ويو. ننڍن ننڍن ٽولن ۾، زالون روئينديون رڙنديون ۽ پاڻ گهلينديون پئي ويون. ٻيون عورتون جيڪي ڪاريون، ڊگهيون ۽ سُڪل هيون، سي ڏاڍيءَ ڏڪائتيءَ خاموشيءَ سان هلنديون رهيون ۽ رستي ۾ جيڪڏهن ڪو مئل سپاهي ٿي نظر آين تہ هيٺ جُهڪي، انهيءَ جي بندوق ۽ ڪارتوس جو پَٽو چوڙي، پاڻ سان کڻي ٿي ويون.

گولن ڦاٽڻ ڪري ڪنڊرن مان ڳاڙهيءَ روشنيءَ جا اُلا نڪري، اونداهيءَ کي رنگي ريها هئا. رات جي اونهائين مان جوابي حملي جا آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيا. ڪاريءَ هوا ۾ گوليون رات جو نظر نہ ايندڙ جيتن وانگر سُوسات ڪنديون ٿي رهيون.

صبح ٿيندي ئي هڪ زبردست ۽ پيانڪ حملو ٿيندو، هنن کي ڪا بہ خبر نہ هئي تہ سندن خلاف کهڙو دشمن رات جي اونداهيءَ ۾ لڪو ويٺو هو، اهي دشمن جرمن هئا، آسترين هئا، بلگيرين هئا يا ترڪ؟.... هنن کي ڪيترن ئي دشمنن سان مُنهن ڏيڻو هو.

”اسان کي پنتي هٽڻو پيو.“ سربيائي ڪپتان ڳالهہ جاري رکندي چيو، ”اسان انهن ماڻهن کي اتي ئي ڇڏي ڏنو، جن اسان کي دير ٿي ڪرائي. اسان کي صبح ٿيڻ کان اڳ ئي جبل اُڪري وڃڻا هئا.“

رات وچ ۾ ئي عورتن جون ڏگهيون ۽ وڏيون قطارون، ٻارَ، ڪُراڙا مرد ۽ عورتون. ۽ جانورن جا ڌڻن جا ڌڻ، مري، ڪپي ۽ فنا ٿي ويا. ماٿريءَ ۾ رڳو اهي ماڻهو بچيا هئا، جيڪي ڪنڊرن جي پناهه گاهن مان گوليون هلائي رهيا هئا. انهن مان ٻه هڪ حصي، پنتي هٽڻ شروع ڪيو.

ڪپتان جي ذهن ۾ اوچتو ڪنهن ڌتڪائيندڙ ياد پاسو ورايو.

”زخمي ۽ ڦٽيل! اسين هنن کي ڇا ڪنداسون؟“

هڪ مَنهن، جنهن جي ڇت بم گولن لڳڻ ڪري پروڻ ٿي وئي هئي، ان ۾ سُڪل گاهه تي زخمن ۽ ڦٽن ۾ رتوڇاڻ ٿيل، پنجاهي کن انساني جانيون لُڇي ڦٿڪي ۽ تڙپي رهيون هيون. هيءُ اُهي ئي ماڻهو هئا، جيڪي هڪ ڏينهن اڳ جنگ ۾ زخم کائي، ڪنهن نہ ڪنهن نموني سان پاڻ گهليندا، هن جاءِ تائين پهتا هئا. هنن ۾ اهي ماڻهو بہ هئا، جيڪي تازو رات جو زخمي ٿيا ٿا، ۽ جن رت کي روڪڻ لاءِ پنهنجي ڦٽن تي پراڻيون سُراٽيون اڳڙيون ٻڌي ڇڏيون هيون. هنن ۾ اُهي عروتون بہ هيون، جيڪي ڦاٽندڙ بم گولن جي تيز ٽڪرن جي لڳڻ ڪري، وڌجي ۽ زخمي ٿي پيون هيون.

ڪپتان انهيءَ پناهه گاهه ۾ اندر ويو، جتي چوڌاري سڙيل گوشت، سُڪل رت، ۽ غليظ ڪپڙن جي دماغ ڌاريندڙ بدبوءِ پکڙيل هئي. ڪپتان جي لفظن ٻڌڻ شرط اهي سيئي ماڻهو، جن ۾ اجا توري گهٽي سگهه هئي. هڪ لاليٽن جي لڙاتيل روشنيءَ ۾ بيقراريءَ ۽ بيچينيءَ سان هن ڏانهن ڇُرن لڳا. دانهون ۽ ڪوڪون بند ٿي ويون ۽ چوڌاري حيرت ۽ خوف پريل خاموشي پکڙجي ويئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ تہ اهي مرندڙ ماڻهو ڪنهن اهڙيءَ شيءَ کان ڊنا هجن، جيڪا موت کان بہ وڌيڪ ڏهڪائيندڙ هئي.

هن کي جڏهن اِها خبر پيئي تہ کين دشمن جي رحم ڪرم تي ڇڏيو پيو وڃي، تڏهن سيني اُٿڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هنن مان ڪيترائي اُٿڻ کان اڳ ڪِري پيا.

ڪپتان ۽ سندس سپاهين جو آواز، نااميديءَ جهڙين ميڙن مِنٿن ۽ مايوس التجائن جي آواز ۾ دٻگهجي ويو. ”ادا! اسان کي ڇڏي نہ وڃو. ادا! مسيح جي صدقي.“ پوءِ هنن کي آهستي آهستي اها ڳالهه سمجهه ۾ ويئي تہ کين اُتي ڇڏي وڃڻ ڇو ضروري هو؟ هنن پاڻ کي مقدر جي حوالي ڪري ڇڏيو. پر دشمن جي هٿ چڙهڻ، صديون پراڻن دشمنن بلگيرين ۽ ترڪن جي رهم تي ڇڏڻ کهڙي نہ عجيب ڳالهه هئي! هو جيڪا ڳالهه پنهنجي زبان سان نٿي چئي سگهيا، اُها سندن اکين مان عيان هئي. جيڪڏهن ڪنهن سربيائيءَ کي گرفتار ڪيو وڃي، تہ انهيءَ کان وڌيڪ هن جي کهڙي بدقسمتي ٿي

سگهي ٿي. ڪيترائي ماڻهو، جن جو آخري وقت اچي ويجهو ٿيو هو، اُهي پنهنجي آزاديءَ تي ڏاڍو لڳندي ڏسي، ڏڪي ويا.

بلڪان جي رهاڪن جو وير، موت کان به وڌيڪ خوفناڪ هوندو آهي.

"او اَدا، او پاءُ-"

انهن دانهن ۽ واڪن ۾ لڪل خواهشن کي محسوس ڪندي، ڪپتان پنهنجو ڪنڌ ڪٽي ورايو.

"اوهان گهرو ٿا ته آءٌ به؟" هن ڪيترائي پيرا پڇيو.

سپني پنهنجا ڪنڌ هاڪار ۾ لوڏيا. جيئن ته هنن سپني کي اتي ڇڏي وڃن کان سواءِ، ٻيو ڪو به چارو نههو، تنهن ڪري هن اتان وڃڻ کان اڳ اهو نٿي گهريو ته اتي ڪو سربيائي جيئرو رهجي وڃي.

جيڪڏهن هو پاڻ هنن جي جاءِ تي هجي ها، ته هو پاڻ به اِها ڳالهه نه چئي ها؟

پنتي هٿڻ سبب گولي بارود جي جيڪا گهٽتائي ٿي هئي، ان جي ڪري سپاهي پنهنجا ڪارتوس ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان سنڀالڻ لڳا. ڪپتان پنهنجي تلوار مياڻ مان ڪڍي ٻاهر ڪئي. ڪن سپاهين ته پنهنجو ڪم شروع ڪري ڇڏيو. هنن سنگيون استعمال ڪيون، پر هو سچڻ سمجهڻ کان سواءِ ڏاڍيءَ بي ڍنگائيءَ سان وار ڪري رهيا هئا. جنهن ڪري چوڌاري نه ختم ٿيندڙ جسماني عذاب ۽ رت جا ريلا ظاهر هئا. سيئي قتيل ۽ زخمي ماڻهو پاڻ گهليندا، ڪپتان ڏانهن وڌندا ٿي ويا. ڪپتان جي عهدي جي ڪشش ۽ هن جي هٿان موت جي مزي چکڻ جي عزت ۽ هن جي تيز، وار هنن لاءِ موت جي منزل آسان ڪري ڇڏي هئي.

"ادا! پهرين مون کي، پاءُ! پهرين مون کي....."

ڪپتان جي تيز ۽ نوڪدار تلوار هڪ ئي وار ۾ هنن جا ڪنڌ ڪپيندي شهه رڳون وڍيندي ۽ ڪين ختم ڪندي ٿي ويئي.

"ٺڪ، ٺڪ." ڪپتان چيو ۽ منهنجي اکين اڳيان عذاب ۽ هيبت وارو نظارو ڦرڻ لڳو.

هو سيئي هٿن پيرن تي رِڙهندا رِڙهندا ڪپتان ڏانهن وڌند آيا، ۽ هن جي ٽنگن جي چوڌاري ماڪوڙن وانگر، ميڙ ڪري بيٺا، پهرين ته ڪپتان پنهنجي منهن ڦيرائڻ جي ڪوشش ڪئي، جيئن هو اهو نه ڏسي سگهي، جيڪي هو ڪري رهيو هو. هن جي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا هئا. پر انهيءَ جو نتيجو هيءُ



Gul Hayat Institute

نڪتو جو هن جي وار ۾ اها تيزي ۽ سختي نہ رهي، جنهن ڪري هن ٻيهر وار ڪرڻ سب مرندڙن جي عذاب ۾ اضافو ٿي ويو هو. ”صبر ڪر، دل ڏاڍي ڪري زور سان وار ڪر!“ ٺڪ، ٺڪ....

”ادا! پهرين مون کي، پاڻ! پهرين مون کي.....“

هو پهرئين وار ملڻ لاءِ پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا، انهيءَ لاءِ تہ سندن انهيءَ برادرانہ قرباني ختم ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي دشمن نہ اچي ڪَڙڪي. هن کي پوريءَ طرح احساس ٿي ويو هو تہ بهتر صورتحال ڪهڙي آهي. هنن مان هرهڪ پنهنجو پنهنجو ڪنڌ هڪ طرف ڪري جهليو، جيئن ڳچي سخت ٿئي ۽ تلوار جي وار لاءِ نڙگهٽ ظاهر ٿي بيهي.

”ادا! پهرين مون کي!“ ۽ جيئن ئي رت جو ريلو ڦوهارو ڏيئي ٿي نڪتو تيئن هڪ وڏيڪ جسم ٻين جسمن جي مٿان ڪري ٿي پيو، جيڪي ڳاڙهي شراب جي شاندار وانگر آهستي آهستي خالي ٿي رهيا هئا.

هوٽل خالي ٿيڻ لڳي. عورتون پنهنجي پنيان عطر ۽ پائوڊر جي خوشبوءِ جا انبار ڇڏينديون، وردي پهريل ٻانهن تي ٽيڪ ڏيدنيون، ٻاهر وڃڻ لڳيون. انگريزي وائلن هلڪڙن ٺهڪڙن جي وچ ۾ پنهنجا آخري پساهہ کنيا.

منهنجو سربيائي دوست، جنهن جي هٿ ۾ زرد رنگ جو هڪ ننڍو ساغر هو، تنهن هڪ اهڙي شخص وانگر، جيڪو ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهي ۽ جيڪو ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندو، هڪ مشين وانگر ميز تي ڏڪ هڻندو ويو..... ٺڪ!..... ٺڪ!

---

[1] جرمن هوائي جهاز جو هڪ قسم.

Gul Hayat Institute

اندبنا فَربَر

# بلڪل آزاد

بيگم هينائر ۽ بيگم گرائم بلڪل آزاد هيون. ٻئي گهڻو ڪري انهيءَ حقيقت جي هڪ ٻئي کي يادگيري ڏياريندين هيون ۽ هميشہ فخر سان پنهنجن دوستن سان بہ اِن باري ۾ ٻَڌاڪون هڻنديون هيون. گوڙ گهمسان وارن موقعن تي، بيگم هينائر پنهنجي ڏيءَ ۽ نانيءَ کي چوندي هئي (جيئن بيگم گرائم پنهنجي پٽ ۽ نُنهن کي چيو هو). تہ ”اوهان منهنجي ڳڻتي نہ ڪريو. ڪنن کي بہ منهنجي لاءِ پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪانهي. آءٌ بلڪل آزاد آهيان.“

پر رڳوان پاڪ آزاديءَ جي ڪري هو هڪ ٻئي جون سهيليون نہ ٿيون هيون، ۽ اهو بہ سچ آهي تہ پنهنجي پنهنجي طبيعت کي بيزاريءَ کان بچائڻ لاءِ، ٻئي هڪ ٻئي کان مختلف هيون. انهيءَ هوندي بہ ٻنهي جي زندگين ۾ گهٽيون ئي ڳالهيون هڪ جهڙيون هيون. انهيءَ هوندي بہ ٻنهي جي زندگين ۾ گهٽيون ئي ڳالهيون هڪ جهڙيون هيون. مثال طور ٻئي رنون زالون هيون، ٻئي سينٽرل چپارڪ جي اڳيان هڪ قيمتي هوٽل ۾ آرام سان رهنديون هيون. هوٽل ۾ هرهڪ جي حوالي بہ ڪمرا ۽ هڪ غسلخانو هوندو هو، ٻئي عمر جا سٺ ورهيہ گذاري، ستر ورهيہ جي ڄمار کي اچي ويجهو ٿيون هيون. ٻئي ماهہ- جونگ ۽ برج راند ڪرڻ جون شوقين هونديون هيون ۽ راند ڪندي هڪ ٻئي تي اهڙيءَ طرح ڪلي ٽوڪبازي ڪنديون هيون، جو ٻيءَ حالت ۾ انهيءَ تي خون خرابو ٿي پوي. ٻئي هڪ ٻئي کي پنهنجي بچاءَ لاءِ استعمال ڪنديون هيون. بيگم هينائر پنهنجي ڏيءَ ۽ پنهنجي نانيءَ بابت بيگم گرائم جي اڳيان لاف هڻندي هئي ۽ شڪايت ڪندي هئي. ساڳي ڳالهہ وري بيگم گرائم جي طرفان پنهنجي پٽ ۽ نُنهن لاءِ ٿيندي هئي.

خوشيءَ جي موقعن تي ٻئي هڪ ٻئي کي چونديون هيون، ”تون پڪ ڄاڻ تہ مون کان سواءِ هو ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهندا. اها ماءُ آهي. جيڪا..... خير مون هنن کي چئي ڏنو، تہ اوهان مون جهڙي ڪُراڙي عورت سان گڏ رهڻ پسند نہ ڪندؤ. پر هنن جواب ڏنو، ’جيڪڏهن تون نہ هلندينءَ تہ اسين بہ ڪونہ ويندا‌سون.....‘ ايڊ مون ڏان هن مئٽني شو ڏسڻ لاءِ ٻہ ٽڪيٽون موڪليون. ڳالهہ هيءَ هئي تہ مون ڪين چيو تہ ’آءٌ لي آنورالرڪ‘ ڏسڻ گهران ٿي، چاڪاڻ تہ ان ۾ اُهي سڀ ڳالهيون ڏيڪاريل آهن، جن جو ذڪر ڪرڻ مناسب ڪونهي. ٿوريءَ دير کان پوءِ ٽڪيٽ مون کي پهچي وئي..... برنائس ائٽلانٽڪ شهر مان هي رومال آڻي

ڏنا. جيڪڏهن مون کي هڪ رومال جي گهرج هوندي آهي ته هو سوين رومال آڻي ڏيندا آهن. مون چيومان، ته ’تون ۽ جو هفتي جي آخر ۾ ٻاهر ويندؤ ۽ منهنجي لاءِ ڪا سوکڙي نه آڻيندپ؟‘ هن جواب ۾ چيو، ’چو اَمان! ڀلا ائين ٿي سگهي ٿو. تون ته اسان جي منڙيءَ ماءُ آهين‘. هن ته مون کي ڪاري ڇڏيو آهي. ايمانداريءَ سان ٻڌاءِ ته.....

انهيءَ جو جواب ٺَهه پَهه ٻئي طرفنان ملندو هو مون هنن کي ٻڌايو! جيڪڏهن آءٌ هنن کي سچ نه چونديس ته ٻيو ڪير چوندو؟ مون چيو مان، ته مون کي ٻڌايو ته اڄڪلهه جا شادي شده جوڙا ڪهڙين ڳالهين بابت سوچين ٿا؟ آءٌ ته اهڙي عورت ڪين آهيان جو زال مڙس جي وچ ۾ نفاق پيدا ڪريان ۽ استيلا ڪڏهن به نه چوندي ته مون ڪو اهڙو لفظ استعمال ڪيو آهي، جنهن ڪري ايڊ ساڻس مَنو هلي. مون کي پڪ آهي ته انهيءَ معاملي ۾ آءُ هڪ آزاد خيال سَس آهيان. پر ڪالهه مون ايڊ کي چيو. ’ايڊ! منهنجا لفظ ياد رک.....‘ البت هو ٻارن کي ڪارين ٿا، پر اها ڳالهه ته ڪين به پسند نه آهي.... خير، مون هنن کي وڌيڪ ڪجهه به نه چيو ۽ نه وري آءٌ هنن سان وڙهيس. آءٌ ته مُنهن وَرائي ٻاهر نڪري آيس. پر پنهنجي ڪمري ۾ مس پهتس، ته ٽيليفون جي گهنڊٽي وڳي ۽ هن فون تي ڳالهايو.

هن پيشيماني ظاهر ڪندي چيو ته. آءٌ تورو پريشان هئس، تنهن ڪري تورو تکو ڳالهائي ويٺس.‘ مون جواب ڏنو ته. ’مڙئي خير آهي. پر آءٌ اهڙيون ڳالهيون هرگز نه ٻڌنديس، پوءِ ڪٿي اهي ڳالهيون منهنجي ڌيءَ چوي يا ٻيو ڪو. آءٌ ڪڏهن به اهي ٻڌڻ نٿي گهران. آءٌ بلڪل آزاد آهيان.“

بيگم هينائر ۽ بيگم گرائم پنهنجي خاندان جي ڪنهن به ڪوتاهيءَ تي افسوس نه ڪنديون هيون، ۽ نه وري ان جي باري ۾ ڪنهن تنقيد وغيره کي به پسند ڪنديون هيون. اها سندن چڻ ته عادت هوندي هئي. ”اڙي! اهو ان ڪري آهي، جو تون برنائس کي سچ پچ ته نه سڃاڻين. هوءَ انهن عورتن مان نه آهي، جيڪي عام ماڻهن ۾ ٻيهي ڪڙڪو ڪن. هوءَ ته سمهڻ واري ڪمري جي پردن لاءِ ڇيٽ جو ڪپڙو به ايستائين خريد نه ڪندي، جيستائين مون کي پاڻ سان وٺي هلي اڳوات ڏيکاري ۽ پسند نه ڪرائي.“

ذاتي آزاديءَ بابت ٻنهي ڪن هڻن سان گڏ، ساڳئي وقت سندن هيءُ خيالي عقيدو به هو، ته سڄي خاندان جو بار مٿن هو. ”ٻار چون ٿا ته ساري جي موسم ۾ آءُ هوٽل ۾ اڪيلي رهان ته سنو آهي. آءٌ ته هرو ڀرو ضد ڪريان ٿي. البت آرهڙ ۾ ڪجهه به نه ٿيندو. هو جتي به ويندا، اتي آءٌ به ساڻن گڏ ضرور وينديس.“بيگم هينائر ٻڌايو ته ڏيڻس جو ڪُٽنب هر سال جبلن تي ويندو آهي. پر سندن طبيعت کي

سمنڊ جي هوا اصل پاڻ ئي کين پوي. بيگم گرائم وري پنهنجي پٽ جي ڪٽنب سان گڏ آرهڙ جا مهينا سمنڊ جي ڪناري گذاريا، ڇاڪاڻ ته جبلن جي هوا، سندن دل لاءِ خطرناڪ هئي.
هوٽل ۾ سندن رهائش جا ڪمرا هڪ ئي قطار ۾ هوندا هئا. پر بيگم گرائم جو ڪمرو بيگم هينائر جي ڪمري کان مٿي پنجين ماڙ تي هو ۽ ٿورو گهڻو مسواڙ وارو هو، ڇاڪاڻ ته هوءَ شاهوڪار هئي. سندن مختلف ڪمرن جي شين وغيره مان ذوق ۽ زماني جو هڪ پريشان ڪندڙ فرق ظاهر هو، ڪجهه هوٽل جو سامان، ڪجهه پراڻي وقت جو فرنيچر، سندس ڌيءَ ۽ ناٺيءَ جو بيحد جديد پسند ڪيل سامان. ٻئي زالون مڙسن جي وفاتيءَ کان اڳ، نيويارڪ جي سوڙهين ۽ ڊگهين عمارتن ۾ رهنديون هيون. انهن ڏينهن ڪي ئي ٻنهي کي ڪنهن نه ڪنهن سامان يا وڪٽورين نموني جي ڪنهن ناياب شيءِ کي حاصل ڪرڻ جو شوق هوندو هو. انهن شين کي بيگم هينائر هاڻي ڀاڙهي پٽر واري زماني جي يادگار ڪري سڏيندي هئي.
ڪنهن زماني ۾ هنن وٽ پلش سان مڙهيل وڏيون وڏيون ڪرسيون هونديون هيون، جن کي هينئر خوبصورت ۽ وٽدنڙ ڇيٽ سان مڙهائي، نئين جواني ڏني وئي هئي. هڪ ڪارو ۽ گندو ڏيئو به هو، جنهن تي سلڪ جو شيڊ ڏنل هو. ڪمرن ۾ شوخ رنگ جا وهاڻا هئا، خوبصورت تصويرون هيون، پراڻين ميزن تي رکيل رنگ برنگي پٽن سان ڪتاب هئا، پراڻا ٿانوَ هئا ۽ وڏيون وڏيون ميزون هيون، هڪ بيحد پراڻي قسم جي بخاري تي هڪ قيمت ۽ خوبصورت دٻو رکيل هو، جنهن تي ميناڪاريءَ جو ڪم ٿيل هو. انهن نادر ۽ ناياب شين جو پاڻ ۾ ڪو به ميل ميلاپ ڪو نه هو. البت انهن جو اصل مقصد رڳو آسودگي ظاهر ڪرڻ هو. هڪ ننڍڙي الماري سائي پردي سان ڍڪيل هئي، جنهن ۾ چينيءَ ۽ چانديءَ جا قيمتي ٿانوَ قطارن ۾ رکيا ويا هئا. اهي شيون ڏسي تعجب ٿيندو هو، ڇاڪاڻ ته هنن زالن کي انهن ڪمرن ۾ گهر ڪري رهڻو نه هو. پر بيگم هينائر ۽ بيگم گرائم وضاحت ڪدني ديرئي نه ڪدنيون هيون. آءُ پنهنجي ڪمري ۾ ڪا به شيءِ کين پڇايان، ان جهنجهٽ ۾ ڪير پوندو؟ هفتي ۾ به راتيون ته آءُ ٻارن سان گڏ گذاريندي آهيان. هو ته چاهين ٿا ته آءُ سدائين ساڻن گڏ رهان، پر اها ڳالهه مون کي پسند نه آهي. مون وٽ اهي ئي شيون آهن، ڇاڪاڻ ته چانهه لاءِ هيٺ ماڻهو ڊوڙائڻ بدران، آءُ پاڻ هڪڙو ڪوپ ٺاهي سگهان ٿي. انهيءَ کان سواءِ هوٽل تي جيڪو ڪاڏو ملي ٿو، اهو به ظاهر آهي!

منهنجي نُنهن ته انهيءَ ڪاڏي کي اوڀاريل بوسو ڇوندي آهي. پر چاڀن جون رڪابيون، پاڇين ۽ ميون جا وڏا وڏا ڊش ۽ ٿاهليون ڏسي، مهمان انهنجي استعمال بابت ضرور پڇا ڳاڇا ڪندا هئا.

سمهڻ واري ڪمري ۾ گول ڪمري جي بخارن تي، چانديءَ جي فريمن ۾ ننڍن ٻارن جون تصويرون رکيل هيون. بيگم هينائر ۽ بيگم گرائم، مهمانن جو هميشه انهن تصويرن ڏانهن ڌيان ڇڪائي، چونديون هيون 'منهنجو اولاد.'

"ڪهڙا نه ونڊڙ آهن! سندن عمر ڇا هوندي؟"

"ننڍڙو پندرهن ورهين جي ڄمار جو آهي ۽ پيٽس جو ٻارهين سال ۾ پير پوڻ وارو آهي."

"ته پوءِ هي تصويرون گهڻا سال اڳ جون ورتل هونديون! هيءَ ته ٻارڙا آهن!"

"هائو، اهي پراڻيون تصويرون آهن. پر آءُ ته هنن کي گهڻو پسند ڪريان ٿي. آءٌ سدائين هنن کي ٻار ڪري سمجهدني آهيان. مون هنن جهڙا تيز ۽ چالاڪ ٻار ڪڏهن به نه ڏٺا!"

"اوهان ڪان به تيز ۽ چالاڪ؟"

"اڙي! ايڊ جهڙو شڪل جو بڇڙو ۽ ڪارو، تو ڪڏهن به ڪونه ڏٺو هوندو! هو رات ڏينهن رڙيون ڪندو هو. جنهن زماني ۾ منهنجي شادي ٿي هئي، ان وقت ڪنوارين ڇوڪرين کي شاديءَ ڪرڻ ڪان اڳ، ٻارن جي ڪابه خبر نه هوندي هئي. اڄڪلهه ته سورهن وهين جون ڇوڪريون به اهڙيون ڳالهيون ڄاڻن ٿيون، جن جي باري ۾ اَڌڙوٽ عمر جون زالون ڳالهائيندي به شرم محسوس ڪنديون آهن."

اهو پويون فقرو ته بيگم گرائم ئي چئي سگهي ٿي. هن کي پنهنجي آزاد خياليءَ تي ڏاڍو فخر هوندو هو، پر حقيقت ۾ سندس انهن ڳالهين کي نئين نسل ۾ پسند نه ڪيو ويندو هو. هوءَ ٻين معاملن وانگر ان معاملي ۾ به بيگم هينائر ڪان گهڻي مختلف هئي. سندس تيز حرڪتن، ڪڙڪيدار گفتگو ۽ اندر پيٺل تيزاڪين کي ڏسي، اوهان جو هڪدم ڌيان هڪ ننڍڙي، ڪاري، خوفائتي پر چالاڪ باندر ڏانهن هليو ويندو. هوءَ جيتوڻيڪ عمر ۾ وڏي هئي، پر سندس وار اڃا تائين گهاٽا ۽ ڪارا هئا ۽ رڳو لوُنڊڙين وٽ هِتان هُتان اَڇن وارن جون ڇڳيون هُيس. سندس پرون به ڪارا ۽ چست نظر ٿي آيا. هوءَ جڏهن ڪاوڙبي هئي، تڏهن سندس مُنهن جي هيڊي رنگ ۽ ٻارن جيتري بندري قد سببان، ويتر پوائتي ٿي پوندي هئي. هوءَ طبيعت جي تيز ۽ گستاخ هئي ۽ ڪنهن ڳالهه تي ناراض ٿي ڪاوڙجڻ ڪان پوءِ، هوءَ بنهه هڪ شڪاري ڪتيءَ جهڙِ ٿي پوندي هئي.



Gul Hayat Institute

”هن ڇوڪريءَ ڏانهن ڏس! آءٌ شرط رکان ٿي، ته هن پنهنجو ويس ڄاڻي واڻي ڪليل رکيو آهي. اها کهڙي نه نفرت جوڳي ڳالهه آهي!“

”آءٌ ته انهيءَ ڳالهه کي ڏاڍو سٺو سمجهان ٿي.“ بيگم هينائر وراڻيو.

”انهيءَ ۾ ڀلا ڪهڙي سُنائي آهي؟ آءٌ به ته ٻُڌان!“

”صحتمنديءَ ۽ چُستيءَ جو اظهار!“

”هينائر! هيءَ ايمان جي ڳالهه آهي ته تون ڪنهن ڪنهن وقت پنهنجو عقل وڃايو ويهين.“ بيگم هينائر اهو جواب ٻڌي، ناراض ڪانه ٿي. حقيقت ۾ هن جي راءِ کي ڪا اهميت ڪانه هئي. بيگم گرائم ته ڪاوڙ ۾ ائين ئي سمجهيو هو. هوڏانهن بيگم هينائر وري هيءُ ٿي چوڻ گهريو ته آءٌ تو وانگر پاٽکي پوڙهي عورت سمجهڻ پسند نٿي ڪريان.

صوفي هينائر، هڪ سنئين سڌي عورت هئي. هوءَ نه ڪنهن جي آئيءَ ۾ هوندي هئي، نه ڪنهن جي وئيءَ ۾. هوءَ جيتوڻيڪ عمر ۾ پنهنجي سهيليءَ کان وڏي هئي ۽ سندس وار اڇا هئا، پر ڏسڻ ۾ هن کان به ڏهه ورهيه ننڍي نظر ٿي ائي. سندس ڳوريءَ ۽ پراڻيءَ هانيءَ کي، نرم نرم ۽ ٿلهن ڳاڙهن ڳلن تي ويهڻ کان پوءِ، آسيس محسوس ٿيندي هئي. ڇوڪراڻيءَ وهيءَ ۾ سندس رنگ ڏاڍو کُليل ۽ وڻندڙ هوندو هو، ۽ هينئر به ان ۾ ڪو ٿورو ئي فرق آيو هو. هوءَ پنهنجن سفيد وارن کي چلڪائڻ لاءِ، ڪيس ته استعمال ڪانه ڪندي هئي، پر مرڳو انهن سفيد وارن تي فخر محسوس ڪندي هئي. هينئر به بازار ۾ سينگار جي- دڪان تي جڏهن هوءَ پنهنجا وار نهرائڻ لاءِ ويندي آهي، تڏهن ڏاڍي پيئي وڻندي آهي.

سندس نائي، هن کي ’سمجهو‘ ڪري سڏيندو هو. هو سدائين پنهنجن دوستن يارن کي هڪ خاص ڳالهه ٻڌائيندو هو، هڪڙي ڀيري بيگم هينائر، پنهنجين سهيلين کي هوٽل واري گهر ۾، رات جي مانيءَ کائڻ جي دعوت ڏني هئي. مهمان عورتون، سندس عمر جيڏيون هيون، جن ۾ گهڻو ڪري رنون زالون هيون. اُهي سڀيئي هار سينگار ڪري آيون هيون ۽ سڀني کي پنهنجي آزاد خيال هجڻ تي ڏاڍو فخر هو. اهو ڏسي، بيگم هينائر جي نائيءَ چيو، ”ماني کائڻ کان اڳ آءٌ شراب موڪليندس. پهريون گلاس ساڄي پاسي واريءَ پهرينءَ ڇوڪريءَ کان شروع ٿيندو.“ بيگم هينائر کي شراب ڏاڍو پ وڻندو هو.

”اڙي ڇورا!“ بيگم هينائر ڏاڍيءَ نفرت سان چيو، ”هنن کي شراب پيئارڻ چڱو ڪونهي، هي سڀيئي هاءِ بلڊ پريشر جون مريض آهن.“ انهيءَ تي هن هڪ وڏو ٺهڪ ڏنو.

”ٻڌ،“ هو گهڻو ڪري خوشيءَ سان چوندو هو، ”جيڪڏهن تنهنجي ڏيءَ تنهنجي اڌ جيتري به خوش مذاق هجي ها، ته پوءِ سواءِ ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي منهنيج انتخابي نظر، ڪنهن پوڙهيءَ تي پوي ها.“

بيگم هينائر ۽ بيگم گرائم انهن ڪيترين ئي خوشحال وڏيءَ عمر وارين عورتن مان هيون، جيڪي پنهنجي زندگي، هوٽل جي فرحتي ۽ بيپرواهه ماحول ۾ گذاريندڙيون هيون، جتي انهن هوٽلن جي وڏن وڏن ڪمرن ۾ ڳاڙها غاليچا وڇايل هوندا هئا، جتي ناسي رنگ جي سنگمرمر جا دالان هوندا هئا، ۽ جتي هر وقت دربان ۽ لفٽون موجود هونديون هيون. هو سدائين هوٽل ڪي ڪاڏي جي شڪايت ڪري، خوش ٿينديون هيون. هو گهڻو ڪري سمنڊ- پار ملڪن ۾ هڪ- ٻه سال سئر ڪرڻ جا پروگرام تيار ڪنديون هيون ۽ وڏي بحث مباحثي ڪان پوءِ چونديون هيون، ته ”ڇا ڪريون، ٻارن کي اسان جي ضرورت آهي.“ مينهوڳيءَ جي موسم ۽ سيري جي سرد مينهن ۾، هو ڪنهن به محفل ي تماشي ۾ وڃڻ پسند نه ڪنديون هيون. اهڙين موسمن ۾ گهڻُ ڪري ٻنپهرن يا شام جي وقت، روشن ۽ ڪشاده ڪمرن جي سڪوت، ماهه جونگ راند، جي آواز ڪان ٽُٽي پوندو هو. ڪليل درين مان اهڙو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو، جنهن جي راند جا شاعراڻا ۽ واهيات نالا ورتا ويندا هئا ”هڪڙو بام! ويسٽ وند! چار گُل!“ هو هڪ ٻئي سان ٽيليفون تي به ڳالهائينديون هيون. ان وقت هو هڪ ٻئي کي خالي نالي سان به نه سڏينديون هيون، ”هلو1 تون آهين هينائر؟ ڇا پيئي ڪرين؟“

”اڙي! مون کي ٿورو ڪم آهي-“

”ڪم کي ڪٽي ڪڏ ۾ اڇلاءِ. بيگم رينر آئي آهي. مون خيال ڪيو ته جيڪڏهن توکي اعتراض نه هجي ته پاڻ ٽيئي گڏجي راند ڪريون.“

هن جا ڏينهن ڏاڍا مصروف گذرندا هئا. هو سينگار- گهر ۾ ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان هٿن پيرن جا نُنهن لهرائينديون هيون. هو ڏينهن جو فلمون ڏسڻ وينديون هيون، ڪڏهن ڪڏهن ٿئيٽر ۾ به وينديون هيون ۽ راڳ جي محفلن ۾ به حصو وٺنديون هيون. هو سماجي اصلاحي ليگ جون ڪارڪن به هيون ۽ اتي وڃي تقريرون ٻڌنديون هيون. اُتي انگريزي ناول نگار، انگريزي يونيورسٽين جا پروفيسر ۽ انگريزي ايڊيٽر ايندا هئا ۽ نهايت توهين آميز آسڪفورڊ لهجي ۾ ’زر جي غلام‘، ’ماديت پسند آمريڪا‘ وغيره، جهڙن موضوعن تي تقريرن ڪرڻ ڪان پوءِ، جلدي جلدي پنهنجي پنهنجي في وصول ڪري، شڪاگو ڏانهن ڀڄي ويندا هئا، جتي ’پينٽين ڪلب‘ جي ميمبرن جي مشتاق مُنهن تي ثقافت جون اُلٽيون وڃي

ڪندا هئا. هو نوان نوان ڪتاب پڙهي، انهن تي وڏا وڏا بحث ڪنديون هيون. زرد رنگ جي جورابن ۽ تيز ۽ شوخ رنگ جي ٽوپن ۽ فئشني زيورن تي ڳالهايندي، سندن زبان مان عجيب ۽ غريب مذاق وارا گفتا ظاهر ٿيندا هئا. هنن جو هر هنڌ ڪُليءَ دل ان آڌر ڀاءُ ڪيو ويندو هو.

هو هفتي ۾ ٻه ڀيرا، پنهنجن پنهنجن ٻارن سان گڏ رات جي ماني کائينديون هيون. اهڙن موقعن تي اها ڪوشش ڪنديون هيون ته ميزبان جي فضول خرچيءَ تي ڪابه ٽوڪزني نه ڪن. انهيءَ هودي به ڪڏهن ڪڏهن تنقيد ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهنديون هيون.

”اسٽرا بيريز، هان؟ جنوريءَ ۾ ! توبهه آهي! انهيءَ کاڌي تي خرچ رکڻ لاءِ ايترو پئسو ڪٿان ٿو اچي؟“ ايڊنا جي پڪل گوشت جو ڪو سنو ٽڪرو وڍيندا هئا، ته چونديون هيون: ”جيڪڏهن اهو منهنجي لاءِ آهي ته پوءِ انهيءَ جو اڌ ٽڪرو ڪافي ٿيندو.“

هو ٻارن کي به رات جي مانيءَ کائڻ لاءِ دعوت ڏينديون هيون، ”پر امان! کهڙي نه بيوقوفيءَ جي ڳالهه چئبي! اسين ته گهر گهاٽ واريون آهيون، توکي هت اچڻ ۾ ڪابه تڪليف نه ٿيندي.“

”هت ته آءٌ هر هفتي، ٻه گهمرا ايندي آهيان. هاڻي ته مهينو اچي پورو ٿيو آهي جو تو مون وٽ ماني نه کاڌي آهي.“

”پر اسين ته چار ڄاڻا آهيون ۽ تون اڪيلي آهين.“

”پر ماڻهو سمجهندا ته آءٌ ڪا فقيرياڻي آهيان. جيڪڏهن آءٌ اهو بار کڻي سگهان ته پوءِ اوهان سان انڪار نه ڪريان ها. آءٌ ته بلڪل آزد آهيان.“ هئو به واقعي ائين. معاشي طور آزاد، جسماني طور چست ۽ اسماجي طور شوقين! هنن کي کاڌي پيتي، ڪپڙي لٽي، گهر گهاٽ، دوستيءَ ۽ سير تفريح جي هر ڪا سهولت ميسر هئي. هو فقط هڪڙيءَ ڳالهه لاءِ پنهنجي اولاد جون محتاج هيون. يعني هڪ اهڙيءَ ڳالهه لاءِ، جنهن کان سواءِ هنن جو زنده رهڻ محال هو. اهو هو پيار ۽ انساني محبت.

اهڙن دعوتن جي موقعن تي، آرهڙ ۾، ٻارن جي دستوري سير سفر جي پروگرام جي بيگم هينائر ۽ بيگم گرائم کي خبر پئجي يوندي هئي. اها انوکي ڳالهه هوندي به عجب جهڙي ڳالهه ڪانه هئي. سندن اولاد جي اوالدل ۾، قدآور، ٻت جا سنها ۽ رانديگر ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هونديون هيون. اهي اڃا تائين پاڻ کي ٻارڙا ڪري سمجهندا هئا. جيتوڻيڪ هنن جا ٻار به وهيءَ چڙهي آيا هئا، جن جا وار اڃا ٿيڻ تي هئا، ۽ جڏهن اهي کِلندا هئا، تڏهن اکين جي ڪُندن وٽ گنهج پئجي ويندا هئن.

هو ٻار ڪي اجا به ٻار سمجهندا هئا، ٻنهي ٻار، جن کي اجا به رهبريءَ ۽ رهنمائيءَ جي ضرورت هئي. اهي ٻار جيئن ته گهڻو ڪري آزاديءَ بابت ٻڌاڪون ٻڌندا هئا، تنهن ڪري شايد هنن اهو محسوس ڪرڻ ضروري ڪين ڄاتو، ته سندن همت پري، مستعد ۽ اثرائتي صورت تي، پيري قبضو ڪندي تي ويئي ۽ جنهن جي موجودگيءَ سبب گهڻو ڪري گهرو انتظام ۾ نااتفاقي اچي ويندي آهي.
زال مڙس انهيءَ ڳالهه تي صلاح مشورو ڪندا ٿا: اهو ٻارن لاءِ چڱو ڪونهي. هوءَ به ته اسان وانگر ئي مضبوط ۽ سگهاري آهي. جيڪڏهن مون کان پڇين ٿو ته مون ۾ هينئر به ٻيٽي سگهه آهي. پر ڏس ته سهي، آڙهڙ ۾ ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ذرع به ڪين ڇُريا، ڇاڪاڻ ته هوءَ بيمار هئي. سچ پچ ته پنهنجي آزاديءَ جا حقدار آهن. انهيءَ هوندي به ڄاڻ ته هو اجا به ٻار آهن. هو پنهنجي آزاديءَ جا حقدار آهن. انهيءَ هوندي به سچو سيارو اسان کي خبردار رهڻ گهرجي. اسان کي ٻارن جو خيال رکڻو آهي.
آرهڙ ويجهو پوندو ويو. اپرندي طرف پنجاهه ۽ سٺ نمبر گهٽيءَ وايون جايون شروع ٿي ويون. ماڻهو جاين جي ڇانوَ ۾ هلڻ لڳا. ثقافت جا ماهر انگريز، آمريڪي ڊالر ميڙي، پنهنجي گهر (تصوريت پسند يورپ) ڏانهن روانا ٿي ويا. سج جي گرم روشنيءَ ۾ موليئر، شا، ابسن، ورفيل ۽ اونيئل جا ڊراما پگهرجي ويا ۽ انهن جي جاءِ تي راڳ جي محفلن جي بي لطف تذڪار پکڙجي ويئي.
”اَمان!“ بيگم گرائم جي نُنهن ٿورو تيز ڳالهائيندي ۽ مڙس ڏانهن سواءِ نهارڻ جي چيو، ”گذريل سال ايبِ جو بخار البت خطرناڪ هو ۽ آگسٽ ۾ ننڍڙي کي جيڪا تڏ لڳي ٿي، اُها تڏ ڪين هئي، پر بخار هو. آءٌ سمجهان ٿي، اهو هن کي ورثي ۾ مليو آهي.“
”سراسر بيقوفي!“ بيگم گرائم وراڻيو.
هن جا چپ زور سان پِڪوڙجي ويا ۽ پوءِ وري اڳئين کان به تيز ڳالهائڻ لڳي. ”ڊاڪٽر بار، چوي ٿو ته هنن ٻنهي کي ساون ۽ کُليل ميدانن جي آب هوا ملڻ گهرجي. حيققت ۾ هن جو به انهيءَ ڳالهه تي ضد هو. مون کي خوف آهي تههن سال پاڻ رگو جلبن تي هلنداسون. جيڪڏهن توکي جبلن جي هوا پانءِ پوي ۽ تون اسان سان گڏجي اتي هلين ته اسان کي ڏاڍي خوشي ٿيندي. هن ڀيري اسين جلبن تي تمام مٿي ويندا سون. ڪينڊل ڏانهن. اُتي واري جاءِ، جيٽُنيڪ ننڍڙي اهي، پر تون شايد ان جي ويجهو ڪنهن سراءِ ۾، سمهڻ ۽ اسان سان گڏ مانيءَ کائڻ تي اعتراض نه ڪندينءَ. بورچيءَ به اسان سان هلڻ جو واعود ڪيو آهي..... جون پنهنجين ٻن سهيلن کان به پڇيو آهي ته......“



Gul Hayat Institute

”نہ، نہ“ بيگم گرائم خوفائتي آواز ۾ چيو، ”نہ، منهنجو ڪو بہ فڪر نہ ڪجو. اهو نہ ڪنهن کي ڪڏهن ٿيو آهي ۽ نہ ڪنهن کي وري ٿيندو. ماڻهو اهوئي سمجهندا تہ آءٌ ٻار آهيان. مون کي تہ ڪا بہ خبر نہ آهي تہ هن آرهڙ ۾ آءُ ڇا ڪنديس! شايد آءٌ ڪنهن ٻئي ملڪ وڃان.“

ايڊ وٽان هڪدم جواب آيو، ”آءٌ توکي يورپ ۾ اڪيلو نہ ڇڏيندس.“

”ڪير چوي ٿو تہ آءٌ اڪيلي وينديس؟ آءٌ تہ ڪنهن نہ ڪنهن کي هَڙؤن پاڙو پري پاڻ سان وٺي وينديس. آءٌ تہ بلڪل آزاد آهيان.“

”اَمان! هاڻي ائين نہ چئہ. تون ڄاڻين ٿي تہ آءٌ بہ ايڊ......“

”هائو، آءٌ ڄاڻان ٿي.“ بيگم گرائم جواب ڏنو.

گذريل سڄي آرهڙ ۾ ڊورو ٿي کهڙي نہ هئڊي ۽ ٽڪل ٽٽل واري ٿيندي ۽ هن کي ڪاري پاڻيءَ ۾ وهنجڻ گهرجي. نيويارڪ کان فقط ٻن ڪلاڪن جو رستو آهي. جو لاءِ تہ اها مزيدار ڳالهہ ٿيندي. هو هر جمعي تي ايندو ۽ سومر تائين اتي رهي سگهندو. آگسٽ جي مهيني ۾ جڏهن ڪم جهڪو هوندو تہ پوءِ هو خميس جي ڏينهن بہ اچي سگهندو. آءٌ سمجهان ٿي تہ ساموندي هوا تنهنجي ڳچيءَ جي سوڄ لاءِ نقصانڪار اهي، پر مون کي ٻارن جي ۽ جوَ جو بہ خيال رکڻو آهي.“

”منهنجو خيال ڪنهن کي بہ ڪونهي.“ بيگم هينائر ناراض ٿيندي چيو. هن پنهنجي اگر سان ڪرسيءَ تي نندا ۽ گول گول چڪر ڏاهيندي چيو، ”ماڻهو سمجهندا تہ آءٌ ٻار آهيان.“

”اَمان! ائين نہ چئو. اها ڳالهہ تہ ٺهي ئي نٿي. توکي خبر آهي تہ آرهڙ ۾ جڏهن تون اسان سان گڏ هوندي آهي، تڏهن اسان کي ڏاڍي خوشي ٿيندي آهي. تنهنجي لاءِ تہ اسان وٽ گهڻي جاءِ آهي- ڊوروئي تنهنجي لاءِ......“

”نہ، نہ. مون کي تہ ڪا بہ خبر ڪانهي تہ هن آرهڙ ۾ آءُ ڇا ڪنديس. شايد آءٌ يورپ وڃان.“

”آءٌ توکي اڪيلو ڪونہ ڇڏيندس.“

”مون اهو چيو ڇا، تہ آءٌ اڪيلي وينديس؟ منهنجون تہ گهڻيون ئي سهيليون آهن، جيڪي هر سال يورپ وينديون آهن ۽ مون کي پاڻ سان وٺي هلڻ لاءِ منٿون ڪنديون آهن. آءٌ تہ ڪنهن کي پاڙو ڏئي بہ پاڻ سان وٺي وڃي سگهان ٿي. آءٌ بلڪل آزاد آهيان.

Gul Hayat Institute

ٻنهي مان ڪا به هڪ ٻئي سان سچ نہ ڳالهائيندي هئي. بيگم هينائر، بيگم گرائم جي اڳيان وڏي ۾ وڏو ڪوڙ ڳالهائيندي هئي ۽ بيگم گرائم وري بيگم هينائر ڪي منهن تي رڪائي ويندي هئي: آءٌ سامونڊي هوا کان بيزار آهيان. آءٌ جبلن مان ڪَڪ آهيان. سڄو سيارو شهر ۾ ساڳيا ساڳيا ماڻهو ڏسجن ٿا. ڪهڙي تبديلي آئي آهي! ٿوري آب هوا. اها ڇا آهي؟

”تون هوا بدلائڻ لاءِ جبلن تي ڇو نٿي وڃين؟“ بيگم هينائر پڇيو.

”جبلن جي هوا مون ڪي بنهہ ڀانءِ نٿي پوي. ان جو منهنجي دل تي خراب اثر ٿيندو آهي. تون سمنڊ جي ڪاري ڀلا ڇو نٿي وڃين؟“

”ڊاڪٽر منع ڪئي اهي. سامونڊي هوا، منهنجي ڳچيءَ جي نالين لاءِ نقصانڪار آهي.“

ٻنهي گهڙيءَ ڪن لاءِ، هڪ ٻئي جي نظرن جي بيپرواهيءَ سان ڏٺو. بيگم گرائم ٻيهرين ڳالهايو. هن جي آواز ۾ ٿوري لطافت هئي. ”آءٌ يورپ ويندس. آءٌ اڪيلي وڃڻ تہ نٿي چاهيان. پر تمام ٿورا ماڻهو هوندا اهن جن سان سفر ڪرڻ مناسب هوندو آهي.“

”منهنجي لاءِ ڪهڙي راءِ آهي؟“ بيگم هينائر خوشطبعيءَ سان صلاح ڏني. ”ڇرچو تہ نٿي ڪرين، هينائر؟“

انتظام ٿي ويو. اڳي بہ مرحوم گرائم ۽ مرحوم هينائر جي حيات هوندي، ٻيئي ٻاهرين ملڪن مان ٿي آيون هيون. بيگم هينائر هڪڙو ڀيرو وئي هئي ۽ بيگم گرائم ڪيترا دفعا.

گرائم ڀريل بت جو هڪ نهايت خوبصورت واپاري هجو ۽ ٻاهرين ملڪن مان مال گهرائيندو هو. بيگم گرائم وري پنهنجي وفاداري ثابت ڪرڻ لاءِ ساڻس گڏجي ٻاهرين ملڪن ڏانهن وڃن تي ڏاڍو اصرار ڪندي هئي. مڙسسس شام جو پنجين بجي گهر ايندو هو ۽ اعلان ٿيندو هو، تہ سڀاڻي صبح جو ڏهين بجي ڪنهن ٻاهرين ملڪ ڏانهن سفر تي وڃڻو آهي. اهو ٻڌي، بيگم گرائم روزا دوڙاٽل وانگر عجب مان نهاريندي هئي ۽ تَڙَ تڪڙ ۾، سامان جون پيٽيون بند ڪرائي، ايد ڪي ڪنهن لائق دائيءَ جي حوالي ڪري، ڏاڍي ڪاميابيءَ ۽ ڪامرانيءَ سان سفر تي رواني ٿيندي هئي.

”آءٌ ڇتيهہ ڀيرا سمونڊ پار ويئي آهيان.“ بيگم گرائم ٿوري ئي ڪاوڙ ڏيارڻ تي چوندي هئي: ”آءٌ تہ پيرس ۽ لنڊن ۾ ائين محسوس ڪندي آهيان، جڻ نيويارڪ ۾ آهيان.“

بيگم گرائم اهوئي گهريو ٿي ته آءُ بيگم هينائر جي رهنمائي ڪريان. پنهنجي سهيليءَ لاءِ، سندن روپي ۾ ڏاڍي وسعت ۽ ڪُشادگي هئي. بيگم گرائم ڪي هميشه پئسن جي ضرورت رهندي هئي. تنهنڪري هوءَ اهڙي سياٽپ سان خرچ هلائيندي هئي، جو ڪيس ڪنجوس سمجهيو ويندو هو. ٻئي پاسي، بيگم هينائر ٻارن وانگر فضول خرچ هوندي هئي ۽ هميشه مناٺيءَ جو ڄَڀو هٿ ۾ هوندو هئس. هن ويچاريءَ ڪيترين ئي تڪليفون سَٺيون هيون. ڪنهن زماني ۾ مڙسس، مسٽر هينائر، هن لاءِ هڪ جاگير خريد ڪئي هئي، پر ٿيو ائين جو وڪري جي دستاويز تي سندس نالو انهيءَ ملڪيت ڪي سُري وانگر ڪائي ويو. هوءَ اوپر طرف ڪا خردري ٿي ڪئي. ته ترقي ۽ واڌارو وري ڏکڻ طرف ٿي ٿيو. هينائر جي اوچتيءَ وفات ڪان پوءِ، پراڻيون جايون ۽ اوپر درياءَ وٽ خالي پلاٽ، جيڪي هو پنهنجي بيواهه لاءِ ڇڏي ويو هو ۽ جن مان ڪنهن به آمدنيءَ جي اميد نه هئي، انهن مان هڪ ته ٻاويهه ماڙ عمارت ٺهي راس ٿي. اها عمارت پوءِ نوانوي سالن جي ٺيڪي تي ڏني ويئي ۽ بيگم هينائر پنهنجا ٽوپلا ستونجاهه نمبر گهٽيءَ مان خريد ڪرڻ لڳي. اهي ڏک ڏولاوا هن ڪي ذرو به پريشان ڪري نه سگهيا. انهن جي ڪري ته هن جي طبيعت ۾ ويتر شيريني ۽ صبر اچي ويو. ”ڪهڙو فرق ٿيندو! “ هوءَ پاڻ ڪي چوندي هئي، ”توکي فقط هڪ پيرو زندهه رهڻو آهي. “ هن جڻ ته هڪ وڏي حقيقت ڳولي لڌي هئي. سفر جي سنَبت ۾ هنن سادگيءَ ڪان ڪم ورتو. سندن با اصول زندگيءَ ۾ ٽَڙتَڪڙ جي ضرورت نه هئي. بيگم گرائم ته سفر جي پڪي ۽ تجربيڪار هئي، يعني ’خالي پيتيون ڪٽي هلو ۽ اُتان اپري اچو.... آمريڪي سلڪ جا جوراب ڪٽي هلو، اتي جا جوراب هڪ پيرو به پائي نه سگهندؤ..... فرحتي بوٽ ضرور ڪٽجانءِ..... ڪافي پنهنجي ڪڻ...... جهاز تي جنهن طرف اُس هجي، ان طرف رهڻ گهرجي.... ٽلهو ڪوٽ..... آمريڪي پئسا.....‘

جهاز ۾ هنن به ڳِريءَ مسواڙ وارا ڪمرا بُڪ ڪرايا هئا. جن جي وچ ۾ غسلخانو هو. ”چوريون، اوهين ته ڳائٽين وانگر سفر ٿيون ڪريو! بيگم هينائر جي نانيءَ چرچو ڪندي چيو. ۽ هن جي اها راءِ هنن جي ڪمرن مان صاف ظاهر هئي: گل، ڪتاب، مٺايون، ميوا، ٽيليگرام.

”ماٺهو ائين چوتا ڪن؟“ بيگم گرائم ڏند پِڪوڙي آهستگيءَ سان پنهنجي ناراضپي ڪي ظاهر ڪندي، رَڙ ڪئي. ڪيتري نه فضول خچر آهي! هن وڏي ڇٻي ۾ ته نهار، جيڪو مسٽر گرائم جي

اڳوڻي پائيوار موڪليو آهي.“ هن بيگم هينائر جي اڻٽندڙ ڳلن واري ڪپڙي ڏانهن پيار ڀرين نظرن سان ڏٺو.

”هينر يا هينار-“

”هينائر“، صوفيءَ سواءِ، ناراض ٿيڻ جي نهاريو. ”اڙي! هي وڏيون ناسپتايون ته ڏس! هڪ ويلي جي ڪاڏي جيتريون آهن.“

اهي وڏيون ناسپاتيون گهڻو ڪري سخت هونديون آهن. مون کي ته خبر ئي نٿي پوي ته ماڻهو ائين ڇو ٿا ڪن. آءٌ گرائم کي سدائين چوندي هيس ۽ اسين جتيهه ڀيرا سمونڊ پار ويا آهيون، ته جيڪڏهن ماڻهو رڳو تارون پيا موڪليندا ۽ نه ٻي ڪا شيءِ، ته پوءِ انهيءَ کان وڌ ٻي ڪهڙي عقل جي ڳالهه ڇئبي.“

”مون کي ته اها ڳالهه پسند آهي.“ بيگم گرائم راءِ ڏني.

جهاز رواني ٿيڻ وقت، هو ٻئي جهاز جي ڪَٽهڙي وٽ بيٺيون هيون. بندر تي ڏيءَ، پٽ، نُنهن، نائي ۽ ٻار بيٺا هئا، جن هٿن جي اشارن سان کين الوداع پئي چيو. انهن جون شڪليون پري کان کين ائين پئي نظر آيون، ڄڻ ته خلا ۾ سفيد طشستريون پئي ڦريون. ڪٽهڙي وٽ بيٺل انهن ٻن جيوَن لاءِ، اهي طشستريون ڄڻ ته سندن دنيا هئي، سندن شمسي نظام هو. زندگيءَ ۾ سندن حاصلات جي علامت هئي ۽ خود زندگيءَ سان سندن زنده تعلق هو.

”هينئرئي لک! زمين تي لهڻ شرط تار ڪج. وسارج نه! پنهنجو خيال رکج!“ هو انهيءَ خلا کي آخري بار سوگهو جهلڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا، جيڪو سندن وچ ۾ وسيع ۽ ڪشادو ٿيندو پئي ويو. اوچتو جهاز جي ڪٽهڙي وٽ هڪ ٻئي جي ڀرسان ننڍڙي هئڊي ۽ ڪارين اکين واري ڇهري ۽ ڀريل، سرخ ۽ نيرين اکين واري ڇهري تي هڪ اهڙي ڪيفيت طاري ٿي ويئي، جنهن کي محسوس ڪرڻ کان پوءِ، ڪِل جي بدران رحم ٿي آيو. سفيد طشستريون، سمونڊ جي نيري پاڻيءَ ۾ ترڻ لڳيون.

بيگم هينائر جي ڏيءَ برنس، پنهنجي مڙس جي ٻانهن کي سوگهو جهليو. سندس ٻنهي هٿن جون آڱريون وات تي اهڙيءَ طرح ته ڏنل هيون، ڄڻ ته هوءَ ڪا ٻار هئي، جنهن کي ڪنهن خوف اچي وَڪوڙي هو. ”اهڙي جوُا هوءَ ته رڙيون پيئي ڪري! ڏس ته سهي! منهنجي خيال ۾ اسين هن کي وجهڻ ئي نه ڏيون ها. مون کي ته ڪجهه به سمجهه ۾ نٿو اچي. هوءَ ائين پئي ڏسجي-“

”اڙي! برني! هوءَ هينئر بلڪل ٺيڪ آهي.“ بيگم هيناڻر جي نائيءَ، جلدي جلدي چيو. ”هوءَ ته هڪ رؤنشو آهي. هن جو وقت ڏاڍي مزي سان گذرندو. اڙي! تنهنجي رويي مان ماڻهو سمجهندا ته تون ماءُ آهين ۽ هوءَ ڌيءَ آهي.“

بيگم گرائم جي پٽ ايڊ، جنهن جو منهن جهاز جي ڪنهڙي وٽ سُڪل ۽ ڪاري ڇهري ڏانهن مُڙيل هو، اهڙيءَ طرح پنهنجا ڏند پِڪوڙيا، جو سندس ڇاڙيءَ جا ٻيئي پاسا اُڀري آيا. هن ڏاڍيءَ بيوقوفيءَ سان هوا ۾، پنهنجون ٻانهون لوڏيون ۽ ٽوپلي سان اشارا ڪيا.

”استيل! هيڏانهن ته ڏس! هوءَ ته رڙيون پيئي ڪري. مون کي ڪجهه به سمجهه ۾ نٿو اچي. تون ڇا ٿو سمجهين؟ هن کي اهڙيءَ طرح اڪيلو ڇڏڻ نه کپندو هو. هوءَ ته ائين پئي ڏسجي..... ائين پئي-“

”هوءَ اڪيلي نه جوُ! توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ جوُ! آءٌ ته توکي اڳيئي چوندي هيس ته تنهنجي ماءُ تنهنجي وڏي ڪمزوري آهي. تو هن کي سچ ته ڪاري ڇڏيو آهي.“

هو ٻيئي شاندار سياح هيون. ڏينهن ۾ ٽي- ٽي پيرا ڪاڏو ڪائينديون هيون، پر بيگم هيناڻر چوٿون پيرو شام جو به ڏاڍي چاهه ۽ ڪيڪَ ڪائيندي هئي.

”آءٌ جهاز ۾ چانهه کي ڪڏهن به هٿ نه لايان.“ بيگم گرائم، اها ڳالهه اهڙيءَ طرح ڪئي ڄڻ ته ان پرهيزگاريءَ ۾ خاص حڪمت هئي.

جيتوڻيڪ هو ٻيئي هڪ ٻئي جي ڏاڍو ويجهو هيون، پر ڪين انهيءَ ڪاوڙائيندڙ سهيلپ جو اڃا تائين احساس نه ٿيو هو. جيڪا سفر ۾ پيدا ٿيندي آهي. بيگم هيناڻر هڪ اهڙي قسم جي عورت هئي، جيڪا ڏندن جي پيسٽ جي ٽيوپ کي زور سان ٻُچ ڏيڻ پسند نه ڪندي هئي. پر بيگم گرائم وري اهڙي قسم جي عورت هئي، جنهن کي اها ڳالهه ڪاوڙائي ڇڏيدني هئي. ٻيئي صبح جو سوير اٿنديون هيون ۽ پنهنجن پنهنجن ڪمرن ۾ نيرن ڪنديون هيون. البت، بيگم هيناڻر نيرن ڪائڻ کان پوءِ، هنڌ مان نڪري، ڪپڙا مٽائي، ڪمري مان ٻاهر ايندي هئي ۽ بيگم گرائم ٻنپهرن تائين هنڌ ۾ پيئي هوندي هئي.

”ڏينهن ڏاڍو وڏو ٿئي ٿو.“ هن چيو. ”انهيءَ ڪان سواءِ آرام ڪرڻ لاءِ ههڙو موقعو وري ٿوري ئي ملندو. جيڪو ماڻهو سفر جو عادي آهي، تنهن کي اها ڳالهه ڪڏهن به پسند نه ايندي ته صبح جو وقت جهاز ۾ ٽپا ڏيندو پيو گهمجي.“

سندن نيرن جا طشت بہ هڪ ٻئي کان گهڻو مختلف هوندا هئا. ڳاڙهي ۽ ٿُلهي متاري بيگم هينائر، بلو ڪمبل ڪُلهن تي ڪري، هڪ روشن ۽ ننڍڙي ڪمري ۾، ڏاڍي اطمينان ۽ آرام سان ويڙهي سيڙهي ويٺي هوندي هئي. سندن گوڏن تي جدا جدا ڊيشن سان ڀريل طشت رکيو هوندو هو ۽ هوءَ ايترو کاڌو کائيندي هئي، جنهن سان ڪينساس جو ڪوهاري پنهنجي ڏينهن جي شروعات ڪندو آهي. انهيءَ ايتري ساري کاڌي کائڻ کان پوءِ، ڪافيءَ جا ٻہ ڪوپ ۽ سفر لاءِ مليل تحفن مان خالص ملائيءَ جي پيالي بہ استعمال ڪندي هئي. بيگم هينائر انهن سيني شين جا نالا وٺي نوڪرياڻيءَ، ڪي حڪم ڪندي هئي تہ جلد کڻي اچ. اهو ٻڌي، بيگم گرائمر ڏاڍي سختيءَ سان انهيءَ حڪم کي ناپسند ڪندي، ملامت آميز لهجي ۾، پنهنجيءَ نيرن لاءِ حڪم ڏيندي هئي: ڪافي، گرم پاڻي، خشڪ ٽوسَ.

”تعجب!“ بيگم هينائر پنهنجي ڪمري مان، روٽيءَ جي گرم گرم ٽڪري تي مکڻ جو چاپوڙو ۽ نارنگيءَ جو مُربو هڻي، اهو سمورو ٽڪرو پنهنجي وات ۾ وجهندي رَڙ ڪندي هئي. ”تعجب آهي. بيگم گرائمر! اهوئي سبب آهي جو تون سڙي سُڪي پئي آهين!“

ڪاري ۽ ننڍڙي بيگم گرائمر، پنهنجي بستري ۾، اهڙي پيئي لڳندي هئي، جهڙي ڪير جي ٽانوَ ۾ مک. بيگم هينائر جي وهنجڻ جو آواز ٻڌي هوءَ ڪاوڙجي پوندي هئي. بيگم هينائر تہ دهلن دمانن سان وهنجدي هئي. ”بيگم هينائر! مرهباني ڪري دروازو بند ڪر. مون ساري رات اک نہ ٻَني آهي. جيڪڏهن وقت مليو تہ آءٌ هينئر بہ- ٿي منٽ ننڊ ڪري وٺنديس.“

جڏهن هو ٻيئي ڪُلهو ڪلهي سان ملائي، لويون ويڙهي. آرام ڪرڻ ۽ سوچڻ ويچارڻ لاءِ، جهاز جي عرشي تي ويهنديون هيون، تڏهن ڳالهہ ٻولهہ ڪندي، پنهنجي پٽ ۽ پنهجي ڌيءَ طرفان پهتل ڪنهن تڪيلف جو ذڪر ضرور ڪنديون هيون. گهڻيءَ گهڻيءَ دير جي ماٺ ۽ چپ کان پوءِ، ننڍڙا ننڍڙا ۽ اجايا رايا جيڪي بلڪل غير شعوري چيا ويندا هئا، ۽ ائين پيو لڳندو هو تہ ڳالهائيندڙ، وڏي آواز سوچي رهيون هين: خير، آءٌ سمجهان ٿي تہ زندگي انهيءَ جو نالو آهي..... توهن کي پنهنجن پيرن تي بيهڻ لاءِ، پنهنجي زندگي قربان ڪري ڇڏي ۽ هاڻي هنن کي تنهنجي ڪا بہ ضرورت ڪانهي. هڪ ڌيءَ سموري عمر ڌيءَ ٿي رهندي، پر پُٽ فقط ان وقت تائين پنهنجو پُٽ آهي، جستائين هن جي شادي نہ آهي. ڪنهن ڪنهن وقت آءٌ سوچيندي آهيان تہ منهنجو ناٽي، جو منهنجي پنهنجي پيٽ ڄائي کان وڌيڪ

لحاظ وارو آهي... ايترو آءٌ چئي سگهان ٿي ته جيتري مون کي سندن ضرورت آهي، انهيءَ کان وڌيڪ هنن کي منهنجي ضرورت آهي.

هو وجهه وٺي هڪ ٻئي کي وچي جهلينديون هيون ۽ هڪ ٻئي کي سختيءَ سان اکيون ڀَڃنديون هيون. هو جهاز جي عرشي تي سئر ڪندڙ همسفر، مردن خواهه عورتن تي ٺوڪون ڪنديون هيون ۽ انهن بابت مزيدار رايا ڏينديون هيون. جهاز ۾ سندن ملاقات هڪ پراڻن خيالن واريءَ عورت جي ڪري، هنن پوءِ يورپ کنڊ جي سئر ۾ سندين ساٿياڻي هئي. انهيءَ عورت جي ڪري، هنن ۾ خوشيءَ ۽ نفرت جا چڱا خاصا جذبا اُڀريا. اهي پراڻي زماني جون آمريڪي عروتون هيون يا انگريزي شريف عروتون، جيڪي تاريخيٽوپلا، ڪپڙي سان مڙهيل ۽ بڪل لڳل وڏيون ڪاريون جُتيون ۽ شاندار ڪاري ڪپڙي جا لباس پايو، پيون هلنديون هيون. انهن جي خدمت لاءِ گهٽو ڪري اهڙيون ڇوڪريون هونديون هيون، جن جي صورت شڪل سندن شڪستن جو آئينو هئي يا ته سندن ساٿي اهڙا هوندا هئا، جيڪي پنهنجي سموري پنجي زندگيءَ جي جُوا ۾ هارائي ويٺا هئا. اهي عروتون سج جي ڇانوَ ۾ هلندي شرم ۽ حياءُ محسوس ڪنديون هيون. اهو نظارو ڏسي بيگم هينائر ۽ بيگم گرائم جي دل ۾ ڪانءِ ڪا شرارت سُجهي ايندي هئي.

”منهنجو خيال آهي ته آءٌ پئرس پهچي، پنهنجا وار گهنڊيدار ٺهرائيندس.“ بيگم هينائر اعلان ڪدني چوندي. ” برينس جو خيال آهي ته اهي وار ٺهي سگهندا.“

”بيوقوف نه ٿيءُ! هُن عورت ڏانهن ڏس! جون ۽ هُن ڪارا گيٽر پاتا آهن. اهي ڪارا گيٽر ڏسي مون کي قبر کوٽڻ وارا اچيو ياد پون. آءٌ شرط سان چوان ٿي ته هوءَ ڪنهن پراڻي خاندان مان آهي، خير! “

لنڊن، پئرس، ديول، فرنيڪفرٽ، بروسيلز، ليوسرن، هنن جي قوت ۽ طاقت خوفناڪ هئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ ته وقت جي واري، تيزيءَ سان سندن هٿن مان وهندي پئي ويئي. اهڙي تيزيءَ سان جو هنن کي پنهنجي آرام ۽ ننڊ ۾ وڃايل وقت تي به رشڪ پئي آيو. هنن پنهنجي سِر ته اهو ٿي سوچيو هو ته ڪين سمهڻ لاءِ گهٽوئي وقت ملندو، پر پوءِ هنن پنهنجي ذهن مان اهو خيال ڪڍي ڇڏيو. هو آڌيءَ رات ٿيڻ کان اڳ ته بستري ۾ وينديون ئي نه هيون. وري ڪيتري وقت تائين هنڌ ۾ ئي ڪتاب پيون پڙهنديون هيون، پر صبح جو ڇهه وڄندا ئي هئا ته سندن اک کلي ويندي هئي. ان وقت هو پنهنجي پنهنجي هنڌ ۾ پيون سوچينديون هيون، بيگم گرائم پنهنجي ڪمري ۾ بيگم هينائر پنهنجي ڪمري ۾. هو پنهنجي

زندگيءَ جا سٺ سٺ سال گذاري، مٿي چڙهيون هيون. هو رڳو ماضيءَ ۽ حال بابت سوچينديون هيون، پر مستقبل جو کين ڪو به فڪر نه هو.

نيٺ هنن جو پاڻ ۾ جهيڙو ٿي پيو. اهڙو جيهڙو، جيڪو هلندو ئي رهيو. شايد هڪ ٻئي جي ويجهو هجڻ ڪري، هرهڪ کي هر وقت پنهنجو پاڇو هڪ ٻئيءَ جي چهري ۾ نظر ايندو هو. هو سفر جي ٿڪاوَٽ، ننڊ جي گهٽتائي، ذهني مونجهه، اڪيلائيءَ ۽ سفر جي تڪليفن وغيره کي ڪڏهن به هڪ ٻئي تي ظاهر نه ڪنديون هيون، مرڳو پيئي هڪ ٻئي کي قصور وار سمجهنديون هيون. هوٽل جي ورانڊي ۾، ريل گاڏيءَ ۾، پارڪن ۾، دڪانن ۾، مطلب ته جتي به ۽ جنهن وقت به سندن ڪا نئين جاڻ ٻئي جي انهيءَ سان شڪايت ڪنديون هيون. سُجاڻ ٿي، ته ٺَهه- پَهه لڪ ڇپ ۾ هڪ

بيگم گرائم چڻ ته ڪنهن پڪيئڙي وانگر هئي. جنهن جي ڪاوڙ جو خاص سبب بيگم هينائر جي شاندار بُک هوندي هئي. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته ٿلهي متاري، ناز ڪمزاج ۽ دلڪش بيگم هينائر، جي سڀ کان وڏيڪ پسند جي شيءِ کاڌو ئي هوندو هو. هوءَ گانگٽ، مڇيون، ميوا ۽ هر قسم جي کتاڻ کائيندي، خوش ٿيدني هئي. هن کي رات جي مانيءَ کائڻ وقت هلڪي اڇي شراب جو هڪ گلاس ڏاڍو وڻندو هو. هوءَ ٻنپهرن جو کاڌي جا پنج ڇهه قسم هڪ ئي وقت ڳڙڪائي ويندي هئي، جنهن کان پوءِ پنير جو وڏو ٽڪرو ۽ ميوو کائڻ به نه وساريندي هئي. انهيءَ هوندي به سمهڻ وقت، سندس ڪمري مان ڪاغذ جي پُڙي جو آواز ضرور ٻڌڻ ۾ ايندو هو.

بيگم گرائم پنهنجا چپ پِڪوڙي، پنهنجي ناراضپي جو اظهار ڪندي هئي: توکي خبر به آهي ته تون مڇي پلو هضم نٿي ڪري سگهين. وري تون ٻڪريءَ جو گوشت ڇو کائين؟ جڏهن تون ڄاڻين ٿي ته اهو تنهنجي لاءِ فائدو وارو ڪونهي. منهنجي نُنهن ته ڪڏهن به اهو گوشت گهر ۾ نه رڌيندي. منهنجا لفظ ٻڌي ڇڏ! تون بيمار ٿي پوندينءَ. پوءِ مون وٽ دانهن نه کڻي اچجانءِ. جيڪڏهن تون ڪِري پئينءَ، ته تنهنجي سار سنڀال لاءِ، ڪنهن کي تڪليف ڪرڻي پوندي؟

بيگم هينائر ڏاڍي نرمائيءَ سان ۽ اچرج وچان هن کي ڏسندي چوندي هئي: ڇو، آءٌ پاڻ پنهنجي سنڀار لهنديس.

”تون! نه!“ بيگم گرائم جواب ۾ چوندي. ”آءٌ اها سار سنڀار مون کي ئي لهڻي پوندي.“

”بيگم گرائم! منهنجي ڪنهن کي به ڳڻتي ڪرڻ نه گهرجي. آءٌ ته بلڪل آزاد آهيان.“

هينريءَ جيئن ته هنن کي پنهنجن ٻارن جي ياد ڏاڍو پريشان ڪندي هئي. تنهن ڪري ٻئي هڪ ٻيءَ جي پرواهه ڪرڻ کان سختيءَ سان انڪار ڪنديون هيون. البت سفر ڪندي ڪنهننئينءَ سهيليءَ سان پنهنجيءَ دل جي ڳالهه ضرور چونديون هيون. ”مون کي اميد آهي ته سيپٽمبر تائين ته آءٌ اهو سڀ ڪجهه سهي سگهنديس.“ بيگم گرائم، نيويارڪ جي ڪنهن سهيليءَ سان ذڪر ڪندي. ”پرهاڻي ته منهنجي صبر جو پئمانو ڇاڻ ته ڇلڪيو. آءٌ توسان ٿي ڳالهه ڪريان ته مون سنو سبق سکيو آهي. منهنجي پٽ ۽ نُنهنَ ته مون کي منٿون ڪيون هيون، ته هن آرهڙ ۾، آءٌ هنن سان جبل تي وڃان، پر مون سمجهيو ته هن طرف اچڻ ۾ ئي چڱا هئي. خير، جيئرو رهڻو آهي ته سِکڻو به آحي.“

بيپرواهه بيگم هينائر وري ڏاڍي اچرج وچان ۽ نرمائيءَ سان دانهون ڏيندي هئي. ”هو ته هر ڳالهه تي وٺي هُل هنگامو ڪندي آهي. هوءَ هر ڪنهن سان وڙهي ٿي. ڪٽي اُهي مزور هجن، هوٽل جا نوڪر يا نوڪرياڻيون هجن يا ريلوي اسٽيشن جا ملازم هجن. آءٌ سيپٽمبر مهيني جي انهيءَ ڏينهن جو ايمانداريءَ سان انتظار پئي ڪريان، جڏهن اسين پنهنجي ملڪ واپس وينديون سين. ڏهين سيپٽمبر تي گهر پهچڻو آهي. جيڪر سياڻي ئي ڏهين سيپٽمبر هجي!' منهنجي ڌيءَ مون تي ڏاڍو زور رکيو هو، ته آءٌ به ساڻن گڏجي سمونڊ جي ڪناري گهمڻ وڃان، پر مون آب و هوا جي تبديليءَ لاءِ يورپ اچڻ مناسب سمجهيو ۽ سچ پچين ته اهائي منهنجي غلطي هئي. آءٌ هميشه چوندي آهيان ته جيستائين ڪو سفر ۾ ساٿ نٿو رهي تيستائين ان کي سمجهڻ ڏاڍو اوکو آهي.“

بيگم گرائم جي شهري جاڻَ سدائين بيگم هينائر جي ٿوري ڪاوڙيل چهري تي چٽرون ڪندي پئي نظر ايندي هئي. ”تون هوٽلن ۾ نوڪرن کي هميشه خرچي ڏيندي آهين. اهڙيءَ طرح تون هنن جون دعائون خراب ڪرين ٿي. جنهن ماڻهوءَ پهريون ڀيرو به سفر ڪيو هوندو، اهو به هڪ شرابي ملاح وانگر ائين نه ڪندو. هو نه رڳو توکان پئسا وٺن ٿا، پر توکي به پئسي- پئسي لاءِ محتاج ڪري ڇڏيندا.“

”مون کي انهيءَ جي ذري به ڪاڻ نه آهي ته هو مون کي محتاج ڪندا. مون کي ته پنهنجو آرام ۽ سُک گهرجي. جيڪڏهن هر هفتي جي آخر ۾ به- ٿي پئسا انهيءَ لاءِ خرچ ڪجن ته چانهه سان گڏ گرم پاڻي ملي، هڪ وڏيڪ وهاڻو ملي، وهنجڻ جا به وڏا ۽ صاف ٽوال ملن، ته پوءِ نون کي ڪابه پرواهه نه آهي ته هو منهنجي پَرپُٺ ڇا ٿا چون!“

”هنن کي ڇا آهي؟هو ته توتان کلندا آهن.“

”پلي پيا کلن، جيڪڏهن هو پندرهن سينٽن لاءِ کِلي سگهن ٿا، ته ايترا پئسا ڏيندي مون کي خوشي ٿيندي.“

”نه، نه! اها پسئن جي ڳالهه ڪونهي، پر آءٌ ته هڪ اصول جي ڳالهه ڪريان ٿي.“

ڪنهن ڪنهن وقت ڏسبو هو ته شام جو، هو ٻئي ڪنهن هنڌان گهمي ڦري اچڻ وقت ڳڏ نه. پر ڪِن حرڪتي ٻارن جيان اُداس ۽ بيزار، هڪ ٻئي جي پٺيان پيون اينديون هيون.

بيگم هينائر جي نانيءَ سچ تي ڪيس رؤنشي جو لقب ڏنو هو. هوءَ هئي به هڪ رؤنشوا منجهس جوا رهڻ جي به عادت هئي ۽ سچ پچو ته هوءَ کٽندي به هئي، پر جيتري رقم کٽندي هئي، انهي4 کان وڌيڪ هارائيندي هئي. فرانس ۾ هر رات ماني کائڻ کان پوءِ، هوءَ ڪنهن نه ڪنهنڪئسينو ۾ گهڙي ويندي هئي ۽ پنهنجيسموري پونجي وڃي داءَ تي رکندي هئي. جُوا ڪرڻ واريءَ ميز جي مٿان ۽ ان جي چوڌاري محسوس ٿيندڙ هڪ عجيب و غريب اُپاريندر ڪشمڪش سبب، هن جي جسم جا وار اُڀا ٿي ويندا هئا. هوءَ ڏڪڻ لڳندي هئي. اتي هوءَ انهن پراسرار ۽ ڏارين عورتن سان هڪدم رلي ملي ويندي هئي، جيڪي ڪارائيءَ کان وٺي نُونٽ تائين هيرن جواهرن جا قيمتي ڪنگڻ پائيندي‌ون هيون. اُهي عورتون ڪڏهن ڪڏهن هن کان پئسا اُڌارا وٺنديون هيون. ڏاڍي معمولي رقم، پنجاهه فرانڪ، ويهه فرانڪ، ڏهه فرانڪ، جُوا جي ميز مٿان ڇميل جهرٽن جهڙن لَڙڪندڙ جهاڙن مان ڳاڙهي، نيري، ليارِي ۽ سائي روشنيءَ جا هزارين ڪِرنا نڪري، هيٺ اُپين ٿيندڙ ٻانهن ۾ پيل، هيرن جواهرن کي جرڪائي ڇڏيندا هئا.

بيگم گرائم ته ورلي جُوا رهندي هئي. ”مون پنهنجي ڄمار ۾ گهڻو ڪجهه ڏٺو آهي.“ هوءَ بيزاريءَ سان چوندي هئي. ”منهنجي جُوا سان ڪا به دلچسپي نه آهي. منهنجو مڙس گرائم هڪ منٽ ۾ پنج سؤ فرانڪ کٽي ويندو هو، ته ٻئي منٽ ۾ وري اها سموري رقم هارائي ڇڏيندو هو. ان زماني ۾ پنج سؤ فرانڪ هڪ وڏي رقم سمجهي ويندي هئي.“ ڪنهن ڪنهن وقت هوءَ بيگم هينائر سان رات جو گهمڻ ڦرڻ لاءِ گڏجي وڃڻ کان بنهه انڪار ڪري ڇڏيندي هئي. ”توکي خبر آهي ته گذريل رات ڪئسينو ۾ تو پنهنجي پرسان بيٺل، جنهن عورت سان پي ڳالهايو، اُها ڪير آهي؟ تازو ورانڊي ۾ مون کي هڪ عورت ملي، جنهن ڳالهه ڪئي ته هوءَ اهائي فرينچ مادام بي خان هئي، جنهن هڪ ترڪ سان شادي

ڪئي هئي، ۽ جنهن کي هن پوءِ لنڊن ۾ هڪ هوٽل ۾ قتل ڪري ڇڏيو هو. سڀني اخبارن ۾ انهيءَ قتل جي خبر ڇپي هئي.“

”مون سمجهيو ته ايتري جواڻ جماڻ تي ڪري هوءَ ڇو اُداس هئي.؟“ بيگم هينائر رحم کائيندي چيو.

”خير ڪئسنيو ڏانهن ڊوڙڻ ۽ قاتلن سان ڳالهائڻ بدران ٻيا به ڪيترائي اهڙا چڱا ڪم آهن، ڪري سگهجن ٿا.“

”ڇا؟“ بيگم هينائر تيزي سان چيو.

”ڇا وري ڇا؟“ بيگم گرائم ڊڄندي وراڻيو.

”اُهي ڪهڙا چڱا ڪم آهن؟“

”خير، ٺيڪ آهي.مون کي رڳو ايترو ٻڌاءِ ته اعصابي بدهضميءَ سبب يا ايتري ڪاڏي کائڻ ڪري، جيڪو هڪ گهوڙو به هوند نه کائي يا ٿورن فرانڪن حاصل ڪرڻ سبب، جيڪڏهن تون بيمار ٿي پوين ته پوءِ ان جو ڪير ذميوار ٿيندو؟“

پر ٿيو ائين جو بيگم هينائر جي بدران پهرين بيگم گرائم بيمار ٿيپئي. دراصل فرئنڪفرٽ کان بروسيلز ويندڙ گاڏيءَ، ٿوري گڙٻڙ تي پئي هئي، ريل ڇٽڻ کان صرف هڪ منٽ اڳ، هنن کي خبر پئي ته ، ڏهه سؤ ڇٽيهه نمبر ريل گاڏيءَ بدران هو ڏهه سؤ ڇويهه نمبر ريل گاڏيءَ ۾ چڙهي وينيون هيون. هنن جون پيٽيون ۽ بيشمار ٿيلها به ريل گاڏيءَ ۾، رکجي چڪا هئا. اهو سڀ ڪجهه هنن کي انهيءَ هوش حواس اُڏائيندڙ منٽ ۾ معلوم ٿيو، جنهن جي گذرڻ کان پوءِ خبر نه آهي ته اها گاڏي هنن کي ڪٿي وڃي ڇڏي ها. بس پوءِ ته اهو سڀ ڪجهه ٿيڻ لڳو، جيڪو ڪنهن ڏارئين ملڪ جي ريلوي اسٽيشن تي ڪنهن غلطيءَ ڪرڻ سبب ٿيندو آهي: مزور، مسافر، ريلوي جا ماڻهو، دانهون، رڙيون، واڪا، هٽن جا اشارا،سامان جي اٿل پٿل وغيره. ڪلوني! پر اسان سمجهيو ٿي ته هيءَ گاڏي ڪلوني تي بيهندي. اها سرحد آهي ۽ اتي اسان کي ٻي گاڏيءَ ۾ چڙهڻو هو. پر اُها ٻي گاڏي آهي ڪٿي؟ اسان کي هڪدم لهڻ گهرجي. جلدي ڪري لهي وڃون. اسين آمريڪي شهري آهيون.

هو ٻئي غلط ريل گاڏيءَ مان لهي صحيح ريل گاڏيءَ ۾ چڙهي وينيون. سندن منهن ڳاڙها ٿي ويا هئا، جن تي گهرو هئڊرو رنگ ظاهر هو. ٻنهي جون پيشانيون پگهر ۾ شل هيون ۽ ٻئي پئي ڏڪيون. نيٺ

فرسٽ ڪلاس جي دٻي ۾، هنن کي جايون ملي ويون ۽ ٻئي اداس اکين ۽ ٿڪل ٽٽل جسمن سان پنهنجين پنهنجين ڪرسين تي ڪري پيون.

ڪلاڪ کن کان پوءِ جڏهن هنن کي ٿوري آٿت محسوس ٿي، تڏهن انهيءَ واقعي تي هڪ ٻئي سان چرچا ڪرڻ لڳيون. پوءِ مس مس هو ڊائننگ ڪار ۾ به وڃڻ جهڙيون ٿيون، ۽ اتي اهو گرم ۽ ٿڪندڙ ڪاڌو کائي سگهيون، جيڪو يورپ جي ريل گاڏين ۾ مسافرن جي مٿان، بمن وانگر اُڇلائيندا آهن. گهاٽو ۽ روغني شوروو، ٻڪريءَ جو گوشت، روغني پٽاٽا، اوٻاريل ترڪاريون، ڪچومبر، پنير ۽ ميوو. بيگم گرائم ڪچومبر، پنير ۽ ميوو کاڌو ۽ اتي ئي ڪانئس غلطي ٿي هئي. ٿورو وقت اڳوات جي خوف ۽ پريشانيءَ سندس ڪمزور جسم ۽ ذهن کي ڏُونڌاڙي ڇڏيو هو. سفر پوري ٿيڻ تي، جڏهن هوءَ هوٽل ۾ پهتي، ته آڌيءَ رات جو چيريندڙ ۽ ڏڪائيندڙ سور کان تڪليف محسوس ڪرڻ لڳي.

”آءٌ ڪڏهن به ڊاڪٽر کي نه گهرائيندس. آءٌ هنن ڌارين ڊاڪٽرن کي پنهنجي ويجهو به نه اچڻ ڏيندس. هڪ ڀيري وائنا ۾، هنن مرڳو مسٽر گرائم کي ذري گهٽ ماري ئي وڌو. اهي ڊاڪٽر سڀئي هڪ جهڙا هوندا آهن.“

”بيوقوف نه ٿيءُ، توکي ڪانه ڪا دوا ضرور واپرائڻ گهرجي.“

”ارنڊيءَ جو تيل ۽ گلاب جون ڪليون، انهيءَ سور لاءِ اهائي دوا استعمال ڪبي آهي. ڏاڍو نُگرو سور آهي! مون ته توکي اڳ ۾ ئي پئي چيو ته آءٌ انهيءَ ريل گاڏيءَ ۾ ڪڏهن بهڪاڌو نه کائيندس. پر تنهنجي ڪُچ ڪُچ لڳي پئي هئي ۽ مجبور ٿي مون کي ٿورو چکڻو پيو. هاڻي ڇا ڪريان! ويهاڻي تي پيل ننڍڙو ۽ سُڪل چهرو سائو ٿي ويو هو.

”آءٌ ڪنهن چوڪري کي ڊوڙايان. هوٽل ۾ ڪونه ڪو ضرور جاڳندو هوندو. اجا ته ٻارهن به مس ٿيا آهن.“

”پيرن ۾ جُتي ته پاءِ، تون ته پيرن اُگهاڙي پئي ڦرين. توکي ٿڌ لڳي- اڙي هاءِ!“ هوءَ سور وچان سڄي مَروڙجي سَروڙجي وئي.

نيٺ در تي هوٽل جو ڳاڙهه- اکيو نوڪر آيو. پر هن ٻاهر وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. نه، ٻيو به ڪير ڪونه هو، جنهن کي ڪٿي موڪلي ها. آڌي رات به ٿي وئي هئي. ظاهر آهي ته دوائن جا دُڪان به بند ٿي



Gul Hayat Institute

ويا هوندا. هن کي ڪابہ خبر نہ هئي، ڪابہ خبر نہ هئي، ڪابہ خبر نہ هئي! وهاڻي تي پيل ڇهري جون اونداهيون اکيون سور وچان روشن ٿي پيون.

”آءٌ ويندس.“ بيگم هينائر چيو. ”آءٌ ڪنهن نہ ڪنهن کي وچي اُتاريندس. منهنجا خدا! جنگ جي زماني ۾ اسان هنن ماڻهن لاءِ ڇا ڪجهہ نہ ڪيو هو!“ هن لبادي جي مٿان پڙو پاتو ۽ ان جي مٿان وري ڪوٽ پاتو.

”اڙي! مٿو تہ ڍڪ!“ بيگم گرائم ڪمزور آواز ۾ رَڙ ڪندي چيو.

”جهنم ۾ وڃي پوي مٿو!“ بيگم هينائر جواب ڏنو.ويهن منٽن کان پوءِ هوءَ واپس ائي. هن جي هٿ ۾ ارنڊيءَ جي تيل جي بوتل، هڪ نارنگي، هڪ چمچو ۽ هڪ پُڙي بلاگ جي ڪقلين جي هئي، ”پنهنجو نڪ جهلي تيل پيءُ، هاڻي هن ٽوال سان پنهنجو مُنهن اگهہ. نارنگيءَ جي هيءَ ڦري چوس. هاڻي گلاب جون ڪليون ۽ وري صبح جو.“بيگم هينائر ساري رات پَٻن تي ڦري گذاري، ۽ هوءَ هرهر ان سُسِيل ۽ سڪل ڇهري کي ڏسندي رهي. جيڪو ڏاڍي نماڻائيءَ سان سندس طرف ڦريل هو. ”هائو توکي شايد ٿورو بخار بہ آهي، پر صبح تائين توکي خبر بہ نہ پوندي تہ تون ڪا بيمار هُئينءَ.“

”پيرن ۾ جُتي تہ پاءِ“ بيگم گرائم ڪاوڙ وچان رڙ ڪندي چيو. ”هاڻي وڃي سمجهي رهہ.“ پر صبح ٽيڻ تائين ڪمري جي فرش تي ويهہ پيرا ڪن اگهارن پيرن جو ڪڙڪو ٿيندو رهيو. صبح جو بيگم گرائم ٿوري ڪمزور تہ هئي، پر سور جي تڪليف گهٽجي گهٽ ٿي وئي هيس. ٻنپهرن تائين هن گرم گرم کير جون چُسڪيون پريون. سندس اکيون ڏرا ڏئي ويون هيون، پر سندس ڇهري تي سور ۽ تڪليف جا جيڪي آثار هئا، سي ڄڻ تہ غائب ٿي ويا هئا. شام ٽيڻ تائين بيگم گرائم آهستي آهستي نڪ ۾ سُڻڪي رهي هئي. ٻئي ڏينهن زڪام ۽ نڙيءَ ليس جي ماريل بيگم هينائر لاءِ ڪمزور هوندي بہ گرم ليما، اسپرين ۽ گرم پاڻيءَ جون ٿيلهيون تيار ڪري رهي هئي.

هفتو ڪن تہ انهيءَ خوشي ڏيندڙ تڪليف ۾ لنگهي ويو، جنهن ۾ ٻئي هڪ ٻئي سان ڏاڍي نرمائيءَ ۽ نئڙت سان پيش ايندي رهيون.

”منڙي! توکي هاڻي ڪابہ تڪليف ڪرڻي نہ پوندي. آءٌ هاڻي تندرست آهيان.“

Gul Hayat Institute

”صوفي! ايمان سان ٿي چوانءِ، ڪڏهن ڪڏهن ائين لڳندو آهي ته تنهنجي مُنهن تي اُها اڳوڻي رونق نظر نٿي اچي! جيڪڏهن نڙيءَ ليس مان ڦري توکي نمونيا ٿي پوي، ته انهيءَ لاءِ ڪنهن کي تڪليف سهڻي پوندي؟“

”توکي“ بيگم هينائر نَهه پَهه جواب ڏنو ۽ ٺهڪ ڏئي گُهٽيل آواز ۾ کلڻ لڳي. هو ٻئي شربرگ کان ساموندي جهاز ۾ چڙهيون. پئرس پهچڻ تائين هنن ۾، جيڪي ڏاڍيون خوش مزاج ۽ آزاد رهڻ جو عادي ٿي ويون هيون، وڏو ڦير اچي ويو هو. چاڪاڻ ته جيتوڻيڪ جسماني ۽ روحاني طور مدد لاءِ، ٻئي هڪ ٻئي تي ڀروسو ڪندوين هين، پر انهيءَ لاءِ ٻنهي وٽ مَجوتي هرگز نه هئي.

”تون انهيءَ لائق ئي نه آهين ته بازار ۾ اڪيلي سروجي خريداري ڪرين. اجا ڪالهه جي ڳالهه آهي، جيڪڏهن آءٌ توکي ٻانهن کان ڇڪي پاسي نه ڪريان ها، ته هُوند اُها ٽئڪسي تنهنجي مٿان چڙهي وجي ها.“

”ماڻهو ائين سمجهندا ته تنهنجي اڳيان آءٌ ٻهراڙيءَ جي ڪا عورت آهيان جيڪڏهن آءٌ نيويارڪ جهڙي شهر ۾ گهمي ڦري سگهان ٿي، ته پئرس ۾ به مون کي گهمڻ اچي ٿو. آءٌ پئرس کي تڏهن کان سڃاڻان ٿي، جڏهن تو اجا ان جو نالو به نه ٻڌو هوندو.“

شهر جي ڀوائتين ۽ بيقرار ڪنڌڙ گهٽين جي زندگي ٻنهي کي چڪرائي ڇڏيو هو. هو ٻئي ستايل سَهن وانگر هر رڪاوٽ کي ٽوڙينديون، انهن تان ٽپا ڏينديون اڳتي وڌنديون ويون ”خير، آءٌ ته انهيءَ خريداريءَ مان بيزار ٿي پئي آهيان. مون برنس لاءِ هڪ وڳو ڪپڙن جو ۽ جو لاءِ رومال ته اڳواٽ ئي خريد ڪري ڇڏيا آهن. انهيءَ کان سواءِ پيڻ لاءِ ڪنگڻ ۽ ننڍڙي لاءِ عينڪ به خريد ڪئي اٿم. آءٌ سمجهان ٿي ته هو انهن شين جي ملڻ ڪري ضرور خوش ٿيندا.“

ٿڪل پر اَڻ شڪستيون، مٿا ڳاڙها پر اَڻ جهُڪيل.

بندر تي ڪين ٻار وٺڻ لاءِ آيا هئا. پُٽ، نُنهن، ڌيءَ ۽ ناٺي. هنن رسم و رواج مطابق ٻارن کي پيار ڪيو، پر پنهنجين پوٽين ۽ ڏهٽين کي هنجن ۾ کڻي ڪين چُمين ڏيڻ کان ٽَڪيون ئي نه.

”اڙي چوڪرا! انسپيڪٽر منهنجي سامان جي چڪاس پيو ڪري. تون ته مهرباني ڪري هتان پري ٿي بيهه. منهنجو ته ساهه پيو ٻُوساٽجي. نه ايدا! هن کي سگار ته نه ڏي، اهڙيءَ طرح تهن کي اجايو شڪ

ٿيندو. آءٌ توکي ٻڌايان ٿي تہ مون هرڪا شيءِ ظاهر ڪري رکي آهي. پر خير، منهنجو تہ ساهہ پيو ٻوساٽجي.“

”تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ آءٌ ٺيڪ نٿي ڏسجان!“ بيگم گرائم پنهنجيءَ نُنهن کان پڇيو: ”مون کي جسم ۾ سور جي ٿوري تڪليف ٿي پئي هئي، پر يورپ ۾ تہ هر ڪنهن کي اها بيماري ٿيندي آهي.“

”ساڳي ڳالهہ آهي.“ سندس پُٽ ايڊ وراڻيو. ”اينڊڙ اونهاري ۾ توکي اسان سان گڏ رهڻو پوندو. آءٌ نٿو گهران تہ تون اڪيلي سر يورپ ۾ گهمڻ وڃين. مون کي اها ڳالهہ نٿي وڻي.

”آءٌ اهو ٻڌڻ گهران ٿي تہ آخر ڇو؟“ بيگم گرائم ڪاوڙ ۾ سرخ ٿيندي پڇيو. ”ڪنهن کي بہ منهنجي سنڀال ڪرڻ جو حق ڪونهي. آءٌ تہ بلڪل آزاد آهيان.“

”امان!“ بيگم هينائر جي ڌيءَ برنس دانهن ڪئي، ”تنهنجو مُنهن لٿل آهي! تون سنهڙي ٿي وئي آهين! تون بيمار هئينءَ ڇا؟“

”اڙي ڇوڪري! اُهائي نڙيءَ ليس جي پراڻي جَهبٽ. خير، آءٌ تہ ڏاڍي ٺلهي هيس.“

”چڱو! اڳئين سال تنهنجي نڙيءَ ليس جو علاج گهر ۾ ئي ڪنداسون. آءٌ نٿي گهران تہ تون اڪيلي سر يورپ ۾ پئي گهمندي وتين.“

”بيوقوفيءَ جهڙي ڳالهہ نہ ڪر! بيگم هينائر ورانيو. هن پنهنجي ڌيءَ ڏانهن پيار ڀرين نظرن سان ڏٺو، جن ۾ ٿوري ٿوري سختي بہ هئي. ”خدا جي واسطي اهو تہ ٻڌاءِ تہ تو هيءُ ٽوپ ڪٿان هٿ ڪيو آهي! اڄڪلهہ تہ ڪوبہ وريل ڪنارن سان ٽوپ ڪونہ ٿو پائي. هن سال پئرس ۾ هرڪا شيءِ هيٺ ٿي وريل آهي.“

Gul Hayat Institute

ايڊورڊ لينسن

# جادوءَ جو گھوڙو

پراڻي زماني ۾ ايران ولايت تي، هڪ زبردست بادشاهه وڏي جاهه ۽ جلال ۽ دٻدٻي سان حڪومت ڪندو هو. انهيءَ بادشاهه کي ٽي نياڻيون هيون، جن جي سُونهن تان چنڊ ۽ گلاب جا گل به گھوري ڇڏجن. بادشاهه پنهنجي ملڪ ۾ هر سال ٻه جشن ڪرائيندو هو، هڪرو نيو روز جو جشن ۽ ٻيو سرءُ جي مُند جو جشن. اهڙن موقعن تي بادشاهه جو دستور هوندو هو، ته پنهنجون سيئي محلاتون کليل رکندو هو، انعام ورهائيندو هو، سلامتيءَ ۽ اَمن جا اعلان ڪندو هو ۽ پنهنجي فوج جي عهديدارن ۽ عملدرن کي اضافا ڏيندو هو. ملڪ جا ماڻهو به اهڙن موقعن تي بادشاهه جي سلامي ڀريندا هئا. جشن جون مبارڪون ڏيندا هئا ۽ هن جي حضور ۾ تحفا ۽ سوکڙيون پيش ڪندا هئا. بادشاهه هڪ عالم ۽ فيلسوف هو ۽ اقليدس کي گھڻو پسند ڪندو هو. هڪ ڀيري اهڙي ئي موقعي تي، بادشاهه تخت تي ويٺو هو، ته ٽي سياڻا دربار ۾ لنگھي آيا. انهن مان هڪ وٽ سونو مور هو، ٻئي وٽ پتل جي نَفيل (نَفير) هئي ۽ ٽيئن وٽ عاج ۽ آبنوس جو گھوڙو هو. بادشاهه اهي شيون ڏسي، هنن کان پڇيو ته: اِهي ڪهڙي ڪم جون آهن؟ مور واري سياڻي ٻڌايو ته، ڏينهن ۽ رات جي هرهڪ ڪلاڪ کان پوءِ، مور پنهنجا پَر پکيڙندو ۽ ڪوڪون ڪندو. پتل جي نفيل واري داناءَ چيو، ته جيڪڏهن هيءَ نفيل شهر جي وڏي دروازي تي رکي ڇڏجي، ته اها شهر جو بچاءُ ڪندي، ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ڪو دشمن شهر تي حملو ڪندو ته هِن نفيل مان آواز نڪرندو ۽ دشمن جي حملي جي خبر پئجي ويني. گھوڙي جي مالڪ وري ٻڌايو ته "اي بادشاهه سلامت! هن گھوڙِ جو ڪم هيءُ آهي ته جڏهن ڪو مٿس سوار ٿيندو ته جنهن ملڪ ۾ چاهيندو، اُتي وڃي هو پهچائيندس." انهيءَ تي باادشاهه: آءُ ايستائين اوهان تي ڪا به مهرباني نه ڪندس، جيستائين آءُ پاڻ هنن شين جي استعمال جي آزمائش نه وٺندس. پوءِ بادشاهه مور جي آزمائش لڏي ۽ جيئَن اُن جي مالڪ ٻڌايو هو، تيئَن ئي ٿيو. وري نفيل جو به امتحان ورتو ويو ۽ انهيءَ جي امالڪ جي ڳالهه به سچي ثابت ٿي. انهيءَ تي بادشاهه ٻنهي سياڻن، مور ۽ نفيل جي مالڪن کي چيو، ته هاڻي جيڪي گهرڻو هجيوَ سو گهرو. هنن جواب ڏنو: اي بادشاهه سلامت! اسان جو فقط هيءُ عرض اهي ته اسان ٻنهي کي اوهان جي ٻن شهزادين سان شاديءَ ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي. بادشاهه اها ڳالهه قبول ڪئي ۽ پنهنجون ڌيئرون انهن سان پرنايائين. پوءِ ٽيون سياڻو، گھوڙي جو مالڪ اڳتي وڌيو



Gul Hayat Institute

۽ بادشاهہ جي اڳيان فرش تي چمي ڏئي، عرض ڪيائين، تہ ”اي بادشاهہ سلامت! اوهان جيئن منهنجن ساٿين تي مهرباني ڪري پنهنجون ڌيئرون هنن سان پرڻايون آهن، تيئن مون تي بہ ساڳيو ئي احسان ڪريو.“ بادشاهہ وراڻيس تہ ”ائين فقط تڏهن ٿيندو، جڏهن آءٌ تنهنجي گهوڙي جو امتحان وٺندس.“ انهيءَ تي بادشاهہ جو پٽ وليعهد شهزادو اڳتي وڌي چوڻ لڳو: بابا! آءٌ هن گهوڙي تي سوار ٿي، هن جي آزمائش لهي ۽ هن جي استعمال جو ثبوت ڏيندس.

بادشاهہ پُٽ کي اجازت ڏني ۽ شهزادو گهوڙي تي سوار ٿي، ان کي هڪلڻ لڳو. پر گهوڙو پنهنجيءَ جاءِ تان چُريو بہ ڪين، اتي شهزادي چيو،”اي داناءُ شخص! تو تهجتاڪون هيون تي.“ سياڻو شخص شهزادي جي ڳالهہ ٻڌي هُن جي ويجهو آيو ۽ کيس گهوڙي ۾ لڳل هڪ سُئي ڏيکاريائين، جنهن جي ڦيرائڻ ڪري گهوڙو آسمان ڏانهن اُڏامندو هو. شهزادي بہ انهيءَ سئيءَ کي ڦيرايو تہ گهوڙي چُر پُر ڪئي ۽ آسمان ڏانهن اڏامڻ لڳو. گهوڙو جيئن پوءِ تيئن آسمان ڏانهن ويو اُڏامندو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي نظرن کان غائب ٿي ويو.

شهزادو اهو حال ڏسي گهبرائجي ويو ۽ پڇتائڻ لڳو تہ اجايو گهوڙي تي چڙهيس. هن سوچيو تہ ان ڏاهي، مون کي نقصان پهچائڻ لاءِ ضرور ڪا حرفت هلائي آهي ۽ هاڻي سواءِ خدا جي ٻي ڪابہ طاقت مون کي بچائي نہ سگهندي. ايتري ۾ هن گهوڙي جي ڳچيءَ تي چوڌاري هٿ گهمايا تہ کيس ساڄي توڙي کاٻي طرف ڪُڪڙ جي منڍيءَ جيڏيون، ڦرنين جهڙيون بہ شيون هٿ کي لڳيون. هن انهن مان ساڄي پاسي واريءَ ڦرڻيءَ کي ڦيرايو تہ گهوڙو وڌيڪ تيزيءَ سان اڏامڻ لڳو. انهيءَ تي هن جهٽ کاٻي طرف واريءَ ڦرڻيءَ کي ڦيرايو تہ گهوڙي جي رفتار گهٽجڻ لڳي ۽ هو زمين ڏانهن لهڻ لڳو.

شهزادو جيئن زمين کي ويجهو ايندو ويو، تيئن هن کي چوڌاري اهڙا بہ شهر ۽ ڳوٺ ڏسڻ ۾ آيا، جيڪي هن ڪڏهن بہ ڪين ڏٺا هئا. انهن مان هڪ شهر تہ ڏاڍو شاندر نمني جو اڏيل هو، جنهن جي چوڌاري سهڻا باغ، ٻنيون ٻارا ۽ درياءَ هئا. شهزادي خيال ڪيو تہ ان شهر جو نالو معلوم ڪرڻ گهرجي ۽ ڏسجي تہ اهو ڪهڙيءَ ولايت جو شهر آهي. هن پوءِ شهر جي مٿان ڪيترائي چڪر هنيا ۽ سڄي کاٻي طرف چڱيءَ طرح ڏٺو. سج بہ لهڻ تي هو ۽ شهزادي سوچيو تہ هن شهر کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي جاءِ هوندي، جتي رات جا چار پهر گذاري سگهجن. اجوڪي رات تہ هت گذاريان ٿو، سڀاڻي پنهنجي ملڪ ڏانهن هلبو ۽ بادشاهہ ۽ ٻين کي سڄي روئداد هلي ٻڌائبي. پوءِ هو اهڙي جاءِ ڳولڻ لڳو، جتي سلامتيءَ

سان گهوڙي سوڌو لهي سگهي ۽ ڪيس ٻيو ڪير به ڏسي نه سگهي. اوچتو سندس نظر شهر جي وچ ۾، ٺهيل هڪ عاليشان محل تي وڃي پيئي، جنهن جي چوڌاري وڏن وڏن برجن واري واري عالم پناهه ڏنل هئي، هن کي پڪ ٿي ته اهائي موزون جاءِ آهي.

شهزادي ڦرڻيءَ کي گهمايو، ته گهوڙو به هيٺ لهڻ لڳو ۽ آهستي آهستي اچي محلات جي ڇت تي لٿو. شهزادي گهوڙي تان لهي پهرين شڪراني جي نماز پڙهي ۽ پوءِ گهوڙي جي چوڌاري ڦِري، ان کي چڪاسڻ لڳو ۽ دل ۾ چيائين: 'خدا جو شُڪر، جنهن توکي جوڙيو آهي، سو ڪو وڏو ڏاهو شخص آهي. جيڪڏهن حياتيءَ مون سان وفا ڪئي ۽ آءٌ سلامتيءَ سان پنهنجي ملڪ ۾ پهچي ماءُ- پيءُ سان مليس، ته انهيءَ ڏاهي تي هر قسم جي مهرباني ڪندس ۽ هن کي تمام گهڻو فائدو پهچائيندس.' پوءِ شهزادو محل جي ڇت تي ماٺ ڪري ويهي رهيو ۽ جڏهن خبر پيس ته گهر جا ڀاتي هاڻي سمهي رهيا هوندا، تڏهن هيٺ وڃڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. هن کي بُک به ڏاڍو ستايو هو ۽ ڪيس پڪ هئي ته ههڙيءَ محلات ۾ کائڻ پيئڻ جون شيون به ضرور موجود هونديون. تنهن ڪري گهوڙو اُتي ئي ڇڏي، ڏاڪڻ تان هيٺ لٿو. جتي هن درٻار جهڙو هڪ وڏو ڪمرو ۽ ان جو سنگمرمر جو فرش ڏٺو. هو انهيءَ ڪمري جي خوبصورت اڏاوت کي ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو. اتي ڪو به بني- بشر موجود نه هو. جنهن ڪري شهزادو مُنجهي پيو ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو ته ڪيڏانهن وڃان! نيٺ خيال ڪيائين ته واپس مٿي وڃي، رات جا چار پهر اُتي گذاري، صبح جو روانو ٿجي.

شهزادي اجا اهو ئي پئي سوچيو، ته پريان هڪ روشني ويجهو ايندي معلوم ٿيس. هُن روشنيءَ ڏانهن ڇِتائي ڏٺو ۽ خبر پيس ته هڪ سداملوڪ قداور عورت، جنهن جي سونهن اڳيان چنڊ به جهڪو پاسجي، ڪيترين ئي ٻانهين جي وچ ۾، ڏانهنس وڌندي پئي آئي. اها دوشيزه اتي جي بادشاهه جي ڌيءَ هئي. بادشاهه هن کي تمام گهڻو پيائيندو هو ۽ سندس آرام ۽ تفريحي لاءِ ئي اها محلات ٺهرائي هئائين. شهزاديءَ جي دل جڏهن بيزار ٿيندي هئي، تڏهن هوءَ ٻانهين سميت انهيءَ محل ۾ ايندي هئي ۽ ٻه ٽي ڏينهن اُتي رهي، واپس شاهي محلات ۾ موٽي ويندي هئي. اتفاق ڏسو ته انهيءَ رات شهزادي به وندر خاطر انهيءَ محل ۾ آيل هئي. سانس گڏ هڪ خواجه سرا به هو، جنهن جي هٿ ۾ هڪ اگهاڙي ترار هئي. ايتري ۾ ٻانهين محلات جو سامان ٺيڪ ٺاڪ ڪيو ۽ عطر عنبر جي ڇٽڪار ڪيائون. هنن کي ڪم ۾ رُڌل ڏسي، شهزادي جهٽ ڪري وڃي خواجه سرا کي سوگهو جهليو ۽ هن جي هٿ مان ترار ڦري

وجي ٻانهين تي ڪڙڪيو ۽ هنن کي ساڄي کاٻي چِڙوچِڙ ڪري ڇڏيائين. شهزاديءَ جو اهو ڏنو ته پهرين ته ٿورو ڊڄي ويئي، پر پوءِ هُن جي خوبصورتيءَ کي ڏسي، چيائين: ”شايد تون اهو ساڳيو شخص آهين، جنهن ڪالهه منهنجي پيءُ کان منهنجي سڱ جي گهر ڪئي هئي ۽ بابي انهيءَ ڪري انڪار ڪيو، جو تنهنجي صورت هن کي ڪانه وڻي. پر خدا جو سُنهن، منهنجو پيءُ غلط هو، جو انڪار ڪيائين. دراصل تون ته هڪ خوبصورت شخص آهين.“

حقيقت ۾، هندوستان جي ڪنهن بادشاهه جي پٽ، شهزاديءَ جي سڱ لاءِ گهر ڪئي هئي ۽ بادشاهه هن جي بدصورتيءَ سبب انڪار ڪيو هو. شهزاديءَ انهيءَ سببان خيال ڪيو ته هيءُ شايد اهو ئي شهزادو آهي، جنهن سڱ لاءِ گهر ڪئي هئي. اهو خيال ڪري، هوءَ شهزادي جي ويجهو ائي، هن کي پاڪر پائي چمي ڏنائين ۽ هن کي ساڻ ڪري تخت تي اچي ويٺي. انهيءَ تي ٻانهين عرض ڪيو ته ”اي سائڻ! هيءُ اهو شخص نه آهي، جنهن اوهان سان شادي ڪرڻ لاءِ بادشاهه سلامت کي درخواست ڪئي هئي، ڇاڪاڻ ته اهو شخص بدصورت هو ۽ هيءُ خوبصورت آهي. اُهو بدصورت شخص ته هن جي جُتيءَ برابر به نه هو. اسان جي سائڻ! سچ پچ ته هيءُ شخص ڪنهن شاهي گهراڻي جو ٻار آهي.“ پوءِ ٻانهيون ڊوڙي پٽ تي پيل خواجه سرا ڏانهن ويون ۽ وڃي اُٿاريائونس. هو خوف وچان ڊڄندو ڊڄندو اٿيو ۽ پنهنجي هٿ ۾ ترار نه ڏسي، ان کي ڳولڻ لڳو. اهو حال ڏسي، هڪ ٻانهيءَ ٻڌايس ته جنهن تنهنجي ترار ڦري. توکي ڪيرائي وڌو هو، سو ته شهزاديءَ سان گڏ ويٺو آهي. بادشاهه انهيءَ خواجه سرا کي شهزايءَ جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيو هو. تنهن جو اها ڳالهه ٻڌي ته اُٿي اُن طرف ويو ۽ پردي کي هٽائي جان ڪٽي ڏسي ته شهزادي هڪ غير شخص سان ويٺي ڳالهيون ڪيون. اهو ڏسي، خواجه سَرا، شهزادي ڏانهن منهن ڪري چوڻ لڳو: ”اي منهنجا مالڪ! تون اسان جي مالڪ آهين يا ڪو جن؟“ شهزادي جواب ۾ وراڻيس: ”حيف اَٿئي اي بدبخت غلام! تون ائين ڪيئن ٿو چوين ته ڪسريٰ جو فرزند، انهيءَ لعنت مخلوق مان هوندو!“ پوءِ ترار هٿ ۾ جهلي چيائين: ”آءٌ هتي جي بادشاهه جو ناٺي آهيان. هي پنهنجي ڌيءُ جي مون سان شادي ڪئي آهي ۽ مون کي حڪم ڏنو اٿس ته آءٌ پاڻ هن سان اچي ملاقات ڪريان. خواجه سرا اهو جواب ٻڌي ٻاهر نڪتو ۽ ڪپڙا ڦاڙي، مٿيءَ ۾ پاڻ پَيوت ڪري، گهوڙا گهوڙا ڪندو بادشاهه وٽ ويو.

بادشاھ جڏھن ھن جون دانھون ٻڌيون، تڏھن چيائين تہ ”توتي ڪھڙي مصبت نازل ٿي آھي. جو منھنجو اچي آرام ڦٽايو اٿئي؟ پنھنجي ماجرا جلد بيان ڪر، پر مختصر لفظن ۾.“ خواجہ سرا دانھن ڪري چيو: ”اي بادشاھ سلامت! جلدي شهزاديءَ جي مدد لاءِ پهچو، جو ڪنھن راڪاس، انساني رُپ ڌاري، پاڻ کي ڪنھن بادشاھ جو پٽ سڏائي، اچي شهزادي4 کي پنھنجي قبضي ۾ ڪيو آھي.“ اھو احوال ٻڌي بادشاھ ڪاوڙ ۾ تپي سرخ ٿي ويو ۽ پھرين تہ خيال ڪيائين تہ ھڪ ئي ڌڪ سان ھن جي سِسِي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏي، پر پوءِ ڪجھہ ڌريج ڪري ھن کان پڇيائين: ”توڪان اھڙي بيپرواھي ڪيئن ٿي جو شهزادي اھڙيءَ مصيبت ۾ وجي ڦاٿي؟“ خواجہ سرا وٽان ڪو بہ مناسب جواب نہ ٻڌي، بادشاھ اٿيو ۽ ان محلات ڏانھن روانو ٿيو، جتي شهزادي رھيل ھئي. بادشاھ محلات ۾ پھچي ٻانھين کان پڇيو تہ: ”ماجرا ڇا آھي؟“ ٻانھين ادب سان جُھڪي عرض ڪيو تہ ”اي بادشاھ سلامت! ھت ڪمر ۾ رڌل ھيوسين تہ اوچتو اھو چنڊ جھڙو سھڻو جوان، اُگھاڙي ترار ھٿ ۾ ڪٽي اندر ڌوڪي آيو. اسان ھن کان اندر اچڻ جو مقصد پڇيو، جنھن تي چيائين تہ ’بادشاھ سلامت شهزاديءَ جي مون سان شادي ڪئي آھي.‘ وڏيڪ اسان کي ڪا بہ خبر ڪانھي.“

بادشاھ اھو جواب ٻڌي غيرت وچان ڏڪڻ لڳو ۽ مياڻ مان ترار ڪندي، پردو مٿي ڪٽي، اندر ويو ۽ ھن جي مٿان واچوڙي وانگر وجي ڪَڙڪيو. شهزادي، بادشاھ کي ڏسي، شهزديءَ کان پڇيو: ”ھيءُ تنھنجو پيءُ اھي؟“ شهزاديءَ جواب ڏنو: ”ھائو ھيءُ منھنجو والد آھي.“ اھو ٻڌي شهزادو پيرن ڀر اُيو ٿي بيٺو ۽ ترار ھٿ ۾ ڪٽي، بادشاھ کي پريائين اھڙي تہ ھڪل ڪيائين، جو ھو دھلجي ويو. پاڻ تي حملو ٿيندو ڏسي، بادشاھ خيال ڪيو تہ شهزادو ڏسڻ ۾ گھڻ سگھارو آھي، تنھن ڪري ترار مياڻ ۾ وجھي اُتي ئي بيھي رھيو. اتي شهزادي بہ پاڻ سنڀاليو ۽ اڳتي وڌي اچي بادشاھ کي ادب سان مليو. بادشاھ چيس : ”اي نوجوان! تون انسانزادو آھين يا ڪو جن؟“ شهزادي جواب ڏنو: ”جيڪڏھن من ھنجو شهزاديءَ سان واسطو نہ ھجي ھا تہ آءٌ تنھنجي ادب ڪرڻ ۽ تنھنجي ڌيءَ جي عزت رکڻ بدران، توکي ھڪدم قتل ڪري ڇڏيان ھا. تون مون کي ڪيئن ٿو جن جو اولاد سمجھين؟ جڏھن آءٌ ڪسريٰ جي بادشاھ جو فرزند آھيان. ھيءُ اھو زبردست بادشاھ آھي، جو جيڪڏھن چاھي تہ تنھنجي بادشاھت اونڌي ڪري ڇڏي ۽ تنھنجو سمورو شان ۽ شوڪت مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏي.“ بادشاھ بہ جواب ۾ شهزادي کي اھڙا ئي ساڳيا لفظ چيا ۽ ھن کي ڌمڪي ڏنائين ۽ چيائين: ”جيڪڏھن تون سچ پچ ڪو شهزادو آھين، تہ پوءِ

منهنجي اجازت کان سواءِ تون هن محلات ۾ ڪيئن آئين؟ تو ڇو منهنجيءَ عزت تي حملو ڪيو؟ ۽ ڪيئن بهانو ڪري منهنجي ڌيءَ کي چيئي ته مون هن جي توسان شادي ڪئي آهي ۽ هوءَ هاڻي تنهنجي زال آهي؟ مون ته ڪيترن ئي بادشاهن ۽ شهزادن کي رڳو انهيءَ ڪري قتل ڪري ڇڏيو آهي، جو هنن مون کان شهزاديءَ جو سڱ جي گهر ڪئي هئي."

شهزادي، بادشاهه جي واتان اهي لفظ ٻڌي چيو: "سچ پچ ته توتي ۽ تنهنجي عقل جي ڪوتاهيءَ تي عجب ٿو ٿئيم. اوهان پنهنجي ڌيءَ لاءِ مون کان وڌيڪ مان مرتبي واري خاوند جي ڳولا ڪئي ۽ مون کان وڌيڪ بهادر، عالي نسب ۽ راج ڀاڳ جو ڪو ٻيو مالڪ ڏٺو؟" بادشاهه جواب ڏنس: "نه، پر اي نوجوان! منهنجي مرضي آهي ته تون دستور مطابق شهزاديءَ سان شادي ڪرڻ لاءِ، مون کي درخواست ڪر ۽ آءُ توکي پنهنجي ڌيءُ جو سڱ ڏيندس. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن آءُ شهزاديءَ جي شادي لڪ ڇپ ۾ ڪندس ته انهيءَ ۾، منهنجي بيعزتي ٿيندي." شهزادي جواب ۾ چيو: "اوهان جو چوڻ بجا آهي. پر اي بادشاهه! جيڪڏهن تنهنجا غلام ۽ تنهنجو لشڪر مون تي حملو ڪري ۽ مون کي قتل ڪري ڇڏي ته انهيءَ ۾ به تنهنجي بدناموسي ٿيندي ۽ تنهنجي سڄي رعيب، توتي لعنت ملامت ڪندي. منهنجي هيءَ صلاح آهه ته انهيءَ خيال کي ڪڍي ڦٽو ڪر ۽ جيئن آءُ چوان ٿو، تيئن ڪر." بادشاهه چيو: "چڱو. مون کي اها ڳالهه قبول آهي." شهزادي چيس: "آءُ اهو چوڻ ٿو گهران ته يا ته تون اڪيلي سر مون سان وڙهه ۽ اسان مان جيڪو ٻئي کي قتل ڪري، اهو بادشاهيءَ جو مالڪ آهي. يا ته مون کي اڄوڪي رات اجازت ڏي ۽ صبح جو مون تي پنهنجو سڄو لشڪر چاڙهي اچ ۽ ان لشڪر جي تعداد جو مون کي اڳواٽ اطلاع ڪر." بادشاهه جواب ڏنو: "مون وٽ چاليهه هزار گهوڙيسوار آهن ۽ ٻيا ايترا نوڪر چاڪر به آهن." شهزادي چيو: "خير، جڏهن ڏينهن ٿيندو، تڏهن انهن سيني کي مون ڏانهن موڪل. هنن کي چئجانءِ ته هِن شخص مون کان ڌيءُ جو سڱ گهريو آهي ۽ دعوا ڪئي اٿس ته اوهان سان اڪيلي سر جنگ جوٽيندو ۽ چوي ٿو 'ته اوهان سيني کي ماري مڃائيندو ۽ اوهين ڪڏهن به مٿس فتح حاصل نه ڪري سگهندؤ.' پوءِ مون کي ڇڏي ڏجو ته آءُ اوهان جي سڄ لشڪر سان جنگ ڪندس. جيڪڏهن هنن مون کي قتل ڪيو ته هي ڳالهه راز ۾ رهندي ۽ اوهانجي عزت به رهجي ايندي. پر جيڪڏهن آءُ هنن تي غالب ٿيس ويس، ته پوءِ مون کي حق حاصل ٿيندو ته آءُ اوهان جي ناٺي ٿيان." بادشاهه شهزادي جي اها

صلاح قبول ڪئي. هو انهيءَ تي عجب ڪائڻ لڳو ۽ شهزادي جي پختي ارادي کي ڏسي، ٿورو گهٻرائجي به ويو.

پوءِ بادشاهه خواجه سرا کي گهرائي، حڪم ڏنو ته هڪدم وزير کي حاضر ڪيو وڃي ۽ هن کي ٻڌايو وڃي ته سڀني فوجن کي گڏ ڪري، هٿيارن پنوهارن سان تيار ٿي، گهوڙن تي چڙهي اچي، حاضر ٿين. خواجه سرا سڌو وزير وٽ وڃي پهتو ۽ بادشاهه جو حڪم ٻڌايائينس. وزير هڪدم فوجي عملدارن کي گهرايو ۽ لشڪر گڏ ڪري، گهوڙن تي رواني ٿيڻ جو حڪم ڏنو. انهيءَ وچ ۾ بادشاهه نوجوان شهزادي سان گفتگوءَ ۾ مصروف رهيو ۽ هن جي ڳالهين ۽ صحبت مان ڏاڍو خوش ٿيو. سڄي رات رهاڻيون ڪندي گذري. صبح ٿيو ته بادشاهه اٿيو ۽ دربار ۾ وڃي حڪم ڪيائين ته هڪ شاندار گهوڙو سهڻن سنجن سان سينگاري، وڃي شهزادي کي ڏيو ته هو انهيءَ تي سوار ٿي اچي. حڪم جي تعميل ڪئي ويئي، پر نوجوان شهزادي چيو: "اي بادشاهه! آءٌ ايستائين گهوڙي تي سوار نه ٿيندس، جيستائين آءٌ اوهان جو سمورو لشڪر نه ڏسندس." بادشاهه چيس ته "توکي اجازت آهي." اهڙيءَ طرح بادشاهه پاڻ شهزادي کي وٺي هليو ۽ اچي لشڪر وٽ پهتا. شهزادي لشڪر ڏسي، ان جي تعداد جي خاطري ڪئي. انهيءَ تي بادشاهه لشڪر ڏانهن مُنهن ڪري بلند آواز ۾ چيو: "منهنجا بهادرو! هيءُ نوجوان ڪنهن ٻيءَ ولايت مان آيو آهي ۽ مون کان ڌيءَ جو سنگ جي گهر ڪري ٿو. مون هن جهڙو خوبصورت ۽ بهادر جوان اڃا تائين نه ڏٺو آهي. هيءُ دعوا ڪري ٿو ته اوهان سڀني کي اڪيلي سر شڪست ڏئي، ڀڄائيندو. پر ياد رکجو ته جنهن وقت هيءُ مقابلي لاءِ اوهان جي ويجهو اچي، ته اوهين به ترارن ۽ ڀالن جي نوڪن سان هن جو استقبال ڪجو. ڇاڪاڻ ته هن تمام وڏي هامَ هنئي آهي." ان بعد نوجوان کي چيائين: "اي پٽ! هاڻي جيئن تن هنجي مرضي هجي، تيئن ڪر." پر نوجوان جواب ڏنو: "تو مون سان انصاف نه ڪيو آهي. آءٌ هنن سان ڪهڙي طرح جنگ ڪري سگهندس، جڏهن ته آءٌ پيرين پيادو آهيان ۽ هي گهوڙن تي سوار آهن؟" بادشاهه وراڻيس ته "مون ته توکي اڳ ۾ ئي گهوڙي تي سوار ٿيڻ لاءِ چيو هو، پر تو انڪار ڪيو. تون هنن گهوڙن مان ڪو به گهوڙو چند ۽ ان تي سوار ٿيءُ." شهزادي جواب ڏنس ته "مون کي تنهنجن گهوڙن مان ڪوبه گهوڙو پسند ڪونهي. آءٌ ته ان گهوڙي تي سوار ٿيندس، جنهن تي آءٌ چڙهي آيو هئس." بادشاهه پڇيس ته "اهو گهوڙو ڪٿي آهي؟" شهزادي جواب ڏنو ته "اهو گهوڙو محلات جي ڇت تي بيٺو آهي." بادشاهه عجب وچان پڇيو: "منهنجيءَ محلات جي ڇت تي؟" شهزادي

Gul Hayat Institute

چيو: ”هائو، تنهنجيءَ محلات جي ڇت تي.“ اهو ٻڌي بادشاهه چيو ته ”تنهنجي بيوقوفيءَ ۽ ڇريائيءَ و اهو پهريون مثال آهي. مون کي توتي افسوس ٿو ٿئي. ڀلا گهوڙو ڇت تي ڪيئن وڃي سگهندو؟“ پوءِ بادشاهه هڪ ماڻهوءَ کي محلات جي ڇت ڏانهن اُماڻيو، جنهن وڃي ڏٺو ته گهوڙو واقعي اُتي بيٺو هو. هن اهڙو سهڻو گهوڙو اڳ ڪڏهن به نه ڏٺو هو، تنهن ڪري وجيهو وڃي چڱيءَ طرح ڏٺائين ته اهو عاج ۽ آبنوس جو ٺهيل هو. انهيءَ ماڻهوءَ جي پٺيان ٻيا به ڪيترائي اَمير اُمراءُ ويا ۽ جڏهن هنن گهوڙي کي ڏٺو، تڏهن سيئي کلڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا ته ”نوجوان هِن گهوڙي جو ذڪر ڪيو آهي؟ اسين سمجهون ٿا ته هو ڪو ديوانو آهي، پر جلد ئي خبر پئجي ويندس. ممڪن آهي ته ان ۾ ڪو لڪل گُڻ به هجي!“ پوءِ هنن گڏجي گهوڙي کي کنيو ۽ آڻي بادشاهه جي اڳيان رکيائيون. ماڻهو، گهوڙو ڏسي، ان جي چوڏاري ڦري ويا ۽ ان جي سُنجن ۽ بناوت وغيره ڏانهن نهاري، حيرت ۾ پئجي ويا. بادشاهه شهزادي کي چيو، ”اي نوجوان! تنهنجو گهوڙو هيءُ آهي؟“ شهزادي چيو: ”هائو، اهوئي منهنجو گهوڙو آهي، تون جلد ئي هن جا حيرت ۾ وجهندڙ ڪم ڏسندين.“ بادشاهه چيس ته ”پوءِ پنهنجي گهوڙي تي جلد سوار ٿي.“ پر هُن جواب ڏنس ته ”آءٌ ايستائين سوار نه ٿيندس، جيستائين ماڻهو گهوڙي کان هٽي پري نه ٿيندا.“ پوءِ بادشاهه سيني بيٺل ماڻهن کي پري هٽي وڃن جو حڪم ڏنو.

نواجوان شهزادي چيو: ”اي بادشاهه! هاڻي آءٌ گهوڙي تي سوار ٿيان ٿو ۽ تنهنجي سموري لشڪر کي اک ڇنڀ ۾ پڪِري ٿو ڇيان.“ بادشاهه چيسو ته ”جيئن وڻئي تيئن ڪر. تون هنن تي ڪو به رحم نه ڪجانءِ ۽ هي به توتي ڪا ڪهل نه ڪندا.“ شهزادو گهوڙِ تي ٽپ ڏيئي چڙهيو ۽ ان کي اڏائڻ لاءِ ڦرنيءَ کي ڦيرائين. پوءِ ته ڏسندڙن جون اکيون ڦاٽي ويون! گهوڙي ۾ ڄڻ ته ڪا اوچتي سگهه اچي ويئي هئي ۽ هو تيزيءَ سان حرڪت ڪرڻ لڳو ۽ هڻڪارون ڪري دڙها هڻي، آسمان ڏانهن چڙهڻ لڳو. شهزادي کي آسمان ڏانهن اُڏامندو ڏسي، بادشاهه لشڪر ڏانهن منهن ڪري چيو: ”حيف آهي اوهان تي! وارو ڪري جهلي وٺوس نه ته ڀڄي ويندو.“ اهو حڪم ٻڌي وزير ۽ سپهه سالار چيو ته ”اي بادشاهه! ڪو اُڏامندڙ پکيءَ کي جهلي سگهي ٿو؟ هيءُ ته ڪو وڏو جادوگر ٿو ڏسجي. اوهان کي خدا بچايو آهي، تنهن ڪري پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ خدا جو شڪر ڪريو.“

بادشاهه مايوس ٿي محلات ۾ موٽي آيو ۽ ڌيءَ کي اچي سموري روئداد ٻڌايائين. پر شهزادي وِڇوڙي ۽ جدائيءَ جي غم کان بيزار ۽ بيچين، پنهنجي هنڌ تي ليٽي پئي هئي. ڌيءُ جي اها حالت ڏسي، بادشاهه

هن کي سيني سان لائي، پيشانيءَ تي چمي ڏيئي چيو ته، ”منهنجي منٺڙي ڌيءُ! خدا جو شڪر ڪر جو پاڻ کي انهيءَ هرفتي جادوگر کان پناهه ملي آهي.“ پوءِ بادشاهه هن کي اهو سمورو احُال ٻڌايو، جيڪو هن پاڻ اکئين ڏٺو هو. پر شهزادي ان ڏانهن ڪوبه ڌيان نه ڏنو ۽ ذرو به ڪان نه ڪُڇي. هوءَ روئندي پٽيندي رهي ۽ دل ۾ پڪو پهه ڪيائين ته ’خدا جو سُنهن، آءٌ نه ڪجهه کائيندس ۽ نه ڪجهه پيئندس، جيستائين آءُ هن سان نه وڃي ملان.‘ بادشاهه ڌيءَ جو اهو حال ڏسي، ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويو ۽ اندر ئي اندر کَڙهڻ لڳو.

هوڏانهن شهزادو پنهنجي ملڪ ڏانهن اُڏامندو پئي ويو. ساڳئي وقت هن ئي به شهزاديءَ جو خيال ڏاڍو ستايو هو. ڪيس ماڻهن کان ته اڳواٽ ئي خبر پئجي ويئي هئي، ته بادشاهه جو نالو ڪهرو آهي ۽ اهو ’سينا‘ جو ملڪ هو. هو تيزيءَ سان پنهنجي ملڪ ڏانهن سفر ڪندو رهيو. نيٺ هو پنهنجي ملڪ جي ويجهو اچي پهتو ۽ گهوڙي ڪي هيٺ لاهيندو اچي محلات جي ڇت تي لٿو. گهوڙي کي اُتي ڇڏي، هو پيءُ وٽ آيو، جيڪو سندس جدائيءَ ۾ اَداس ۽ ملول ويٺو هو. بادشاهه جو پٽ کي ڏٺو، سو خوشيءَ وچان ڊوڙي اچي ڇاتيءَ سان لاتائينس، شهزادي پهرين پيءُ کان پڇا ڪئي ته ”اُهو داناءُ شخص ڪٿي آهي، جنهن گهوڙو ناهيو هو؟“ بادشاهه جواب ڏنس ته ”خدا نه ڪري جو آءٌ وري ان شخص جو منهن ڏسان، ڇاڪاڻ ته هن جي ڪري ئي تون اسان کان وڇڙي وئين. تنهنجي وڃڻ کان پوءِ، هن کي گرفتار ڪري قيد ۾ وڌو ويو آهي.“ پر پوءِ شهزادي جي زور ڀرڻ تي بادشاهه حڪم ڏنو ته، ”داناءَ شخص کي هڪدم حاضر ڪيو وڃي.“ جڏهن اهو داناءُ حاضر ٿيو، تڏهن بادشاهه هن کي سروپا ڍڪائي ۽ ڪيترو ئي مال ملڪيت انعام ۾ ڏنائين. البت پنهنجي ڌيءَ سان شادي ڪرائڻ کان انڪار ڪيائين. انهيءَ تي اهو داناءُ شخص سخت ناراض ٿيو ۽ پنهنجي ڪئي تي پڇتائڻ لڳو، ڇاڪاڻ ته ڪيس خبر پئي ته شهزادو گهوڙي کي هلائڻ واريراز مان واقف ٿي ويو هو. هوڏانهن بادشاهه پُٽ کي نصيحت ڪئي ته ”تون هاڻي انهيءَ گهوڙي جي ويجهو به نه وڃجانءِ، ڇا لاءِ ته توکي ان جي سيني پرزن جي ڪابه ڄاڻَ ڪانهي.“ شهزادي انهيءَ تي ڪو ڌيان نه ڏنو ۽ پيءُ کي پنهنجي سموري سفر ۽ شهزاديءَ واري واقعي جو سمورو احوال ٻڌايو. بادشاهه احوال ٻڌي چيس: ”جيڪڏهن بادشاهه چاهي ها ته توکي قتل ڪرائي ڇڏي ها، پر تنهنجي ڪا حياتي وڏي هئي.“

پوءِ هنن سيني گڏجي ڏاڍيون خوشيون ملهايون. محلات جي ٻانهين مان، هڪ نهايت خوبصورت ٻانهيءَ، سارنگي وڄائي ۽ هجر جا دردناڪ گيت ڳيا. جن شهزادي جي دل تي ڏاڍو اثر ڪيو ۽ هو شهزاديءَ جي وڇوڙي جي درد ۽ ڏک وچان ڦٿڪڻ لڳو. ٿوريءَ دير کان پوءِ، هو اُتان اٿيو ۽ گهوڙي تي چڙهي، ڦرڙيءَ کي ڦيرايائين ته گهوڙو هوا ۾ اُڏامندو آسمان ڏانهن چڙهندو ويو. صبح جو جڏهن بادشاهه شهزادي جي پڇا ڪئي ته هو غائب هو. چوڌاري ماڻهو پکڙجي ويا، پر شهزادي جو نڪو پار نڪو پتو. هيٺ محلات جي ڇتي تي ڏٺائون ته گهوڙو به غائب هو. بادشاهه هڪدم ڳالهه سمجهي ويو ۽ پڪو پهه ڪيائين ته شهزادو جيڪڏهن واپس آيو ته گهوڙي کي گم ڪرائي ڇڏبو.

هوڏانهن شهزادو هوا سان ڳالهيون ڪندو. جهٽ پٽ اچي 'سينا' جي انهيءَ شهر مٿان پهتو. پوءِ گهوڙي کي محلات جي ڇت تي لاهي، پاڻ هيٺ محل ۾ آيو ۽ شهزاديءَ جي ڪمري ڏانهن ويو. پر هن اتي نڪي شهزاديءَ کي ڏٺو، نڪي ٻانهيون ڏٺائين ۽ نه وري اُهو خواجه سرا نظر آيس، جيڪو انهن جو پهريدار هو. اهو حال ڏسي هن کي ڏاڍو ڏک پهتو. آخر محلات جو هڪڙو هڪڙو ڪمرو جاچيندو جاچيندو، جان ڪٿي ڏسي ته هڪ ڪمري ۾، شهزادي هنڌ تي ليٽي پئي اهي ۽ چوڌاري ٻانهيون بيٺيون اَٿس. شهزادو ڪمري ۾ هليو ويو ۽ وڃي شهزاديءَ کي جهڪي سلام ڪيائين. شهزاديءَ جو، هن جو آواز ٻڌو، سو ٽپ ڏئي اٿي ويٺي ۽ ڊوڙي اچي شهزادي کي ڀاڪر پائي روئڻ لڳي. شهزادي چيس ته "اي شهزادي! تنهنجي وڇوڙي منهنجي جان جلائي ڇڏي." شهزاديءَ وراڻيو: "منهنجو پڻ اهو حال آهي. جيڪڏهن تون نه اچين ها، ته يقين آهي ته آءٌ لُڇي لُڇي مري وڃان ها." شهزادي پوءِ ڳالهه کي بدلائيندي پڇيو: "تنهنجي پيءُ جي مون سان روش بابت تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟ اهو سڀ تنهنجي پيار خاطر سنم. آءٌ هن کي قتل ڪري ڇڏيان ها، پر تنهنجي ڪري آءٌ هن جي عزت ڪريان ٿو."

شهزاديءَ چيو ته "تون مون کان ڇو جدا ٿي وئين؟ تنهنجي وڃڻ کان پوءِ مون کي حياتي وِهه ٿي وئي." هن جواب ڏنس: "ڇا تون منهنجي هڪڙي خواهش پوري ڪندينءَ؟" شهزاديءَ چيو ته "ڇوٰ جيڪو چوڻو اٿئي. آءٌ ته دل و جان سان تنهنجي هر خواهش پوري ڪرڻ لاءِ تيار آهيان." شهزادي چيو ته "تون مون سان گڏجي منهنجي ملڪ ڏانهن هل." شهزاديءَ خوش ٿي چيو ته "آءٌ ضرور هلنديس."

شهزاديءَ جو جواب ٻُڌي شهزادو خوشيءَ وچان ڪپڙن ۾ ئي ڪونه ٿي ماپيو، ۽ هن جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺي انجام ورتائين. پوءِ ٻيئي گڏ جي ڇت ويا ۽ گهوڙي تي چڙهي، آسمان ڏانهن اڏامڻ لڳا. اتي

Gul Hayat Institute

ٻانهين وٽي دانهون ڪوڪون ڪيون ۽ وڃي بادشاھ ۽ راڻيءَ کي دانهن ڏنائون. جنهن تي اُهي ٻہ تڪڙا تڪڙا ڊوڙندا محلات جي ڇت تي چڙهي آيا. بادشاھ آسمان ڏانهن نهاريو ۽ ڏنائين تہ آبنوسي گهوڙو، هوا کي چيريندو اکيتي وڌندو پئي ويو. اهي حال ڏسي، بادشاھ ڪاوڙ ۾ سرخ ٿي ويو ۽ دانهن ڪري چيائين: "اي شهزادا! خدا جي واسطي مون تي ۽ منهنجيءَ راڻيءَ تي رحم ڪر۽ اسان کي پنهنجي ڌيءُ جي وڇوڙي جو داغ نہ ڏي." شهزادي بادشاھ کي تہ ڪوبہ جواب نہ ڏنو، پر دل ۾ خيال ڪيائين تہ شايد ماءُ پيءُ کان جدا ٿيڻ ڪري شهزاديءَ پڇتايو هوندو. تنهن ڪري شهزاديءَ کان پڇيائين: "اي حسن جي ديوي! تنهجي مرضي آهي ڇا تہ آءٌ توکي واپس تنهنجي ماءُ پيءُ تائين پهچايان؟" جنهن تي هن جواب ڏنو: "اي منهنجا سرتاج! خدا جو سُنهن، منهنجي اها هرگز مرضي ناهي. آءٌ تہ چاهيان ٿي تہ جتي تون هجين اتي آءٌ بہ توسان گڏ هجان. چاڪاڻ تہ تنهنجي شهزاديءَ جو اهو جواب ٻڌي، هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ گهوڙي کي ويتر تيز اڏائيندو، اچي پنهنجي ملڪ پهتو. هن جي دل ۾ اِها خواهش ٿيا ڏيڻ لڳي تہ آءٌ شهزاديءَ کي پنهنجو راڄ ڀاڳ ۽ پيءُ جي حڪومت ڏيکاريان ۽ ٻڌايانس تہ تنهنجي پيءُ کان منهنجو پيءُ زبردست بادشاھ آهي. پر هُن، محلات ۾ وٺي وڃڻ کان اڳ، شهر جي ٻاهران هڪ خوبصورت محل ۾ وڃي شهزايءَ کي لاٿو. هن آبنوسي گهوڙُو بہ اتي ئي بيهاريو ۽ شهزاديءَ کي چيائين: "تون هن جي سنڀال ڪر ۽ ايستائين هت ويھ، جيستائين منهنجو ڪو ماڻهو توکي وٺڻ اچي. آءٌ پنهنجي پيءُ وٽ وڃان ٿو ۽ توکي شاهي محلات ۾ وٺي هلڻ لاءِ بندوبست ڪرايان ٿو."

پوءِ شهزادو جلد ئي وڃي شاهي محلات ۾ پهتو ۽ پيءُ سان مليو. بادشاھ، پٽ کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اُتي هن جي آڌر ڀاءُ ڪيائين. شهزادي پيءُ کي ٻڌايو، "مون جنهن شهزاديءَ جو ذڪر ڪيو هو، تنهن کي آءٌ پاڻ سان وٺي آيو آهيان. مون هن کي في الحالشهر جي باغ ۾ ترسايو آهي ۽ اوهان کي اطلاع ڪرڻ آيو آهيان تہ اوهان پنهنجي شاهي شان شوڪت سان هن جو آڌر ڀاءُ ڪيو." بادشاھ چيو تہ "آءٌ اکين سان هلندس." پوءِ بادشاھ حڪم ڪيو تہ سڄي شهر کي سينگاريو وڃي ۽ پو3 نوڪر چاڪر ۽ لشڪر ساڻ ڪري، وڏيءَ ڌام ڌوم سان باغ ڏانهن روانو ٿيو. هوڏانهن شهزادي، شهزايءَ جي سواريءَ لاءِ، هڪ ڀلي اُٺ آڻڻ جو حڪم ڏنو، جنهن تي هيرن جواهرن وارو قيمتي گاشو وجهي، ڪيترين ئي سهڻين ٻانهين جا پاڻ سان ٽولا وٺي روانو ٿيو. باغ ۾ پهچي شهزادي اُٺ کي محلات جي در تي بيهاريو ۽ پاڻ اندر ويو. پر جان اندر نهاري تہ نڪي شهزادي ئي، نڪي گهوڙو هو. هن اهو حال ڏسي

منهن مٿو پِٽڻ شروع ڪيو ۽ ڪپڙا ڦاڙي، چرين وانگر سڄي باغ ۾ ڊوڙڻ لڳو. نيٺ ڪجهه سامت ۾ آيو ۽ سوچڻ لڳو ته شهزاديءَ کي گهوڙي جو راز ڪيئن معلوم ٿيو؟ جڏهن ته مون هن کي ڪجهه به نه ٻڌايو هو! شايد گهوڙي ڏاهيندڙ ايراني داناءَ گهوڙو ڏسي ورتو هوندو ۽ اسان کان وير وٺڻ لاءِ هن کي فريب ڏئي پاڻ سان وٺي ويو آهي. شهزادي، مالهيءَ کان پڇا ڪئي ته ”تو باغ ۾ ڪنهن کي ايندي ۽ محلات ۾ ويندي ته ڪين ڏٺو؟“ مالهيءَ جواب ڏنو: ”سائين! مون ايراني داناءَ کي سواءِ ٻئي ڪنهن به هن باغ ۾ ويندي نه ڏٺو آهي.“

قسمت جا رنگ ڏسو ته جڏهن شهزادو، شهزاديءَ کي باغ واري محل ۾ ترسائي هليو ويو، تڏهن ايراني داناءُ ڪن خاص جڙين ٻوٽين گڏ ڪرڻ لاءِ باغ ۾ آيو. ان وقت سڄو باغ ڪستوري ۽ عنبير جي خوشبوءِ سان واسيو پيو هو. اها خوشبوءِ سنگهندي، داناءَ ان طرف ويو، جتان خوشبوءِ پئي آئي. نيٺ اهو اچي محل جي خاص ڪمري تائين پهتو ۽ ڏٺائين ته دروازي تي سندس ٺاهيل گهوڙو بيٺو هو. پنهنجي وڃايل گهوڙي کي اڪيلو ڏسي، هن جي دل خوشيءَ وچان نچڻ لڳي. ڇاڪاڻ ته ان جي هٿان نڪري وڃڻ کان پوءِ، هن جي زندگي ڏاڍي ملول گذرندي هئي. هو گهوڙي جي ويجهو ويو ۽ ان جي هرهڪ حصي کي چڱيءَ طرح ڏسڻ لڳو. پر اجا گهوڙي تي سوار ٿيڻ وارو هو، ته خيال آيس ته اندر ڏسجي ته شهزادي پاڻ سان ڪهڙي شيءِ آندي آهي، جيڪا هت گهوڙي سان گڏ ڇڏي ويو آهي؟ اهو خيال ڪري هو محل جي خاص ڪمري ۾ ويو ۽ اتي هڪ چنڊ جهڙي حسين دوشيزه کي ويٺل ڏٺائين. شهزاديءَ کي ڏسي هو سمجهي ويو ته اهو ڪنهن شاهي خاندان جو ٻار آهي، جنهن کي شهزادو پاڻ سان وٺي آيو آهي ۽ هن کي هت ويهاري، پاڻ هن جي استقبال جون تياريون ڪرڻ ويو آهي. داناءُ شخص، اندر شهزاديءَ وٽ ويو ۽ ڪيس جُهڪي ادب سان سلام ڪيائين. شهزاديءَ اکيون مٿي ڪٽي هن ڏانهن ڏٺو ۽ هن جي بدصورتي ڏسي ڊڄي وئي ۽ پڇيائينس ته ”تون ڪير آهين؟“ هن جواب ڏنو. ”اي شهزادي! آءٌ شهزادي جو قاصد آهيان. مون کي حڪم مليو آهي ته آءٌ اوهان کي شهر جي هڪ ٻئي باغ ۾ وٺي هلان.“ شهزاديءَ اهو جواب ٻڌي، وراڻيو: ”شهزادو ڪٿي آهي؟“ جنهن تي هن جواب ڏنو ته: ”شهزادو بادشاهه سان گڏ شهر ۾ آهي ۽ جلد ئي هڪ وڏو جلوس وٺي اچي حاضر ٿيندو.“ اُنهيءَ تي شهزاديءَ چيس، توکان سواءِ ٻيو ڪو قاصد ڪونه هو، جنهن کي شهزادو هيڏانهن اماڻي ها؟“ اهو جواب ٻڌي، داناءُ ڪلي ڏنو ۽ جواب

ڏنائين: ”اي شهزادي! منهنجي بدصورتيءَ ڏانهن نہ وڃ. شهزادي کي جيڪو مون فيض پهچايو آهي، ان جي جيڪڏهن توکي خبر پوي تہ تون هُوند اِهي لفظ ڪين چوين.“
شهزاديءَ کي انهيءَ تي ڪجهہ اطمينان ٿيو ۽ اُتي هُن جي هٿ ۾ هٿ ڏئي هلڻ لڳي. پوءِ داناءَ کي چيائين: ”تو منهنجي سواريءَ لاءِ ڇا آندو آهي؟“ هن ٻڌايس تہ ”شهزادي! تون جنهن گهوڙي تي چڙهي آئي آهين، ان تي ئي توکي سواري ڪرڻي آهي.“ شهزاديءَ چيو، ”آءٌ تہ اڪيلي ان گهوڙي تي سواري ڪانہ ڪري سگهنديس.“ داناءَ اهو جواب ٻڌي مرڪڻ لڳو ۽ پڪ ٿيس تہ سڪار ڇار ۾ ڦاسي ويو. پوءِ چيئين: ”آءٌ پاڻ توسان گڏ انهيءَ گهوڙي تي سوار ٿيندس.“ پوءِ اهو داناءُ، گهوڙي وٽ پهچي، پهرين ان تي پاڻ سوار ٿيو ۽ پوءِ شهزاديءَ کي پنيان ويهاريائين. ايتري ۾ هن گهوڙي جي ڦرڻي ڦيرائي. گهوڙي جي سڄي ٻُت ۾ هوا ڦوڪجي ويئي ۽ هو آسمان ڏانهن اُڏامڻ لڳو ۽ ڏسندي ڏسندي انهيءَ شهر کان تمام گهڻو پري نڪري ويو. اهو حال ڏسي شهزاديءَ رَڙ ڪري چيو: ”تو شهزادي لاءِ جيڪي چيو هو، ان جو ڇا مطلب هو؟ توکي شهزادي موڪليو هو؟“ داناءُ جواب ڏنس: ”خدا ڪندو تہ هن کي ڪابہ چڱائي نصيب ڪانہ ٿيندي. هو ڏاڍو ذليل ۽ ڪميڻو آهي.“ اهو جواب ٻڌي، شهزاديءَ وٺي دانهون ڪيون ۽ چيائين تہ ”حيف اٿئي! تو تہ پنهنجي مالڪ جي حڪم عدولي ڪئي آهي.“ داناءَ جواب ۾ چيو: ”هو منهنجو مالڪ هرگز ڪونهي. توکي خبر آهي تہ آءٌ ڪير آهيان؟“ شهزاديءَ وراڻيس: ”تنهنجي باري ۾ رڳو ايتري خبر اٿم، جيڪا تو مون کي ٻڌائي آهي.“ داناءَ وڌيڪ چيو: ”مون جيڪي توکي ٻڌايو، اها تہ حرفت هئي. آءٌ گهڻي وقت کان هن گهوڙي کي حاصل ڪرڻ لاءِ حيران هئس، ڇاڪاڻ تہ هيءُ منهنجو ئي ناهيل آهي. پر شهزادو هيءُ گهوڙو مون کان ڦري، ان جو مالڪ ٿي وينو هو، هاڻي تہ مون پنهنجو گهوڙو بہ هٿ ڪيو ۽ توکي بہ هاصل ڪيم. جيئن شهزادي منهنجي دل ڏکوئي هئي، تيئن هاڻي هن جي دل ۾ جلندي ۽ ڪامندي هوندي. هاڻي هو ڪڏهن بہ هيءُ گهوڙو حاصل ڪري نہ سگهندو. باقي رهيو تنهنجوي سوال، سو تون ڪوبہ غم نہ ڪر، خوش ٿيءُ جو هُن کان وڌيڪ مون مان توکي فائدو پهچندو.“ اهي ڳالهيون ٻڌي، شهزادي پنهنجو منهن مٿو پٽڻ لڳي ۽ دانهون ڪري چوڻ لڳي: ”افسوس! آءٌ نڪي پنهنجي محبوب جي ٿيس ۽ نڪي ماءُ پيءُ جي.“ انهيءَ وچ ۾ داناءُ شخص پنهنجي گهوڙي کي تيز اڏائيندو، يونان ملڪ جي مٿان اچي پهتو ۽ هيٺ هڪ ڇهڇ ساول ڏسي، اُتي لٿو. اهو چراگاهہ انهيءَ شهر جي گهڻو ويجهو هو، جتي هڪ زبردست بادشاهہ حڪموت ڪندو هو. انهيءَ ڏينهن اتفاق



Gul Hayat Institute

سان بادشاهه به چراگاهه ۾ شڪار ڪرڻ لاءِ آيو هو. جتي شڪار ڪندي هو اوچتو اتان لنگهيو، جتي داناءُ ۽ شهزادي لٽيل هئا. داناءَ کي بادشاهه جي اچڻ جي ڪابه خبر ڪانه هئي. بادشاهه جي غلامن اوچتو حملو ڪري داناءَ کي جهلي ورتو. هنن شهزاديءَ ۽ گهوڙي کي به سوگهو ڪيو ۽ سيني کي بادشاهه جي روبرو وٺي آيا. بادشاهه داناءُ شخص جي بدصورتي ڏسي، جڏهن شهزاديءَ جي سُونهن سوڀيا کي ڏٺو، تڏهن چيائين: "اي خاتون! هن شخص جو توسان ڪهڙو لاڳاپو آهي؟" داناءَ هڪدم جواب ڏنو: "هيءَ منهنجي زال آهي ۽ منهنجي چاچي جي ڌيءَ آهي" شهزاديءَ اهي لفظ ٻڌي بادشاهه کي هن جي ڪوڙ کان واقف ڪندي ٻڌايو ته "بادشاهه سلامت! خدا جو سُنهن، آءٌ ته هن مردود کي سڃاڻان به ڪونه. هيءُ منهنجو خاوند نه آهي. هن ته زبردستيءَ ۽ چالاڪيءَ سان مون کي هت ڪٽي آندو آهي." شهزاديءَ جي اها ڳالهه ٻڌي بادشاهه، داناءُ شخص کي مارڻ جو حڪم ڏنو ۽ شاهي نوڪرن هن کي ايترو ته ماريو، جو هو مرڻ ڪنڌيءَ تي وڃي پهتو. نيٺ بادشاهه جي حڪم سان هن کي ڪٽي وڃي قيد ۾ بند ڪيائون. پوءِ بادشاهه شهزاديءَ کي ساڻ ڪري ۽ گهوڙي کي ڪٽائي، پنهنجي محل ۾ آيو.

هوڏانهن شهزادو ويس بدلائي، سفر جو سامان ڪٺي، شهزاديءَ جي ڳولا ۾ شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ پُڇائيندو، رات ڏينهن هلدو رهيو. هو جتي به ويندو هو، ته اتي جي ماڻهن کان پهرين آبنوسي گهوڙي جي پڇا ڪندو هو ۽ ماڻهو عجب ۽ اَچرج وچان هن جي مُنهن ۾ ڏسندا رهندا هئا. اهڙيءَ طرح، ڪيتري وقت تائين شهزادو سفر جون تڪليفون سهندو رهيو ۽ گهڻيءَ پڇا ڳاڇا کان پوءِ به پنهنجيءَ منزل مقصود تي پهچي ڪين سگهيو. لاچار تي شهزاديءَ جي ملڪ 'سينا' ڏانهن ويو، پر اتي به گهڻي ڳولا ڪرڻ کان پوءِ به خبر ڪانه پيس ۽ بادشاهه کي به ڌيءَ جي وِڇوڙي ۾ غمگين ڏٺائين. شهزادو اتان به نااميد ٿي نڪتو ۽ يونان ملڪ ڏانهن روانو ٿيو. انهيءَ ملڪ ۾ پهچي، هو هڪ سراءِ ۾ ويو، جتي ڏسي ته اُتي ڪيترائي سوداگر ڪچهري ڪيو وينا هئا. شهزادي به وڃي هنن جو پاسو ورتو. ڳالهيون ڪندي، هڪڙي سوداگر چيو: "يارو! مون هڪ عجب جهڙي شيءِ ڏٺي آهي." انهيءَ تي سيني پڇا ڪئي ته "اها ڪهڙي شيءِ آهي؟" هُن جواب ڏنو ته "آءٌ فلاڻي ملڪ جي فلاڻي شهر ۾ هئس. اتي جي رهاڪن کان هڪ عجب جهڙي ڳالهه ٻڌڻ ۾ آئي. اها هيءَ، ته هڪڙي ڏينهن بادشاهه پنهنجي لشڪر سميت شڪار تي ويو. شڪار ڪندي هو هڪڙي چراگاهه وٽان اچي لنگهيو. اتي هن جي ماڻهن کي، هڪڙو غير ملڪ جو رهاڪو ڏسڻ ۾ آيو، جنهن جي پرسان آبنوس جو ٺهيل گهوڙو بيٺو هو ۽ هڪ پريءَ جهڙي حسين

عورت هيٺ پَٽ تي ويٺي هئي. اهو شخص ڏاڍو بدصورت هو ۽ سندس منهن ڏسڻ سان خوف ٿي ٿيو. پر جيڪا عورت هن سان گڏ هئي، تنهن جي سُونهن سوپيا ڏسي، چنڊ بہ شرمائجي ٿي ويو. هوءَ صورت شڪل ۽ ويس وڳي مان ڪا شهزادي ٿي ڏسڻ ۾ آئي. ٻئي طرف، آبنوسي گهوڙو تہ اهڙي عجب جهڙي شيءِ ڏسڻ ۾ ٿي آئي، جنهن جهڙي اڳ ڪنهن بہ نہ ڏٺي هوندي." اتي ٻين سوداگرن پڇيو: "پوءِ بادشاهہ انهن سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو؟" سوداگر جواب ڏنو: "بادشاهہ انهيءَ بدصورت شخص کان انهيءَ دوشيزه بابت پڇا ڪئي، جنهن تي هن ٻڌايو تہ 'اها منهنجي زال آهي ۽ منهنجي چاچي جي ڌيءَ آهي.' پر دوشيزه، بادشاهہ کي ٻڌايو تہ 'اهو شخص سراسر ڪوڙ ٿو ڳالهائي.' انهيءَ تي بادشاهہ اُن شخص کي ڏاڍي مارَ ڏياري قيد ۾ بند ڪرائي ڇڏيو ۽ دوشيزه ۽ گهوڙي کي پاڻ سان وٺي ويو. هاڻي خبر نہ آهي تہ انهن سان ڪهڙي ويڌن ٿي!" سوداگر جي اِها ڳالهہ ٻڌي، شهزادو دل ئي دل ۾، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اها رات انهيءَ سراءِ ۾ سمهي، آرام ڪيائين.

ٻئي ڏينهن شهزادو فجر جو، انهيءَ طرف روانو ٿيو. رات ڏينهن سفر ڪندو نيٺ اچي انهيءَ شهر ۾ پهتو. جنهن جو سوداگر ذڪر ڪيو هو. شام اچي ٿي هئي ۽ شهر جي دروازي تي پهريدار بيٺا هئا. شهزادي سوچيو تہ پهريدارن کان لِڪي، شهر ۾ وڃجي، پر دروازي مان لنگهڻ وقت پهريدارن جي مٿس نظر پئجي ويئي ۽ هن کي ڌاريو ماڻهو ڏسي، ڪٺي جهليائونس ۽ وڃي قيد ۾ بند ڪيائونس. قيد خاني جو داروغو ڪو سياڻو شخص هو. تنهن جو ههڙي حسين نوجوان کي قيد ۾ ڏٺو، سو هن کي پنهنجي گهر ۾ وٺي آيو ۽ چڱيءَ طرح کارائي پياري ڍؤ ڪرايائينس. مانيءَ کائڻ کان پوءِ، ٻيئي ڄڻا ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ لڳا. داروغي شهزادي کان پڇيو تہ "تون ڪير آهين ۽ ڪٿان آيو آهين؟" شهزادي جواب ڏنو: "آءٌ ايران ملڪ جو رهاڪو آهيان، جتي ڪسريٰ بادشاهہ حڪومت ڪندو آهي." اهو احوال ٻڌي اُتي ٻيا ويٺل ماڻهو کلڻ لڳا. انهن مان هڪڙي چيو: "اي خسروي! مون بہ ماڻهن کان گهڻوئي ڪجهہ ٻڌو آهي، اُنهن جون تاريخون پڙهيون اٿم ۽ اُنهن جون حالتون ڏٺيون اٿم، پر هن قيدخاني ۾، هڪ اهڙو خسروي بند آهي، جنهن جهڙو ڪوڙو مون ڪٿي ڪونہ ڏٺو." شهزادي انهيءَ ماڻهوءَ کان پڇيو تہ "انهيءَ ڪهڙو ڪوڙ ڳالهايو آهي، جنهن جو ايترو چرچو آهي." هن وراڻيو: "اُهو قيدي چوي ٿو تہ آءُ وڏو داناءُ شخص آهيان. بادشاهہ شڪار ڪندي، هڪڙي هنڌ مون کي ڏسي ورتو. مون سان گڏ هڪ پري پيڪر ۽ حور جهڙي عورت بہ هئي ۽ آبنوس جو هڪ عجيب گهوڙو بہ هو. اها حور جهڙي عورت بہ هينئر بادشاهہ

جي محلات ۾ آهي ۽ بادشاهه جو مٿس ڏاڍو پيار آهي. پر هوءَ چري آهي. جيڪڏهن اهو شخص سچ پچ داناءُ آهي، ته پوءِ اُن عورت جو چو نه ٿو علاج ڪري؟ بادشاهه ڪيترائي حڪيم طبيب گهرايا آهن، پر ڪو به هن کي انهيءَ مرض مان شفاياب نٿو ڪري سگهي. باقي آبنوسي گهورو، بادشاهه جي خزاني ۾ آهي ۽ اهو بدصورت شخص قيدخاني ۾ گرفتار پيو آهي.“ اهي ڳالهيون ٻڌي، شهزادي جي ذهن ۾ پنهنجي مقصد هاصل ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ئي تجويزون سُجهي آيون. پوءِ جڏهن سمهڻ جو وقت آيو، تڏهن شهزادي کي قيدخاني ۾ اماڻيو ويو، جتي هن اُنهيءَ بدصورت داناءَ کي، فارسي ٻوليءَ ۾ آهه و فرياد ڪندي ٻڌو: ’حيف آهي مون تي جو مون پاڻ تي ۽ شهزاديءَ تي ڏسي وائسي ظلم ڪيو.‘

انهيءَ ملڪ ۾ رواج هوندو هو ته جڏهن به شهر ۾ ڪو ڌاريو شخص ايندو هو، ته هن کي سڀ کان پهرين بادشاهه وٽ پيش ڪندا هئا، جيڪو ان شخص کان حال احوال وٺندو هو. شهزادو شهر ۾ شام جو پهتو هو. تنهن ڪري صبح ٿيو ته هن کي بادشاهه وٽ وٺي ويا. بادشاهه شهزادي کان پڇيو: ”اي مسافر! تون ڪهڙي ملڪ جو رهاڪو آهين؟ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ تون ڪهڙو هنر يا ڌنڌو ڄاڻندو آهين ۽ هت ڪهڙي ارادي سان آيو آهين؟“ شهزادي جواب ڏنو: ”بادشاهه سلامت! منهنجو نالو ’حرجه‘ آهي ۽ آءٌ پارس ملڪ جو رهاڪو آهيان، منهنجو ڌنڌو حڪمت آهي ۽ آءٌ بيمارن ۽ ديوانن جو علاج ڪندو آهيان. تنهن ڪري آءٌ هر ملڪ ۽ هر شهر ۾ خدا جي خلقت جي خدمت ڪرڻ لاءِ ويندو آهيان ۽ اهڙيءَ طرح، پنهنجي علم ۽ ڄاڻ ۾ به اضافو ڪندو آهيان.“ بادشاهه اهو جواب ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائينس: ”اي داناءَ حڪيم! تون اسان وٽ اهڙي وقت تي پهتو آهين، جڏهن اسان کي تنهنجي سخت ضرور آهي.“ پوءِ بادشاهه هن کي انهيءَ عورت (شهزاديءَ) جي سربستي ڳالهه ڪري ٻڌائي ۽ چيائينس ته ”جڏهن تون هن جو علاج ڪندين ۽ هن کي تندرستي ڏياريندين، تڏهن اسين تنهنجي هر خواهش پوري ڪنداسون.“ شهزادي جواب ڏنو: ”خدا اوهان جو تخت ۽ بخت سلامت رکي. اوهان هن جي جيڪا حالت ڏني آهي، تنهن کان مون کي وقف ڪريو ۽ اهو به ٻايو ته هن کي چَري ٿيندي گهڻو عرصو ٿيو آهي؟“ انهيءَ تي بادشاهه هن کي داناءُ شخص، آبنوسي گهوڙي ۽ شهزاديءَ جو قصو شروع کان وٺي آخر تائين ٻڌايو. شهزادي اهو قصو ٻڌي، بادشاهه کان پڇيو ته ”بادشاهه سلامت! هنن وٽ جيڪو گهوڙو هو، سو ڪٿي آهي؟“ بادشاهه ٻڌايو ته ”اهو گهوڙو اڃا تائين مون وٽ آهي ۽ منهنجي خزاني ۾ رکيو آهي.“ اتي شهزادي دل ۾ ويچاريو ته بيءَ هر ڳالهه کان اڳ بهتر ٿيندو ته انهيءَ گهوڙي کي چڪاسجي،



Gul Hayat Institute

جيڪڏهن اهو سلامت آهي ۽ ان جا سمورا پرزا درست آهن ته پوءِ منهنجي دل جي مُراد ضرور پوري ٿيندي. پر جي گهوڙي جي پرزن جي ڪا خرابي آهي، ته پوءِ مون کي پنهنجيءَ جان بچائڻ لاءِ، ڪا ڪيڏ ڪيڏٽي پوندي. اهو سوچي، بادشاهه کي چيائين: ”بادشاهه سلامت! پهرين مون کي اُهو گهوڙو ڏيکاريو، جنهن جو اوهان ذڪر ڪيو. ان جي ڏسڻ ڪري شايد انهيءَ خاتون جي علاج ۾ ڪا مدد ملي سگهي.“ بادشاهه چيو ته ”بيشڪ، تون پهرين گهوڙو ڏس.“ ائين چئي، هن کي هٿ کان وٺي محلات جي انهيءَ خاص ڪمري ڏانهن ويو، جتي گهوڙو رکيل هو. شهزادي گهوڙي جي چوڌاري ڦري، ان کي چڱيءَ طرح چڪاسيو ۽ ڏٺائين ته سمورو صحيح سلامت هو. انهيءَ تي شهزادي کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ بادشاهه کي چيائين: ”اي بادشاهه سلامت خدا اوهان جي بادشاهي سلامت رکي! هاڻي مهرباني ڪري مون کي اها دوشيزه ڏيکاريو ته آءٌ هن جي علاج لاءِ، ڪا تجويز ڪريان.“ بادشاهه اهو گهوڙو نوڪرن جي سنڀال هيٺ ڇڏي، شهزادي کي هڪ خاص ڪمري ۾ وٺي آيو، جتي شهزادي ويٺي هئي. ان وقت شهزاديءَ پئي مُنهن مٿو پٽيو ۽ پاڻ کي هر هر پَٽ تي پئي اڇلايائين. شهزادي اهو حال ڏسي سَهي ڪيو ته هوءَ چري ڪين آهي، پر هوءَ رڳو ان ڪري اهي حرڪتون ڪري ٿي ته جيئن ٻيو ڪير سندس ويجهو وڃي نه سگهي. انهيءَ تي شهزادي ڏاڍيءَ نرمائيءَ سان ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ ايستائين ڳالهائيندو رهيو، جيستائين شهزاديءَ کيس سڃاتو. آخر جڏهن شهزاديءَ هن کي سڃاتو، تڏهن خوشيءَ وچان رَڙ نڪري ويس ۽ هوءَ مٿان ڪِري پئي. بادشاهه سمجهيو ته شايد هوءَ حڪيم جي خوف کان بيهوش ٿي ويئي آهي. ان مهل شهزادو اڳتي وڌي شهزاديءَ جي ڪن ۾ چوڻ لڳو: ”شهزادي! منهنجي ۽ پنهنجي جان بچاءِ، صبر ڪر ۽ ڌيرج کان ڪم وٺ، ڇاڪاڻ ته پاڻ اهڙي هنڌ آهيون، جتي اسان کي صبر ڪرڻ گهرجي. جيئن هن ظالم بادشاهه جي چنبي مان آزاد ٿيڻ لاءِ، ڪا اثرائتي تجويز سوچي سگهجي. منهنجيءَ تجويز مطابق، آءٌ پهرين هُن وٽ ويندس ۽ چوندو سانس ته تون ان ڪري بيمار آهين، جو توتي ڪنهن جن جو سايو آهي ۽ آءٌ انهيءَ جن کي ڀڄائي توکي شفايات ڪندس. انهيءَ لاءِ آءٌ هن تي اهو شرط رکندس ته هو توکي آزاد ڪري. آءٌ کيس اهو به يقين ڏياريندس ته اهو جن وري تنهنجي ويجهو به نه ايندو. تنهن ڪري جيڪڏهن هو تنهنجي ويجهو اچي، ته هن سان نرمائيءَ سان ڳالهائجانءِ. جيئن هن کي معلوم ٿئي ته منهنجي علاج سبب، تون صحتياب ٿي آهين. اهڙيءَ طرح اسان کي پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ به ڪاميابي حاصل ٿيندي.“ شهزادي جواب ڏنس: ”آءٌ سمجهي ويس ته هاڻي

اوهان جي حڪم جي تعميل ڪنديس.“ پوءِ هو بادشاهه وٽ موٽي آيو ۽ خوشيءَ وچان چوڻ لڳو: ”اي خوش قسمت بادشاهه! اوهان جي مهربانيءَ سان مون هن جو علاج ڳولي لڌو آهي. اوهان اُٿو ۽ هن وٽ اندر وڃو. مون ۽ هن کي صحتياب ڪيو آهي. اوهان هن سان نرمائيءَ ۽ پيار سان ڳالهائجو ۽ هن سان ڪنهن اهڙيءَ ڳالهه جو واعدو ڪريو، جنهن جي ڪري هن کي وڏيڪ خوشي ٿئي. پوءِ جيڪي اوهان گهرندا، اُهو ٿي ٿيندو.“ اهو احوال ٻڌي بادشاهه اُٿيو ۽ شهزاديءَ ڏانهن ڪمري ۾ ويو. بادشاهه کي ڏسي، شهزادي اٿي بيٺي ۽ اڳتي وڌي فرش کي چمي ڏئي، هن جو استقبال ڪيائين.

پوءِ شهزاديءَ کي شاهي غلسخاني ۾ وٺي ويا، جتي وهنجاري سهنجاري هن کي شاهي لباس پهرايو ويو ۽ ڳچيءَ ۾ قيمتي هيرن جواهرن جو هار پارايو ويو. شهزادي جڏهن غسلخاني مان ٻاهر آئي ته جهڙو چوڏهينءَ جو چنڊ هو. هوءَ پوءِ بادشاهه وٽ وئي ۽ هن کي سلام ڪري، فرش کي چمي ڏنائين.

بادشاهه شهزاديءَ کي اهڙيءَ طرح تندرست ڏسي بيحد خوش ٿيو ۽ شهزادي کي چيائين: ”اهو سڀ ڪجهه تنهنجي فيض سبب حاصل ٿيو آهي. خدا ڪري ته تنهنجا فيض سدائين جاري رهن.“ شهزادي جواب ڏنو: ”بادشاهه سلامت! هن جي پوري شفاياٻيءَ ۽ مڪمل علاج لاءِ، اجا ٻه ڪجهه ڪرڻو آهي. ان لاءِ اوهان پنهنجي سيني نوڪرن چاڪرن ۽ لشڪر سميت انهيءَ هنڌ هلو، جتي اوهان پهرين هن کي ڏٺو هو.هن سان گڏ جيڪو آبنوسي گهورو هو. اهو ٻه اوهان پاڻ سان ڪٽائي هلو. پوءِ اتي آءٌ شهزاديءَ مان جن کي ڪيندس ۽ جن کي ماريندس ته جيئن بيهر وري ان جو سايو نه پوي. ”بادشاهه انهيءَ ڳالهه جي اجازت ڏني ۽ انهيءَ چراگاهه ڏانهن آبنوسي گهوڙو موڪليو ويو، جتي بادشاهه دوشيزه، ايراني داناءُ ۽ گهوڙي کي پهرين ڏٺو هو. پوءِ بادشاهه، شهزاديءَ ۽ لشڪر کي ساڻ ڪري گهوڙي تي سوار ٿيو ۽ ان طرف روانا ٿيا. چراگاهه وٽ پهچي، شهزادي (جنهن پاڻ کي حڪيم ۽ طبيب پئي سڏايو) حڪم ڏنو ته دوشيزه ۽ گهوڙي کي بادشاهه ۽ سندس لشڪر کان ايترو پري بيهاريو وڃي جو هنن کي رڳو ڏسي سگهجي. پوءِ بادشاهه کي عرض ڪيائين: ”اي بادشاهه سلامت! هاڻي اوهان جي حڪم ۽ اجازت سان لوبان ٻاري ۽ ڪجهه پڙهي جن کي قيد ڪندس، جيئن هو وري ڪڏهن ٻه هن دوشيزه وٽ وڃي نه سگهي. انهيءَ کان پوءِ، آءٌ آبنوسي گهوڙي تي سوار ٿيندس ۽ دوشيزه کي ٻه پنهنجي پٺيان گهوڙي تي ويهاريندس. جڏهن اسين ٻيئي گهوڙي تي سوار ٿينداسون، تڏهن گهوڙو تيزيءَ سان چرپر ڪندو ۽ ڊڙها هڻندو ۽ اوهان وٽ هلي ايندو. پوءِ سمجهجو ته سڀ معاملو ٺيڪ ٿي ويو ۽ جيئن اوهان چاهيو ٿي،



Gul Hayat Institute

ائين ئي ٿيو.” ائين چئي شهزادو گهوڙي ڏانهن ويو ۽ ان تي سوار ٿيو ۽ شهزاديءَ کي به پنهنجي پٺيان گهوڙي تي سوار ڪيائين. بادشاهه ۽ سندس لشڪر اهو تماشو ڏسندو رهيو. شهزادي انهيءَ وچ ۾ شهزاديءَ کي پاڻ سان سوگهو ڪري جهليو ۽ گهوڙي جي ڦرڻي ڦيرائي، جنهن تي گهوڙي جو رخ نهايت تيزيءَ سان مٿي چڙهڻ لڳو.

شهزادي، گهوڙي جو رخ سڌو پنهنجي پيءُ جي ملڪ ڏانهن رکيو ۽ ڏاڍو خوش خرم سفر ڪندو اچي پنهنجي محلات جي مٿانپهتو. پوءِ گوڙي کي هيٺ لاهيندو اچي محل ۾ لٿو ۽ شهزاديءَ کي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي وڃي ويهاريو. شهزادو پوءِ هڪدم پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ وٽ ويو ۽ کين سلام ڪري شهزاديءَ جي اچڻ جو اطلاع ڏنائين. اها خبر ٻڌي، هو ڏاڍا خوش ٿيا.

هوڏانهن يونان جو بادشاهه ٻي ڪا واهه نه ڏسي، پنهنجي شهر ۾ موٽي آيو ۽ محلات ۾ غمگين ۽ اُداس رهڻ لڳو. بادشاهه جو اهو حال ڏسي سندس وزير وٽس آيا ۽ کيس تسلي ڏيئي چوڻ لڳا ته ”حقيقت ۾ اهو شخص، جيڪو دوشيزه کي وٺي ويو، هڪ جادوگر ۽ دغاباز هو. خدا جا شڪرانا آهن، جنهن انهيءَ حرفتيءَ جادوگر کان اوهان جي جان بچائي.“ هوڏانهن شهزادي ڪاميابيءَ بعد، خوشيءَ ۾ پنهنجي شهر جي رهاڪن جون شاندار دعوتون ڪيون ۽ سڄو مهينو ماڻهو اهڙيءَ طرح خوشيون ملهائيندا رهيا. آخر هڪ ڏينهن، شهزادي ۽ شهزاديءَ جي پاڻ ۾ شادي ٿي ۽ هو اڳي کان به وڌيڪ خوش گذارڻ لڳا. بادشاهه انهيءَ وچ ۾ آبنوسي گهوڙو گهرائي، ان کي ڀڃارائي ڇڏيو ۽ ان جون ڪَلون پُرزا پُرزا ڪرائي ڇڏيائين. پوءِ شهزادي پنهنجي سهري ڏانهن خط لکيو، جنهن ۾ پنهنجي حال بيان ڪرڻ کان پوءِ، اطلاع ڏنائين ته شهزاديءَ جي مون سان شادي ٿي ويئي آهي ۽ هوءَ مون سان بيحد خوش آهي. شهزادو اهو خط هڪ قاصد هٿان اُماڻيو ۽ ان سان گڏ قيمتي تحفا ۽ سوکڙيون به موڪليون. قاصد جڏهن اُن بادشاهه جي ملڪ ’المين‘ جي شهر ’سنا‘ ۾ پهتو، تڏهن خط ۽ تحفا ۽ سوکڙيون قبول ڪري، قاصد کيک وڏي عزت ڏنائين.

شهزادي ۽ شهزاديءَ جي زندگي وڏين خوشين ۽ مزن ۾ گذرندي رهي، تان جو بادشاهه هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو ۽ نوجوان شهزادو پيءُ جي حڪومت هلائڻ لڳو. هن پنهنجي رعيت تي وڏي انصاف سان راڄ ڪيو ۽ شان سوڪت سان حڪومت ڪئي. ملڪ جا ماڻهو هن جي هر حڪم جي تعميل ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح، شهزادو وڏي شان شوڪت ۽ اطمينان سان آرام واري زندگي گذارڻ لڳو.

Gul Hayat Institute

ايڊٿ وارٽن

آمريڪي

# اَنار داڻا

شارلوٽ آشبي، دروازي تي اچي بيٺي. مارچ مهيني جي هڪ ڏينهن، ٽن پهرن جي تاريڪ فضا، روشنيءَ ۾ تبديل ٿيندي پئي ويئي ۽ شهر جي ڳُتيل ۽ گهٽيل آباديءَ ۾ جڻ ته ساهه پئجي ويو هو. هوءَ ڪُلف ۾ ڪنجي وجهڻ کان اڳ، رستي ڏانهن پُٺ ڏيو، پراڻي نموني جي سنگمرمر واريءَ ڏيڍيءَ ۾، گهڙيءَ کن لاءِ بيٺي رهي. اندرئين دروازي جي طاقن تي چڙهيل ساٽين جي نرم پردن، ڏينهن جي روشنيءَ کي جهڪو ڪري ڇڏيو هو. جنهن ڪري اندر ڪجهه به نظر نٿي آيو. ڪينٿ آشبيءَ سان شادي ڪرڻ کان پوءِ، پهرين ڏينهن ۾، هوءَ ان سانتيڪي گهٽيءَ جي جاءِ ۾ اچڻ ڏاڍو پسند ڪندي هئي، جتان فيشن ۽ واپار گهڻو اڳ ختم ٿي ويو هو. نيويارڪ جي بي روح گوڙ گهمسان، اتي جي بتين جي هلاڪ ڪندڙ روشني، آمدرفت جي پيهه پيهان ۽ سوڙهه، ڳتيل گهرن ۽ انهن جي زندگي ۽ هن نويڪلي ۽ پرسڪون گهر جي وچ ۾ جيڪو تفاوت هو، سو هميشه مٿس گهرو اثر ڇڏيندو هو. جڻ ته هن ڪي مِينهن ۽ طوفان ۾، ننڍڙو بيٺ هٽ اچي ويو هو. پر هاڻي گذريل مهينن ۾، هر ڪا شيءِ بدلجي ويئي هئي. گهر جي ڀورڙين تي چڙهندي ئي هن جا قدم ڏڪي ويندا هئا، ۽ هوءَ دل تي پٿر رکي، گهر ۾ پير پائيندي ئي.

هوءَ اجا اُتي ئي بيٺي هئي، ته سندس اکين اڳيان گذريل واقعا ڦرڻ لڳا وڏو ڪمرو، جنهن ۾ چوڌاري پُرانيون تصويرون ٽنگيل هيون، اُيي ڏاڪڻ ۽ ڪاٻي طرف مڙسس جو وڏو ڪتب خانو، جنهن جا بيشمار ڪتاب، تماڪ ڇڪڻ جو پائيپ ۽ وڏيون چمڙي جون ڪرسيون، هميشه غور ۽ فڪر جي دعوت ڏينديون هيون. هوءَ انهيءَ ڪمري کي ڪيترو نهپسند ڪندي هئي. وري ماڙيءَ تي سندس رهڻ جو ڪمرو، جنهن ۾ ڪينٿ جي پهرينءَ زال جي وفات کان پوءِ فرنيچر ۽ تصويرون به ڪين بدلايون ويون هيون. جاڪاڻ ته نئين سينگار لاءِ ايتري رقم ڪانه هئي. پر شارلوٽ، فرنيچر ۾ ٿوري ڦيرڦار ڪئي، هن ڪتابن ۾ به ڪجهه اضافو ڪيو ۽ ٻتيءَ سوڌي نئين ميز آڻي، انهيءَ کي پنهنجي رهڻ جو ڪمو بنايو هو. جڏهن هن ڪينٿ جي اڳوڻي خود غرض ۽ ڪُنديءَ زال سان، جنهن کي هوءَ ٿورو سڃاڻندي هئي (پهريون ۽ آخري ڀيرو ملاقات ڪئي هئي)، تڏهن هن ٻاراڻيءَ ريس سان اهو محسوس ڪندي

سندس چوڌاري نهاريو هو. ته اهو ئي ويهڻ جو ڪمرو هو، جيڪو هوند هوءَ پنهنجي لاءِ پسند ڪري. ۽ هاڻي هڪ سال کان به گهڻو عرصو ٿيو هو، جو اهو ڪمرو سندس، حوالي هو ۽ جنهن ۾ هوءَ پنهنجي مرضيءَ مطابق هرڪا ڦيرڦار ڪري سگهي ٿي. سياري جي ڏينهن ۾، شام ٿيندي ئي، هوءَ انهيءَ ڪمري ۾ اچي ويهندي هئي ۽ ايستائين بخاري جي ڀرسان ويٺي پڙهندي هئي، يا ميز تي ويهي خطن جا جواب لکندي هئي، يا ماتيجي ٻارن جي اسڪولي ڪمن جون ڪاپيون پئي ڏسندي هئي، جيستائين مرسس جي قدمن جو کڙڪو ٿيندو هو.

ڪڏهن ڪڏهن ته دوست به ايندا ئا، ڪڏهن- ۽ گهڻو ڪري- هوءَ اڪيلي هوندي هئي 7 اڪيلائي ڪيس ڏاڍي وڻندي ئي، ڇاڪاڻ ته ان حالت ۾، هوءَ پاڻ کي ڪينٽ سان گڏ محسوس ڪندي، اهو سوچيندي هئي ته صبح جو وڃن وقت هن ڪيس ڇا چيو، ۽ جڏهن هو واپس ايندو، تڏهن ڪيس اڪيلو انتظار ۾ ڏسي ڇا چوندو؟

هاڻي انهيءَ جي بدران هن کي فقط هڪ شيءِ جو خيال هو- خط. جيڪو وڏي ڪمري واريءَ ميز تي پيل هجي يا نه؟ جيستائين هوءَ پاڻ کي پڪ نه ڏياريندي هئي ته اهو ميز تي پيل آهي يا نه، تيستائين هن جي ذهن ۾ ٻي ڪا به ڳالهه ڪين ايندي هئي. لفافو به هميشه ساڳئي ئي نموني جو هوندو هو. ڇور خاڪي لفافو، جنهن تي ”جناب ڪينٽ آشبي“ پڪن اکرن ۽ ڇڊيءَ مس سان لکيل هوندو هو. شارلوٽ شروع کان ئي، ان ڳالهه کي اهميت ڏيندي پيئي آئي ته ههڙيءَ پختيءَ تحرير لکڻ وارو ڪيئن ٿي جَهڪا حرف لکي سگهيو. ائڊريس به ائين لکيل هوندي هئي، ڄڻ ته قلم ۾ پوري مس ئي ڪين هئي، يا ته لکندڙ جو هٿ اهڙو ته ڪمزور هو، جو قلم کي جهلي ئي ڪونه ٿي سگهيو. ٻي عجب جهڙي ڳالهه هيءَ هئي، ته حرفن ۾ مرداني لکڻيءَ جي ڍنگ جي باوجود، تحرير ظاهر ظهور زناني پئي لڳي. پهرينءَ نظر ۾ ڪا تحرير زناني لڳندي آهي ته ڪا مرداني، پر خاڪي لفافي جي تحرير، پنهنجي سموريءَ پختگيءَ ۽ خاطريءَ هوندي به بنا ڪنهن شبهه جي، زناني هئي. لفافي تي خط وٺندڙ جي نالي کان سواءِ، ٻيو ڪجهه به لکيل ڪونه هوندو هو- نه ٽڪلي نه لکندڙ جو پورو پتو. خط يقيناً= هَٿون هٿ پهچايو ويندو هو- پر ڪير پهچائيندو هو؟ اها ڪل ڪانه هئي- اهو خط پيتيءَ ۾ وڌو ويندو هو، جتان نوڪرياڻي بتين ٻارڻ وقت در جا طاق بند ڪري، ڪڍي ايندي هئي. بهرحال اهو هميشه شام جي وقت ٿيندو هو، جڏهن اونداهه ٿي ويندي هئي ۽ شارلوٽ ميز تي لفافو پيل ڏسندي هئي. هن انهيءَ خط کي

هڪڙو ئي خط ڪري سمجهيو هو. ڇاڪاڻ تہ جيتوڻيڪ سندس شاديءَ کان پوءِ، ڪيترائي- يقيناً= ست- خط آيا هئا. پر اهي ڏسڻ ۾ ايترو تہ هڪجهڙا هئا جو هن جي ذهن ۾ اهي سڀ گڏجي هڪ ئي خط تي پيا هئا.

پهريون خط ان ڏينهن پهتو هو، ڏهن هوءَ شاديءَ کان پوءِ، ٽن مهينن کان بہ وڌيڪ عرصو ويسٽ انڊيز جو سير سفر ڪري، مُڙسس سان گڏ نيويارڪ واپس آئي هئي. هُن ان ڏينهن شام جو مڙس سميت پنهنجيءَ سَس وٽ رات جي ماني کاڌي هئي، ۽ گهڻيءَ گهڻيءَ دير کان پوءِ، جڏهن پنهنجي گهر واپس آئي، تڏهن گهر ۾ داخل ٿيندي ئي وڏي ڪمري واريءَ ميز تي هڪڙو خاڪي لفافو پيل ڏٺو. هُن ڪينٽ جي ڏسڻ کان اڳ ئي لفافو ڏسي ورتو ۽ سندس پهريون خيال هيءُ هو تہ ’شايد مون هيءَ تحرير اڳ بہ ڏٺي آهي، پر ڪٿي؟‘ هوءَ اهو ياد نہ ڪري سگهي. هوءَ انهيءَ خاڪي لفافي جي جهڪيءَ تحرير کي پريان ڏسي، هڪدم سڃاڻي ويئي هئي ۽ جڏهن مڙسس جي ان تي نظر پيئي، تڏهن هن جون اکيون چمڪڻ لڳيون. هوءَ انهيءَ خط بابت ڪو وڌيڪ ويچار ڪونہ ڪري ها. جيڪڏهن ڪيس پنهنجي مڙس جي لفافي تي نظر پوڻ واري روش پَروڙڻ جو موقعو نہ ملي ها. اهو سڀ ڪجهہ اڪ- چنبي ۾ ٿي گذريو- مڙسس جو خط ڏسڻ ۽ ان کي کڻڻ لاءِ هٿ وڌائڻ، ۽ پوءِ اهو کڻي مٿس لکيل تحرير کي پڙهڻ لاءِ پنهنجي ڪمزور اکين ويجهو آڻڻ، ۽ پوءِ اوچتو شارلوٽ جي ڪلهن تان ٻانهن هٽائي، روشنيءَ جي هيٺان وڃي،شارلوٽ کي پُٺ ڏئي بيهڻ. هن انتظار ڪيو- اواز يا دانهن ٿيڻ لاءِ انتظار ڪيو. هن اهو انتظار ڪيو تہ خط کولي، پر پوءِ سواءِ ڪنهن حرف چوڻ جي، خط کڻي پنهجي کيسي ۾ وڌو ۽ زال جي پنيان ڪتبخاني ڏانهن هليو ويو. اتي هو ٻيئي بخاري جي پرسان وڃي ويٺا ۽ سگريٽ دکائي پيئڻ لڳا. هو بلڪل خاموش ويٺو هو. هن جو ڪنڌ ارام ڪرسيءَ تي جُهڪيل هو ۽ اکيون چُلهہ ۾ ڪتل هئس، ۽ انهيءَ وقت هن پنهنجي هٿ پيشانيءَ تي ڦيرائيندي چيو: ”اڄ رات اَمان جي گهر ڏاڍي گرمي هئي. منهنجو مٿو سور کان ڦاٽي ٿو. جيڪڏهن آءٌ وڃي سمهان تہ توکي اعتراض تہ ڪونہ ٿيندو؟“

اهو پهريون ئي ڀيرو هو. انهيءَ وقت کان وٺي، شارلوٽ خط پهچڻ جي موقعي تي ڪڏهن بہ موجود ڪانہ رهي. دستور مطابق مڙسس جي آفيس مان اچڻ کان اڳ خط ايندو هو، جيڪو هوءَ کڻي وڃي مٿي ڇڏيندي هئي. پر جيڪڏهن هوءَ خط نہ بہ ڏسندي هئي، تہ رات جو مانيءَ کائڻ وقت، پنهنجي

مڙس جو ڦريل منهن ڏسي، هڪدم سهي ڪندي هئي ته خط آيو آهي. ظاهر آهي ته خط ۾ ڇا لکيل هوندو هو. پر ڪينٽ آسبي پنهنجي سِر انهيءَ کي حاصل ڪرڻ چاهيندو هو. ۽ جڏهن هو موٽي ايندو هو. تڏهن ائين لڳندو هو ڄڻ ته هو پنهنجي ڄمار جا ڪيترائي سال گذاري چڪو آهي ۽ منجهس نه زندگي آهي نه، همت. ايتري قدر جو هن کي پنهنجي زال جي موجودگيءَ جو به احساس ڪونه رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته هو شام جو سمورو وقت چپ چاپ گذاري ڇڏيندو هو. ۽ جڏهن ڳالهائيندو به هو ته سندس گفتگوءَ ۾ گهرو انتظام بابت ڪي تنقيدي اشارا ۽ گهر جي بندوبست ۾ ڦيرڦار ڪرڻ بابت ڪي رايا هوندا هئا، يا ٿورو پريشان ٿي پڇندو هئس: ”تون سمجهين نٿي ته جوائس جي ڪمري جي سنڀاليندڙ عورت، جوان ۽ وهمي آهي.“ يا ”تو هميشه اهو خيال رکيو ته پيٽر- جنهن جو گلو نازڪ هو، اسڪول وڃڻ وقت گلي کي چڱيءَ طرح مفلر سان ويڙهيو هو.“ اهڙن موقعن تي شارلوٽ کي پنهنجن دوستن جا اهي تاڪيدي جملا ياد ايندا هئا، جيڪي ڪينٽ آشبيءَ سان شاديءَ ڪرڻ وقت، انهن چيا هئا: ”تنل دل رنڙ سان شادي ڪرين ٿي اهو جو ڪائتو ڪم نه آهي؟ توکي خبر آهي ته ايلسي آشبيءَ جو مٿس ڏاڍو اثر هو.“ ۽ پوءِ ڪيئن هوءَ چرچن مان جواب ڏيندي هئي ته ”هن کي ته انهيءَ تبديليءَ ۽ آزاديءَ تي خوشي ٿيڻ گهرجي.“ ۽ انهيءَ باري ۾ هوءَ واقعي سچي هئي. شروعاتي مهينن ۾ ڪيس انهيءَ ڳالهه ٻڌائڻ جي ضرورت ئي ڪين هئس ته ڪو سندس مڙس، ڪانئس پوريءَ طرح راضي هو. شاديءَ کان پوءِ، جڏهن هو پننجي وڏي سفر تان موٽي آيا، تڏهن ساڳين دوستن ٻڌايس: ”تو ڪينٽ کي ڇا ڪيو آهي؟ هو ته ويهن ورهين جو نوجوان پيو ڏسجي.“ ۽ هِن پيري هُن خوش ٿيندي، بيپرواهيءَ سان جواب ڏنو: ”آءٌ سمجهان ٿي ته مون هن کي هڪ نئين راهه ڏيکاري آهي.“

پر خاڪي لفافن جي اچڻ کان پوءِ، هُن هڪ پريشان ڪندڙ ۽ ڪَڙي نڪته چيني محسوس ڪئي، جيڪا انهن خطن مان ڪنهن به هڪ خط ملڻ بعد، جڏهن ه پاڻ ۾ گڏبا هئا، ۽ هڪ ٻئي جي نگاهن ۾ نهاريندا هئا، تڏهن ائين لڳندو هو ته هو پنهنجي مرضيءَ جي خلاف نهاري رهيو آهي. اهي نگاهون پيار کان خالي ڪين هيون، نهوري منجهن بيپرواهي هئي، پر اهي نگاهون هڪ اهڙي ماٺهوءَ جون هيون، جيڪو غير معمولي حالتن کان ايترو ته پري ٿي ويو هو، جو جڏهن هو ڇاتل سڃاتل شين ڏانهن موٽي ٿي آيو، تڏهن اهي هن کي ڌاريون پئي لڳيون. جيتوڻيڪ شروع کان ئي هن کي يقين هو ته خاڪي لفافن تي ڪنهن عورت جي هٿن جي تحرير آهي، پر گهني وقت گذرڻ کان پوءِ، هوءَ انهن

پراسرار خطن کي هڪ راز ڪري سمجهڻ لڳي. ڪيس پنهنجي مڙس جي پيار جو پورو پورو يقين هو ۽ اهو به پروسو هوس ته هُن جي خشڪ زندگيءَ ۾ رونق آندي هئائين. اهو وڏيڪ وسهڻ ۾ پئي آيو ته اهي خط، جيڪي سچ پچ ته هن کي ڪنهن به قسم جي جذباتي خوشي ڏئي ڪانه ٿي سگهيا، ڪنهن خانگي ماڻهوءَ جي بدران هڪ مصروف وڪيل ڏانهن لکيل هئا. يقيناً= اهي ڪنهن ڪمزور اصيل عورت جا هوندا، ڇا لاءِ مڙس ڪيس اڪثر ڪري ٻڌائيندو هو ته اهي خط به اصيلن جهڙا ئي ٽڪائيندڙ ۽ پريشان ڪندڙ هئا، ۽ لکندڙ اهو ڪونه چاهيندا هئا ته سندن خط هن جو منشي کولي پڙهي. اهو ئي سبب هو جو هو اهي خط پاڻ گهر کني ايندو هو. هائو، پر اهڙيءَ حالت ۾ اها لکل عورت، پنهنجن خطن جي پيدا ڪيل اثر مطابق ته پاڻ وڏيڪ تڪليف پهچائيندڙ هئڻ گهرجي. انهيءَ ڪان سواءِ، جيتوڻيڪ پنهنجي ڏنڏي ۾، هن جي قابليت مثالي هئي، پر عجب ته هن ڪڏهن به بي صبريءَ وچان انهن تي ڪا راءِ ڪين ڏني، هن ڪڏهن به شارلوت کي مخاطب تي اها شڪايت ڪين ڪئي، ته هڪ پريشان ڪندڙ عورت، مقدمي هارائڻ ڪري ڪيس تڪليف پهچائيندي ٿي رهي. البت سواءِ ڪنهن نالي وٺڻ يا تفصيل ٻڌائڻ جي، هو ٻتي گهمرا انهيءَ بابت اشارن ئي اشارن ۾ ڪجهه چيو هو، پر انهيءَ پراسرار لکپڙهه بابت سندس زبان تي مهر لڳل هئي.

هڪ ٻيو به امڪان هو، جنهن کي نرم ۽ هلڪن لفظن ۾ "پراڻي پريشاني" ڪٺي ڇئجي ته مناسب آهي. شارلوت آشبي هڪ وڏ- گهراڻي عورت هئي. هوءَ اڳ ۾ ئي انساني دل جي دشوارين بابت گمراهه ٿيل هئي ۽ ڪيس اها به ڄڻ هئي ته اڪثر ڪري پراڻيون پريشانيون هونديون آهن. پر هن جڏهن ڪينٿ آسبيءَ سان شادي ڪئي، تڏهن سندس دوستن انهيءَ امڪان ڏانهن اشاري ڪرڻ بدران چئي ڏنو هو ته "تو پنهنجي لاءِ ڪم تيار ڪري رکيو آهي. ڊان جوان[1] سان شادي ڪرڻ، هڪ اهڙي عهدي حاصل ڪرڻ برابر آهي، جنهن تي ڪو به ڪم ڪرڻو ڪونه ٿو پوي." ڪينٿ جڏهن پهرين پهرين ايلسي ڪارڊر کي ڏٺو هو، ان ڪان پوءِ هن ڪنهن ڏانهن به اک کڻي ڪونه نهاريو هو. سندن شادي ٿيڻ ڪان پوءِ سمورو عرصو، هو هڪ بيزار پيار ڪندڙ، خاوند پئي نظر آيو. هو ڪڏهن به ڪنهن آرام ڪرسيءَ کي ڦيرائي رکڻ يا ڪنهن بلب متائڻ جي توکي اجازت ڪونه ڏيندو، ۽ تون جيڪي ڪجهه ڪرڻ جي ڪشش ڪندينءَ، هو ذهني طور اهو سمجهندو ته جيڪڏهن تنهنجي جاءِ تي ايلسي هجي ها ته اُها ڇا ڪري ها؟

ٻارن جي پَرگهور لهڻ بابت، سندس قابليت جي باري ۾، سواءِ هڪ ٻيري پيدا ٿيل ذهني بدگمانيءَ جي، سندس خوش مزاجيءَ ۽ ٻارن لاءِ پيار، سڀني غلط فهمين ۽ بدگمانين جي رفتي رفتي ميٽي ڇڏيو هو. انهن اڳ- چنتائن مان ڪابه هڪ صحيح ثابت ڪين ٿي. بدنصيب ۽ اُداس رَنڊ، جنهن لاءِ سندس ويجها دوست چوندا هئا، ته هن جي پهرين زال جي وفات ڪان پوءِ، مصروف واري ڏنڏي، هن کي پاڻ مارڻ کان بچايو آهي. پهرين زال جي مرڻ ڪان ٻه- سال پوءِ هو، شارلوٽ گورن جي عشق جي دام ۾ ڦاسي پيو، ۽ ڪجهه وقت جي پرجوش محبت کان پوءِ، ساڻس شادي ڪيائين ۽ ڪيس وٺي گرم ملڪن جي سير تي روانو ٿي ويو هو. انهيءَ وقت کان وٺي، سندس پيار ۾ اُهائي اوائلي ڏينهن واري گرمي ۽ جوش هوندو هو. شارلوٽ کي پاڻ سان شاديءَ لاءِ چوڻ کان اڳ، هن نهايت فراخدليءَ ۽ سچائيءَ سان پنهنجي اڳوڻي زال لاءِ بيپناهه محبت ۽ هن جي اوچتي موت کان پوءِ سندس نااميديءَ بابت ڪيس ٻڌايو هو، پر انهيءَ هوندي به هن ڪوبه سخت قدم ڪونه کنيو ۽ نه وري زندگيءَ ۾ اڳوڻي لطف نه هجڻ بابت ڪا شڪايت ئي ڪئي. هن جي روش ڏاڍي سادي ۽ فطري پئي رهندي آئي ۽ هن پنهنجي شاندار مستقبل جي اميد جو شارلوٽ جي اڳيان اقرار ڪيو هو. شادي ٿيڻ کان پوءِ، جڏهن هو انهيءَ گهر ۾ واپس آيا، جتي هن زندگيءَ جا ٻارهن سال اڳئينءَ زال سان گڏ گذاريا هئا، تڏهن هن شارلوٽ کي ٺَهه پَهه چئي ڏنو هو ته "مون کي افسوس آهي جو آءٌ سموري جاءِ، تنهنجي حوالي ڪري نٿو سگهان." انهيءَ جاڻ هوندي به خيال هوندا آهن، جيڪي هڪ مرد ڪڏهن به ڪونه سمجهي سگهندو آهي. تنهن ڪري هن کي گذارش ڪئي هئائين ته "مون سان صلاح مشوري ڪرڻ کان سواءِ، جيڪا به ڦيرڦار توکي مناسب لڳي، سا بيشڪ ڪر." پر انهيءَ پراڻي ماحول ۾، هنن جي نئين زندگي شروع ڪرڻ جو طريقو، ايترو ته سنئون سڌو هو، جو جلد ئي هوءَ پاڻ کي آسودو سمجهڻ لڳي. البت هن کي اهو ڏسي، ڏاڍو ڏک پهتو هو ته ڪتبخاني ۾ مڙسس جي ميز مٿان ٽنگيل ايلسي آشبيءَ جي وڏي تصوير، سندس غير حاضريءَ ۾ لاهي، ٻارن جي ڪمري ۾ ٽنگي ويئي هئي. اهو خيال ڪندي ته تصوير جي لهڻ جو اڻ سڌو سبب هوءَ پاڻ هئي، هن انهيءَ باري ۾ مڙس سان ڳالهه ڇوري، پر هن وراڻيو: "هون، منهنجو خيال هو ته ٻار پلي سندس نظرن هيٺ پلجي وڏا ٿين." انهيءَ جواب شارلوٽ کي ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ ڪيس تسلي ٿي. پوءِ جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن ڪيس اقرار ڪرڻو پيو ته جڏهن کان ڪتبخاني واري سرد ۽ خوبصورت ڇهري جي جاچيندڙ اکين، ڏانهس نهارڻ ڇڏي ڏنو هو، تڏهن کان هوءَ پنهنجي گهر ۾

وڏيڪ آسائشي هئي ۽ مڙسس جو مٿس گھڻو اعتبار ۽ پيار هو. ائين ٿي لڳو ڄڻ ته ڪينٽ جو پيار انهيءَ راز جي تَهه تائين پهچي ويو هو, جنهن کي سندس دل قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪين هئي. راز- پاڻ کي هن جي ماضيءَ جي ملڪ سمجھڻ جي جوشيلي خواهش جو راز.

انهن سيني خوشين ميسر هوندي به اها هڪ عجيب ڳالهه هئي ته گھڻي وقت کان پوءِ هن پاڻ کي هڪ ذهني تشويش ۾, محسوس ڪيو. پر اتي ته اهو خوف هو, ۽ انهيءَ خاص تن- پهرن جو- ڇاڪاڻ ته شايد هوءَ گھڻو ٿڪل هئي, يا نئين بورچيءَ کي هٿ ڪرڻ جي پريشانيءَ کان, يا ٻئي ڪنهن اجائي سبب, اخلاقي يا جسماني سبب کان- انهن احساسن جي خلاف ڪم ڪرڻ لاءِ, هن پاڻ کي بيوس سمجھيو. ڪُنجن جو ڇُڳو هٿ ۾ ئي هئس, ۽ پنيان خاموش گھٽيءَ ڏانهن نهاريندي, هن پريان عام شاهراهه جي بي انداز روشنائين ڏانهن ڏٺو ۽ وري آسمان ڏانهن نهاريو, جيڪو اڃا به روشن هو. هن سوچيو, هڪ طرف ”بيشمار وڏيون وڏيون عمارتون, اشتهار, ٽيليفون, تارو, هوائي جهاز, فلمون, موٽرون ۽ ويهين صديءَ جون سيئي شيون آهن ۽ ٻئي طرف دروازي جي هن طرف جيڪي آهي, انهيءَ کي نه واضح ڪري سگھان ٿي ۽ نه بيان ڪرڻ جي سگھه اٿم. ايترو قديم جهڙي دنيا, زندگيءَ جو جهڙو پراسرار.....واهيات خيال! مون کي آخر فڪر ڪنهن ڳالهه جو آهي؟ تن مهينن کان خط ڪونه ٿو اچي, انهيءَ ڏينهن کان جڏهن ڪرسمس ملهائي گھوٽان آياسين...عجب جو, اهي سدائين اسان جي موڪل ملهائي اچڻ کان پوءِ ئي اچن ٿا!...آءٌ ڇا لاءِ سمجھان ته اڄ رات به ڪو خط آيو هوندو! “

ڪوبه سبب ڪونهي ته ڇو, پر اهو ته پاڻ وڏيڪ خراب هو- بيحد خراب! اُهي به ڏينهن هئا, جڏهن هوءَ پردن چڙهيل طاقن جي هن طرف نقابل برداشت اڳ- چنتائن کي منهن ڏيڻ لاءِ, اتي ئي بيٺي ڏڪندي ۽ ٿڙڪندي هئي ۽ جڏهن دروازو کولي اندر ويندي هئي, تڏهن اُتي ڪجهه به ڪين هوندو هو, پر ٻين ڏينهن تي هوءَ اڳ- چنتا واري سردي محسوس ڪندي هئي, جيڪا خاڪي لفافي کي ڏسي, سچ ثابت ٿيندي هئي. تنهن ڪري آخري خط اچڻ کان وٺي, هر شام جو هوءَ هڪ قسم جي ڏکٽي ۽ ڳٽتي محسوس ڪندي هئي, ڇاڪاڻ ته هن ڪڏهن به انهيءَ ڳالهه سوچڻ کان اڳ دروازو ڪونه کوليو هو, ته اندر ڪو خط پيو هوندو.

خير, اها حقيقت هئي ته هن کي گھڻو ئي ڪجهه برداشت ڪرڻو پيو هو, پر هاڻي هوءَ وڏيڪ برداشت ڪري ڪين ٿي سگھي. خط اچڻ واري ڏينهن تي, جيڪڏهن مڙس جو منهن لهي ويندو هو ۽ مٿي ۾

سور پوندو هوس، ته ٿوريءَ دير کان، پوءِ هو بلڪل ٺيڪ ٿي ويندو هو. پر سندس حالت ته مرڳو ابتڙ ٿي ويندي هئي. اهو بار هينئر پاڻ گهٽو وڌي ويو هو. انهيءَ جو سبب ظاهر هو. مڙسس کي خبر پوندي هئي ته خط ڪٿان اچي ٿو ۽ ان ۾ ڇا لکيل هوندو. ۽ هو اڳ ۾ ئي هر خراب حالت کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار هوندو هو. ليڪن هوءَ پنهنجي گمانن ۽ قياسن سميت اڪيلي اونده ۾ هئي.

”تمون کان وڏيڪ سَنو ڪونه ٿيندو! مون کان وڌيڪ سَنو ڪونه ٿيندو!“ هن ڪلف ۾ ڪنجي وجهندي، رَڙيون ڪندي چيو. هن ڪنجي ڦيرائي ۽ ڪلف لاهي اندر داخل ٿي ته اُتي، ميز تي، لفافو پيو هو.

(2)

اهو ڏسي، هوءَ ڏاڍي خوش ٿي. ائين ٿي لڳو ڄڻ ته هر ڳالهه سچي پئي ثابت ٿي ۽ سموري لڪ ۽ پوشيده معامو واضح ٿي رهيو هو. مڙسس لاءِ خط، هڪ عورت وٽان- يقيناً= ”پراڻي پريشاني“ جو هڪ بيو واهيات معاملو. انهيءَ ۾ سڪ ڪندي هن ڪيتري نه بيوقوفي ڪئي! هڪ معمولي ڳالهه لاءِ، ايتري مٿا ماري! هن نفرت وچان خط کي ڪٽي هٿ ۾ سوگهو جهليو ۽ ان تي ليڪ جي جهڪن اکرن کي غور سان ڏسڻ لڳي ۽ وري ان کي روشنائيءَ اڳيان جهلي، اندر پيل ڪاغذ کي چڱيءَ طرح ڏٺائين. هن ائين سمجهيو ته جيستائين ڪاغذ جي تحرير کي نه ڏسنديس، تيستائين آرام نه ايندو.

مڙسس اڃا ڪونه آيو هو. هو آفيس مان ساڍي ڇهين يا ستين بجي کان اڳ ورلي ڪو ايندو هو. ۽ اڃا ته ڇه به ڪين ٿيا هئا. هن وٽ ڪافي وقت هو ته خط کڻي مٿس ويهڻ واري ڪمري ۾ وڃي، چانهه جي ڪٽليءَ جي پرسان جيڪا سندس انتظار ۾ هميشه ان وقت پئي ٽهڪندي هئي، ان کي جهلي بيهي، انهيءَ اسرار کي حل ڪري، ۽ وري جتي خط پيو هو، اتي ئي رکي ڇڏي. ڪنهن کي به ايترو عقل ڪونه ايندو. ۽ سندس پريشاني ختم ٿي ويندي. ٻي واٽ اها به هئي، ته انهيءَ باري ۾ پنهنجي مڙس سان سوال جواب ڪري، پر اهو ته پاڻ وڌيڪ مشڪل هو. هن خط کي آڱوٺي ۽ آڱرجي وچ ۾ جهلي توريو، روشنائيءَ اڳيان جهلي ان کي ڏٺائين. ۽ پوءِ ڪٽي ڏاڪڻ چڙهڻ لڳي- پر وري هوءَ هيٺ لهي آئي ۽ لفافو ميز تي رکي ڇڏيائين.

”نه، آءٌ ڪڏهن به ائين ڪين ڪري سگهنديس.“ هن ناراض ٿيندي چيو.

پوءِ ڪيس ڇا ڪرڻ گهرجي؟ هوءَ مٿي آرام ده ڪمري ۾، اڪيلي به وڃي ڪين ٿي سگهي، نه چانهه پي ٿي سگهي، نه پنهنجي لکپڙه ٿي ڏسي سگهي، نه ڪتاب يا رسالي کي نظر مان ڪڍي ٿي سگهي



Gul Hayat Institute

۽ نہ وري هيٺ پيل لفافي ڏانهن اک کڻي نهاري ٿي سگهي. انهيءَ خيال کان تہ ڪجھ دير ۾ مڙسس ايندو ۽ دستور مطابق لفافو کولي خط پڙهندو ۽ ڪتبخاني ڏانهن اڪيلو هليو ويندو.

اوچتو، هن فيصلو ڪيو. هوءَ ڪتبخاني ۾ ترسندي ۽ پنهنجي سر ڏسندي، ڏسندي تہ هن ۽ انهيءَ خط ۾ ڇا ٿو ٿئي. ۽ جڏهن هن کي ڪابہ خبر ڪين هوندي تہ ڪيس ڪير ڏسي پيو. ڪيس عجب لڳو تہ اهڙو خيال اڳ ڪڏهن بہ ڪين آيو هو. هوءَ دروازو ٻيڪڙي ان جي پٺيان ڪنڊ ۾ ويهي، هن کي ڏسي سگهندي. هن ڪرسي ريڙهي ڪنڊ ۾ رکي ۽ ان تي ٿي ويٺي، ۽ پوءِ اکيون دروازي جي سيرَ ۾ کُپائي، انتظار ۾ ويهي رهي. جيتري قدر ڪيس ياد هو، اهو پهريون ڀيرو هو، جو هن ٻئي شخص جي مخفي معاملن ۾ دخل ڏيڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي. پر ڪيس پشيمانيءَ جو ڪوبہ احساس ڪونہ ٿي ٿيو. هن رڳو ايترو محسوس ڪيو تہ هوءَ هڪ گهڙي ڏُنڌ ۾ ڦاٿل هئي، جنهن مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ هن سخت ڪوشش پئي ڪئي.

آخرڪار هن ڪينٽ جي ڪُنجيءَ جو ڪڙڪو ٻڌو ۽ ٽپ ڏيئي اُٿي بيٺي. جلدي ٻاهر نڪري ساڻس ملڻ جي خواهش، هن کان اها ڳالھ بنھ وساري ڇڏي تہ هوءَ اتي ڇو ويٺي هئي. پر عين وقت تي هن کي يادگيري آئي ۽ هوءَ وري ويهي رهي. هن پنهنجيءَ جاءِ تان مڙس جي هر حرڪت کي پئي جاچيو- هن ڏٺو تہ هو وڏي ڪمري ۾ آيو، هن دروازي مان ڪُنجي ڪڍي، مٿي تان ٽوپ لاٿو ۽ پوءِ اوورَ ڪوٽ لاٿو. جنهن وقت هو دستانن لاهڻ لاءِ ميز ڏانہ مُڙيو، تہ سندس نظر وچي لفافي تي پيئي. بلب جي روشني هن جي مُنهن تي هئي،ي ۽ شارلوٽ،جيڪا پهرين ڳالھ محسوس ڪئي، سا هيءَ تہ سندس گُچهري تي تعجب جا آثار هئا. ظاهر آهي تہ ڪيس خط جي بنھ اُميد ڪانہ هئي- ۽ نہ اهو خيال هئس تہ انهيءَ ڏينهن خط اچڻ جو ڪو امڪان هو. پر انهيءَ هوندي بہ جيئن تہ هينئر هُن خط ڏسي ورتو هو، ۽ ڪيس چڱيءَ طرح معلوم هو تہ ان ۾ ڇا لکيل هوندو، تنهن ڪري هن لفافي کولڻ جي ڪابہ تڪليف ڪانہ ڪئي ۽ بي حرڪت اُتي ئي بيٺو رهيو. سندس مُنهن جو رنگ آهستي آهستي ڦِرندو ويو. ائين ٿي لڳو جڻ تہ لفافي کي هٿ لائڻ جي همت ڪانہ پئي ٿيس. پر نيٺ هن پنهنجو هٿ وڌايو، لفافو کڻي کوليائين ۽ روشنيءَ ڏانهن ويو. ائين ڪندي هن پنهنجي پُٺ شارلوٽ ڏانهن ڪئي، ۽ هوءَ رڳو سندس جهڪيل ڪنڌ ۽ ٿورا وريل ڪلها ڏس سگهي. هن اندازو لڳايو تہ جيڪي ڪجھ اهي، سو هڪ ئي صفحي تي لکيل آهي. ڇاڪاڻ تہ هن ڪاغذ ورايو ئي ڪونہ، بلڪ ان کي اهڙيءَ طرح پئي ڏٺائين، ڄڻ

تہ ڪيس ڪيترائي ڀيرا انهيءَ جي پڙهڻ جي ضرورت هئي يا شايد انهيءَ عورت کي ائين معلوم ٿيو، جنهن ساھ روڪي هن کي پئي ڏٺو. نيٺ هن ڪيس اتان ڇُرندي ڏٺو. هن خط کي اکين جي وڌيڪ ويجهو آندو، ڄڻ تہ هو پوريءَ طرح تحرير ڪونہ ٿي پڙهي سگهيو. پوءِ هن ڪنڌ جهڪايو ۽ شارلوٽ ڪيس ڪاغذ کي چُمي ڏيندي ڏٺو.

”ڪينٿ!“ هن دانهن ڪئي، ۽ ٻاهروڏي ڪمري ڏانهن ويئي. مڙسس، جنهن جي هٿ ۾ خط سوگهو هو، مُنهن ورائي ڏانهنس نهاريو. ”تون ڪٿي هئينءَ؟“ هن گهٽيل ۽ ڏڪندڙ آواز ۾، هڪ اهڙي شخص وانگر چيو، جيڪو ننڊ مان ڇرڪ ڀري اُٿيو هجي.

”ڪتب خاني ۾، تنهنجي لاءِ.“ هن پنهنجو آواز مضبوط ڪندي چيو: ”ڇا ڳالھ آهي؟ خط ۾ ڇا ليکل آهي؟ تون هئڏو ٿي ويو آهين؟“

زال جي حيراني ڏسي، هن کي ڪجھ آٿت ملي، ۽ هن ٿورو مُرڪندي، لفافو ڪٽي ڪيسي ۾ وڌو ”هئڏو؟ مون کي افوس آهي. آفيس ۾ اجوڪو ڏينهن ڏاڍو ڏکيو گذريو- ٿي ٿي ڏاڍا مونجهاري وارا مقدما هئا. سمجهان ٿو تہ آءُ ڏاڍو ٿڪل اهيان.“

”اڄڻ وقت تہ اهڙو ٿڪل ڪونہ ٿي نظر آئين، پر لفافي کولڻ سان تنهنجي منهن جو ٿورو رنگ بدلجي ويو آهي. هي ٻهريون ئي ڀيرو آهي جو مون کي ائين نظر آيو آهي.“

هن مرس کي وڪيلن واري مِٺي ۽ هَلڪي آواز ۾ چوندو ٻڌو: ”اوهو، تو ۾ بہ اها عادت آهي تہ ٻين کي پنهنجا خط پڙهندي لڪي ڏسين ۽ هو تنهنجي انهيءَ حرڪت کان بلڪل بي خبر هجن.“

”مون ۾ اها عادت ڪانهي. مون اهڙي حرڪت اڳ ڪڏهن بہ ڪانہ ڪئي آهي. پر مون کي اهو معلوم ڪرڻو هو تہ هوءَ توکي باقاعدگيءَ سان انهن خاڪي لفافن ۾ ڇا ٿي لکي.“

انهيءَ تي هن ٿورو غور ڪيو. ”پر اهي باقاعدگيءَ سان تہ ڪونہ ٿا اچن.“ هن وراڻيو.

”اوهو، آءٌ ڇئي سگهان ٿي تہ مون کان وڌيڪ تو تاريخن جو حساب رکيو آهي.“ هن ڀَلاند ورتو. مڙسس جي لهجي جي وڏائيءَ تي ضرب هَڻئي هئي، ”مون کي ايتري خبر آهي تہ هر دفعي اها عورت ئي توکي خط موڪليندي رهي ٿي.“

”تون ڇو ٿي سمجهين تہ اها عورت آهي؟“

Gul Hayat Institute

"اهي هٿ اکر عورت جا ئي آهن. تون انهيءَ کان انڪار ڪرين ٿو؟" هُن مُرڪيو، "نه، آءُ انڪار ڪونه ٿو ڪرينا، مون رڳو انهيءَ ڪري پڇيو ته عام طرح ائين سمجهيو وڃي ٿو ته اها تحرير مرداني آهي."
شارلوٽ انهيءَ تي ڪو ڌيان ئي ڪونه ڏنو. "۽ اها عورت- پوءِ تنهنجو مُنهن بنهه لهي ويو؟"
مڙسس، سندس پنيان ڪتبخاني ۾ ويو، ۽ ٻيئي هڪ ٻئي ڪي گُهوري نهارڻ لڳا. شارلوٽ سهي ڪيو ته ڪيئن نه مڙسس پاڻ سنڀالي ورتو هو. هن جي ڏنڏي ڪيس پنهنجي ڇهري ۽ آواز ڪي مختلف صورتن ۾ آڻڻ جي سُڌي سکيا ڏني هئي. هن هڪدم محسوس ڪيو ته مڙس جي راز تي اوچتو حملو ڪري. هوءَ پاڻ ڪي نقصان ۾ وجهندي، پر ساڳئي وقت ڪائونس اهي سيئي اٽڪلون وسري ويون، جن جي وسيلي هوءَ اها پرولي سَلي تي سگهي. تنهن هوندي به انهيءَ ڳُجهه جي تَهه تائين پهچڻ لاءِ اجا به سندس خواهش هئي، پر فقط ايتري قدر ته مڙسس تي جيڪو بار هو، تنهن ڪي هلڪي ڪرڻ لاءِ، هوءَ ڪيس مدد ڪري سگهي. "ڪٿي اها ڪا ٻي عورت ئي هجي." هن سوچيو.
"ڪينٽ"، هن جي دل زور زور سان پئي ڌڙڪي، پر نيٺ چيائين، "آءُ هت انهيءَ لاءِ منتظر هئس ته توکي ايندو ڏسان. مون توکي خط پڙهڻ مهل غور سان جاچڻ تي چاهيو."
هن جو منهن، جيڪو ءِاڏبو هو، گهرو سُرخ تي وري هَٽبو تي ويو. "اهو خد؟ ڇو خاص اهو خط؟"
"ڇاڪاڻ ته مون ڏٺو آهي ته جڏهن به انهن مان ڪو خط اچي ٿو ته توتي انهيءَ جو عجب و غريب اثر ٿيندو آهي."
ڪاوڙ وچان هن جي اکين ۾ اهڙي لالاڻ ڦري ويئي، جيڪا هن اڳ ڪڏهن به ڪانه ڏٺي هئي، ۽ هن پنهنجي دل ۾ چيو: "هوءَ توکي ڇاجي باري ۾ لکندي اهي؟"
گهڙيءَ کن لاءِ ائين معلوم ٿيو، ڄڻ ته هو وري فڪر ۾ پئجي ويو هو. "ڪاروبار بابت."
"قانوني ڪاروبر؟"
"هائو، عام ڪاروبار."
"هن جي پاران سندس ڪاروبار تون سنڀالين ٿو ڇا؟"
"هائو."
"تووٽ اهو ڪم وڏي عرصي کان آهي؟"
"هائو، گهڻي وقت کان."

Gul Hayat Institute

”منڙا ڪينٿ، تون اهو ڪونہ ٻڌائيندين تہ هوءَ ڪير آهي؟“

”نہ، آءُ ڪونہ ٻڌائي سگهندس.“ هو ڪجهہ دير خاموش رهيو ۽ دل من هٽڻ ڪان پوءِ چوڻ لڳو: ”اهو اسان جو ذاتي آهي.“ شارلوت جي دل مان خون متي چڙهي ۽ لونَڏڙين تائين پهچي ويو.

”ائين نہ چئو- ائين نہ چئو!“

”چو نہ چوان؟“

”مون توکي خط چمندي ڏٺو.“

انهن لفظن جو اثر ايترو تہ پريشان ڪندڙ هو، جو هوءَ پڇتائڻ لڳي. مڙسس، جنهن نفرت ڏيارينڌڙ اطمينان سان ڪيس آڏي پڇا ڪرڻ لاءِ پاڻ سپرد ڪيو هو، جن تہ هڪ ضدي ٻار سان پئي چرچا ڪيا. هن ڪاوڙ ۽ رَنج وچان من هن ورائي ڪيس ڏٺو ۽ ڪوشش ڪري پاڻ سنڀالي، هَٻڪندي چيائين: ”تحرير صاف لکيل ڪين آهي، تو مون کي خط چڱيءَ طرح پڙهڻ لاءِ پنهنجي اکين جي وجهو آڻيندي ڏٺو هوندو؟“

”نہ، مون توکي اهو چمندي ڏٺو.“ هو خاموش رهيو. ”مون توکي اهو چمندي ڪونہ ڏٺو؟“

هو وري بي خياليءَ ۾ ٻڌي ويو. ”شايد.“

”ڪينٿ! تون اتي بيٺو آهين ۽ ائين ٿو چوين- مون کي؟“

”انهيءَ ڪان توکي ڪهڙو اَهنج ٿو پهچي؟ جيئن مون توکي ٻڌايو، خط ڪاروبار بابت آهي. تون سمجهين ٿي تہ آءُ توسان ڪوڙ ڳالهائيندس؟ خط لکندڙ منهنجو هڪ قديمي دوست آهي، جنهن کي ڏٺي ڪيترائي ڏينهن گذري ويا اهن.“

”ماڻهو ڪاروباري خط ڪونہ چمندا آهن. ڪٽي اهي سندن قديمي دوست عورتن جا ئي چو نہ هجن. اهو فقط تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن اهي سندن محبوبائن جا هوندا آهن.“

هن پنهنجي ڪُلهن کي لوڏيو ۽ ڪاوڙ وچان مُنهن ورائي هلڻ لڳو. ڄڻ تہ هن بحث کي اتي ئي ختم سمجهيو هو.

”ڪينٿ!“ شارلوت اڳتي وڌي، هن کي ٻانهن کان جهليو.

هو بيهي رهيو. هن جي منهن مان ٿڪاوٽ پئي ظاهر ٿي. هن زال جي هٿ ۾ هٿ ڏنو. ”توکي مون تي اعتبار ڪونهي؟“ هن ڏاڍي نرمائيءَ سان چيو.

”اعتبار ڪيئن ٿيندو؟“ آءٌ ڏسان ٿي ته تو وٽ اهي خط ايندا رهن ٿا- مهينن کان پيا اچن، جڏهن کان پاڻ ويسٽ انڊيز مان آيا آهيون- ته پهرئين ڏينهن ئي انهن مان هڪڙي اچي ڦَهڪو ڪيو. انهن مان هر هڪ جي چاڻ بعد، تنهنجي عجيب حالت ٿيو وڃي. آءٌ توکي پريشان ۽ غمگين ڏسان ٿي. ائين ٿو لڳي ڄڻ ته ڪو توکي مون کان جدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.“

”نه ، منڙي نه نه! ڪڏهن به نه!“

هوءَ پنتي هٿي مڙس ڪي ڪاوڙ مان گهورڻ لڳي، ”خير پوءِ اهو ثابت ڪري ڏيکار. اهو ته آسان آهي!“

هن زوريءَ مُرڪيو. ”هڪ عورت، جنهن جي ذهن جي ڪا ڳالهه گهر ڪري ويئي هجي، تنهن کي اها ڳالهه ثابت ڪري ڏيڻ، سُهنجو ڪم ڪونهي.“

”تون رڳو مون کي اهو خط ڏيکار.“

هن جو هٿ جوٽس جي هٿ مان کسڪي ويو ۽ هو پنتي هٿي ڪنڌ لوڏڻ لڳو. ”تون ڪونه ڏيکاريندين؟“

”نه پوءِ اها عورت، جيڪا توکي خط لکي ٿي، تنهنجي سُريت آهي.“

”نه پياري، نه!“

”شايد هينئر نه هجي، آءُ سمجهان ٿي ته هوءَ توکي واپس هاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهي، ۽ تون هن جو همدرد هئڻ جي ڪري، وڏيءَ ڇڪتاڻ ۾ مبتلا آهين- منهنجا ڪينٽ!“

”آءٌ قسم سان چوان ٿو ته هوءَ ڪڏهن به منهنجي سُريت ڪانه هئي.“

شارلوت کي محسوس ٿيو ته سندس اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا هئا، ”هاءِ پوءِ ته اها خراب ڳالهه چئبي- هاڻي ته ڪا به اُميد ڪانه رهي! اهي اهڙيون ته چالاڪ ۽ حرفتي ٿين ٿيون، جو هميشه مرد کي پنهنجي قبضي ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن. اها سيني کي خبر آهي.“ هن بيئي هٿ ڪنيا ۽ پنهنجو مُنهن ڪٽي انهن ۾ لڪايو.

مڙسس خاموش رهيو. هن نه ته ڪو دلاسو ڏنس ۽ نه وري انڪاري ٿيو. هوءَ آخر پنهنجا ڳوڙها اگهندي، مڙس جي اکين ۾ نهاري چتائڻ لڳي.

”ڪينٽ، خيال ڪرا اسان کي شادي ڪئي ٿورو ئي عرصو گذريو آهي. آخر مون کي ايترو ڏک ڇا لاءِ ٿو پهچائين؟ تون چوين ٿو ته آءٌ توکي اهو خط ڪونه ڏيکاريندس. تون مرڳو انهيءَ کي ظاهر ڪرڻ کان به انڪار ڪرين ٿو.“

”مون توکي ٻڌايو تہ اهو ڪاروباري قسم جو خط آهي. انهيءَ لاءِ آءٌ قسم بہ کڻي سگهان ٿو.“

”هڪ عورت ڪي لڪائڻ خاطر، مرد هر قسم لاءِ تيار ٿيندو. جيڪڏهن تون چاهين ٿعو تہ آءٌ تنهنجي ڳالهہ تي اعتبار ڪيان، تہ گهٽ ۾ گهٽ مون کي هن جو نالو ٻڌاءِ. آءٌ انجام ڪريان ٿي تہ پوءِ خط ڏيڻ لاءِ هرگز مجبور ڪانہ ڪنديس.“

ڪيتريءَ دير تائين ٻيئي حيرت ۾ ٻيدا رهيا. هن جي دل زور زور سان پئي ڌڙڪي، ڇڻ تہ ان ڪيس انهيءَ خطري کان آگاهہ پئي ڪيو، جنهن ۾ هوءَ ڦاٿل هئي.

”آءٌ ڪونہ ٿو ٻڌائي سگهان!“

هن آخرڪار چيو.

”هن جو نالو بہ نہ؟“

”نہ.“

”ڪجهہ وڌيڪ بہ ڪونہ ٻڌائيندين؟“

”نہ.“

وري ٿوري وقت لاءِ خاموشي تي ويئي، هاڻي ائين تي لڳو تہ ڄڻ تہ ٻيئي پنهنجي بحث جي انتها تي پهچي، هڪ ٻئي کي نا اُميديءَ مان نهاري رهيا هئا.

شارلوت ٻيئي هٿ پنهنجي سيني تي رکيو، تڪڙا تڪڙا ساهہ پئي کنيا، هن کي ائين معلوم ٿيو ڄڻ تہ هن هڪ وڏي ڊوڙ پاتي هئي، پر منزل اڃا گهڻو پري هئي، هن پنهنجي مڙس تي اثر ويهارڻ تي چاهيو، پر هوءَ رڳو هن کي ناراض ڪرڻ ۾ ڪامياب تي سگهي هئي. ۽ انهيءَ غلطيءَ جي ڪري هو هڪ ڌاريو پئي لڳو، هڪ اهڙو اسرار پريو ۽ سمجهہ کان مٿي شخص، جنهن کي سندس التجا ۽ محبت بہ پهچي ڪين ٿي سگهي. عجب جهڙي ڳالهہ هيءَ هئي تہ هوءَ رڳو هن کي ناراض ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهي هئي، ۽ انهيءَ غلطيءَ جي ڪري هو هڪ ڌاريو تي لڳو. هڪ اهڙو اسرار پريو ۽ سمجهہ کان مٿي شخص، جنهن کي سندس التجا ۽ محبت ۾ پهچي ڪين ٿي سگهي. عجب جهڙي ڳالهہ هيءَ تہ هوءَ پنهنجي مڙس جي بردباريءَ ۽ تحمل مان پوريءَ طرح واقف هئي، پر ٻنهي جي وچ ۾ هڪ فاصلو، پهچ کان ٻاهر فاصلو هو، جنهن کي ختم ڪرڻ، بيحد مشڪل پئي لڳو. هن پاڻ کي مڙس جي زندگيءَ کان جدا ۽ پري محسوس ڪيو. پر هڪ ٻن گهڙين گذرڻ کان پوءِ، ڪيس ڪجهہ ڏيرج آئي ۽ هن ڏٺو تہ

Gul Hayat Institute

هوبہ ايترو ئي دکي ٿي نظر آيو، جيترو هوءَ پاڻ هئي. هن جي ڳنڀير چهري مان ڏک پئي ٽميو. خاڪي لفافي جي اچڻ ڪري جيتوڻيڪ هو ڪجهہ پريشان ٿيندو هو، پر زال سان انهيءَ بحث ڪرڻ کان پوءِ جيڪو مٿس اثر ٿيو، اهڙو اڳ ڪڏهن بہ ڪونہ ٿيو هو.

شارلوٽ همت ڪئي ۽، شايد سندس دل ۾ اجا بہ ڪا اُميد جي چڻنگ روشن هئي. هوءَ ٿورو وڌي هن جي ويجهو ويئي ۽ پنهنجو هٿ هن جي ٻانهن تي رکيائين. ”ڪينٿ! جيڪر توکي معلوم ٿئي تہ مون کي ڪترو نہ افسوس آهي.“

انهيءَ همدرديءَ جو اظهار ڪرڻ تي هن محسوس ڪيو تہ هو ڏکي ويو هو، پر مڙسس سندس هٿ وٺي، اُن کي زور ڏنو.

”انهيءَ کان وڏيڪ بدتر ٿيو چا ٿيندو تہ آءٌ ڪنهن بہ پيار ڪرڻ جي لائق نہ آهيان.“ هوءَ چوندي رهي، ”۽ نہ هڪ پاڪ محبت جي خوبصورتيءَ ۽ ان جي مقصد جو ابداريءَ جي بار سهڻ جي قابل آهيان.“

هُن ملامت ڀريل نظرن سان ڏانهنس نهاريو. ”اَڙي، منهنجي لاءِ ائين نہ چئو.“

آخرڪار هن پاڻ کي صحيح راهہ تي محسوس ڪيو. هن وري ڳالهايو تہ سندس آواز جوش کان ڏڪڻ لڳو: ”پوءِ مون ۽ انهيءَ ٻيءَ عورت بابت ڇا ٿيندو؟ تو ايلسيءَ کي اڳي ئي ڪونہ وساري ڇڏيو آهي؟“

مڙسس جي اڳوڻيءَ زال جو نالو هوءَ ڪو ورلي وٺندي هئي. اهو هن جي زبان تي ايندو ئي ڪونہ هو. پر هينئر اهو سندس زبان مان نڪري ويو. ڇڻ تہ هن هڪ نڪاءُ ڏئي ڦاٽندڙ شيءِ کي لت هنئي هئي ۽ پوءِ هڪدم پنتي هٽي انتظار ڪرڻ لڳي تہ اها ڪڏهن ٿي ڦاٽي.

مڙسس ڇُرڪيو بہ ڪونہ، هن جي صورت مان پاڻ وڏيڪ رنج ظاهر ٿيڻ لڳو، پر ان تي راضپي جو ذرو نشان بہ ڪون هو. ”مون ايلسيءَ کي ڪڏهن بہ ڪين وساريو آهي.“ هن چيو.

”شارلوٽ پنهنجي ٿورڙيءَ مُرڪ کي روڪي ڪين سگهي. ”پوءِ، پيارا، تو اسان ٽن جي وچ ۾-“

”نہ-“، هن چيو، پر پوءِ وڏيڪ ڪجهہ چئي ڪونہ سگهيو ۽ پنهنجو هٿ ڪٽي پيشانيءَ تي رکيائين.

”نہ ڇا؟“

”مون کي افسوس آهي، خبر نہ آهي آءٌ ڇا ٿو چوان، مون کي مٿي ۾ سخت سور آهي.“

انهيءَ سچ ڳالهائڻ تي هو سچو هئڊو ٿي ويو. پر هن جا اهي حيلا بهانا ڏسي، هوءَ بنهہ ڪاوڙجي پئي.

”هائو! خاڪي لفافي جو سَر دردا!“

هن پنهنجي مڙس جي نگاهن ۾ تعجب کي لِڪئا پائيندي ڏٺو. ”مون کي اهو وساري ڇڏڻ گهرجي ته ويڇڙائيءَ کان ڪنهن چتائي پئي ڏٺو.“ هن جهيڻي آواز ۾ چيو. ”جيڪڏهن تون مون کي اجازت ڏين ته آءٌ مٿي وڃي اوندهه ۾. ڪلاڪ اڌ ڪوشش ڪري ڏسان ته من هن اعصابي درد کان ڇوٽڪارو ملي سگهي.“

هن ڦهريل دل من هَنيو. پر پوءِ پختي ارادي سان چيائين: ”مون کي تنهنجي مٿي جي سور لاءِ ڏاڍو افسوس آهي. پر تون وڃين. انهيءَ کان اڳ آءٌ اهو چوڻ چاهيان ٿي. ته اڄي يا پوءِ اسان جي وچ ۾ هن سوال جو فيصلو ٿي وڃڻ گهرجي. ضرور ڪو آهي، جيڪو اسان کي جدا ڪرڻ جي ڪوشش پيو ڪري. مون کي ڪابه پرواهه ڪانهي ۽ چاهي مون کي ڪيتري به قيمت ادا ڪرڻي پوي. پر آءٌ ان کي ڳولي لهنديس.“ هن مڙس جي اکين ۾ گهوري ڏٺو ”جيڪڏهن انهيءَ لاءِ تنهنجي پيار تان به هٿ ڪڻڻو پيو ته به مون کي پرواهه ڪانهي! جيڪڏهن مون کي تنهنجو اعتبار نه مليو ته پوءِ توکان ٻي ڪابه شيءِ نه گهرجي.“

هن اجا به سُستيءَ مان ڏانهس نهاريو. ”مون کي وقت ڏي.“

”ڇا جو وقت؟ توکي فقط هڪ لفظ چوڻو آهي.“

”وقت انهيءَ لاءِ ته توکي ثابت ڪري ڏيکاريان ته تو منهنجو پيار ۽ ڀروسو ڪونه وڃايو آهي.“

”چڱو، آءٌ انتظار ڪريان ٿي.“

هو دروازي ڏانهن مُڙيو ۽ پوءِ مُنهن ورائي پٺيان ڏٺائين.

”انتظار ڪر، منهنجي مٺڙي“، هن چيو ۽ ڪمري مان ٻاهر نڪري ويو.

هن پنهنجي مڙس جي ٿڪل قدمن جو آواز ڏاڪڻ تي چڙهندي ٻڌو ۽ ڪمري جي دروازي بند ٿيڻ جو به. هن پاڻ کي آرام ڪرسيءَ تي ڪٽي اُڇلايو ۽ پنهنجو منهن ٻنهي ٻانهن ۾. لڪائي ڇڏيائين. هن جي ڦهرڻ‌ءَ حرڪت مان ئي پيشيماني ۽ افسوس ظاهر هو. هن خيال ڪيو ته ”منهنجون حرڪتون نهايت سخت، غير انساني ۽ گمان کان پري آهن. ٿورو سوچ ته مون هن کي چيو ته تنهجي محبت جي به پرواهه ڪين آهي! سراسر بڪواس!“ هوءَ پنهنجا اهي لفظ واپس وٺڻ لاءِ3. هن جي پٺيان مٿي وڃڻ لڳي، پر پوءِ ڪنهن خيال کان بيهي رهي. نيٺ هن کي به ته پنهنجيءَ راهه تي هلڻو هو. هن پنهنجي راز کي هر

حملي کان بچايو هو ۽ هاڻي هو انهيءَ ٻيءَ عورت جي خط پڙهڻ لاءِ، پنهنجي ڪمري ۾ اڪيلو پوريو ويٺو هو.

(3)

هن اجا انهيءَ تي ئي پئي ويچاريو، تہ نوڪرياڻي ڪيس ڳوليندي اچي اُتي نڪتي، ”نہ“. شارلوٽ چيو، ”اڄ رات جي مانيءَ کائڻ لاءِ ڪپڙا ڪونہ مَٽائينديس. مسٽر آسبيءَ جي ماني کائڻ تي مرضي ڪين آهي. هو ڏاڍو ٿڪل آهي ۽ آرام ڪرڻ لاءِ مٿي پنهنجي ڪمري ۾ ويو آهي. ٿورو سهي، پوءِ ڪجھ کاڌو پليٽ ۾ وجهي، گول ڪمري ۾ کڻي اچ.“ هوءَ پنهجي سمهڻ واري ڪمري جي ڏاڪڻ چڙهڻ لڳي. رات جي پائڻ جو وڳو، بستري تي پيو هو، جنهن کي ڏسي ڪيس پنهنجي خاموش ۽ پرسڪون گهرو زندگيءَ جي خيال اچي ورايو. هوءَ ائين محسوس ڪرڻ لڳي تہ سندن اها گفتگو ضرور ٻيءَ دنيا ۾، ڪين ٻين ٻن جيوَن جي وچ ۾ ٿي هوندي. جيڪي يقينا شارلوٽ گورزي ۽ ڪينٽ آسبي نہ. لڪ سندن بيچين خيال جون بنايل تصويرون هونديون. هُن شاديءَ کان پوءِ وارو زمانو ياد ڪيو- مڙسس جي پر خلوص وفاداري، ثابت قدمي، بيحد نرمائي ۽ ڪن موقعن تي هن جو ڪيس ڏيکاريل احساس تہ هو دل و جان سان سندس تابعدار آهي، حد کان وڌيڪ فريب آهي، جڻ تہ ٻنهي جي جسمن ۾ هڪ ئي روح سمايل هو. اهو سڀ ڪجھ ياد ڪندي پنهنجي انهيءَ بيهودگيءَ جو احساس ٿيو، جو ڪي گهڙيون اڳ، مڙسس کي ٻيءَ عورت جو آشنا هئڻ ڪري، گهٽ وڌ ڳالهيو هئائين! پر، پوءِ ڇا-؟

مٿي هلڻ جي خواهش وري ڪيس ڏُونڌاڙيو، تہ هلي هن کان معافي وٺجي ۽ ڪوشش ڪري انهيءَ غلط فهميءَ کي دور ڪجي. پر هن جي خانگي معامن ۾ دخل ڏيڻ جو خوف، ڪيس اڳتي وڌڻ نہ ڏنو. هو دکي ۽ رنجايل هو، ڪنهن خوف يا غم جو ستايل ۽ هن ائين ڏيکائي ڏني هئي جڻ تہ اها جنگ هو اڪيلي سر فتح ڪندو. وڌيڪ عقلمنديءَ ۽ بلند همتيءَ جي ڳالھ هيءَ ڇئبي تہ هُن جي خواهش جو احترام ڪجي. هن جي ڪمري ۾ هلڻ، ڪهڙي نہ انوکي ۽ اَڻ سهائيندڙ ڳالھ ٿيندي، هوءَ تہ مرڳو دنيا جي ٻئي ڇيڙي تي پهچي ويندي! انهيءَ ذهني پريشانيءَ ۾ هن کي ڏاڍو افسوس ٿيو تہ مڙسس جي اچڻ کان اڳ، هن خط کولي، پڙهي واپس ميز تي رکڻ جو ڇو همت ڪين ڪئي؟ گهٽ ۾ گهٽ انهيءَ راز جي تہ ڪيس بہ خبر پئجي وڃي ها ۽ پوءِ اها سموري شيطان گيري ختم ٿي وڃي ها. ڇاڪاڻ تہ هاڻي هوءَ سمجهڻ لڳي هئي تہ انهيءَ راز ۾ ضرور ڪا بدخواهي ۽ بدباطني آهي، هڪ مخفي سزا، جنهن جي

خيال کان هو ڏکي ٿي ويو، پر انهيءَ هوندي به هو پاڻ کي انهيءَ کان بچائي ڪونه ٿي سگهيو. هن ٻه-ٽي گهمرا مڙسس جي نتائيندڙ اکين ۾، مدد ڪرڻ جي خواهش ۽ اقرار ڪرڻ جي دٻيل تمنا کي محسوس ڪيو هو. ائين ٿي لڳو ته ڪيس جاڻ هئي ته جيڪڏهن جوڻس انهيءَ راز مان واقف هجي ها، ته يقيناً= سندس مدد ڪري ها! پر انهيءَ هوندي به هو ڪيس ڪجهه به ڪونه ٻڌائي سگهيو هو.
اوچتو سندس دل ۾ پنهنجيءَ پوڙهيءَ سس وٽ هلڻ جو خيال اُڀري آيو. جنهن کي هوءَ ڏاڍو پيائيندي هئي. مسز آشبي، مضبوط چمڙيءَ ۽ چمڪندڙ اکين واري هڪ معزز خاتون هئي، جنهن جي لهجي ۾ شارلوت جي طبيعت جهڙي خشڪي ۽ سختي هئي. جنهن ڏينهن پوڙهي مسز آشبي، پنهنجيءَ نُنهن وٽ پهريون ڀيرو، ٻنپهرن جي ماني کائڻ لاءِ آئي هئي. تڏهن شارلوت ڪتبخاني ۾، سندس آڏر پاءُ ڪيو هو، ۽ هن پنهنجي پُٽ جي ميز جي پرواريءَ خالي ديوار کي ڏسي نهايت اثرائتن ۽ پر معنيٰ لفظن ۾ چيو هو ته "ايلسي ويئي هلي، هان؟" ۽ شارلوت جي مِڻ مِڻ واري سمجهاڻيءَ جو جواب ڏيندي، ٻن جي رفاقت ڪافي آهي." ۽ شارلوت هن جو مطلب سمجهي مُرڪڻ کان سواءِ رهي ڪين سگهي هئي.
انهيءَ ڏينهن کان وٺي هنن ٻنهي جي وچ ۾ هڪ خاموش اقرار ٿي چڪو هو. پر هينئر ڪيس ائين پئي لڳو ته مسز آشبيءَ جي اها خوفناڪ صاف گوئي، ضرور انهيءَ نئين راز کي ڳولي پڌرو ڪندي. پر وري هوءَ دل مَن هٽن لڳي، جو انهيءَ خيال مان بيوفائيءَ جي بوءِ پئي آيس. ڪيس ڪهڙو حق هو جو ٻين کي سڏي انهيءَ راز تي اوچتو حملو ڪري، جنهن کي مڙسس ظاهر ڪرڻ ڪونه ٿي چاهيو؟ "ممڪن آهي ته هو رفتي رفتي پنهنجي ماءُ سان انهيءَ باري ۾ ڳالهه چوري." هن سوچيو، "پر انهيءَ جي اهميت ئي ڪهڙي آهي؟ اسان کي پاڻ ۾ ضرور ڪو فيصلو ڪرڻ گهرجي."
اجا هن انهيءَ مسئلي تي پئي منصوبا سِٽيا ته دروازي تي ڪڙڪو ٿيو ۽ مڙسس اندر لنگهي آيو. هن کي رات جي سمهڻ وارا ڪپڙا پيا هئا، ۽ سندس مُنهن مان ائين ٿي معلوم ٿيو ته زال کي اتي ويٺل ۽ ڪپڙن کي هڪ طرف پيل ڏسي، هو پاڻ عجب ۾ پئجي ويو هو.
"تون هيٺ ڪين ٿي هلين؟"
"مون سمجهيو ته اوهان ناچاق هوندؤ." هن لاچاريءَ مان جواب ڏنو. مڙسس زوريءَ مُرڪيو. "منهنجي طبيعت واقعي ڪجهه خراب آهي، پر بهتر آهي ته پاڻ هيٺ هلون."

Gul Hayat Institute

هن جو مُنهن جيتوڻيڪ اجا تائين سِيتيل هو، پر ڪلاڪ اڳ جڏهن متي ويو هو، تڏهن کان البت سانتيڪو ٿي ڏسڻ ۾ آيو.

”اجهو هي آهي، هو چاڻي ٿو ته خط ۾ ڇا لکيل آهي، ۽ ڪٿي ڇا به هجي، هو وري انهيءَ مشڪلات کي منهن ڏئي آيو آهي.“ هن سوچيو، ”۽ هيڏانهن آءٌ اجا به اونده ۾ آهيان.“ هن گهنڊڻي وڄائي ۽ حڪم ڏنو ته رات جي ماني هڪدم آندي وڃي- ٿورو ٿي ڪاڏو، پر جلد تيار ٿي سگهي، چاڪاڻ ته هوءَ ۽ مسٽر آشبي البت ٿڪل هئا ۽ بُک کين هُئن.

ماني آئي ۽ ٻيئي کائڻ لاءِ ويٺا. پهرين ته ٻنهي مان ڪنهن کي به چوڻ لاءِ ڪو لفظ ڪونه ٿي سُجهيو، پر پوءِ آشبيءَ هڪ فرضي اطمينان سان گفتگو شروع ڪئي، جيڪا سندس خاموشيءَ کان وڌيڪ گران هئي. ”ڪيترو نه ٿڪل اهي! حد کان وڌيڪ ٿڪل!“ شارلوٽ دل ۾ چيو ۽ هن ميونسپل سياست هوائي جاز راني، فرانس جي جديد تصويري نمائش، پنهنجي پوڙهي چاچيءَ جي صحت ۽ خود هلندڙ ٽيليفون لڳارائڻ بابت، بيڪار ڳالهيون ڪندو رهيو.

”هاءِ الا، ڪيترو نه ٿڪل اهي!“

ماني کائڻ کان پوءِ، هو ٻيئي دستور مطابق ڪتبخاني ۾ ويا. شارلوٽ پِٽ واريءَ ڪرسيءَ تي چڙهي ڪپڙا اُٽڻ لڳي ۽ هو پائيپ دکائي بتيءَ جي هيٺان پيل آرام ڪرسيءَ تي ويٺو. پر اڄوڪي شام هنن انهيءَ ڪمري ۾ وڃڻ کان پاسو ڪيو، جنهن ۾ سندن اها گفتگو ٿي هئي. ان جي بدران شارلوت جي گول ڪمري ۾ ويا.

هو بخاري جي ويجهو ٿي ويٺا، ۽ جڏهن ڪَڙڪ پِي پوري ڪيائون، تڏهن شارلوت چوڻ لڳي: ”تنهنجو پائيپ؟“

هن پنهنجو ڪنڌ لوڏيو. ”نه، اڄ رات نه.“

”تون جلدي وڃي آرامي ٿيءُ، تون بنهه ٿڪل ٿو ڏسجين. مون کي پڪ آهي ته هو توکي آفيس ۾ گهڻو ڪم ڪرائين ٿا.“

”آءٌ سمجهان ٿو ته ڪڏهن اسين سڀيئي گهڻو ڪم ڪندا آهيون.“

هوءَ اُٿي ۽ ڪنهن اوچتي ارادي سان مڙس جي اڳيان ٿي بيٺي.

Gul Hayat Institute

”خير، آءٌ توکي وڌيڪ اجازت ڪانه ڏينديس ته تون اهڙيءَ طرح پنهنجي قوت ضايع ڪندو رهه. اها واهيات ڳالهه ڇئبي. آءٌ چڱيءَ طرح ڏسان ٿي ته ون بيمار آهين.“ هوءَ مڙس جي مٿان جُهڪي ۽ هن جي پيشانيءَ تي پنهنجو هٿ رکيائين. ”منهنجا پيڙا ڪينٿ! جلد تياري ڪر ته ڪجهه عرصي لاءِ ڪا وڏي موڪل ملهايون.“

هن ڇرڪ ڀريندي، ڏانهس نهاريو. ”موڪل؟“

”يقيناً=، توکي ياد ڪونه رهيو ته مون توکي ايسٽر تي پاڻ سان وٺي هلڻ تي چاهيو؟ ٻن هفتن اندرئي ڪنهن نه ڪنهن پاسي هڪ مهيني جي بحري سفر تي هلنداسون. ڪنهن وڏي سامونڊي جهاز تي!“ هُن ماٺ ڪئي ۽ ٿورو ويجهو ٿي سندس پيشانيءَ تي پنهنجا چپ رکيائين. ”آءٌ پاڻ به ڏاڍي بيزار آهيان، ڪينٿ!“

ائين ٿي لڳو ڄڻ ته هُن انهن آخري لفظن تي ڪو ڌيان ئي ڪونه ڏنو، بلڪ ٿورو پنٽي هٽي هن ڪي سمجهڻ لاءِ، ڪيس غور سان ڇتائڻ لڳو.

”وري؟ منڙي پاڻ ڪونه ٿا هلي سگهيون. ممڪن آهي آءٌ ٻاهر نه وڃي سگهان.“

”آءٌ سمجهي نٿي سگهان ته تون ’وري‘ ڇو ٿو چوين. ڪينٿ، هن سال پاڻ ڪاٻه سچي مومل ڪانه ملهائي آهي.“

”ڪرسمس تي جو هفتو ڪن پاڻ ٻارن سان گڏ ڳوٺ ۾ گذاريو هو؟“

”هائو، پر هن ڀيري منهنجو مقصد آهي ته ٻارن، نوڪرن ۽ گهر ڪان پري هليا هلون، هر انهيءَ شيءِ ڪان پري، جيڪا مانوس ۽ ٿڪائيندڙ آهي. جيڪڏهن جائس ۽ پيٽر تنهنجي ماءُ وٽ رهندا ته هوءَ پاڻ خوش ٿيندي.“

هو ڪاوڙجي پيو ۽ ڪنڌ ڌوڻڻ لڳو. ”نه، منڙي! آءٌ هنن کي اَمان وٽ ڪونه ڇڏي سگهان.“

”ڇو، ڪينٿ، اها ته اجائي ڳالهه ڇئبي! هوءَ ته پاڻ ٻارن کي پائيندي آهي. جڏهن پاڻ ويسٽ انڊيز هليا هئاسون، تڏهن ٻن مهينن ڪان به مٿي وقت وٽس ٻار ڇڏيندي تو ته ڪا اهڙي ڳالهه ڪين ڪئي هئي.“

هن هڪ وڏو شوڪارو ڀريو ۽ تڪليف سان اُٿي ويٺو. ”اها ٻي ڳالهه هئي.“

”ٻي ڳالهه؟ڇو؟“

”منهنج مطلب آهي ته ان وقت مون اهو محسوس ڪونه ڪيو هو-“

هو هيڪلي بيٺو، جڻ تہ لفظ ٽي چونديائين ۽ پوءِ چوڻ لڳو: ”منهنجي ماءُ ٻارن کي پائڻ ٿي، جيئن تو چيو، پر هوءَ ڪا سدائين انصاف ڪندڙ ڪين آهي. ڏاڏيون هميشہ ٻارن کي ڪاري ڇڏينديون آهن. هوءَ ڪنهن وقت تہ سواءِ سوچ ويچار جي جيڪي زبان تي ايندو اٿس، ٻارن جي اڳيان چئي ڏيندي آهي.“ هن زال کي ڏاڍيءَ عاجزيءَ سان مخاطب ڪيو. ”مون کي نہ چئو، منٽڙي.“

شارلوت ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويئي، واقعي پوڙهي مسز آشبيءَ کي جيڪي زبان تي ايندو هو، هو چئي ڏيندي هئي، پر دنيا ۾ هوءَ ئي هڪ اهڙي عورت هئي، جيڪا پنهنجي پٽ جي اولاد اڳيان اهو سڀ ڪجهہ چئي ٿي سگهي، جنهن کان هڪ شڪي طبع مائٽ کي، رنج پهچي سگهيو ٿي، شارلوت مڙسس ڏانهن پريشانيءَ مان نهاريو.

”آءُ سمجهي ڪين ٿي سگهان.“

هو ساڳيءَ عاجزيءَ ۽ تڪليف سان هن کي ڏسندو رهيو.

”گهڻي پڇار نہ ڪر.“ هن چپن ۾ چيو.

”پڇار نہ ڪريان؟“

”هاڻي نہ- اجا نہ.“ هن هٿ کڻي لَونڊڙين کي زور سان پڪوڙيو.

”توکي خبر نہ آهي تہ ضد ڪرڻ مان ڪوبہ فائدو ڪونہ پهچندو. آءُ هتان ڪونہ ٿو نڪري سگهان. ڪٿي ڪيترو بہ ضروري چو نہ هجي.“

شارلوت اجا تائين سنجيدگيءَ سان هن کي تَڪيندي رهي. ”سوال اُتي ٿو تہ تنهنجي مرضي آهي؟“

هن، گهڙيءَ ڪن لاءِ پنهنجي نظر پيرائي، هن جا چَپ ڏڪڻ لڳا، ۽ تمام آهستي چوڻ لڳو: ”منهنجي مرضي- وڏيڪ توکي ڇا گهرجي.“

”۽ انهيءَ هوندي بہ-“

”مون کان نہ پُڇ. آءُ هتان ڪونہ ٿو نڪري سگهان- نہ!“

”تنهنجي چوڻ جو مطلب آهي تہ تون انهن خطن جي قبضي مان ٻاهر نڪري ئي ڪونہ ٿو سگهين!“

مڙسس سخت تڪليف واريءَ حالت ۾ سندس اڳيان بيٺو هو، ۽ پوءِ اوچتو ڪنڌ ورائي سڄي ڪمري ۾، پَسار ڪرڻ لڳو. هن جو ڪنڌ جهڪيل هو ۽ اکيون غاليچي ۾ کتل هئس.

Gul Hayat Institute

شارلوٽ پنهنجي ناراضپي کي وڌندو محسوس ڪيو. ”ائين ئي آهي“. هن اصرار ڪندي چيو. ”تون اهو قبول ڇو نٿو ڪرين؟ انهن کان سواءِ تون زنده رهي ڪونه سگهندين ڇا؟“

هو ڏاڍيءَ تڪليف سان ڪمري ۾ پَسار ڪندو رهيو، پر وري ويهي رهيو. هن پاڻ کي ڪٺي ڪرسيءَ تي ڪيرايو ۽ پنهنجو مُنهن ٻنهي هٿن سان لڪائي ڇڏيائين. سندس ڪُلهن جي لوڏي مان شارلوٽ سمجهيو ته هو روئي پيو. هن ڪڏهن به ڪنهن مرد ماڻهوءَ کي روئندي ڪين ڏٺو هو. البت ننڍي هوندي، جڏهن مانس گذاري ويئي هئي، تڏهن هن پنهنجي پيءُ کي روئندي ڏٺو هو، ۽ هن کي اڄا تائين ياد هو ته انهيءَ نظاري کي هوءَ ڪيترو نه ڊني هئي، ۽ هينئر به هوءَ ڊڄي ويئي هئي. هُن محسوس ڪيو ته مڙسس کي ڪنهن زوريءَ گهِلي پراسرار قيد ۾ بند ڪرڻ پئي چاهيو ۽ پنهنجي خاطر هن کي آزاد ڪرائڻ جي ڪشمڪش ۾، ڪيس پنهنجي قوت جو آخري ذرو به استعمال ڪري ڇڏڻ گهرجي.

”ڪينٿ- ڪينٿ!“ هوءَ سندس پرسان گوڏن ڀَر جُهڪي، ليلائڻ لڳي، ”تون منهنجي ڳالهه ڪين ٻڌندين؟ تون اهو به ڏسڻ جي تڪليف ڪونه ڪندين ته مون سان ڪهڙي ويڌن آهي؟ آءٌ ڪا هرو ڀرو ويل ڪين آهيان! منٿڙا، سچ پچ ڪين! منهنجو ڌيان انهن خطن ڏانهن وڃي ئي ڪونه ها، جيڪڏهن انهن جو توتي ايترو اثر نه ٿئي ها. اهو منهنجو شان ڪونهي جو ٻين جي مسئلن ۾ پاڻ ڦاسايان، ۽ آءٌ ڏسان ها ته خطن جي ملڻ ڪري توکي خوشي ٿئي ٿي، تون انهن جي بيقراريءَ سان انتظار ڪرين ٿو، انهن جي اچڻ جا ڏينهن ڳڻين ٿو، انهن کي ڏسڻ چاهين ٿو ۽ اهو ته انهن جيڪي ڪجهه توکي ڏنو آهي، اها مون کي خبر ڪانه آهي ته ڪهڙيءَ طرح ڏنو وڃي ٿو- ڇو، ڪينٿ، آءٌ ائين ڪين چوان ٿي ته انهن کان مون کي به تڪليف ڪين پهچڻ کپندي هئي، پر ائين ڪين چوان ٿي ته انهن کان مون کي به تڪليف ڪين پهچڻ کپندي هئي، پر اهڙيءَ حالت ۾ اهو اثر ٻيءَ طرح جو هجي ها، ۽ مون ۾ پنهنجي انهيءَ احساس کي لڪائڻ جي همت هجي ها، ۽ پڻ اها اميد هجيم ها ته ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن توکي منهنجي لاءِ به ساڳيو ئي اهڙو احساس ٿيندو، جهڙو انهن خطن جي لکندڙ لاءِ توکي ٿيو هو. پر جيڪا ڳالهه منهنجي برداشت کان ٻاهر آهي، سا هيءَ ته انهن جي ڪري توتي ڪيتري نه دهشت طاري ٿي ويئي هئي، ۽ انهن توکي ڪترو، نه نقصان پهچايو هو، ۽ انهيءَ هوندي به تون ڪيئن انهن کان سواءِ رهي ڪونه ٿي سگهين ۽ ٻاهر ڪونه ٿو نڪرين. شايد انهيءَ خوف کان ته تنهنجي غير حاضريءَ ۾ ڪو خط توکي نه ملي سگهندو يا شايد.“ هن اڳتي چيو- سندس آواز شڪايت ڪرڻ سبب پئي ڏڪيو- ”شايد انهيءَ ڪري

جو سچ پچ هوءَ توکي ٻاهر وڃڻ کان روڪي ٿي. ڪينٽ، مون کي ضرور جواب ڏي، اهوئي سبب آهي نه؟ ائين آهي نه. ته هوءَ توکي مون سان گڏجي ٻاهر هلڻ کان منع ڪري ٿي؟"

هوءَ مڙس جي پرسان جهڪندي ويئي، هن پنهنجا هٿ آهستي آهستي هيٺ لاهي ڇڏيا. هوءَ پنهنجي اصرار تي ڏاڍو پيشيمان ٿي، انهيءَ پريشان ڪندڙ ۽ ڏوڪو ڏيندڙ شڪل تان. نقاب هٽائڻ جي ڪري ڏاڍو شرم پئي ٿيس، پر انهيءَ هوندي به ارادو ڪيائين ته آءٌ پاڻ کي انهن غذرن ۾ ڪين ڦاسائيندس. مڙسس جون اکيون جُهڪيل هيون ۽ مُنهن جا پَنا پئي ڏڪيس. شارلوٽ جهڙي پاڻ کي تڪليف پهچائي هئي، انهيءَ کان به وَڌ مڙس کي پهچائي هئائين. انهيءَ هوندي به هوءَ پاڻ جهلي ڪين سگهي.

"ڪينٽ، ائين آهي نه؟ هوءَ اسان ٻنهي کي گڏجي ڪنهن طرف وڃڻ هرگز ڪين ڏيندي."

اجا به هن ڪجهه ڪونه ڳالهايو ۽ نه اکيون کڻي ڏانهنس نهاريو. هن کي پنهنجيءَ شڪست جو احساس ٿيڻ لڳو، نيٺ به. هن سوچيو، انهيءَ ڪشمڪش جو نتيجو هار آهي. "توکي جواب ڏيڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. مون کي يقين آهي ته آءٌ سچي آهينا." هن چيو.

اوچتو جيئن ئي هوءَ اٿي ته مڙسس مَڙيو ۽ ڪيس جهلي هيٺ ويهاريائين. سندس هٿ مڙسس جي هٿن ۾ اچي ويا هئا ۽ هن اهڙو ته زور ڏنس جو سندس منڊيون هٿ جي آڱرين جي گوشت ۾ کُهڙي ويون. انهيءَ گرفت مان دهشت ۽ خوف پئي ظاهر ٿيو. هڪ اهڙو شخص جو خوف جنهن پاڻ کي ڪنهن ٻهاڙيءَ جي چوٽيءَ تان ڪِسڪي ڪِرندي محسوس ڪيو هو. هو پنهنجي مٿان شارلوٽ جي جُهڪيل چهري ڏانهن وڏندو پئي ويو، جڻ انهيءَ چهري ۾ ڇوٽڪارو سمايل هو "بيشڪ پاڻ گڏجي هلنداسون، جتي تون چونديندءَ، اوڏانهن هلنداسون." هن آهستي ۽ منجهيل آواز ۾ چيو ۽ شارلوٽ کي ڳِراٽڙي پائي سندس ڇپن تي پنهنجا چپ کڻي رکيائين.

(4)

شارلوٽ خيال ڪيو هو ته "اڄ رات آءٌ سمهي ننڊ ڪنديس." پر انهيءَ جي بدران هوءَ هڪ- ٻين بجي تائين بخاري جي پرسان انهيءَ خيال کان ويٺي رهي ته متس مُڙسس جي ڪمري ۾ ڪو کڙڪو نه ڪونه ٿو ٿئي. پر شام واري هنگامي کان پوءِ، هو جلد ئي سمهي رهيو هو. هن هڪ- به ٻيرا چوريءَ دروازو کولي اندر نهاريو ۽ گهٽيءَ واريءَ دريءَ مان ايندڙ جَهڪيءَ روشنيءَ ۾ مڙس کي اگهور ننڊ ۾

Gul Hayat Institute

سُتل ڏٺو. اهڙي ننڊ، جنهن مان ٿڪاوٽ ۽ ڪمزوري پئي ظاهر ٿي. ”هو بيمار آهي.“ هن سوچيو. ”ها يقيناً= هو بيمار آهي ۽ انهيءَ جو سبب گهٽو ڪم ڪونهي، اها پُراسرار سزا آهي.“
هن اطمينان جو ساهه ڪنيو. هڪ ٽڪائيندڙ ويڙهه ڪاڏي هئي ۽ ڪيس فتح هاصل ٿي هئي. پوءِ ڪٽي اها گهڙيءَ پل جي سهي. هو جيڪر هڪدم تياري ڪري سگهن. ڪنهن بہ پاسي نڪري وڃن جي تياري! ڪيس خبر هئي تہ موڪلن ڪان اڳي، هن ڪي هلڻ لاءِ چوڻ بيڪار ٿيندو، ۽ انهيءَ وچ ۾ اهو مخفي اثر- جنهن بابت پاڻ اجا تائين اونده ۾ هئي- سندس خلاف ڪم ڪندو رهندو، ۽ جيستائين ڪنهن سفر جو سانباهو ٿئي، تيسائين هر روز انهيءَ مشڪلات ۾ نئين سر مُنهن ڏيڻو پوندو. پر پوءِ سڀ ڪجهہ درست ٿي ويندو. ڪيس پَڪ هئي تہ جيڪڏهن هڪڙو پيرو ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ وڃي سگهيا تہ يقيناً= مڙسس ڪي انهيءَ بد اثر ڪان نجاب ملي ويندي. انهن خيالن ڇڻ تہ ڪيس آٿت ٿي ڏني. آخر هوءَ پاڻ بہ سمهي رهي.

صبح ج جڏهن اک ڪليس، تڏهن گهڻي دير ٿي ويئي هئي. هوءَ بستري ۾ ئي پئي هئي ۽ پنهنجي گهڻي وقت سمهڻ تي افسوس پئي ڪيائين ۽ عجب پئي ڪاڏائين. صبح جو سويل اٿي، ڪتبخاني واري بخاري وٽ مڙس سان گڏجي نيرن ڪائڻ ۾ ڪيس ڏاو لطف ايندو هو. پر گهڙيال تي نظر ڪرڻ سان خبر پيس، تہ هو گهڻو اڳي آفيس ڏانهن روانو ٿي ويو هو. پَڪ ڪرڻ خاطر هوءَ بستري مان ڇال ڏيئي اُٿي ۽ مڙس جي ڪمري ڏانهن ويئي، پر اهو خالي هو. وڃڻ وقت هن بہ ڪيس ڏٺو هو ۽ اهو ڏسي، تہ هوءَ اجا تائين ستي پيئيآهي، سواءِ هن جي آرام ڦٽائڻ جي، هو چپ چاپ هيٺ لهي ويو هو. صبح جو وقت ائين وڃائيندي، ڪيس ڏاڍو ڏک پهتو. ائين پئي لڳو، ڄڻ تہ سندن ناتا ڪنهن عاشق معشوق جهڙا هئا.
هن گهنڊڻي وڄائي ۽ پڇا ڪئي تہ ”مسٽر آشبي روانو ٿي ويو آهي ڇا؟“
”هائو، ڪلاڪ ڪن ٿيندو.“ ٻانهيءَ چيو. ”هو تاڪيد ڪري ويو هو تہ مسز آشبيءَ کي نہ اُٿاريو وڃي ۽ نہ وري ٻارن کي ڏانهنس ڇڏيو وڃي. جيستائين هوءَ پاڻ نہ ڪين سڏائي.... هائو، هو پاڻ ٻارن جي ڪمري ۾ ويو هو ۽ ائين چيائين.“ اهو تہ سڀ ڪجهہ دستور مطابق هو. پر شارلوٽ کي سمجهہ ۾ ئي ڪونہ آيو تہ هن پڇا ڇو ڪئي؟
”مسٽر آشبي ڪو نياپو تہ ڪونہ ڇڏي ويو؟“

”هائو“ ٻانهيءَ چيو، ”هو نياپو ڇڏي ويو، پر افسوس آهي ته جو مون کي وسري ويو. وڃڻ وقت چيائين ته آءُ سفر جو انتظار ڪرڻ وڃان ٿو ۽ مسز آشبيءَ کي ٻڌايو وڃي ته هوءَ سياڻي سامونڊي سفر تي هلڻ جون تياريون ڪري ڇڏي.“

نوڪرياڻيءَ جي آواز جو پڙاڏو شارلوٽ وٽان ٿيو، ”سياڻي؟“ هوءَ نوڪرياڻيءَ کي گهورڻ لڳي، ڄڻ ته ڪيس اعتبار ئي ڪونه ٿي آيو. ”سياڻي- توکي پڪ اهي ته هن سياڻي هلڻ لاءِ چيو؟“

”سائين، آءُ يقين سان چوان ٿي. مون کي سمجهه ۾ ئي ڪونه ٿو اچي ته مون کان اها ڳالهه ڇوڙجه ڪيئن وسري ويئي.“

”خير، ڪا حرڪت ڪانهي، ڇگو، منهنجي غسل جو انتظار ڪر.“ شارلوٽ ائين چوندي اُٿي ڪڙي ٿي ۽ سينگار خاني ۾ گهڙي ويئي. هوءَ جيئين ئي وارن کي ڦني ڏيڻ لاءِ ويٺي ته آئيني ۾ پاڻ کي جوهنگاريندي ڏٺائين. پنهنجي ڪاميابيءَ تي هوءَ وري پاڻ کي نوجوان سمجهڻ لڳي. اڳوڻي شارلوٽ هينئر پري غائب ٿي چڪي هئي، ۽ هاڻي هيءَ نئين شارلوٽ آئيني ۾، پنهنجي چپن ۽ اکين جي عڪس کي ڏسي بهار بهار ٿي. ته پوءِ هو ڪيس ڀائين ٿو-اڳي وانگر ئي پيار ڪرين ٿو. هو سندس پريشانين کي سمجهي ويو آهي، ۽ يقين اٿس ته اسان جي خوشي انهيءَ ۾ آهي ته اسين هتان نڪري هلون ۽ ڪالهوڪي ڪَڙي آزمائش کان پوءِ، وري هڪ ٻئي کي ڳولي لهون. سندن وچ ۾ جيڪو اثر ڪم ڪري رهيو هو، تنهن جي هيمٿر هن کي بنهه پرواهه ڪين هئي. هن انهيءَ راڪاس کي منهن ڏنو هو ۽ ڪيس تڙي ڪڍيو هئائين. ”همت- اهوئي ته راز آهي! جيڪي ماڻهو محبت ڪن ٿا، تن کي پنهنجين خوشين جي اکين ۾ اکيون ملائي ڏسڻ جي، خطري کان سدائين خوفزده ٿيڻ گهرجي.“ مٿي تي ڪجور جي شاخن[2] وانگر چلڪڻ لڳا. خير، ڪن زالن کي خبر آهي ته مردن سان ڪيئن پيش اچجي ۽ ڪن کي ڪانهي. رڳو سليقيمند زالن کي- هن ڏاڍي خوشنمائيءَ سان باين ڪيو- همت سُونهين ٿي. سچ پچ ته هوءَ ڏاڍي پيئي لڳي.

صبح، هڪ سپيءَ وانگر چلڪندڙ سمونڊ جي اڳيان پئي نچيو- اهڙو سمونڊ جيڪو جلد ئي هنن کي پار ڪرڻو هو. اڄ هن خاص ڪاڏو تيار ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو ۽ ٻارن کي اسڪول ڏانهن اماڻيو. سندس ڪپڙن جو قصندوقون هيٺ لاٿيون ويون ۽ نوڪرياڻيءَ سان آرهڙ جي ڪپڙن ڪڍڻ لاءِ صلاح مسورو ڪيو- آخر ڪين گرميءَ ۽ تابش ۾ به ته گذارڻو پوندو- هن پوءِ ويچار ڪيو ته ڪينٽ جا فلانيل جا

Gul Hayat Institute

سوٽ ڪافور مان ٻاهر ڪيان يا نہ. ”پر هي سڀ ڪجهہ ڪيترو نہ اجايو ڪم آهي.“ هن سوچيو، ”مون کي تہ اجا بہ خبر نہ آهي تہ اسين ڪيڏانهن ٿا وڃون!“ گهڙيال کي ڏنائين تہ ٻپهر ٿيڻ وارا هئا. ۽ نيٺ فيصلو ڪيائين تہ هن سان آفيس ۾ هلي ملجي. انهيءَ ۾ ڪا ٿوري دير ٿي ويئي، ۽ پوءِ مڙس جي منشيءَ کي چوندي ٻڌائين- مسٽر آشبي صبح سويل، گهڙيءَ ڪن لاءِ آيو هو، پر وري هڪدم موٽي ويو- اوهو، خير، شارلوٽ پوءِ هن کي فون ڪندي. هو ڪيتري وقت ۾ واپس ايندو؟ منشيءَ ٻڌايو: ”آءٌ چئي ڪونہ ٿو سگهان، آفيس ۾ ڪنهن کي فقط ايتري خبر آهي تہ هو جڏهن ويو ٿي، تڏهن چيائين تہ ’آءٌ تمام تڪڙو آهيان، جو مون کي شهر کان ٻاهر وڃڻو آهي.‘“

”شهر کان ٻاهر!“ شارلوٽ رضسيوَر ڪٽي ڦِٽو ڪيو ۽ ويهي رهي. سندس اکين اڳيان اونده اچي ويئي. هو شهر کان ٻاهر ڇو ويو؟ هو ڪيڏانهن ويو؟ هيترن ڏينهن ۾ هن پنهنجي اوچتي روانگيءَ لاءِ، هي موقعو ڇو چونڊيو؟ خوف کان هن ڪجهہ ڏکٽي محسوس ڪئي. شايد هو انهيءَ عورت سان ملڻ ويو هوندو- يقيناً= هن کان اجازت وٺڻ ويو هوندو. هو پوريءَ طرح هن جي قبضي ۾ آهي ۽ شارلوٽ جي اها مورڪپائي هئي و هن پنهنجي پيشانيءَ تي ڪجور جي شاخن جا نشان ڏنا. هن کان ٿهڪ نڪري ويو، ۽ سڄو ڪمرو لتاڙي هوءَوري آئيني جي اڳيان تي ويئي. هن ڪهڙي نہ ڦريل صورت ڏٺي! سندس ڦڪن چپن جي مُرڪ جنڻ تہ ٻيءَ شارلوٽ جي گلابيءَ رُخ تان ڇٽر پئي ڪئي. پر آهستي آهستي سندس رنگ روپ موٽ ڪاڏي. آخر هن کي بہ تہ ڪاميابي4 جي مهام هٽڻ جو حق هو. مڙسس تہ سندس ئي مرضيءَ مطابق سڀ ڪجهہ ٿي ڪيو ۽ نہ ٻيءَ عورت جي چوڻ موجب. تنهن ڪري ٻئي ڏينهن سفر تي هلڻ جي اوچتي فيصلي ڪرڻ بعد، اها فطري ڳالهہ آهي تہ هن کي انتظار ڪرڻو پوندو، ڪاروباري ڳالهين کي فيصل ڪرڻو پوندو. تنهن کان سواءِ اهو سمجهڻ بہ ضروري ڪونہ آهي تہ هو ڪو انهيءَ خط لکندڙ عورت وٽ ويو هجي. ٿي سگهي ٿو تہ هو ڪنهن اصيل وٽ ويو هجي، جيڪو شهر کان ٻاهر رهندو هجي. البت آفيس جا ماڻهو شارلوٽ کي ڪونہ ٻڌائيندا، خود منشيءَ بہ مسٽر آشبيءَ جي غير حاضريءَ جي معمولي ڳالهہ ٻڌائڻ کان پهرين پئي نٽايو. بهتر آهي تہ پنهنجي تياري ڪري ڇڏجي، باقي ڪيس ڪهڙيءَ جنت جو سير ڪرڻو آهي، تنهن بابت شام جو خبر پئجي ويندي.

وقت تيزيءَ سان اُڏامندو ويو ۽ هوءَ بيقراريءَ سان تياري ڪندي رهي. آخر جڏهن بانهي، درن درين تان پردن ڪٽڻ لاءِ اندر آئي، تڏهن شارلوٽ پنهنجو پورهيو بند ڪيو. هن کي اهو ڏسي عجب ٿيو تہ گهڙيال

۾ پنج وڳا هئا، پر اجا تائين ڪيس اها سَمَڪَ ٻه ڪين هئي ته ٻئي ڏينهن ڪهڙي طرف وڃڻو پوندو. هن، آفيس ۾ فون ڪري مڙس جي ساٿيءَ جي پڇا ڪئي، پر هو ٻه ڪجهه ڪونه ٻڌائي سگهيو. جو هو پاڻ ٻه ريل گاڏيءَ جي دير سان اچڻ ڪري، ڳوٺان صبح جو ان وقت آفيس ۾ پهتو هو، جڏهن مسٽر آشبي اچي واپس هليو ويو هو. شارلوت منجهي ويهي رهي. اوچتو هن پنهنجيءَ سس کي فون ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ڪينٿ کي ماءُ سان ملندي مهينو ٿو ٿئي، ممڪن آهي ته ان کي ڏسڻ ويو هجي. سندس اجاين اعتراضن جي باوجود ٻارن کي پوڙهيءَ، مسز آشبيءَ وٽ، ڇڏي وڃڻو هوءِ انهيءَ مان ظاهر هو ته هن کي ڪيترين ئي ڳالهين بابت، ماءُ سان فيصلو ڪرڻو هو. هن کي اهو ٻه ڏک ٿيو ته انهيءَ صلاح مشوري ۾، ڪيس شريڪ ڪونه ڪيو ويو هو، پر انهيءَ جو ڪو فڪر ڪونهي، چاڪاڻ ته اج ته سندس ڪاميابيءَ جو ڏينهن هو۽ مڙسس اجا ٻه سندس هو۽ نه ٻيءَ ڪنهن عورت جو. هن وڏي چاهه مان مسز آشبيءَ کي فون ڪيو. هن جو قربائتو آواز ٻڌائين ۽ چيائين: ”خير، ڪينٿ جون خبرون ٻڌي ته توکي عجب لڳو هوندو. اسان جي پڇي وڃڻ بابت تنهنجو ڇا خيال آهي؟“

مسز آشبيءَ جي جواب ڏيڻ کان اڳ ئي، شارلوت سهي ڪيو ته هوءَ ڇا چوندي. مسز آشبيءَ پٽ کي ته مورڳو ڏٺو ئي ڪونه هو. ڪيس هُن وٽان ڪو نياپو ٻه ڪونه پهتو هو۽ نه وري پنهنجي نُنهن جو ئي مطلب ٿي سمجهيائين. اچرج وچان شارلوت چپ چاپ ويٺي رهي. ”پر پوءِ هو ڪيڏانهن ويو آهي؟“ هن سوچيو. نيٺ پاڻ سنڀالي، هن پنهنجو اوچتو فيصلو مسز آشبيءَ کي سمجهايو. ائين ڪندي، هن پاڻ ۾ ڪجهه خود اعتمادي محسوس ٿي ۽ وري يقين آيس ته ڪينٿ ۽ سندس وچ ۾ وري ڪڏهن ڪو ٻه ويڇو ڪونه پوندو. مسز آشبيءَ ڏاڍي صبر ۽ اطمينان سان خبر ٻڌي. هن جو پڻ اهو خيال هو ته ڪينٿ پريشان ۽ ٿڪل ٿي ڏسڻ ۾ آيو ۽ هوءَ پاڻ ساڻس شامل راءِ هئي ته اهڙيءَ حالت ۾، ڪنهن طرف نڪري وڃڻ، سٺو علاج آهي. ”آءُ ڏاڍي خوش ٿيندي آهيان، جڏهن هو ڪيڏانهن ويندو آهي.“ آلسيءَ کي سير سفر پسند ڪونه هو. هوءَ هميشه ڪونه ڪو بهانو ڪري، هن کي سفر تي وڃڻ کان روڪيندي هئي. شڪر آهي جو تو ۾ اها ڳالهه ڪين اهي. مسز آشبيءَ کي ته انهيءَ تي ٻه عجب ڪونه ٿيو ته هنن ڪيس پنهنجي روانگيءَ بابت اڳواٽ ڪونه ٻڌايو. پر جنهن وقت هن اهو فيصلو ڪيو هوندو، انهيءَ گهڙيءَ کان هن کي تڪڙ هوندي، پر ممڪن آهي ته رات جي مانيءَ کائڻ کان اڳ هو اچي نڪري. رڳو پنجن منٽن جي ڳالهه ٻولهه ڪافي هئي. ”مون کي اميد آهي ته تون رفتي رفتي ڪينٿ جي انهيءَ سوداءَ جو

علاج ڪندينءَ، جنهن جي ڪري هو هر انهيءَ سوال کي اجائي ڏيگهه ڏيندو آهي، جيڪو چند لفظن ۾ حل ٿي سگهي. اڳي ته ڪڏهن به هو ائين ڪونه ڪندو هو ۽ جيڪڏهن ڪاروبار ۾ هن پنهنجي اها عادت جاري رکي ته جلد ئي هو پنهنجا اصيل ڦٽائي ڇڏيندو.... هائو، منٽري، جيڪڏهن وقت هجئي ته بيشڪ ٿورڙيءَ طير لاءِ، مون وٽ هلي اَچ. مون کي پڪ آهي ته تنهنجي پهچڻ تائين هو به هتي پهچي ويندو." مسز آشبيءَ جي همٿائيندڙ آواز جو پڙاڏو خاموش ڪمري ۾ ٿيندو رهيو ۽ هوءَ تياري ڪرڻ لڳي.

ستين بجي فون آيو ته هوءَ ٽپ ڏيئي اوڏانهن ويئي. هاڻي ضرور خبر پوندي! پر اهو فون انهيءَ ايماندار منشيءَ جو هو، جنهن آفيس بند ٿيڻ کان اڳ مسز آشبيءَ کي واقف ڪرڻ ضروري ٿي سمجهيو ته مسٽر آشبي اجا ڪونه آيو هو ۽ نه وري ڪو نياپو موڪليو هئائين.

"تهيو، مڙئي خير آهي. تنهنجي مهرباني." شارلوت خوشي4 واري آواز ۾ چيو. ۽ ڏڪندڙ هٿ سان رسيور رکي ڇڏيائين. پر هن وقت تائين، هن سوچيو، هو پنهنجي ماءُ وٽ پهچي ويو هوندو. هن خانان بند ڪري ڪبٽ جا طاق بند ڪيا ۽ ڪوٽ پائي، مٿي ۾ ٽوپ وجهي، ٻارن جي ڪمري ۾، اطلاع ڪرڻ ويئي ته آءٌ ٻارن جي ڏاڏيءَ سان ملڻ لاءِ ٿورو وقت ٻاهر وڃان ٿي.

مسز آشبي ڪا گهڻو پري ڪين رهندي هئي، ۽ بهار جي ٿڌيءَ شام جي مختصر پنڌ ۾ ڪيس خيال ٿيو ته ڏانهس ايندڙ هر پاڇو، سندس مڙس جو پاڇو هو. پر هو رستي ۾ ڪونه نظر آيس ۽ جڏهن هوءَ گهر ۾ داخل ٿي، تڏهن پنهنجيءَ سَس کي اڪيلو ڏٺائين. ڪينٿ نه فون ڪيو هو ۽ نڪي آيو هو. پوڙهي مسز آشبي، بخاري جي اڳيان ويٺي هئي ۽ سندس ڦُڙتيلن هٿن ۾، اڻڻ جون سُيون تڪڙو تڪڙو هلڻ ڪري جرڪيون پئي. پوڙهيءَ کي ڏسي، شارلوت کي ڪجهه ساهه پيو. هائو، اها يقينا عجيب ڳالهه آهي جو مسٽر آشبي، سواءِ ڪنهن اطلاع ڪرڻ جي سڄو ڏينهن غائب رهيو هو، پر اها اميد ڪرڻ به ڪپندي هئي ت هڪ مصروف وڪيل جي هٿ ۾ ايترا ته ڍيرا هوندا آهن، جو ڪنهن تجويز ۾، اوچتي ڦيري اچڻ ڪري، انتظار ۽ فيصلي جي سيني اڻ ڏٺل نمونن کي ڏسڻ لاءِ، مجبور ٿي پوندو آهي. هو شهر جي آسپاس ڪٿي ڪنهن اصيل کي ڏسڻ ويو هوند ۽ اتي ئي ترسايو ويو هونود. ماڻس کي ياد هو ته هڪ ڀيري هُن ٻڌايو هئس ته پاڻ نيو جرمنيءَ جي هڪ عجيب تارڪ الدينا، پوڙهئي امير جو قانوني

صلاحڪار هو. پر اهو امير ايترو ته ڪنجوس هو، جو ٽيليفون به هٽائي ڪونه ٿي سگھيو. پڪ هئي ته انهيءَ مصيبت وٽ قاتل هوندو.

پر، شارلوٽ پاڻ تي پريشانيءَ جو غلبو محسوس ڪرڻ لڳي. جڏهن مسز آشبيءَ ڪاؤنس پڇيو ته بئي ڏينهن ڪهڙي وقت جهاز ۾ چڙهندا؟ تڏهن هن اَٽڪاٽائي ڏيکاري ۽ چيائين ته ”ڪينٽ مون ڏانهن نياپو موڪليو هو ته آءٌ سفر جي انتظار ڪرڻ لاءِ پيو وجان.“ اهي لفظ چوندي وري به ڪيس حالت جي نرالي هجڻ جو احساس ٿيو. خود مسز آشبيءَ کي به قبول ڪرڻو پيو ته اها تعجب جهڙي ڳالهه آهي، پر جلد ئي هن چيو ته ”انهيءَ مان ظاهر آهي ته هن کي ڪيتري نه تڪڙ آهي.“

”پر امان، هينئر ته اٺ ٿا وڄن! ڪيس اهو ته سوچڻ کپندو هو ته مون کي اجا تائين خبر ڪانه آهي ته سڀاڻي اسان کي ڪنهن وقت روانو ٿيڻُ آهي.“

”اڙي، شام تائين جهاز ڪونه ڇُٽندو آهي. ڪڏهن ته وِيرَ چڙهڻ لاءِ هنن کي آڌيءَ رات تائين به ترسڻو پوندو آهي. پڪ اٿم ته ڪينٽ انهيءَ ڪم پنيان هوندو. آخر هو به ته سمجهو آهي.“

شارلوٽ اُٿي بيٺي. ”اها ڳالهه ڪانهي، هن سان مڙيئي ڪا ويڌن آهي.“

مسز آشبي پنهنجي عينڪ لاٿي ۽ اوڻ جو سامان ويڙهي رکيو. ”جيڪڏهن تو پاڻ کي اهڙين ڳالهين جي سوچڻ جي اجازت ڏني-“

”توکي ذرو به فڪر ڪونهي؟“

”آءٌ ڪڏهن به ڪونه ڪنديس، جيستائين ڪا اهڙي حالت پيدا نه ٿئي. منهنجي مرضي آهي تون رات جي ماني هتي ئي ڪاءُ ۽ فون ڪري اهڙو اطلاع گهر ڏئي ڇڏ.مون کي پڪ آهي ته گهر ويندي، هو ضرور هتي ايندو.“

شارلوٽ پنهنجي گهر فون ڪيو. ”نه.“ نوڪرياڻيءَ چيو، مسٽر آشبي ڪونه آيو هو ۽ نه وري فون ڪيو هئائين. سندس اچڻ تي ڪيس اطلاع ڪبو ته مسز آشبي پنهنجيءَ سس وٽ ماني کائيندي. شارلوٽ، سس جي پنيان کاڌي واري ڪمري ۾ ويئي ۽ پنهجي سُڪل ۽ ٽوٽ نڙيءَ سان خالي پليٽ جي اڳيان ٿي ويٺي. انهيءَ وچ ۾ مسز آشبي چپ چاپ وڏيءَ هوشياري سان مختصر تيار ڪيل کاڌو وڌيندي رهي. ”ڇوڪري، چڱو ٿيندو ته تون ڪجهه کاءُ، نه ته تنهنجي به ڪينٽ جهڙي حالت... هائپ.“

هن شارلوٽ کي انگوري شراب جي هڪڙي گلاس پيئڻ ۽ ڊبل روٽيءَ جي ٽُڪري کائڻ لاءِ زور ڀريو. پوءِ ٻيئي گول ڪمري ۾ آيون. جتي باهه ٻاري، مسز آشبيءَ جي آرام ڪرسيءَ کي چنڊي صفا ڪيو ويو. اهو سمورو ماحول ڪيترو نه ڀاتل سجاتل ۽ سلامتيءَ وارو پئي نظر آيو. ۽ هوڏانهن ٻاهر ڪٽي رات جي خاموشي ۽ غير يقينيءَ ۾، ٻن عورتن جي خيالن جو جواب، هڪ ڳوليندڙ نامعلوم پاڇي وانگر اڳ جهليو بيٺو هو.

آخر شارلوٽ اُٿي کڙي ٿي چيائين: "بهتر ٿيندو ته آءٌ واپس وڃان. هن وقت ڪينٿ سڌو گهر ويو هوندو."

مسز آشبي پيار وچان مُرڪڻ لڳي. "منڙي، ڪا گهڻي دير ڪين ٿي آهي."

"هاڻي ته نَو به وڄي ويا آهن." شارلوٽ ڪيس چمي ڏيڻ لاءِ هيٺ جهڪي. "حقيقت هيءَ آهي ته آءٌ آرام سان ويهي ڪين ٿي سگهان."

مسز آشبيءَ پنهنجو ڪم هڪ طرف ڪري رکيو ۽ ٻيئي هٿ آرام ڪرسيءَ جي ٻانهن ڪتي ڪٽي رکيائين. "آءٌ توسان گڏجي هلان ٿي." هُن اُٿندي چيو.

شارلوٽ گهڙُ ئي منع ڪيس ته ڪافي وقت گذري ويو آهي، ۽ اهو ڪو ضرور ڪونهي، جنهن وقت به ڪينٿ ايو ته هوءَ ڪيس اطلاع ڪندي. پر، مسز آشبي اڳ ۾ ئي، ٻانهيءَ کي حاضر ٿيڻ لاءِ گهنڊني وڄائي چڪي هئي. هوءَ ڪجهه منڊڪائي هلندي هئي، تنهن ڪري جيستائين نوڪرياڻي سندس شال آڻي، هوءَ لڪڻ کي ٽيڪ ڏيئي بيٺي رهي. "جيڪڏهن مسٽر ڪينٿ اچي ته چئجانس ته آءٌ سندس گهر هونديس." هن نوڪرياڻيءَ کي هدايت ڪئي ۽ پوءِ ٻيئي ڄڻيون ٽيڪسيءَ ۾ چڙهي روانيون ٿيون. واپس ايندي شارلوٽ شڪر ڪيو ته پاڻ اڪيلي ڪين هئي. مسز آشبيءَ جي قربت جي احساس ۾، ڪجهه جوش ۽ سچائي هئي- سندس اکين جهڙي صاف ۽ سندس چمڙيءَ جهڙي مضبوط ۽ تازي. جيئن ئي ٽيڪسي رواني ٿي، هن همت ڪري شارلوٽ جي هٿ تي هٿ رکيو. "ڏسجانءِ، هُتي ضرور ڪو نياپو پهتو هوندو."

شارلوٽ گهنڊڻي وڄائي ۽ دروازو کليو. ٻئي ڄڻيون اندر ويون. جوش وچان شارلوٽ جي دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. سندس رڳن ۾ سَسڻس جي ڏايريل پروسي جو خون ڊوڙڻ لڳو.

"تون ڏسندينءَ- تون ڏسندينءَ." مسز آشبي وري چيو.

نوڪرياڻي، جنهن دروازو کوليو، تنهن ٻڌايو تہ مسٽر آشبي ڪونہ هو، ۽ نہ وري وتاؤنس ڪو نياپو پهتو هو.

”توکي پَڪ آهي تہ ٽيليفون تہ خراب ڪونہ آهي؟“ مسز آشبيءَ چيو. ۽ ٻانهي4 جواب ڏنو: ”اڌ ڪلاڪ اڳ تہ فون ٺيڪ هو، پر آءٌ وري وجي ٿي خاطري ڪريان.“ هوءَ غائب ٿي ويئي، ۽ شارلوٽ پنهنجو ٽوپ ۽ ڪوٽ لاهي رکيو. انهيءَ وچ ۾ اوچتو سندس نظر وڏي ڪمري جي ميز تي وڃي پيئي، جتي خاڪي لفافو پيو هو، جنهن تي مڙسس جو نالو چِٽيءَ مس سان لکيل هو. ”اڙي!“ هُن ڪان عجب وچان دانهن نڪري ويئي.

”منهنجي مٺڙي، ڇا آهي؟“ مسز آشبيءَ اچرج ۾ پئجي پڇيو.

شارلوٽ ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو. هن لفافو کنيو ۽ بيهي ان ڪي ڇتائي نهارڻ لڳي، ڇڻ تہ ڏسڻ ٿي گهريائين تہ ان ۾ ڇا آهي. اوچتو هن کي ڪو خيال آيو. هُن ورائي، اهو لفافو پنهنجيءَ سس ڏانهن وڌايو.

”هيءَ تصوير تون سڃاڻين ٿي؟“هن پڇيو.

مسز آشبيءَ خط ورتو. هن ٻئي هٿ سان عينڪ پاتي ۽ لفافو روشنيءَ تي جهلي، ڏسڻ لڳي. ”ڇو!“ هن کان دانهن نڪري ويئي، ۽ پوءِ هوءَ چپ ٿي ويئي. شارلوٽ ڏٺو تہ سندس مضبوط هٿ ۾ لفافو پئي ڏڪيو. ”پر هيءُ تہ ڪينٽ جي نالي تي آهي.“ نيٺ مسز آشبيءَ آهستي چيو. جنهن مان ائين ٿي لڳو، ڇڻ تہ ڪيس پنهنجي نُنهن جو اهو سوال ٻاراڻو پئي معلوم ٿيو.

”هائو، پر فڪر ڪونهي.“ شارلوٽ هڪدم فيصلو ڪندي چيو. ”آءٌ ڄاڻڻ گهران ٿي، تہ اها تحرير تون سُڃاڻين ٿي؟“

مسز آشبيءَ لفافو واپس ڪيو. ”نہ.“ هن صاف جواب ڏنو.

ٻيئي زالون ڪتبخاني ڏانهن ويون. شارلوٽ بتي ٻاري ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيائين. سندس هٿ ۾ اجا تائين لفافو هو.

”آءٌ هي کوليان ٿي.“ هن اعلان ڪيو.

هن ڏٺو تہ سسڻس جي نظرن مان پريشاني ظاهر ٿيڻ لڳي. ”پر مٺڙي- خط تنهنجي نالي تي ڪونہ آهي. منهنجي مِٺي تون اهو نٿي کولي سگهين.“

Gul Hayat Institute

”آءٌ سمجهان ٿي تہ مون کي اها ئي ڳڻتي هئي!“ هوءَ مسز آشبيءَ جي نگاهن ۾ پيار سان نهاريندي رهي، ”هيءُ خط مون کي ٻڌائيندو تہ ڪينٽ ڪٿي آهيئ“

مسز آشبيءَ جي چمڪندڙ گلابي مُنهن تي ڦِڪاڻ وري ويئي. سندس مضبوط ۽ پريل ڳِتا- لڙڪي پيا. ”ائين چو ٿيڻ گهرجي؟ اهو تون ڪيئن ٿي سمجهين- اهو ممڪن ڪونهي.“

شارلوت برابر هن جي بدليل چهري ۾ ڏسندي رهي. ”هائو, تہ پوءِ يقيناً= توکي هن تحرير جي ڄاڻ آهي.“ هن جي اکين مان بي خوفي پئي بَکي.

”مون کي تحرير جي ڄاڻ آهي.“ مون کي ڪهڙي خبر؟ پنهنجي پٽ جي سموري لکپڙهہ بابت جيڪي ڄاڻان ٿي، سو هي-“ مسز آشبيءَ ڪٿي زبان روڪي ۽ پنهنجي نُنهن ڏانهن بنهہ ڏِجندي ڏِجندي التجا سان ڏسڻ لڳي.

شارلوت هن کي اڇي ڪرائيءَ کان جهليو. ”اَمان! تون ڇا ٿي ڄاڻين؟ مون کي ٻڌاءِ ضرور ٻڌاءِ!“

”تہ مون کي پَڪ آهي تہ ڪنهن بہ عورت کي پنهنجي مڙس جي پرپٺ سندس خط کولي پڙهڻ مان، ڪا چڱائي ڪين پهچندي آهي.“

شارلوت کي ائين لڳو ڄڻ تہ اهي لفظ، ڪنهن اخلاقي ڪتاب جو ڪو جمو هو. هوءَ بي صبريءَ سان ڪلڻ لڳي، ۽ پنهنجي سَس جي ڪَرائيءَ کي ڇڏي ڏنائين. ”ائين آهي. خط ڪٿي کولجي يا نہ، پر هن منان ڪابہ چڱائي ڪين ملندي. آءٌ اهو چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿي. پر ڪٿي ڪهڙي بہ بُرائي ٿئي، منهنجو مطلب رڳو هيءُ اهي تہ ان ۾ ڇا لکيل آهي.“ جڏهن هُن لفافو کنيو، تڏهن سندس هٿ پئي ڏڪيا، پر هاڻي اهي مضبوط ٿيندا ويا ۽ سندس آواز بہ صاف ٿيندو ٿي ويو. هوءَ اڃا بہ مسز آشبيءَ کي چتائي ڏسندي رهي. اسان جي شادي ٿيڻ کان پوءِ3، هي نائون خط آهي، جيڪو ساڳيءَ تحرير ۾ ڪينٽ جي نالي تي پئي آيو اهي. هميشہ ههڙو ئي خاڪي لفافو. آءٌ هنن کي ڳڻيندي رهي آهيان. ڇاڪاڻ تہ هر خط اچن کان پوءِ، هو هڪ اهڙي شخص وانگر نظر ايندو آهي، جنهن کي ڪو سخت صدمو پهتو هجي، ۽ انهن جي اثر کان پاڻ ڇڏائڻ لاءِ، هن کي ڪافي وقت لڳندو آهي. مون هن کي بہ اهو ئي ٻڌايو آهي تہ خط تون ظاهر ڪر تہ اهي ڪنهن وٽان اچن ٿا. آءٌ ڏسان پئي تہ هي خط هن جي زندگيءَ کي ڄڻ ختم ڪندا ٿا رهن. هو منهنجي سوالن جا جواب ئي ڪونہ ٿو ڏئي. هو چوي ٿو تہ ”آءٌ هنن بابت ڪجهہ بہ

Gul Hayat Institute

ٻڌائي ڪونہ سگهندس. پر گذريل رات هن مون سان ٻاهر هلڻ جو انجام ڪيو هو- هنن خطن مان جان ڇڏائڻ لاءِ."

مسز آشبي ڏڪندڙ قدمن سان هلي وڃي آرام ڪرسيءَ تي وٺي. سندس ڪنڌ، جهڪيل هو. "هاءِ"، هن چپن ۾ چيو.

"هاڻي تنهنجي سمجهہ ۾ ڳالهہ ويٺي آهي."

"هن توکي ائين چيو تہ هنن خطن مان جان ڇڏائڻ لاءِ ٻاهر هلون ٿا؟"

"هن چيو هو تہ هنن خطن مان جان ڇڏائڻ لاءِ-جان ڇڏائڻ لاءِ. هن جو آواز ايترو تہ پرڇي آيو هو جو ڳالهائي بہ ڪونہ ٿي سگهيو. پر مون ٻڌايو مانس تہ مون کي خبر آهي تہ ائين ڇو آهي."

"۽ هن ڇا چيو؟"

"هن ڪٽي مون کي پنهنجي ڀاڪر ۾ جهليو ۽ چيائين تہ جتي تون چوندينءَ اوڏانهن هلنداسون."

"آه، شڪر آهي!" مسز آشبيءَ چيو. ٿورو وقت سانت تي ويئي ۽ هوءَ پنهنجي نُنهن مان نظرون هٽائي، ڪنڌ جهڪايو ويٺي رهي. نيٺ هن مٿي نهاريو ۽ چيائين، "توکي پڪ آهي تہ هھڙا نَو خط آيا هئا؟"

"يقينا- هي نائون خط آهي. آءٌ ڳڻيندي آئي آهيان."

"۽ هن تفصيل ٻڌائڻ کان بنهہ انڪار ڪيو آهي؟"

"صاف انڪار."

مسز آشبيءَ ڀڪوڙيل چپن مان آهستي پئي ڳالهايو. "ڪڏهن کان اهي اچڻ شروع ٿيا آهن؟ توکي ڪا يادگيري آهي؟"

شارلوٽ وري مرڪي ڏنو. "يادگيري؟ پهريون خط انهيءَ رات آيو هو، جڏهن اسين هنيون ملهائي واپس آيا هئاسين."

"انهيءَ وقت؟" مسز آشبيءَ پنهنجو ڪنڌ کنيو ۽ ڪنهن اوچتيءَ سگهہ سان ڳالهائڻ لڳي. "پوءِ- هائو، ڪولينس."

اهي لفظ ايترا تہ خلاف توقع هئا، جو شارلوٽ پنهنجي لوندڙين ۾ خون ڊوڙندو محسوس ڪيو ۽ سندس هٿن وري ڏڪڻ شروع ڪيو. هن لفافي ۾ آڱر وجهي وري کولڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اهو اهڙو تہ مضبوط چنبڙيل هو، جو مجبورا= ڪيس مڙس جي لکڻ واريءَ ميز ڏانهن، عاج جي ڇُريءَ کڻڻ

Gul Hayat Institute

لاءِ ويٺو پيو. انهن ڄاتل سڃاتل شين کي گهڻي وقت کان پوءِ، پنهنجي آڱرين سان ڇهندي، هن پاڻ ۾ ڪنهن تازي مردي جهڙي ٿڌاڻ محسوس ڪئي. هن لفافو کوليو ته ڪاغذ جي ڦاٽڻ جو آواز ڪمري جي گهريءَ خاموشيءَ ۾ ڪنهن انسان جي رَڙ وانگر پئي معلوم ٿيو. ڪاغذ ڪڍي، هوءَ بتيءَ جي ويجهو ويئي.

”ڇڱو ٿيو؟“ مسز آشبيءَ هوريان چيو.

شارلوٽ نه ڇُري ۽ نه ڪو جواب ڏنائين. هوءَ پيشانيءَ ۾ گهنڊ پايو خط جي مٿان جُهڪي بيٺي هئي، ۽ ان کي روشنيءَ جي ويجهو ڪندي رهي. ڪاغذ جي نرم مٿاڇري تي بتيءَ جي عڪس پوڻ سبب، سندس اکين اڳيان ترورا اچي ٿي ويا، 7 گهڻيءَ نظر ڪرڻ کان پوءِ هوءَ صرف ٻه- ٽي جهڪا لفظ سڃاڻي سگهي ۽ اهي به اهڙا به جهڪا ۽ ڏنگا ڦڏا هئا، جو بنهه سڃاڻڻ ۾ ئي ڪونه ٿي آيا.

”آواز ته ڪو مطلب ئي ڪين ٿي ڪڍي سگهان.“ هن چيو.

”تنهنجو مقصد ڇا آهي، منڙي؟“

”تحرير سڃاڻڻ ۾ .ئي ڪين ٿي اچي.....ترس.“

هوءَ ميز ڏانهن واپس ويئي ۽ ڪينٽ جي ميز- بتيءَ جي ويجهو ويهي، خط کي ٿلهي شيشي جي هيٺان رکي ڏسڻ لڳي. سمورو وقت ڪيس خبر هئي ته ڪيئن نه سَسٽس ڇتائي پئي نهاريو.

”خير ته آهي؟“ مسز آشبيءَ ساهه کنيو.

”اجا به صاف ڪونهي. آءٌ ڪين ٿي پڙهي سگهان.“

”تنهنجو اهو مطلب ته ڪونهي ته سڄو ڪاغذ بنهه اڇو آهي؟“

”نه، ائين نه آهي، ڪجهه لکيل ته آهي. آءٌ مطلب ڪڍي ڪين ٿي سگهان. هي ڇا آهي؟ ’منهنجا‘ — اوهه، ۽ ’اچ‘ ئي ٿي سگهي ٿو.

مسز آشبي هڪدم اُٿي بيٺي. سندس مُنهن اڳي کان به وڌيڪ هيڊو ٿي ويو. هوءَ ميز ڏانهن وڌي آئي ۽ پنهنجا ٻيئي هٿ ان تي رکي، هڪ اونهو ساهه کنيائين. ”مون کي ڏسڻ ڏي.“ ڄڻ ته هن زوريءَ اها نفرت جهڙي ڪوشش ٿي ڪئي.

شارلوت هن جي مُنهن جي سفيدي ڏسي، دل ۾ چوڻ لڳي ته هن کي خبر آهي. هن خط ڪسڪائي ڏانهس وڌايو ۽ سسٽس ڪنڌ جهڪائي خاموشيءَ سان ان کي پنهنجين هيڊين آڱرين سان ڇهڻ کان سواءِ ڏسڻ لڳي.

شارلوت به ڪيس اهڙيءَ طرح جانچي ڏٺو، جيئن هن ڪيس جانچيو هو. مسز آشبيءَ بيقراريءَ سان عينڪ ڪڍي اکين تي چاڙهي ۽ ڪليل خط تي وڏيڪ جُهڪي، غور سان ڏسڻ لڳي. بلب جي روسني سڌي سندس پوڙهي منهن تي ٿي پيئي، ۽ شارلوت جانچڻ لڳي ته انهيءَ صاف ۽ ڪليل خط و خال جي پٺيان ڪهڙو نامعلوم خيال گهات ۾ وينو هو. هن ڪڏهن به پنهنجيءَ سس جي مهاندن مان، سواءِ معمولي ۽ معقول جذبن جي ٻيو ڪجهه به ظاهر ٿيندي ڪونه ڏٺو هو- گرم جوشي، خوش مذاقي، مدردي، پر هاڻي انهن مان ڪاوڙ ظاهر هئي. هينئر ائين ٿي ڀُو ته انهن مان خوف ۽ نفرت پئي نڪتي، نه يقين ايندڙ هراس ۽ سرڪشي پئي ظاهر ٿي. ائين پئي معلوم ٿيو ته سندس اندر ۾ وڙهندڙ روحن هن جي صورت ئي بگاڙي ڇڏي هئي. نيٺ هن پنهنجو مٿو ڪنيو"آءُ ڪين ٿي سمجهي سگهان. آءُ ڪين ٿي سمجهي سگهان." هن ڏڪوئيندڙ ٻاراٽي آواز ۾ چيو.

"تون به هن مان ڪو مطلب ڪڍي نٿي سگهين؟"

هن پنهنجو ڪنڌ لوڏيو ۽ شارلوت ڏٺو ته هُن جي ڳلن تان به ڳوڙها وَهي هيٺ ڪريا.

"ڇڻ ته تون هن تحرير مان واقف آهين؟" شارلوت پِڪوڙيل چپن سان زور ڏيندي چيو.

مسز آشبي انهن لفظن ڏانهن ڪوبه ڌيان ڪونه ڏنو. "آءُ ڪجهه به مطلب ڪڍي ڪين ٿي سگهان- ڪجهه به ڪين."

"پر تون هن تحرير کي سڃاڻين ٿي؟"

مسز آشبيءَ ڊڄندي ڊڄندي پنهنجو ڪنڌ ڪنيو، ڪيس خاموش ۽ چاتل ڪمور به خوفائتو پئي نظر آيو.

"آءُ ڪيئن چئي سگهان ٿي؟ آءُ ته پهرين گهبرائجي ويس...."

"گهبرائجي وئينءَ، هڪجهڙائيءَ کان؟"

"خير، مون کي خيال آيو-"

"امان! چڱو ٿيندو ته تون چئي ڏي. تو ڏسڻ شرط سهي ڪيو ته اها هُن جي تحرير آهي؟"

"ترس، منهنجي منڙي- ترس."

”ڇا لاءِ ترسان؟“

مسز آشبيءَ مٿي نهاريو. سندس اکيون شارلوٽ کي ڏسنديون. آهستي آهستي پُٽس جي لکڻ واريءَ ميز جي پُٺيان پِٽ ۾ وڃي کُتيون.

شارلوٽ تيز آواز ۾ ٿهڪ ڏيڻ لڳي، جن مان تهمت ۽ بوءِ پئي ائي. ”مون کي وڏيک ترسڻ نہ گهرجي! تون مون کي جواب ڏئي ڇڏيو. ديوار تي تون سڏو انهيءَ جاءِ تي پيئي ڏسين، جتي هن جي تصوير تنگيل هوندي هئي! “

مسز آشبيءَ احتجاج طور پنهنجو هٿ مٿي کنيو. ”هُش-“

”تون اهو نہ سمجهہ تہ ڪا شيءِ مون کي وري بہ ڊيجاري سگهندي!“ شارلوٽ رڙ ڪئي.

سَسنس اجا تائين ميز تي جُهڪي بيٺي هئي. رنج وچان هن جا چپ ڏڪيا پئي. ”پر اسين بيئي ڇَريون آهيون- اسان ٻنهي جو دماغ خراب ٿي ويو آهي. اسان کي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ اهڙيون ڳالهيون ناممڪن آهن.“

نُنهڻس قياس وچان ڏانهُس تڪيني رهي. ”مون کي گهڻي وقت کان خبر آهي تہ هرڪا ڳالهہ ممڪن آهي.“

”هيءَ بہ؟“

”هائو. بلڪل هيءَ بہ.“

”پر هيءُ خط- انهيءَ هوندي بہ هن خط ۾ تہ ڪا اهڙي ڳالهہ لکيل ئي ڪين آهي.“

”شايد اها هو سمجهي. آءٌ ڪيئن چوان؟ مون کي ياد آهي تہ هڪڙي ڀيري هن مون کي ٻڌايو هو تہ ”جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن جي تحرير مان واقف هجي تہ انهيءَ تحرير جا جهڪي ۾ جهڪا لفظ بہ هن جي سمجهہ ۾ اچي ويندا. هينئر خبر پيئي اٿم تہ هن جو مطلب ڇا هو. هو هن تحرير مان اڳي ئي واقف هو.

”پر ٻہ- ٽي لفظ جيڪي سمجهہ ۾ اچن ٿا، اهي بہ تہ بنهہ جهڪا لکيل آهن. اهو ممڪن ئي ڪونهي تہ ڪير خط پڙهي سگهي.“

شارلوٽ وري ٿهڪ ڏنو. ”آءٌ سمجهان ٿي تہ هرڪا روحاني شيءِ لُڙاٽيل هوندي آهي.“ هن تيز آواز ۾ چيو.

Gul Hayat Institute

”نينگر، ائين نہ چئو!“

”چو نہ چوان؟ جڏهن تہ خالي ديوارون بہ رڙيو ڪري پيون ٻڌائين؟ انهيءَ ۾ ڪهڙو فرق پوي ٿو. جيڪڏهن هن جا خط آءٌ تون ڪونہ ٿيون پڙهي سگهون. جيڪڏهن تون بہ هن خالي ديوار تي سندس صورت ڏسي سگهين ٿي، تہ پوءِ هو ڇو نہ هن خالي ڪاغذ جي تحرير پڙهي سگهندو؟ تون ڏسي ڪين ٿي تہ هن گهر ۾ هوءَ هر هنڌ موجود آهي ۽ هن جي گهڻو قريب آهي. باقي ٻين جي لاءِ تہ هوءَ غائب ٿي چڪي آهي.“

شارلوٽ پاڻ ڪٽي ڪرسيءَ تي ڪيرايو ۽ ٻنهي هٿن سان پنهنجو منهن لڪائي ڇڏيائين. سُڏڪن جي ڪري هوءَ ننهن ڪان وني چوٽيءَ تائين ڏڪي ويئي هئي. ڪجهہ دير ڪان پوءِ، احساس ٿيس تہ ڪنهن سندس ڪلهي کي ڇهيو آهي ۽ هن ڪنڌ کڻي مٿي نهاريو تہ پنهنجيءَ سس کي پاڻ تي جهڪيل ڏٺائين. ائين ٿي لڳو ڄڻ تہ مسز آسبيءَ جو منهن ويتر لهي ويو هو، پر ان تي هينئر ڳنڀيرتا آيل هئي. انهي4 سموريءَ روحاني جهاڳورَ ۾ شارلوٽ انهيءَ مستقل روح جو پاڻ تي گهڻو اثر محسوس ڪيو.

”سياڻي- سياڻي. تون پاڻ ڏسندينءَ انهيءَ جو سبب سياڻي معلوم ٿي ويندو.“

شارلوٽ هن کي وچ ۾ ئي روڪيو. ”سبب؟ مون کي عجب آهي تہ اهو ڪير ٻڌائيندو؟“

مسز آشبي پنتي هٽي، همت سان سڌي ٿي بيٺي.

”خود ڪينٽ ٻڌائيندو.“ هن تيز آواز ۾ رڙ ڪئي. شارلوٽ ڪجهہ بہ ڪونہ چيو ۽ پوڙهي وڏيڪ چوڻ لڳي: ”پر انهيءَ وچ ۾ پاڻ کي ڪجهہ ڪرڻ گهرجي. اسان کي کپي تہ پوليس کي اطلاع ڪري ڇڏيون. هينئر سواءِ ڪنهن وقت ضايع ڪرڻ جي، اسان کي سڀ ڪجهہ ڪرڻ گهرجي- سڀ ڪجهہ.“

شارلوٽ آهستي ۽ تڪليف سان اُٿي، سندس سَنڌ پوڙهين زالن وانگر پئي لڇڪيا.

”بلڪل صحيح، ڄڻ تہ اسان ائين سمجهيو هو تہ ڪجهہ ڪرڻ مان ڪا چڱائي ٿيندي.“

مسز آشبي دانهن ڪري چيو: ”هائو!“ ۽ شارلوٽ ٽيليفون ڏانهن وڃي رسيور کنيو.

---

[1] ڊان جوان (Don Juan) لارڊ بائرن جي هڪ نظر جو ڪردار.

[2] ڪجور جي وڻ کي فتح جي نشاني سمجهيو ويندو آهي.



Gul Hayat Institute

لیوجي پیرانديلو

اٽالين

# ڀڳ- مٽ يار

انهيءَ صبح جو، گگي مِيئر، بنا ٻانهن واري لَبادي ۾ پاڻ کي چگيءَ طرح ويڙهي سوگهو ڪيو هو (جيڪڏهن ڪنهن شخص جي ڄمار چاليهن سالن کان مٿي ٿئي ٿي، تڏهن اُتر جي هوا کا مسخري ڪانهي.) گلوبند نَڪ تائين ويڙهيل هئس ۽ سندس ٻنهي هٿن تي انگريزي دستانا چڙهيل هئا. سندس بُت ٿلهو متارو، چمڙي نرم ۽ منهن سُرخ، جهڙو ٽماٽو. هو لنگوئيوبئرڊي مِيلنِي وٽ ٽرام لاءِ بيٺو هو، جيڪا دستور مطابق ڪيس ڪٽي، وايا پاسترينگو، ڪورٽي ڊي ڪونٽي جي سامهون وجي ڇڏيندي هئي، جتي هو نوڪري ڪندو هو.

هو ڄاڻو ته اميراڻي گهر ۾ هو، پر افسوس جو هاڻي نه اُهي اميراڻيون ڳالهيون رهيون هيون ۽ نه وري ڳٽپ لاءِ ڪو ڏوڪڙ پئسو. گگي مِيئر نندپڻ جي مست عالم ۾ ئي، رياست جي انهيءَ دفتر ۾، نوڪري ڪرڻ جي پنهنجي اعليٰ درجي کان پيءُ کي واقف ڪري ڇڏيو هو. ڇاڪاڻ ته انهيءَ معصوم اَوستا ۾ ئي هن کي يقين ٿي ويو هو ته ”ڪورٽي ڊي ڪانتي“، اميرن جي دربار آهي، جنهن ۾ داخل ٿيڻ جو هر امير کي حق آهي.

اها ڳالهه به ڪو ڄاڻي ٿو ته جڏهن ڪو ٽِرامن جو انتظار ڪندو آهي، تڏهن اتفاق سان اُهي اچڻ جو نالو ئي ڪونه وٺنديون آهن. يا ته ڪرنٽ ڪٽجي وڃن ڪري اڌ رستي ۾ ئي بيهي رهنديون آهن، يا ڪنهن گاڏيءَ مٿان چڙهي وڃڻ،ي ا ڪنهن بد نصيب راهه ويندڙ کي چِيپاٽي مارڻ، وڌيڪ پسند ڪنديون آهن. حقيقت ۾ اهي به اچرج جهڙيون آهن. انهيءَ صبح جو سيءُ به ڏاڍو هو ۽ اُتر جي هوا به سُوسات پئي ڪيا، ۽ گِگي ميئر پَٻن تي اُڀو ٿي، نئين بند جي اَڇ رنگيل ديوار تان، هيٺ سفيد نهر کي چتائي پئي ڏٺو، جيڪا پڻ ائين پئي لڳي ڄڻ ته ان ويچاريءَ کي به ڏاڍو سيءُ هو.

نيٺ ٽرام به زمين آسمان ڏڪائيندي اچي پهتي، ۽ جيئن ئي گِگي مِيئران جي بيهڻ کان اڳ ۾، ئي، ٽپ ڏيئي چڙهي پوڻ ون تياريون پئي ڪيون ته پونٽي ڪيور جي نئين پُل تان ڪنهن رڙ ڪري سڏ ڪيس:

”گگي، پريا مُڙس! گِگي!“

۽ هن هڪ چڱي موچاري ماڻهوءَ کي پنهنجي پيڇيان ڊوڙندي ۽ هٿن سان اشارا ڪندي ڏٺو. انهيءَ وچ ۾ ٽرام هلي ويئي. ان جي بدران گگي ميئر پاڻ کي ه اجنبيءَ جي ڀاڪر ۾ ڏٺو، جنهن جو منهن ريشمي رومال سان ويڙهيل هو. هن گگيءَ کي ڀاڪر پائي ڏاڍا زور ڏنا. ۽ گگيءَ هن کي چڱيءَ طرح چتائي ڏسڻ کان پوءِ سمجهيو ته هو سندس گهرو يار آهي.

"مون کي سُڃاڻين ٿو. آءٌ توکي ڏسندي ئي سُڃاڻي ويس. گگي ٻيڙا! هڪدم! پر آءٌ هي ڇا ٿو ڏسان؟ تون ته جلدي پوڙهي ٿيندو ٿو وڃين؟ هن هيترا سارا اَڇا وار. توکي سرم نه ٿو اچي؟ اچ ته ڀاڪر پايون گگيوني، منهنجا پيرا ٻيڙا دوست. تو هتي بيٺي اهڙيءَ طرح نهاريو. جڻ ته منهنجي راهه پئي ڏٺئي. ۽ جڏهن ٽرام تي چڙهڻ لاءِ توکي اڳتي وڌندو ڏٺم. تڏهن دل ۾ چيم ته "هي فريب آهي، سراسر دغا آهي."

"هائو"، مِيئر زبردستي مُرڪندي چيو، "آءٌ آفيس پئي ويس."

"مهرباني ڪري مون تي رحم ڪر ۽ اهڙيون واهيات ڳالهيون نه ڪر."

"ڇا؟"

"منهنجو مطلب آهي- دراصل اها منهنجي خواهش آهي."

"تون ته عجيب احمق آهين. اَٿئي ڪا ڄاڻ؟"

"هائو. مون کي خبر آهي ته آءٌ عجيب احمق آهيان....پر مون کي اهو ٻڌاءِ ته هينئر مون سان ملاقات ڪرڻ جي توکي ڪا اميد هئي؟ تنهنجو چهرو ٻڌائي ٿو ته توکي اهڙي ڪابه اميد ڪانه هئي!"

"سچ. مون کي ڪابه اهڙي اميد ڪانه هئي."

"آءٌ هت ڳالهه شام جو پهتو آهيان. ياڻهين توکي گهڻا گهڻا سلام چيا آهن. مزي جي ڳالهه ته هن توڏانهن هڪ تعارفي خط به لکي ڏيڻ تي گهربو!...مون پڇيس 'ڇا! گگيوني ڏانهن تعارفي خط؟ توکي خبر آهيته آءٌ هن کي توکان به گهڻو سُڃاڻان. ننڍپڻ جا دوست. روح جي راحت هوندا آهن. اسين ڪيرائي ڀيرا پاڻ ۾ ٽڪريا به آهيون. يونيورسٽيءَ ۾ ٻيئي گڏ شاگرد هئاسون.' گگيوني، توکي ياد آهي اهو مشهور قديم پئڊوئا؟ اهو وڏو گهنڊ. جن هن جا ٺڪاءَ تو ڪڏهن به ڪين ٻُڌا: تون اهڙيءَ طرح سمهندر هئين (پاڻ ڇا چوندا هئاسون؟) جيئن ڪوريئڙو سمهندو آهي، هان؟ جيتوڻيڪ آءٌ سمجهان ٿو ته آءٌ چوندو هئس ته جهڙو سوئر. خير....پوءِ جڏهن تو اهي ٺڪاءَ ٻُڌا- ۽ اهو پهروين ۽ آخري ڀيرو هو- تڏهن تو

سمجهيو تہ اهي ڪنهن باهہ وسائڻ واري انجڻ جا ٺڪاءَ آهن....چڱا ڏينهن هئا اُهي بہ!......خدا جو شڪر آهي تہ پاڻهين مزن ۾ آهي. اسين ٻيئي هڪڙي خسيس ڪم ۾ اچي اَڙيا آهيون. ۽ انهيءَ ڪري ئي آءٌ هت آيو آهيان. پر آءٌ تنهنجي هيءَ ڪهڙي حالت ڏسان ٿو؟ تون تہ جهڙو ميت پيو نظر اچين. شادي ڪئي اٿئي؟"

"نہ مهربان!" گگي ميئر ڪاوڙ مان جواب ڏنو.

"هاڻي ڪندين؟"

"چريو تہ ڪونہ ٿيو آهين؟ چاليهن سالن جي عمر ڪان پوءِ؟ يا خدا، آءٌ تہ شاديءَ جو خواب بہ لهي ڪونہ ٿو سگهان."

"چاليهہ سال! حقيقت ۾ اهي پنجاهہ ورهيہ ٿي سگهن ٿا، گگيوني. پر ڇو نہ؟ جيتوڻيڪ مون ڪي اها ڳالهہ ڇوڻ وسري ٿي ويئي....تنهنجي اها خوبي هوندي آهي، تہ تون ڪنهن بہ شيءِ ڪي وڃندي يا وڌندي ٻڌڻ يا ڏسڻ پسند ڪين ڪندو آهين....ڪٿي اهو گهڻو هجي يا سال. پنجاهہ. منهنجا پيارا دوست، پنجاهہ سال! آءٌ توکي يقين ڏياريان ٿو. اسين جيڪڏهن انهيءَ تي ارمان ڪريون تہ مناسب آهي. ڳالهہ وڏيڪ اهميت واري ٿيندي پئي وڃي. ڏس نہ. تون ڄايو هئين..........1851ع جي اپريل مهيني ۾، برابر آهي يا نہ- ٻارهين اپريل؟"

"معاف ڪر، مئي جي مهيني، ارڙهن سؤ ٻاونجاهہ." ميئرهُن جي ڳالهہ کي درست ڪرڻ لاءِ هر هڪ حرف تي زور ڏيندي پريشانيءَ مان چيو. "توکي مون ڪان بہ گهٽي خبر آهي ڇا؟ 12- مئي، 1952ع. انهيءَ حساب سان تہ اڄ تائين 49 سال ۽ ڪي مهينا ٿين ٿا."

"۽ تون اڃا تائين ڪونہ پرڻيو آهين! واقعي مزيدار ڳالهہ آهي! آءٌ تہ پرڻيل آهيان. توکي خبر آهي؟ هائو. اهو بہ هڪ دردناڪ واقعو آهي. آءٌ توکي ڪِلائي ڪِلائي، تنهنجون ڪُڪيون ڦاڙي ڇڏيندس. في الحال، پاڻ ڪٿي اها ڳالهہ قبول ڪريون تہ اوهان مون کي ٻنپهرن جي ماني کائڻ لاءِ دعوت ڏني آهي. تون اڄڪلهہ ڪٿي کائيندو آهين؟ اڃا تائين پراڻي باربا ۾؟"

"مارَا!" گگي مِيئر وڌندڙ اڃرج مان دانهن ڪندي چيو. "توکي باربا جي بہ خبر آهي! آءٌ سمجهان ٿو تون اُتان بہ ٿي آيو آهين."

”باربا مان؟آءٌ ڀلا اُتي ڪيئن ويو هوندس. جڏهن آءٌ پيدوئا ۾ رَهان ٿو؟مون کي ته اهو ئي ٻڌايو ويو هو. مون ٻڌو آهي، ته تون اتي ويندو آهين ۽ ٻيا ماڻهو به ويندا آهن. انهيءَ پراڻي-آءٌ ان کي سراءِ، ڪوس-گهر يا هوٽل چوان ٿا؟“

”سراءِ چئو، هڪ گندي سراءِ“، ميئر وراڻيو. ”پر جيڪڏهن تون ٻنپهرن جي ماني مون سان گڏ کائڻ چاهين ٿو ته پوءِ هڪ ته نوڪرياڻيءَ کي اطلاع ڪريون.“

”اها جوان اهي؟“

”اڙي نه، پوڙهي، چورا پوڙهي! وڏيڪ اهو به ٻڌائي ڇڏيانءِ ته اڄڪلهه مون باربا وڃڻ ڇڏي ڏنو آهي. ٽن سالن کان وٺي مون ان طرف رو به ڪونه ڪيو آهي. هن عمر ۾....“

”چاليهن ورهين کان پوءِ-“

”چاليهن ورهين کان پوءِ، تو ۾ ايتري همت ته پيدا ٿيڻ گهرجي جو تون ان راهه کان منهن موڙي سگهين، جيڪا توکي نهوڙي نيندي، پر جيڪڏهن تون ان تي هلڻ گهرين ٿو ته پوءِ ڏاڍي اطمينان ۽ آهستگيءَ سان هل، جيئن ڪتي ٿاڻ‍جي بولاٽيون ڪائيندو. هيٺ نه اچي ڪِرين. خير، مٿي هلي آءُ، اچي پهتا آهيون. آءٌ توکي ڏيکاريان ٿو ته مون پنهنجي هن ننڍڙي گهر ۾ ڪهڙو نه سٺو ۽ ننڍڙو ڪاروبار چالو ڪيو آهي.“

”تما-م، تما-م آهستي ۽ ڌيرج سان... سٺو ۽ ننڍڙو ڪاروبار........ تنهنجو ننڍڙو گهر.“ گگي ميئر جي دوست، هن جي پنيان ڏاڪڻ چڙهندي چوڻ شروع ڪيو. ”تو جهڙو ديوَ قامت جي ڍَول جانور، هَهڙن جيتامڙن سان! ويچارو گگي! آخر توکي هن ڪيو ڇا آهي؟ تنهنجو پُڇ ساڙيو اٿن؟ تنهنجي مرضي آهي ڇا ته آءٌ به ويهي رَنن وانگر رُئان؟“

خير...“ ميئر وڏي ڏاڪي تي پهچي، دروازي کلڻ جو انتظار ڪندي چيو. ”هن ڏاڪي تي پهچڻ کان پوءِ، توتي لازم ٿئي ٿو ته اسان جي هن لعنتي مخلوق سان سٺو ورتاءُ ڪرين. هن کي ٻچڪاڻرنس ۽ ڪيس راضي رکڻ لاءِ سندس خوشامند ڪندو رِهجان، نه ته هوءَ توکي به ڄامڙو ڪري ڇڏيندي. آءٌ ته ڪنهن بهص ورت ۾ پاڻ کي اوڙاهه ۾ ڪونه اُڇلائيندس- نه، هرگز نه.“

”سو انسان جي بِ-پيري جانور هئڻ ۾، توکي به پورو يقين آهي.“ ٻئي دوست وچ ۾ ڳالهايو. ”چئو نه، گگوني. آءٌ ئي ڄاڻان ٿو ته رڳو ٻن ٽنگن تي بيهڻ لاءِ مون کي ڪيتري نه جدوجهد ڪرڻي ٿي پوي.

دوست يقين رک ته جيڪڏهن اسين فطرت کي هڪ طرف ڦٽو ڪري، پنهنجي راهه وَٺون ته يقيناً=
اسين سڀ چوپايا ٿي پئون. سدائين معقول ۽ سنجيده نموني پوري توازن سان ويهڻ کان وڌيڪ، ٻي
ڪابه ڳالهه آرامده ڪينهي. جيڪر اهو وقت اچي، جڏهنوانگر پنهنجي هٿن سان رَيڙهيون پائي سگهان!
هيءَ ملعون تهذيب، اسان کي تباهه پيئي ڪري. چوپائي جي صورت ۾، آءٌ هڪ شاندار جهنگلي جانور
هجان ها، ۽ تنهنجي ڪيل انهن حيواني ڳالهين تي توکي ٻن پُستين ۾ ٺي ڪيرائي ڇڏيان ها. مون
کي نه زال هجي ها، نه قرض ۽ نه هي پريشانيون، تون مون کي رَڙيون ڪرائڻ گهرين ٿو ڇا؟ آءٌ وڃان ٿو."
هن آسمان مان ڪري پيل دوست جي ان عجيب چرچائي گفتگوءَ، گگي ميئر جو دماغ ٺي خراب ڪري
ڇڏيو. گگيءَ هن کي ڇتائي ڏنو ۽ پنهنجو ذهن ڇاڇولڻ لڳو ته هن شيطان جو نالو ڇا آهي ۽ ڪيئن ۽
ڪٿي هي پاڻ ۾ گڏيا هئا. ڇا نڍي هوندي پئدوئا ۾ يا شاگرديءَ وار زماني ۾، يونيورسٽيءَ ۾.. هن
خيال ٺي خيال ۾ ان وقت جي سيني گهاٽن دوستن تي نظر ڦيرائي، پر بيڪار. انهن دوستن مان ڪنهن
جو به مهاندُو هن سان ملي ڪونه ٿي آيو. انهيءَ هوندي به گگيءَ پاڻ واقف ٿيڻ لاءِ انهيءَ دوست کان
پڇا ڪرڻ جي همت ڪين ساري،. ڇاڪاڻ ته جيڪا بي تڪلفي ۽ ياراڻو انهيءَ شخص ڏيکاريو، سو
ايترو ۽ اهڙي ته قسم جو هو جو هن کي خوف ٿيو ٿي ته پُڇا ڪري آءٌ متان ڏوهاري ٿيان. پر هن پڪ پَهه
ڪيو ته انهيءَ ڳجهه کي حرفت ۽ چالاڪيءَ سان بي نقاب ڪبو.
نوڪرياڻيءَ جواب ڏيڻ ۾ ڏاڍي دير ڪئي، هن کي پنهنجي مالڪ جي ايترو جلدي موٽي اچڻ جي اُميد
ٺي ڪين هئي. گگي ميئر، ٻيهر گهنڊٽي وڄائي ۽ مس مس هوءَ پيرَ گسائيندي آئي.
"اجهو آءٌ آهيان، چوڪري"، ميئر نوڪرياڻيءَ کي چيو، "پنهنجي سنگتيءَ سان گڏ آيو آهيان. اسان جو
انتظار ڪر. پر ڏسجانءِ ته ڪا ڪمي نه رهي. خبرداري ڪجانءِ، جو منهنجو هيءُ دوست، جنهن جو نالو
به نرالو آهي، ڪو گهٽ درجي جو ڪونهي."
"ڪُرن ۽ سنگن سوڌو ٻڪري ڳڙڪائيندڙ آدم خور!" ٻئي چرچي مان چيو، جنهن تي پوڙهي نوڪرياڻي
شڪجي پئي، ته ان ڳالهه تي کِلڻ گهرجي يا ان کي نظرانداز ڪري ڇڏجي. "..... ۽ ڪڏهن به ڪو
منهنجي هن شاندار نالي بابت وڌيڪ ڄاڻڻ ڪونه چاهيندو، پوڙهي چوڪري! اهو نالو ٻڌي بئنڪن جي
مالڪن جا منهن ڦري ويندا آهن ۽ پئسا ڏيندڙ ڇڪتاڻ ۾ پئجي ويندا آهن. هڪڙي منهنجي زال آهي،
جنهن کي اهو نالو ٻڌي ڏاڍي خوشِ ٿي هئي. فقط اهو نالو، جنهن کي پاڻ وٽ رکڻ جي مون ڪيس

اجازت ڏني هئي، جيتوڻيڪ مون اهو نٿي چاهيو. مون کي سيني بد اروحن جو سُنهن، آءٌ ڏاڍو خوبصورت ۽ حسين جوان آهيان! اڳتي هل، گگي! تو ۾ اهائي ته خامي آهي. هل ته تنهنجون غريباڻيون شيون ڏسان. ۽ تون پوڙهي ڇوڪري، هلي ڇوڪرين کي ڪڙ ڪُترجو بندوبست ڪر."

ميئر پنهنجي تدبير کي هھڙيءَ طرح ناڪام ٿيندي ڏسي، وائڙو ٿي ويو. پر پنهنجي ننڍڙي گهر جي پنجن سينگاريل ڪمرن ڏيکارڻ لاءِ هن کي وٺي هليو، جن کي ڏسڻ مان معلوم ٿيو ٿي، ته انهن جي مالڪ کي ڪنهن به شيءِ جي خواهش ڪانهي. ڇا لاءِ ته جڏهن پاڻ گهر کي ماڪوڙين جي ہِرجهڙو رکڻ گهريو ٿي، تڏهن ان ۾ ڪا به ضرورت پوري ٿي نٿي سگهي. ويهڻ لاءِ ننڍڙي ڪوٺي، سمهڻ جو ڪمرو، ننڍڙو غسلخانو، کائڻ جو هڪ ڪمرو ۽ پڙهڻ لاءِ 3 هڪ ڪوٺڙي. ويهڻ واري ننڍڙي ڪمري ۾ گهڙندي، هن جي حيرت ۽ تڪليف ويتر وڌي ويئي. بخاري تي رکيل تصويرون ڏسي، سندس دوست، سندس خاندان جي نهايت ڳجهين ۽ خانگي معاملن بابت ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون.

"گگوني، مون کي توجهرو پيٽوپيو ملي ته ڏاڍي خوشي ٿئيم. توکي جيڪر خبر پوي ته آءٌ ڪهڙو نه شرير آهيان!"

"هو تنهنجيءَ پيڻ سان ڇگيءَ طرح ڪونه ٿو هلي ڇا؟"

"نه، هو مون سان ڇگي نموني پيش ڪونه ٿو اچي." هنن مصيبتن ۾ مدد ڪرڻ، هن لاءِ هڪ آسان ڳالهھاهي، پر نه، هو ڪڏهن به ڪونه ڪندو."

"مون کي معاف ڪندا." ميئر چيو، "مون کي تنهنجي پيٽيوئي جو نالو وسري ويو آهي."

"فڪر ڪونهي، تون ان کي ياد رکي به نٿو سگهين- تون هن کي ڪونه سڃاڻين. پئدوئا ۾ هو فقط ٻه- سال ڪن رهيو. توکي خبر آهي ته هن مون سان ڇا ڪيو؟ تنهنجي پاءُ، جيڪو مون تي ايترو مهربان آهي. مدد ڪرڻ جي انجام ڪيو هو، جيڪڏهن هيءُ ڪمبخت منهنجا بِلَ مٿائي ها- پر تون اعتبار ڪندين؟ هو صحي ڪرڻ ڪان به نابري واري ويٺو. ۽ پوءِ جڏهن سڀ ڪجهه جيتوڻيڪ دوستاڻي نموني ۾ ٿي گذريو، تنهنجي پاءُ هڪ غير هوندي به سمورو ڪم پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو. اسان جو ڪم ڪافي پختو هو... پر جيڪر آءٌ پنهنجي پيٽيوئي جي انڪار جو سبب توکي ٻڌائي سگهان!.....آءٌ اجا به هڪ سهڻو ڪتو آهيان، تون انهيءَ ڪان انڪار ڪري نٿو سگهين، ڏاڍو هجي، آءٌ انهيءَ ۾ ڪو وڏاءُ ڪونه ڪندس.

خير, پنهنجي پيٽوئي صاحب جي هميشيره صاحبہ جي قسمت اڃي ڦٽي جو هُن مون سان اک اَڙائي، ويچاري. واقعي چڱو ذوق هئس، پر عقل گهٽ. ٿورو خيال ڪر تہ آءٌ... خير هن پاڻ کي زهر ڏنو."

"مري ويئي؟" ميئر ٿورو رکي پُڇيو.

"نہ، هن ڀتي اُلٽيون ڪيون، جنهن ڪري علاج ٿي پيس. پر تون سمجهي سگهني ٿو تہ انهيءَ دکدائڪ واقعي کان پوءِ، آءٌ پنهنجي پيٽيوئي جي گهر ۾ پير بہ پائي ڪونہ ٿي سگهيس. خدايا! ڇا پاڻ کي ڪجهہ ڪائڻ لاءِ ملندو يا نہ؟ آءٌ ٿوري بک بہ سهي ڪونہ ٿو سگهان. آءٌ بگهڙ جهڙو بکيو آهيان!"

گگي ميئر تي سندس يار گارين جي ڏرٽي لائي ڏني هئي، پر عجب تہ ڪيس آڳر بہ ڪين لاتائين. هو پنهنجي دوست جي انهيءَ پرخلوص همت کان بيزارتي پيو ۽ هُن کي پئدوئا جي خبرچار ۽ هيڏانهن هوڏانهن جي دوستن بابت پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳو. فقط انهيءَ اميد تي تہ ڪنهن بہ طرح يا گهٽ ۾ گهٽ، پنهنجي وڏندڙ ڪاوڙ ۽ خيالن جي غلبي کان پريشان ٿي، هو پنهنجو نالو پڙ وٺي.

"هاڻي ڪي خبرون چارون ٻڌاءِ- اٽليءَ جي بئنڪ جي ڊائريڪٽر- انهيءَ ڇوري والورديءَ جي ڪهڙي خبر آهي؟ سندس خوبصورت زال ۽ گوگڙوءَ جهڙي اکين چنيٽي پيٽس جو ڇا حال آهي؟ اهي اجا تائين پيدوئا ۾ رهن ٿا؟"

هن جي انهيءَ سوال تي سندس دوست بي اختيار ٽهڪن ۾ ٻڏي ويو.

"ڇا ڳالهہ آهي؟" ميئر وڏندر عجب مان پڇيو. "ڇا هوءَ اکين چنيٽي ڪينهي؟"

"خدا جي واسطي ٿورو خاموش رهہ! ٻئي دوست التجا ڪئي. هو پنهنجا ٽهڪ روڪي ڪونہ سگهيو. جنهن ڪري سڄو وَٽبو سَٽبو پئي ويو.

"چنيٽي آهي؟" هينئر خيال ٿئي ٿو تہ واقعي هوءَ چنيٽي آهي! ۽ سندس نڪ ايترو تہ ڦٽل آهي جو توکي رڳو سندس مٿو ڏسڻ ۾ ايندو! اهائي عورت آهي."

"ڪهڙي عورت؟"

"منهنجي زال!"

اهو ٻڌي، گگي ميئر جا هوش اڏامي ويا، ۽ پنهنجو افسوس ظاهر ڪرڻ لاءِ بيوقوفن وانگر پٽڪڻ لڳو. پر سندس دوست پاڻ وڏيڪ ٽهڪن ۾ ٻڏندو ويو. نيٺ هن مات ڪري ۽ مُنهن ۾ گهنڊ پائي ٽڏو ساهہ ڪنيو.

Gul Hayat Institute

”منهنجا پيارا دوست!“ هن چيو، ”زندگيءَ ۾ جوانمرديءَ جا ڪيترائي اهڙا ڪارناما ٿيندا رهن ٿا، جيڪي ڪنهن شاعر جي اڻ گهڙيل تصور ۾ اچي به نٿا سگهن.“

”هائو، واقعي!“ ميئر شوڪارو پريندي چيو. ”تنهنجو چوڻ درست آهي.... آءٌ سمجهان ٿو ته تنهنجو مطلب ڇا آهي؟“

”تون ڪڏهن به ڪونه سمجهندين.“ ٻئي اختلاف ڪندي نَهه پَهه چيو، ”توکي يقين اچي ٿو ته آءٌ پاڻ سان اشارن ۾ ڳالهيان؟ رستم داستان آءٌ پاڻ پاڻ هئس، پر آءٌ خود به شڪار ٿي ويس. سچ پچ، وڏي بهادري تي لَوشيو والورديءَ جي زال ڪئي هئي. خدا جي واسطي منهنجي ڪن لائي ٻڌ. انسان ڪهڙو نه انڌو، بيوقوف ۽ بد دماغ آهي!“

”آءٌ؟“

”نه، آءٌ، آءٌ! مون پاڻ کي فريب ڏيڻ خاطر اهو سمجهيو ته لوشيو والورديءَ جي زال مون سان پيار ۾ ايتري قدر به ٻڌجي ويئي آهي جو هوءَ پنهنجي مڙس سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار بيني. گگيوني، اهو ته تون به قبول ڪندين، ته هو انهن سيني ڳالهين مان واقف هوندي به واقعي انهيءَ ۾ لائق هو. پر خدايا...سمجهين ٿو ته انهيءَ جي بدران ڇا ٿيو؟ هيءُ هڪ بي غرض روح جي قربانيءَ جو مثال آهي. ٻڌ: والوردي وجڻ گهري ٿو يا دستور مطابق وجڻ جو بهانو ڪري ٿو (اهو هوءَ چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿي). انهيءَ وقت هوءَ مون کي گهر ۾ اچڻ ڏئي ٿي. ۽ جڏهن اسان ٻنهي جي حيران ٿيڻ جي دڪدائڪ گهڙِ اچي ٿي، تڏهن هوءَ مون کي پنهنجي نٽان جي ڪمري ۾ تي لِڪائي- انهيءَ ساڳيءَ چنيٽي عورت جي ڪمري ۾، جيڪا پنهنجي پياءُ جي سلامتيءَ ۽ عزت رکڻ خاطر پاڪيزگيءَ سان ڏڪندي، ٿڙندي مون کي لڪائي، پاڻ قربان ٿيڻ لاءِ تيار ٿئي ٿي. پر مون کي اجا هنن لفظن چوڻ جو موقعو مس ملي ٿو ته ”پر، منهنجي مهرباني مائي، هڪ منٿ ترس، لوشيو ڀلا سنجيدگيءَ مان ڇا ڄاڻي... ته غصي ۾ سرخ لوشيو ڏڪندو اچي ٿو، ۽ باقي تون سمجهي سگهين ٿو.“

”ڇا!“ گگي ميئر رڙ ڪندي چيو، ”تون سچ ٿو چوين؟“

”۽ منهنجا ڏنل نوٽ؟“ ٻئي هڪدم چيو، ”انهيءَ رقم جي ڪري ته والورديءَ مون کي پنهنجي- زال جي منظور نظر رهڻ جي ڪوڙي اجازت ڏيئي ڇڏي هئي.“ هو بروقت پئسن وٺڻ کان انڪار ڪري سگهيو ٿي- سمجهين ٿو؟ ۽ مون کي برباد ڪري سگهيو ٿي. حرفت کي ڦتو ڪري ڇڏيو. اسان کي انهيءَ باري

Gul Hayat Institute

۾ وڏيڪ ڳالهائڻ نہ گهرجي، مهربان...وڏي ڳالهہ تہ اها هڪ حقيقت آهي تہ مون وٽ پنهنجي هڪ کوڙي بہ ڪينهي، ۽ نہ وري مون وٽ ٿيڻ جي ڪا اُميد آهي، ڇاڪاڻ تہ شادي ڪرڻ لاءِ منهنجي بنهہ مرضي ڪينهي...“

”ڇا!“ اتي گگي ميئر وچ ۾ ڳالهائيندي چيو، ”تو هُن سان شادي ڪئي هُئي!“

”اڙي نہ، آءٌ توکي يقين ڏياريان ٿو، هُن مون سان شادي ڪئي هئي: هوءَ محض شادي شده هئي، مون هُن کي شروع ۾ ئي ٻڌائي ڇڏيو هو، بلڪل صاف ۽ دوستاڻي نموني ۾، ’نوجوان عورت، توکي منهنجو نالو گهرجي، ڇگُو، توکي اجازت آهي، آءٌ اجا بہ سمجهي ڪونہ ٿو سگهان تہ آءٌ ان کي ڇا ڪندس. پر اهو ڪافي آهي، هان؟“

”پوءِ،“ گگي ميئر همت ڪري چيو، ”وڏيڪ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيو، اڳ سندس نالو والوردي هو ۽ هاڻ اهو....“

”بلڪل“، ٻئي مُرڪي، ميز تان اٿندي چيو.

”نہ، ٻُڌا!“ گگي ميئر دانهن ڪئي. هو وڏيڪ برداشت نہ رکي سگهيو ۽ پنهنجي همت کي مضبوط ڪرڻ لڳو، ”تنهنجي ڪري صبح جو وقت خوشي ۽ تفريح ۾ گذاريو ويو آهي، ۽ آءٌ بہ توسان اهڙيءَ طرح پيش آيو آهيان جڻ تہ تون منهنجو پياءُ آهين. هاڻي تون بہ مون تي هڪ مهرباني ڪر.“

”شايد تون منهنجي زال اُڌاري طور وٺڻ گهرندين.“

”نہ، مهرباني. آءٌ تنهنجو نالو ٻُڌڻ چاهيان ٿو.“

”آءٌ؟ منهنجو نالو؟“ هُن جي دوست حيرانيءَ مان پنهنجي ڇاتي ڳرانئن سان ماپيندي چيو، ڄڻ تہ هن کي پنهنجي وجود جو بہ احساس ڪونہ هو. ”تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ تون ڪونہ ڄاڻين، توکي ياد ڪونهي؟“

”نہ،“گگي ميئر شرم کان اعتراف ڪندي چيو. مون کي معاف ڪر، ۽ مون کي دنيا جو هڪ عظيم ويسارو ڪري سڏ. پر آءٌ قسم سان چوان ٿو، تہ مون اڳ توکي ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو آهي.“

”اوهو! ڏاڍو سٺو، نهايت ڇگُو!“ ٻئي دوست جواب ڏنو. ”منهنجا پيارا گگيوني پنهنو هٿ هت رک. تنهنجي مانيءَ ۽ تنهنجي ساٿ جو آءٌ تهدل سان شڪر گذار آهيان ۽ آءٌ سواءِ نالي ٻڌائڻ جي روانو ٿيان ٿو. اهو جيڪو آهي، سوئي آهي!“

Gul Hayat Institute

”بيوقوف! توکي ٻڌائڻو پوندو. “گگي ميئر کڙن تي اُڀو ٿي رڙ ڪندي چيو. ”مون صبح جو سمورو وقت انهيءَ تي مغزماري ڪندي گذاريو آهي. آءٌ توکي هرگز وڃڻ ڪونہ ڏيندس، جيستائين تون ٻڌائيندين ڪونہ.“

”مون کي قتل ڪري ڇڏ. هن جي دوست ڏاڍي صبر ۽ حيرت وچان جواب ڏنو. ”مون کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏ! پر آءٌ توکي ڪونہ ٻڌائيندس.“

”ڏس، چڱو مڙس ٿي ۽ ٻڌاءِ.“ ميئر وري ڇٽ ٻڌندي چيو، ”مون کي اهڙو تجربو اڳ ڪڏهن بہ ڪونہ ٿيو- اهڙو ويسارو، ۽ آءٌ قسم سان چوان ٿو تہ اهو تمام ڏکوئيندڙ احساس آهي، تون منهنجي خيالن ۾ هڪڙو بار آهين. مون کي پنهنجو نالو ٻڌاءِ، خدا جي واسطي!“

”وڃ ۽ ڳولي لهہ.“

”هيڏانهن ڏس. توکي پاڻ سان گڏ ميز تي ويهارڻ وقت منهنجي ذهني ويساري ڪابہ دخل اندازي ڪين ڪئي، جيتوڻيڪ آءٌ توکي بنهہ ڪونہ سڃاڻان، پر يقين ڪر تہ تنهنجي لاءِ مون وٽ گهڻو پيار آهي، تنهنجي لاءِ مون وٽ پيارا احساس آهن. آءٌ توکي ساراهيان ٿو. آءٌ چاهيان ٿو تہ تون سدائين مون سان گڏ گذار، تنهن ڪري مون کي پنهنجو نالو ٻڌاءِ.“

”اها ڪا چڱي ڳالهہ ڪانهي، سمجهين ٿو.“ ٻئي دوست قطعي طور چيو، ”تون ڪڏهن بہ مون کي پنهنجي هٿان ڪونہ وڃائيندين. ڪجهہ سمجهو ٿيءُ. تنهنجي مرضي آهي ڇا تہ آءٌ هينئر انهيءَ خوشيءَ کان محروم رهان. جنهن جي ڪري تون فريب ۾ اچي ويو آهين تہ تنهنجو مهمان ڪير آهي؟ نہ، پري ٿيءُ، تون تمام گهڻو گهرڻ چاهين ٿو، ۽ آءٌ چڱيءَ طرح ڏسان ٿو تہ تو وٽ منهنجي ڪابہ يادگيري موجود ڪين آهي. جيڪڏهن تون مون کي اها تڪليف ڏيڻ نٿو چاهين تہ تو مون کي هڙيءَ طرح وساري ڇڏيو آهي تہ پوءِ مون کي پنهنجي حال تي ڇڏ ۽ مون کي وڃڻ ڏي.“

”نہ پوءِ هڪدم هليو وڃ، مون کي اهوئي چوڻ گهرجي.“ ميئر ڪاوڙ مان ڏاڙهي ڏيندي چيو:”آءٌ توکي پنهنجي اکين اڳيان وڌيڪ بيهندي ڏسي نٿو سهان.“

’چڱو، آءٌ وڃان ٿو. پر پهرين، هڪ ننڍڙي چُمي، گگي، آءٌ سيائي وري هليو ويندس.“

”هرگز نہ“، ميئر واڪو ڪري چيو، ”جيستائين تون نہ ٻڌائيندين.“

Gul Hayat Institute

”تہ پوءِ ٺيڪ آهي- هاڻي ٻيڙا ئي پار“ ٻئي دوست وچ ۾ ڳالهائيندي چيوئ هو مشڪندو هليو ويو ۽ ڊاڪٽر جي وڏي تختي تي پهچي، منهن واري هن ڏانهن نهاري، هوا ۾ چمي ڏنائين.

Gul Hayat Institute

پُوسنَنگ لِنگ

چيني

# شهزادي سوسن

ڪنهن زماني ۾، چئائوچو شهر ۾، طوسيون نالي هڪڙو ماڻهو رهندو هو. هڪڙي ڏينهن گرمي تمام گهڻي هئي، جنهن ڪري هو ٻنپهرن جو سمهي رهيو. اوچتو هن پنهنجي کٽ جي ڀرسان هڪ ماڻهوءَ کي بيٺل ڏٺو، جنهن کي اميراڻا ڪپڙا پيا هئا. ان شخص کيس چيو: ”مون تو لاءِ هڪ نياپو آندو آهي.“ طُو جي پڇڻ تي انهيءَ ماڻهو ٻڌايو ته ”منهنجي مالڪ اوهان کي پاڻ وٽ اچڻ جي دعوت ڏني آهي.“

”تنهنجو مالڪ ڪير آهي؟“ طُو پڇيو.

پر نياپي آڻيندڙ کو به سڌيءَ طرح جواب ڪونه ڏنو ۽ طُو کي پاڻ سان گڏجي هلڻ لاءِ عرض ڪيو ۽ چيائين ته ”منهنجو مالڪ هتان کو گهڻو پري ڪونه ٿو رهي.“

ان بعد ٻيئي گڏجي اوڏانهن روانا ٿيا، ۽ ٿوري پنڌ ڪرڻ کان پوءِ، طُو کي هڪ بئي کان بلند ڪيتريون ئي سفيد جايون ڏسڻ ۾ آيون، جن تي ليمي جي گهاٽن وڻن جا پاڇا پيا. اهو ماڻهو طو کي عجيب و غريب ۽ غير معمولي نموني جي بيشمار دروازن مان وٺي ويو. اتي هن ڪيترائي ڪامورا، عملدار ۽ زالون ڏٺيون، جن سڀني انهيءَ ماڻهوءَ کان پئي پڇيو ته ”طوسون آيو آهي؟“ ۽ هُن مرڪي طو ڏانهن اشارو ڪيو ٿي.

آخرڪار اهو ماڻهو، طوءَ کي هڪ اهڙي شخص وٽ وٺي آيو، جنهن کي ڏسي طُو سمجهي ويو ته هو ڪنهن وڏي مرتبي وارو عملدار آهي. رسمي طور مرحبا ۽ آدر ڀاءُ ڪرڻ کان پوءِ، اهو عملدار، طو کي هڪ عجيب محلات ۾ وٺي ويو.

پر هاڻي طوجو من منجهڻ لڳو.

”آءُ اوهان جي خوش اخلاقيءَ جي دل سان تعريف ڪريان ٿو.“ طو چيو. ”پر اوهان جي واقفيت جو شرف حاصل نه هئڻ ڪري، آءُ پنهنجي موجودگي اوهان تي بار سمجهان ٿو، جنهن ڪري اطمينان ڪونه اٿم.“

اعليٰ عملدار جواب ڏنو، ”اوهان جي نيڪ خصلت ۽ هڪ فاتح خاندان جي فرد هئڻ جي باري ۾، اسان جي بادشاهه گهڻو ڪجهه ٻڌو آهي، تنهن ڪري سندن فرمان آهي ته اوهان سان وڌيڪ رسم و راهه پيدا ڪئي وڃي.“



Gul Hayat Institute

”اوهان جو بادشاهه ڪير آهي؟“ طو ڪانئس پڇيو.

”اجهو تون هينئر هن کي پنهنجي اکين سان ڏسندين.“ شاهي عملدار جواب ڏنو ۽ پوءِ جيئن ئي هن اهي لفظ چيا، ٻه دوشيزائون پنهنجن هٿن ۾، جهنڊا کڻي آيون ۽ طو کي ساڻ وٺي ڪيترن ئي دروازن ۽ وڏن وڏن ڪمرن مان گذرنديون، شاهي تخت وٽ اچي پهتيون، جنهن تي بادشاهه ويٺو هو.

طو کي ڏسندي ئي بادشاهه تخت تان اٿيو ۽ پنهنجي مهمان کي هٿ کان وٺي وجي عزت واريءَ جاءِ تي ويهاريائين. پوءِ بادشاهه دعوت ڪرڻ جو حڪم ڏنو، جنهن تي هڪدم هنن جي اڳيان طرحين طرحين جا لذيذ کاڌا ۽ شراب آڻي رکيائون.

اتي طُو، جيڪو اڃا به ڏاڍو حيران ۽ پريشان هو، پنهنجي چوڌاري نگاهه ڦيرائي ۽ هڪڙو پنو ڏٺائين، جنهن تي لکيل هو: ”رنگين درٻار“. پر انهن لفظن به هن جي رهنمائي ڪين ڪئي ته سندس مشفق ميزبان، آخر ڪير هو. بادشاهه هن جي اها حيراني تاڙي ورتي ۽ چيائين:

”هڪ پاڙيسريءَ جي حيثيت ۾ اوهان کي هت دعوت ڏئي گهرائڻ جو مقصد صرف هيءُ هو ته پنهنجو تعلق وڌي، تنهن ڪري اچو ته سڀ شڪ شبها ۽ خوف خطرا ڇڏي ڪري، خوشيون ۽ شادمانا ڪريون.“

انهيءَ تي طُو کي اطمينان ٿيو ۽ هن پاڻ کي ان حيرت انگيز ماحول ۾ وڌيڪ حيران ۽ پريشان نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ دعوت جي دلچسپين ۾ شامل ٿي ويو. جڏهن شراب جو دؤر ڪيترائي ڀيرا هليو، تڏهن طُو پري کان موسيقيءَ جو آواز ٻڌو، جنهن ۾ دهل جي دستوري آواز کان سواءِ شرنائين ۽ ڳائڻ جو آواز به هو. اتي بادشاهه چيو ته ”اي معزز شخص! اسين توکي هڪ مصرع ڏيون ٿا، تون اُن تي گرهه ٻڌ. مصرع هيءُ آهي:

”ذَهينُ، رنگين درٻار جي ڳولا ڪري ٿو.“

اجا معزز درٻارين مناسب ۽ موزون گره تي پئي پنهنجا ذهن ڊوڙايا، ته طُو ٺهه پهه چئي ڏنو: ”پاڪيزگيءَ کي سوسن جو گُل وٺي ٿو.“

”سچ پچ ته اهو هڪ عجيب اتفاق آهي، جو تنهنجي منهن مان اهي لفظ نڪتا آهن.“ بادشاهه، تحسين ۽ واه واه جي گوڙ ۾، بلند آواز سان چيو، ”ڇاڪاڻ ته اسان جي ڌيءَ جو نالو به سوسن ئي آهي. هاڻي تون پاڻ هن کي ڏسندين.“ ۽ ڪجهه دير کان پوءِ، زيورن جي ڇمڪي ۽ دل بهار خوشبوءِ جي هُٻڪار شهزاديءَ جي اچڻ جي خبر ڏني.

Gul Hayat Institute

شهزاديءَ جي چوڏري ڪنواريون ٻانهيون هيون. هوءَ سترهن سالن جي هڪ خوبصورت ڇوڪري هئي. هن جي سُونهن ۾ اهڙو ته اثر هو. جو ڳُوجي منهن مان اکر به ڪونه اُڪليو ۽ هو رڳو حيرت ڀريل نگاهن سان هن کي ڏسندو رهيو. بادشاهه.شهزاديءَ کي حڪم ڪيو ته ڳُو کي ڪيڪاري، جنهن تي هن وڏي ڳُو کي سلام ڪيو ۽ پوءِ واپس هلي ويئي.

بادشاهه هڪدم سهي ڪيو ته ڪيئن نه ڳُو هڪ ئي نظر ۾ شهزاديءَ تي دل و جان سان فدا ٿي چڪو آهي. تنهن ڪري، هن پنهنجي ڌيءَ جي لائق ڪنهن چڱي وَر ڳولڻ لاءِ، جيڪي ڪوششون ڪيون هيون، تن جو ساڻس ذڪر ڪرڻ لڳو، پر هي نوجوان خيال ۾ اهڙو ته غرق ٿي ويو، جو بادشاهه جو هڪ لفظ به ٻڌي ڪونه سگهيو ۽ هن کي اِها سُڌ به ڪين رهي ته سندس آسپاس ڇا پئي وَهيو واپريو. آخر هڪ درٻاريءَ کيس ٻانهن کان وٺي هوشيار ڪيو ۽ چيائينس ته ”توهان سان بادشاهه سلامت پئي ڳالهايو.“ انهيءَ تي ڳُو کان ڇِرڪ نڪري ويو ۽ ٿورو پاڻ سنڀالي، هٻڪندي هَٻڪندي، معافي وراتائين ۽ واپس وڃڻ جي اجازت طلب ڪيائين.

”اوهان جو پنهنجيءَ درٻار ۾ آدر ڀاءُ ڪندي، مون کي ڏاڍي خوشي حاصل ٿي آهي.“ بادشاهه جواب ڏنو. ”پر افسوس رڳو اهو اٿم، ته اوهان هِتي وڌيڪ وقت ترسي نٿا سگهو. جيڪڏهن اوهان کي اسان بابت سڀ ڪجهه ياد آهي، ته پوءِ اميد ته اسين پنهنجيءَ محفل ۾، اوهان کي وري ڏسنداسون.“

پوءِ بادشاهه حڪم ڏنو ته ڳُو کي پنهنجي گهر پهچايو وڃي. انهيءَ تي هڪڙو درٻاري، ڳُو کي گهر ڏانهن وٺي ويو ۽ رستي ۾ هن کي چيائين، ته ”جڏهن بادشاهه کُليءَ طرح توکي شهزادي سوسن سان شادي ڪرڻ لاءِ پئي چيو، تڏهن تون ڇا جي ڪري بلڪل خاموش وينو هئين؟“ آخر جڏهن گهر پهتا، تڏهن ڳوءَ کي ڏاڍو افسوس ٿيو ته مون ڪهڙو نه شاندار موقعو پنهنجي هٿان وڃائي ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ افسوس ڪندي ئي هُن جي اک کُلي ويئي.

سچ لهي ويو هو، ۽ ڳُو اونداهه ۾ پنهنجي وڃايل موقعي تي ڏک ڪندو رهيو ۽ شهزاديءَ بابت سوچيندو رهيو. انهيءَ رات، جڏهن هو وري سمهڻ لاءِ ليٽيو، تڏهن هن ميڻ بتي گل ڪري ڇڏي، ۽ کيس اُميد هئي تهخواب جو باقي رهيل حصو ضرور ڏسندس.

پر ڳُوجي اها اميد ٻن-ٽن راتين کان پوءِ پوري ٿي، جڏهن هڪ رات هو پنهنجي هڪ دوست جي گهر سُتو پيو هو، تڏهن اوچتو هڪ درٻاري اَمير آيو ۽ کيس بادشاهه جي حضور ۾، حاضر ٿيڻ لاءِ چيائين.

ٹُو وري هڪ ڀيرو پاڻ ڪي، بيشمار دروازن سان وڏن وڏن ڪمرن واري محل ۾ ڏٺو. هن بادشاهه جي اڳيان اَدب سان ڪنڌ جهڪايو، جنهن وري پنهنجن سمورين مهربانين سان سندس استقبال ڪيو.

ٹو ڏاڍو خوش هو، ۽ بادشاهه هُن کي ٻڌايو تہ ”مون کي خبر آهي تہ تون شهزادي سوسن کي ڏسڻ شرط مٿس عاشق ٿي پيو آهين.“ هن وڌيڪ چيو تہ ”نوجوان ٹُو! جيڪڏهن تون راضي هجين تہ اوهان ٻنهي جي شاديءَ جي رسم جو هڪدم انتظار ڪيو وڃي.“ ظاهر آهي تہ هن نوجوان شخص کي ڪنهن بہ اعتراض ڪرڻ جي ضرورت ڪين هئي. تنهن ڪري انهيءَ وقت ئي سندس اڳيان دعوت جا دسترخوان وڇائجي ويا.

آخرڪار اُهو بہ وقت آيو، جڏهن اطلاع ڏنو ويو تہ شهزادي سوسن، هار سينگار ڪري واندي ٿي آهي، ۽ ڪجهہ دير ڪان پوءِ، هوءَ پنهنجي ڪنوارين ٻانهين سميت اندر آئي. هن جي مٿي تي شادي جو گُهنبو رَئو پيل هو ۽ جڏهن ٻانهيون ڪيس گهوٽ ڏانهن وٺي آيون، تڏهن هن جي ننڍڙنننڍڙن پيرن مان پاٽيءَ جي چولين جهڙو آواز پئي آيو.

”اي شهزاديءَ! ٹُو، هُن جي اڳيان ادب سان جُهڪي چيو، ”تنهنجي موجودگيءَ ۾ خود موت کي بہ وساري ڇڏڻ هڪ آسان ڳالهہ آهي، پر مون کي سچ ٻڌاءِ تہ هي سڀ ڪجهہ خواب تہ ڪونہ آهي؟“

”منهنجا منڙا!“ شهزاديءَ سنهڙي آواز ۾ جواب ڏنو، ”هي سڀ ڪجهہ ڀلا خواب ڪيئن ٿي سگهي ٿو. ڏس پاڻ ٻيئي هِت گڏ آهيون.“

ٻئي ڏينهن صبح جو ٹُو دستور موجب، شهزاديءَ جي مهن جي ڇتسالي ڪڍڻ ۾ مدد ڪئي ۽ پوءِ ڦيت ڪٽي، هن جي ڇاتيءَ، آڱرين ۽ پيرن جي ڊيگهہ ماپڻ لڳو.

”تون ڇريو تہ ڪونہ آهين؟“ شهزاديءَ مرڪندي رڙ ڪئي.

”آءٌ ڏوڪي ۾ ڪونہ آهيان“ ٹُو جواب ڏنو، ”جيڪڏهن هي سڀ ڪجهہ خواب آهي تہ پوءِ تنهجي ڪانہ ڪا شيءِ نشانيءَ طور پاڻ وٽ ضرور رکڻ گهرجي.“

هُنن اڃا اهي ئي ڳالهيون پئي ڪيون تہ هڪ دوشيزه رَڙيون ڪندي، ڊوڙندي اندر آئي تہ ”گهوڙا ڙي، گهوڙا! محلات ۾ هڪڙو راڪاس ڪاهي پيو آهي. بادشاهه پاسي واري ڪمري ۾ وڃي لڪو آهي. ڀڄو نہ تہ اها آفت اسان جي مٿان اچي ڪڙڪَندي.“

Gul Hayat Institute

ڱُوهڪدم ڊوڙي بادشاهه وٽ ويو، جنهن پنهنجي اکين ۾ ڳوڙها آڻي هن کي عرض ڪيو ته ”مهرباني ڪري اسان کي اڪيلو ڇڏي نه وڃ. اسان جي مائٽي به ان وقت ٿي آهي، جڏهن خدا هيءَ آفت اسان تي نازل ڪئي اهي، ۽ هاڻي منهنجو سڄو راڄ ڀاڳ اونڌو ٿي ويندو. يلا آءٌ ڇا ڪريان؟“ بادشاهه دانهن ڪري چيو.

ڱُو، بادشاهه کي عرض ڪيو ته ”آخر ماجرا ڇا آهي؟“ انهيءَ تي بادشاهه ڪيسي مان هڪڙو خط ڪڍي ميز تي رکيو ۽ ڱُو کي چيائين ته ”هي خط کولي پڙهه ته توکي به حقيت جي سموري خبر پئجي ويندي.“ انهيءَ خط ۾ لکيل هو:

”وزيراعظم، حضور بادشاهه سلامت کي اطلاع ڏيڻ ٿو چاهي ته هڪ عجيب و غريب راڪاس ملڪ ۾ ڪاهي پيو آهي. تنهن ڪري مصلحت انهيءَ ۾ اهي، ته شهنشاهيت جي حفاظت ۽ بقا لاءِ دربار هڪدم ڪنهن ٻئي پاسي منتقل ڪئي وڃي. تازو هينئر پيلي دروازي جي عملدار وٽان اطلاع پهتو آهي، تهچنڊ جي پنجين ڇهين تاريخ کان وٺي اهو ڏهه هزارفوٽ ڊگهو راڪاس ويڙهيو سيڙهيو شاهي محلات جي دروازي وٽ پيو آهي. اهو هن وقت تائين بادشاهه سلامت جي رعيت جا تيرهن هزار اٺ سؤ، خاص خاص ماڻهو کائي، هضم ڪري چڪو آهي، جنهن ڪري اوسي پاسي سُڄ ئي سُڄ ٿي ويئي آهي. انهيءَ اطلاع پهچڻ تي، حضور جن جو خادم، اوائلي جاچ تي ويو ۽ ڏٺائين ته اهو جبل جيڏي مٿي ۽ پاڻيءَ جي وڏن وڏن تلائن جهڙين اکين وارو راڪاس هڪ زهريلو سُرنڌڙ جانور آهي، ۽ جنهن وقت به هن پنهنجو مٿو تي ڪَنيو ته عمارتن جون عمارتون هن جي پيٽ ۾ هڙپ ٿي ٿي ويون، ۽ جڏهن هن پاڻ پکيڙيو تي ته آسپاس جون جايون جڳهيون، ڊهي پَٽ تي ٿي ويون. ههڙيءَ آفت جو مثال تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي- گهرن ۽ بزرگن جي نهرايل يادگارن جي تقدير جو فيصلو ڪلاڪ ٻن جي ڳالهه آهي. تنهن ڪري اسين حضور بادشاهه سلامت جي خدمت ۾ التماس ڪنداسون، ته حضور جن پنهنجو شاهي خاندان وٺي، هڪدم ڪنهن سلامتيءَ واري هنڌ تي وڃي پناهه وٺن.“

ڱُو، خط پڙهي اڃا مس پورو ڪيو ته هڪڙو نوڪر، ”راڪاس! راڪاس! ڪندو، اندر ڊوڙندو آيو. سڄيءَ دربار ۾ واويلا پئجي ويئي ۽ ڱُو کي ڇوڏاري روح راڙي کان سواءِ ٻيو ڪو به آواز ٻڌڻ ۾ ڪونه آيو.

Gul Hayat Institute

خود بادشاهہ بہ خوف ۽ ڏپ وچان سجو هيڊو ٿي ويو ۽ ٺُو کي چيائين، تہ ”پنهنجو بچاءُ ڪر ۽ پنهنجي زال کي ڪٽي ڇڏ، جنهن جي ڪري ئي هيءَ مصيبت نازل ٿي آهي.“ پر شهزادي، جيڪا پرسان بيٺي هئي ۽ پنهنجا هٿ پئي مهٽيائين سا ٺُو جي پيرن تي ڪري پيئي ۽ ليلائڻ لڳي تہ مون کي نہ ڇڏي وڃ.

ٺُو وڏيءَ نرمائيءَ سان شهزاديءَ کي اُٿاريو ۽ پوءِ بادشاهہ جي اڳيان ادب سان جهڪي عرض ڪرڻ لڳو تہ ”جيڪڏهن حضور جن اجازت ڏين تہ غريب خاني تي هلي محفوظ ٿجي.“

”هھڙيءَ حالت ۾ اسين پنهنجي مرضيءَ وغيره بابت ڪجهہ بہ سوچي نٿا سگهون.“ شهزاديءَ رَڙ ڪري چيو، ”آءٌ توکي التجا ڪريان ٿي تہ جيترو جلد ٿي سگهي، اسان کي اُتي وٺي هل.“

انهيءَ تي ٺُو، شهزاديءَ کي ساڻ ڪري، تڪڙو پنهنجي گهر ڏانهن روانو ٿيو. جتي پهچي شهزاديءَ، هن جي عذر خواهين ڪرڻ جي باوجود، پاڻ کي ڏاڍو خوش ظاهر ڪيو ۽ چيائين تہ، ”هيءَ جاءِ، محلات کان بہ وڌيڪ رهڻ جي لائق آهي.“

”هاڻي توکي بہ ڳالهہ هيءَ چوڻي آهي“، هن ٺُو کي چيو، ”بابا اَمان ۽ درٻارين جي رهڻ جو بہ سمورو انتظام هت ئي ڪيو وڃي، جيئن حڪومت جو ڪاروبار هتان هلائي سگهجي.“

اهو ٻڌي ٺُو جا طاق لڳي ويا، ۽ هن جي سمجهہ ۾ ئي ڪونہ آيو تہ بادشاهہ ۽ سيني درٻارين کي هو ڪهڙيءَ طرح اتي رهائي سگهندو! پر شهزاديءَ هن جي منهن جي مخالفت جا نشان ڏسي، ڪاوڙ ۾ ڳاڙهي ٿي ويئي ۽ رڙ ڪري چيائين تہ ”جيڪو هھڙي نازڪ وقت ۾ بہ منهنجي مدد نٿو ڪري، اُهو ڪڏهن بہ منهنجي خاوند سڏائڻجي لائق ڪونهي.“ ائين چئي، شهزاديءَ روئڻ ۽ رَڙيون ڪرڻ لڳي، ۽ جيئن ئي ويچاري ٺُو، هن کي ماٺ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ سندس اک پٽجي ويئي ۽ خبر پيس تہ اهو سڀ ڪجهہ خواب هو!

انهيءَ هوندي بہ هن جي ڪنن ۾ اجا تائين ڀُڻ ڀُڻ جو آواز پئي آيو. پر پوءِ پنهنجي چوڌاري غور سان ڏسڻ تي هن کي ٻہ-ٽي مکيون وِهاڻي تي ويٺل نظر آيون. هن اُنهن کي اُتان اڏائڻ جي گهڻي ئي ڪوشش ڪئي، پر اهي اُڏامي وري ٿي اچي اتي ويٺيون.

اهو حال ڏسي، ٺُو پنهنجي دوست کي سڏ ڪيو ۽ ٻنهي گڏجي ڏٺو تہ سندس ڪپڙن تي ۽ ڪوٺيءَ ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ئي مکيون ويٺيون هيون. ٺُو کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ سندس دوست صلاح ڏنس تہ

انهن لاءِ جلدي منارو ڪٽي اچ. هن ائين ڪيو ۽ پوءِ نہ رڳو ڪوٺيءَ مان سڀ مکيون نڪري وڃي مانري تي وٺيون، پر مکين جو هڪ ٻيو وَلر بہ باغ جيئيت تان اُڏامندو آيو ۽ اک ڇنڀ ۾ سڄو منارو انهن سان ڍڪجي ويو.

ڻُو ۽ سندس دوست هاڻي وري انهيءَ ڪوجنا ۾ لڳي ويا تہ اهو ماڪيءَ جي مکين جو وَلر آخر آيو ڪٿان؟نيٺ خبر پين تہ اهو هڪ پوڙهي شخص جي گهران آيو هو، جيڪو سڏ پنڌ تي رهندو هو. ٻيئي اوڏانهن ويا ۽ اُتي پيل خالي ماناري کي ڪٽي جو پَڇن تہ اُن مان هڪ وڏو خوفائتو نانگ- ڻُوجي خواب جو "راڪاس"- نڪري آيو.

باقي رهيون مکيون، سي ڻُوسان ئي گڏ رهيون، جن ۾ هر سال واڌارو ٿيندو رهيو.

Gul Hayat Institute

ارنيسٽ هيمنگوي

آمريڪي

## پرديس ۾

سرءُ جي موسم ۾ به جنگ اُتي ئي موجود هئي، پر اسان وري اوڏانهن منهن به نه ڪيو. هڪ ته "مِلان" شهر جي شام، ۽ وري ان وقت سيءَ سان گڏ اونداهه سويري ئي اچي واسو ڪيو هو. تنهن کان پوءِ، جو بجليءَ واريون بتيون ٻريون، ته درين جي نظاري گهٽين کي ويتر وڻندڙ بنائي ڇڏيو. دڪانن جي ٻاهران ڪيترائي شڪار ٿيل جانور ۽ پکي ٽنگيل هئا. 'لومڙن' جي وارن تي برف ڇتڪاريل هئي، ۽ هوا انهن جي پُڇن کي پئي لوڏيو. لٽيڪل 'هرڻ' سخت سيٽيل ۽ وزندار هو. ننڍرن 'پيکن' جڻ ته هوا تي جهٽي، ۽ هوا وري انهن کي کنڀڙاٽين کي هيٺ مٿي اُٿلايو. سرد هوا سنئين سڌي جلبن کان هيٺ لهي آئي هئي.

ٻنپهرن جو هر روز اسين اچي اسپتال ڀيڙا هئاسون. اوندهه مان شهر لتاڙي اسپتال پهچن جون، گهڻي ئي واٽيون هيون. به رستا اهڙا هئا، جي واهن سان لاڳيتا هئا، پر اهي هئا هيڪاري ڊگها. اسپتال تائين پهچڻ کان اڳ، واهن واريءَ پل تان اوَس لنگهڻو پوندو هو. رستي وارين ٽن پُلين، مان ڪنهن نه ڪنهن جو ضرور انتخاب ڪرڻو پوندو هو. هڪڙيءَ پلتي هڪ عورت سيڪيل بوهي چٽا وڪڻندي هئي. هن جي آڳرن واريءَ باهه تي بيهڻ سان گرمي محسوس ٿيندي هئي. هن جا بوهي چٽا جڏهن وٺي کيسي ۾ وجهبا هئا، تڏهن به ڪوسا ئي ڪوسا هوندا هئا.

اها اسپتال هئي ته جهوني پراڻي، پر ڏاڍي خوبصورت هئي. اوڏانهن اندر وڃڻ لاءِ هڪ دروازو هو، ۽ پوءِ ان جي اڳيان هڪ کليل اڱڻ، جنهن جي سامهون ٻاهر نڪرڻ لاءِ ٻيو دروازو هو. مريضن جا جنازا وغيره انهيءَ اڱڻ مان ئي کڄندا هئا. پراڻيءَ اسپتال کان پَرڀرو،نوان ۽ پَڪ سَرِا ورانڊا هئا، جتي اسين پوڇاڻين جي اچي گڏبا هئاسين. اتي اسين انهن مشينن تي ويهندا هئاسين، جن جي وسيلي اسان جي جسمن ۾ ڦيرو ۽ تبديلي اچڻي هئي.

ڊاڪٽر مون واريءَمشين جي ويجهو اچي، جتي آءٌ ويٺو هوس، مون کان پڇيو: "هن جنگ کان اڳ، تون ڇا کي وڌيڪ پسند ڪندو هئين؟ ڇا تو ڪا راند روند ٻهڪئي؟"

"هائو. فُٽبال راند." مون وراڻيو.

"واه واه" هن چيو. "ته پوءِ تون وري فٽبال کيڏي سگهندين- اڳئين کان اڳرو!"

مون وارو گوڏو تہ مُڙيو بہ نٿي، ۽ جنگھ تي ڍڪڻيءَ کان مُربي ائين بس ائي ئي پئي لڙڪي. منهنجي گوڏي کي مسين تي ائين ورتو هو، جيئن ماڻهوءَ جو گوڏو تہِ-ڦيٿيءَ سائيڪل تي سوار ٿيڻ مهل ڦرندو آهي. پر گوڏو هو، جو اجا وريوئي ڪين ٿي-الٽو انهيءَ ڇِڙڻ واري موقعي تي، مشين ڌڏڪو ڪري بيهيو ٿي رهي!

ڊاڪٽر چيو، "هيءَ دوُر گذري ويندو. نوجوانَ، تون نصيبن وارو آهين: تون هڪ بهترين رانديگر وانگر وري فٽبال راند ڪندين!"

پَروارِيءَ ۾ بي مشين تي هڪ 'ميجر' وينل هو. هن جو نندڙو هٿ هوبهو ٻار جهڙو هو. هن جي هٿ، چمڙي جي بن هيٺ-مٿي اُڇلن ڏيندڙ پَٽن جي وچ ۾ هو، جن هن جي سُڪل اگرين کي پئي ڦَٽڪايو. ڊاڪٽر جنهن مهل هن جو هٿ تپاسڻ آيو، تڏهن 'ميجر' مون ڏانهن اک پيجندي چيو: "ڪئپٽن، ڊاڪٽر، ڇا آءٌ بہ فٽبال راند ڪيڏي سگهندس." هو هڪ تلوار باز هو، ۽ جنگ کان اڳي تہ اٽليءَ جو هڪ عظيم تلوار باز هو.

ڊاڪٽر پوءِ پننجي آفيس ۾ گهڙي ويو، جا انهيءَ ڪمري جي پنيان هئي. هو اتان هڪ فوٽو ڪڻي آيو. اهو فوٽو هڪ اهڙي هٿ جو هو، جو ميجر جي هٿ جهڙو ئي پهريائين نندڙو هو، پر مشين جي علاج ڪانپوءِ قدري وڏو ٿي ويل هو. ميجر اهو فوٽو پنهنجي چڱي ڀلي هٿ ۾ ڪڻي چتائي ڏٺو، ۽ سوال ڪيو: "ڦَٽُ....؟"

"مشين جو حادثو." ڊاڪٽر جواب ڏنو.

"نهايت دلچسپ، نهايت دلچسپ!" ائين چئي، ميجر اهو فوٽو ڊاڪٽر کي موٽائي ڏنو.

"ڇا، توهان کي ڀروسو آهي؟"

"نڪو"، ميجر جواب ڏنو.

ٽي نوجوان هئا، جي هتي روزتي آيا. اهي سيئي مون جيڏا هئا. اهي ٽيئي ڄڻا ملانَ جا هئا. انهن مان هڪڙي کي وڪيل ٿيڻو هو، ٻئي کي نقاش بنجڻو هو، تہ ٽئي کي وري سپاهي ٿيڻ جو ارادو هو. جڏهن مشينن مان واندا ٿيندا هئاسين، تڏهن اسين گڏجي 'ڪورا' هوٽل ڏانهن ويندا هئاسين. جيڪا 'اسڪالا' جي چاڙهيءَ جي بلڪل پرسان هئي. اسين نندي وات وِڍي، ڪميونسٽ ڪوارٽر مان لانگهائو ٿيندا هئاسين. چارئي ڄڻا گڏ هوندا هئاسين. ماڻهو اسان کي ڌڪاريندا هئا، جو اسين آفيسر هئاسين. اسين

وات وٺيو پيا ويندا هئاسين، تہ شرابخاني مان ڪو وڏي واڪي رَڙ ڪري چوندو هو: ”ڪلا اَتوَ، ميراسين جا مهندارا!“

ڪڏهن ڪڏهن هڪڙو ٻيو ڇوڪرو بہ اسان سان گڏ موٽندو هو، تہ اسين چئن مان ڦر پنج ڄڻا ٿي پوندا هئاسون. انهيءَ ڇوڪري جي منهن تي هڪ ڪارو ريشمي رومال ٻَڌل هوندو هو. هن جو نڪ خراب ٿيل هو. هن جيسڪل شباهت درست ٿيڻي هئي. هو فوجي درسگاهہ کان نڪري محاذ تي ويو هو. بس، ويندي جي ويرم هئي.....ڪلاڪ بہ ڪين گذريو هوندو تہ زخمجي پيو. هنن سندس چهرو ٺاهيو ٺهڪو، پر هنجا مٿ مائٿ هئا وڏي مانَ مرتبي وارا، سو جيسين هن جو نَڪُ نَڪن جهڙو ٿئي، تيسين هو راضي نٿي ٿيا. اسپتال مان خارج ٿيڻ کان پوءِ، نيٺ هو ڏکڻ آفريڪا جي ڪنهن بئنڪ ۾ وڃي ملازم ٿيو. خير، وقت ائين ويو گذرندو، اسان کي مستقبل جي ڪابہ خبر ڪانہ هئي، اسان کي رڳو اهو احساس هو تہ جنگ هميشہ جاري رهندي، پر اسان کي اوڏانهن وري وڃڻو ڪونہ پوندو.

انهيءَ ڇوڪري کان سواءِ، جنهن جي چهري تي ڪاري ۽ ريشمي پَٽي ويڙهيل هوندي هئي، اسان سڀني وٽ هڪجهڙا ٻِلا (تمغا) هئا. ٻلا هن کي ٻلو مليو بہ ڪيئن- هو جنگي محاذ تي ايڏو وڏو عرصو رهيو ئي ڪين هو. اهو نوجوان جنهن کي وڪيل ٿيڻو هو، تنهن جو منهن بلڪل هيڊو ٿي ويو هو. ’آر.ڊي.ٽي.‘ جو ليفٽيننٽ هو. هن کي ٽي ٻلا مليل هئا. اسان ٻين کي اهڙي قسم جو رڳو هڪڙو ٻلو مليل هو. هو ڪافي عرصي تائين جنگي محاذ تي موت سان مقابلو ڪندو رهيو هو. اسين سڀئي محاذ تان موٽيا هئاسون. هينئر اسان سڀني ۾ رڳو اهائي يڪرنگي هئي، جو ٻنپهرن کان پوءِ، اسپتال ۾ اچي گڏبا هئاسين. اسين شهر جي اٽانگي حصي مان لنگهي، ’ڪووا‘ ڏي ويندا هئاسين. اتي اوندهہ بہ هئي، ۽ شرابخانا بہ هئا، جتان روشنائي ڏسڻ ۾ ايندي هئي ۽ راڳ جو آواز پڙ ٻڌڻ ۾ ايندو هو. اسان کي ڪڏهن ڪڏهن اهڙيءَ گهٽيءَ مان وڃڻو پوندو هو، جتي زالن ۽ مڙسن جا ميڙا لڳا پيا هوندا هئا. اتي ڪُلهي گَسَ ڪرڻي پوندي هئي. اهڙن موقعن تي اسين ويجها ويجها ٿي هلندا هئاسون، ڇو جو ماڻهن اسان کي ڄاتو سڃاتو ڪونہ ٿي- هنن اسان کي ڌڪاريو ٿي.

اسان سڀني کي ’ڪووا‘ جي پوري ڄاڻ هئي، اتي دولت بہ هئي، ۽ زندگي بہ، تيز، تيز روشنيءَ کان سواءِ، هتي خاص خاص وقتن تي، گوڙ گهمسان ۽ دَونهون ڇانئجي ويندو هو. اتي ميزن تي ڇوڪريون هَڪيون تڪيون ويٺيون هونديون هيون. ڀتين تي وري ٽنگٽين ۾، مورتن واريون اخبارون پيل هونديون

هيون. ’ڪوا‘ واريون ڇوڪريون پنهنجي ملڪ تان گهوري گهوري پيون ٿينديون هيون. ون ڏٺو ته ’اٽليءَ‘ جا محب وطن انسان، رڳو اهي هوٽل واريون ڇوڪريون ئي هيون. مون کي اعتبار آهي ته اجا به وطن دوست آهن.

شروعات ۾ انهن نوجوانن نهايت اخلاق سان منهنجن ٻلن بابت پڇا ڳاڇا ڪئي. هنن سوال ڪيا ته اهي مون کي ڪيئن ۽ ڇا جي ڪري مليا هئا؟ مون هنن کي پنهنجا ڪاغذ پٽ ڏيکاريا، جن ۾ سهڻيءَ ٻوليءَ سان منهنجي تعريف لکيل هئي- پر انهن مان جيڪڏهن اُهي وڏاءَ واريون لفظي صفتون نظر انداز ڪري ڇڏجن، ته صاف صاف معلوم پئي ٿيو ته اهي ٻلا مون کي رڳو انهيءَ ڪري ئي عنايت ٿيا هئا، جو آءٌ هڪ آمريڪن هوس. اهو ڏينهن، اهو ڏهارو- هنن جي روش ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو. انهيءَ ڪان پوءِ ٻين ڌارين جي مقابلي ۾، ته جيتوڻيڪ آءٌ هنن جو اجا به دوست هوس، پر ڪاغذن ڏسڻ بعد، آءٌ سچ پچ ته هنن جي نگاهه ۾ ڪِري پيو هوس. آءٌ هنن لاءِ هنن جهڙو پنهنجو نه رهيو هوس. هنن جو قصوئي اَور هو. هنن کي جيڪي ٻلا مليا هئا، سي بنهه ٻين ڳالهين ڪري مليا هئا. اها حقيقت ئي ته آءٌ ڦتجي پيو هوس، پر اسان سيني کي اها پوري پَروڙ هئي ته جنگ ۾ زخمجي پوڻ رڳو هڪ حادثو آهي. ’ڦيٽن‘ ملڻ ڪري مون کي پڇتاءُ ڪونه ڪرنو پوندو هو. البت ڪڏهن ڪڏهن شراب پيئڻ مهل آءٌ ائين سوچيندو ويچاريندو هوس ته ’هنن جيڪي ڪم ڪيا آهن- اهي ڪم، جن جي ڪري هنن کي ٻلا مليا آهن- سي ته مون سيئي پورا ڪري ڇڏيا اهن.‘ پر رات و جڏهن گهر ڏانهن موٽندو هوس، تڏهن انهن خالي گهٽين جي سرد هوائن ۽ بند ٿيل دوڪانن وٽان لنگهندي، گهٻراجي، گهٽين جي بتين پرسان هلڻ جي ڪوشش ڪندو هوس، اَوڏيءَ مهل مون کي محسوس ٿيندو هو ته مون ڪان هرگز اهڙا بهادريءَ جهڙا ڪارناما ٿي ڪونه سگهندا. مون کي مرڻ جو ڏاڍو خوف ٿيندو هو. وري جڏهن رات وڳڙي ۾ بستري تي اڪيلو ليٽندو هوس، ته موت جو ڊپ ويترو ڪوڙي ويندو هوم. آءٌ سوچيندو هوس، تعجب وچان، ته جيڪڏهن وري محاذ تي ويس ته منهنجو....منهنجو ڪهڙو حشر ٿيندو!؟

اهي ٽيئي ڄڻا، ٻلن وارا، ڄڻ تهڪي شڪاري باز هئا- ۽ آءٌ انهن جهڙو هوس ئي ڪونه. جن ڪڏهن شڪار ئي نهڪيو هجي، انهنجي ڏيان ۾ ته آءٌ به ڪا شيءِ سمجهڻ ۾ ايندو هجان. پر هنن ٽنهي ڄڻن ته هاڻي مون کي سڃاڻي ڇڏو هو، اهو ئي سبب هو جو اسين پوءِ ڇجندا پري ٿيندا وياسين. آءٌ وري انهيءَ ڇوڪري جي دوستيءَ جو دم ڀرڻ لڳس، جيڪو محاذ جي پهرئين ئي ڏينهن ڦتجي پيو هو. هن کي پاڻ



Gul Hayat Institute

پنهنجي متعلق ڪو صحيح اندازو ئي نٿي سگهيو ته هو اڳتي هلي ڪهڙا ڪارناما ماري ها-نڪا وري ڪا هن ۾ اهڙي صلاحيت به هئي. مون کي پڪ هئي ته هو ڪڏهن به اهڙو بهادر ٿي نه سگهندو. اهو 'ميجر' جيڪو وڏو تلوار باز هو، تنهن جو ڪو بهادريءَ ۾ ايڏو وڏو يقين ڪونه هو. اهو وقت جيڪو اسين مشينن ۾ ويهندا هئاسين، سو هو منهنجي گرامر کي درست رکڻ ۾ ئي صرف ڪندو هو. هن مون کي مبارڪون ڏنيون هيون جو آءٌ 'اطالوي' ٻولي ڳالهائي ٿي سگهيس. اسين ٻيئي پاڻ ۾، سولائيءَ سان ڳالهائي سگهندا هئاسين. هڪ ڏهاڙي ته هن مون کي ائين به چئي ڏنو ته اطالوي ٻولي تو لاءِ اهڙي سولي ٿي پيئي آهي، جو تون ان ۾ هاڻي وڏيڪ دلچسپي وٺي نٿو سگهين. "اڙي، هائو." ميجر چيو، "تون پوءِ گرامر ڇو نٿو سکين؟" اسان پوءِ گرامر کي ورتو. نتيجو اهو نڪتو جو اطالوي ٻولي مون لاءِ پوءِ ڏکي ۽ مشڪل ٿي پيئي. جيسين اهو گرامر منهنجي دل ۾ گهر ڪري ئي ڪري، تيسين هن سان ڳالهائڻ ۾ مون کي ڊپ پيو ٿيندو هو.

مون کي جيتوڻيڪ پڪ آهي ته هن جو مشين ۾ ڪو اعتماد ڪونه هو. ته به ميجر باقاعدي اسپتال ۾ پيو ايندو هو. يُلجان نٿو ته هن ڪو هڪڙو ڏينهن گُسايو هوندو. ڪو وقت ته اهڙو به هو، جو اسان سڀني کي انهن مشينن ۾ ڪو ڀروسو ڪونه هو. هڪڙي ڏينهن ته ميجر ائين به چئي ڏنو هو ته "هي سڀ ڪجهه بيوقوفي آهي. اهي مشينون بلڪل نيون آهن، ۽ اسان تي ئي آزمايون پيون وڃن! رڳو ٽڳيءَ جو ٺاهه آهي- جهڙو ڪو خيالي پلاءُ!" آءٌ گرامر سکي نه سگهيو هوس. هن نيٺ ڪَڪِ تي چيو، "تون ته هڪ لا علاج احمق ۽ خواريءَ جو نڪر اهين! آءٌ به وڏو بيوقوف آهيان جو توسان خوامخواهه مغز ماري پيو ڪريان!" هو هڪ بندرو ماڻهو هو. هو ڪرسيءَ تي سنئون سڌو ٿي ويهي، پنهنجو هٿ مشين ۾ ڦُسي، پوءِ پڪ ساهيءَ پيو سامهون ڀت کي تڪيندو هو، ڀتا پيا هن جي آڱرين کي هيٺ مٿي اُٿلائيندا هئا.

"جنگ بند ٿيندي- جيڪڏهن بند ٿيڻي هوندي- ته پوءِ تون ڇا ڪندين؟"

هن مون کان سوال ڪيو، ۽ مَيچ ڏيندي چيائين، "گرامر موجب ڳالهاءِ."

"آءٌ موٽي پنهنجي ملڪ ويندس."

"تنهنجي شادي ٿيل آهي؟"

"نه پر اهڙو ارادو اٿم."

"تون ته مها مورک آهين!" هن چيو. بلڪل گرم ٿي ويو: "ماڻهوءَ کي بنهه شادي ڪرڻ نه گهرجي!"



Gul Hayat Institute

”چو، سينيور (مسٽر) مئگر (ميجر)؟“

”مون کي ’سينيور مئگر‘ ڪري ڇو ٿو ڪوٺين؟... پر ماڻھوءَ کي شادي ڪنھن قضاني بہ نہ ڪرڻ گھرجي.“ ھن ڪاوڙجي چيو. ”ماڻھوءَ کي شادي نہ ڪرڻ گھرجي، ڇاڪاڻ تہ انسان شادي ڪري ئي نٿو سگھي. ڪنھن کي جيڪڏھن سڀ ڪجھہ ھٿان وڃائڻو ئي آھي، تہ بہ ڄاڻي واڻي پاڻ کي اھڙي ڀُوھي ۾، ڇو اڙائڻ گھرجي؟ ها، ڪنھن کي بہ ھٿ وٺي، پاڻيھي ڦُرائڻ واري حالت پيدا ڪري، پاڻ کي ڦاسائڻ نہ گھرجي: ھن کي اھڙا اسباب ڳولڻ کپن جو، ھو پنھنجو ڪجھہ بہ ڦرائي نہ سگھي.“ ھن تمام ترس ۽ تکو ڳالھايو، ۽ ڳالھائيندي ڳالھائيندي، ھن سامھون ۽ِپري پئي گھوريو.

”پر ھن کي اھو ۽ ائين ھَروڀرو ڇو وڃائڻو پوندو؟“

”ها، ھو وڃائيندو!“ ھن ھاٿي ڀت ڏانھن پئي نھاريو. اتان نظر ڦيرائيندي، ھن ھيٺ مشين کي ڏٺو، ۽ پوءِ پنھنجو ھٿ پٽن مان ٻاھر ڪڍندي، زور سان ڇڪي ڪٽي پنھنجيءَ سٿر تي ڦُھڪايو. ھن رَڙ ڪري وري چيو، ”اڙي، ھو اھو ضرور وڃائيندو، ضرور ڦُرائيندو....مون سان بحث ڪر!“ ھن پوءِ مشين ھلائڻ واري نوڪر کي سڏ ڪري، اشارو ڏيندي چيو، ”ھيڏانھن، ھن لعنت کي بيھاري بند ڪر....“

ھو مالش ۽ ٻئي مختصر علاج لاءِ وري ٻئي ڪمري ڏانھن نڪري ويو. تنھن کان پوءِ، مون ھن کي ڊاڪٽر سان ڳالھائيندي ٻڌو. ھن، ڊاڪٽر کان ٽيليفون ڪم آڻڻ جي اجازت وٺندي، پنيان دروازو ٻَيڪڙي ڇڏيو. ھو جنھن وقت موٽي آيو، آءُ ٻيءَ مشين تي ويٺل ھوس. ھو سنئون سڌو مون ڏانھن ھليو آيو ۽ اچي مونکي ٻاڪر پاتائين. ھن منھنجي ڪلھي کي چڱي ڀلي ھٿ سان ٿَپريندي چيو: ”مون کي ڏاڍو ڏک آھي. مون کي... مون کي اھڙو گھرو نہ ٿيڻ گھرجي ھا. منھنجي زال اجھو ھينئر مُئي آھي... تون مون کي معاف ڪري ڇڏي.“

”اوه.“ مون ھن لاءِ رنجيده ٿيندي چيو، ”مون کي افسوس آھي، آءُ پڇتاياں ٿو.“ ھو پنھنجي ھيٺين چپ کي چَڪ ھڻندي اتي بيھي رھيو. ”اھو تمام مشڪل آھي.“ ھن چيو، ”آءُ پاڻ تي ضابطو رکي نٿو سگھان!“

ھو مون ڏانھن نھاري، وري دريءَ کان ٻاھر ڏسڻ لڳو. تنھن کان پوءِ، ھن جنسي رَڙيون ڪرڻ شروع ڪيون- ”آءُ رضا تي راضي رھي نٿو سگھان!“ پوءِ ھو ڪرڪرا ڪندو، منھن مٿي ڪري، ائين ئي



Gul Hayat Institute

تڪيندو، هڪ فوجيءَ وانگر پاڻ کي گهليندو، ٻنهي ڳلن تان ڳوڙها وهائيندو، ڏندن سان چپن کي چَٻيندو، مشينن وٽان لنگهي، دروازي کان ٻاهر هليو ويو.

ڊاڪٽرن کي ٻڌايو ته ميجر جي زال بڪل ننڍي هئي. هن انهيءَ سان تيستائين شادي نه ڪئي، جيستائين هن کي اها خاطري نه ٿي چڪي هئي ته هو هاڻ جنگ ڪرڻ لاءِ بلڪل بيڪار ۽ خارج ٿي چڪو آهي. هن جي زال نمونيا وگهي مري ويئي. هوءَ تمام ٿورڙا ڏينهن ناچاڪ رهي. ڪنهن کي به گمان ڪونه هو ته هوءَ ڪا ايترو جلد مري ويندي. ميجر ٽي ڏينهن اسپتال ۾ ڪونه آيو. تنهن کان پوءِ هو هميشه، دستور مطابق، اسپتال ۾ ايندو رهيو. هن جي ورديءَ تي ٻانهن جي مٿان ڪري پٽي لڳل هئي. جڏهن هو اسپتال ۾ آيو، ته ڀتين جي چوڌاري وڏن فريمن ۾، مسين جي علاج سان ڇُٽل هر قسم جي زخمن جا فوٽا ٽنگيل هئا. ميجر واريءَ مشين جي سامهون ٽي اهڙا- هن جي ننڍڙي هٿ جهڙا- فوٽا هئا، جي بلڪل ٺيڪ ٿي ويل هئا. مون کي خبر ناهي ته هن اهي فوٽا ڪٿان آڻي اُتي ٽنگي ڇڏيا هئا. مون ته هميشه ائين ئي سمجهيو ته اسين پهريان ئي ماڻهو هئاسين، جن اهي مشينون ڪم آنديون هيون. انهن فوٽن جو ميجر تي ڪو خاص اثر ڪونه پيو، ڇو جو هو اڪثر دريءَ کان ٻاهر ئي پيو نهاريندو هو.

Gul Hayat Institute

## مئڪسم گورڪي

## رشين

# ڇويهه مرد ۽ هڪ ڇوڪري

ڇويهه ڦُرندڙ ڦُرندڙ مشينون، جيڪي هڪ ئي گهميل ڪوٺڙيءَ ۾ قيد اسين ڪُل ڇوَيهه ڄڻا هئاسون-هيون، جتي اسين صبح کان وٺي شام تائين بسڪوٽن ٺاهڻ لاءِ ميدو ڳوهيندا هئاسين.
اسان جي جيل جهڙي ڪوٺڙيءَ جون دريون، جن جو اڌ حصو لوهي چادر سان ڍڪيل هوندو هو ۽ جن جي شيشن تي مٽيءَ ۽ ڌوڙ جا تهه چڙهيل هوندا هئا. اهڙي طرف کلنديون هيون، جتي گند ۽ غلاظت جا ڍير لڳا پيا هوندا هئا. اهو ئي سبب هو جو، سج جا ڪرڻا به اسان تائين پهچي نه سگهندا هئا. اسان جي مالڪ، درين جو اڌ حصو انهيءَ ڪري بند ڪرائي ڇڏيو هو، ته جيئن اسين سندس رزق مان هڪ گرنهه به غريبن کي ڏيڻ لاءِ ٻاهر ڪڏي نه سگهون، يا اسين انهن پاڻ جهڙن جي مدد نه ڪري سگهون. جيڪي روزگار نه هجڻ ڪري بکون مري رهيا هئا. اسان جو مالڪ اسان کي "جيل جا غلام"، جي نالي سان سڏيندو هو ۽ ڪاڏي ۾ اسان کي گوشت جي بدران ڇيچڙا ڏيندو هو.
انهيءَ پٿريلي ڪوٺڙيءَ جي ڇت، ڌُونهين جي ڪارٺ ۽ ڄاري سان ڍڪي پئي هئي، جنهن جي هيٺان اسان وڏيءَ تڪليف واري زندگي گذاريندا هئاسين. گپ گاري ۽ خمير سان ڀريل انهيءَ چوڌيواريءَ ۾، اسان جي زندگي غمن ۽ مصيبتن ۾ مبتلا هئي. رات جو پوري آرام ڪرڻ ۽ پوري ننڊ ڪرڻ کان سواءِ، اسين هر روز صبح جو پنجين بجي ئي اُٿي، اکيون مَهٽيندا ۽ اوٻاسيون ڏيندا، انهيءَ ميدي جا بسڪوٽ ٺاهڻ ۾ جُنبي ويندا هئاسون، جيڪو اسان جا ٻيا ساٿي رات جو تيار ڪري رکندا هئا. اهڙيءَ طرح، صبح کان وٺي رات جي ڏهين بجي تائين، اسان مان ڪي بسڪوٽن لاءِ خمير تيار ڪندا هئا ته ڪي وري ميدو ڳوهيندا رهندا هئا. اهو سمورو وقت اسان جن ڪنن ۾، ٺهڪندڙ پاڻيءَ ۽ تنور ۽ توانائيءَ جي سيخن ڦيرائڻ جو آواز پيو ايندو هو. صبح کان وٺي شام تائين، تنور ۾ باهه پيئي ٻرندي هئي ۽ ان جا ڳاڙها اُلا اهڙيءَ طرح ناچ ڪندا رهندا هئا، ڄڻ ته اسين بدنصيب انهن لاءِ ڪو رؤنشو هئاسون. اهو وڏو تنور، ڪنهن ديو جي پوائتي مٿي جهڙو هو، جيڪو پنهنجي وڏي وات مان باهه جا اُلا پيو ڪڍندو هو. يا اسان جي اڳيان جهنم جي رڪ ڪندڙ باه جهڙا گرم ساه پيو ڪڍندوهو. هوڄڻ ته اسان جي اٽپوري ڪم ڪي، پنهنجي پيشانيءَ جي ٻن ڪارن ۽ اونداهن سوراخن منجهان پيو

ڇُڪاسيندو هو. اهي ٻه اونهان سوراخ اکين جهڙا هئا- اهڙيون اکيون، جيڪي ڪنهن ديو جي اکين وانگر همدرديءَ ۽ رحمدليءَ جو احساس کان عاري هجن.

سَهپ کان ٻاهر ڏُوڙ، مٽيءَ ۽ پاڻيءَ جي ساڙيندڙ ٻاڦ جي وچ ۾ اسين هر روز ٻهگريل هٿن سان ميدو ڳوهي، بسڪوٽ تيار ڪندا هئاسون. انهيءَ ڪم سان اسان کي ڏاڍي نفرت هئي، جنهن ڪري اسين پنهنجي هٿن سان تيار ڪيل بسڪوٽن جي پيٽ ۾، واري مليل اَٽي جي ڪاري مانيءَ کي، وڌيڪ پسند ڪندا هئاسون.

هر روز ڪم ڪرڻ ڪري اسان جا عضوا مشينن وانگر خودبخود ڪم ڪرڻ جا عادي ٿي ويا هئا. ڪنهن ڪنهن وقت ته انهن جي چرپر جو به احساس نه رهندو هو.ڪم ڪرڻ وقت اسين هڪ ٻئي سان اصل نه ڳالهائيندا هئاسون، ڇاڪاڻ ته ڳالهاڻ لاءِ اسان وٽ ڪو موضوع ئي ڪونه هوندو هو.تنهن ڪري اسان جو سمورو وقت ائين ئي چپ چاپ ۾ گذري ويندو هو- سواءِ ان وقت، جڏهن اسان جي ساٿين ۾ ڪو جهيڙو نه ٿي پوي. پر جهيڙي فساد جو ته ڪڏهن موقعوئي نه ملندو هو. جڏهن ماڻهو اَڌ-مئو هجي يا رات ڏينهن جي لڳاتار محنت سبب هن جا احساس ڪنهن اوزار وانگر مُڏا ۽ ڪنهن بت وانگر مئل هجن، ته پوءِ اهڙيءَ صورت ۾ ڀلا اهو موقعو ڪيئن ٿي مليو؟ اهي ماڻهو، جيڪي سڀ ڪجهه چئي چڪا هجن ۽ جن وٽ چوڻ لاءِ ڪجهه به نه رهيو هجي، انهن لاءِ خاموشي جڻ ته عذاب هوندي آهي. پر اهڙن ماڻهن لاءِ جيڪي اڃا تائين پنهنجي آواز کان اڻڄاڻ هجن، تن لاءِ خاموشي تڪليف ڏيڻ جي بدران راحت ڏيندڙ هوندي آهي. انهيءَ خاموشيءَ ۾، ڪڏهن ڪڏهن اسان  جو راڳ تَرنلو پيدا ڪندا هو. ڪنهن ڪنهن وقت اسان مان ڪو ساٿي ڪنهن ٿڪل گهوڙي جي هٽڪار وانگر ڪو اهڙو راڳ جهونگارڻ شروع ڪندو هو، جيڪو گهٽو ڪري اهڙن موقعن تي روح تي پيل بوجهه کي هلڪي ڪرڻ ۾  ڏيندو هو. پهرين پهرين ته انهيءَ اداس راڳ ۾، ڪو به شريڪ نه ٿيندو هو ۽ اهو راڳ اسان جي قيد جهڙي ڪوٺڙيءَ واري موم -بتيءَ جي ننڍڙي اُلي وانگر پيو ڏڪندو هو، پر ٿوريءَ دير کان پوءِ اسان مان ڪو هڪ ڳائڻ ۾ شامل ٿي ويندو هو. پوءِ ته ٻه ڏکويل ۽ اُداس آواز اسان جي قبر جهڙيءَ ڪوٺڙيءَ جي ٻوساتيل فضا ۾، ترندا معلوم ٿيندا هئا. اهڙيءَ طرح ڏسندي ئي ڏسندي، اسين سيئي راڳ ڳائڻ ۾، شامل ٿي ويندا هئاسون، ان بعد ائين لڳندو هو، جڻ ته ڪيترائي آواز گڏجي سمنڊ جي سست موجن وانگر انهيءَ پٿريلي قيد جي ڪارانيل ديوارن سان پاڻ ٽڪرائي، پڙاڏو ڪرڻ لڳندا هئا.

اهڙيءَ طرح، اسين سيئي راڳ ۾ پاڻ وڃائي ويهندا هئاسون. اسان جي راڳ جا اوچا سُرَ انهيءَ ننڍڙيءَ کوٺڙيءَ ۾، نه سمائجي سگهندا هئا. اهي پٿر جي ڪارين ڀتن سان ٽڪرائجي آهون ۽ دانهون ڪندا هئا ۽ فرياد ڪندا هئا، اُهي بي حس ۽ اڻڄاڻ دلين ۾ هڪ طوفان، هڪ منو منو درد پيدا ڪندا هئا. جيڪو ڇتل ڦتن ڪي وري ڪولي ڇڏيندو هو ۽ دلين ۾ هڪ نئين غم ۽ عجيب ڏک کي جاڳائي ڇڏيندو هو. ٿيندو هيئن هو جو گهڻو ڪري ڪو ڳائڻو ٿڌو ساهه کڻي چپ ٿي ويندو هو ۽ اکيون بند ڪري پنهنجي ساٿين جي آوازن کي ڌيان ۽ غور سان ٻڌندو رهندو هو. پر ٿوريءَ دير کان پوءِ وري هنن سان شامل ٿي ويندو هو. هن جي نظرن ۾ راڳ جي وڏنڙ لهر جڻ ته هڪ ڏورانهون رستو هوندي هئي.- تمام ڏورانهون- ڪشادو رستو، سج جي تيز روشنيءَ ۾ چمڪندڙ رستو جنهن تي هو پنهجو پاڻ کي هلندو محسوس ڪندو هو.

انهيءَ وچ ۾ تنور مان باهه جي اُلن جون ڳاڙهيون ڄڀيون نڪرنديون رهنديون هيون. نانوائيءَ جي لوهي سيخ تنور جي زرد سِرن تي ڪڙ ڪڙ ڪندي رهندي هئي. ٽهڪندڙ پاڻيءَ جو آواز برابر ٻڌبو رهبو هو ۽ اُلن جا پاڇولا ڀتين تي ناچ ڪندا ڪلندا رهندا هئا. اسين ڪنهن ٻاهرئين شخص جي لفظن ۾، انهن انسانن جا ڏک درد بيان ڪندا رهندا هئاسون، جن کان سج جي روشني ڦُري ورتي ويئي هئي ۽ جيڪي غلام هئا، ٻانها هئا.

اِها هئي اسان جي زندگي- چويهن غلامن جي زندگي. انهيءَ قيد ۾ زندگيءَ جا ڏينهن اهڙي عذاب ۾ گذرندا هئا، جو ائين لڳندو هو ته انهيءَ پٿريليءَ جاءِ جون ٽيئي ماڙيون اسانجن ئي ڪلهن تي تعمير ڪيون ويون هيون.

ڳائڻ کان سواءِ، اسان جو هڪ ٻيو شغل به هوندو هو، جنهن جي اسين اهڙيءَ ئي قدرداني ڪندا هئاسون، جهڙي سج جي گرم گرم ۽ دلڪش شعاعن جي. انهيءَ جاءِ جي ٻيءَ ماڙ تي زريءَ جو هڪ ڪارخانو هو، جنهن ۾ ڪيترين ئي ڇوڪرين نوڪري ڪنديون هيون. انهن ڇوڪرين ۾ سورهن ورهين جي هڪ ڪنواري حسين تانيا به هئي، جيڪا هر روز اسان جي سامهون واريءَ ڀت جي ننڍڙيءَ دريءَ تي ايندي هئي ۽ پنهنجو گلاب جي گل جهڙو منهن دريءَ سان لائي سريلي آواز ۾ دانهن ڪندي هئي: "مظلوم قيديو! مون کي ٿورا بسڪوٽ ته ڏجو." انهيءَ اواز جي ٻڌڻ شرط اسين سيئي ڊوڙندا دريءَ ڏانهن ويندا هئاسون ۽ انهيءَ معصوم ۽ حسين ڇهري ڏانهن ڏاڍيءَ حسرت ۽ سِڪ وچان ڏسندا

هئاسون. هوءَ ڄڻ تہ اسان لاءِ خوشين جا خزانا کڻي ايندي هئي. دريءَ جي شيشي سان لڳل هن جي سنهڙي نڪ ۽ مرڪندڙ ڳاڙهن چپن جي وچ ۾، ڪير جهڙن ڏندن کي ڏسي، اسان جي دلين کي فرحت ۽ روح کي راحت ملندي هئي. هن کي دريءَ وٽ ڏسندي ئي اسين دروازي ڏانهن هڪ ٻئي کي ڌڪا ڏيندا، پڄندا وڃي دروازو کوليندا هئاسون ۽ هوءَ مرڪندي اندر هلي ايندي هئي. هميشہ وانگر اهڙيءَ طرح جو،هن جو وٽندڙ مٿو هڪ طرف جهڪيل هوندو هو ۽ پورن وارن جون حسين ۽ دلڪش چَڳون، سندن نازڪ ڪلهن تي پيون جهولنديون هيون.

اسين غلط، بدصورت، بيڊولن ۽ حسرت ماريل پينو فقيرن وانگر بيٺا هن جي منهن ۾ گهوريندا هئاسون ۽ هوءَ دروازي وٽ بيٺي مرڪندي رهندي هئي. اسين سڀيئي هن جي خدمت ۾ جهڪي سلام ڪندا هئاسون ۽ ڳالهائڻ وقت خاص لفظ استعمال ڪندا هئاسون، اهڙا لفظ، جيڪي اسان جي زبان مان فقط هن لاءِ ئي نڪرندا هئا. هن سان ڳالهائڻ وقت اسان جو اواز معمول خلاف نرم ۽ نازڪ هوندو هو ۽ اسان جا گندا چرچا ۽ اجايون ڳالهيون بلڪل گرم تي ويندڙيون هيون- شايد هن جي ادب ۽ لحاظ وچان.

نانوائي جهٽ پٽ ڳاڙها ۽ پڙڪٽا بسڪوٽ کڻي هن جي جهوليءَ ۾ وجهندو هو. "ڏس هميشہ خيال ڪجانءِ تہ ڪٿي مالڪ جي جار ۾ نہ ڦاسي پوين." اسين هن کي سدائين انهيءَ خطري کان آگاهہ ڪندا هئاسون. انهيءَ تي هوءَ هڪ دل ڇڪيندڙ ٺهڪ ڏيندي جواب ۾ چوندي ئي، "خدا حافظ، منهنجا ننڍڙا قيديوا" ۽ ائين چوندي هوءَ اسان جي نظرن کان غائب ٿي ويندي هئي. هن جي وڃڻ کان پوءِ، اسين ڪيتري وقت تائين رڳو هن بابت ئي ڳالهيون ڪندا هئاسون. اسان سڀني جا خيال انهيءَ سلسلي ۾ هڪ جهڙا هئا، ڇاڪاڻ تہ هوءَ، اسين توڙي اسان جا اوسي پاسي واريون شيون سدائين ساڳيون هونديون هيون. انسان جو ماحول جيڪڏهن سدائين هڪجهڙو هجي تہ ان لاءِ زندگي عذاب ٿي پوندي. هو جيترو بہ وقت انهيءَ ماحول ۾ رهندو، انهيءَ جي چپ چاپ ۽ هڪجهڙائي هن جي سَهپ کان ٻاهر ٿي ويندي. اسين ڪنهن وقت عورتن بابت اهڙن لفظن ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪندا هئاسون، جو ڪڏهن بہ اهي لفظ ڏاڍا خراب لڳندا هئا- انهيءَ مان اهو نتيجو نہ ڪڍڻ گهرجي تہ عورتن بابت اسان جا خيال مرڳو ڪريل هئا، پر اسين جن زالن بابت اهڙيون ڳالهيون ڪندا هئاسون، انهن کي عورتون چوڻ ئي اجايو آهي. انهيءَ جي برخلاف تانيا جي شان ۽ اسان جي منهن مان ڪڏهن بہ اهڙو گُٿو لفظ نہ نڪتو. انهيءَ جو سبب شايد

اهو به ٿي سگهي ٿو ته هوءَ اسان وٽ تمام ٿورو وقت ترسندي هئي. هوءَ ته آسمان ۾ ڪِرڻيل تاري وانگر روشني ڏيکاري، اسان جي نظرن کان غائب ٿي ويندي هئي. يا وري انهيءَ جو سبب هن جي سونهن به ٿي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ ته هر سهڻي ۽ سٺي شيءِ انسان جي دل ۾ پنهنجي لاءِ عزت ۽ مانُ پيدا ڪندي آهي. پوءِ ڪٽي اهو انسان ڪيترو ئي ڪريل ۽ اڻ- گهڙيل ڇو نه هجي. انهيءَ کان سواءِ، هڪڙو ٻيو سبب هيءُ به هو ته جيتوڻيڪ جيل جهڙي مشقت ۽ محنت اسان کي ٻنهه وحشي بنائي ڇڏيو هو، پر انهيءَ هوندي به اسين انسانَ هئاسون. ٻين انسانن وانگر اسين به ڪنهن جي عبادت ڪرڻ کان سوا، نٿي رهي سگهياسون. اسان لاءِ هن کان وڌيڪ دنيا ۾ ٻي ڪا به اهڙي شيءِ نه هئي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ عمارت ۾ ٻيا به ڪيترائي ماڻهو رهندا هئا، پر رڳو هڪ تانيا ئي هئي، جيڪا اسان جو خيال رکندي هئي.- شايد اهو ئي سڀني کان وڏو سبب آهي.

هر روز هن جي لاءِ بسڪوٽ تيار ڪري رکڻ، ڄڻ ته اسان جو فرض هوندو هو- اهو هڪ قسم جو نذرانو هوندو هو، جيڪو اسين پنهنجي ديوتا جي قربانگاهه تي پيش ڪندا هئاسون. اها رسم آهستي هڪ مقدس فرض ٿي ويئي، ۽ انهيءَ سان گڏو گڏ اسان جو ۽ هن جو تعلق به مضبوط ۽ پختو ٿيندو ويو. بسڪوٽن جي نذراني کان سواءِ اسين تانيا کي نصيحتون به ڪندا هئاسون. مثلاً سياري ۾ گرم ڪپڙا پائيندي ڪر ۽ ڏاڪڻ تان خيال سان لهندي ڪر. هوءَ اسان جون اهي نصيحتون ٻڌي مُرڪي ڏيندي هئي ۽ انهن تي ڪڏهن به عمل نه ڪندي هئي. سندس اها روش اسان کي ڪڏهن به خراب نه لڳي، ڇاڪاڻ ته نصيحتن ڪرڻ جو مقصد صرف اهو هو ته هو انهيءَ ڳالهه کان باخبر رهي ته اسين هن جي حفاظت ڪري رهيا هئاسون.

هوءَ ڪنهن ڪنهن وقت اسان کي ڪو ڪم ڪرڻ لاءِ چوندي هئي. جيڪو نه رڳو اسين خوشيءَ سان پاڻ لاءِ، هڪ وڏو فخر سمجهي ڪندا هئاسون. پر هڪ ڀيري جڏهن اسان جي هڪ دوست هن کي پنهنجي قميص ۾ ڇَتي هڻي ڏيڻ لاءِ چيو، ته هُن مهن ۾ گُهنڊ وجهي جواب ڏنو. "ڇا اهو ئي بيڪار ڪم منهنجي ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهي! آءٌ واندي نه آهيان. مون کي ٻيا گهڻا ئي ڪم ڪرڻا آهن." اسين پنهنجي بيوقوف دوست جي انهيءَ حرڪت تي ڏاڍا ڪلياسون ۽ پوءِ هُن کي ڪنهن به ڪم ڪرڻ لاءِ نه چيوسون- اسان کي ته هن سان محبت هئي، ۽ جڏهن محبت جو لفظ استعمال ڪيو وڃي، تڏهن سمورا حساس ۽ اُمنگَ انهيءَ هڪڙي لفظ ۾ لڪل هوندا آهن.

ازل کان ئي انسان جي اِها آرزو رهي آهي، ته هو ڪنهن نه ڪنهن سان محبت ڪري، پوءِ ڪٿي انهيءَ جو محبوب، هن جي محبت جي بار هيٺ اچي، پيسجي ذرا ذرا چو نه ٿي وڃي. جيڪڏهن اسين ٿانيا سان محبت ڪندا هئاسون ته اها مجبوريءَ جي حالت هئي. ڇاڪاڻ ته اسان وٽ ٻي ڪا به اهڙي شيءِ نه هئي جنهن سان پنهنجي دل وندرائي سگهون. ڪڏهن ڪڏهن ته اسان مان ڪنهن کي اهو خيال ٿيندو ته اسين انهيءَ ڇوڪريءَ جي پٺيان ڇو اچي چريا ٿيا آهيون؟ انهيءَ ڇوڪريءَ جي محبت مان آخر اسان کي ڇا حاصل ٿيندو؟ ٿانيا جي شان ۾ جيڪو به دوست اهڙا گُٿا لفظ پنهنجي زبان تي آڻيندو هو. تنهن جي ڏاڍي خراب حالت ڪئي ويندي هئي. اسان جي خواهش هئي ته اسين ڪنهن سان محبت ڪريون ۽ هاڻي جيئن ته اُها شيءِ، جنهن کي اسين ڳوليندا هئاسون، اسان کي ملي ويئي هئي، تنهن ڪري اسين ان سان بيحد پيار ڪرڻ لڳا هئاسون. اُها شيءِ جنهن کي اسين ڇويهه شخص محبت ۽ پيار جي نظرن سان ڏسندا هئاسون ضروري هو ته ٻيا به انهيءَ جي عزت ۽ مانُ ڪن. ڇا لاءِ ته هوءَ جڻ ته اسان جي پاڪ عبادت جو مرڪز هئي، ۽ جيڪڏهن ڪو به شخص اسان جي مرضيءَ خلاف هلي ها ته اسين ان کي پنهنجو دشمن ڪري سمجهون ها. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته ماڻهو گهڻو ڪري اهڙيءَ شيءِ سان محبت ڪندا آهن، جيڪا حقيقت ۾ محبت ڪرڻ جي قابل نه هوندي آهي. پر هتي اسين ڇويهه شخص هڪ ئي ٻيڙي ۾ سوار هئاسون. تنهن ڪري اسان جي اها ئي خواهش هوندي هئي ته جنهن شيءِ سان اسان پيار ڪريون ٿا، انهيءَ کي ٻيا ماڻهو به پاڪ سمجهن.

بسڪوٽن جي دڪان کان سواءِ، اسان جو آقا ڪِيڪن ناهڻ واري ڪارخاني جو پڻ مالڪ هو. اهو ڪارخانو به انهيءَ جاءِ ۾ هو ۽ اسان جي قبرجهڙي ڪوٺڙيءَ ۽ انهيءَ جي وچ ۾، فقط هڪ ديوار هئي. انهيءَ ڪارخاني جا ملازم پنهنجي ڪم کي اسان جي ڪم کان وڌيڪ سنو ۽ مانائتو سمجهندا هئا ۽ اسان کي نفرت جي نظرن سان ڏسندا هئا. هو اسان سان ورلي ملندا هئا ۽ جڏهن جاءِ جي اڱڻ مان لنگهندي ڪو اهڙو اتفاق ٿيندو هو، ته هو اسان کي ڏسي هروڀرو به ٺهڪ ڏيندا هئا. هنن جي ڪارخاني ۾ اسان کي وڃڻ جي به اجازت نه هوندي هئي، انهيءَ لاءِ ته اسان جي مالڪ کي شڪ پوندو هو ته متان اسين اُتان مکڻ جا ٿهيل ڪيڪ نه چورايون. انهيءَ ڪري اسان کي به هنن سان نفرت هوندي هئي، ريس هوندي هئي. اسان جي ڀيٽ ۾، هن جو ڪم به گهٽ هوندو هو ۽ وري پگهار به گهڻو ڪٽندا هئا. ڪاڏي پيتي لاءِ هنن کي اسان کان وڌيڪ سٺيون شيون ملنديون هيون. هو جتي ڪم ڪندا هئا، اها جاءِ وڌيڪ

ستي، صاف ۽ روشن هوندي هئي ۽ اسان جي مقابلي ۾ هو وڌيڪ تندرست ۽ توانا هوندا هئا. اسين ته ڏٻرا ۽ ڪمزور هئاسون ۽ اسان مان ٿي ڄڻا ته سدائين بيمار هوندا هئا ۽ باقي سله جهڙي موذي مرض ۾ مبتلا هئا. هڪڙو ساٿي ته ويچارو ذري گهٽ اپاهج ٿي پيو هو.

موڪل واري ڏينهن تي، هو سهڻا ڪپڙا ۽ پالش ڪيل بوٽ پائي باغ ۾ گهمڻ ڦرڻ ويندا هئا. اسين به اهڙن موقعن تي ليڙون ليڙون ٿيل ڪپڙا ۽ ڦاٽل بوٽ پائي باغ ۾ ويندا هئاسون، پر پوليس وارا اسان کي اندر وڃڻ نه ڏيندا هئا. اهڙين حالتن هوندي به ڀلا اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته اسين انهن ڪيڪَ ٺاهيندڙن کي محبت جي نظرن سان ڏسون؟

هڪڙي ڀيري اسان افواهه ٻڌو ته انهيءَ ڪارخاني جو وڏو جمعدار، شراب پيئڻ ڪري نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو آهي ۽ هن جي جاءِ تي هڪ اهڙي شخص کي مقرر ڪيو ويو آهي، جيڪو ڪنهن زماني ۾ فوج ۾ سپاهي هو. انهيءَ سپاهيءَ بابت مشهور هوندو هو ته هو ڳوڙهي رنگ جو واسڪوٽ، جنهن ۾ هڪ وڏي زنجيري پيئي لڙڪندي هئي، پائي پيو اڱڻ ۾ گهمندو هو. اسين انهيءَ نئين جمعدار کي ڏسڻ لاءِ ڏاڍا آتا هئاسون ۽ هن سان ملاقات جي اميد ۾، هرهڪ شخص اڱڻ ۾ ڪيترائي چڪر هڻندو هو، پر سڀ بيڪار. هڪڙي ڏينهن هو پاڻ اسان جي ڪارخاني ۾ هليو آيو. هُن بوٽ جي ٺُڏي سان دروازو کوليو ۽ اندر اچي اتي ئي بيهي رهيو ۽ مرڪندي چوڻ لڳو، ”خدا اوهان جي مدد ڪندو، منهنجا ڇوڪرؤ! آءٌ اوهان کي سلام ڪريان ٿو.“

تنور جو دونهون ڪارن ڪڪرن وانگر گول چڪرن ۾ دروازي کان ٻاهر پئي ويو، جتي سپاهي ڏاڍي رعب ۾، اسان ڏانهن ڏسي رهيو هو. هن پنهنجن مُڇن کي ڏاڍي صفائيءَ سان وَٽي اُپو ڪيو هو. جنهن جي هيٺان هن جا هئڊا ڏند ڏسڻ ۾ پئي آيا. هن اڄ نيري رنگ جي ڀرت ڀريل صدري پاتي هئي. جنهن جا سونهري بٽڻ چمڪي رهيا هئا. سوني زنجيري جنهن بابت اسان ٻڌو هو ته برابر پنهنجيءَ جاءِ تي موجود هئي.

اهو سپاهي جانٺو، قداور ۽ سهڻو هو. هن جي وڏين ۽ چمڪندڙ اکين مان صحت پئي ليئا پاتا. هن جي مٿي تي هڪ ڪلف لڳل ٽوپي پئي هئي ۽ هن جي پتلون جي پانچن هيٺان تازو پالش ڪيل بوٽ پئي چمڪيو.

Gul Hayat Institute

اسان جي نواڻائيءَ، دروازي بند ڪرڻ لاءِ، هن کي عرض ڪيو. هن دروازو بند ڪيو ۽ پوءِ اسان کان طرح طرح جا سوال پڇڻ لڳو. سندس سوالن جا جواب ڏيندي اسان هن کي ٻڌايو ته اسان جو مالڪ رت-چوسيندڙ مُنگهڻ، غلامن جو واپاري، انساني جنس جو تاجر ۽ ايذاءُ رسائيندڙ شخص آهي. انهيءَ کان سواءِ اسان انهن ڳالهين جو به ذڪر ڪيو، جيڪي هن بابت اسان جي دلين ۾ هيون، پر انهن کي قلمبند ڪرڻ ممڪن ڪونهي.

پنهنجن سوالن جا جواب سپاهي وڏي غور سان ٻڌندو رهيو، پر اوچتو هن کان ڇڻ ته ڇرڪ نڪري ويو ۽ چوڻ لڳو، "اوهان وٽ ڇوڪريون ته گهٽيون ئي هونديون؟" انهيءَ تي اسان مان ڪيترن دوستن کِلي ڏنو ۽ ڪن جا ته وري مُنهن لهي ويا. نيٺ اسان مان هڪ دوست انهيءَ سپاهيءَ کي ٻڌايو ته اسان جي آسپاس ڇڪريون ته گهٽيون ئي آهن- درجن کن جيتريون. اهو جواب ٻڌي، سپاهي زور زور سان اکيون پورڻ ۽ پٽڻ لڳو، ته "پوءِ هنن سان ڪا هٽ- چرندا به ٿيندي هوندي؟" اسان وري به کلي ڏنو. اسان مان ڪيترن جي اها ئي مرضي هئي ته سپاهيءَ کي اها به ڄاڻ هجڻ گهرجي ته اهي ڇوڪريون، جن بابت هو اهڙي قسم جي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ گهرجي ٿو، اهي به هن وانگرئي تيز ۽ چلولِيون آهن. پر اسان مان ڪنهن کي به اهڙي ڳالهه ڪرڻ جي همت نه هئي. البت هڪ دوست ماٺ ميٺ ۾، اها ڳالهه به چئي ڏني: "اسين جنهن حالت ۾ آهيون، انهيءَ ۾ ڀلا اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟"

"سچ آهي! اهڙيءَ هالت ۾ اوهان لاءِ اهو بلڪل ناممڪن آهي. ڏنو وڃي ته اوهان کي اهڙيءَ حالت ۾ هجڻ نه گهرجي. پر انهيءَ ۾ اوهان جو ڪوبه ڏوهه ڪونهي. اوهان جي ته قسمت ئي ڦٽل آهي- منهنجو مطلب سمجهو ٿا نه؟ ۽ عورتون، جن جي اوهان کي خبر آهي ته اهي اهڙن مردن کي پسند ڪنديون آهن، جيڪي ٺاهوڪا، جوان ۽ حسين هوندا آهن. انهيءَ کان سواءِ، عورتون، مرد جي جسماني طاقت ۽ قوت تي به جان ڏينديون آهن." هن ساڳئي وقت پنهنجي قميص جو ڪَف کوليو ۽ پنهنجو ڏونئرو ڏيکاريندي پڇيو، "هن بازوءَ بابت وهان جو ڇا خيال آهي؟" هن جو بازو مضبوط ۽ اڇو هو، جنهن تي سونهري وار پئي چمڪيا.وري هن چيو، "ٺنگون ۽ ڇاتي به اهڙي ئي مضبوط آهي- گوشت سان ڀريل. پر طاقت کان سواءِ، مرد لاءِ اهو به ضروري آهي ته هو عمدا ۽ سٺا ڪپڙا به پائيندو هجي. مون کي ڏسو، سيئي عورتون مون سان پيار ڪن ٿيون، جيتوڻيڪ مون هنن کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪڏهن به ڪوشش نه ڪئي آهي- اهڙيون ته ڪيتريون ئي عورتون آهن." ائين چوندي هو هڪ ٽوڪريءَ تي ويهي رهيو ۽

اسان کي ٻڌاڻ لڳو تہ عورتون سندس دام ۾، ڪيئن ڦاسنديون آهن ۽ انهن سان هو ڪهڙي قسم جو سلوڪ ڪندو آهي.

هن جي وڃڻ کان پوءِ، اسين ڪيتري وقت تائين ماٺ ۾ پئجي وياسون ۽ هن جي عشق جي افسانن بابت سوچيندا رهياسون. انهيءَ خاموشيءَ کان پوءِ، اسين هڪدم ڳالهين ۾ لڳي وياسون. جنهن ۾ سڀني اها ئي راءِ ڏني تہ اهو سپاهي هڪ مرد هو.

سپاهي سچ پچ نهٺو ۽ خوشمزاج هو. هن اسان سان اهڙين ڳالهين ڪيون هيون، جڻ تہ هو بہ اسان مان ئي هڪ هو. اسان وٽ اڄ ڏينهن تائين ڪو بہ اهڙو شخص ڪونہ آيو هو، جهن اسان سان اهڙي قسم جي کُلي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي هجي.

اسين ڪيتري وقت تائين هن جي انهن تازين ڪاميابين جو ذڪر ڪندا رهندا هئاسون. جيڪي هن کي ڪارخاني جي ڇوڪرين سان محبت ڪرڻ ۾ حاصل ٿينديون هيون- انهن ڇوڪرين جي محبت، جيڪي اسان کي ڏسي نفرت وچان مُنهن ڦيرائي ڇڏينديون هيون. جڻ تہ هنن کي اسان سان ڪو واسطو ئي ڪونہ هو ۽ جن کي اسين لالچي نظرن سان ڏسندا هئاسون. ڇاڪاڻ تہ اُهي ڪارخاني جي صحن ۾ قسمين قسمين سهڻا لباس پايو پيون گهمندوين هيون.

اوچتو نانوائيءَ ڏکويل آواز ۾ چيو. ”تانيا بابت اوهان جو ڪهڙو خيال اهي؟ ڪٿي هوءَ بہ نہ سپاهيءَ جي دام ۾ ڦاسي پوي؟“

انهن لفظن اسن سڀني تي ڏاڍو اثر ڪيو ۽ اسين سڀئي خاموش ٿي وياسون.

تانيا جو خيال اسان جي ذهن مان بلڪل نڪري ويو هو. سپاهيءَ جي جانٺي ۽ خوبصورت جسم ڪجهہ وقت لاءِ هن کي اسان جي اکين کان لڪائي ڇڏيو هو. ٿوريءَ دير کان پوءِ، بحث شروع ٿي ويو. اسان مان هڪڙن جو چوڻ هو تہ تانيا هڪ معمولي سپاهيءَ خاطر پنهنجي عصمت تان هٿ نہ کڻندي، پر ٻين چيو تہ هوءَ سپاهين جي چالاڪين جو ڪڏهن بہ مقابلو نہ ڪري سگهندي. انهيءَ تي اسان مان ڪن فيصلو ڪيو تہ جيڪڏهن سپاهيءَ هن سان هٿ- چراند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هن جو سَنڌ سَنڌ ڀڃي ڇڏبو. انهيءَ بحث جو آخري فيصلو هيءُ ٿيو تہ اسين سڀئي تانيا جي حفاظت ڪريون ۽ هن کي انهيءَ خطري کان اڳواٽ ئي آگاهہ ڪري ڇڏيون.

انهيءَ وچ ۾، هڪڙو مهينو گذري ويو. سپاهي معمول مطابق پنهنجي ڪمن ۾ ئي رُڌل رهيو. هو اسان جي ڪارخاني ۾ ڪيترائي گهمرا آيو، پر ڇوڪرين ڪي دام ۾ آڻڻ بابت وري ڪڏهن به ڪا ڳالهه ٻولهه ڪانه ٿي.

تانيا به هر روز صبح جو بسڪوٽن وٺڻ لاءِ ايندي هئي. دستور مطابق هن جي روش ۾ به ڪو فرق ڪونه آيو هو. اسان هن کي سپاهيءَ کان خبردار رهڻ لاءِ آگاهه ڪرڻ گهريو، پر هن جون ٽوڪون ۽ ڇٽرون ٻڌي اسان کي يقين ٿي ويو ته هوءَ سپاهيءَ جي آور ۾ اچڻ واري نه هئي.

اسين جڏهن هر روز سپاهيءَ سان ڪنهن نئينءَ ڇوڪريءَ کي گهمندي ڏسندا هئاسون، تڏهن اسان کي پنهنجي ننڍڙي ۽ ڪنواري تانيا تي فخر ٿيندو هو. تانيا جي انهيءَ عزت جهڙيءَ روش اسان جا حوصلا وڌائي ڇڏيا. هاڻي اسين، هن جي آبروءَ جا نگهبان، سپاهيءَ کي نفرت سان ڏسڻ لڳاسون ۽ تانيا جي عزت ۽ محبت اسان جي دلين ۾ ڏينهون ڏينهن وڌندي ويئي.

هڪڙي ڏينهن سپاهي شراب جي نشي ۾ ٻڌل، ڪِلندو اسان جي ڪمري ۾ آيو. اسان جڏهن هُن کان کلڻ جو سبب پڇيو ته هن جواب ڏنو، ”منهنجي ڪري ٻن ڇوڪرين ۾ جهيڙو ٿي پيو...هنن هڪ ٻئي کي ڏاڍو بُڇڙو ڪيو- ها ها ها! هو هڪ ٻئي کي وارن کان ڇڪينديون زمين تي ڪري پيون- ها ها ها! ۽ جهنگلي ٻلين واگر هڪ ٻئي جو منهن پٽڻ لڳيون- ۽ مون کي ته کلي کلي پيٽ ۾ سور پئجي ويو. مون کي ته عجب آهي ته عورتون کُليءَ ڇو نه ٿيون وڙهن. چنڊبن پٽڻ مان کهڙو فائدو؟ هو بئينچ تي ٿي وينو ۽ ڏاڍو تندرست ۽ صاف سترو پئي لڳو. اسين سڀيئي چپ هئاسون، ڇا لاءِ ته هن جو ڪمري ۾ اچڻ اسان کي سٺو نه لڳو هو.

”آءٌ انهيءَ پِروليءَ کي سلي نٿو سگهان. خدا ڄاڻي عورتون مون تي ڇو ٿيون ساهه ڇڏين- اک ڇنڀ ۾ ئي.“ ائين چوڻ وقت، سپاهي پنهنجي ٻانهن کي هوا ۾ اڇليندو رهيو ۽ اسان ڏانهن محبت سان ڏسندو رهيو. اسان جي نانوائيءَ ڪاوڙ وچان لوهي سيخ کي تنور ۾ تيزيءَ سان گهمائيندي چيو، ”ننڍڙن سلن کي پٽڻ ڪا جوانمردي ڪانهي. مزو تڏهن آهي، جڏهن ڪنهن مضبوط وڻ کي ڪيرائجي.“

سپاهيءَ پڇيو، ”تون مون کي ڪجهه چوڻ ٿو گهرين ڇا؟“

”هائو، آءٌ توکي ئي چوان ٿو.“

”انهيءَ مان تنهنجو مطلب؟“

”ڪجھ بہ ڪونهي- ڪجھ بہ ڪونهي!“

ترس، ترس! اُهو ڪهڙو مضبوط وڻ آهي، جنهن جو تو ذڪر تي ڪيو؟“

انهيءَ جو نانوائيءَ ڪو بہ جواب نہ ڏنو ۽ هو تنور مان پڪل بسڪوٽ ڪڍڻ ۾ مشغول رهيو. ائين ٿي لڳو ڄڻ تہ هو سپاهيءَ ۽ سندس ڳالھ ٻولھ کي وساري ويٺو هو. پر سپاهيءَ کي تہ ڄڻ لوچ پوچ ٿي آئي ۽ هو پنهنجيءَ جاءِ تان اُٿي تنور جي ويجهو آيو ۽ چوڻ لڳو، ٻڌاءِ تہ- تو ڪهڙيءَ عورت جي ڳالھ تي ڪئي؟ تو تہ منهنجي بيعزتي ڪئي آهي. ياد رک تہ ڪا بہ عورت مون تي غالب ٿي نٿي سگهي.“

انهيءَ ڳالھ ٻولھ مان ظاهر هو تہ نانوائيءَ جي انهيءَ جملي تي سپاهي ڏاڍو ناراض ٿيو هو. شايد ڪيس انهيءَ ڳالھ تي فخر هو تہ عورتن کي ڦاسائڻ جا گُر مون ڪان وڌيڪ ٻيو ڪو بہ نہ ڄاڻي. حقيقت ۾ انهيءَ خوبيءَ ڪان سواءِ انهيءَ شخص ۾ ، زندگيءَ سان تعلق رکندڙ ٻي ڪا بہ اهڙي صفت موجود نہ هئي. رڳو انهيءَ خوبيءَ جي ڪري هو پاڻ کي زندھ انسان سڏائڻ جو حقدار هو. دنيا ۾ کي اهڙا ماڻهو بہ رهن ٿا، جيڪي ڪنهن بيماريءَ کي، ڪٿي اها روحاني هجي يا جسماني، پنهنجي زندگيءَ جو هڪ قيمتي تحفو سمجهي، ساري ڄمار ان کي پاليندا رهندا آهن ۽ انهيءَ ۾ ئي پنهنجي زندگيءَ جو راز سمجهندا آهن. جيتوڻيڪ گهڻو ڪري اهڙي زندگي ڏاڍي تڪليف ڏيندڙ هوندي آهي. اُهي ماڻهو انهيءَ تڪليف واري زندگيءَ بابت ٻين کي دانهون ڏيندا وتندا آهن، رڳو انهيءَ لاءِ تہ پاڻ جهڙن ۽ پاڻ جيڏن جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪي سگهن ۽ اهي هن کي همدرديءَ جي نظرن سان ڏسي سگهن. جيڪڏهن اهڙن ماڻهن ڪان سندن بيقراري، تڪليف ۽ لوچ پوچ ڦُري وٺجي ۽ هنن جي مرض جو علاج ڪيو وڃي، تہ اهي اڳي وانگر خوش نہ رهي سگهندا، ڇا لاءِ تہ اهڙيءَ طرح هنن جي زندگيءَ جو آخري سهارو هنن ڪان ڦرجي ويندو- اُهي تہ خالي ٿانوَ مثل ٿي پوندا. انهيءَ ڪان سواءِ، ڪڏهن وري ائين بہ ٿيندو آهي جو ڪو ماڻهو غريبيءَ ۽ مفلسيءَ ۾ وڃڻ ڪري ڪنهن عيبدار شيءِ سان بہ محبت ڪندي ويرم نہ ڪندو آهي ۽ انهيءَ جي سهاري ئي زندھ رهڻ گهرندو آهي. مطلب هيءُ تہ ڪيترائي ماڻهو رڳو دماغي بيماريءَ جي ڪري گناھ ڪرڻ تي تيار ٿيندا آهن.

سپاهي ڏاڍو ڪاوڙجي پيو ۽ نانوائي تي اُلر ڪندي چوڻ لڳو، ”آءٌ جو توکان هر هر پڇان پيو تہ ڳالھ ڪر- آخر اها ڪهڙي ڇوڪري آهي، جنهن جو تو ذڪر تي ڪيو؟“

نانوائيءَ، سپاهيءَ ڏانهن اوچتو مُڙندي جواب ڏنو، ”تہ پوءِ ڇوان!“



Gul Hayat Institute

”ها، ها! چئي ڏي. “

”ڇا تون تانيا کي سڃاڻين ٿو؟ “

”ڇو؟ “

”اُها ئي ته ڇوڪري آهي. همت هجئي ته هُن کي آور ۾ آڻ. “

”ڇا اهو تون مون کي ٿو چوين؟ “

ها، ها، توکي ئي ٿو چوان. “

”اها ته هڪ معمولي ڳالهه آهي. “

”اسان کي به ته خبر پوي! “

”نه پوءِ اوهان به ڏسندؤ-ها ها ها! “

اڙي! هوءَ ته توڏانهن اک کڻي به نه نهاريندي. “

”رڳو هڪ مهيني جي مهلت گهرجي. “

”ٺهيو، ٺهيو، هاڻي ٻتاڪ نه هڻ ميان! “

”چڱو ته پوءِ چوڏهن ڏينهن. انهيءَ کان پوءِ اوهين پاڻ ڏسجو. ڇا نالو آهي هن جو؟ هائو، تانيا. “

”چڱو هاڻي جان ڇڏ. ڪم ۾ اجائي سيڙپ پئي ٿئي. “

”بس، رڳو چوڏهن ڏينهن، انهيءَ کان پوءِ هوءَ منهنجي قبضي ۾ هوندي ۽ اوهين پنهنجيءَ قسمت کي پٽيندا رهندؤ. “

”آءٌ چوان ٿو هتان هتي وڃ. “ اهو چوندي، نانوائي ڪاوڙ ۾ ٽپي سرخ ٿي ويو. سپاهيءَ کي عجب لڳو ۽ ماٽ ميٽ ۾ ائين چوندو ٻاهر هليو ويو ته ”چڱو، آءٌ وڃان ٿو. “

انهيءَ جهيڙي هلندي، اسين سيئي ماٺ ڪيو ويٺا هئاسون. ڇاڪاڻ ته اسان هنن جي انهيءَ ڳالهه ٻولهه کي ڏاڍي ڌيان سان پئي ٻڌو. پرجيئن ئي سپاهي ٻاهر ويو، اسان ۾ هڪڙو هل هنگامو پئجي ويو. اسان مان هڪ رَڙ ڪندي نانوائيءَ کي چيو: ”توکي ڪهڙي ڪُتيءَ ڪنيو جو..... “

نانوانيءَ سختيءَ سان وراڻيو، ”پنهنجو ڪم ڪر، بڪواس نه ڪر. “

اسان کي حقيقت ۾ انهيءَ ڳالهه جي ڳڻتيءَ اچي ورايو ته سپاهي پنهنجي واعدي پاڙڻ جي ضرور ڪوشس ڪندو، تنهن ڪري تانيا جي آبرو يقيناً= خطري ۾ آهي.



Gul Hayat Institute

تنهن هوندي بہ اسين انهيءَ بحث جي نتيجي ڏسڻ لاءِ ڏاڍا بيقرار هئاسون. انهيءَ بحث جو نتيجو، جيڪو ڪنهن بہ حالت ۾ سٺو نہ ٿيڻو هو. ”ڇا تانيا، سپاهيءَ جي مقابلي ڪرڻ جي سگهہ ساري سگهندي؟“ انهيءَ سوالن تي اسان سيني ڪان رَڙ نڪري ويئي، ڇن تہ اسان کي هن تي پورو پورو ڀروسو هو. ”ننڍڙي تانيا ضرور ثابت قدم رهندي.“

پنهنجي ننڍڙي ديوتا جي ثابت قدمي ۽ استقلال جي امتحان لهڻ لاءِ، اسين گهڻي وقت کان خواهشمند هئاسون. پر هاڻي اسين پاڻ ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئاسون، تہ تانيا انهيءَ امتحان ۾ ضرور ڪامياب ٿيندي.

انهيءَ ڏينهن کان اسان جي زندگيءَ ۾، عجيب ڦيرو اچي ويو هو، اهڙو ڦيرو، جنهن جي اڳي اسان کي ڪا بہ ڄاڻ نہ هئي. اسين پاڻ ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ بحث ڪندا هئاسون، ڄڻ تہ اسين وڏيڪ عقلمند ۽ سياڻا ٿي ويا هئاسون. ۽ اسان جي گفتگو وزندار ٿي ويئي هئي. اسان کي ساڳئي وقت اهو بہ احساس پئي ٿيو، تہ اسان شيطان سان شرط رکيو هو ۽ اسان جي طرفان تانيا انهيءَ شرط جو داءُ هئي.

هڪڙي ڏينهن ڪيڪَ ٺاهيندڙ نانوائيءَ اسان کي خبر پهچائي تہ سپاهي، تانيا جي پٺيان پئجي ويو آهي. اهو ٻڌي اسان کي ڏاڍي تڪليف پهتي ۽ اسين انهيءَ رنج کي مٽائڻ لاءِ، پنهنجي ڪم ۾ ايترو تہ غرق ٿي وياسون، جو اسان جي مالڪ اسان جي بيقراريءَ ۽ بيچينيءَ جو فائدو وٺندي، مئيدي جو وزن ۾ ٽيهن سيرن جو اضافو ڪري ڇڏيو. بيقراريءَ جي انهن ڏينهن ” اسان جي زبان تي هر وقت تانيا جو نالو هوندو هو ۽ صبح جو هر روز اسين ڏاڍيءَ بيچينيءَ سان هُن جو انتظار ڪندا هئاسون. جيتوڻيڪ هوءَ اسان وٽ هر روز ايندي هئي، پر اسان ڪڏهن بہ هن سان سپاهيءَ واري تڪرار جو ذڪر نہ ڪيو ۽ نہ وري هن کان ڪنهن قسم جي پڇا ڳاڇا ڪئي سون. انهيءَ جي برخلاف، اسين دستور مطابق هن سان عزت ۽ پيار سان پيش ايندا رهياسون. پر هاڻي انهيءَ روش ۾ ڪنهن نئينءَ شيءِ جو شائبو پئي محسوس ٿيو. اهڙي شِيءِ جيڪا فولادي ڌارَ وانگر تيز ۽ ٿڌي هوندي آهي.

نانوائيءَ صبح جو ڪم شروع ڪندي ٻڌايو، ”دوستو! اڄ مدي جو وقت ختم ٿي رهيو آهي.“

جيتوڻيڪ انهيءَ ڳالهہ جو اسان کي اڳ ۾ ئي علم هو، پر نانوائيءَ جي واتان ٻڌي اسين نُنهن کان وٺي چوٽيءَ تائين ڏڪي وياسون.

نانوائيءَ پنهنجي ڳالهہ جاري رکندي چيو، ”هوءَ ڄاڻ تہ آئي، اوهين هن کي غور سان ڏسجو.“



Gul Hayat Institute

اسان مان هڪ دوست ڏکائتي آواز ۾ چيو, ”جڻ ته هن جون اکيون اسان کي سڀ ڪجهه ٻڌائينديون.“
انهيءَ تي بحث شروع ٿي ويو. اڄ اسان کي سڀ ڪجهه معلوم ٿي وڃڻو هو ۽ اُهو ٿانءُ جنهن ۾ اسان سيني پنهنجيون دليون رکيون هيون, ڪيترو صاف ۽ اُجرو آهي؟ هيترن ڏينهن ۾ اسان کي اڄ ئي خبر پئجي سگهي ته اسين هڪ وڏو داءُ هڻي ويٺا هئاسون, جنهن ۾ اسان جي ديوتا جي گم ٿي وڃڻ جو انديشو هو.
ٿورن ڏينهن کان اسان کي اهي ئي خبرون پئي پهتون, ته سپاهي پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ خاطر تانيا جي پٺيان پاڇي وانگر پئي هليو.
جيتوڻيڪ تانيا دستور مطابق هر روز اسان وٽ بسڪوتن وٺڻ لاءِ ايندي هئي, پر اسان ڪڏهن به هن کان سپاهيءَ بابت ڪا پڇا ڳاڇا نه ڪئي, اسين پاڻ انهيءَ ڳالهه تي سخت حيران هئاسون.
اڄ به اسان اهڙو ئي منڙو ۽ نرم نازڪ آواز ٻڌو, ”ننڍڙا قيديو! آءٌ اچي ويئي آهيان..“
اهو آواز ٻڌي اسين سڀيئي اڳتي وڌياسون ۽ جڏهن هوءَ اندر آئي, تڏهن معمول خلاف اسان ماٺ سان هن جو آڌر ڀاءُ ڪيو. اسان جون اکيون هُن ۾ ئي کُتيل هيون, پر اسان کي ڪجهه سمجهه ۾ ئي نه پئي آيو ته ڳالهه ڪيئن شروع ڪئي وڃي؟ اسين بلڪل هڪ خاموش ۽ ڏکائتي تصوير مثل هُن جي اڳيان بيٺا هئاسون.
انهيءَ معمول خلاف حيرت جهڙي آڌر ڀاءُ کي ڏسي, هوءَ اچرج ۾ پئجي ويئي. اوچتو هن جو رنگ هئڊو پئجي ويو. هوءَ بيقراريءَ ۽ بيچينيءَ سبب هلڪي آواز ۾ چوڻ لڳي, ”اڄ اوهان کي ڇا ٿي ويو آهي؟“
نانوائيءَ ڏاڍي ڏکائتي لهجي ۾ چيو, ”تون پنهنجي ڳالهه ڪر؟“
”پنهنجي ڳالهه ڪريان؟ ڇا مطلب؟“
”نه, نه, ڪجهه ڪونهي, ڪجهه ڪونهي.“
”ته پوءِ بسڪوت ڏيو- جلدي ڪريو.“ اڳي هن ڪڏهن به اهڙي ڦُڙتي نه ڏيکاري هئي.
نانوائيءَ, تانيا جي مُنهن ۾ گهوريندو رهيو ۽ چوڻ لڳو, ”توکي تڪڙ ڇاجي آهي؟“
انهيءَ سوال تي هوءَ هڪدم دروازي ڏانهن وڌي ۽ ٻاهر ڊوڙي ويئي.
نانوائيءَ لوهي سيخ پنهنجي هٿ ۾ کنئي ۽ تنور ڏانهن ويندي آهستي آهستي چوڻ لڳو, ”انهيءَ جو مطلب آهي ته هاڻي هوءَ هُن جي ٿي ويئي- اهو سپاهي...بدماش... حرامزادو!“

اهو ٻڌي اسين رڍن جي ڌڻ وانگر، پنهنجا ڪُلها لوڏيندا، تختي ڏانهن وڌياسون ۽ ماٺ ميٺ ۾ ڪم ڪرڻ لڳاسون.
اسان مان ڪنهن هڪ پاڻ کي تسلي ڏيندي چيو، ”پر ڇا اهو ممڪن به ٿي سگهي ٿو؟“
نانوائيءَ پريان ئي رڙ ڪندي چيو، ”بڪواس بند ڪرا هاڻي وڌيڪ ڳالهائڻ جي ضرورت نه آهي.“
اسان سيني کي ڄاڻ هئي ته نانوائي عقلمند هو، اسان کان گهڻو داناءُ، تنهن ڪري هن جي رَڙين مان اسين هن نتيجي تي پهتاسون ته هو سپاهيءَ جي فتحمنديءَ ۽ ڪاميابيءَ جو اقرار پيو ڪري. اهو خيال ڪندي اسين پاڻ کي اڳي کان به وڌيڪ بيقرار ۽ بيچين محسوس ڪرڻ لڳاسون.
ڏينهن جو ٻارهين بجي يعني ٻنپهرن جي مانيءَ ڪلاڪ وقت سپاهي آيو. هو معمول مطابق خوش هو ۽ اسان جي اکين ۾ اکيون پائي، چوڻ لڳو، ”عزيز دوستو! جيڪڏهن اڄ اوهان منهنجي ڪاميابيءَ جو نمونو ڏسڻ گهرو ٿا، ته صحن جي پرواري ڪمري ۾ وڃي درين مان جهاتي پائي ڏسو- سمجهي ويؤ؟“
سپاهيءَ جي چوڻ مطابق اسين صحن جي پرسان ڪمري ۾ هليا وياسون ۽ پنهنجون نگاهون درين جي سيرن ۽ سوراخن ۾ ڄمائي ڇڏيونسون.
اسان کي گهڻو وقت انتظار ڪونه ڪرڻُو پيو. ڇاڪاڻ ته صحن سان لڳ ڇِڪڙ ۽ برف سان پريل کڏن وٽان تانيا تيز تيز قدم کڻندي لنگهي، ٿورن ئي منٽن کان پوءِ سپاهيءَ به منهن ڪڍيو ۽ ڪوٽ جي وڏن کيسن ۾ هٿ وجهيو، مزي سان سيٽي وڄائيندي ساڳيءَ راهه کان تانيا جي پٺيان هن وانگر ئي اسان جي نظرن کان غائب ٿي ويو، ايتري ۾ مينهن وسڻ شروع ٿي ويو ۽ اسين کڏن ۾ ڪِرندڙ مينهن جي ڦڙن کي، جيڪي عجب جهڙو آواز پيدا ڪري رهيا هئا. غور سان ڏسڻ لڳاسون.
مينهوڳيءَ جي ڪري اڄوڪو ڏينهن ڏاڍو اُداس ۽ گهميل هو، گهرن جي ڇتين تي برف جا تَهه ڄمي ويا هئا ۽ زمين تي گپ گارو گڏ ٿي ويو هو. مينهن ڄڻ ته سڏسڪا ڀريندو زمين تي پئجي رهيو هو.
ههڙي سيءَ ۾، اهڙيءَ طرح بيهڻ جيتوڻيڪ ڏکيو پئي لڳو، پر اسين تانيا جي بيوفائيءَ تي سخت ناراض هئاسون. هن هڪ معمولي سپاهيءَ خاطر اسان سيني کي تُڏي ڇڏيو هو. اسين جلادن جهڙي هيبتناڪ خاموشيءَ سان هن جو انتظار ڪرڻ لڳاسون.
ٿوري وقت کان پوءِ تانيا واپس آئي. هن جون اکيون- هائو، هن جون اکيون ڪنهن اڻڄاڻ خوشيءَ وچان پئي چمڪيون، چپن تي مُرڪ هيس ۽ هوءَ اهڙيءَ طرح لڏندي لمندي پئي آئي، ڄڻ ته ننڊ ۾ آهي.

انهيءَ نظاري کي اسين خاموشيءَ سان نه ڏسي سگهياسون. اسين ڪوٺيءَ مان ڇرين وانگر وٺي يڳاسون ۽ صحن ۾ پهچي هن تي گارين ۽ لعنتن جا وسڪارا لائي ڏناسون. اسان کي انهيءَ حالت ۾ ڏسي هوءَ ڏڪي ويئي ۽ بيهي رهي. ڄڻ ته هوءَ گپ ۾ ڦاسي پيئي هجي. اسين سڀيئي هن کي وڪوڙي وياسون ۽ سواءِ ڪجهه پڇڻ ڳاڇڻ جي دل کولي هن تي لعنت ملامت ڪئي سون ۽ هن کي گنديون گنديون گاريون ڏنيوسون. اسان گارين ڏيڻ وقت ڪڙڪو نه ڪيو، پر انهيءَ موقعي کان چڱيءَ طرح فائدو وٺندا رهياسون. ڇاڪاڻ ته اسان کي پڪ هئي ته هوءَ اسان جي گهيري مان ٻاهر نڪري سگهيو ۽ اسان کي پورو پورو وجهه مليو هو ته اسين پنهنجي دل جي ٻاڦ ڪڍي ٻاهر ڪريون. البت عجب آهي ته اسان هن کي ڌڪ ڦٽ نه هنيو!

هوءَ اسان جي وچ ۾ خاموشيءَ سان بيٺي، اسان جون ڳاريون ٻڌندي رهي- ۽ اسين گارين ۽ طعنن جي وسيلي پنهنجيءَ دل ۾ ٻاڦ اُجهائيندا رهياسون. ٿوريءَ دير کان پوءِ، هن جي چهري جو رنگ ڦري ويو. هن جون نيريون نيريون اکيون جيڪي ٿورو وقت اڳي، ڪنهن اڻڄاڻ خوشيءَ وچان چمڪيون پئي، ڦاٽي ويون. هوءَ تڪڙا تڪڙا ساهه کڻڻ لڳي ۽ هن جا چپ ڏڪڻ لڳا. اسين هن جي چوڌاري بيٺا پنهنجي دل جي ٻاڦ وِسائيندا رهياسون، ڇاڪاڻ ته هن اسان کي فريب ڏنو هو. هوءَ ته اسان جي هئي، اسان هن جي اڳيان پنهنجون دليون ڪڍي رکيون هيون. پوءِ ڪٽي اهي پينوءَ جي ٽڪرن کان به گهٽ قيمت جون ڇو نه هيون- پر هن انهن ڇويهن دلين کي هڪ معمولي سپاهيءَ ڪاڻ ٺڪراءِ ڇڏيو هو. اسين هن کي گاريون ڏيندا رهياسون ۽ هوءَ ماٺ ميٺ ۾- اهڙي جانور جيان، جنهن کي شڪارين گهيريو هجي، ڦاٽل اکين سان ڏڪندي ڏڪندي، اسان ڏانهن ڏسي رهي هئي.

ايتري ۾ اتي ٻيا به ماڻهو اچي گڏ ٿيا. اسان مان هڪ ساٿيءَ تانيا جي چولي کي جهلي وٺي ڇِڪ ڏني. جنهن تي هن جي اکين ۾ هڪ چمڪو ڏسڻ ۾ آيو ۽ هوءَ پنهنجي ڪنڌ کي لوڏيندي، وارن کي ٺاهيندي اسان ڏانهن گهورڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي "هون- جيل جا ذليل جانورا!" ائين چئي هوءَ اسان جي گهيري مان بيپرواهيءَ سان نڪري ويئي، ڄڻ ته اسين ڪجهه به ڪين هئاسون- هن جي اها دليري ڏسي اسان مان ڪنهن کي به همت نه ٿي جو هن جو رستو روڪي سگهي.

اسان جي گهيري مان ٻاهر نڪرندي هن وڏيءَ نفرت سان چيو، ”ڪمينا ۽ ذليل انسان!“ ائين چوندي هوءَ اسان جي نظرن کان غائب ٿي ويئي ۽ اسين صحن ۾، گپ گاري ۽ برف جي ڍيرن جي وچ ۾، سخت مينهوڳيءَ ۾، سج کان خالي آسمان هيٺ بيٺا رهياسون.

ٿوري وقت کان پوءِ، اسين چپ چاپ پنهنجي پٿريلي پڃري ۾ موٽي آياسون. سج جون زندگي بخش شعاعون معمول مطابق ڪڏهن به اسان تائين پهچي نه سگهيون- ۽ تانيا، تانيا وري ڪڏهن به اسان ڏانهن ڪانه لَڙي.

Gul Hayat Institute

لُوئِي ڪَپيرو

انڊونيشيا

## جاڙن جي جوڙي

آءٌ هُنن ٽنهي کي سڃاڻندو هوس. هنن جا نالا هئا جَين ۽ هئنڊرڪ رئسبانڪ ۽ لزي ۽ ماجوري ليلي ڪئمپ. ڇوڪرا ايمسٽرڊم جي رئسبانڪ خاندان جو اولاد هئا ۽ ڇوڪريون آمريڪا جي ليلي ڪئمپ گهراڻي مان هيون، جنهن کي نيويارڪ ۾ 'لکي ڪئمپ' اُچاريو ويندو هو، پر اصل ۾ اهي ڊچ خاندان جون ئي اولاد هيون. هنن کي ڏسڻ سان خوشي ٿيندي هئي. جڏهن هُو چارئي گهمڻ ڦرڻ لاءِ ٻاهر ويندا هئا يا ڪنهن هوٽل يا ناٽڪ- گهر ۾ هوندا هئا، پوءِ ڀلي اهي لنڊن ۾ هجن يا پئرس ۾، تڏهن به هر ڪو هنن کي ئي ڏسندو رهندو هو. رئسبانڪ خاندان جا اهي ٻئي ڊچ ڇوڪرا تندرست ۽ سگهارا هئا، جيتوڻيڪ هنن جي عمر رڳو ڇويهه سال هئي، پر سندن هلت چلت ۽ روش غير معمولي هئي، جنهن ڪري ڪين خوش قسمت ۽ معزز سمجهيو ويندو هو. سندن انهن خوبين مان ظاهر ٿيندو هو ته هُو بيشڪ هينئين ملڪ جي مشهور ۽ معزز ۽ امير خاندان جو اولاد هئا. هنن ڇوڪرن تي، شروع کان ئي سندن پيءُ جو اثر ويٺل هو. وٽن جيڪي ڪجهه به هو، انهيءَ تي ئي قناعت ڪندا هئا ۽ سنجيدي ۽ سادي زندگي گذاريندا هئا. پر ساڳئي وقت سندن ڪپڙن، موٽر گاڏين ۽ گريٽ رکڻ جي پيتين مان اهو به معلوم ٿيندو هو ته اهي ڏاڍا اعتدال پسند ۽ خوش زوق پڻ هئا. سچ پڇو ته جَين ۽ هئنڊرڪ سُلڇڻا ڇوڪرا هئا. مون کي ڪڏهن به اها خبر ڪانه پيئي ته انهن ٻنهي ڀائرن مان ڪهڙو ڀاءُ مون کي وڌيڪ پسند هو، ڇاڪاڻ ته اهي ائين ٿي لڳا جڻ ته پاڻيءَ جا ٻه ڦڙا هجن. ٻنهي جا وار هڪڙا ۽ هڪ ئي نموني تي ڪنڊيل هوندا هئا. ٻيئي ڄڻا ڏاڙهي مڇون ڪوڙيندا هئا ۽ ٻنهي جي گلاب جهڙن سرخ چهرن مان مردانگي ۽ وقار پيو بَکندو هو. ٻيئي ساڳئي هٽ جي، ساڳيءَ اگر ۾، هڪ جهڙيون منديون پائيندا هئا. هنن جا ڪپڙا به هڪڙو ئي درزي سبندو هو. حقيقت هيءَ هئي ته هئنڊرڪ ۽ جَين جي ڏسڻ کان پوءِ، خبر ئي نه پوندي هئي ته ڪير هئنڊرڪ اهي ۽ ڪير جَين! البت جَين، جيڪو پنهنجي ڀاءُ کان عمر ۾ وڌيڪ هو، تنهن جو قد سوٽ ڪن وڏو هو، اهو فرق به فقط انهيءَ وقت ظاهر ٿيندو هو، جڏهن ٻيئي ڄڻا کُلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهندا هئا. انهيءَ وقت خبر پوندي هئي ته ڪير هئنڊرڪ اهي ۽

ڪير جَين، جَين جي قد، بت ۽ جسامت ۾، هڪ سوٽ جي وڏائي تڏهن محسوس ٿيندي هئي، انهيءَ وقت بہ خبر نہ پوندي هئي، جڏهن ٻئي، جڻا گڏجي هلندا هئا.

هنن جو پيءُ، رئسدانڪ هڪ سمجهو ۽ عقلمند شخص هو. ڪيس اها ڳالهہ هرگز پسند نہ هئي تہ جَين ۽ هئڊرڪ هڪ امير شخ جي اولاد جي حيثيت ۾ ايمسٽرڊم جي بئنڪ ۾ آسودي زندگي گذارين. تنهن ڪري هن ڪين آمريڪا اُماڻيو تہ جيئن ٻاهرين ملڪن جي وڻج واپار مان ڪا ڄاڻ پرائي سگهن. جَين نيويارڪ روانو ٿيو ۽ نئڊرڪ بالٽي مور اُسِهيو. جَين نيويارڪ ۾ پهچڻ شرط لزي ليلي ڪئمپ جي دام - محبت ۾ گرفتار ٿي پيو. ٻنهي جي گڏجاڻي نيويارڪ جي هڪ محفل ۾ ٿي هئي.سنهري وارن واري لزي سچ پچ تہ هڪ سهڻي ۽ من مهڻي ڇوڪري هئي. پر ساڳئي وقت هوءَ سلڇڻي ۽ مهذب پڻ هئي. البت آمريڪي رواج مطابق، ٿوري البيلي ۽ بيپرواهہ ضرور هئي، پر ايتري بہ نہ، جو جَين جي پسند ۽ ذوق تي خراب اثر ڪري. انهيءَ ڪان سواءِ هوءَ پاڻ ۾ هڪ امير ڇوڪري هئي، پڻس ليلي ڪئمپ واپارين جو ڄڻ تہ بادشاهہ هو. جيتوڻيڪ مون کي اها پوري پڪ نہ آهي تہ هو ڪهڙي ڌاتوءَ يا خوراڪ جو سوداگر هو. خير، ٻنهي شادي ڪئي، ڇاڪاڻ تہ شادي نہ ڪرڻ جو ڪو بہ ٻيو سبب بہ ڪونہ هو. هنن پوءِ فيصلو ڪيو تہ ٻن-ٽن سالن ڪان پوءِ هالئنڊ هلبو ۽ نيويارڪ واريءَ جاءِ جو نيڪال نہ ڪبو. جيڪڏهن مال متاع هجي تہ ڪابہ ڳالهہ مشڪل ڪانهي ۽ لزيءَ جي اها آرزو هوندي هئي تہ هر ٽئين مهيني ڪان پوءِ، باقاعدي آمريڪا ڪان ”پياري پراڻي يورپ“ ڏانهن سَير لاءِ ويندي رهي. جتي جي ذري ذري پئرس جي رودي لاپي ڪان وٺي، بيرورت جي واگنر ناٽڪ- گهر تائين، هرهڪ مشهور مقام مان چڱيءَ طرح واقف هئي.

هوڏانهن مالٽي مور ۾، هن سچي ڪهاڻيءَ مطابق، هئنبرڪ وري لزيءَ جي جاڙي ڀيڻ، سونهري وارن واري، سهڻي ۽ من موهڻي ماجوري، ليلي ڪئمپ جي محبت ۾ مبتلا ٿي پيو. اها ڇوڪري بہ ڏاڍي وڻندڙ سلڇڻي ۽ ذهين هئي. هنن ۾ لزي ۽ جَين وانگر شادي ڪئي، ڇاڪاڻ تہ سندس شادي نہ ڪرڻ لاءِ، ظاهريءَ طرح ڪو بہ اهڙو اعتراض نٿي ڏسڻ ۾ آيو. اهي ٻئي ڀينرون جڏهن ڪُلهو ڪلهي ۾ مِلائي ٿي بيٺيون، تڏهن سچ پچ تہ نہ رڳو ڏسندڙن لاءِ، پر خود هنن لاءِ بہ عجيب منجهائيندڙ ڳالهہ ٿي پوندي هئي. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن هئنبرڪ ۽ جَين ۽ پاڻيءَ جي ٻن ڦڙن مثل هئا تہ سونهري وارن واريون لزي ۽ ماجوري وري ماڪ جي ٻن ڦڙن مثل هيون.

ڪن معمولي سببن ڪري- آءٌ سمجهان ٿو تہ شايد لزيءَ کي زڪام ٿي پيو هو ۽ هئنبرڪ پنهنجي بائسڪل تان ڪِري پيو هو يا ٻيءَ ڪنهن معمولي ڳالھہ سببان. هنن مان ڪوبہ ڪنهن ٻئي جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿي نہ سگهيو هو. اهو هڪ عجيب حادثو هو، جنهن ساريءَ ڳالھہ جو مزو ئي وڃائي ڇڏيو. تنهن ڪري شاديءَ کان پوءِ، هنن ڇئني گڏجي "پياري پراڻي يورپ" جي مزيدار سير جو پروگرام ٺاهيو. ايترو سو ٺيو جو انهيءَ پهرينءَ گڏجاڻيءَ کان پوءِ، جَين ۽ هئنبرڪ ٿورا هيدا پئجي ويا هئا ۽ سندن ڳنڀير چهرن تي، اڳي کان وڌيڪ سنجيدگي اچي وئي هئي، پر هو ٻيئي پينرون چرين وانگر کِلنديون ۽ ٺهڪ ڏينديون رهيون رهيون ۽ هڪ ٻئي جي مندين جي واکاڻ ڪنديون رهيون.

"هئنبرڪ"، جَين پنهنجي پياري جاڙي ڀاءُ کي سنجيدگيءَ سان چيو: "آءٌ توسان هڪ خاص ڳالھہ ڪرڻ گهران ٿو، جيڪا مون کي پريشان ڪندي رهي ٿي!"

"اُها کهڙي ڳالھہ حقيقت ۾ هوبهو منهنجيءَ زال جهڙي آهي."

"هوءَ بلڪل پنهنجيءَ ڀيڻ جهڙي آهي، جَين!"هئنبرڪ جواب ڏنو. "پر هنن ۾ هڪ تفاوت آهي! ماجوري قد ۾ لزيءَ کان ٿوري ننڍي آهي. تون اهو فرق فقط انهيءَ وقت محسوس ڪري سگهندين، جڏهن هو ٻيئي کُلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهنديون- بلڪل اسان وانگر!"

"هائو، اهو سچ آهي ميان!" جَين ويچاريندي چيو: "ساڳئي وقت سندن اها هڪجهڙائي ئي آهي، جنهن مون کي فڪرمند ڪري ڇڏيو آهي. خير...منهنجا پيارا دوست! هاڻي جيئن تہ يورپ اُسهڻ کان اڳ، اسان کي ڳالهائڻ لاءِ خاصو وقت ملي ويو آهي، تنهن ڪري اسين پاڻ ۾ انجام ڪريون ٿا تہ.....اسين تمام.......تمام ڏاڍا خبردار رهنداسون."

نيڪ، ايماندار ۽ ڪشادي قلب، جَين تي انهيءَ ڳالھہ جو ٿورو اثر ٿيو، ۽ هن پنهنجي ڀاءُ هئنبرڪ ڏانهن هٿ وڌايو. ٿوري بيپرواهہ ۽ خوش مزاج هئنبرڪ زور سان ٺهڪ ڏيندي پنهنجو هٿ (جنهن جون آڱريون جَين جي آڱرين کان سُوت ڪن ننڍيون پئي معلوم ٿيون)، جَين جي هٿ ۾ ڪٽي ڏنو.

هئنبرڪ نہ رڳو قد بت ۾ جَين کان ئي پڪ ٿورڙو ننڍو هو، پر هن جي طبيعت بہ ٿوري بيپرواهہ هئي، انهيءَ هنودي بہ جَين وانگر هو هڪ نهايت ماٺيڻو ۽ سنجيدو ڇوڪرو هوندو هو. ٻنهي ڀائرن جي شروع کان ئي اهڙي طبيعت هئي. هن ڪڏهن اسڪول واري زماني ۾ بہ اهڙا ڪلم ڪلا چرچا نہ ڪيا، جيڪي ٻين کي حيرت ۽ تعجب ۾ وجهڻ جو سبب ٿين. جَين جي چاچي يا چاچو، جڏهن غلطيءَ وچان چوندا

هئا تہ ”پلي ڪري آئين، هئنبرڪ!“ تڏهن هو تَهہ پَهہ مناسب جواب ڏيندو هو: ”چاچِي يا چاچا! اوهان غلطيءَ تي آهيو، آءُ تہ جَين آهيان.“

البت اهڙي قسم جي ڳالهہ، آءُ ليلي ڪئمپ گهراڻي جي ڇوڪرين بابت چئي نٿو سگهان. انهن ٻنهي پيارين ڀيڻن لاءِ، ڪِل پوڳ ۾ وندر لاءِ، ڪيترين ئي ڳالهيون هيون، هو پنهنجي سڃاڻپ جون ربينون پاڻ ۾ مٽائي، پاڻ ڪي ٻي ڀيڻ ثابت ڪرڻ جا بهانا ڪنديون هيون. اهي آمريڪي جاڙيون ڀيڻون، ٻچ جاڙن پائرن جي پيٽ ۾، بهرحال وڏيڪ خوش مزاج ۽ ڪَلمُک هيون. اهڙيءَ طرح، اهي ٻيئي هڪجهڙن مهانڊن وارا جوڙا، جسم ۽ روح جي بيپناهہ فرق هوندي، اوشينڪ نالي ساموڊي جهاز ۾ چڙهي، سفر تي روانا ٿيا.

ساموڊي سفر ڏاڍو دلچسپ ۽ مزيدار هو، ڇاڪاڻ تہ اجا پهرين وڏي لڙائيءَ جو ڪنهن نالو بہ نہ ٻڌو هو. ٻنهي پائرن ايمسٽرڊم ۾، پنهنجن زالن کي مائٽن سان ملائڻ کان پهرين، پئرس ۾ ٿورو ترسڻ ۽ رودي لاپي جو سير ڪرڻ وڌيڪ ضروري سمجهيو. جوان جماڻ آمريڪي ڪنوارين جي خيال ۾، پئرس جا دڪان مثالي هئا: ريڊفر ۽ ورٿ جي دڪانن تي، دلڪش ۽ خوبصورت پوشاڪون موجود هيون، روسي نالي وارو دڪان، عمدي پشمي ڪپڙي سببان مشهور هو ۽ تجليٰ ڏيندڙ ۽ جرڪندڙ جواهرات تہ جتي ڪٿي موجود هئا. انهيءَ کان سواءِ، شاندر چمڙي ۽ پشمي کلن جا بہ ڪيترائي دڪان هئا. مطلب تہ جڏهن ڪيسا پئسن سان ڀريل هوندا آهن، تڏهن ڪنهن بہ شيءِ جي ڪمي ڪين هوندي آهي، ۽جوان جماڻ امريڪي ڪنوارين کي پنهنجيءَ وندر لاءِ، هڪ خاصو رؤنشو ٿي آيو- جيتوڻيڪ اهي ٻيئي ڀينرون طبيعت ۽ مزاج جي خيال کان، پنهنجين آمريڪن سؤٽن کان مختلف هيون، پرجَين ۽ هئنبرڪ کي پڪ هئي تہ اهي بيحد وڻندڙ ۽ نازڪ ڇوڪريون، آمريڪي نموني جي عيش عشرت ۽ فضول خرچيءَ ۾ ڪين ڦاسنديون. حقيقت ۾ انهن ٻنهي شادين جي ڪاميابيءَ ۾ ڪنهن بہ قسم جو شڪ شبهہ ڪونہ هو.

انهيءَ کان پوءِ، هو سڀيئي هوائي جهاز رستي بروسيلز روانا ٿيا. سچ پڇو تہ اهو واقعو انهيءَ هيبتناڪ جنگ کان اڳ جو آهي. وري بہ اُهائي خريداري- اوپيرا جا سير ۽ هوٽلن جي رهائش. هوٽل ۾ تہ ترچٽڻ جي بہ جاءِ نہ هئي ۽ سارو ڏينهن مصروفيت سبب اک ڇنڀ ۾ گذري ويو هو. رات جو سمهڻ کان اڳ،



Gul Hayat Institute

ڪاڏو ڏاڍو شاندار ۽ مزيدار هو. هئنبرڪ خطن لکڻ لاءِ هوٽل جي لکڻ واري ڪمري ۾ ٿورو ترسي پيو ۽ خطن لکڻ ڪان پوءِ، انهيءَ ڪمري وٽ پهتو، جنهن ۾ هو پنهنجيءَ زال ماجوريءَ سان گڏ رهيل هو.
هن جي هميشہ ڪان عادت هوندي هئي تہ پنهنجيءَ زال جي ڪمري ۾ وڃڻ ڪان پهرين، چڱيءَ طرح ۽ اطمينان سان دروازو ڪڙڪائيندو هو. هن انهيءَ دستور مطابق در ڪڙڪايو، پر اندران ڪو بہ جواب نہ آيو. هن وري در ڪڙڪايو.
”هن وقت وري ڪهڙو ڪم ڦاٿو آهي؟“ اندران ڪاوڙيل آواز ۾ رڙ ٿي.
پنهنجيءَ ڪنوار جي رهائش واري ڪمري جي در وٽ، هئنبرڪ کي هڪ اهڙو ذهني جهٽڪو پهتو، جنهن جهڙو، هن ساريءَ عمر ۾ ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪيو هو. هن پنهنجي پياري پياءُ جَين جي مضبوط ۽ پُر اعتماد آواز کي هڪدم سڃاڻي ورتو. هائو، اهو هُن جو ئي ڪمرو هو- هئنبرڪ ۽ ماجوريءَ جو- ۽ جَين انهيءَ ڪمري مان اهڙي طرح رَڙ ڪئي، ڄڻ تہ اهو سندس حق هو. ڄڻ تہ هن کي پنهنجي انهيءَ حق جو پورو پورو يقين هو. انهيءَ ڪان سواءِ هن کي انهيءَ وقت پريشان ڪرڻ جو ڪو بہ سبب ڪونہ هو. جڏهن هوٽل ۾ رهندڙ سڀيئي مهمان، جن کي ڪو بہ ضروري خط لکڻو نہ هو- وڃي آرامي ٿيا هئا. تڏهن ساڳيءَ طرح هوٽل جا نوڪر بہ پنهنجا پنهنجا ڪم ڪاريون ختم ڪري هليا ويا هئا. ٽڪندڙ هئنبرڪ جي ڇوڏاري رات جي سانت ۽ هوٽل جو بنهہ چپ چاپ وارو ماحول ناچ ڪرڻ لڳو. اک ڇنڀ ۾ هن جي ذهن ۾ هزارين خيال آيا ۽ هليا ويا. اُهو آواز، جَين جو آواز. هن جو پيارو پياءُ....ڪمري جو نمبر.... رات جي ڪاڏي وقت پيٽل شئمپين.... لزي ۽ ماجوري.... آمريڪي پينرون.... اهو وقت جيڪو هن هوٽل جي لکڻ واري ڪمري ۾، ويهي خطن لکڻ ۾ وڃايو....هوٽل جي خاموش ۽ چپ چاپ واري ماحول ۾ ڏيڍ بجي کان اڍائي بجي تائين هو. اهي سڀيئي خيال غريب هئنبرڪ جي ذهن ۾ ڦِرندا ۽ پڙاڏو ڪندا رهيا. جيڪڏهن هو همت کان ڪم وٺ ها- هاڻي، هن جي اها سموري همت غائب ٿي ويئي هئي. پنهنجي ٿوري وڏيڪ بيپرواهہ طبيعت جي هوندي بہ، هن ڳڻتي ۽ فڪر جي اوچتي جوش وچان ڏڪندي ڏڪندي، پنهنجي ڪشادي ذهن واري پياءُ جَين بابت سوچيو، جنهن جي آواز هن کي روئٽهارڪو ڪري ڇڏيو هو، ۽ جنهن وڏي احترام ۽ يقين سان خبردار رهڻ جو انجام ڪيو هو. ڪڏ جي تَري ۾ وڃي پون، انهيءَ وڏي هوٽل جا وڏا ورانڊا.... شئمپين تہ ڏاڍي عمدي هئي.... ڪو بہ هميشہ اهو ياد رکي نٿو سگهي تہ نمبر رڳو هڪ سؤ ايڪٽيهہ آهي يا رڳو ايڪٽيهہ... ويچارو جَين!

هئنبرڪ نه رڳو هڪ ايماندار ۽ سچار ڇوڪر هو، پر هڪ خوش قسمت پڻ. هو ڪڏهن به پنهنجي پياريءَ ياءُ کي ڪا، ٿوري به تڪليف پهچائڻ بابت سوچي نٿي سگهيو. هن ڪڏهن به جَين جي ڪا خامي يا غلطي ڪين ڳولي ۽ نه وري هن جي بُري هجڻ جو ويچاري ٿي سگهيو. ويچاري هئنبرڪ جي ذهن ۾ خيالن جي اها اٿل پُٿل ۽ طوفان فقط انهيءَ ڪري هو جو..هو چپ چاپ اتان ڪِسڪي ويو..مٿي ماڙيءَ تي- انهيءَ ڪمري ڏانهن، جنهن جي نمبر ۽ سندس ڪمري جي نمبر ۾ هڪ سؤ جو فرق هو.

هُن دروازو کڙڪايو. اندران آواز ايو: ”اندر هلي آءُ“ وري آواز آيو. ”تون هيترو وقت ڪٿي هُئين؟ توکي ته جلد ئي واپس اچڻو هو. ۽ آءُ آهيان جا ڪلاڪ کان هت ويٺي تنهنجي راهه ڏسان.“

”مون کي پڻ خط لکڻا هئا، لزي! جَين به خط لکيا.“ ايماندار هئنبرڪ وراڻيو.

هن پنهنجو روئڻهارڪو آواز محسوس ڪيو. بردبار ۽ سنجيده ڊچ ڇوڪرن جا ڳنڀير آواز اهڙن نازڪ موقعن تي بلڪل روئڻهارڪا تي ويندا آهن. دراصل هڪ ڏاڍي منجهائيندڙ صورت حال پيدا ٿي پئي هئي، اهڙي جيڪا هڪ چور کي يا ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي، جنهن جو چوريءَ ڪرڻ لاءِ ڪوبه ارادو نه هجي، ڪنهن مصلحت سبب چوريءَ ڪرڻ اُڀاري. اهڙِءَ حالت ۾، جڏهن هن کي پنهنجي پياري ياءُ جي پاڪ ضمير ۽ هٿ ۾ هٿ ڏيئي، انجام ڪرڻ جو خيال آيو ته ’اسين حالتن کي پوريءَ طرح سمجهنداسون ۽ انهن جي نتيجن کان خبردار رهڻ جي ڪوشش ڪنداسون.‘

موقعو ۽ حالتون ڏاڍيون مناسب ۽ موزون هيون. هڪ وڏي خبرداري ڪرڻي هئي، اهِڙي، جهڙي ڏيوالي نڪرڻ کان اڳ، ضروري سمجهي ويندي آهي. يقين ڪريو ته ايماندار ۽ شريف هئنبرڪ وڏي سمجهداريءَ کان ڪم ورتو. هن کي خبر هئي ته سندس جاڙو ياءُ، پنهجيءَ زال جي ننڊ مان جاڳڻ کان اڳ ۾ ئي، ڇهين بجي اٿي کڙو ٿيندو هو. انهيءَ صبح جو هو ڇهين بجي ننڊ مان جاڳيو. هن جي خوش قسمتي چئبي جو جڏهن ڏاڪڻ لهي هيٺ ويو، تڏهن جَين به انهيءَ وقت ايڪٽيهين نمبر ڪمري مان نڪري غسلخاني ڏانهن پئي ويو.

هڪ وڏيءَ هوٽل جي ڏاڪڻ ۽ وراندن- منحوس وراندن ۾، صبح جي لُڙاٽيل روشنيءَ ۾ ريسدانڪ ياٺرن جي پاجامن جو ڏنڏلو ڏنڏلو جهلڪو پئي نظر آيو. هڪڙي ڏاڪڻ واريءَ پٽ جي پنيان پئي ليئا پاتا، ۽ ٻيو پوري اعتماد ۽ يقين سان لُڙاٽيل شيشن واري دروازي کي بند ڪري، اندران خبرداريءَ سان

ڪلف ڏيئي رهيو هو. ٿوريءَ دير ڪان پوءِ، جڏهن جَين پنهنجي ڪمري ۾ اچڻ تي گهريو، تڏهن هن دروازو پوريل ڏٺو. هن دروازي جي اندران ٻاٽس هئنبرڪ، مصنوعي ڪاوڙ وچان رَڙ ڪندي چيو:

”ڇا ڳالهه آهي؟“

”خير ته آهي!“ جَين وراڻيو. ”ڇا، هي منهنجو ڪمرو ڪونهي؟“

هئنبرڪ وڏي وقار سان دروازي وٽ اچي بيٺو.

”جَين، تون آهين ڇا؟“ هن وڏي نرمائيءَ ۽ هٺرادو حيرت ظاهر ڪندي پڇيو. ”تون ڪيئن آئين جَين؟ صبح جو ڇهين بجي توکي ڪهڙي شيءِ جي ضرورت پيئي؟“

”پر، هئنبرڪ“، جَين چيو. ”مون سمجهيو ته-“

”ڇا؟“

”اهوئي ته هيءُ منهنجوئي ڪمرو آهي. اسان جو ڪمرو، لزي ۽ منهنجو....“

”پيارا ٻاءُ، تون ڀليو آهين،“ هئنبرڪ آرس ڀڃندي ۽ اوٻاسي ڏيندي نهايت هوشياريءَ سان جواب ڏنو. ”هيءُ اسان جو ڪمرو آهي، هڪ سؤ ايڪٽيهه نمبر ماجوري ۽ منهنجو. تون هن طرف ڀُلجي آيو آهين.“

”پر آءٌ ته ڏاڪڻ لٿوئي ڪونه هئس!“ جَين مونجهاري ۾ پوندڙ رَڙ ڪئي.

”تون ضرور ڏاڪڻ لٿو آهين. انهيءَ وقت تون ننڊاکرو هوندين. هاڻي ڏاڪڻ چڙهي مٿي وڃ. تنهنجو ايڪٽيهون نمبر ڪمرو آهي، تنهنجو ۽ لزي جو. تون ڏسين ٿو ته هت آءٌ ماجوري رهون ٿا.“

”اڙي!“ جَين چيو ۽ مٿي هليو ويو، جتي هن لزيءَ کي ڏاڍي مزيدار ۽ اگهور ننڊ ۾ ستل ڏٺو.

انهيءَ ڪان وڌيڪ ٻيو ڪجهه به ڪين ٿيو. البت، انهيءَ ڏينهن ڪان وٺي اهو ڏهڪائيندڙ راز، هئنبرڪ جي سيني ۾ ئي محفوظ آهي. انهيءَ راز جو علم فقط هن کي ئي آهي، ڇاڪاڻ ته نه جَين ۽ نه وري ٻنهي ڀينرن کي، جيڪي پنهنجن هڪجهڙن مڙسن کي ڏسي ڪلڻ مان ڊاپيون ئي نه هيون، ۽ جيڪي ٻئي خيال کان به مثالي زالون هيون- بروسيلز جي انهيءَ دکدائڪ رات واري واقعي جي ڪا ڄاڻ پئجي سگهي.

هونئن به سوت ڪن جيترو تفاوت اُٽلڪوئي ڇٽبو. باقي هئنبرڪ، جنهن پنهنجي دانشمنديءَ ۽ عقلمنديءَ سبب انهيءَ راز ڪري وڌيڪ ملول ٿيڻ بدران، انهيءَ کي دل ۾ ئي سانڍي رکيو آهي. اڄڪلهه حالتن کي اهڙيءَ طرح سنڀاليو اچي، جو هاڻي هو نه گڏجي سفر ڪندا آهن ۽ نه وري هڪڙي

ئي هوٽل ۾ رهن. پر اتفاق سان ڪنهن ڪيفي، ريسٽوران يا ناٽڪ گهر ۾ جڏهن ٻہ آءٌ هنن جاڙن جي جوڙيءَ سان گڏ هوندو آهيان، تڏهن يقين ڪِريو تہ هر ڪنهن جون اکيون هن جارن جي جوڙيءَ ۾ ئي کتل هونديون آهن.

مون هِن صحيح کهاڻيءَ جي جاڻ ڪهڙيءَ طرح حاصل ڪئي؟ اوهان ضرور پڇندؤ. آءٌ اوهان کي اهو بہ ٻڌايان ٿو. مون انهيءَ جو رڳو اندازو ڪيو هو. ڇاڪاڻ تہ هئنبرڪ سدائين گڏ سفر ڪرڻ ۽ هوٽل ۾ گڏ رهڻ جي مخالفت ڪندو آهي. مون اهو سڀ ڪجهہ هئنبرڪ جي نازڪ نفسياتي تجزين ڪرڻ ڪان پوءِ معلوم ڪيو آهي، ۽ هاڻي مون کي انهيءَ تي پورو پورو يقين آهي.

مون کي جِيئن ئي انهيءَ واقعي جي پڪ ٿي، مون انهيءَ کي بہ پنهنجيءَ عادت مطابق هڪ ننيڙي افساني جي روپ ۾ لکي، ظاهر ڪري ڇڏيو.

Gul Hayat Institute

**او- هينري**

**امريڪي**

# مڪتب

پوڙهو جيرومي وارن، اُيرندي طرف، 35- گهٽيءَ جي هڪڙي لک ڏالرن واريءَ جاءِ ۾ رهندو هو. هو شهر جو دلال هو، ۽ ايترو ته شاهوڪار هو جو پنهنجي صحت سلامت رکڻ خاطر، هر روز صبح جو آفيس ڏانهن پنڌ ويندو هو، پر ويهن- پنجويهن قدمن کڻڻ کان پوءِ، گاڏي ڪرٽي پوندي هيس. ڪيس ڪوبه اولاد ڪونه هو. تنهن ڪري پنهنجي هڪڙي پوڙهي دوست، گلبرٽ جي پٽ کي پنهنجو پٽ ڪري نپايو هئائين. جيڪو اهڙيءَ تيزيءَ سان هڪ ڪامياب مصور ٿي رهيو هو، جهڙيءَ تيزي سان هو رنگين نلين مان رنگ نپوڙي ڪڍندو هو. گهر جو ٻيو ڀاتي، پوڙهي جيروميءَ جي ماتيجي ڀاڻيجي، باربرا راس هئي. انسان ڏکن ڏسڻ لاءِ ئي ڄائو آهي، سو جيئن ته جيروميءَ کي ڪو اهل اولاد ڪونه هو، تنهن ڪري هن ٻين جو بار ڪٽي،پنهنجن ڪلهن تي رکيو.

ٽيهه ورهيه اڳ، جڏهن پوڙهو جيرومي، اجان جوان جيرومي هو، ڊِڪ نالي سندس هڪڙو ڀاءُ هوندو هو. ڊِڪ، الهندي ملڪن ڏانهن پنهنجي يا ٻئي ڪنهن جي قسمت آزمائڻ لاءِ ويو هو. پر پوءِ هن بابت ڪجهه به ٻڌڻ ۾ ڪونه آيو. نيٺ هڪڙي ڏينهن پوڙهي جيروميءَ کي هڪ خط پهتو، جيڪو ڀاڻس لکيو هو. اهو خط هڪڙي ليڪيل ڪاغذ تي ڏاڍن خراب اکرن ۾ لکيل هو، ۽ ڪاغز مان سوئر جي لوڙيل گوشت ۽ ڪافيءَ جي بوءِ پئي آئي. خط جي لکٽيءَ مان ظاهر پئي ٿيو ته لکندڙ ڪو دَم جو مريض هو، ۽ صورتخطي به غلط لکيل هئي!

ائين پئي لڳو ته، ڊِڪ قسمت کي زوريءَ جهلڻ ۾ پنهنجي ڪرڻ بدران خود پاڻ کي وچي ٻَڪ وڌا هئا، ۽ دشمن کي پنهنجو پاڻ سونَپيو هئائين. يعني، جيئن سندس خط مان ظاهر پئي ٿيو، هو بيترتيبيءَ ۽ گڙٻڙ کان تباهيءَ جي ڪناري تي، پهچي ويو هو. هڪ اهڙي بيترتيبي ۽ گڙٻڙ، جنهن کي وسڪي به ختم ڪري نٿي سگهي. انهن ٽيهن سالن جي محنت ڪشالي جو ڦل، اُٽويهه ورهين جي ڌيءَ هيس، جنهن کي اڳواٽ ڀاڙو ڏيئي، هو ايرندي ملڪ ڏانهن جيروميءَ وٽ پالڻ، پڙهڻ، سُک ڏسڻ ۽ خوش گذارڻ لاءِ، طبعي حياتيءَ تائين يا جيستائين هوءَ پاڻ شادي ڪري، الڳ نه ٿئي، اُماڻي رهيو هو.

پوڙهو جيرومي هڪ تختي مثل هو. سپ ڪو ڄاڻي ٿو تہ دنيا، ائٽلس ديوتا جي ڪلهن تي رکيل آهي، ۽ ائٽلن ديوتا هڪ ڪڇوڪنهڙي ۾ بيٺل آهي، ۽ اهو ڪنهڙو وري ڪڇونءَ تي رکيل آهي، هاڻ ڪڇونءَ جو ڪنهن تختي تي بيٺل هجڻ لازمي اهي، ۽ اهو تختو اُهو آهي، جيڪو پوڙهي جيروميءَ جهڙن ماڻهن مان تهيل هوندو آهي.

آءٌ چئي نٿو سگهان تہ ابديت مان ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪو فائدو پهچندو، پر جيڪڏهن ائين ڪونهي تہ پوءِ آءٌ ڄاڻڻ گهران ٿو تہ پوڙهي جيروميءَ جهڙن ماڻهن کي پنهنجو حق ڪڏهن پلئہ پوندو؟

هو نويدا وارن سان اسٽيشن تي مليا. هوءَ ننڍڙي ڇوڪري پئي معلوم ٿي. سندس چمڙي سج جي تپش کان لوساٽيل هئي، تنهن هوندي بہ سراسري طرح هوءَ وٽندڙ پئي لڳي. سندس چال چلت مان ناتجربيڪار ۽ ٻالپڻو ظاهر هو. پر وڏن وڏن گهاگهن بہ سندس ويجهو وڃڻ کان لهرايو ٿي. سندس سگهارو هجڻ ان مان ظاهر هو تہ هن پنهنجي پُٺن تي هڪ وڏي پُنارڪ کنئي هئي، جنهن جي کڻڻ لاءِ مزورن اجائي ڪوشش پئي ڪئي.

”مون کي پڪ آهي تہ پاڻ ٻيئي سٺيون سهيليون ٿي رهنديون سين.“ باربرا پنهنجن لوساٽيل ۽ مضبوط ڳٽن کي مَهٽيندي چيو.

”آءٌ پڻ اهائي اميد رکان ٿي.“ نويدا جواب ڏنو.

”منهنجي منڙي ننڍڙي پائٽي!“ پوڙهي جيروميءَ چيو، ”تون پلي ڪري آئينءَ، منهنجي گهر کي ڌاريو گهر نہ ڪري سمجهجانءِ، بلڪ پنهنجي پيءُ جو.“

”اوهان جي مهرباني.“ نويدا چيو.

”۽ آءٌ توکي ’سؤٽ‘ ڪري سڏيندس.“ گلبرٽ موهيندڙ مرڪ سان چيو.

”هيءَ هَڙَ تہ ونجانءِ.“ نويدا چيو، ”هن ۾ هڪ لک پائونڊن جيترو بار آهي. هن ۾ بابا جي ڇهن ڪاٺين جون جنسون پيل آهن.“ هن وضاحت ڪندي باربرا کي ٻڌايو: ”مون حساب لڳايو تہ ڪوشش ڪان پوءِ بہ، هزارن مٽن جي پٽيان هن کي نو آنا ڪن مس بچندا هئا، پر مون هن سان انجام ڪيو تہ آءٌ هيءَ کڻي ويندس.“

اهو هڪ عام دستور آهي تہ هميشہ رواجي تڪيلفن تي، ڳالهہ ٻولهہ تڏهن نڪرندي آهي، جڏهن ڪو مرد ۽ ٻہ عورتون، يا ٻہ عورتن ۽ ڪو مرد، يا ڪا خاتون ڪو مرد ۽ ڪو سڪر ماڻهو پاڻ ۾ گڏبا آهن. اهي



Gul Hayat Institute

گڏجي هڪ ٽِڪندڙ ٿاهيندا آهن. جيڪو ٽڪندڙ هوندي بہ ٽِپور پاسو ڪونہ هوندو آهي، تنهن ڪري نويدا وارن جي اچڻ تي، نويدا ۽ گلبرٽ ۽ باربرا راس هڪ مثالي ٽِڪندڙ ٿاهي بيٺا. جنهن جا ٽيئي پاسا برابر هئا ۽ باربرا ان جو وڏو پاسو هئي.

هڪڙي ڏينهن صبح جو، نيرن ڪائڻ ڪان پوءِ، پوڙهو جيرومي شهر جي هڪ بيڪار اخبار پڙهڻ ۾، پنهنجو ڪيترو ئي وقت اجايو وڃائيندو رهيو. نويدا جي طبيعت ۾ پنهنجي مرحوم پيءُ جي آزاد طبع ۽ بي تڪليفيءَ کي ڏسي، هو هاڻي ڪيس گهڻو چاهڻ لڳو هو.

نوڪرياڻي، مس نويدا وارن کي چٺي ڪٺي آئي.

”هيءَ چٺي هڪڙو ڇوڪرو کڻي آيو آهي.“ هن ٻڌايو. ”هو جواب لاءِ دروازي تي بيٺو آهي.“

نويدا، جنهن سيٽي وڄائي، ڇپن ئي ڇپن ۾ اسپيني ’والز‘ پئي ڳايو ۽ گهٽيءَ مان گاڏين ۽ موٽرن کي گذرندي پئي ڏٺو، اڳتي وڌي خط ورتو. خط کولڻ کان اڳ، لفافي جي ڪابي پاسي، مٿي ڪنڊ تي ننڍڙي سونهري مهر ڏسي، هوءَ سمجهي ويئي تہ اهو گلبرٽ وٽان آيو آهي. هوءَ لفافو ڦاڙي، خط ڪڍي، مضمون کي غور سان پڙهڻ لڳي. پوءِ ڇهري تي ڳنڀيرتا آڻي، هوءَ چاچس وٽ ويئي، ۽ هن جي پرسان ٽي بيٺي.

”چاچا جيرومي! گلبرٽ ڏاڍو چڱو ڇوڪرو آهي، آهي نہ؟“

”ڇو، نينگر، خير تہ آهيَ“ پوڙهي جيروميءَ اخبار کي وَٽيندي چيو. ”بيشڪ، هو چڱو ڇوڪر آهي. مون خود هن کي اهڙي سِکيا ڏني آهي.“

”هو ڪڏهن بہ ڪا غلط ڳالهہ ڪنهن کي ڪانہ لکندو- منهنجو مطلب آهي تہ هرڪو سمجهي ۽ پڙهي ڪونہ سگهندو.“

”آءٌ تہ هن کي اها ڪوشش ڪندي ڏسڻ پسند ڪندس.“ چاچي، اخبار جو ڳپل حصو ڦاڙيندي چيو. ”ڇو، ڇا-؟“

”چاچا، هيءُ چٺي پڙهي ڏس، جيڪا هن مون ڏانهن هينئر موڪلي آهي. ڏسو تہ هن جيڪي لکيو آهي، سو مناسب آهي نہ. اوهان کي خبر هجي تہ آءٌ شهرين جي ريتن رسمن کان پوريءَ طرح واقف ڪونہ آهيان.“

Gul Hayat Institute

پوڙهي جيروميءَ اخبار ڪٽي هيٺ ڦٽي ڪئي، ۽ ان تي ٻيئي پير رکي ويٺو. هن گلبرٽ جو خط ورتو، ۽ اهو ٻه ٽي پيرا ٽڪڙو ٽڪڙو پڙهي، ٽيون دفعو پڙهڻ لڳو.

”چو، نينگر،“ هن چيو، ”تون ته مونکي ڪاوڙائي ڇڏيو هو. جيتوڻيڪ مون کي پڪ هئي ته هو سٺو ڇوڪرو آهي. هو پنهنجي پيءُ جو نقل آهي، جيڪو هڪ وضعدار شخص هو. هو فقط هيءُ چوي ٿو ته جيڪڏهن تون ۽ باربرا اڄ شام جو ڇئين بجي تيار ٿي سگهو ته موٽر تي چڙهي هلي ٻيٽ جو سير ڪريون. آءٌ ته هن ۾ ڪابه اهڙي ڳالهه ڪونه ٿو ڏسان، جيڪا اعتراض جوڳي هجي، سواءِ هن ڪاغذ جي. مون کي نيري رنگ کان نفرت هوندي آهي.“

”نه نه، پلي وڃو. پاڻ مون کي اهو ڏسي خوشي ٿئي ٿي ته تون خبردار ۽ سڄار آهين. وڃ، ۽ بيشڪ وڃ.“

”مون کي خبر ڪانه هئي.“ نويدا سنجيدگيءَ سان چيو. ”مون خيال ڪيو ته اوهان کان پڇان. چاچا، تون اسان سان ڪونه هلندين؟“

”آءٌ؟ نه نه. اُون هُون! هڪڙي پيري آءٌ موٽر ۾ چڙهيو هوس، جيڪا انهيءَ ڇوڪر هلائي هئي. آءٌ وري ڪڏهن به موٽر ۾ ڪونه چڙهندس! پر تنهنجو ۽ باربرا جو وڃڻ مناسب ٿيندو. هائو، هائو، پر آءٌ ڪونه هلندس. نه نه نه نه....!

نويدا ڊوڙ پائي دروازي تي پهتي، ۽ نوڪرياڻيءَ کي چيائين:

”شرط رک، اسين ويندا سين. مس باربرا جي پاران آءٌ جواب ڏيان ٿي. ڇوڪري کي چئو ته وڃي مسٽر وارن کي ائين چوي.“

”نويدا!“ پوڙهي جيروميءَ سڏ ڪيو، ”منهنجي منڙي، مون کي معاف ڪر، پر اهو چڱو نه ٿيندو ته جواب ۾ ٻه- ٽي لفظ لکي موڪلين؟ هڪ- ٻه سٽون ڪافي ٿينديون.“

”نه، آءٌ انهيءَ ڪتراڳ ۾ ڪانه پوندس.“ نويدا سهٽائيءَ سان جواب ڏنو. ”گلبرٽ سمجهي ويندو- هو هميشه سمجهي ويندو آهي. آءٌ پنهنجي سانير ۾ ڪڏهن موٽر ۾ ڪانه چڙهي آهيان، پر مون ننڍڙي ٻيڙيءَ ۾ چرهي درياءَ جو سير ڪيو آهي، ۽ جيڪڏهن موٽر جي سواري انهيءَ کان به مزيدار آهي ته پوءِ آءُ ضرور ان ۾ چڙهنديس!“

-سمجهو ته ٻه مهينا گذري ويا آهن.

باربرا هڪ لک ڊالرن واري جاءِ جي، ڪتبخاني ۾ ويٺي هئي. هن کي اها جاءِ ڏاڍي پسند هئي. دنيا ۾ ڪيترين ئي جايون هونديون آهن. جتي زالون ۽ مرد مختلف پريشانين کان، پاڻ ڇڏائڻ لاءِ وجي تدبيرون سوچيندا آهن، جتي زالون ۽ مرد مختلف پريشانين کان، پاڻ ڇڏائڻ لاءِ وجي تدبيرون سوچيندا آهن. ڪٿي خانقاهون هونديون آهن، ڪٿي ماتم - گهر هوندا آهن، ڪٿي دريائن ۽ چشمن جا گهاٽ هوندا آهن. ڪٿي خوبصورتيءَ جا مرڪز هوندا آهن، ڪٿي هوائي جهازن جا اڏا هوندا آهن ۽ ڪٿي وري ڪتبخانا ۽ انهن سڀني ۾ ڪتبخانن کي وڏي اهميت آهي.

هميشه ائين ٿيندو آهي جو ٽڪنڊي جي وڏي پاسي کي، اهو ڳولڻ ۾ وقت لڳندو آهي، ته پاڻ ٽڪنڊي جو واقعي وڏو پاسو آهي. پر اها هڪ ڏکي ٿيڪ هوندي آهي، جنهن ۾ ڪو به وَر وڪڙ ڪونه هوندو آهي.

باربرا اڪيلي هئي. چاچو جيرومي ۽ نويدا ناٽڪ ڏسڻ ويا هئا. باربرا کي ناٽڪ ڏسڻ جي پرواهه ئي ڪانه هئي. هن جي مرضي گهر ۾ رهي، ڪتبخاني ۾ ويهي پڙهڻ تي هئي.

محترم، جيڪڏهن اوهين نيويارڪ جي ڪا شاندار ڇوڪري هجو ها، ۽ اوهين هر روز ڏسو ها ته هڪ ڳاڙهي چالاڪ ڏائڻ اوهان جي پسند پيل ڪنهن نوجوان کي پنهنجي دام ۾ ڦاسائيندي ٿي وتي، ته هوند اوهين به پنهنجي موسيقيءَ واري طربيي جي چلڪيدار ذوق کي وڃائي ويهو ها.

ڪتبخاني ۾ باربرا آبنوس جي چورس ميز جي پرسان ويٺي هئي. سندس ساڄي ٻانهن ميز تي رکي هئي، ۽ سندس ڦڙتيلين آڱرين، هڪڙو مهر ٿيل لفافي کي پئي اٿلايو پٿلايو، جو 'نويدا وارن' جي نالي تي هو. لفافي جي ڪاپي پاسي، مٿي ڪنڊ تي، گلبرٽ جي رنگي تختيءَ جي سونهري مهر لڳل هئي. خط نويدا جي وڃڻ کان پوءِ نائين بجي پهتو هو.

انهيءَ خط جي مضمون پڙهڻ لاءِ، باربرا پنهنجو موتين جو هار به قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ها. پر هوءَ خط کي ڪنهن به ممڪن طريقي، مثلاً قلم جي ڇيڙي يا وارن جي ڪانٽي وغيره سان کولي، پڙهي نٿي سگهي، ڇوجو سندس سماجي حيثيت کيس اها اجازت ڪانه ٿي ڏني. هن لفافو تيز روشنيءَ جي اڳيان جهلي، ان ۾ پيل خط جي ٻن- ٽن سٽن کي پڙهڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر بيڪار. گلبرٽ کي خطن مان عمدي ڪاغذ استعمال ڪرڻ جو سٺو ذوق هو.



Gul Hayat Institute

ساڍي يارهين بجي ناٽڪ جا شوقين واپس موٽيا. سياريءَ جي هڪ خوشگوار رات هئي. گاڏيءَ کان وٺي گهر جي دروازي تائين پهچندي ئي، هو اوپر ڪنڌ کان پونڊڙ برف جي ڦونڊن ۾ ڍڪجي ويا هئا. پوڙهو جيرومي، گاڏيءَ جي گهيچڪن ۽ بند ٿيل گهٽين جي باري ۾، همدرديءَ سان گفتگو ڪرڻ لڳو ۽ نويدا- سرخ گلاب جهڙي ۽ نيرن اکين واري نويدا- واري جبلن تي پٽس جي ننڍڙيءَ جاءِ جي آسپاس طوفاني راتين بابت بڪواس ڪرڻ لڳي. سياري جي هھڙي سرد عالم ۾، سرد دل باربرا پَهه پچائيندي رهي- ۽ اهوئي هڪ موزون ڪم هو، جنهن بابت هوءَ سوچي سگهي ٿي.

پوڙهو جيرومي هڪدم ڏاڪڻ چڙهي مٿي ويو ۽ وڃي گرم پاڻي ۽ ڪوئنين ڪنيائين. نويدا رڱندي ڦڙڪندي ڪتبخاني ۾ گهڙي، جتي روشنيءَ رونق لائي ڏني هئي. هوءَ آرام- ڪرسيءَ تي ويٺي، ۽ ٺونٺين تائين چڙهيل دستانن کي لاهيندي، ناٽڪ جي ڪوتاهين تي ڳالهائڻ لڳي.

”هائو، آءٌ سمجهان ٿي ته ڪڏهن ڪڏهن مسٽر فيلڊ سچ پچ مزيدار ٿي پوندو آهي.“ باربرا چيو. ”منڙي، هيءُ وٺ پنهنجو خط. تنهنجي وڃڻ کان پوءِ خاص قاصد پهچائي ويو هو.“

”ڪٿان آيو آهي؟“ نويدا دستانن جا بٽڻ لاهيندي پڇيو.

”خير،“ باربرا مرڪندي چيو، ”آءٌ ته اندازو لڳائي سگهان ٿي. لفافي جي ڪنڌ تي اها عجيب شيءِ آهي، جنهن کي گلبرٽ ’رنگي تختي‘ سڏيندو آهي. پر مون کي اها ائين لڳندي آهي، ڄڻ ته اسڪول جي ڪنهن ڇوڪريءَ جي، عشقيه خط تي ملمع ڪيل دل هجي.“

”آءٌ حيران آهيان ته هن مون کي ڇا لاءِ خط لکيو آهي!“ نويدا بيپرواهيءَ سان جواب ڏنو.

”اسين سڀيئي هڪجهڙيون آهيون- سڀيئي زالون.“ باربرا چيو. ”اسين پوسٽ جي مهر ڏسي، اها ڪوشش ڪنديون آهيون ته خط ۾ ڇا لکيل هوندو ۽ اسان جي تدبير هيءَ هوندي آهي جو اسين ڪئنچي استعمال ڪنديون آهيون ۽ پوءِ خط کي آخر کان وٺي شروع تائين پڙهي ونديون آهيون. هيءُ وٺ خط.“

هن اهڙيءَ طرح حرڪت ڪئي، ڄڻ ته ميز تان خط اُڇلائي نويدا کي ٿي ڏنائين.

”وڏو جهنجهٽ آهي!“ نويدا رَڙ ڪئي. ”هي بٽڻ ته ڏاڍا تڪليف وارا آهن. مون هن جي استعمال کان ته مرڳو توبهه ڪئي. اڙي باربرا، تون ئي ڪٽي خط کولي پڙهه ته منجهس ڇا لکيل آهي. مون کي ته هي دستانا لاهيندي آڌي ٿي ويندي.“

Gul Hayat Institute

”چو منڙي، تون اهو چاهيندينءَ تہ گلبرٽ وٽان تنهنجي نالي آيل خط آءٌ کولي پڙهان؟ خط تنهنجي نالي آهي، ۽ يقيناً تنهنجي اها مرضي کانہ هوندي تہ اهو ٻيو ڪير پڙهي.“

نويدا پنهنجيون مضبوط، سانتيڪيون ۽ نيريون اکيون دستانن تان ڪنيو.

”ڪوبہ مون کي اهڙي ڳالهہ ڪونہ لکندو، جيڪا ٻيو ڪير نہ پڙهي سگهي.“ هُن چيو. ”شروع ڪر، باربرا، ممڪن آهي تہ گلبرٽ وري سپاٽي موٽر ۾ سير ڪرڻ جي دعوت موڪلي هجي.“

سونجهڻائپ، ٻليءَ مارڻ کان وڌيڪ ڪجهہ ڪري سگهي ٿي، ۽ جيڪڏهن عورتن جهڙا تسليم ڪيل جذبات ٻلين جي وجود جا دشمن هجن، تہ هوند حسد سڄيءَ دنيا ۾ هڪڙي ٻلي بہ سلامت ڪانہ ڇڏي.

باربرا ٿورو پريشان ٿيندي انهيءَ طرح خط کوليو، جڻ تہ مهرباني ٿي ڪيائين.

”خير، منڙي“، هن چيو، ”جيڪڏهن تنهنجي اهائي مرضي آهي تہ آءٌ خط پڙهان ٿي.“

هن خط کوليو ۽ تيز ڦرندڙ نظرن سان پڙهڻ لڳي. هن خط وري وري پڙهيو ۽ نويدا ڏانهن شرارت ڀريل نظرن سان چِتائي ڏٺائين، جنهن لاءِ ڪجهہ وقت تائين دستانا جڻ تہ ڪو تماشو هئا، ۽ هڪ ترقي ڪندڙ فنڪار جو خط مريخ تان آيل پيغام مثل هو.

گهڙي ڪن لاءِ باربرا، نويدا ڏانهن عجيب پختگيءَ سان ڏٺو، ۽ پوءِ اهڙيءَ طرح مُرڪي ڏنائين جو سندس وات هڪ انچ جي سورهين حصي جيترو کُلي پيو، ۽ سندس اکيون اٿين سُسي ويون، جڻ تہ ڪيس ڪو اوچتو خيال آيو هجي.

شروع کان ئي، ڪابہ عورت ٻيءَ عورت لاءِ ڪو اسرار ٿي ڪانہ رهي آهي. بجليءَ جهڙيءَ تيز رفتاريءَ سان ٻيئي هڪ ٻئي جي اندر جي حال کي سمجهي ويون. نويدا پنهنجيءَ پيڻ جي شرارت ڀريل لفظن کي سندن اصلي روپ ۾ ڏسي ورتو، ۽ سندس بيحد پوشيده خواهشن کي پڙهي ورتو. هن سندس گفتگوءَ مان اجائي حجت کي، اهڙيءَ طرح پٽي ورتو، جڻ تہ ڪنهن ڦٽيءَ مان وارَ ڪڍي، انهن کي بنيادي شڪن شبهن جي ٿڌيءَ هوا تي اڏائڻ کان اڳ، پنهنجي آڱوٺي ۽ آڱرجي وچ ۾ پئي مَهٽيو.

گهڻو وقت اڳي بهشت برين ۾، هوا جي فرزند ارجنمند پنهنجي گهر جو دروازو اچي ڪڙڪايو. هن سان گڏ هڪ عجيب خاتون هئي، جنهن جو هن پنهنجيءَ ماءُ سان تعارف ڪرايو. هو نُنهن کي پاڪر پائي پنهنجي پرسان ٻيهاريو، ۽ ڪيس پُر معنيٰ نگاهن سان ڏسڻ لڳي.

’ننڊ جي حالت-‘ ڪنوار ڪجور جو پتو آهستگيءَ سان اُچلائيندي چيو. ”آءُ سمجهان ٿي تہ تون اتان ٿي آئي آهين؟“

”گهڻو عرصو ٿيندو.“ حوا بدحواس ٿيڻ کان سواءِ، مضبوطيءَ سان چيو. ’اتي جيڪا صوفن جي چٽڻي ڪارائي وجي ٿي، تنهن جي باري ۾ تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟ آءُ تہ توتن کي وڏيڪ پسند ڪريان ٿي. پر، منڙيءَ، خالص انجير اتي بہ ڪونہ ملي سگهندا. چڱو، اچن گلن جي هن وڻ جي پنيان ٿي بيهہ. تہ معزز مرد توتي جاڻ جو مقوي پاڻي نائين. آءُ سمجهان ٿي تہ تنهنجي گگي جو پنيون پاسو سوراخن جي ڪري ٿورو کُلي پيو آهي.“

سو، تڏهن ۽ اُتي- جيئن ڪتابن ۾ لکيل آهي- دنيا جي هنن فقط ٻن عورتن جي وچ ۾ اتحاد ٿيو ۽ اهو فيصلو ٿيو تہ آئيندي عورتن کي هڪ ٻئي لاءِ اهڙيءَ طرح صاف ۽ شفاف رهڻ گهرجي، جهڙو شيشو- جيتوڻيڪ شيشي جي اجا ڪنهن کي بہ خبر ڪانہ هئي، پر مردن لاءِ هن کي هڪ اسرار ٿي رهڻ ڪپي. ائين معلوم ٿيو تہ باربرا نَتايو ٿي.

”سچ پچ، نويدا“. هن ٿوري پريشاني ڏيکاريندي چيو. ”مون کي خط پڙهڻ لاءِ توتي ايترو زور نہ رکڻ ڪپندو هو. مون کي.... مون کي پڪ آهي تہ هيءُ خط ٻين جي پڙهڻ لائق ڪونهي.“

ٿوريءَ دير لاءِ، نويدا پنهنجن دستانن کي بہ وساري ويٺي.

”نہ پوءِ اهو وڏي آواز سان پڙهہ.“ هن چيو. ”جيئن تہ تو خط پڙهيو آهي. تنهن ڪري هاڻي چا ٿيندو. جيڪڏهن مسترِ وارن مون کي اهڙي ڳالهہ لکي آهي، جيڪا ٻين کي ڄاڻڻ نہ گهرجي، تہ پوءِ اهو تہ پاڻ وڏيڪ سبب آهي تہ هر ڪوئي ان کي ڄاڻي.“

”خير.“ باربرا چيو. ”خط ۾ لکيل آهي: مُنهنجي منڙي نويدا، اڄ رات ٻارهين بجي منهنجي مصور خاني ۾ اچ. ڏس، وسارجانءِ نہ!“ باربرا اُٿي بيٺي ۽ خط نويدا جي جهوليءَ ۾ ڦٽو ڪيائين. ”مون کي ڏاڍو افسوس آهي.“ هن چيو. ”جو مون هيءُ خط پڙهيو. گلبرٽ تہ اهڙو ڪونهي. ضرور ڪا غلطي ٿي آهي. سمجهہ تہ مون کي ان جي ڪابہ ڄاڻ ڪانهي- ائين منڙي! آءُ هاڻي اهو نياپو ڪونہ سمجهنديس. شايد گلبرٽ اڄڪلهہ گهڻو ڪاڏو ڪائي ٿو. ۽ هو پاڻ ئي وضاحت ڪندو. چڱو، موڪلاڻي!“

نويدا ڪمري ۾ پيرن جي پَٻن تي هلڻ لڳي. هن ٻڌو تہ باربرا مٿي وجي ڪمري جو دروازو بند ڪري ڇڏيو. ڪتبخاني ۾ رکيل ٽامي جي وڏي گهڙيال ٻڌايو تہ ٻارهن ۾ باقي پندرهن منٽ آهن. نويدا

تيزيءَ سان سامهون دروازي ڏانهن ڀڳي، ۽ ٻاهر برف جي طوفان ۾ ڪاهي پيئي. گلبرٽ وارن جو مصورخانو ڪو گهڻو پري ڪونہ هو.

اُيرندي طرف وهندڙ جوشيلي درياءَ وٽان، طوفان جي سفيد ۽ خاموش طاقت شهر تي حملو ڪري رهي هئي. اڳي ئي رستي تي فٽ کن جيتري برف جميل هئي، جنهن تي وهڪري جا نشان فتح ٿيل شهر جي ويران ديوارن تي لڙڪيل رَسن وانگر پئي نظر آيا. سڄو رستو ايترو تہ خاموش هو، ڄڻ پومپيائيءَ جي ڪا گهٽي هجي. ڪنهن ڪنهن وقت گهڙي گاڏي اهڙي تيزيءَ سان گذري ٿي ويئي، جيئن ڪو ڪينو پکي، چلڪندڙ سمونڊ جي مٿان، چانڊوڪيءَ ۾ اڏامندو آهي. ۽ ورلي موٽرون- تشبيهہ کي قائم رکندي- ڪنهن آبدوز ڪشتيءَ وانگر، گجيءَ سان ڀرپور لهرن مان پنهجو خطرناڪ ۽ مزيدار سفر تيزيءَ سان طي ڪنديون پئي ويون.

نويدا پنهنجيءَ راهہ تي، طوفان جي اُڏايل هڪ ساموندي‌ءَ پکيءَ جيان، تڪڙي تڪڙي پئي ويئي. هن پراٽين ۽ برف سان ڍڪيل چوٽين وارين ڏنگين ڦڏين عمارتن کي ڏٺو. جيڪي گهٽين ۾ ڪَر ڪنيو بيٺيون هيون، ۽ جيڪي رات جي روشنيءَ ۽ ڌنڌ ۾ ڪيترائي رنگ ظاهر ڪري رهيون هيون. اهي اولهہ جي برفاني جبلن سان ايترو تہ مشابهہ هيون، جو انهن کي ڏسي نويدا کي فرحت محسوس ٿيڻ لڳي. اهڙي فرحت، جا هڪ لک ڊالرن وارو گهر بہ ڪيس ڪونہ ٿي ڏيئي سگهيو.

رستي جي وَر وٽ هِڪڙي پوليس واري جون ڪرڙيون اکيون ۽ پريل بُت ڏسي هن جي رفتار گهٽجي ويئي.

”محترمہ“، هن پڇيو، ”هھڙي بيگاهہ وقت ۾ تون ڪيئن ٻاهر نڪتي آهين؟“

”آءُ....آءُ دوائن جي دڪان تي وڃان پيئي.“ نويدا پوليس واري جي ڀرسان تڪڙو گذرندي چيو.

اهو عذر ڄڻ تہ پاسپورٽ هو. ڇا، انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو تہ عورت ڪڏهن بہ ترقي نٿي ڪري، ۽ هوءَ مڪر ۽ فريب ۽ دانائيءَ ۾ ڄمندي ئي ڄام آهي؟

اُيرندي ڏانهن مُڙندي، سامهون ايندڙ تيز هوا جي رڪاوٽ ڪان نويدا جي رفتار گهٽجي ويئي. هوءَ برف تي پيرن جا آڏا اُبتا نشان ڇڏيندي، اڳتي وڌندي ويئي. اوچتو مصور خاني واري عمارت، ڪنهن يادگار توب جي چوٽيءَ وانگيان کيس ڏسڻ ۾ آئي. واپار ۽ ان جي دشمن پاڙيسري، فن جو آڌو تاريڪ ۽ خاموش هو. لفٽ ڏهينءَ منزل تي هلي بيئي.

نويدا خوفناڪ ۽ اونداهيءَ واري ڏاڪڻ جا ڏهه ڏاڪا چڙهي، ”89“ نمبر وارو دروازو کڙڪائڻ لڳي. اڳي به ڪيترائي ڀيرا باربرا ۽ پوڙهي جيروميءَ سان گڏ هوءَ هتي آئي هئي.

گلبرٽ دروازو کوليو. هن جي هڪڙي هٿ ۾ رنگين پينسل هئي، اکين تي عينڪ، ۽ وات ۾ پائيپ پيل هوس. پائيپ فرش تي ڪِري پيو.

”آءُ دير سان ته ڪونه پهتي آهيان؟“ نويدا پڇيو. ”مون جلد پهچڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي. اڄ شام جو آءُ چاچا، ناٽڪ گهمڻ ويا هئاسين. آءُ پهچي ويئي آهيان. گلبرٽ!“

گلبرٽ عجيب غريب حرڪت ڪئي. هن هڪ بدحواس بوتي مان ڦري، هڪ نوجوان جو روپ ورتو، چاڪاڻ ته ڪيس هڪ اهم مسئلو حل ڪرڻو هو. هو نويدا کي ڪمري ۾ وٺي آيو، ۽ برش کڻي، هُن جي ڪپڙن تان برف چنڊڻ لڳو. جنهن تصوير تي هن رنگين پينسل سان رنگ پئي ڀريا. ان جي فريم مٿان سائي ڍڪ وارو گولو پئي ٻريو.

”مون کي تو سڏايو آهي.“ نويدا سادگيءَ سان چيو. ”۽ آءُ آئي آهيان. تو پنهنجي خط ۾ به اهوئي لکيو هو. تو مون کي ڇا لاءِ گهرايو آهي؟“

”مون کي باربرا پڙهي ٻڌايو. مون اهو پوءِ ڏٺو. ان ۾ لکيل هو: ’اڄ رات ٻارهين بجي منهنجي مصور خاني ۾ اچ. ڏس، وسارجانءِ نه.‘ مون سمجهيو، شايد تون بيمار آهين، پر تون ڏسڻ ۾ ته چڱو ڀلو ٿو اچين.“

”ها ها!“ گلبرٽ لاپرواهيءَ سان چيو. ”آءُ توکي ٻڌائيندس، نويدا، ته مون توکي ڇا لاءِ سڏايو آهي؟ آءُ چاهيان ٿو ته تون مون سان شادي ڪرين- اڄ رات ئي! هي برفاني طوفان ڪو گهٽو ڪونهي. تون تيار آهين؟“

”توکي ته اهو اڳ ۾ ئي سمجهڻ گهرجي ها ته آءُ انهيءَ لاءِ گهڻو اڳ تيار هيس.“ نويدا چيو. ”برفاني طوفان لاءِ منهنجي راءِ به ساڳي آهي. آءُ به يقيناً ڏينهن جي رنگين شادين کان نفرت ڪريان ٿي. گلبرٽ، مون کي اها سڌ ڪانه هئي ته هن ڳالهه کي هڙي نموني ۾ پيش ڪرڻ جي تو ۾ ايتري همت آهي. خير، انهن ڳالهين کي ذهن مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي.“

”شرط رک!“ گلبرٽ چيو. ”مون اها ڳالهه ڪٿي ٻڌي هئي؟“ هن چپن ۾ چيو. ”هڪڙو منٽ ترس، نويدا، آءُ ٿورو فون ڪري وٺان.“

هو ڪپڙن بدلائڻ واري ننڍڙي ڪمري ۾ گهڙي ويو، ۽ نمبرن جي غير روماني چار ۾ ڦاسي پيو.

”اڙي، تون آهين، جئڪ؟ توکي ته رڳو ننڊ گهرجي! هائو، اُتي ڪڙو ٿي! اهو آءٌ آهيان. يا مان انهيءَ نحوي غلطيءَ کي ڪٽي ڦٽو ڪرا آءٌ هينئر جو هينئر شادي ڪريان ٿو. هائو! پنهنجيءَ پيڻ کي سجاڳ ڪر. مون کي جواب نه ڏي. هن کي به پاڻ سان وٺي اچ- ضرور وٺي اچ! اَئگنيس کي اهو وقت ياد ڏيار، جڏهن مون هن کي رونڪونڪاما ڍنڍ ۾ ٻڏڻ کان بچايو هو. آءٌ سمجهان ٿو ته اها منهنجي هلڪڙائي چٽبي جو اهڙي ڳالهه چئي اٿم، پر توسان گڏ هن کي ضرور اچڻ گهرجي. هائو! نويدا هتي اوهان جي انتظار ۾ ويٺي آهي. ٿورو اڳ اسان مڱڻو ڪيو آهي، ڪي مائٽ اسان جي شاديءَ جي برخلاف آهن. توکي ته اڳي ئي سڌ آهي. اسين هيءُ معاملو هڙيءَ طرح نبيري ٿا ڇڏيون. اسين اوهان جو انتظار ڪريون ٿا. ائگنيس کي گهڻو ڳالهائڻ نه ڏجانءِ، ڪيس وٺي اچ، ايندين نه؟، ڇورا، موٽندي آءٌ اوهان کي گاڏي ڪري ڏيندس. حيران نه ٿيءُ، جئڪ! خوش ته آهين نه؟“

گلبرٽ انهيءَ ڪمري ۾ آيو، جتي نويدا منتظر ويٺي هئي.

”منهنجو پراڻو دوست جئڪ پيٽن ۽ سندس پيڻ پوني ٻارهين بجي هت پهچڻ وارا هئا.“ هن ٻڌايو، ”پر جئڪ ته بنهه سست آهي. مون هينئر کين فون ڪيو آهي ته جهٽ پٽ پهچي وڃن. هو ٿوري وقت ۾ ئي هت پهچي ويندا. آءٌ دنيا جو هڪ خوش قسمت انسان آهيان، نويدا! اج مون توڏانهن جيڪو خط موڪليو، سو ڪٿي آهي؟“

”اهو ته مون وٽ ئي آهي.“ نويدا پنهنجي فراڪ مان خط ڪڍندي چيو.

گلبرٽ لفافي مان خط ڪ، ان کي خبرداريءَ سان ڏسڻ لڳو. پوءِ هن نويدا ڏانهن غور سان نهاريو.

”مون توکي پنهنجي مصور خاني ۾ رات جو ٻارهين بجي اچڻ لاءِ لکيو هو. توکي اهو پڙهي ڪو تعجب به ڪونه ٿيو؟“ هن پڇيو.

”نه.“ نويدا پنهنجون اکيون گول ڦيرائيندي چيو، ”جڏهن ته توکي منهنجي ضرورت هئي. جيڪڏهن تنهنجو ڪو دوست توکي تڪڙو گهرائي ته پوءِ- ساڳي ڳالهه هتي به آهي. پهرين ته پاڻ هُتي پهچي، هن خرخسي مان جند ڇڏايون، پوءِ اهي ڳالهيون پيون ٿيندوين. ههڙن موقعن تي وري برف به ضرور پوندي آهي. مون ته ڪو ويچار ئي ڪونه ڪيو.“

Gul Hayat Institute

گلبرٽ ڊوڙِ ٻئي ڪمري ۾ ويو، ۽ ڪوٽن جو هڪڙو ٿهو کڻي آيو، جيڪي هوا، مينهن يا برف کان بچائي سگهن.

”هيءَ برساتي پاءِ.“ هن نويدا ڏانهن هڪرو ڪوٽ وڌائيندي چيو. ”اسان ڪي ٻه فرلانگ پنڌ ڪرڻو آهي. پوڙهو جئڪ ۽ سندس پيڻ جاڻ ته پهتا.“ هو هڪڙي ٿلهي ۽ ڳري ڪوٽ پائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو.

”اڙي نويدا“، هن چيو، ”يز تي پيل شام واريءَ اخبار جي پهرئين صفحي جي سُرخي ته پڙهي ڏس. اها مغربي ملڪ بابت آهي، ۽ آءٌ سمجهان ٿو ته تنهنجي دلچسپيءَ جي هوندي.“

اوورڪوٽ پائڻ جي بهاني سان هو پوري هڪ منٽ لاءِ ترسيو. ۽ پوءِ پٺ ڏيئي بينو. نويدا ڇُري بهڪانه. هوءَ هن ڏانهن تعجب ۽ پريشانيءَ مان سڌو ڏسڻ لڳي. سندس ڳٽا سُرخ ٿي ويا هئا، پر سندس نگاهن ۾ بختگي هئي.

”آءٌ توکي ٻڌائڻ وارو هُيس“، هن چيو، ”بهرحال، پهرين تون....پهرين اسين.....خير، هر ڳالهه کان پهرين.......بابي مون کي هڪ ڏينهن به اسڪول ڪونه اُماٽيو هو. آءٌ ڪڏهن به ڪو لفظ ڦڙهڻ يا لکڻ ڪانه سڪيس. هاڻي جيڪڏهن-“

ننڍاڪري جئڪ ۽ شڪر گذار ائگنيس جا قدم اونداهيءَ ڏاڪڻ تي ڌم - ڌم ڪندا ٻڌڻ ۾ آيا.

شادي پٺڻ کان پوءِ، جڏهن مسٽر ۽ مسز گلبرٽ وارن، بند گاڏيءَ ۾ لڏندا لمندا، تيزيءَ سان گهر ڏانهن آيا، ته گلبرٽ چيو:

”نويدا، تون ڄاڻڻ چاهيندينءَ ته اڄ رات جيڪو توکي خط مليو، تنهن ۾ مون ڇا لکيو هو؟“

”ٻُڌاءِ“ ڪُنوار چيو:

”لفظ بلفظ“، گلبرٽ چيو، ”هي هو ته ’منهنجي پياري مس وارن، گُلن جي باري ۾ تنهنجو چونڊ درست هو: اهو نيري رنگ جو گُل هو، ۽ نه اڇي رنگ جو!“

”ٺيڪ“، نويدا جواب ڏنو، ”پر اسان کي اهو ساري ڇڏڻ گهرجي! اهو چرچو بهرحال باربرا تي آهي!“

Gul Hayat Institute

**'نظامي'**

**فارسي مثنوي**

# ليليٰ - مجنو

**ليليٰ... رات جي روشني!**

هوءَ افق تي آيل چنڊ جهڙي خوبصورت هئي. سندس سونهن ان سَروَ جي وڻ مثل هئي، جيڪو رات جي هوائن ۾ لُڏندو آهي، ۽ بيشمار تارن جي نوراني روشنيءَ ۾ چمڪندو آهي. هن جا وار ڳوڙها ڪارا ۽ چلڪيدار هئا، ۽ سندس ڪارين اکين ۾ بيپناهه روشني هئي. مُرڪڻ وقت جڏهن هوءَ مُنهن کوليندي هئي، تڏهن ائين لڳندو هو ته ڄڻ ته سڄڻ- سمايل صبح جي اچڻ جي بشارت ڏيئي رهي هجي. جڏهن عشق- سمورين رنگينين ۽ رعنائين سميت- هن جي دل کي پنهنجو نشانو بنايو، تڏهن هوءَ هڪ اهڙي گُل وانگر ٿي پيئي، جنهن کي ان جي عاشق پنهنجي ساهه سان سانڍڻ لاءِ عَدن جي باغ مان پَٽيو هجي- هڪ اهڙي گُل جيان، جنهن کي پوءِ اهو مُزد، اهرمن جي هٿ مان ڦُري، ان کي ڪُومائي، سُڪائي، ختم ڪري ڇڏيو.

ليليٰ، سونهن جو عجيب لباس پهري، رات جي اوندهه مان ٻاهر نڪري آئي هئي- هوءَ روشنيءَ ۾ واپس آئي هئي. جڏهن سندس قبر جي پرسان بيٺل سَروجي وڻ کي، هوا هن جي محبت جو داستان پئي ٻڌايو، تڏهن تارن پنهنجي روشنيءَ ۾ هيٺ اهڙيءَ طرح ٿي نهاريو، ڄڻ چئي رهيا هجن- ”ليليٰ ختم نه ٿي آهي، هوءَ اسان مان ئي پيدا ٿي هئي، ۽ هن کي اسان ڏانهن ئي واپس ورڻُ هو.“ مٿي نهاريو! مٿي نهاريو!.... رات جو ليليٰ جنهن به جاءِ تي وينئي ٿي، اتي نور ئي نور هو، هوءَ جتي به ويئي ٿي، اُتي روشنيءَ ۽ نُور جا درياءَ وهڻ لڳندا هئا. جيئن چنڊ هيٺ سيني دريائن ڏانهن نهاريندو آهي، پر انهن ۾ پاڇو هڪ ئي چنڊ جو هوندو آهي، تيئن ليليٰ جو حُسن به اهڙو ئي هو، جنهن سيني دلين کي پنهنجي عشق جي دام ۾ گرفتار ڪري ڇڏيو.

* * *

ليليٰ جو پيءُ پنهنجي قبيلي جو معزز سرادر هو. لليٰ جي حُسن جي هاڪ ٻڌي، ڏورانهن ڏيهن جا سهزادا هِن جي در جا سلامي ٿيندا هئا. انهن مان ڪوبه شهزادو ليليٰ جي دل فتح نه ڪري سگهيو. مال دولت ۽

شان شوڪت بہ هن کي مائل نہ ڪري سگهيا. اها فتح ۽ ڪاميابي، فقط يمني بهادر سردار جي نوجوان پُٽ ’قيس‘ جي نصيب ۾ هئي- ۽ ليليٰ ڏاڍي آزاديءَ سان پاڻ کي هن جي حوالي ڪري ڇڏيو.

يمن جي انهيءَ سردار ۽ ليليٰ جي پيءُ جو پاڻ ۾ ڪو بہ دوستاڻو رشتو ڪونہ هو. هنن ۾ جيڪڏهن ڪو تعلق هو تہ فقط اُن پراڻيءَ دشمنيءَ جو، جيڪا هن کي سندن وڏن کان ورثي ۾ ملي هئي. جيتوڻيڪ ڪن ميلن ۽ ملاڪرن جي چڱن موقعن تي ٻنهي قبيلن جا ماڻهو پاڻ ۾ ملندا هئا. ۽ ڪجھ دير لاءِ اهي پراڻيون ڳالهيون وساري ڇڏيندا هئا، پر انهيءَ حقيقت کان بہ انڪار ڪري نٿو سگهجي تہ هڪ ٻئي کي سلامڪرڻ وقت، هنن جي اکين ۾ نفرت کان خون پرجي ايندو هو. ليڪن، سدائين ائين بہ ڪونہ ٿيندو هو. هڪڙو اهڙو موقعو بہ آيو، جڏهن هڪ اهڙيءَ ئي خوشيءَ جي دعوت ۾، قيس پهريون ڀيرو ليليٰ کي ڏٺو...... ٻنهي جون نگاهون هڪ ٻئي سان مليون، ۽ جيتوڻيڪ هنن جي زبان تي ڪوبہ لفظ ڪونہ آيو، پر هڪ ئي نظر ۾ عشق هنن کي بيچين ۽ بيقرار ڪري ڇڏيو.

انهيءَ وقت کان وٺي، نوجوان قيس جي دنيا ۾، هڪڙي اٿل اچي ويئي، هو سَير شڪار جي شغل کان نٽائڻ لڳو. دعوتن ۾ ۽ صلاح مشوري جي موقعن تي هُن جي زبان بلڪل بند رهندي هئي. هو سيني کان پري ۽ جدا گذاريندو هو، ۽ سندس اکين ۾ هر وقت هڪ عجيب روشني هوندي هئي. قبيلي جو ڪوبہ نوجوان ڪيس ڪنهن شغل لاءِ لالچائي نہ سگهيو، ۽ نہ وري ڪا حسينہ هُن جي دل کي آٿت ڏيئي سگهي. هن جي دل ڪنهن ٻئي گهر ۾ هئي، ۽ اُهو گهر هڪ غير جو هو.

ليليٰ بہ هڪ جيڏين سهيلين ۾ ويهندي هئي، تہ اکيون هيٺ هونديون هيس. هڪڙي ڀيري هڪ ڪنواريءَ ڇوڪري، تنبوري تي جهنگلي چشمي بابت راڳ ڳايو، جتي ڪير جهڙيءَ چاندوڪيءَ ۾، محبت جا ماريل ملاقات ڪندا هئا. ليليٰ ڪنڌ متي ڪٽي ڏاڍي غور سان راڳ ٻڌو، ۽ ڇوڪريءَ کي وري وري ڳائڻ جي فرمائش ڪئي. انهيءَ کان پوءِ، جڏهن شام تي ۽ سج لٿو، تڏهن هوءَ محلات جي باغ ۾ اڪيلي گهندي رهي. هوءَ هاڻي هر روز رات جو، اتي چڪر هڻندي هئي. هڪڙيءَ رات...... جڏهن چنڊ پوريءَ تابانيءَ سان چمڪي رهيو هو، تڏهن هوءَ گهمندي گهمندي باغ جي اُن حد تائين وڃي پهتي، جتان گهاٽن ٻيلن جو سلسلو شروع ٿي ٿيو. جيئن ئي هُن وڻن جي ٽُڙن وٽ، رستي ڏانهن نهاريو، تيئن هن جي نظر هڪ ڪليل ميدان تي چاندوڪيءَ ۾ چمڪندڙ چشمي تي وڃي پيئي ۽ هن محسوس ڪيو تہ هي اهوئي غير فاني چشمو آهي، جنهن بابت ڪُنواري ڇوڪريءَ تنبوري تي ڳايو هو. هتي

قدم وقت کان وٺي محبت جا ماريل ملندا هئا، ۽ پنهنجيءَ محبت جو اقرار ڪندا هئا. هن جو سڄو جسم ڏڪي ويو، جڏهن ڪيس احساس ٿيو ته هوءَ انهيءَ چشمي کي ڳوليندي هتي اچي پهتي هئي. هن جا ڳلَ ڳرم ٿي ويا....تيز ڌڙڪندڙ دل سان، شرم ۽ حياءَ ۾ غرق، هوءَ محلات ڏانهن واپس ڊوڙي ويئي.

ليليٰ جي عادت هوندي هئي ته هوءَ محلات ۾ شاهي ڪمري جي دريءَ تي ٺُنٺيو ٽَيڪي، ٻاهر جي چوٽين جو نظارو ڏسندي هئي. انهيءَ ڪمري ۾ ٻه سفيدا ڳيرا ٻه وندا هئا، جن کي ليليٰ پنهنجن هٿن ۾ پالي وڏو ڪيو هو. اِهي ڳيرا ليليٰ جي ڪُلهن تي ويهندا هئا، ۽ ڏاڍيءَ نرمائيءَ سان سندس ڳلن تي چهنبون هڻندا هئا. ليليٰ انهن کي پنهنجن اٿن سان داڻو ڪارائيندي هئي، ۽ جڏهن اُنهن کي سڏيندي هئي، تڏهن اهي اُڏامي وٽس ايندا هئا. ليليٰ انهن پکين مان هڪ کي دريءَ مان ٻاهر اُڏائي ڇڏيندي هئي، ۽ ٻئي کي پنهنجيءَ ڇاتيءَ سان لائي ويهندي هئي. اُڏايل پکي محلات جي سامهون وڻ تي وڃي ويهدنو هو، ۽ پنهجي ساٿيءَ لاءِ ايستائين 'گُهو- گُهو' پيو ڪندو هو، جيستائين ليليٰ پنهنجي سيني سان لاتل ٻئي پکيءَ کي آزاد نه ڪندي هئي، ۽ جڏهن پکي آزاد ٿي تيزيءَ سان پنهجي ساٿيءَ ڏانهن اُڏامي ويندو هو، تڏهن ليليٰ ٿڌو ساهه کڻي دل ئي دل ۾ چوندي هئي ته 'جڏهن عاشق کي پَر هوندا آهن، تڏهن هو پنهنجي محبوب ڏانهن اڏامي ويندو آهي... پر افسوس، مون کي پَر ڪونه آهن!' انهيءَ هوندي به، اهي ئي پکي هئا، جن جي وسيلي سندس عاشق هڪ اُمنگ اُٿاريندڙ سنيهو موڪليو، جنهن جي ملڻ تي ليليٰ خوشيءَ ۽ خوف ۾ وڪوڙجي ويئي- ۽ آخرڪار هن جا قدم انهيءَ جاءِ ڏانهن وڌڻ لڳا، جتي محبت جا ماريل ملاقات ڪندا هئا.

ليليٰ جا اهي سفيد ڳيرا پري پري تائين مشهور هئا. قيس به اڪيلائيءَ ۾ اڪثر ڪري انهن بابت سوچيندو هو. هڪڙي ڀيري جڏهن هن کي اهو خيال آيو تڏهن هو پلنگ تي اُٿي ويٺو، ۽ دل ۾ چوڻ لڳو ته 'جيڪڏهن آءٌ هن جي پيءُ وٽ وڃي عرض ڪريان ته مون کي پنهنجي ڌيءَ سان شادي ڪرڻ جي اجازت ڏئي، ته هو مون سان ڪهڙيءَ طرح پيش ايندو؟ يا، جيڪڏهن آءٌ ڪو قاصد موڪليان، ته اُن سان ڪهڙو برتاءُ ڪيو ويندو........؟ جيڪڏهن منهنجون اهي اميدون سچيون آهن، ته پوءِ اِهي پکي اُڏامي دريءَ ڏانهن ويندا، ۽ وري هن جي سيني سان چُهٽندا-!"

انهيءَ اوچي خيال تي، قيس پنهنجي نوڪر زيد کي، سڏ ڪيو، جيڪو پنهنجي عزيز مالڪ جو سڏ ٻڌي ڊوڙندو آيو.

”زيد، توکي خبر آهي.“ قيس چيو، ”بصري جي سردار جي ملات ۾ ٻه سفيد ڪبوترا آهن، جن مان هڪ پنهنجي مالڪياڻيءَ جي اشاري تي پري اُڏامي ويندو آهي ۽ ايستائين گهُو- گهُو پيو ڪندو آهي، جيستائين ٻيو ڪبوتر وٽس نه ايندو آهي؟“

”سائين، مون کي پوري خبر آهي، اهي پاليل پکي آهن ۽ پنهنجي مالڪياڻيءَ جي اشاري تي ايندا آهن.“

”تون سمجهين ٿو ته اهي تنهنجي قبضي ۾ اچي سگهندا؟“

زيد، جيڪو پنهنجي مالڪ جو رازدار به هو ۽ ڪيس اها به خبر هئي ته هو ڪهڙي مرض ۾ گرفتار آهي، تنهن جواب ڏنو:

”سائين، اوهان کي اهي پکي گهرجن ڇا؟ منهنجو پيءُ ڪانئير هو ۽ آءٌ جهنگ ۾ ئي پلجي وڏو ٿيو آهيان. مون ڪبوترن کان وڌيڪ ڪيترائي جهنگلي پکي ڦاسايا آهن. مون کي اهي اٽڪلون به اچن ٿيون، جن جي وسيلي آءٌ پکين کي پنهنجي هٿ سان جهلي سگهان ٿو.“

”ته پوءِ انهن پکين مان هڪ مون کي به آڻي ڏي.......پر خيال ڪجانءِ ته ان کي ٿوري به ضرب نه پهچي- ان جو هڪ ڪنبُ به ضايع نه ٿئي!“

زيد سچ پچ ذهين هو. ٽئين ڏينهن هو ليليٰ جو هڪ سفيد ڪبوتر ڪٽي آيو، ۽ آڻي قيس جي هٿ ۾ ڏنائين. قيس پکيءَ جي پُنيءَ تي پيار ۽ نرميءَ سان هٿ گهمايو، ۽ پوءِ پکي زيد کي جهلڻ لاءِ ڏيئي، پاڻ ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان ان جي ٽَنگ ۾ هڪڙو چمڙي جو ٽڪرو ٻَڌائين، جنهن تي هيٺيان بيت لکيل هئا:

-تنهنجي دل سفيد ڪبوتري وانگر صاف ۽ پاڪ آهي ۽ اُها سامهون وَڻ تان، تنهنجي محبت جو پيغام کڻي،

مون وٽ اُڏامي آئي آهي.

-توکي تنهنجي دل واپس ڪين ملندي.

ڇاڪاڻ ته هاڻي اها مون وٽ ئي رهندي،

پر، انهيءَ هوندي به، سامهون وڻ تي،

تون منهنجي ڏکويل دل جا سُڏڪا ٻڌندينءَ.

Gul Hayat Institute

-اَڄ رات آءٌ تنهنجو انتظار ڪندس-
اُن چشمي تي، جت محبت جا ماريل ملاقات ڪندا آهن،
اهي محبوب، مون وٽ اهڙي طرح اُڏامي اچ،
جيئن ڪٻرو ڪٻريءَ ڏانهن اُڏامي ويندو آهي........

❊ ❊ ❊

اُها رات البت گرم هئي. ليليٰ دستور موجب، هڪڙي ڪٻري کي دريءَ مان اڏائي ڇڏيو هو، ۽ ٻئي ڪٻري کي پنهنجي سيني سان لائي، اُن جي 'گهُو- گهُو' پئي ٻڌي.....پر هميشہ وانگر پکيءَ جو آواز سامهون وڻ تان ٻڌڻ ۾ ڪونہ آيس! ليليٰ ڦٽڪندڙ ڪٻري کي پنهنجن هٿن ۾ سوگهو جهليو، ۽ دريءَ مان اڳتي جُهڪي، آواز کي غور سان ٻڌڻ لڳي، پر ڪوبہ آواز نہ ٻڌي، هُن دل ۾ چيو تہ 'هن کي ڇا ٿيو؟ هو ڪيڏانهن اُڏامي ويو؟ اڳي تہ ڪڏهن بہ ائين ڪونہ ٿيو!...شايد پکيءَ کي وڻ تي ئي ننڊ اچي ويئي آهي- !'

پوءِ جيئن چنڊ مٿي چڙهندو ويو ۽ هر شيءِ چانڊوڪيءَ ۾ روشن ٿيندي ويئي، تيئن ليليٰ تہ اُتي ئي انتظار ڪندي رهي... پر نہ ڪٻرو آيو، ۽ نہ اُن جو آواز ٻُڌڻ ۾ آيو. آخر ليليٰ پنهنجي سيني سان چُهٽل پکيءَ کي ٿَپڪي ڏيئي ڪجھ چيو، ۽ ان کي ڏاڍي نرميءَ سان اُڏائي ڇڏيو، تہ هو پنهنجي وڇڙيل ساٿيءَ کي ڳولي وٺي اچي.

پکي اُڏامي سڌو وڻ ڏانهن ويو، ۽ ان جي هڪ شاخ تي ويهي 'گهُو- گهُو' ڪرڻ لڳو... پر ان جي ساٿيءَ وٽان ڪوبہ جواب ڪونہ آيو. پوءِ ليليٰ ڏٺو تہ پکي وڻ تان اُڏاڻو، ۽ محلات جي چوڌاري ڦيرا ڏيڻ لڳو. ليليٰ پکيءَ کي ڪيترائي ڀيرا چڪر هڻندي ڏٺو ۽ اُن جي پَرن جو آواز ٻُڌو. نيٺ پکي هيٺ لٿو ۽ اچي دريءَ ۾ وينو- ۽ جڏهن ليليٰ ان کي جهلي پنهنجن هٿن ۾ سوگهو ڪيو، تڏهن هن کي محسوس ٿيو تہ پکيءَ جو جسم تيزيءَ سان ڌڙڪي رهيو آهي. يقيناً پکيءَ کي اذيت پهتي هئي، جنهن ڪري مٿس خوف ڇانيل هو.

"افسوس اي بيزبان!" ليليٰ پکيءَ کي نرميءَ سان چُهندي چيو: "محبوب جو وڇوڙو واقعي المناڪ آهي، پر ان کي ڪڏهن بہ ڳولي نہ لهڻ، انهيءَ ڪان بہ گهڻو المناڪ آهي!"

ليليٰ اجا پکيءَ کي دلداري پئي ڏني، ته ايتري ۾ ٻيو پکي به اُڏامندو اندر آيو ۽ اچي ليليٰ جي ڪلهي تي ويٺو. خوشيءَ ۾ هن ڪان دانهن نڪري ويئي.... ان ڪي جهلي، ٻيئي پکي ڪٽي سيني سان لاتائين. پکيءَ کي اهڙي طرح پيار ڪندي، ليليٰ جي آڱرين، آيل پکيءَ جي ٽَنگ ۾ ٻڌل ڪنهن کهريءَ شيءِ کي محسوس ڪيو. هن يڪدم اها مضبوط ٻڌل شيءِ کولي ۽ ڌڙڪندڙ دل سان انهيءَ چمڙي جي ٽڪري تي لکيل تحرير کي پڙهڻ لڳي..... اهو سندس عاشق جو پيغام هو! هن کي ڪجهه به سمجهه ۾ ڪونه آيو ته ڇا ڪري- ’ڇا، هن کي انهيءَ چشمي ڏانهن هلڻ گهرجي، جتي چانڊوڪيءَ ۾ محبت جا ماريل ملاقات ڪندا آهن؟‘ انهن ئي خيالن ۾، هُن پکين کي چُميون ڏيئي، ڇڏي ڏنو.

پوءِ ليليٰ جلدي جلدي برقعو پاتو، ۽ ڏاڪڻ تان آهستي آهستي لهي، چوردروازي مان ٻاهر نڪري آئي. عاشق هن جي رهنمائي ڪئي، ۽ هوءَ جهنگ ۾ انهيءَ رستي تي وڃي پهتي، جيڪو اُن چشمي ڏانهن ويو ٿي، جتي محبت جا ماريل ملاقات ڪندا هئا. هوءَ وڻن مان ڇڻندڙ چانڊوڪيءَ جي ڇار مان، ڏاڍي تيزيءَ سان اڳتي وڌندي رهي..... آخرڪار هُوءَ کليل ميدان وٽ اچي پهتي، جتي پاڻيءَ جون سفيد اُڀرندڙ ڏارون، جواهر جڙيل چانديءَ جيان پئي جَرڪيون.

ليليٰ سايي ۾ ٿي ويٺي. سندس مَن ۾ عجيب ڇڪتاڻ هئي، ۽ خيال ڪيائين ته ’جيڪڏهن منهنجي دل ڏکي ٿي ته فقط ان ڪري جو آءٌ ڊوڙندي آئي آهيان...... اُهو ڪٿي آهي، جنهن منهنجو پکي چورايو ۽ نياپي سان موٽائي موڪليو؟‘

اهو ڪير به هو، ليڪن سندن نگاهون ڏاڍيون تيز هيون...... ڇاڪاڻ ته هن ليليٰ کي سايي ۾ ئي ڏسي ورتو، ۽ چشمي وٽان گذرندو، تڪڙو هن ڏانهن آيو.

ليليٰ تيزيءَ سان نڪري چانڊوڪيءَ ۾ ٿي بيٺي.

”تون ڪير آهين؟“

ٻنهي جون نگاهون مليون، چانڊوڪي سندن منهن تي پئجي رهي هئي. هنن جي وات مان پڙڪو به ڪونه نڪتو- ڇاڪاڻ ته هنن هڪ ئي نگاهه ۾ هڪ ٻئي کي سڃاڻي ورتو هو.

”ليليٰ!.... تون مون وٽ آئين آهين!.... آءٌ توکي پيار ڪريان ٿو!“

”آءٌ به....“

فقط پوڙهي چنڊ، جنهن ڪيترائي ڀيرا اهڙا حادثا ڏٺا هئا، هنن کي بي اختيار هم آغوش ٿيندي ڏٺو، ۽ سوءِ چشمي جي روح جي، جنهن پاڻيءَ جي ڀهرئين ڦوهاري نڪرڻ کان وٺي، ڪيترائي دفعا محبت جا مٺڙ ٻول ٻُڌا هئا، ٻئي ڪنهن به انهن گفتن کي ڪين ٻڌو، جيڪي هُنن هڪ ٻئي کي چيا.

* * *

هاڻي ليليٰ ۽ قيس انهيءَ چشمي وٽ ملندا هئا. ۽ جهنگ جي خاموش گَهرائي ۾ هڪ ٻئي سان محبت جا اقرار ڪندا هئا. هڪڙي دفعي، موڪلائڻ وقت، قيس ليليٰ کي چيو: ”منهنجي منڙي، جيڪڏهن منهنجو گهر صحرا ۾ هجي ها، ۽ پاڻ ٻئي آزاد هجون ها، ته اتي جو ڏُٽ ۽ تنهنجي هٿن جي پچايل ماني کائون ها، چشمن جو پاڻي پيئون ها، ۽ ڪنهن وڻ جي هيٺان ويهي آرام ڪريون ها- پوءِ آءٌ دنيا جي ڪابه ڪاڻ نه ڪيان ها، ۽ تنهنجي قبيلي جي دشمنيءَ کي ترڪ ڪري، توکي پيار ڪريان ها ۽ توسان گڏ گذاريان ها!“

”پيارا قيس، آءٌ به ڪريان ها!“

”ته پوءِ اچ ته سڀ ڪجهه ڦٽو ڪريون، ۽ هلي ٻَرپَٽ وسايون.......!“

”هينئر؟“

”نه، هنيئر نه. تون تياري ڪري وٺ.... سڀاڻي، هن وقت، آءٌ ٻن تيز رفتار گهوڙن سان هتي تنهنجو انتظار ڪندس، ۽ پوءِ جيئن هو ٻن سُنبن سان زمين هٽائيندا اڳتي وڌندا هلندا، تيئن پاڻ به دنيا کي پوئتي ڇڏي چڪا هونداسون- آءٌ ۽ تون!“

اُنهيءَ رات ليليٰ خواب ڏٺو ته هوءَ پنهنجي عاشق سان گڏ صحرا ۾ اهي. ٻيئي وڻ جي ڇانوَ ۾ ويٺا آهن، چشمي جو پاڻي پيا پيئن، ۽ ليليٰ جي هٿن جي پچايل جهنگلي اناج جي ماني پيا کائين. ۽ ليليٰ، پنهنجي محبوب جي موجودگيءَ ۾، ملا جي سُکن کان به وڌيڪ خوش ۽ بيفڪر آهي....

* * *

پر افسوس، اهو خواب ڪڏهن به سچو ٿي نه سگهيو. محلات جي ڪنهن خابروءَ، جيڪو چو طرف جو آواز ٻُڌي سگهيو ٿي ۽ جنهن جون نظرون چوڌاري ڏسي سگهيون ٿي، انهيءَ خابروءَ انهيءَ ابنِ سلام جي چاڙتي، حسين و جميل سردار ابن سلام، جيڪو ليليٰ سان شادي ڪرڻ لاءِ بيقرار هو- ليليٰ جي پيءُ جي ڪَن ۾ ڦُوڪ ڏيئي ڇڏي. ٻئي ڏينهن، سارو ڏينهن سارو محل ويران هو..... ڪُراڙو سردار، ليليٰ

Gul Hayat Institute

۽ سيني نوڪرن چاڪرن سميت، پهاڙن ۾ پنهنجيءَ جاگير ڏانهن روانو ٿي ويو. هن کي اميد هئي ته اتي جي خالص ۽ صحت بخشهوا، ليليٰ جي دل لاءِ فائديمند ٿيندي. جيتوڻيڪ اُتي حالت ڪيئن ٿيندي، سا ڪنهن جي به سمجهه ۾ نه اچي سگهي.

قيس کي هن جي اوچتي روانگيءَ جي ڪابه خبر ڪانه هئي، ۽ هو مقرر وقت تي چشمي وٽ انتظار ڪندو رهيو. آخر هڪڙي ڏينهن، ڪيس اها خبر پهتي ته ليليٰ پنهنجي خوشيءَ سان سڄي گهر سميت پهاڙن ڏانهن هلي ويئي آهي ۽ هنن سان گڏ ابن سلام به ويو آهي! انهيءَ ڳالهه، قيس جي ڏکويل دل کي ويتر تڪليف پهچائي. ويچاري عاشق جي دل وِسوسن ۽ گمانن جو گهر هوندي آهي- قيس به انهيءَ گمان کي سچ سمجهي، پنهنجي گهران هڪ عجيب بي اختياريءَ جي حالت ۾ نڪري ويو. نا اُميدي جي انهيءَ دردناڪ حالت ۾، هن جو ذهن سواءِ ليليٰ جي ٻيو ڪجهه به سوچي نه سگهوي. هن انهن دور دراز پهاڙن ڏانهن ڪٽي رخ رکيو ۽ 'ليليٰ! ليليٰ!' پڪاريندو، رڻ پٽ ۾ ڪاهي پيو. بيابان جي هر ڪا پٿَ ۽ ٿُوهر جا سمورا وڻ، جلد ئي انهيءَ نالي کان واقف ٿي ويا، ڇاڪاڻ ته سڄو ڏينهن سڄي رات اُتي انهيءَ نالي جو پڙاڏو ٿيندو رهيو.... تان جو ورندي صبح جو قيس، ٿڪاوٽ ۽ ڪمزوريءَ کان بيهوش ٿي، واريءَ جي وسيع سمنڊ ۾ جذب ٿي ويو.

* * *

جڏهن سج ڪجهه مٿيرو ٿيو، تڏهن زيد ۽ قيس جا ڪي دوست، ڪيس ڳوليندا ڳوليندا اُتي اچي پهتا هئا. قيس جي حالت بنهه چرين جهڙي هئي. ٿڪاوٽ ۽ بک پياس کان عاجز ٿي، هو پنهنجي ذهن کي اهڙيءَ طرح اٿلائي پٿلائي رهيو هو، جهڙيءَ طرح هن برَپٽ جي خاڪ ڇاڻي هئي. زيد ۽ ٻيا دوست قيس کي گهر وٺي آيا، ۽ هن کي پنهنجي اصلي حالت ۾ آڻن جي هر ڪا ڪوشش ڪيائون. آخرجڏهن ڪجهه هوش ۾ آيو، تڏهن به هو پنهنجي وڇڙيل محبوب ليليٰ کي ئي پڪاريندو رهيو- ايتري قدر جو دوستن احبابن، هن کي لاعلاج سمجهي 'مجنون' يعني پاڳل، جي نالي سان سڏڻ شروع ڪيو.

سندس پيءُ به هن سان ڪافي حجت ڪئي ته هو انهيءَ سردار جي ڌيءَ جي شديد محبت کي ڦٽو ڪري ڇڏي، جيڪو هن جو دشمن هو. پر هن جي بي اختيار عشق کي ڏسي، دل ۾ ڄاتائين ته 'هن جو علاج فقط ليليٰ ئي آهي' هن، بصري جي سردار سان سواءِ جنگ يا صلح ڪرڻ جي، ٻيو ڪو به چارو نه ڏسي،

Gul Hayat Institute

انهيءَ معاملي ۾ آزمائش لهڻ جو پڪو عهد ڪيو. تنهن ڪري مجنون کي وفادار زيد جي نظرداريءَ ۾ ڇڏي، چوڻ ماڻهن کي ساڻ ڪري، هو پنهنجي دشمن سردار سان ملڻ لاءِ پهارن ڏانهن روانو ٿي ويو.
آخر گهڻن ڏينهن جي مسافريءَ کان پوءِ هو ليليٰ جي پيءُ جي جاگير ۾ اچي پهتو. هو ڏاڍي شوخيءَ ۽ غرور سان سردار جي اڳيان ويو، ۽ کانئس پنهنجي پٽ لاءِ سندس ڌيءَ جو سَڱ جي گهر ڪيائين. هن سردار کي اهو به ٻڌايو ته هو فقط هڪڙو جواب ٻڌندو- 'ها' يا 'نه'. پر هن جي ان سوال کي به ساڳيءَ شوخيءَ ۽ غرور سان ٺُڪرايو ويو. "خبر تمام جلد پکڙجي ويندي آهي." بصري جي سردار جواب ڏنو. "تنهنجو پُٽ پاڳل آهي، پهريائين هن جي چريائيءَ جو علاج ڪر ۽ پوءِ منهنجي رضامندي پُڇ!"
سعد، يمن جو سردار، ڏاڍو هنيلو ۽ سخت مزاج هو. هو انهيءَ جواب کي برداشت نه ڪري سگهيو. هن دوستيءَ جي اقرار جي هڪ تجويز پيش ڪئي هئي، جنهن کي ٺڪرائي، هڪ خوفناڪ جنگ و جدل جي پيش خيمي ۾ تبديل ڪيو ويو هو. تنهن ڪري جڏهن هو بصري جي سردار وٽان واپس وريو، تڏهن هن جي پيشانيءَ ۾ گُهنڊ هو، ۽ سندس اکيون انتقام جي باهه ۾ پئي ٻريون. هن بصري جي سردار کان بدلي وٺڻ جو پڪو انجام ڪيو، ۽ مٿس حملي ڪرڻ جي سانباهي لاءِ وطن واپس موٽي آيو.
پر يمن جي سردار پنهنجي ارادي ۾ دير ڪئي: واپس اچڻ تي کيس معلوم ٿيو ته مجنون وفادر زيد سان گڏ ڪعبت الله جي زيارت ڪرڻ ۽ اُتي جي پاڪ کُوهه جو پاڻي پيئڻ لاءِ مڪي ويو آهي.
"يقيناً" هن چيو. "اهو پاڪ ۽ متبرڪ پاڻي، جيڪو هاجره ۽ ان جي پٽ جي پياس اجهائڻ لاءِ، خشڪ ۽ ساڙيندڙ سحرا ۾ ڦُٽي نڪتو هو. منهنجي پٽ کي به دماغي شفا بخشيندو. آءٌ به هن جي پٺيان ويندس، ۽ هن سان گڏجي ڪعبت الله ۾ دعا گهرندس، آءٌ به اهو مقدس پاڻي پيئندس، ۽ پوءِ اهڙي حسن اتفاق سان منهنجو پُٽ مون کي ملندو!"
پر اتفاق وري اهڙو بڻيو. جو جڏهن سردار پنهنجي شاندار سات سان گڏ مڪي کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي پهتو. تڏهن هن کي صحرا جو ٻيو وڏو سردار 'نوفل' ملي ويو. جنهن بهادرن جي مختصر جماعت سان تڪڙو وڏي اچي هن جو آڌر ڀاءُ ڪيو-
"آءٌ توکي سڃاڻان ٿو- نوفل پنهنجي خوبصورت گهوڙي جون واڳون اهڙيءَ طرح اوچتو ڇڪيندي چيو. جو واري ۽ ڌوڙ چوڌاري پکڙجي ويئي. "تون يمن جو سردار ۽ مجنون جو پيءُ آهين. آءٌ تنهنجو خير مقدم ڪريان ٿو. مجنون مون کي صحرا ۾ گڏيو هو. هو سخت مصيبت ۾ مبتلا ۽ مرڻينگ حالت ۾ هو. مون



Gul Hayat Institute

هن جي امداد ڪئي، ۽ هن جو سمورو احوال ٻڌو. اي يمن جا سردار، جيڪڏهن تنهنجي اها مرضي هجي، ته آءٌ بصري جي سردار جي خلاف اوهان جو ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار آهيان؟"

"اي نوفل، توتي پڻ سلام هجن. مون کي تنهنجي نالي جي خبر آهي، تون خانہ بدوش صحرائي آهين، پر مون تنهنجي بهادريءَ ۽ سخاوت جا ڪيترائي قصا ٻڌا آهن. چا، منهنجو پُٽ تنهنجي حفاظت ۾ آهي؟ پر اهو ڪيئن ٿيو جو هو حج ڪرڻ کان رهجي ويو...... آءٌ پاڻ ساڻس ملڻ لاءِ ڪعبت الله ڏانهن پئي ويس!"

"افسوس، هو رستي جي پرسان پيو هو، جنهن کي منهنجي بهادرن ڏسي ورتو، ۽ جڏهن اُهي ويجهو پهتا، تڏهن هنن 'ليليٰ- ليليٰ' جون دانهون ٻڌيون. هو ڪيس مون وٽ وٺي آيا، ۽ مون هن جي اکين ڏٺي داستان ۽ ليليٰ جي ورجائيندڙ لفظ مان سهي ڪيو ته اهو تنهنجو پٽ مجنون آهي. اي يمن جا سردار، حُسن ۽ محبت جو داستان صحرا جي خاموش وسعتن ۾ جلد ئي پکڙجي ويندو آهي-."

"نوفل، هاڻي تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟"

"منهنجي مرضي آهي ته پاڻ ٻيئي تنهنجي پٽ لاءِ بصري جي سردار وٽ هلون، ۽ هن کان سندس ڌيءَ جو سَڱ گهرون، جيڪڏهن هن انڪار ڪيو ۽ جنگ جي صورت ۾ فتح اسان جي ٿي، ته پوءِ آءٌ سموري صحرا ۽ ان جي آسپاس تنهنجي غلبي ۽ اثر کي وڌائيندس ۽ ان جي حفاظت ڪندس، پر جيڪڏهن هو راضي ٿيو، ته پوءِ پاڻ سڀ صلح ۾ رهنداسين، ۽ تنهنجي مقرر ڪيل مناسب شرطن تي پنهنجين پنهنجين حڪومتن جون حدون ملائي ڇڏينداسين؟"

"نوفل، تنهنجي صلاح ڏاڍي سهڻي آهي، ۽ آءٌ توتي ڀروسو ڪريان ٿو. تون بصري جي سردار وٽ ڀلي وڃ، ۽ من هنجي طرفان هن کان ليليٰ جي گهر ڪر. آءٌ تنهنجي پٺيان ايندس. جيڪڏهن تون ليليٰ کي وٺي مون تائين پهچي وئين ته پوءِ ٺيڪ آهي، پر جي نہ، ته پوءِ پاڻ گڏجي هن تي حملو ڪنداسين. آءٌ تنهنجن سيني شرطن کي قبول ڪندس. باقي ٻِن شرطن لاءِ تو وٽ بہ مون جهڙائي تيز رفتار قاصد موجود آهن، جيڪي ڪڏهن بہ مون وٽ موڪلي سگهين ٿو."

انهن لفظن تي نوفل گهوڙو ڦيرايو، ۽ پنهنجن ڪن بهادرن کي حڪم ڏنائين..... هڪدم ڇهہ تيز رفتار قاصد، صحرا جي سردارن کي پهاڙن جي دامن ۾ گڏ ڪرڻ لاءِ، ڇهن طرفن ڏانهن روانا ٿي ويا. انهيءَ

Gul Hayat Institute

وچ ۾ يمن جي سردار بہ پنهنجي ملڪ ڏانهن قاصد ڊوڙايا. نوفل پنهنجيءَ بهادر جماعت سميت مقرر ڪيل جاءِ ڏانهن روانو ٿي ويو، پر يمن جو سردار قاصدن جي واپسيءَ تائين اتي ئي ترسي پيو.

*** 

هوڏانهن جلبن تي، پنهنجي پيءُ جي رياست ۾، ليليٰ جي حياتي ڏاڍي ملول ۽ اُداس گذري رهي هئي. پٽس جو منظور نظر نوجوان سردار، ابن سلام ليليٰ سان شادي ڪرڻ لاءِ، برابر حجت هلائيندو رهيو، پر ليليٰ جو انڪار ۽ سندس اکين ۾ لُڙڪ ڏسي، پٽس جي دل ڀڄي پوندي هئي، ۽ هو مجبور ٿي خوبصورت ۽ امير سرادر کي چوندو هو تہ "هوءَ اڃا انهي4 وهيءَ ۾ ڪين پهتي آهي، ڪجھ دير صبر ڪر. اُن بعد سڀ ڪجھ نيڪ ٿي ويندو." بصري جو سردار هن نوجوان امير کي، جنهن وٽ بيشمار دولت ۽ هزارين جوڌا هئا، غور جي نظرن سان تڪيندو ۽ توريندو هو. باقي ليليٰ ويچاريءَ پاڻ کي ڏينهن جي سوجهري کان بہ سِڪائي رکيو هو، پر جڏهن رات ٿيندي هئي، تڏهن پنهنجو حال تارن سان اوري دل ۾ چوندي هئي تہ 'آءٌ مرڻ وڌيڪ پسند ڪندس، اُن جي بدران، جو آءٌ مجنون کان سواءِ ٻئي ڪنهن مرد سان شادي ڪريان.... افسوس، ويچارو مجنون بہ مون وانگر حيران ۽ پريشان هوندو!'

ليليٰ کي سندس پکين جي محلات جي اڳيان وڻ تي ويهڻ چڱيءَ طرح ياد هو. هوءَ انهن پکين کي اُتي ئي نوڪرن جي سنڀال ۾ ڇڏي آئي هئي. انهن پکين کان هر وقت هن جي دل کي دلاسو ۽ تسلي پئي ملي هئي. خاص ڪري انهن مان هڪ پکي سندس محبوب جو قاصد بہ هو- پر هاڻي وٽس ڪوبہ دلاسي ڏيڻ وارو ڪونہ رهيو هو. هتي هڪڙو چيتو بہ هو، سو بہ حبشي غلام جي چٽي ۾ هو...... پر اُهو ليليٰ کي سندس محبوب بابت اهو ڪجھ ٻُڌائي نہ سگهيو، جيڪو انهن پکين ٻڌايو هئس! ليڪن هڪڙي ڏينهن سندس ٻانهي، هڪڙو پکي وٽس کڻي آئي، ۽ چيائينس تہ "منهنجي پريميءَ هيءُ پکي جهنگ مان جهليو آهي، ۽ مون کي چيو اٿس تہ پاڻ تي تنهنجي ڪيل مهربانين جي عيوص آءٌ هيءُ پکي نذراني طور توکي پيش ڪريان."

ليليٰ انهيءَ پکيءَ کي پاڻ سان گڏ نويڪلائيءَ ۾ رهايو، ۽ جلد ئي محسوس ڪيائين تہ انهيءَ پکيءَ جو آواز بہ سندس ئي آواز جهڙو هو، تنهن ڪري ليليٰ پکيءَ کي فقط هڪڙو لفظ سيکاريو: پوءِ هوءَ پکيءَ کي پنهنجي هٿ تي کڻي، ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويني هوندي هئي، ۽ اُن جي منڍڙي ۽ نرم آواز ۾ اُچاريل لفظ 'مجنون' کي پيئي ٻُڌندي هئي. پکي وري وري هن جي ڪَن ۾ دنيا جي انهيءَ منڍڙي



Gul Hayat Institute

نالي ’مجنون‘ جي تنوار پيو ڪندو هو، ۽ ليليٰ جي دل، سندس سيني مان نڪري، صحرا جي ويرانين ۾ مجنون کي ڳولڻ لاءِ پيئي ڀٽڪندي هئي.

❋ ❋ ❋

ليليٰ جي دل اجا انهن مصيبتن ۾ پئي ٻڏي ۽ تري، ته هڪڙي ڏينهن، پرهه ڦٽيءَ جو، نوفل بهادرن جي هڪ وڏي ٽولي سان آيو، ۽ پنهنجي تلوار در تي زور سان هڻي، بصري جي سردار سان ملاقات ڪرڻ جو اعلان ڪيائين. سِج جي روشنيءَ جا وڏنڊڙ ڪِرڻا، جبلن جي پس منظر ۾ آهستي آهستي پکڙجي رهيا هئا، ته نوفل ۽ بصري جي سردار جي وچ ۾ تمام مختصر ۽ تيز لفظن جي ڏي وٺ ٿي، ۽ جڏهن سج ڪجهه متيرو ٿيو ۽ اُس دروازن تائين پهتي، تڏهن هنن جي گفتگو به ختم ٿي. پوءِ نوفل، پنهنجي ساٿين سميت، ايندڙ يمني مهمان جي استقبال لاءِ صحرا ڏانهن تيزيءَ سان موٽي ويو.

مصري جي سردار پنهنجي ۽ سج جي وچ ۾ ايرندڙ متيءَ جي طوفان کي ڏٺو، جنهن ۾ هن کي اوچتي جنگ جا آثار ڇٽيءَ طرح نظر پئي آيا.

بصري جي جابلو رياست جون حدون ابنِ سلام جي رياست جي سرحد سان مليل هيون. جڏهن هن کي خبر پهتي ته بصري جي سردار سندس خاطر نوفل کي بيعزت ڪري واپس ڪيو آهي، ۽ جنگ جي طوفان اُٿڻ جو انديشو آهي، تڏهن هن هڪدم مدد لاءِ هڪ هزار جوڌن جي آڇ پيش ڪئي، جيڪا فورا قبول ڪئي ويئي.

جنگ جي لاءِ ميدان تيار ٿي ويو هو. ٻپهر ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي، ابن سلام جي بهادر فوج پهچي چڪي هئي. ليليٰ دريءَ مان انهن جي ترتيب ۽ صف بنديءَ کي غور سان ڏٺو ۽ ان بعد، صحرا ڏانهن نهاريندي، کيس هڪ ٻئي ايندڙ لشڪر جي پيرن هيٺان متيءَ جا ڪڪر اُيرندا نظر آيا.

’افسوس!‘ هن چيو، ’هن سچي فتني فساد جو سبب منهنجي سيني ۾ هيءَ ڌڙڪندڙ دل آهي. آءُ پنهنجي پيءُ کي چاهيان ٿي، آءُ مجنون کي به پيار ڪريان ٿي...... هاڻي ڏسجي ته قسمت جو انتخاب ڪهڙو ٿئي ٿو!‘؟

قسمت جا به عجب رنگ هوندا آهن. رات ٿيڻ تائين هن جنگ ۾ هُل هنگامو پئي ٻڌو. جڏهن سندس دل خوف ۽ اُميد ۾ ٻڏي تري رهي هئي، کيس صاف ڏسڻ ۾ آيو ته ابنِ سلام جو لشڪر ميدان ۾ بيهڻ لائق نه رهيو هو. سندس پيءُ جي دشمنن جا حملا انهيءَ لشڪر کي پُٺتي هڪليندا پئي آيا. ابنِ سلام



Gul Hayat Institute

جو لشڪر پڪڙجي دوباره گڏ ٿيو ٿي، پر وري پڪڙجي ويو ٿي. ميدان ۾ جيڪي سپاهي رهيا هئا، اهي بہ قلعي ڏانهن پسپا ٿيڻ لڳا. قلعي جا دروازا ڪيرايا ويا، ۽ سڀ ڪجهہ هارايو ويو يا فتح ڪيو ويو.
منادي ڏيندڙ اڳتي وڌيو ۽ پيش پوڻ جا شرط وڏي واڪي ٻڌائڻ لڳو. ليليٰ دريءَ مان ٻاهر تي جهڪي ۽ ٻڌڻ لڳي. هوءَ هڪڙو لفظ بہ نہ ٻڌي سگهي.... تان جو سندس پيءُ، جيڪو شڪست ملندي بہ دليري ۽ سرڪش پئي نظر آيو، گجگوڙ ڪري چوڻ لڳو، "جيڪڏهن آءٌ پنهنجي ڌيءَ جي ٻانهن نہ ڏيان، تہ پوءِ بہ ڪيس تون وٺي ويندين! ها، پر تون هن کي زنده نہ وٺي ويندين.......! مون کي هار مڃڻي پوندي ۽ هن کي قتل ڪيو ويندو. آءٌ سڀ ڪجهہ هارائي ويٺو آهيان، پر اجا منهنجا غلام مون سان وفادار آهن....... جيڪڏهن آءٌ زبان ڏيئي ويهان تہ پوءِ ان جو جواب ليليٰ جي لاش کان پڇجو! "
انهيءَ تي يمن جي سردار هن کي خبردار ڪيو، هو پنهنجا هٿ اهڙِ خطرناڪ ڪم ۾ استعمال ڪرڻ کان روڪي-
"اي بصري جا سردار! " هن چيو، "آءٌ توکي هن معاملي تي غور ڪرڻ لاءِ هڪڙي ڏينهن جي مهلت ڏيان ٿو. هينئر فقط ٻہ رستا آهن: هڪڙو رستو هي آهي تہ پنهنجي ڌيءَ منهنجي پٽ سان پرڻائڻ جو اقرار ڪر- اهڙيءَ طرح پڻ ٻنهي ۾ دوستيءَ جو رشتو مضبوط ٿيندو. ٻيو هيءُ آهي تہ تون پنهنجي ڌيءُ پاڻ وٽ رک ۽ پنهجي ملڪ تان هٿ کڻ ۽ اُهو منهنجي تابعداريءَ ۾ ڏي. "
ائين چئي، بصري جي سردار کي ٻئي ڏينهن فجر تائين فيصلي ڪرڻ لاءِ ڇڏي، يمن جو سردار پنهنجي ساٿيءَ نوفل سميت روانو ٿي ويو.
انهيءَ وچ ۾ ابن سلام ٻاهر اماڻيل قاصدن مان هڪ کي واپس گهرايو.... ۽ چيو ويو تہ هو يمن کان پيو اچي، جتان هن خبر آندي آهي تہ مجنون رات جو پنهنجي نوڪرن کان پڄي ويو ۽ بعد ۾ هن کي صحرا ۾ مُئل لڌو ويو. جيتوڻيڪ اها ڳالهہ سچي ڪين هئي، پر ابنِ سلام کي يقين هو تہ ائين ضرور ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ هن مجنون کي مارائڻ لاءِ اڳي ئي ماڻهو موڪلي ڇڏيا هئا. هن جي اها مرضي هئي تہ اوچتو ڪا غلط خبر پهچي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ڪري ۽ وڌيڪ فوج پهچڻ ڪري، هن کي اميد هئي تہ هو ليليٰ کي حاصل ڪندو، ۽ انهيءَ معاملي ۾ سندس پيءُ جا هٿ وڌيڪ مضبوط ڪري سگهندو.



Gul Hayat Institute

فاتح اجا واپس ٿي رهيا هئا، تہ اوچتو قاصد گهوڙو ڊوڙائيندو ايو ۽ بلند آواز ۾ هُنن کي خبر ٻڌائڻ لڳو. يمنجو سردار اها خبر ٻڌي، پنهنجي پُٽ لاءِ روئڻ لڳو. نوفل خبر ٻڌي چيو تہ ”هاڻي اسان جو ليليٰ سان ڪوبہ واسطو ڪونهي، صبح جو اسين پنهنجا شرط مڃائينداسون!“

ابن سلام ۽ ليليٰ جي پيءُ انهيءَ خبر کي ڪابہ اهميت ڪين ڏني. ابن سلام چيو تہ ”هاڻي تنهنجي ڌيءَ جي راضپي ۾ ڪابہ رڪاوٽ نہ رهجي، ڇاڪاڻ تہ هوءَ عورت ذات آهي ۽ هن کي ضرور معلوم هوندو تہ مردي کان جيئرو وڌيڪ خواهشمند هوندو آهي. اي سردار، مون اڳ ۾ ئي توکي مدد ڪئي آهي، پر اسين ڪامياب نہ ٿي سگهياسون. تنهنجي ڌيءَ کي فقط هڪڙو لفظ چوڻو پوندو..... ۽ پوءِ تون ڏسندين تہ منهنجي اشاري ڏيڻ شرط، بهادر جوانن جو اڄ کان ٽيڻو لشڪر اچي موجود ٿيندو. ان لشڪر جو اڌ حصو اسان کي بچاءُ ڪرڻ ۾ مدد ڪندو، ۽ باقي اڌ حصو يمن جي فوج تي پٺيان حملو ڪندو- پوءِ اسان جو دشمن هوا ۾ ڪک پنوانگر ٽڙي پکڙجي ويندو. تون پنهنجي ڌيءَ وٽ وڃ، ۽ کيس ٻڌاءِ تہ سندس هڪڙو لفظ ڪهڙيءَ طرح توکي تباهي کان بچائي سگهندو، ۽ تنهنجو نالو مٿي ڪندو.

بصري جو سردار پنهنجيءَ ڌيءَ وٽ ويو، ۽ جڏهن ابنِ سلام زناني روح جو آواز ٻُڌو، تڏهن پڪ ٿيس تہ مجنون جي موت جي غلط خبر کي سچ سمجهيو ويو آهي! سردار گهڻي وقت تائين ليليٰ کي سمجهائيندو رهيو تہ مجنون جي لاءِ روئڻ رڙڻ بيڪار آهي، هاڻي ابنِ سلام سان شادي ڪرڻ تي هوءَ کيس بچائي سگهندي، ۽ انهيءَ ڪري سلطنت بہ وسيع ٿيندي. سردار ليليٰ کي ههڙي مصيبت جي موقعي ۾ پنهنجي طرفان عائد ٿيل فرض ياد ڏياريا، ۽ ٻڌايو تہ سندس هاڪا ئي کيس انهيءَ مصيبت مان ڇوٽڪارو ڏياري سگهي ٿي. ليليٰ ڳوڙهن ڀريل نگاهن سان ڏٺو، ۽ کيس پيءُ جي خاطر انهيءَ قربانيءَ ڏيڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو نظر ڪونہ آيو... هُن فرض کان، ۽ نہ پيار کان مجبور ٿي، ڏاڍي ارمان سان، پاڻ کي ابنِ سلام جي سپرد ڪرڻ جو اقرار ڪيو.

جڏهن ابنِ سلام کي اها خبر پهتي، تڏهن هن پنهنجي چونڊ بهادرن کي گهرايو ۽ پٺتي رهيل فوج بابت پڇا ڳاڇا ڪئي. ’چار هزار‘ جواب ٻڌي، هن چيو: ”دشمن جو لشڪر ٽي هزار آهي ۽ پاڻ وٽ هنن کان فقط هڪ هزار فوج وڌيڪ آهي.“ ابن اسلام پنهنجي فوجي عملدارن ڏانهن چونڊ قاصدن جي ذريعي مخفي پيغام موڪليا. رات ٿيڻ کان اڳ ئي ٻن هزارن جوانن جي فوج اچني هئي، جنهن کي جبل جي هيٺان رهڻ ۽ صبح سويل حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنل هو، باقي اڌ فوج کي، سخت جنگ



Gul Hayat Institute

هلندي، صحرا مان، گهيري جي صورت ۾، دشمن تي اوچتو حملو ڪرڻو هو. ابن سلام کي يقين هو ته انهيءَ اوچتي حملي ۾ ڪاميابي اسان جي ٿيندي. هو ڪو غلطيءَ تي ڪونه هو: جڏهن سج جا ڪِرڻا ريگستان تي ڪِرڻ لڳا، ۽ جبل جون چوٽيون سج جي روشنيءَ ۾ چمڪڻ لڳيون، تڏهن جبل جي اونداهين اوٽن ۾ ٻه هزار مضبوط سپاهي دشمن تي حملي ڪرڻ لاءِ تيار لِڪا بيٺا هئا.
سج اڃا ٿورو مٿيرو ٿيو، ته منادي ڏيندڙ ٻه قلعي جي در وٽ اچي پهتو، ۽ يمن جي سردار طرفان پيش پوڻ جا شرط پڙهي ٻڌائڻ لڳو. بصري جي سردار هن تان ٽنلولي ڪئي، ۽ چيائينس: "وچ، يمن جي سردار ۽ سندس صحرائي ذاڙيل دوستن کي وڃي چئو ته جيڪڏهن هو منهنجي علائقي کي حاصل ڪرڻ چاهين ٿا، ته پوءِ هُنن کي فوجي طاقت استعمال ڪرڻ گهرجي: هُنن کي ٻڌاءِ ته بصري جو سردار ڪڏهن به پيش نه پوندو آهي، هو آزاد رهڻ يا وڙهندي مري وڃڻ کي وڌيڪ پسند ڪري ٿو!"
هيءُ ڌمڪيءَ ڀريل ڇُوٽ جواب ٻڌي، منادي ڏيندڙ واپس موٽي آيو. يمن جو سردار جواب ٻڌي عجب ۾ پئجي ويو، ۽ سوال ڪرڻ لڳو. پر نوفل، جيڪو صحرائي هو ۽ جنهن جي طبيعت تيز ۽ هڪدم عمل ڪرڻ واري هئي، تڪڙي حملي جي صلاح ڏني.
جنگ شروع ٿي. پهرين ئي حملي تي پهارن ۾ لڪل ابن سلام جا ٻه هزار سپاهي نڪري نِروار ٿيا، جن کي ڏسي حملي آور عجب ۾ پئجي ويا. پر هن پاڻ کي سنڀالي ورتو، ۽ مخالفن تي- جيڪي هنيئر هنن جيترا هئا- سختيءَ سان حمو ڪرڻ لڳا. ليليٰ اهو سڀ ڪجهه دريءَ مان پئي ڏٺو. هُن چٽيءَ طرح ڏٺو ته جنگ جو زور ڪنهن وقت هِن طرف تي ٿيو، ته ڪنهن وقت هُن طرف..... ۽ هاڻي ظاهر هو ته دشمن جون فوجون تيزيءَ سان ڪاميابيءَ جي قريب پهچي رهيون هيون. پر...... هو پريان صحرا ۾ ڇا پئي نظر آيو؟ اهو ڇا هو، جيڪو صحرا مان اڳتي وڌندو پئي آيو؟ واريءَ جو هڪ زبردست طوفان تيزيءَ سان ويجهو پوندو ويو- اُهو اڳتي وڌندو رهيو..... بهادرن جي زبردست فوج، پنهنجي گهوڙن جي سنبن سان زمين ڏڪائي ڇڏي هئي. هو جيئن پوءِ تيئن ويجها ٿيندا ويا..... هو هڪ واچوڙي وانگر آيا، ۽ اک ڇنڀ ۾ دشمن جي فوجن کي اَتي وناگر پيهي ڇڏيائون. يمن جو سردار قتل ڪيو ويو، نوفل جان بچائي اُتي ڀڳو، پر دشمن جي تيز رفتار گهوڙن کي ويجهو ايندي ڏسي، هن جي منهن تي نفرت ڀريل مُرڪ پکڙجي ويئي- هن پاڻ کي قتل ڪري ڇڏيو.

Gul Hayat Institute

بصري جي سردار جي فتح ٿي. انهيءَ رات، هن پنهنجي ڌيءَ ليليٰ ابنِ سلام جي حوالي ڪئي. هن کي جنگ ۾ ڏاڍا زخم پهتا هئا، ۽ هو به ساڳيءَ رات گذاري ويو. هاڻي ابن سلام ٽن وسيع رياستن جو اڪيلو مالڪ هو. هينئر هو بادشاهه هو ۽ ليليٰ سندس پَٽَ راڻي.

انهيءَ ڳالهه کي ورهيه گذري ويا. ابنِ سلام ۽ ليليٰ سک ۽ سانت سان حڪوم هلائيندا رهيا. ٻيئي بصري جي سردار واري محل ۾ رهندا هئا، جتي بهشتي پکي ۽ به سفيد ڳيرا ليليٰ کي سندس لافاني عشق جي ياد ڏياريندا هئا. وفادار زيد، جنهن پنهنجي مالڪ جي ڳولا ۾، صحرا جي خاڪ ڇاڻي هئي، سو به هنيئر ليليٰ جو خادم هو.

هڪڙي ڏينهن زيد کي ڪڙڪي پيئي ته مجنون، جنهن کي مئل سمجهيو ويو هو، سو ڪنهن ڏورانهين ڏيهه کان سوداگر جي ويس ۾ آيو آهي ۽ شام جو صحرا ۾ هڪ مقرر هنڌ تي، سندس منتظر رهندو. زيد اها ڳالهه پنهنجيءَ مالڪياڻيءَ سان ڪين ڪئي ۽ هن جي اجازت کان سواءِ هڪڙو ڳيرو ڪٺي، انهيءَ جاءِ ڏانهن روانو ٿيو. انهيءَ خيال کان ته اڳي هڪ دفعو جيڪي ٿي چڪو آهي، انهيءَ جي وري ٿيڻ جو امڪان هو. شام جو جڏهن سج لهي رهيو هو، تڏهن صحرا ۾ زيد ۽ مجنون جي گڏجاڻي ٿي.

انهيءَ شام جو جڏهن ليليٰ شاهي ڪمري آئي، تڏهن هڪڙي پکيءَ کي نه ڏسي هوءَ عجب ۾ پئجي ويئي. هن ٻئي پکيءَ کي سامهون وڻ ڏانهن اُڏاريو، پر اهو به اڪيلو موٽي آيو. انهيءَ تي ليليٰ کي ويتر حيراني وٺي ويئي، ۽ دريءَ وٽ ويهي گذريل واقعن سان سوچڻ لڳي- ڪيئن ٿي سال اڳ، هڪ پکيءَ مجنون وٽان سندس محبت جو پيغام آندو هو ۽ ڪيئن عاشقن جي چشمي وٽ هنن جي ڪيترائي ڀيرا ملاقات ٿي هئي. افسوس، سڀ ڪجهه بدلجي ويو هو- مجنون گذاري ويو، ۽ هڳوءَ ڪنهن ٻئي جي زال هئي! ليليٰ جون اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي آيون ۽ هوءَ پنهنجو مُنهن ٻانهن تي رکي، آهستي آهستي سُڏڪا ڀرڻ لڳي.

هوءَ ڪيتري وقت تائين روئندي رهي. اوچتي آواز اچڻ تي، هن روئڻ بند ڪري ڪنڌ مٿي ڪنيو. اهو آواز وجايل ڳيري جي 'گهُو- گهُو' جو هو، جيڪو سامهين وڻ مان پئي آيو. ٻئي پکيءَ هڪدم پنهنجا پَرَ پکيڙيا، ۽ پنهنجي ساٿيءَ ڏانهن تيزيءَ سان اُڏامي ويو. ليليٰ کي ڏاڍي خواهش ٿي ته ڪيس به جيڪر پَر هجن ها، ۽ هوءَ به پنهنجي محبوب ڏانهن اُڏامي وڃي سگهي ها-.

Gul Hayat Institute

گهڙيءَ کن کان پوءِ ٻيئي پکي اُڏامندا آيا، ۽ اچي ليليٰ جي ويجهو ويٺا. اهو وري کهڙو اسرار هو!....... هڪڙي پکيءَ جي تَنگ ۾، گهڻو وقت اڳي وانگر، هڪڙو چمڙي جو ٽُڪرو ويڙهيل هو! ليليٰ ڏکندڙ آڱرين سان انهيءَ کي کوليو، ۽ انهيءَ تي لکيل تحرير پڙهڻ لڳي. اهو مجنون جو خط هو!........ هو زنده ۽ سلامت هو! اڳي وانگر، خط ۾ التجا ڪيل هئي ته هوءَ رات جو چنڊ اُڀرڻ وقت، هن سان عاشقن جي چشمي تي اچي ملاقات ڪري-.

پنهنجي عاشقن جي زنده ۽ قريب هجڻ جي اوچتي خوشيءَ ۾، ليليٰ کان سڀ ڪجهه وسري ويو. چنڊ اڃ ۾ ئي اڀري چڪو هو.... هوءَ، جلدي برقعو پائي، ڏاڏيءَ خبرداريءَ سان محلات مان هيٺ لهي آئي، ۽ چور دروازي مان لِڪي ٻاهر نڪري، ان کي ٻاهران بند ڪري ڇڏيائين. سندس دل ته اڳ ۾ ئي مجنون ڏانهن اڏامي ويئي هئي.... پر جيئن ئي هوءَ جلد جلد اڳتي وڌڻ لڳي، ته اوچتو سندس دل تڪڙو ڦيرو کاڌو، ان جو ڌڙڪڻ بلڪ بند ٿي ويو. ليليٰ جون ٽنگون ڏکڻ لڳيون، ۽ هن پاڻ سنڀالڻ لاءِ، وڻ جي ٽاريءَ کي ڪٽي جهليو. سندس خاوند!..... سندس فرض! جڏهن فرض جي خاطر هن هڪ ڀيرو سڀ ڪجهه قربان ڪري ڇڏيو، تڏهن ڪيس اها ڀيٽا اهڙي طريقي سان موٽائي وٺڻ نٿي سونهين........ آخر انهيءَ جو مطلب ڇا آهي؟ جڏهن مجنونءَ جو ٻانهون ڪيس ڀاڪر ۾ وٺنديون، تڏهن هوءَ سڀ ڪجهه وساري ويهندي- خاوند، فرض پنهنجا ماڻهو- سڀ ڪجهه وسري ويندو ۽ هڪڙو ڀيرو ڏُڌل ڪير وري ٿڻن ۾ ڪونه پوندو. افسوس، هڪ سُهاڳڻ عورت جو اهو وڙ ٿي نٿو سگهي، هڪ راڻي اهڙو قدم هرگز نٿي کڻي سگهي.........! وڻ جي شاخ کي جهلنديئي، هوءَ بيقراريءَ کان ڦٿڪڻ لڳي. هن جو سڄو جسم هڪ روحاني اذيب کان ٿڙڪڻ لڳو. هوءَ گهڙي کن جي راحت بدران، جدائيءَ ۽ فرقت جي طويل صعوبتن سهڻ جو ارادو ڪري چڪي هئي.

آهستي آهستي ليليٰ پاڻ سنڀالڻ شروع ڪيو..... نيم خوابيءَ جي حالت ۾، هوءَ پنتي وري، ۽ ساڳيا پير کڻي محل ۾ موٽي آئي. اُها سڄي رات هن بيخوبيءَ ۽ بيقراري ۾ گذاري. سندس اکين ۾ ڳوڙهن ڳاڙڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو.... پر جڏهن پرِهه ڦٽي، تڏهن انهن به زار زار روئڻ شروع ڪري ڏنو.

مجنون گهڻي وقت تائين عاشقن جي چشمي وٽ، انتظار ڪندو رهيو. پر آخرڪار، زيد کان معلوم ٿيڻ تي ته ليليٰ اچي اَڌ- راهه مان موٽي ويئي، هو به پنهنجيءَ دل ۾ عشق جي اَٿاهه خزانو سميٽي واپس هليو ويو. جهڙيءَ طرح ليليٰ خاموشيءَ ۽ مضبوطيءَ سان واپس محل ڏانهن ويئي، مجنون به کٽي

Gul Hayat Institute

ڏورانهن ڏيهن ڏانهن منهن رکيو- ۽ دعا گهرندو رهيو ته وقت جيڪڏهن ليليٰ جي عشق جو جذبو نه، ته هن ڏکن ۽ مصيبتن کيضرور ختم ڪندو.

❊ ❊ ❊

ٻه سال گذري ويا. قسمت ڦيرو کاڌو. ابن سلام کي اوچتو بخار ٿيو ۽ هو مري ويو. اها خبر پري پري تائين پکڙجي ويئي. هڪڙي ڏينهن مجنون کي به اطلاع پهتو ته هاڻي يمن ۽ بصري جي راڻي، ليليٰ، آزاد آهي. هو هڪڙي تيز رفتار گهوڙي تي چڙهيو ۽ جلد ئي اچي يمن ۾ پهتو. پر هن کي خبر هئي ته ليليٰ فرض جي خاطر ٻه دفعا قربانيون ڏيئي چڪي آهي، تنهن ڪري هوءَ سوءَ جو عرصو هن کان درو رهيو. مجنون اهو سمورو وقت اڪيلائيءَ ۽ گمناميءَ ۾، هڪ اهڙي هنڌ گذريو، جتان هو فقط ليليٰ جي محل جي دريءَ کي ڏسي ٿي سگهيو. خواهشون اندر ئي اندر سندس دل کي دڪائي رهيون هيون، ۽ اها اڳين بيقراري ۽ اضطراب، جنهن کيس ’مجنون‘ جو لقب ڏياريو هو، سو هينئر برداشت کان ٻاهر هو. پر، جهڙيءَ طرح ٻهرين هن پنهنجي دانشمنديءَ سبب، اها ڪشمڪش برداشت ڪئي هئي، هينئر به انهيءَ بهشت جي دروازي تي انتظاريءَ جو ڪَنن ۽ تڪائيندڙ گهڙيون، صبر سان گذاريندو رهيو.

زيد خوشخبريءَ جا پيغام مجنون تائين پهچائيندو رهيو، پر مجنون جي طرفان ليليٰ ڏانهن ڪو به نياپو ڪون موڪليو ويو. ايستائين جو، سوءَ گذرڻ کان پوءِ، هڪڙي ڏينهن زيد ليليٰ کي ٻڌايو ته ساڻس ملاقات ڪرڻ لا3،مجنون ٻنپهرن جو محل ۾ ايندو. يا جيڪڏهن ليليٰ جي مرضي هجي ته هو سج لهڻ کان ٻه ڪلاڪ پوءِ، عاشقن جي چشمي وٽ سندس انتظار ڪندو.

زيد گهڻيءَ دير کان پوءِ هي جواب آندو: ’ٻپهر گذري چڪا آهن، پر اجوڪيءَ شام کان پوءِ به ٻپهر ٿيندا.‘ مجنون کي انهيءَ جواب اچڻ جي ٻنهه اميد ڪين هئي.

هنن نامرادن جي داستان جو ٽڪرو اجا به ٻڌائڻ جي لائق آهي. سج لهڻ کان پوءِ به مجنون ٻن ڪلاڪن تائين ملاقات جو انتظار ڪندو رهيو. ليليٰ به. سج لَٿڻ کان ٻه ڪلاڪ پوءِ، برقعو پائي، محلات جي چور دروازي کان ٻاهر نڪري آئي. هن جون اکيون ڪنهن اندروني باهه کان جَلي ڪامي رهيون هيون. آسمان تي چنڊ ڪونه هو، پر تان جي هلڪي هلڪي روشني، وڻن تي پئجي رهي هئي. هوءَ وڻن منجهان اڳتي وڌندي رهي. سندس دل زور زور سان پئي ڌڙڪي، ۽ هن تڪڙا تڪڙا ساهه پئي کنيا- ائين ٿي لڳو، ڄڻ سندس زندگيءَ جي سموري سگهه، سميٽجي سهيڙجي، سندس پيرن ۾ اچي ويئي

هئي، جيڪي هڪ ٻئي کان اڳتي نڪري وڃڻ لاءِ ڏاڍا تيز هئا. جهنگ جي ڪناري تي پهچي، هوءَ بيهي رهي ۽ ٻئي هٿ ڪٽي پنهنجيءَ ڇاتيءَ تي رکيائين...... هن کي هتي ئي ساهه پٽي، پوءِ اڳتيوڌڻ گهرجي، جيئن مجنون کي خبر پوي ته هن اچڻ ۾ ڪنهن به قسم جي تڪڙ ڪين ڪئي آهي. پر، ڪنهن نامعلوم ڪشش کان بيتاب ٿي، هوءَ ٻنهه ڊوڙڻ لڳي. سامهون چشمو هو- چشمو، جتي هميشه کان محبت جا ماريل ملاقات ڪندا رهيا. هن وڻن جي وچان، تارن جي روشنيءَ ۾، ان کي چمڪندي ڏٺو. هينئر هوءَ کليل ميدان جي اڳيان بيٺي هئي. سندس برقعي جا بَند کليل هئا. سندس ڪارا ۽ چمڪدڙ وار پکيڙيل هئا، ۽ سَهڪي کان ڇاتي هيٺ مٿي ٿي رهي هئي.

چشمي وٽان ڪو ماڻهو تيزيءَ سان اڳتي وڌيو. ليليٰ به، بيخبر ڏڪندڙ ٽنگن سان اڳتي وڌي. جيئن ئي مجنون هن کي بيتابيءَ سان ڀاڪر پاتو، ليليٰ جي منهن مان دردناڪ دانهن ڪري ويئي.

ڪير ڄاڻي ٿو ته اها هڪ گهڙي هئي، يا هڪ هزار ورهيه؟ عشق وقت جو پابند ڪونه آهي.... پر، سچ لڙڻ کان به ڪلاڪ پوءِ، وقت جي اها هڪ گهڙي هڪ تيز خواب مثل هئي. مجنون، پنهنجي چپن تي ليليٰ جا چپ محسوس ڪري، پنهنجو عقل ۽ فهم وڃائي ويٺو، ۽ ليليٰ پنهنجن چپن تي مجنون جا چپ محسوس ڪري، هن جي ٻانهن ۾ ئي بيهوش ٿي ويئي.... مجنونءَ ليليٰ کي اتي ڪيرائي ڇڏيو، ۽ 'ليليٰ! ليليٰ!' پڪاريندو صحرا ڏانهن ڊوڙندو ويو.

"ليليٰ!... ليليٰ!... ليليٰ!!"- صحرا جي وسيع ۽ غير آباد ميدانن ۾ هن جي دانهن جو پڙاڏو ٿيندو رهيو. هو ايستائين پڪاريندو رهيو، جيستائين ضعيف ۽ ٿڪ سبباٻ هو ڪري نه پيو. آخر زيد، جيڪو آواز تي هن جي پٺيان پئي ويو، تنهن هجن کي ڳولي وڃي لڌو. ڪيترائي ڏينهن ۽ راتيون هو پنهجي مالڪ جي خدمت ڪندو رهيو، پر ڪجهه به ڪين وريو. خوشيءَ اُحا ڳالهه ڪري ڏيکاري، جيڪا غم کان ڪين ٿي سگهي هئي.... مجنون سچ پچ مست ٿي پيو هو!

ليليٰ جڏهن هوش ۾ آئي، تڏهن صحرا ۾ پنهنجي نالي جو گونجندڙ پڙاڏو ٻڌي، کيس انهيءَ حقيقت جو يقين ٿي ويو- ۽ هو پوءِ، پڇتاءُ جا هٿ مهٽيندي، محل اڏانهن واپس وري.

زيد وقت بوقت ليليٰ ڏانهن مجنونءَ جي غير فاني محبت جون خبرون موڪليندو رهيو، جنهن کي هن جي چريائي ۽ مستي ڇُهي به نٿي سگهي.

جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، ليليٰ جي اکين ۾ وڌيڪ چمڪو ايندو ويو: هن جا ڳل پيلا پوندا ويا، ۽ هوءَ هوريان هوريان جهنردي ۽ سُڪندي ويئي، هن جي دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي هئي، ۽ ... ٿورن ئي ڏنهن ۾ هوءَ گذاري ويئي. سندس آخري الفاظ، مجنون ڏانهن پيغام هو- محبت جو پيغام، جيڪو ڪڏهن بہ فنا ٿي نٿو سگهي:

”هن کي ٻڌائجو“، ليليٰ چيو، ”منهنجي لاش انهيءَ چشمي جي پرسان دفن ڪئي ويندي، جتي هن مون کي پهرين پهرين پنهنجي پاڪر ۾ جهليو هو، ۽ هن جي هي لفظ بہ ضرور چئجو تہ ’مجنون، پنهنجون اکيون مٿي ڪٽي نهار.... ڏس، مٿي روشنيءَ ۽ نُور جا وسيع ميدان آهن، ۽ سج جي روشنيءَ ۾ چشمو پيو وَهي- سامهون، اَزلي آب جو چشمو، جتي عاشق اچي ملندا آهن، ۽ پوءِ ڪڏهن بہ ڪين وِڇڙندا آهن.... تون بہ مون کي اُتي ئي ڏسندين!“ انهن لفظن چوندي، هن اکيو ڪٽي پوريون، ۽ سندس روح انهيءَ عاشقن جي لازوال چشمي ڏانهن- انهيءَ عاشقن جي آستان ڏانهن- پرواز ڪري ويو.

❊ ❊ ❊

اجا پنير ڪوئي هو، تہ بہ پاڇا صحرا ۾ دوڙندا پئي ويا. ٻيئي هڪ ٻئي کي هٿ کان جهليو پئي ويا، ۽ هڪڙي جي منهن مان صاف ظاهر هو تہ ڪيئن نہ عشق هن کي ديوانو بنائي ڇڏيو هو. مجنون، زيد کي پٺيان ايندو ڇڏي، اڳتي نڪري ويو ۽ جهنگ ۾ ڪاهي پيو. هو جلد ئي ڪليل ميدان ۾ پهچي ويو، جتي چشمو پئي وهيو. هن کي اُها جاءِ چٽيءَ طرح ياد هئي، جتي هن پهرين پهرين ليليٰ کي پنهنجي پاڪر ۾ جهلي پيار ڪيو هو. هينئر اُتي هڪ تازي قبر ٺهي هئي... عشق ۽ مستيءَ ۽ ڏک وچان، هن پاڻ کي انهيءَ قبر جي مٿان ڪٽي اُڇلايو-

”ليليٰ!...ليليٰ!“ هن دل ڏاريندڙ آواز ۾ درد ڀريون دانهون ڪيون.

”آءٌ جلد ايندس- جلد ايندس! تون تاريڪيءَ جي پردي ۾ لِڪي رَهہ... ۽ جيستائين آءٌ توکي ڳولهي لَهان، تون نوراني ميدان ۾، پنهنجي حسن کي لِڪائي ويهہ!“

-۽ جيئن سج مٿي چڙهيو، زيد بہ اچي پهتو، ۽ قبر جي پرسان ٿي بيٺو. هن ڏک جي ڳوڙهن سان- ڏک جي تلخ ڳوڙهن سان- پريل نظر پنهنجي مالڪ تي وڌي، جيڪو هميشہ هميشہ لاءِ مري چڪو هو.

ايڊ گرايلن پو

اَمريڪي

# ميري روزيءَ جو پراسرار قتل

سال کن ٿيندو جو مون هڪ داستان لکيو هو، جنهن جو عنوان هو، ”موت جي محلي جا خوفناڪ قتل.“ انهيءَ داستان ۾، مون پنهنجي دوست شويلئرسي آگسٽس ڊوپن جي ڪن حيرتناڪ ذهني خوبين کي، قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ان وقت منهنجي وهم گمان ۾ بہ ڪونہ هو، تہ مون کي وري بہ هڪ ڀيرو انهيءَ موضوع تي قلم کڻڻو پوندو. منهنجو مقصد تہ رڳو هيءُ هو تہ آءٌ هن جي ڪردارن جي تصوير چٽيان، ۽ اهو انهن واقعن مان، جن جو مون ذڪر ڪيو هو ۽ جن مان ڊوپن جي طبيعت جو جوهر، چڱيءَ طرح ظاهر ٿي ٿيو. انهيءَ باري ۾ آءٌ ٻيا بہ ڪيترائي مثال ڏيئي سگهيس ٿي، پر انهن مان گهڻو ڪجهہ ثابت نہ ٿئي ها. انهيءَ هوندي بہ موجوده عجيب واقعن مان ڪي نيون ڳالهيون منهنجي علم ۾ آيون آهن. ظاهر تہ ائين ٿو ٿئي جڻ تہ ڏوهہ زبردستيءَ قبول ڪرايو ويو آهي، پر اها حقيقت ڪانهي. انهيءَ بابت جيڪي جدا جدا ڳالهيون مشهور ٿي ويون آهن ۽ جيڪي مون پنهنجن ڪنن سان ٻڌيون ۽ اکين سان ڏٺيون آهن، انهن کي ڌيان ۾ رکندي، منهنجي انهن بابت ماٺ ڪري ويهي رهڻ، مناسب معلوم نٿو ٿئي.

پر ماٺهو آرام سان ڪٿي ٿا ويهڻ ڏين؟ منهنجي دوست ’موت جي محلي‘ ۾ خون جي واقعن جي، جنهن نموني سان جاسوسي ڪئي هئي، انهيءَ پئرس جي پوليس عملدار کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو هو. سندن زبانن تي گهڻو ڪري ڊوپن جو ئي نالو هوندو هو. هو جنهن بردباريءَ، صبر ۽ تحمل سان اصل واقعن جي تهہ تائين پهتو هو، ان جي نہ پوليس جي اعليٰ عملدار کي ڄاڻ هئي ۽ نہ عام ماڻهن کي. البت، آءٌ ئي هڪ اهڙو شخص هئس، جنهن کي انهيءَ زنجير جي هڪ هڪ ڪڙيءَ جو علم هو. اهو صحيح آهي تہ ڊوپن جي انهيءَ ڪارنامي کي هڪ معجزي کان گهٽ نہ سمجهيو ويو هو، پر جيڪڏهن هو هر شخص کي اهو ٻڌائي ها تہ صحيح حالتن کي ڄاڻڻ لاءِ، ڪيس ڪهڙا ڪهڙا طريقا اختيار ڪرڻا ٿي پيا، تہ هوند ماڻهن جو اهو خيال ختم ٿي وڃي ها. هو ويچارو تہ هڪ اهڙيءَ طبيعت جو مالڪ هو. جو جيڪڏهن ڪنهن معاملي ۾ دل نہ لڳندي هئس تہ انهيءَ بابت ڳالهائڻ بہ مناسب نہ سمجهندو هو. ظاهر آهي تہ حڪومت هن کي چڱيءَ نظر سان ڏسڻ لڳي ۽ ڪيترن ئي نازڪ معاملن ۾ پوليس جي اعليٰ عملدارن،

Gul Hayat Institute

هن جون خدمتون حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون. انهن مان هڪ عجيب و غريب واقعو 'ميري روزي' نالي هڪ ڪنواري ڇوڪريءَ جو قتل به هو.

اهو حادثو 'موت جي محلي' جي خوفناڪ قتل جي حادثن کان ٻه سال پوءِ ٿيو هو. ميري روزي هڪ بيوه عورت، اسٽيلي روزي، جي اڪيلي ڌيءَ هئي. ڇوڪري اجا ننڍي هئي ته پڻس فوت ٿي ويو هو. قتل جي انهيءَ حادثي ٿيڻ کان ارڙهن مهينا اڳ، ٻيئي ماءُ ۽ ڌيئر، پيوي سينٽ آندري، گهٽيءَ ۾، رهنديون هيون. مُڙسس جي موت کان پوءِ اسٽيلي روزي هڪ بورڊنگ هائوس کوليو هو. جيڪو ٻيئي ماءُ ۽ ڌيءُ هلائينديون هيون. ڪيترائي ڏينهن لنگهي ويا ۽ روزيءَ جي عمر اچي ٻاويهه سال ٿي. هوءَ صورت شڪل جي ڏاڍي ٺاهوڪي هئي، جنهن ڪري پئلس رائل جي هيٺان، عطر جي مشهور دڪان جي مالڪ، مارس ليبلانڪ، کي پسند اچي ويئي. انهيءَ دڪان تي اوسي پاسي جا ڪيترائي عياش ۽ بدمعاش گراهڪ ايندا هئا. انهيءَ هوندي به دڪاندار جو خيال هو، ته جيڪڏهن روزي دڪان تي ڪم ڪندي ته ڪاروبار وڌي ويندو. اهو خيال ڪري، هن ڇوڪريءَ کي چڱيءَ پگهار تي دڪان ۾ نوڪريءَ ڪرڻ جي آڇ ڪئي، جيڪا هن به خوشيءَ سان قبول ڪئي. البت، ماڻس کي پهرين اها ڳالهه نه وڻي، پر پوءِ هن به ڪٽي اجازت ڏنس.

عطر فروش جو خيال بلڪل صحيح نڪتو. انهيءَ خوبصورت ۽ خوش مزاج ڇوڪريءَ جي ڪري، هُن جي دڪان ۾ هر وقت عياش ماڻهن جو ميڙو لڳو پيو هوندو هو. ايتري قدر جو ٿورن ئي ڏينهن ۾، انهيءَ دڪان جي شهرت، سڄي شهر ۾ پکڙجي ويئي. هڪ سال جو عرصو لنگهي ويو ۽ روزي آرام سان پنهنجو ڪم ڪندي رهي. پر هڪڙي ڏينهن ڪيس دڪان ۾ نه ڏسي، سندس عاشقن کي حيراني ۽ پريشاني وڪوڙي ويئي. هُن جي اوچتو غائب ٿي وڃڻ لاءِ، موسيوليبلانڪ ڪو به مناسب عذر پيش ڪري نه سگهيو ۽ مادام روزي، يعني ڇوڪريءَ جي ماءُ جو خوف ۽ پريشاني وڌندي ويئي. انهيءَ واقعي تي اخبارن زور شور سان لکيو ۽ پوليس به بردباريءَ سان تحقيقات ڪرڻ تي هئي، ته هڪ ڏينهن ميري روزي، هڪ هفتو دڪان تان غائب رهڻ کان پوءِ خوش خورم، دڪان تي ويٺل نظر آئي. ذاتي تحقيقات کان سواءِ باقي ٻيءَ هر قسم جي پڇا ڳاڇا کي غير ضروري سمجهيو ويو. موسيوليبلانڪ اڳي وانگر هيئنئر به ڪو جواب نه ڏيئي سگهيو. پر ميري روزي ۽ ماڻس جو بيان هيءُ هو ته ٻيئي ڄڻيون اهو سڄو هفتو هڪ ڳوٺ ۾، پنهنجن عزيزن وٽ ويون هيون. اهڙيءَ طرح ، اهو معاملو

رفعي دفعي ٿي ويو ۽ ماڻهن انهيءَ کي وساري ڇڏيو. هوڏانهن ڇوڪريءَ ماڻهن جي نظرن کان بچڻ لاءِ، دڪان جي نوڪري ڇڏي ڏني ۽ پيوي سينٽ آندري گهٽيءَ واريءَ جاءِ ۾ پنهنجي ماءُ وٽ اچي رهي.

گهر موٽي اچڻ کان پنج مهينا پوءِ جي ڳالهه آهي، ته ڇوڪريءَ جا دوست احباب، وري هُن جي گم ٿيڻ جي ڳالهه ٻڌي، دنگ رهجي ويا. ٽي ڏينهن لنگهي ويا، پر ڪابه خبر ڪانه ملي. چوٿين ڏينهن "سين" درياءَ ۾، هُن جو لاش تَرندي ڏٺو ويو. لاش جي ملڻ کان پوءِ، خيال هو ته هاڻي جلد ئي قاتل کي گرفتار ڪيو ويندو. وڏي زور شور سان تحقيقات شروع ڪئي ويئي هئي ۽ هڪ هفتي کان پوءِ، خوني هٿ ڪرڻ لاءِ هڪ هزار فرانڪ انعام ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو. انهيءَ وچ ۾ تحقيقات ٿيندي رهي ۽ ڪيترن ئي شڪي ماڻهن کان پڇا ڳاڇا ڪئي ويئي، پر ڪابه ڪم جي ڳالهه هٿ اچي نه سگهي. انهيءَ ديرمدار سبب ماڻهن ۾، چؤپڇؤ به شروع ٿي ويئي. تنهن ڪري ڏهن ڏينهن کان پوءِ انعام جي رقم وڌائي ٻه هزار فرانڪ ڪئي ويئي. اهڙيءَ طرح ٻيو هفتو به لنگهي ويو ۽ پئرس جي پوليس جي نااهليت بابت، ماڻهن جو رايو وڌيڪ پختو ٿيندو ويو. اها حالت ڏسي پوليس پڌرائي ڪئي، ته جيڪو شخص قاتل کي يا ان جي ڪنهن ساٿيءَ کي گرفتار ڪرائيندو، تنهن کي ويهه هزار فرانڪ انعام ڏنو ويندو. انهيءَ اشتهار ۾، اهو به اعلان ڪيو ويو ته هو ته ڏوهارين مان جيڪو به پنهنجي ساٿين جي خلاف شاهدي ڏيندو، انهيءَ کي بلڪل معاف ڪيو ويندو. انهيءَ سان گڏوگڏ، شهرين جي هڪ ڪاميٽيءَ جي پاران به اخبار ۾ اشتهار ڏنل هو، جنهن ۾ پوليس جي رکيل انعام کان سواءِ وڌيڪ ڏهن هزارن فرانڪن جو اعلان ڪيو ويو هو. اهڙيءَ طرح انعام جي ڪل رقم ٽيهه هزار فرانڪ ٿي، جيڪا مقتول ڇوڪريءَ جي حيثيت کي ڏسندي انهيءَ حقيقت کي سامهون رکندي ته وڏن وڏن شهرن ۾ اهڙي قسم جا حادثا عام جام ٿيندا رهندا آهن، تن کي روڪڻ لاءِ هڪ تمام وڏي رقم پئي معلوم ٿي.

هاڻي ته سيني کي پَڪ ٿي ويئي ته قتل جو راز جلد ئي کُلي ظاهر ٿيندو. ٻن ٽن شڪي ماڻهن کي به گرفتار ڪيو ويو، جنهن ڪري ويتر پڪي اميد ٿي ويئي. پر انهيءَ هوندي به ڪا اهڙي شاهدي نه ملي سگهي، جنهن جي آڌار تي ڪنهن تي شڪ ڪري سگهجي. نتيجو اهو نڪتو جو جن ٻن- ٽن ماڻهن کي جهليو ويو هو، انهن کي پڇا ڳاڇا ڪرڻ بعد، ڇڏي ڏيڻو پيو. اهڙيءَ طرح ٽيون هفتو به لنگهي ويو ۽ پولرس ڪنهن به نشان پتي هٿ ڪرڻ ۾، ڪامياب ڪانه ٿي سگهي. ايتري ۾ منهنجي ۽ ڊوپن جي



Gul Hayat Institute

ڪنن تائين بہ پُٽڪو پهتو. اسين پنهنجن ڪمن ڪارين ۾ ايترا تہ رڌل هئاسون، جو هڪ مهيني ڪان گهر مان ٻاهر پير بہ نہ ڪڍيو هيوسين ۽ نڪي وري انهيءَ وچ ۾، ڪو اسان سان ملڻ آيو هو. اخبار بہ هڪڙي ايندي هئي، جيڪا خاص خاص سياسي خبرن پڙهڻ ڪان پوءِ، ڦٽي ڪئي ويندي هئي. هڪڙي ڏينهن گ...... پاڻان اچي اسان کي انهيءَ خون جي خبر ٻڌائي. هو اسان وٽ 13 جولائي سن..........18ع تي ٻنپهرن جو آيو ۽ رات تائين اسان وٽ هو. ڏوهارين جي نشان پتي نہ ملڻ ڪري، هو پاڻ کان بہ بيزار پئي لڳو. هن هر هر اهوئي پئي چيو تہ منهنجي عزت ۽ ناموس خطري ۾ آهي. ماڻهن جون اکيون مون ۾ کتل آهن ۽ انهيءَ ڳجهارت کي پيچڻ لاءِ، آءٌ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. هُن دوپن جي تعريف ۾ زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيو. هُن دوپن کي هڪ وڏيءَ رقم جي آڇ ڪئي. پر انهيءَ بابت وڌيڪ ڪجھہ چوڻ مناسب نٿو سمجهان، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ جو اصل حادثي تي ڪو بہ اثر نٿو پوي.

منهنجي دوست تعريف ٻڌي ڪلي ڏنو ۽ ڳالھہ کي تاري ڇڏيو. پر پوءِ رقم جي آڇ ٻڌي، هُڻ هڪدم هام ڀري ۽ ڪي شرط بہ رکيا. جڏهن اها ڳالھہ پوري ٿي، تڏهن پوليس جي انهيءَ عملدار، پنهنجي خيال جي وضاحت ڪئي ۽ ڏوھہ جي شاهدين تي بہ تفصيل سان بحث ڪندو رهيو. جيتوڻيڪ ان وقت تائين اسسن جي اڳيان ڪابہ شاهدي موجود ڪانہ هئي. هو رات تائين هڪ ماهر جاسوس وانگر ڳالهيون ڪندو رهيو ۽ وچ وچ ۾ هن پيون بہ ڳالهيون ڪيون ٿي. اهو سمورو وقت اکين تي عينڪ چاڙهيو، آرام ڪرسيءَ تي ويٺو هن جون ڳالهيون غور سان ٻڌندو رهيو. البت، هن جي عينڪ جي ساون شيشن پٺيان، هن جي پوريل اکين کي ڏسي، مون کي اطمينان پئي ٿيو تہ هو مزي سان سُتو پيو آهي.

ٻئي ڏينهن صبح سان آءٌ انهيءَ پوليس عملدار سان ملڻ ويس ۽ شاهدن جا سمورا بيان وٺي هٿ ڪيم. جدا جدا اخبارن جي آفيسن ۾ بہ چڪر هڻي، اُهي سيئي اخبارون هٿ ڪيم، جن ۾ انهيءَ افسوسناڪ واقعي جون خاص ۽ اهم خبرون ڇپيون هيون. انهن سيني بيانن مان جيڪي بيان غلط ۽ شاهديون ڪوڙيون سمجهيون ويون هيون، انهن کي ڌار ڪرڻ کان پوءِ جيڪو تفصيل مليو، اهو هيٺينءَ ريت آهي:

تاريخ 22- جون سن....18ع، آچر ڏينهن صبح جو نائين بجي، ميري پنهنجي گهران، واقع پيوي سينٽ آندري گهٽيءَ مان، رواني ٿي. ٻاهر وڃڻ وقت هن موسيوسينٽ استاش نالي هڪ صاحب کي ٻڌايو تہ

’آءُ اڄوڪو ڏينهن پنهنجي چاچيءَ وٽ رهنديس، جيڪا درومي گهٽيءَ ۾ رهندي آهي.‘ انهيءَ شخص کان سواءِ، هن ٻئي ڪنهن کي به ڪجھ ڪين ٻڌايو. درومي گهٽي، درياءَ جي ڪناري کان ٿورو پرڀرو هڪ ننڍي، تنگ، پر ڳُتيل گهٽي آهي. اها گهٽي مادام روزيءَ جي گهر کان به ميل پري هئي. سينٽ اسٽاش، ميريءَ جو مڱيندو هو ۽ مادام روزيءَ جي بورڊنگ هائوس ۾ ئي رهندو هو. فيصلو هيءُ ٿيو ته سج لهڻ وقت، هو پنهجيءَ مَڱ کي وٺڻ لاءِ اُتي ويندو ۽ پوءِ ٻئي گڏجي، پنهنجي گهر ايندا. اتفاق وري اهڙو ٿيو جو، ٻنپهرن ڌاري مينهن وسڻ شروع ٿيو ته بند ئي نه ٿيو. جنهن ڪري اهو خيال ڪري ته ميري رات جو پنهنجي چاچيءَ جي گهر ۾ ئي رهي پوندي (اڳي به ڪيترائي ڀيرا ائين ٿيو هو). هو اوڏانهن ڪونه ويو. گهٽيءَ رات گذرڻ کان پوءِ، مادام روزي- جيڪا سترورهين جي هڪ ڪراڙي عورت هئي)، کي وري اها ڳڻتي ٿي ته هاڻي شايد ڌيءَ جو منهن ڏسڻ به نصيب نه ٿيندو. پر ان وقت هن جي انهيءَ ڳڻتيءَ ڏانهن ڪنهن به ڌيان ڪين ڏنو.

سومر جي ڏينهن خبر پئي ته ڇوڪري درومي گهٽيءَ ڏانهن نه ويئي هئي، ۽ جڏهن شام تائين ڪا به خبر نه ملي، تڏهن شهر ۾ جدا جدا هنڌن تي ۽ پسگردائي ۾ هن جي ڳولا شروع ڪئي ويئي. ڇئن ڏينهن کان پوءِ، مس مس ڪا اعتبار جوڳي خبر ملي. انهيءَ ڏينهن (اربع، تاريخ 22- جون) پيوي سينٽ آندري گهٽيءَ جي سامهون، ”سين“ درياءَ جي ڪناري، موسيو بووي نالي، هڪ شخص، ميريءَ جي ڳولا ڪري رهيو هو. هن کي اطلاع مليو ته تازو ڪن مهاڻن کي هڪ لاش درياءَ ۾ ترندو مليو آهي، جنهن کي هو ٻاهر ڪڍي آيا آهن. لاش ڏسي پهرين ته بووي ڪجھ منجهي پيو، پر پوءِ پڪ ٿيس ته اهو ئي انهيءَ عطر فروش ڇوڪريءَ جو لاش آهي. البت، بووي جو دوست، لاش کي ڏسڻ سان ئي سڃاڻي ويو هو.

لاش جو چهرو سڄو رت سان ڀڦيو پيو هو. جيڪو وات مان پئي اُڙهو. البت منهن مان ڳِجي ڪانه پئي نڪتي، جيئن عام طرح ٻڏل ماڻهوءَ جي وات مان نڪرندي آهي. ڳچيءَ جي چوڌاري آڱرين جا نشان ۽ رُهنڊا صاف ظاهر هئا. لاش جون ٻانهون سُڪڙجي ڇاتيءَ تي وري آيون هيون. لاش جو ساڄو هٿ ڀِڪوڙيل هو ۽ کاٻو هٿ ٿورو کُليل هو. ساڄيءَ ٻانهن تي ڪرائيءَ وٽ به گول وَڍَ هئا. جن مان ظاهر پئي ٿيو ته اهي ڪنهن ڇڪي ٻڌل رسيءَ جا نشان هئا. ساڄي هٿ جي ڪرائيءَ جو ڪجھ حصو به رَهڙيل هو ۽ پٺن تي به، خاص ڪري ڪُلهي جي ڦٽيءَ تي وڏا وڏا زخم هئا. مهاڻن لاش کي رسو ٻڌي، درياءَ مان



Gul Hayat Institute

ٻاهر ڪڍيو هو. پر انهيءَ سبب، ان تي ڪنهن به وَڍَ يا زخم جو نشان موجود نه هو. ڳچيءَ جو گوشت ته جڻ سڙي ڳري ويو هو. جيتوڻيڪ ان تي ڪنهن به قسم جي ڌڪن وغيره جي زخمن جا نشان ڪونه هئا. البت، ڳچيءَ جي چوڌاري، هڪ مضبوط ڌوري اهڙي ته ڇڪي ٻڌل هئي، جو ڏسڻ ۾ ئي نه پئي آئي، اها ڳچيءَ جي سوج سبب. گوشت ۾ بلڪل پيهي ويئي هئي، ۽ ان جي ڳنڍ ڪاٻي ڪَن جي هيٺان ڏنل هئي. ڪنهن انسان کي ماري ختم ڪرڻ لاءِ، رسيءَ جي اها پڪوڙ ئي ڪافي هئي. ڊاڪٽري چڪاس کان پوءِ، هيءَ راءِ ڏني ويئي ته مقتول بلڪل پاڪدامن هئي. مقتول کي وڏيءَ بيدرديءَ ۽ بيرحمي سان قتل ڪيو ويو هو. اها هئي لاش جي حالت- جنهن وقت هٿ ڪيو ويو هو. اهڙي حالت ۾ مقتول جي دوستن احبابن کي فوٽڻ جي سڃاڻڻ ۾، ڪا به دقت ٿيڻ نه کپندي هئي.

سمورا ڪپڙا قاتل ۽ لِيڙون ليڙون ٿيل هئا. فراڪ مان هڪ فٽ ويڪري پٽي چيله تائين ڦاڙي ويئي هئي، پر اها چولي کان جدا ڪيل نه هئي. انهيءَ پٽيءَ کي چيله جي چوڌري، ٽي وَرَ ڏيئي، پٽيءَ وٽ ڳنڍ ڏني ويئي هئي. فراڪ هيٺان ململ جي چولي هئي، جنهن مان ارڙهن انچ ويڪري پٽي ڦاڙي جدا ڪئي ويئي هئي. اها پٽي ڏاڍي خبرداريءَ سان ويڪر ۾، هڪ جيتري ڦاڙي، ڳچيءَ ۾ ٻڌي ويئي هئي، البت ها ڇڪي ٻڌل نه هئي. ململ جي انهيءَ پٽيءَ سان مقتول جي ٽوپيءَ جون ڌوريون ٻڌيون ويون هيون. انهن ڌورين جون ڳنڍيون، اهڙيون هرگز نه هيون، جيئن عام طرح عورتون ڏينديون آهن. اهڙي قسم جون ڳنڍيون فقط جهاز جا ماڻهوئي ڏيئي سگهن ٿا.

لاش کي سڃاڻڻ کان پوءِ، مرده- خاني ۾ ڪٽي وڃڻ اجايو سمجهي، درياءَ جي ڪناري کان ٿورو ئي پرڀرو هڪ هنڌ دفن ڪيو ويو ۽ ٻوڙي جي ڪوشش سان معاملو رفعي دفعي ٿي ويو. ڪيترن ڏينهن لنگهي وڃڻ کان پوءِ، وري ماڻهن ۾ جوش جاڳيو. انهيءَ جو سبب هيءُ هو ته هڪ هفتيوار اخبار انهيءَ معاملي کي وٺي کنيو، جنهن ڪري لاش کي قبر مان ڪڍي، ٻيهر تحقيقات شروع ڪئي ويئي. پر انهيءَ وقت تائين جيڪي ڪجهه معلوم ٿيو هو، انهيءَ کان وڌ خبر نه پئجي سگهي. البت هِن ڀيري هُن جا ڪپڙا، مقتول جي ماءُ ۽ ڀين مائٽن ۽ دوستن کي به ڏيکاريا ويا، جن اهي ڏسي چيو ته گهر مان وڃڻ وقت ڇوڪريءَ کي اهي ئي ڪپڙا پاتل هئا.

هوڏانهن ڏينهون ڏينهن ماڻهن جو جوش ۽ جذبو وڌندو ويو. ڪيترن ئي ماڻهن کي گرفتار ڪيو ويو ۽ پڇا ڳاڇا ڪرڻ کان پوءِ، ڇڏي ڏنو ويو. سينٽ استاش تي ته خاص ڪري شڪ ڪيو ويو. ڇاڪاڻ ته

ٻيهرين ڀيرين هن پنهنجي بيان ۾ ڪاٻه اهڙي اطمينان ڏيکاريندڙ ڳالهه ڪانه ٻڌائي ته جنهن آچر ڏينهن ميري پنهنجي گهر مان ٻاهر ويئي، انهيءَ ڏينهن هو پاڻ ڪٿي ويو هو؟ انهيءَ هوندي به هن بعد ۾ ”ميوسوگ....“ ڪي قسم- نامي تي بيان ڏنو، جنهن ۾ انهيءَ ڏينهن جي هڪ هڪ ساعت جو تسلي ڏيندڙ تفصيل ڄاڻايل هو. وقت گذرندو رهيو ۽ ڪاٻه نئين ڳالهه ڄاڻ ۾ ڪانه آئي. قسمين قسمين جا اُفواهه ٻڌڻ ۾ آيا. اخبار وارن جا پنهنجا پنهنجا رايا هئا. انهن سڀني افواهن ۾ بهتانن مان، جنهن هڪ افواهه تي وڌيڪ ڌيان ڏنو ويو، اهو هيءُ هو ته ميري روزي اڃا تائين جيئري آهي ۽ ”سين“ درياءَ مان جيڪو لاش مليو آهي، اُهو ڪنهن ٻيءَ بدقسمت ڇوڪريءَ جو آهي. چڱو ٿيندو ته هت، هڪ اخبار ”لتائل“ مان انهيءَ واقعي تي هڪ بيان جو لفظي ترجمو پيش ڪيو وڃي. انهيءَ اخبار جي شهر ۾ هاڪ ۽ ساک آهي ته انهيءَ ۾ گهٽيءَ چندچانڻ کان پوءِ، خبرون ڇاپيون وينديون آهن:

”مادموائزل روزي، پنهنجيءَ ماءُ جي گهران آچر، مورخه 22- جون، سن.... 18ع جي صبح جو رواني ٿي. هوءَ ٻڌائي ويئي ته آءٌ پنهنجي چاچيءَ سان ملڻ يا ڪنهن ٻئي ڪم سان درومي گهٽيءَ وڃان ٿي. انهيءَ کان پوءِ، هوءَ ڪنهن به شخص کي ڏسڻ ۾ نه آئي ۽ نه وري هن جي ڪا خبرچار ملي..... حقيقت ۾ ڪو به اهڙو شخص هٿ اچي نه سگهيو جنهن هيءَ شاهدي ڏني هجي ته مون هن کي پنهنجي ماءُ جي گهران انهيءَ ڏينهن رواني ٿيڻ کان پوءِ ڏٺو هجي. هاڻي جيتوڻيڪ اهڙي قسم جي ڪابه شاهدي موجود ڪانهي ته ميري روزي، آچر ڏينهن، مورخه 22- جون نائين وڳي کان پوءِ جيئرن جي جهان ۾ موجود آهي. انهيءَ هوندي به اسان وٽ هن وقت تائين هُن جي زندهه هجڻ جو ثبوت موجود آهي. اربع ڏينهن ٽنپهرن جو، ٻارهين بجي، هڪ عورت جو لاش ”سين“ درياءَ ۾ ترندو ڏٺو ويو. جيڪڏهن اسين اهو سمجهون ته ميري روزيءَ کي پنهنجيءَ ماءُ جي گهران نڪرڻ کان پوءِ، ٽن ڪلاڪن جي وقت اندر سمونڊ ۾ اڇلايو ويو هجي، تڏهن به گهران رواني ٿيڻ ۽ لاش ملڻ جي وقت تائين، ڪل ٽي ڏينهن ٿين ٿا. ائين سمجهڻ ناداني آهي، ته جيڪڏهن اهو واقعو سچ پچ قتل جو آهي، ته قتل ايترو جلد ٿي ويو هوندو جو قاتل اڌيءَ رات کان ٻهرين، لاش ڪٽي وڃي درياءَ ۾ اڇلايو. جيڪي ماڻهو اهڙا خوفناڪ ڏوهه ڪندا آهن، اهي روشنيءَ جي بدران اوندهه کي پسند ڪندا آهن. اُنهيءَ جو مطلب هيءُ ٿيو ته جيڪڏهن اهو لاش واقعي ميري روزيءَ جو آهي، ته پوءِ ڪالهه تائين، اهو ادائي ڏينهن ڪان پاڻيءَ ۾ هو، يا وڌ ۾ وڌ ٽي ڏينهن. هميشه جو تجربو ٻڌائي ٿو ته جيڪڏهن ڪو شخص پاڻيءَ ۾ ٻڏي مري يا هن جو لاش قتل

ڪان پوءِ، پاڻيءَ ۾ اُڇلايو ويو هجي، ته انهيءَ جي اهڙي طرح ڦوڪجڻ ۾ ڇهن کان ڏهن ڏينهن جيترو وقت لڳي ويندو آهي. جنهن کان پوءِ ئي، پاڻيءَ جي مٿاڇري تي تري ايندو آهي. ايتري قدر جو اهڙا غرق ٿيل لاش جيڪي توب جي نڪاءَ سبب، پنجن- ڇهن ڏينهن کان اڳ ۾ ئي پاڻيءَ تي تري اچن، سي هيٺر پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويندا آهن. البت، ايترو سو آهي ته انهن سان ڪا هٿ- چراند نه ڪئي وڃي. اسين پڇون ٿا ته موجوده صورت ۾ اهو اصول ڇو غلط ثابت ٿيو؟.. جيڪڏهن لاش زخمي حالت ۾ اڳاري جي رات تائين ڪناري تي رکيو ويو ته پوءِ اُتي قاتلن جو ڪو نه ڪو نشان پتو موجود هئڻ گهرجي. انهيءَ ڳالهه ۾ به شڪ آهي ته مقتول جي موت جي ٻن ڏينهن ڪانپوءِ، درياءَ ۾ اُڇلڻ جي حالت ۾، لاش ايترو جلد مٿاڇري تي تَري اچي. انهيءَ ڪان سواءِ هيءَ ڳالهه به بيحد عجيب آهي ته ڪو خوني اهڙي خوفناڪ ڏوهه ڪرڻ ڪان پوءِ به، لاش سان ڪو وزن ٻڌڻ ڪان سواءِ درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏي، جيتوڻيڪ اهڙي قسم جي خبرداري آسانيءَ سان ٿي سگهي ٿي.

انهيءَ ڪان پوءِ، اخبار جو ايڊيٽر، هيءُ دليل ڏئي ٿو ته ”لاش پاڻيءَ ۾ ٽن ڏينهن بدران گهٽ ۾ گهٽ پندرهن ڏينهن رهيو هوندو، ڇاڪاڻ ته اهو ته ڳري ۽ سڙي ويو هو جو بووي وڏيءَ مشڪل سان ان کي سڃاڻي سگهيو هو. پر انهيءَ آخري ڳالهه جو ڪو به ثبوت نه ملي سگهيو آهي. بهتر ٿيندو ته اخبار جي باقي عبارت جو به ترجمو ڪيو وڃي:

”پوءِ اُهي ڪهڙيون ڳالهيون آهن، جن جي آڌار تي، بووي صاحب چوي ٿو ته اِهو لاش بيشڪ ميري روزيءَ جو آهي.“ موصوف ٻانهن جو ڪپڙو ڦاڙي ڏٺو. هن جو چوڻ آهي ته ڪيس اُهي نشان ڏسڻ ۾ آيا، جن جي ڪري لاش بابت هن جا سڀيئي شڪ شبها ختم ٿي ويا. انهيءَ مان عام ماڻهن اهوئي سمجهيو ته اُهي ڪنهن زخم جا نشان هوندا. هن ٻانهن تي هٿ لائي ڏٺو ته هن کي وارَ ڏسڻ ۾ آيا. اسان جي خيال ۾ اِها بلڪل بيڪار ڳالهه آهي- بلڪل اهڙي ڳالهه، جيئن ڪير چوي ته چولي جي ٻانهن جي اندران هن کي هٿ مليو.

بووي صاحب انهيءَ رات واپس ڪونه موٽيو، پر هن، اربع ڏينهن ستين بجي، مادام روزيءَ ڏانهن هيءُ نياپو موڪليو ته تنهنجي ڌيءَ بابت اجا پڇا ڳاڇا هلي پيئي. جيڪڏهن اسين ائين ڪٺي سمجهون (جيتوڻيڪ اها ڳالهه قياس کان ٻاهر آهي) ته مادام روزي، پيريءَ ۽ صدمي سبب اوڏانهن وڃي نه سگهي ته پوءِ ڪو نه ڪو اهڙو ماڻهو ضرور هجي ها، جيڪو وڃي معلوم ڪري ها ته لاش سچ پچ

Gul Hayat Institute

ميريءَ جو آهي. انهيءَ کان سواءِ اهو ماڻهو ڊاڪٽري امتحان وقت به اتي ضرور وجي ها. پر اُتي ڪوبه ماڻهو ڪونه ويو. حيرت ته انهيءَ تي آهي ته ان گهر ۾، ايترو روچ راڙو به نه ٿيو، جو انهيءَ عمارت جي ٻين رهواسين تائين اها خبر پهچي ها. ميريءَ جي مڱيندي، سينٽ استاش، جيڪو انهيءَ ئي گهر ۾ ماني کائيندو آهي، بيان ڏنو ته مون کي پنهنجيءَ مڱ جي لاش ملڻ بابت ڪابه خبر نه پهتي هئي. البت ٻئي ڏينهن، جڏهن مسٽر بووي مون وٽ ڪمري ۾ آيو، تڏهن وجي مون کي انهيءَ ڳالهه جي جاڻ پيئي. اهڙي قسم جي هيبتناڪ خبر ملڻ تي، عزيزن قريبن جي چپ چپات ۽ ماٺ ميٺ جي اها حالت ڏسي اسان کي حيرت ٿئي ٿي.

اهڙيءَ طرح، اخبار ان ڳالهه تي به زور ڏنو هو ته ميريءَ جي مِٽن مائٽن جي بيخيالي ۽ بيپرواهي، انهيءَ ڳالهه جو ڪليو ثبوت آهي ته اُهو لاش ميريءَ جو نه هو. خاطوءَ جو مطلب هيءُ معلوم ٿئي ٿو ته ميري پنهنجن مائٽن جي هُشيءَ تي، شهر مان اهڙن سببن ڪري غائب ٿي ويئي هئي، جن جي ڪري سندس نالي ۽ ناموس تي حرف تي آيو. پر جڏهن هُنن ڏنو ته سمنڊ مان لاش هٿ آيو آهي ۽ جيڪو ٿورو گهڻو ميريءَ جي قدبت سان ملي اچي ٿو، تڏهن هُنن وجهه وٺي ماڻهن ۾ مشهور ڪيو ته ميري سچ پچ ٻڏي مُئي آهي. پر "لتائل" انهيءَ نتيجي تي پهچڻ ۾ اها ڀي غلطي ڪئي. اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي هئي ته جنهن بيخياليءَ ۽ بيپرواهيءَ تي ايترو زور ڏنو پئي ويو، اُها سڀ من گهڙَت هئي. پوڙهي ماءُ ايتري ته ڪمزور ۽ ڪراڙي هئي ۽ ڌيءَ جي ڏکَ هُن کي ايڏو ته صدمو پهچايو، جو ڪيڏانهن اچڻ وڃڻ جي طاقت به هُن ۾ ڪانه رهي هئي. باقي رهيو سينٽ استاش، تنهن جا ته ميريءَ جي موت جي خبر ٻڌڻ سان ئي هوش اُڏامي ويا. هن ويچاري جي غم وچان اهڙي ته حالت ٿي ويئي جو بووي هڪ مائٽ کي هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته لاش جي نظرداري ڪري ۽ ان کي ڊاڪٽري چڪاس ۾ وڃڻ نه ڏئي. انهيءَ کان سواءِ، "لتائل"، اهو به لکيو هو ته لاش جي ڪفن دفن لاءِ، سرڪاري خرچ استعمال ڪيو ويو، چاڪاڻ ته هن جي خاندان وارن ڪفن دفن لاءِ، سرڪاري آڇ قبول ڪرڻ کان نه رڳو انڪار ڪيو، پر ڪُٽنب جي ڪنهن به شخص آخري رسمن ۾، شريڪ ٿيڻ جي تڪليف به ڪانه ڪئي. حقيقت هيءَ آهي ته انهيءَ اخبار، اهي سڀيئي ڳالهيون پنهنجي بيان کي مضبوط ڪرڻ لاءِ گهڙيون هيون. بعد ۾ اهي سڀئي ڳالهيون غلط ثابت ٿيون ۽ انهيءَ لاءِ ڪيترائي ثبوت به مليا. پر ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، انهيءَ ساڳيءَ اخبار ۾، خود بووي تي به شڪ ڪيو ويو:

’هاڻي تہ حالتن نئون روپ اختيار ڪيو آهي. اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ هڪ ڏينهن جڏهن مادام ب نالي هڪ عورت، مادام روزيءَ جي گهر ۾ ويٺي هئي. تڏهن بووي گهر مان رواني ٿيڻ وقت هن کي (مادام ب کي) چيو تہ پوليس جو هڪ ماڻهو ايندو، جيڪڏهن اُهو اوهان کي ڪجهہ پڇي تہ منهنجي واپسيءَ تائين اوهان هن کي ڪجهہ بہ نہ ٻڌائجو. آءٌ واپس اچي هُن کي پاڻ ئي مُنهن ڏيندس. . .. انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ بووي کي سموري احوال جي خبر آهي، پر هو انهيءَ کي ظاهر نٿو ڪري. انهيءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪري نٿو سگهجي. پڇا ڳاڇا جي سلسلي ۾ ڪٺي ڇا بہ ڪجي، پر ڳالهہ ڦري گهري هُن تي ئي پهچي ٿي. ڪنهن خاص سبب جي ڪري هن اهو بہ فيصلو ڪيو آهي تہ پوليس جي ڪارروائيءَ سان، هن کي سواءِ، ٻئي ڪنهن جو بہ واسطو نہ رهي. خود سندس عزيزن جي چوڻ مطابق، هن ڪين پاڻ کان پري رکڻ لاءِ عجيب عجيب اٽڪلون ڪيون آهن. حيرت تہ اها آهي جو هن اهو بہ قبول نہ ڪيو تہ ٻيا مائٽ وڃي لاش ڏسن.“

هڪ ٻيو واقعو بيان ڪري، انهيءَ شڪ کي مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. اهو هيءُ آهي تہ ميريءَ جي قتل ٿيڻ کان ڪجهہ ڏينهن اڳ، هڪ شخص بووي سان ملڻ لاءِ سندس آفيس ۾ ويو. اتي بووي موجود نہ هو ۽ هن شخص دروازي جي ڪڙي ۾ هڪ گل لڳل ڏٺو. جنهن جي پر ۾ لڳل تختيءَ تي ”ميري“ لفظ لکيل هو.

اخبارن جي پڙهڻ سان اسان کي خبر پيئي تہ عام ماڻهن جي خيال مطابق ميري بدمعاشن جي هڪ ٽولي جي هٿ چڙهي ويئي هئي. اهي بدمعاش هن کي درياءَ پار وٺي ويا ۽ هن سان غير انساني سلوڪ ڪيو ويو ۽ نيٺ هن کي قتل ڪيو ويو. رڳو هڪ بااثر اخبار، ”ڪمرشل“ ئي اهڙي ئي، جنهن انهيءَ عام خيال جي مخالفت ڪئي. آءٌ انهيءَ اخبار جو ٿورو حوالو هيٺ ڏيان ٿو:

”اسان جي خيال ۾ بيربر دورول کان جانچ جي شروعات ڪرڻ غلط آهي. انهيءَ ڳالهہ تي يقين ڪرڻ ناممڪن آهي، تہ هڪ اهڙي عورت جنهن کي هزارين ماڻهو چڱيءَ طرح ڄاڻن سڃاڻن ٿا، ٽن رستن تان لنگهي وڃي ۽ هن کي ڪوبہ واقف شخص نہ گڏجي. جيڪڏهن رستي ۾ ڪنهن بہ هن کي ويندو ڏٺو هجي ها تہ هن کي نہ وِساري سگهي ها، ڇاڪاڻ تہ هن جا سمورا ڄاڻ سڃاڻ وارا ڪيس، تمام گهڻو گهرندا هئا، جنهن وقت هوءَ گهر مان نڪتي هئي، اُن وقت رستن تي راهہ- ويندڙن جا اَنبوهہ هئا. . . اهو ناممڪن آهي تہ هوءَ بيربر دورول يا درومي گهٽيءَ ۾ ويئي هجي ۽ پنجن ڏهن ماڻهن بہ هن کي نہ ڏٺو

هجي. پر ڪنهن بہ شخص اجا تائين اهڙو بيان نہ ڏنو آهي تہ مون هن کي سندس ماءُ جي گهران نڪرندي ڏٺو آهي. انهيءَ کان سواءِ تہ هن ٻاهر وڃڻ جي نيت ڏيکاري هئي. ٻيو ڪو بہ ثبوت نہ مليو آهي. جنهن مان خبر پوي تہ هوءَ واقعي گهر کان ٻاهر بہ نڪتي هئي. هُن جو چولو ڦاڙيو ويو هو ۽ انهيءَ سان ئي سندس لاش ڇڪي ٻڌي، پريءَ وانگر کنيو ويو. جيڪڏهن بيرير دورول ۾ قتل ٿيو هجي ها تہ پوءِ انهن انتظامن جي ڪهڙي ضرورت هئي. بيرير وٽ لاش ملڻ مان اها تہ خبر نٿي پوي تہ ان کي پاڻيءَ ۾ ڪهڙي هنڌ اڇلايو ويو هو......

ويچاري ڇوڪريءَ جي چولي مان بہ فوٽ ڏگهي ۽ هڪ فوٽ ويڪري پٽي ڦاڙي، هن جي ڳچيءَ ۾ وجهي، ڪياڙيءَ وٽ ڇڪي ڳنڍ ڏني ويئي هئي تہ جيئن هوءَ رَڙيون نہ ڪري سگهي. اها يقيناً اهڙن ماڻهن جو ڪم ٿي سگهي ٿو، جن وٽ رومال نہ هوندو."

اسان وٽ پوليس جي بالاعملدارن جي اچڻ کان هڪ- بہ ڏينهن اڳ، پوليس کي هڪ اهڙي شاهدي هٿ آئي، جنهن لي ڪمرشل جي دليلن جي هڪ وڏي حصي کي غلط ثابت ڪري ڇڏيو.

مادام ويلڪ جا بہ ٻار، بيرير دورول جي ويجهو، جهنگ ۾ پئي گهميا. اتفاق سان ٻيئي ٻار هڪ اهڙيءَ جاءِ تي وڃي نڪتا، جتي ٿي چار پٿر، ڪرسين جهڙا نظر آيا، جن ۾ پٺيءَ ۽ پيرن رکڻ جي جاءِ بہ ٺهيل هئي. سيني کان مٿئين پٿر تي پيٽي ڪوٽ جو اڇو ٽڪرو پيو هو ۽ ٻئي تي هڪ ريشمي گلابند، هڪ ڇٽي، دستانا ۽ هڪ رومال جنهن تي "ميري روزي" نالو، پرت سان پريل، پيل هئا. چئن ئي طرف ڪانڊيرن جي ٻوٽن تي ڪپڙن جون ڪيتريون ئي ليڙون پڪڙيون پيون هيون ۽ ٻيا بہ ڪيترائي اهڙا نشان موجود هئا. جن مان پتو ٿي پيو تہ اتي ڪا ويڙهہ ٿي آهي. انهيءَ جاءِ ۽ درياءَ جي وچ ۾، بند جون ڪاٺيون نڪتل هيون ۽ زمين تي اهڙا نشان موجود هئا، ڄڻ تہ ڪنهن ڳريءَ شيءِ کي گهليو ويو هجي.

انهيءَ خبر کان پوءِ، هڪ نئين شاهدي ملي. مادام ويلڪ ٻڌايو تہ درياءَ جي ڪناري کان ٿورو پري، بيرير دورول جي عين سامهون، رستي جي پرسان، منهنجي هوٽل آهي، انهيءَ جي آسپاس وارو علائقو ڏاڍو خاموش ۽ چپ چاپ آهي. آچر ڏينهن گهڻو ڪري شهر جا بدنام ماڻهو ٻيڙين رستي، درياءَ اُڪري هتي اچي گڏ ٿيندا آهن. جنهن آچر جي اها ڳالهہ آهي، انهيءَ ڏينهن ٽنپهرن جي وقت، هڪ نوجوان ڇوڪري هوٽل ۾ ائي. هن سان گڏ هڪ ڪٽڪ رنگو نوجوان بہ هو. ٻيئي ٿورو وقت هوٽل ۾ ويٺا، جنهن کان پوءِ، ٻنهي پر واري جهنگل جي رستي ڏانهن رُخ رکيو. مادام ويلڪ کي ڇوڪريءَ جو

Gul Hayat Institute

لباس بہ چڱيءَ طرح ياد آهي. هن جي وڃڻ کان پوءِ، هوٽل ۾ ڪن بدنام ماڻهن جو هڪ ڪٽڪ اچي پهتو، جنهن ڏاڍو گوڙ گهمسان مچائي ڏنو ۽ شراب ڪباب پي ڪائي، پئسن ڏيڻ کان سواءِ، انهيءَ رستي ڏانهن روانو ٿي ويو، جنهن ڏانهن اهو نوجوان ۽ ڇوڪري ويا هئا. سچ لهڻ جي ويجهو، اهي بدنام ماڻهو هوٽل ۾ واپس آيا ۽ جلدي جلدي درياءَ اُڪري هليا ويا.

ساڳئي ڏينهن شام جو، مُنهن اونداهيءَ کان ٿوري دير پوءِ، مادام ويلڪ ۽ سندس وڏي پُٽ هڪ عورت جون رَڙيون ٻڌيون، جيڪي هوٽل جي ويجهڙائيءَ مان پئي آيون. مادام ويلڪ نہ رڳو ڇوڪريءَ جي گلابند، پر هن جي ٻين ڪپڙن جي بہ سڃاڻپ ڪئي. انهيءَ کان پوءِ، هڪ ڪوچوان، ويلنس، شاهدي ڏني تہ ذڪر ڪيل آچر ڏينهن، مون ميري روزيءَ کي هڪ ڪٽڪ رنگي نوجوان سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ درياءَ اُڪري ڏٺو هو. اهو شخص ويلنس ميري روزيءَ کان واقف هو ۽ ڪيس سڃاڻڻ ۾ ڪابہ تڪليف ڪانہ ٿي. انهيءَ جاءِ تي جيڪي شيون مليون، ميريءَ جي عزيزن انهن کي بہ هڪدم سڃاتو.

انهن خبرن ۽ شاهدين مان، جيڪي مون ڊوپن جي چوڻ تي اخبارن مان گڏ ڪيون هيون، رڳو هن ڳالهہ جو ذڪر باقي رهجي ويو هو، جيڪا ظاهريءَ طرح تمام ضروري معلوم ٿئي ٿي. اُها هيءَ تہ ميريءَ جي ڪپڙن ملڻ کان هڪدم پوءِ، ميري جو مڱيندو، مئل يا مرڻ جهڙيءَ حالت ۾ انهيءَ جاءِ جي ويجهو هڪ هنڌ پيل مليو. هن وٽان هڪ خالي شيشي ملي، جنهن تي لڳل پني تي "زهر" لکيل هو. هن جي وات مان بہ زهر جي بوءِ پئي آئي ۽ هو سواءِ ڪجهہ ٻڌائڻ جي مري ويو. سندس کيسي مان هڪ ڪاغذ مليو، جنهن ۾ هن مختصر لفظن ۾ لکيو هو، "مون کي ميريءَ سان دلي محبت هئي ۽ هن جي مرڻ کان پوءِ منهنجو جيئرو رهڻ اجايو آهي."

منهنجين گڏ ڪيل ياداشتن کي پڙهڻ کان پوءِ ڊوپن چيو:

"انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ هيءُ حادثو موت جي گهٽيءَ واري واقعي کان وڌيڪ پراسرار آهي، پر هڪ لحاظ سان ان کان مختلف بہ آهي. جيتوڻيڪ هن قتل ۾ ڏاڍي بيرحميءَ ۽ ظلم زبردستيءَ کان ڪم ورتو ويو آهي. تنهن هوندي بہ هيءُ خون جو هڪ معمولي واقعو آهي، جنهن ۾ ڪوبہ خاص يا عجيب طريقو استعمال ڪيل نٿو ڏسجي. جنهن ڪري ان جو حل بہ ايترو آسان سمجهيو ويو آهي. جيتوڻيڪ مشڪل ڪم اهو ئي آهي، جيڪو ساڳئي وقت مشڪل بہ نہ آهي. انهيءَ ڪري شروع ۾ انعام ڏيڻ جو اعلان ڪرڻ بہ غير ضروري سمجهيو ويو. پوليس جي چاڙتن وڏيءَ سولائيءَ سان اهو

خيال ڪري ڇڏيو ته قتل ڪهڙيءَ طرح ۽ ڪٿي ٿيو هو. هنن اُهي سڀيئي طريقا ۽ سبب به سوچي ڇڏيا، جن جا ڪي امڪان ٿي سگهيا ٿي. تنهن ڪري هنن کي يقين هو ته انهن مان ڪونه ڪو سبب، يا طريقو ضرور صحيح هوندو. جڏهن اهي سڀيئي انومان ايتريءَ آسانيءَ سان قائم ڪيا ويا، تڏهن ٺي مون سمجهي ورتو هو ته انهيءَ قتل جو حل ڳولي لهڻ ڏاڍو مشڪل ٿيندو. آءٌ اڳي به ڪيترائي ڀيرا چئي چڪو آهيان ته جاسوسيءَ ۾ اهڙين شين مان وڏيڪ مدد ملي ٿي، جيڪي عام سوچ کان ڪجهه هٽيل هونديون آهن. تنهن ڪري ههڙن معاملن ۾ اهو نه ڏٺو ويندو آهي ته ڇا ٿيو، پر هيءُ ته اها ڪهڙي نئين ڳالهه ظاهر ٿي آهي، جيڪا انهيءَ کان پهرين ڪڏهن نه ڏٺي ويئي ۽ نه ٻڌي ويئي هجي. هڪڙي دفعي مادام لسپا جي گهر تلاشي وٺڻ وقت، انسپيڪٽر گ- جا ماڻهو اهڙيءَ نوعيت جو حادثو ڏسي دنگ رهجي ويا هئا. اهو حادثو عقل وارن لاءِ هڪ اشارو هو. اهڙيءَ طرح، هن عطر وڪڻندڙ ڇوڪريءَ جي خون بابت جيڪي معمولي ڳالهيون ٻڌڻ ۾ آيون، انهن مان هر سمجهو ۽ عقلمند ماڻهو نا اميد ٿي وڃي ها، پر پوليس وارن انهن عام ڳالهين کي تمام وڏي اهميت ڏني.

عام ماڻهن جي خيال ۾ لتائل جا دليل وزنائتا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ هن جي بيان جي شروعاتي لفظن مان ٺي پتو پوي ٿو ته خود هن جي نظر ۾ اهي دليل اهم آهن. هو لکي ٿو: "اڄ جي ڪيترين ئي اخبارن انهيءَ ڳالهه کي قبول ڪيو آهي ته اسان جو ايڊيٽوريل جيڪو سومر ڏينهن ڇپيو هو، مضبوط ۽ پختن دليلن تي لکيل هو."

آءٌ سمجهان ٿو ته انهيءَ ايڊيٽوريل ۾، ايڊيٽر جي طبيعت جي گرمي ۽ جوش ته ضرور موجود آهي، پر اهو آخري ۽ قطعي ڪونهي. اسان کي ياد رکڻ گهرجي ته عام طرح اسانجين اخبارن جي مقصدن حق ۽ سچ جي ڳولا نه هوندو آهي، پر اشتعال پيدا ڪندڙ خبرون شايع ڪرڻ هوندو آهي. البت جيڪڏهن اهڙي ڪنهن اشتعال پيدا ڪندڙ خبر ۾، ڪا حقيقت به هجي ته اها ٻي ڳالهه آهي. جيڪا اخبار عام ماڻهن سان ها ۾ ها ملائي ٿي، انهيءَ کي سمجهو ماڻهو سٺي نظر سان نه ڏسندا آهن. انهيءَ جي برخلاف هو اهڙي ايڊيٽر کي علامه ۽ فهامه سمجهندا اهن، جيڪو چرچن ڀوڳن کان ڪم وٺي عام راءِ مان غلطيون ڪڍي. دليل بازي هجي يا ادب، ٻنهي ۾ ماڻهو چرچن ڀوڳن مان ڏاڍو خوش ٿيندا آهن.

منهنجي چوڻ جو مطلب هيءُ آهي ته لتائل ميري روزيءَ کي جيئرو سمجهندي، انهيءَ ڳالهه تي پنهنجي قلم جو زور لڳايو آهي ته اهو خيال گهڻي قدر اشتعال پيدا ڪندڙ ۽ دلچسپ ثابت ٿيندو. ۽



Gul Hayat Institute

ٿيو ٻه ائين ئي. ماڻهن ڏاڍيءَ گرمجوشيءَ سان انهيءَ خبر جو آڌر ڀاءُ ڪيو. پر انهيءَ اخبار جي لفظي پٽاڙ کي هڪ طرف رکي، جيڪڏهن اصلي دليلن کي ڇڪاسجي ته اچا ڪارا پڌرا ٿي پوندا.
ايڊيٽر جو پهريون مقصد هيءُ ٿو معلوم ٿئي ته ميريءَ جي غائب ٿي وڃڻ ۽ لاش ملڻ ۾، تمام مختصر وقت آهي، جنهن ڪري هو ثابت ڪرڻ ٿو گهري ته اهو لاش ميريءَ جو ٿي نٿو سگهي. اهڙيءَ طرح، اخبار نويس لاءِ ضروري آهي ته انهيءَ وقت کي گهٽ ۾ گهٽ ڪري ڏيکاريو وڃي. انهيءَ ڪوشش ۾ هو شروع کان ئي اجايا ۽ غلط دليل قائم ڪري ٿو ڇڏي. هو لکي ٿو ته:
”ائين سمجهڻ بلڪل بيوقوفي آهي ته قتل (جيڪڏهن سچ پچ هن کي قتل ڪيو ويو آهي) ايترو جلد ٿي ويو جو آڌيءَ رات گذرڻ کان اڳ ئي، قاتلن لاش پاڻيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو.“ هتي اسان جي ذهن ۾ هيءُ سوال پيدا ٿئي ٿو ته آخر انهيءَ ۾ بيوقوفيءَ جي ڪهڙي ڳالهه آهي، ائين سمجهڻ کي آخر بيوقوفي ڇو ٿو سمجهيو وڃي ته ماءُ کان موڪلائي وڃڻ کان پوءِ، ٿورن منٽن ۾ ئي ڇوڪريءَ کي قتل ڪيو ويو. ائين سمجهڻ ڪهڙي بيوقوفي آهي ته ڏينهن جو ڪنهن وقت ٻه قتل ٿي سگهي ٿو. ۽ ڏينهن جي چوويهن ڪلاڪن ۾ هڪ نه ٻيو قتل ٿيندو ئي رهي ٿو. انهيءَ لاءِ ڪو خاص وقت ته مقرر نه هوندو آهي. انهيءَ کان سواءِ، جيڪڏهن آچر جي ڏينهن صبح جو نائين وڳي کان وٺي رات جي ٻارهين وڳي تائين، ڪنهن ٻه وقت قتل ڪيو ويو، تڏهن ٻه لاش کي ”آڌيءَ رات کان اڳ پاڻيءَ ۾ اڇلائڻ لاءِ“ گهڻو ئي وقت ملي سگهيو ٿي. انهيءَ فرضي ڳالهه جو مطلب ٻين لفظن ۾ هيءُ ٿئي ٿو ته آچر جي ڏينهن اهو خون ٿيو ئي نه هو. جيڪڏهن لٽائل جي انهيءَ دليل کي اسين قبول ڪريون، ته پوءِ هن جي لاءِ رستو صاف آهي. انهيءَ اخبار جو هيءُ حصو، جيڪو هنن لفظن سان شروع ٿئي ٿو، ”ائين سمجهڻ بلڪل بيوقوفي آهي ته قتل. . . . الخ“ شايد مصنف جي ذهن ۾ هن صورت ۾ هجي:
”ائين سمجهڻ بلڪل ناداني آهي ته قتل (شرط انهيءَ سان ته حادثو قتل جو ئي هجي) ايترو جلدي ٿي سگهيو ٿي، جو آڌيءَ رات گذرڻ کان اڳ ئي، ايترو وقت ملي وڃي، جو لاش پاڻيءَ ۾ اڇلائي سگهجي. اسان جو چوڻ فقط هيءُ آهي ته اهڙيءَ طرح سمجهڻ ۽ وري انهيءَ سان گڏو گڏ ائين فرض ڪرڻ (جنهن کي اسين ته ائين ئي سمجهون ٿا) ته لاش رات جو ٻارهين وڳي کان اڳ، درياءَ ۾ اُڇلايو ويو هجي، يقيناً بيوقوفي آهي.

Gul Hayat Institute

”اهو جملو ظاهريءَ طرح تہ ڏاڍو منجهيل آهي، پر ايترو نہ، جيترو شايع ٿيل جملو.“ ڊوپن پنهنجي تقرير جاري رکندي چيو. ”جيڪڏهن منهنجو مقصد لتائل جي دليل کي رد ڪرڻ هجي ها، تہ وڌيڪ ڪجهہ بہ چوڻ جي ضرورت ئي ڪانہ هئي، ۽ ڳالهہ اتي ئي ختم ٿي وڃي ها. پر اسان جو مقصد ڪو انهيءَ خبر کي رَد ڪرڻ نہ آهي، بلڪ حقيقت معلوم ڪرڻ آهي. انهيءَ صورت ۾، ذڪر ڪيل جملي جي فقط هڪ ئي معنيٰ ٿي سگهي ٿي، جنهن کي آءٌ چڱيءَ طرح بيان ڪري چڪو آهيان. پر اسان کي لفظن جي جهنجهٽ ۾ نہ ڦاسڻ کپي، بلڪ اسان کي اهو خيال معلوم ڪرڻ کپي، جيڪو انهن لفظن ۾ ادا ٿيڻو هو، پر صاف ادا ٿي نہ سگهيو. انهيءَ اخبار نويس دراصل ائين ٿي چوڻ گهريو تہ اها ڳالهہ ناممڪن پئي معلوم ٿئي تہ قاتل لاش کي درياءَ ۾ اڇلائڻ لاءِ اڌ رات جو اتي کڻي ويو هجي، پوءِ قتل جو واقعو کڻي ڪهڙي بہ وقت ٿيو هجي. در اصل اها ئي من گهڙت ڳالهہ آهي، جنهن تي مون کي خاص طرح اعتراض آهي. اها ڳالهہ هروڀرو ناهي ويئي آهي تہ قتل جو واقعو اهڙي هنڌ ۽ اهڙين حالتن ۾ ٿيو، جو لاش کي درياءَ تائين کڻي وڃڻ ضروري ٿي پيو. ممڪن آهي تہ خون درياءَ جي ويجهڙائيءَ واري ڪنهن هنڌ تي يا ڪناري تي ئي ڪيو ويو هجي: اهڙيءَ حالت ۾، خون ڏينهن جو يا رات جو، ڪنهن بہ وقت ڪيو ويو هجي، لاش کي درياءَ ۾ ڦٽو ڪرڻ ئي، سڀ کان سولو ۽ بهترين طريقو ٿي سگهي ٿو. ائين نہ سمجهندا تہ صحيح ڳالهہ اها ئي آهي، يا وري ڪا منهنجي پنهنجي راءِ آهي. آءٌ هيستائين واقعن جي اصليت بابت بحث ڪري رهيو هوس، ۽ منهنجو مقصد رڳو ايترو ئي هو تہ جيئن دليل بازيءَ جون خاميون، نروار ڪري، توکي خبردار ڪريان تہ انهيءَ واقعي بابت جيڪي ڪجهہ لکيو ويو آهي، سو ڪو حرف بحرف صحيح ڪونہ آهي: تو ڏٺو تہ انهيءَ ماڻهوءَ پنهنجي دلپسند راءِ کي، سچي ثابت ڪرڻ لاءِ، ڪهڙي نموني جون من گهڙت ڳالهيون ناهي ورتيون، ۽ اهو فرض ڪري ورتائين تہ جيڪڏهن اهو لاش سچ پچ ’ميريءَ‘ جوئي آهي تہ اهو پاڻيءَ ۾ گهڻيءَ دير تائين پيو نہ رهيو آهي. هو لکي ٿو:

”هميشہ جو تجربو ٻڌائي ٿو تہ جيڪڏهن ڪو شخص پاڻيءَ ۾ ٻڏي مري يا خون ٿي وڃڻ کان پوءِ، ان جو لاش پاڻيءَ ۾ اڇلي ڇڏجي تہ ان جي انهيءَ حد تائين سڙڻ ۽ ڪرڻ ۾، ڇهن کان ست ڏينهن لڳي ويندا آهن، جنهن کان پوءِ اهو پاڻيءَ جي مٿاڇري تي تَري ايندو. ايتر قدر جو تَري ۾ پيل اهڙا لاش بہ جيڪي توب جي گولي جي ٺڪاءَ سان، پنجن- ڇهن، ڏينهن کان اڳ ئي پاڻيءَ جي مٿاڇري تي تري اچن، وري بہ پاڻيءَ اندر ٻڏي وڃن، جيڪڏهن انهن سان هٿ چراند نہ ڪئي وڃي.“

Gul Hayat Institute

”لي موني تيور“ اخبار کان سواءِ پئرس جي سيني اخبارن انهيءَ راءِ کي خاموشيءَ سان قبول ڪري ورتو. ”لي موني تيور“ اخبار، انهيءَ خيال تي نڪتہ چيني ڪئي آهي. ان اهڙا پنج يا ڇهہ مثال ڏنا آهن، جو ٻڏل لاش ڇهن ڏينهن کان اڳ ئي، پاڻيءَ تي ترڻ لڳا آهن. پر ”موني تيور“ اخبار، جنهن نموني ۾، مثالن سان ”لتائل“ اخبار جي بنيادي دليلن کي رد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، سا گهڻي ڀاڱي منطقي اصولن جي خلاف آهي. جيڪڏهن پنجن بدران پنجاهہ مثال بہ اهڙا ڏنا وڃن، جو لاش ٻن يا ٽن ڏينهن اندر پاڻيءَ جي مٿاڇري تي اچي ويا هجن، تڏهن بہ اها ڳالهہ سدائين لاءِ صحيح ڪانہ مڃي سگهبي، جيستائين هميشہ جي عام تجربي کي غلط نہ ثابت ڪيو وڃي. ”موني تيور“ اصول کي تہ مڃي ٿو، پر رڳو ڪي خاص مثال ٿو پيش ڪري، جن سان ”لتائل“ جي دليلن تي ڪوبہ اثر نٿو پوي- ڇو تہ انهن مثالن مان تہ رڳو اهو امڪان ئي پيدا ٿئي ٿو تہ ممڪن آهي تہ لاش ٽن ڏينهن کان اڳي ئي مٿي اُڀري آيو هجي. البت، جيڪڏهن اهڙي قسم جي مثال ايتري گهڻي تعداد ۾ ڏنا وڃن. جو اصل اصول غلط ثابت ٿي وڃي، ۽ ان جي مقابلي ۾، اهو اُبتڙ اصول صحيح سمجهيو وڃي، تہ پوءِ اها ڳالهہ وزندار ڀانئبي.

انهيءَ مان تو کي چڱيءَ طرح اندازو ٿي ويو هوندو تہ جيڪڏهن سچ پچ لتائل جي راءِ سان اختلاف آهي، تہ انهيءَ لاءِ اصل اصول کي غلط ثابت ڪيو وڃي. هاڻي اچ تہ ٿورو انهيءَ اصول کي ڇڪاسيون تہ اهو ڪيتري قدر صحيح آهي. سڀ کان پهرين ڳالهہ هيءَ آهي تہ انساني جسم، عام طرح سان درياءَ جي پاڻيءَ کان نہ تہ ڪجهہ گهڻو وزنائتو آهي ۽ نہ هلڪو. ٻين لفظن ۾ انساني جسم جي وڏيڪ ڪثافت، جڏهن اهو پنهنجي قدرتي حالت ۾ هجي، گهڻو ڪري انهيءَ پاڻيءَ جي وزن برابر هوندي آهي. ٿلها متارا ماڻهو، جن جون هڏيون ننڍيون ٿين ٿيون ۽ خاص ڪري عورتون ۽ اهي بہ اهڙيون جيڪي ٻين مردن ۽ عورتن جي ڀيٽ ۾، ڪمزور ڏسڻ ۾ اچن، پر جن جو هڏ- ڪاٺ ويڪرو ۽ مضبوط هجي، گهڻيون هلڪيون هونديون آهن. انهيءَ کان سواءِ، پاڻيءَ جي لهڻ چڙهڻ سبب بہ، درياءَ جي پاڻيءَ جي وڏيل ڪثافت گهٽ وڌ ٿيندي آهي. انهيءَ هوندي بہ تمام ٿورا انساني جسم اهڙا ٿين ٿا، جيڪي تازي يا وهندڙ پاڻيءَ ۾، پاڻمرادو وڃيو تَر وٺن. گهڻو ڪري هر ڪو جسم، جيڪو پاڻيءَ ۾ ليٽيل حالت ۾ ڪِرندو، اهو ترندو ئي رهندو. جيڪي ماڻهو اَڻ تارو آهن، انهن لاءِ پاڻيءَ ۾ سڀ کان بهتر حالت هيءَ آهي تہ اُهي پاڻيءَ ۾، نوان سنوان پيا رهن، انهن جو مٿو بہ پلي تہ پاڻيءَ ۾ ٻڏل هجي، البت وات ۽ نڪ

پاڻيءَ مان نڪتل هجن. اهڙيءَ حالت ۾ جسم، سواءِ ڪنهن ڪوشش ۽ تڪليف جي پاڻيءَ مٿان ترندو رهندو ۽ اهو به ضروري آهي ته ٿوريءَ ئي حرڪت يا چُرپر سبب، جسم پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويندو. مثال طور، جيڪڏهن هڪ هٿ پاڻيءَ کان مٿي رهجي ويو ته انهيءَ جي بار ڪري، سارو جسم هڪدم ٻڏي ويندو. يا جيڪڏهن اتفاق سان ڪنهن ترندڙ ننڍڙي ڪاٺ جوئي سهارو ملي ويو ته پوءِ سولائيءَ سان مٿو ڪڍي هيڏانهن هوڏانهن به ڏسي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ڪو شخص تارو نه آهي ته پوءِ هن جا هٿ پاڻيءَ کان مٿي ضرور اٿي ايندا ۽ هو پنهنجي مٿي کي پاڻيءَ کان ٻاهر رکڻ جي ڪوشش ڪندو. نتيجو هيءُ نڪرندو جو هن جو وات ۽ نڪ پاڻيءَ ۾ ٻُڏي ويندا، ۽ جيئن جيئن هو پاڻيءَ ۾ ساهه کڻڻ جي ڪوشش ڪندو، پاڻي هن جي ڦڦڙن ۾ به پرپو ويندو ۽ معدي ۾ به پهچي ويندو. پهرين ته اهڙي شخص جي جسم ۾ هوا ڀريل هئي ۽ هن جو جسم هلڪو هو، پر هاڻي جئين ته هوا جي جاءِ وٺي پاڻيءَ والاري، تنهن ڪري هن جو جسم ڳرو ٿي ويو. انهيءَ ئي فرق سببان، عام طرح ماڻهو ٻڏي ويندا آهن. پر جيڪڏهن اهو جسم ڪنهن اهڙي شخص جو آهي، جنهن ۾ هڏيون ته بيشمار آهن ۽ گوشت تمام نرم ۽ لِڳڙو آهي، ته اهڙيءَ حالت ۾ اهو ٻڏڻ کان پوءِ پاڻيءَ جي مٿان ترندو رهندو. جيڪڏهن ڪو جسم درياءَ جي تري ۾ ويهي رهي ته ايستائين مٿي نه ايندو، جيستائين ان جي وڌيڪ ڪثافت ڪنهن خاص سبب ڪري گهٽجي نه وڃي. اها حالت لاش جي ڳرڻ، سڙڻ يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري پيدا ٿي سگهي ٿي. جسم جي سڙڻ ڪري بدن ۾، هڪ قسم جي گئس پيدا ٿيندي آهي ۽ سڀيئي عضوا ڦوڪجي پوندا آهن، جنهن ڪري اهو ڏاڍو ڀوائتو نظر ايندو آهي. جڏهن جسم ڦوڪجي گول ٿي پوي ۽ انهيءَ جي پکيڙ به حد کان وڌيڪ ٿي وڃي. پر انهيءَ جي وزن ۾ ڪو به فرق نه ٿئي ته لاش جي وڌيڪ ڪثافت گهٽ ٿي ويندي ۽ اهو هڪدم پاڻيءَ جي مٿان تري ايندو. پر لاش جي سڙڻ جا به ڪيترائي سبب آهن، جن جي ڪري لاش جلد يا دير ۾ سڙي ٿو. مثال طور گرميءَ يا سرديءَ کان، صاف شفاف پاڻي يا ان ۾ ٻين ذاتن جي هجڻ کان، اونهي يا تراڪڙي پاڻيءَ کان يا بيٺل پاڻيءَ کان يا وهندڙ يا چوٽ پاڻيءَ کان، جسم جي مزاج کان، بيمار يا تندرست جسم کان گهڻو فرق پوي ٿو. ظاهر آهي ته اسين ڪنهن يقين سان نٿا چئي سگهون ته ڪيترن ڏينهن ۾، لاشو پاڻيءَ جي مٿان ترڻ لڳندو آهي. ڪن حالتن ۾ هڪ ڪلاڪ اندر ئي ائين ٿيڻ ممڪن آهي ۽ ڪن حالتن ۾ ممڪن آهي ته مرڳوائين ٿئي ئي نه- اسان کي خبر آهي ته ڪي ڪيميائي دوائون اهڙيون آهن، جن کي سُئيءَ وسيلي جسم ۾ پهچائڻ کان پوءِ، جسم

ڪڏهن سڙي نٿو سگهي ۽ هميشه پنهنجي اصلي حالت ۾ قائم رهي ٿو. مرڪيوري جي بائي ڪلورائڊ اهڙي ئي قسم جي دوا آهي، ڀيو ته جسم ۾ ڀين شين جي ڪري به گئس ٺهندو آهي ۽ عام طرح ٺهندو ئي آهي. مثال طور، معدي ۾ ڪاڏو وغيره موجود هجي ته اهو خمير ٿيڻ لڳي ٿو. انهيءَ سبب ڪان به لاش پاڻيءَ تي ترندو ايندو آهي. اهو پاڻيءَ جي لڏڻ جو هڪ عام مثال آهي. گولي جي ٺڪاءَ سان ڪنهن وقت (جڏهن ته لاش ڪي مٿاڇري تي آڻڻ لاءِ ٻيا به سبب هجن) لاشو گپ گاري جي ڏُڏڻ سبب به مٿي تري اچي ٿو. ڪڏهن ته اهو به ڏسڻ ۾ آيو آهي ته انهيءَ جي اثر ڪان سخت ۽ اَڪڙيل عضوا به نرم ۽ ڍرا ٿي پوندا آهن ۽ گئس جي ڪري جسم جا ڪي حصا سُجي پوندا آهن. انهن سيني حقيقتن جي روشنيءَ ۾، اسين لتائل جي دعويٰ جي سچائيءَ ڪي آسانيءَ سان پرکي سگهون ٿا.

تجربو اهو نٿو ٻڌائي ته لاش جي سڙڻ ۽ مٿي اچڻ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڇهن ڪان ڏهن ڏينهن جو عرصو گهرجي. سائنس ۽ تجربي. ٻنهي مان ثابت ٿئي ٿو ته لاش جو پاڻيءَ تي تري اچڻ لاءِ ڪو خاص وقت مقرر ڪونهي. انهيءَ ڪان سواءِ، جيڪڏهن گولي جي ٺڪاءَ سان ڪو لاش مٿي تري اچي ٿو، ته پوءِ اهو خودبخود ٻيهر نه ٻڏندو. جيستائين لاش ڦوڪجي ڦاٽي نه پوي، ۽ اهڙيءَ طرح انهيءَ ۾ ڀريل گئس خارج نه ٿي وڃي. ياد رکڻ گهرجي ته اهڙن لاشن ۾، جيڪي پاڻمرادو ٻڏي ويا هجن ۽ اهڙن لاشن ۾ جن کي قتل ڪرڻ ڪان پوءِ درياءَ ۾ اڇلايو ويو هجي وڏو فرق آهي. جيتوڻيڪ ايڊيٽر ڪي انهيءَ فرق جو علم آهي. پر هو انهن ٻنهي قسم جي لاشن ڪي هڪ جهڙو سمجهو ٿو. آءٌ توکي ٻڌائي آيو آهيان ته ٻڏندڙ شخص جو جسم خاص ڪري پاڻيءَ ڪان وڌيڪ ڳرو ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن هو هٿ پير هڻي، پنهنجا هٿ پاڻيءَ ڪان مٿي نه ڪڍي، يا پاڻيءَ ۾ مُنهنئون ساهه کڻڻ جي ڪوشش ڪندي هوا بدران، ڦڦڙن ۾ پاڻي نه ڀَري ته هن جو جسم ڪڏهن به ٻڏي نه سگهندو. پر جيڪڏهن مئل شخص جو لاشو، پاڻيءَ ۾ اڇلائجي ته نه اهو هٿ پير هڻندو ۽ نه وري مُنهنئون ساهه کڻڻ جي ڪوشش ڪندو. البت هن جي پيٽ ۾ پاڻي ڀرجي ويندو. عام طرح، اهڙيءَ حالت ۾ جسم نه ٻڏندو. لتائل انهيءَ حقيقت ڪان بلڪل بيخبر آهي ته جڏهن جسم پوريءَ طرح ڳري سڙي ويندو، يعني جڏهن گوشت هڏين ڪان جدا ٿي ويندو، تڏهن لاشو تري ۾، ويهي رهندو، نه ته نه.

انهيءَ ڪان پوءِ اسان ڪي هاڻي هن دليل ڪي ڏسڻو آهي ته جئين ته ٽن ڏينهن ڪان پوءِ لاشو پاڻيءَ تي تري آيو هو، تنهنڪري اهو ميري روزي جو نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن ميري روزي پاڻ ٻڏي ها ته عورت

هجڻ ڪري، سندس جسم جو پاڻيءَ ۾ وپيهي رهڻ ضروري نہ هو. يا جيڪڏهن اهو تري ۾ ويهي بہ وڃي ها تہ چوويهن ڪلاڪن يا انهيءَ کان گهٽ مدت ۾، پاڻيءَ تي تري اچي ها. پر ڪو بہ شخص ائين نٿو چوي تہ هوءَ ڪا ٻڏي مُئي. جيڪڏهن قتل کان پوءِ، هن جو لاش پاڻيءَ ۾ اڇلايو ويو آهي تہ اهو انهيءَ واقعي کان پوءِ، ڪنهن بہ وقت پاڻيءَ تي تري اچڻ کپندو هو. هوڏانهن لتائل جو چوڻ وري هيءُ آهي تہ جيڪڏهن زخميل ۽ ضربيل لاش اڱاري جي رات تائين، ڪناري تي رکيو ويو هجي ها تہ پوءِ اتي قاتلن جو بہ ڪو نشان هجڻ کپندو هو. پهرينءَ نظر ۾ انهيءَ جملي جو ڪو بہ مطلب سمجهہ ۾ نٿو اچي. حقيقت ۾ ايڊيٽر، انهيءَ اعتراض کان بچڻ گهري ٿو، جيڪو هن جي راءِ تي ٿي سگهيو ٿي. يعني هيءُ تہ لاشو ٻن ڏينهن تائين ڪناري تي رهڻ ڏنو ويو هو، جنهن ڪري اهو تمام جلدي سڙي ويو. پاڻيءَ ۾ غرق ٿيڻ ڪري، اهو ايترو جلدي نہ سڙي ها. هو ائين فرض ڪري ٿو تہ جيڪڏهن اها صورت هجي ها تہ لاشو اربع تي پاڻيءَ تي تري اچي سگهيو ٿي. اهوئي سبب آهي جو هن کي اها ڳالهہ ثابت ڪرڻ جو فڪر رهي ٿو تہ لاش کي ڪناري تي ڪونہ ڇڏيو ويو. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن لاش ڪناري تي ئي ڇڏي ڏجي ها، تہ پوءِ قاتلن جو بہ ڪو نشان اتي رهڻ کپي ها. آءٌ ڇاڻان ٿو تہ توکي انهيءَ بيوقوفيءَ جي دليل تي کِل ايندي هوندي، تون حيران هوندين تہ ڪناري تي گهڻو وقت لاش رهڻ ڪري، آخر قاتلن جي نشانين ۾ ڪهڙيءَ طرح واڌارو ٿيندو. اها ئي حالت منهنجي بہ آهي.

اڳتي هلي اها اخبار لکي ٿي تہ 'انهيءَ کان سواءِ، هيءَ ڳالهہ بہ بلڪل غير يقيني آهي تہ ڪو بدمعاش اهڙي خوفناڪ ڏوهہ ڪرڻ کان پوءِ، لاش کي بار ٻڌڻ کان سواءِ ئي درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو. جيتوڻيڪ هو سولائيءَ سان اهڙي قسم جي خبرداري ڪري سگهيو ٿي.'

"تون پاڻ ئي ڏس تہ ايڊيٽر جي بيان ۾ ڪيترو نہ مونجهارو آهي. ڪو بہ ماڻهو ۽ خود لتائل بہ ائين نٿو چوي تہ جيڪو لاش هٿ آيو آهي، تنهن کي قتل نہ ڪيو ويو هو. زخمن جا نشان بلڪل چٽا ۽ صاف آهن. ايڊيٽر صرف ايترو ثابت ڪرڻ جي فڪر ۾ آهي تہ جيڪو لاش مليو آهي، سو ميريءَ جو ڪونهي. هو دراصل ثابت ڪرڻ گهري ٿو تہ ميريءَ کي قتل نہ ڪيو ويو آهي. جيتوڻيڪ هن جي لفظن مان اهائي آخري ڳالهہ ثابت ٿئي ٿي. جيڪو لاش مليو آهي، انهيءَ سان ڪوبہ وزن ٻڌل نہ هو. جن قاتل اهو لاش پاڻيءَ ۾ اڇلايو. اهي انهيءَ سان ڪونہ ڪو بار ضرور ٻَڌي ڇڏين ها. تنهن ڪري انهيءَ مان، اهو نتيجو نڪري ٿو تہ قاتلن لاش کي درياءَ ۾ نہ اڇلايو. لتائل اخبار، سڃاڻڻ جي ذڪر ڪرڻ کان تہ بلڪل نٽائي

ڇڏيو ۽ جيڪا ڳالهه انهيءَ هڪ منٽ پهرين قبول ڪئي هئي، انهيءَ کان انڪار ٿي ڪري. اخبار لکي ٿي:

’اسان کي پورو يقين آهي تہ جيڪو لاش مليو آهي، سو انهيءَ مقتولہ جو آهي.‘

وري اهو هڪ مثال ڪونهي، جنهن ۾ ايڊيٽر بيخبريءَ ۾، پنهنجي ڪنهن اڳئين دليل کي رد ڪيو آهي. آءٌ توکي شروع ۾ ئي ٻڌائي چڪو آهيان تہ ايڊيٽر جي اهائي ڪوشش آهي تہ ڪنهن بہ طرح ميريءَ جي گم ٿي وڃڻ ۽ لاش جي هٿ اچڻ واري وقت کي، گهٽ ۾ گهٽ ڪري ڏيکاريو وڃي. پر انهيءَ هوندي بہ هو ان ڳالهہ تي گهڻو زور ڏئي ٿو تہ گهر مان نڪرڻ کان پوءِ، ڇوڪريءَ کي ڪنهن بہ نہ ڏٺو. هو چوي ٿو تہ ”اسان کي ڪو بہ اهڙو ثبوت نہ مليو آهي تہ ميري روزي 22 جون آچر ڏينهن، نائين وڳي کان پوءِ، جيئرن جي جهان ۾ هئي.“ جيئن تہ اهو دليل بلڪل هڪ طرفو آهي، تنهن ڪري انهيءَ ذڪر ڪرڻ کان ئي پاسو ڪيو وڃي ها. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص ميريءَ کي سومر يا اڱاري ڏينهن ڏٺو هجي ها تہ ذڪر ڪيل اها وچين مدت تمام گهٽجي گهٽجي وڃي ها، ۽ هن جي پنهنجي دليل مطابق اهو امڪان نہ رهي ها تہ لاش سچ پچ ميريءَ جو آهي. انهيءَ هوندي بہ هيءَ ڳالهہ عجيب ۽ اجائي آهي تہ لتائل انهيءَ تي ئي زور ڏيئي، ائين سمجهي ٿو تہ انهيءَ سببان سندس ذاتي خيال زياده وزندار ٿيندو.

ايڊيٽر جا اُهي لفظ پڙهڻ وٽان آهن، جيڪي هن بووي جي لاش سڃاڻڻ بابت لکيا آهن. ٻانهن جي وارن لاءِ لتائل جو بيان ننوليءَ سان ڀريل آهي. بووي ايترو بيوقوف نہ هو جو هو رڳو وارن کي ڏسي لاش کي سڃاڻي ها. هر ڪنهن ٻانهن تي وارَ هوندا آهن. حقيقت ۾ لتائل، بووي جي بيان کي مَروڙي سَروڙي پيش ڪيو آهي. وارن بابت بووي ضرور ڪا خاص ڳالهہ ٻڌائي هوندي. هن وارن جي رنگ، انهن جي گهاٽن يا ڇڊن يا انهن جي ڊيگهہ وغيره جو ضرور ذڪر ڪيو هوندو.

اڳتي هلي اخبار لکيو آهي تہ ”هن جو پير ننڍو هو، پر گهڻن ئي ماڻهن جا پير ننڍا هوندا آهن. جورابن ۽ جتين مان سڃاڻپ ممڪن ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ اهي ہيئي شيون هزارن لکن جي تعداد ۾ ٺهنديون آهن. ساڳيو دليل لاش جي ٽوپيءَ جي گُلن بابت ڏيئي سگهجي ٿو. بووي انهيءَ ڳالهہ تي وڏو زور ڏنو آهي تہ جوراب ڇڪي ٻڌل هئا، جيئن بڪيون ڇڳيءَ طرح ڊڪيل رهن. پر انهيءَ مان تہ ڪا بہ ڳالهہ ثابت نٿي ٿئي. عورتون تہ جوراب خريد ڪرڻ وقت انهن کي پائي نہ ڏسنديون آهن، پر وَيڙهيل سيڙهيل گهر

ڪٽي ويندا آهن ۽ ضرورت مطابق انهن کي گهٽ وڌ ڪندا آهن، جيئن پيرن ۽ ٻڪين ۾ پورا اچي وڃن.“

اسان کي ته اهي سيئي دليل پوڳ مثل لڳن ٿا. جيڪڏهن قد و قامت ۽ شڪل شباهت کان سواءِ، موسيو بووي کي لاش جي ٻانهن تي اهڙائي وار نظر اچن ٿا، جهڙا هُن ميريءَ جي ٻانهن تي ڏٺا هئا، ته پوءِ ضرور سندس انهيءَ راءِ کي پر- جهلو ملندو. جيڪڏهن لاش جا پير به ننڍا آهن، جيئن ميريءَ جا هئا، ته اهو امڪان ته لاش ميريءَ جو ئي آهي، حساب جي باقاعدي سان نه پر جاميٽريءَ جي قاعدي سان ٿيندو. وري اهو به ڏسو ته لاش جي پيرن ۾ جتيون به اهي ئي مليون جيڪي ميري گهر مان غائب ٿيڻ وقت پائي وئي هئي. هاڻي اهي جتيون ڪٽي هزارن لکن جي تعداد ۾ ٺهنديون ۽ وڪامنديون هجن، پر انهيءَ شاهديءَ سبب اوهان جي خيال کي البت يقين جو درجو ملڻ گهرجي. ڪا شيءِ پوءِ اها ڪٽي سجاڻپ جي علامت نه هجي، پر تصديق جي ڪري انهيءَ کي ثبوت ڪري ورتو ويندو. ٽوپيءَ ۾ لڳل گل به اهڙائي هئا، جهڙا ميريءَ پنهنجي ٽوپيءَ ۾ ٽاڪي چڙهيا هئا. هاڻي اسان کي ڪنهن ٻئي ثبوت جي ضرورت نه آهي. رڳو هڪڙو ئي گل هجي ها ته به ٺيڪ هو. ٻن- ٽن يا وڌيڪ گلن هجڻ سبب ته ڳالهه وڌيڪ پختي ٿي وڃي ها. هر نئين تصديق ڪيل ڳالهه، ڪنهن ٻئي ثبوت جو درجو نٿي رکي، پر اڳين ثبوتن کي ويتر وڌيڪ مضبوط ڪندي آهي. ساڳين ئي جورابن هجڻ ڪري، ڳالهه ايتري ته ويساهه واري ٿي پوي ٿي، جو ٻيو ڪو ثبوت هٿ ڪرڻ وڏي ناداني چئبو. ٻيو ته جوراب اهڙيءَ طرح پاتل هئا، جيئن گهر مان وڃڻ وقت ميري پائي نڪتي هئي. انهيءَ کان پوءِ ته ڪو ديوانو يا نادان ئي انهيءَ ڳالهه ۾ شڪ ڪري سگهندو. جورابن کي سوڙهو ڪرڻ واريءَ حقيقت کي لنٽائل هڪ معمولي ڳالهه ڪري ورتو آهي. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته هو غلطيءَ پٺيان غلطي ڪندو وڃي. گيٽرن وارا جوراب ته پاڻ لچڪيدار ٿيندا آهن، تنهن ڪري انهن کي ننڍو ڪرڻ ته بلڪ هڪ عجيب ڳالهه چئبي. جيڪا شيءِ خود چڪجي ٺيڪ ٿي بيهي. انهيءَ کي ننڍي يا وڏي ڪرڻ جي ضرورت گهٽ ٿيندي آهي. اهو رڳو اتفاق ئي چئبو جو ميريءَ جورابن کي ننڍي ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪئي. اها ڳالهه ئي هن حقيقت جو وڏو ثبوت ٿي سگهي ٿي ته لاش ميريءَ جو هو. اسان جو دليل رڳو اهو نه آهي ته لاش وٽ وڃايل ميريءَ جا جوراب يا هن جون جتيون يا هن جي ٽوپي پيل ملي يا هن جي ٽوپيءَ جا گل اهي ئي هئا يا ٻانهن تي خاص نشان ساڳيو ئي هو يا قد قامت ۽ شڪل شباهت ۾ هڪ جهڙائي هئي. اسان

جو دليل هيءُ آهي تہ هيترا سارا ثبوت هڪ ئي هنڌ موجود هئا. اسان جي خيال ۾ تہ خود لتائيل جي ايڊيٽر کي بہ انهيءَ لاش جو ميريءَ جي لاش هجڻ ۾ ڪوبہ شڪ نہ رهيو هوندو. انهيءَ اخبار جي ايڊيٽر رڳو وڪيلن واري ڪج بحثيءَ کان ڪم ورتو آهي، جيڪي رڳو عدالتي قانون جن ڳالهين کي شاهدي سمجهي رَد ڪري ٿي، انهن مان گهٽيون ڳالهيون عقل ۽ فهم مطابق زوردار ٿين ٿيون، ڇاڪاڻ تہ عدالت تہ رڳو ڪتابي قانونن مطابق شاهديءَ کي پرکيندي آهي، ۽ انهن کان ڪڏهن بہ انحرافي ڪرڻ پسند نہ ڪندي آهي. قاعدن ۽ قانونن جي اها انڌي پابندي، حقيقت کي ڳولي لهڻ جو يقيني وسيلو آهي. تنهن ڪري انهن جي پابندي درست ۽ ضروري آهي. پر ساڳئي وقت هيءَ ڳالهہ بہ ضروري آهي تہ انهيءَ سبب ڪري ڪن معاملن ۾ وڏيون وڏيون غلطيون بہ ٿي پونديون آهن. باقي رهيا اُهي شڪ ۽ شبها جيڪي بووي جي خلاف ظاهر ڪيا ويا آهن، انهن کي اسين سولائيءَ سان رَد ڪري سگهون ٿا. تون تہ هن شخص جي اصل فطرت کي هينئر سمجهي ويو هوندين. هو تہ هڪ خدائي فوجدار مثل آهي، جنهن جي طبيعت ۾ رومان کي وڌيڪ ۽ عقل کي گهٽ دخل آهي. اهڙو شخص جوش ۽ ڪاوڙ جي حالت ۾ هميشہ اهڙيون حرڪتون ڪندو آهي، جو سونجهڻو ۽ غلط راءِ رکڻ وارو شخص هڪدم هن کي شڪ جي نگاهہ سان ڏسندو. تنهنجين ياداشتن مان پتو پوي ٿو تہ موسيو بووي پاڻ لتائل جي ايڊيٽر سان وڃي مليو آهي ۽ سندس انهيءَ راءِ تي تہ 'اوهان جي نظريي ۽ دليلن جي هوندي بہ اهو لاش ميريءَ جو آهي.' ايڊيٽر ڪاوڙجي پيو. انهيءَ سبب ڪري ئي هن اخبار ۾ لکيو تہ "بووي انهيءَ لاش کي ميريءَ جو لاش چوڻ لاءِ ضد ڪري ٿو، پر انهن ڳالهين کان سواءِ، جن تي اسين پنهنجي راءِ ظاهر ڪري آيا آهيون، هو ڪوبہ اهڙو ثبوت ڏئي نہ سگهيو، جنهن جا پيا بہ قائل ٿي سگهن. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هن جيڪي بہ ثبوت ڏنا آهن، انهن جي ڪابہ اهميت ڪانهي. آءٌ اهو ئي چوندس تہ اهڙي قسم جي معاملن ۾ گهڻو ڪري ائين ئي ٿيندو آهي تہ ڪو بہ شخص ڪنهن حقيقت کي ڄاڻندي ۽ ان تي يقين ڪندي بہ اهڙو ڪو سبب پيش ڪري نہ سگهندو، جنهن جي ڪري ٻين ماڻهن کي پنهنجو هم خيال ڪري سگهي. ماڻهن جي ڄاڻ ۽ سمجهہ جون علامتون ڏاڍيون منجهيل هونديون آهن. مثال طور، هر ڪو شخص پنهنجي پاڙيسريءَ کي شڪل صورت مان سڃاڻندو آهي، پر اهڙو ڪو شخص ورلي ملندو، جيڪو انهيءَ سڃاڻپ جو سبب يا علامتون ٻڌائي سگهي. جيڪڏهن

موسيو بووي پنهنجي راءِ جي حق ۾ ڪو زوردار دليل پيش نہ ڪري سگهيو تہ انهيءَ تي لتائل جي ايڊيٽر کي اهڙيءَ طرح ناراض ٿيڻ نہ ڪپندو هو.

بووي جي شڪي حالتن تي ايڊيٽر جي انهيءَ راءِ بدران تہ هو انهي معاملي ۾ شايد ئي ڏوهاري هجي، منهنجي هيءَ راءِ وڌيڪ ٺهڪي اچي ٿي تہ هو روماني طبيعت رکندڙ خدائي فوجدار آهي. جيڪڏهن هڪ دفعو انهيءَ ڳالهہ کي قبول ڪيو وڃي تہ چاٻيءَ جي سوراخ ۾ گلاب جي گل هئڻ، تختيءَ تي ميريءَ جي نالي لکڻ، مرد مائٽن کي لاشي ڪان پري رکڻ ۽ لاش نہ ڏيکارڻ ۽ مادام ب- کي اها هدايت ڪرڻ تہ منهنجي واپس اچڻ تائين پوليس وارن سان ڪا ڳالهہ نہ ڪجانءِ وغيره. سڀئي ڳالهيون صاف ٿي اڳيان اچن ٿيون. ٻيو تہ هن شخص جي ڏادَ مٽرسي انهيءَ مان ظاهر آهي، جڏهن هن ڪلم ڪلا چيو تہ مون کان سواءِ ٻيو ڪو بہ شخص هن معاملي ۾ حصو نہ وٺي. مون کي يقين ٿئي ٿو تہ بووي بہ ميريءَ جي اُميدوارن مان هڪ هو ۽ هوءَ بہ هُن سان ناز ڪندي هئي. بووي تہ اهو بہ ظاهر ڪرڻ جو خواهشمند ڏسجي ٿو تہ ڇوڪري ساڻس چڱيءَ طرح ٺهيل هئي ۽ مٿس پورو پورو اعتبار بہ ڪندي هئي. انهيءَ باري ۾، آءٌ وڌيڪ ڪجهہ بہ چوڻ مناسب نٿو سمجهان. ڇاڪاڻ تہ شاهدين مان لتائل اخبار جو اهو بيان چڱيءَ طرح رد ٿي ويو آهي تہ ڇوڪريءَ جي ماءُ ۽ ٻين مائٽن بيپرواهيءَ ڪئي، جيتوڻيڪ هنن کي چڱيءَ طرح ڄاڻ هئي تہ لاش ميريءَ جوئي آهي. يعني آخري طرح اهو فيصلو ٿي چڪو تہ لاش ميريءَ جوئي آهي. هاڻي اسان کي اڳتي هلڻ گهرجي.

”ڀلا انهن راين بابت تنهنجو ڇا خيال آهي، جيڪي ’لي ڪمرشل‘ ظاهر ڪيا آهن؟“ مون پڇيو.

”هن معاملي ۾ جيترا بہ رايا ۽ نظريا ظاهر ڪيا ويا آهن، انهن سڀني کان وڌيڪ لحاظ قابل اهي ئي آهن. مقدمي مان جيڪي نتيجا ڪڍيا ويا آهن، اهي منطقي ۽ موقعي مطابق آهن، پر انهيءَ ۾ ٻن هنڌن تي ڪمزور شاهدين کي بہ آندو ويو آهي. لي ڪمرشل اهو چوڻ گهري ٿي تہ ميري پنهنجي ماءُ جي گهر کان اڃا ٿورو پري بہ نہ ويئي هئي تہ بدمعاشن مٿس حملو ڪري ڏنو. انهيءَ اخبار جو چوڻ آهي تہ اهو ناممڪن آهي تہ اهڙي ڪنواري ڇوڪري، جنهن کي ڪيترائي ماڻهو ڄاڻندا هجن، رستي تان ايترو پنڌ ڪري ۽ ڪيس ڪو بہ ڏسي نہ سگهي. حقيقت ۾ اهو خيال هڪ اهڙي شخص جو آهي جيڪو پئرس ۾ رهي ٿو. هن کي خبر آهي تہ پنهنجي آفيس مان نڪرڻ کان پوءِ، ٿورو ئي پنڌ ڪرڻ تي ڪو نہ ڪو ڄاڻ سڃاڻ وارو ملي ويندو آهي. تنهن ڪري پنهنجي انهيءَ واقفيت ۽ شناسائيءَ کي ذهن ۾

رکي، هن انهي عطر فروش ڇوڪريءَ سان پنهنجيءَ شهرت جو مقابلو ڪيو آهي. هو پاڻ ۾ ۽ انهيءَ ڇوڪريءَ ۾ ڪوبہ فرق محسوس نٿو ڪري ۽ هڪدم هن نتيجي تي پهچي ٿو تہ گهر مان ٻاهر نڪرڻ سان ئي مون وانگر انهيءَ ڇوڪريءَ کي ماڻهو سڃاڻي وٺندا. اها حالت فقط انهيءَ صورت ۾ درست ٿي سگهي ٿي، جڏهن ڇوڪري بہ اهڙي قسم جي خاص ۽ ننڍي علائقي مان هر روز لنگهندي هجي ها. ايڊيٽر سان تہ ڪيترائي ماڻهو ملندا هئا، جنهن ڪري هن جي سيني سان ڄاڻ سڃاڻ هئي. پر ميريءَ کي نہ پري پري وڃڻو پوندو هو. ٿي سگهي ٿو تہ هوءَ جنهن رستي تان روز لنگهندي هئي، انهيءَ جي بدران ڪنهن ٻئي رستي تان لنگهي هجي. لي ڪمرشل جي ايڊيٽر جي ذهن ۾، جيڪو مثال آهي، اهو انهيءَ حالت ۾ يقين قابل ٿي سگهيو ٿي، جڏهن ٻيئي شخص سڄي شهر ۾ گهمندا ڦرندا هجن. مطلب تہ منهنجي راءِ هيءَ آهي تہ انهيءَ ڏينهن ميري انهن ڪيترن ئي رستن مان جيڪي هن جي گهر ۽ چاچيس جي گهر جي وچان اچن ٿا، ڪنهن اهڙي رستي تان ۽ اهڙي وقت لنگهي هوندي، جو ڪيس رستي ۾ ڪوبہ اهڙو ماڻهو نہ مليو هوندو، جنهن کي هوءَ سڃاڻندي هجي يا اهو ڪيس سڃاڻندو هجي. هن معاملي کي صحيح روشنيءَ ۾، ڏسڻ لاءِ هيءَ ڳالهہ بہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ پئرس جي هيڏي ساري آباديءَ جي ڀيٽ ۾ ڪنهن تمام مشهور ماڻهوءَ جي ذاتي دوستن جو تعداد ڪيترو نہ گهٽ هوندو.

لي ڪمرشل جو ڪڍيل نتيجو، هڪ ٻئي سبب ڪري بہ شڪي ٿو لڳي. انهيءَ اخبار جو چوڻ آهي تہ ڇوڪريءَ جي گهران نڪرڻ وقت، رستن تي ماڻهن جا گوڙ هئا. جيتوڻيڪ اهو سراسر سچ ڪونهي. ميري صبح جو نائين وڳي گهران نڪتي هئي. آچر جي ڏينهن کان سواءِ، باقي ڏينهن تي صبح جو نائين وڳي بازار ۾ ماڻهن جو گوڙ ٿي سگهي ٿو، پر آچر جي ڏينهن انهيءَ وقت تہ ماڻهو، پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ ديول وڃڻ لاءِ تياريون ڪندا آهن. اهو تہ هر ڪنهن ڏٺو هوندو تہ آچر جي ڏينهن صبح جو ائين وڳي کان ڏهين وڳي تائين گهٽين ۽ بازارن ۾ ڪو ڪو ماڻهو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. البت ڏهين ۽ يارهين وڳي جي وچ ۾ سو گوڙ گهمسان چڱو هوندو آهي، پر نائين وڳي تہ گهٽيون ۽ رستا خالي هوندا آهن.

انهيءَ کان سواءِ هڪ ٻيءَ جاءِ تي بہ لي ڪمرشل جو مشاهدو، ڪمزور ڏسڻ ۾ اچي ٿو. انهيءَ اخبار لکيو آهي تہ بدنصيبت ڇوڪريءَ جي چولي مان بہ فوٽ ڊگهي ۽ هڪ فوٽ ويڪري پٽي ڦاڙي، ڪاڏيءَ جي هيٺان ۽ ڳچيءَ جي چوڌاري ٻڌي ويئي هئي تہ جيئن هوءَ رڙيون نہ ڪري سگهي. اهو اهڙن ماڻهن جو

ڪم آهي، جن وٽ شايد ڪيسي وارا رومال نہ هئا. اخبار جو اهو خيال ڪيتري قدر درست آهي، اهو تہ پوءِ ڏسنداسون. پر اهڙن ماڻهن مان "جن وٽ ڪيسي وارا رومال نہ هئا"، ايڊيٽر جو مطلب هيٺئين طبقي جي بدمعاشن سان آهي. جيتوڻيڪ اهڙي قسم جي ماڻهن جي تَن تي قميص هجي يا نہ هجي، پر وَٽن رومال ضرور هوندو آهي. اوهان هن سال جي حادثن مان اهو تہ ضرور ڏٺو هوندو تہ بدمعاشن وٽ رومال ضرور رهندا آهن.

هاڻي اچو ٻيءَ ڳالھ تي. اوهان پاڻ ڏٺو تہ لاش چڪاسڻ ۾ ڪيتري نہ دير ڪئي ويئي هئي. سچاڻپ تہ هڪدم ٿي ويئي هئي يا ٿي وڃڻ ڪپندي هئي. پر ساڳئي وقت ٻيون ڳالهيون بہ معلوم ڪرڻ ڪپنديون هيون. مثال طور مقتولہ کي لُٽيو ڦريو بہ ويو هو يا نہ؟ يا گهران نڪرڻ وقت هن کي ڪو زيور وغيره پيل هو؟ جيڪڏهن هائو تہ ڇا لاش سان گڏ اهي شيون بہ مليون؟ اهي اهڙا تہ اهم ۽ خاص سوال آهن. جن بابت شاهدن جي بيان ۾ ڪجھ بہ ڇاڻايل ڪونهي. ٻيون بہ انهن وانگر ڪيتريون ئي اهم ۽ ضروري ڳالهيون آهن، جن ڏانهن ڪنهن بہ ڌيان نہ ڏنو.

مون پنهنجي ذهن ۾ جيڪا تجويز سوچي آهي، تنهن ۾ اسين في الحال انهيءَ دُکدائڪ حادثي جي اندروني نُڪتن کي ڇڏي ڏينداسون. اسين پنهنجو سمورو ڌيان ٻاهرين ۽ ظاهري ڳالهين تائين محدود رکنداسون. اهڙي قسم جي جانچ ۾ عام طرح جيڪا غلطي ڪئي وڃي ٿي، اها هيءَ تہ جانچ جو سارو دارومدار سنئون سڌو واسطو رکندڙ ڳالهين تي هوندو آهي ۽ پري ۽ غير متعلق ڳالهين کي بنھ نظر انداز ڪيو ويندو آهي. اها بدعت عدالتن جي آهي جو واسطيدار ڳالهين بابت ئي شاهدي ورتي وڃي ٿي ۽ بحث ڪيو وڃي ٿو. پر تجويز ٻڌائي ٿو تہ جيڪڏهن انسان غور ۽ ڌيان کان ڪم وٺي تہ هن نتيجي تي پهچندو تہ سچائيءَ جا اُهڃاڻ انهن ڳالهين ۾ ملندا، جيڪي ظاهريءَ طرح غير متعلق هونديون آهن. نئين سائنس تہ اَڻ ڏٺل حقيقتن جي عمل کي بہ مڃڻ شروع ڪيو آهي. شايد تہ تو منهنجو مطلب نہ سمجهيو. انساني علم جي تاريخ مان پتو پوي ٿو تہ اڪثر ۽ اهم ڪوجنائون، غير متعلق يا اتفاقي يا حادثاتي ڳالهين جي ڪري ئي وجود ۾ آيون ۽ اسان لاءِ اهو ضروري ٿي پيو آهي تہ اسين انهن اتفاقي وجود ۾ آيل ڪوجنائن کي، جيڪي اميد جي دائري کان ٻاهر آهن نہ صرف اهميت ڏيون، پر سيني کان مٿي بہ رکون. هاڻي تہ اهو اصول بلڪل غلط ثابت ٿي ويو آهي تہ ماضيءَ تي مستقبل جو قياس ڪيو وڃي. حادثو تہ هاڻي هڪ بنيادي عمل ٿي پيو آهي ۽ اتفاق بہ هاڻي اندازي

جي حدن ۾ اچي ويو آهي. اسين اَڻ ڏٺل ۽ اَڻ سوچيل ڳالهين کي رياضيءَ جي فارمولي وانگر حقيقت مڃون ٿا.
آءٌ وري به چوان ٿو ته اها حقيقت آهي ته سچائيءَ جا اُهڃاڻ فقط غير متعلق ڳالهين ۾ ئي ملي سگهندا. انهيءَ اصول مطابق آءٌ پنهنجيءَ جانچ جو دارومدار اصل واقعي جي بدران، جنهن جو ايتريءَ ساري جانچ کان پوءِ به ڪو نتيجو حاصل نه ٿيو آهي، انهن حالتن تي رکندس، جن جي اثر هيٺ اهو حادثو ٿيو. تون ٿورو انهن قسم نامن جي ڪوڙ سچ جي جانچ ڪر ته آءٌ هنن اخبارن کي ڏسي وٺان. في الحال ته اسان رڳو شروعاتي جانچ ڪئي آهي، پر مون کي پڪ آهي ته جيڪڏهن آءٌ ڇپيل مواد جو پنهنجي طريقي جي تفصيل سان جائزو وٺان ته اسان کي ڪي اهڙا نُڪتا ملي ويندا، جيڪي خودبخود اسان جي جانچ لاءِ رستو ٺاهيندا ويندا.“
ڊوپن جي تجويز مطابق، مون قسم نامن جي جانچ شروع ڪئي. انهيءَ مان انهن جي سچائي ۽ سينٽ اسٽاش جي بيگناهي ثابت ٿي ويئي. هوڏانهن منهنجو دوست اخبارن جي فائيلن ۾ غرق ٿي ويو. سچ پڇو ته مون کي هن جي اها ڪوشش بلڪل اجائي پئي لڳي. پر هفتي کن کان پوءِ هن اخبارن جا هيٺ ڏنل حصا آڻي منهنجي اڳيان رکيا:
”ساڍا ٽي سال اڳ به جڏهن اها ڇوڪري ميري روزي، عطر فروش موسيوليبلانڪ جي دڪان تان گم ٿي ويئي هئي، تڏهن به اهڙي قسم جو ٿَرٿلو مچي ويو هو. پر سڄو هفتو گم رهڻ کان پوءِ، هوءَ وري انهيءَ دڪان تي بيٺل نظر آئي. سواءِ انهيءَ جي ته سندس چهرو ٿورو هيڊو ڏسڻ ۾ پئي آيو، منجهس پيو ڪو به فرق نه هو. ڇوڪريءَ جي ماءُ ۽ موسيوليبلانڪ اهو عذر ڏنو هو ته هوءَ ٻهراڙيءَ ۾ پنهنجي ڪنهن مائٽ جي گهر ويئي هئي. اهڙيءَ طرح جلد ئي معاملي کي رفعي دفعي ڪيو ويو هو. اسان جو خيال هيءُ آهي ته موجوده غير حاضري به اهڙي ئي قسم جي هوندي ۽ هفتي يا مهيني کان پوءِ ميري واپس موٽي ايندي.“ (شام جي اخبار، مورخ 23-جون)
”ڪالهه شام جو نڪرندڙ هڪ اخبار ۾، مادموازل روزيءَ جي پهريون ڀيرو گم ٿي وڃڻ جي واقعي جو ذڪر ڇپيو آهي. سيني کي خبر آهي ته ليبلانڪ جي عطر جي دڪان تان غير حاضريءَ واري عرصي ۾، هوءَ هڪ نوجوان بحري عملدار وٽ رهي آهي، جيڪو پنهنجي بدمعاشيءَ سبب گهڻو بدنام آهي. پر پوءِ هنن جو پاڻ ۾ تڪرار ٿي پيو، جنهن ڪري هوءَ واپس گهر موٽي آئي. اسان کي انهيءَ شخص جي

نالي جي ڄاڻ آهي ۽ هو في الحال پئرس ۾ ٽي رهيل آهي. اسان اهو نالو ڇاپي نٿا سگهون، جنهن لاءِ ظاهري طرح ڪيترائي سبب آهن-" (لي مرڪيور، مورخ 24 جون)

"ٽيون ڏينهن هن شهر جي پسگردائي ۾، هڪ نهايت هيبتناڪ قسم جو حادثو ٿيو هو. ٿيو هيئن ته هڪ صاحب پنهنجيءَ زال ۽ ڌيءَ سان گڏ، سج لهڻ وقت 'سين درياءَ' جي ڪناري تي پهتو، جتي ڇهه نوجوان هڪ ٻيڙيءَ جي ويجهو پئي ڦريا. انهيءَ شخص ڀرين ٻيڙيءَ واري سان درياءَ پار پهچائڻ لاءِ ڀاڙو ٻوليو. درياءَ- پار پهچي اهو صاحب پنهنجي زال ۽ ڌيءَ سميت ٻيڙيءَ مان لٿو ۽ هليو ويو. اُتي ايترو پري هليا ويا هئا جو اتان ٻيڙي ڏسڻ ۾ نٿي اچي سگهي. اتي پهچي ڇوڪريءَ کي ياد پيو ته سندس ڇٽي ٻيڙيءَ ۾ ئي رهجي ويئي آهي، تنهن ڪري هوءَ اها کڻڻ لاءِ واپس ويئي، جتي انهن نوجوانن هن کي جهلي ورتو ۽ ٻيڙيءَ ۾ ويهاري وچ درياءَ ۾ وٺي ويس. هُنن هن جو وات ٻڌي ڇڏيو ۽ هن سان جانورن جهڙو سلوڪ ڪيو. پوءِ هنن ڪيس ڪناري تي انهيءَ هنڌ کان ٿورو پري ڇڏي ڏنو، جتان هوءَ پنهنجي ماءُ پيءُ سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي هئي. اهي بدمعاش اڃا تائين گم آهن، پر پوليس هنن جي پٺيان آهي ۽ جلد ئي انهن مان ڪنهن نه ڪنهن کي ضرور گرفتار ڪندي." (صبح جي اخبار، مورخ 25 جون)

"اسان کي ٻه اهڙا خط مليا آهن، جن ۾ تازو ٿيل ڏوهه جو ذميوار منائي ڪيس ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، پر جيئن ته قانوني جانچ ۽ منائي صاحب کي بلڪل ڇڏي ڏنو ويو آهي ۽ اسان جي ڪيترن ئي خطن جا دليل معاملي کي سمجهڻ بدران جوش ۽ جذبي تي ٻڌل ڏسجن ٿا، تنهن ڪري اسين انهن خطن کي ڇاپڻ مناسب نٿا سمجهون." (صبح جي اخبار، مورخ 28- جون)

"اسان کي جدا جدا ماڻهن وٽان هن قسم جي مضمون جا زورائتا خط پهتل آهن، ته بدنصيب ميري پڪ سان بدمعاشن جي ڪنهن ٽولي جي ڏاڍائيءَ جو شڪار ٿي ويئي آهي، جيڪو آچر ڏينهن شام جو شهر جي پسگردائيءَ ۾ رلندو وتندو آهي. اسان جي پنهنجي خيال مطابق به حقيقت اها آهي. اسين انهن مان ڪي دليل سياڻي جي اخبار ۾ ڇاپينداسون." (شام جي اخبار مورخ 31- جون)

"سومر ڏينهن هڪ ميربحر، جيڪو ڊِل- ڪاٽي ۾ ملازم آهي، 'سين درياءَ' ۾ خالي ٻيڙي ويندي ڏٺي، جنهن جا سِڙهه لٿل هئا، ميربحر انهيءَ ٻيڙيءَ کي ڇِڪي بندرگاهه تي وٺي آيو. ٻئي ڏينهن صبح جو

کو ماڻهو انهيءَ کي اُتان ڪولي وٺي ويو ۽ ڪنهن کي به خبر نه پيئي. البت انهيءَ ٻيڙيءَ جا وَنجهه، ڪاتي جي آفيس ۾ ٺي پيا آهن.“ (لي ڊليجنس، 26- جون)

مون اخبارن جي مٿين حصن کي پڙهيو. اهي مون کي نه رڳو غير متعلق پئي لڳا، پر مون کي اهو به سمجهه ۾ نه آيو ته زير غور حادثي ۾، اهي ڪهڙيءَ طرح ۽ ڪيئن مدد ڪري سگهن ٿا. مون وضاحت ڪندي ڊوپن کي چيو:

”منهنجو ارادو في الحال پهرئين ۽ ٻئي حصي تي ڌيان ڏيڻ جو ڪونهي. مون انهن کي نقل ڪري ڇڏيو آهي جيئن توکي خبر پوي ته اسان جي پوليس ڪيتري نه غافل ۽ ڪوتاهه نظر آهي جو، ذڪر ڪيل بحري عملدار بابت ڪنهن به قسم جي جانچ ڪرڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي ويئي آهي. ائين چوڻ بلڪل بيوقوفي آهي ته ميريءَ جي پهرئين ۽ ٻئي ڀيري گم ٿي وڃڻ جي واقعن ۾، ڪوبه تعلق فرض ڪري نٿو سگهجي. اسان کي اهو قبول ڪرڻ گهرجي ته پهرئين واقعي کان پوءِ، عاشقن ۾ سندن محبوبه جي وچ ۾ نفاق ٿي پيو هو ۽ محبوبه به يعني اُها ڇوڪري واپس اچي ويئي هئي. هاڻي هينئر ٻئي ڀيري گم ٿيڻ جي واقعي (شرط هيءُ ته اسان کي معلوم ٿئي ته هن ڀيري به گم ٿي وڃڻ جو ئي واقعو آهي) کي ڪنهن ٻئي شخص جي ڪارروائي سمجهڻ، بدران، ائين سمجهڻ گهرجي ته پهرئين عاشق پنهنجي تعلقات کي ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهو پهرينءَ محبت جو نئون رُخ آهي. انهيءَ کي عشق جو نئون واقعو نه سمجهڻ گهرجي. انهيءَ ڳالهه جو امڪان ته انهيءَ ساڳئي شخص، جيڪو ميريءَ کي پهرين به ڀڄائي ويو هو، هينئر به ميريءَ کي ڀڄي هلڻ لاءِ اَپاريو هجي، انهيءَ امڪان کان ڍهوڻو وڌيڪ آهي ته هن کي ڪو ٻيو ماڻهو ڀڄائي ويو آهي. هتي آءٌ توکي اها ڳالهه به ياد ڏيارڻ گهران ٿو ته پهرئين معلوم ٿيل واقعي ۽ ٻئي فرض ڪيل واقعي جي وچ ۾ جيڪو عرصو آهي، اُهو اسان جي فوجين جي ساموندي سفر جي عام عرصي کان رڳو ٻه- ٽي مهينا وڌيڪ آهي. شايد عاشق جو منصوبو انهيءَ ڪري وچ ۾ ئي رهجي ويو هو، جو کيس ساموندي سفر تي روانو ٿيڻو هو ۽ هن پنهنجي انهيءَ سفلي ارادن کي پورو ڪرڻ لاءِ، واپس اچڻ تي پهرئين موقعي مان فائدي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، انهن ڳالهين جي اسان کي ڪابه خبر ڪانهي.

تون چئي سگهين ٿو ته ٻئي ڀيري عاشق جو محبوبه کي ڀڄائي وڃڻ وارو فرضي واقعو غلط آهي. اهو قبول به ڪجي، پر ڇا اسين چئي سگهون ٿا ته انهيءَ ۾ عشق جي ناڪاميءَ کي ڪوبه دخل ڪونهي؟



Gul Hayat Institute

سينٽ استاش (۽ شايد بووي) کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ظاهر ظهور عزت وارو ماڻهو ميريءَ سان شادي ڪرڻ لاءِ اُميدوار نظر نٿو اچي. اسان تہ هڪ بہ ٻئي شخص لاءِ انهيءَ باري ۾ هڪ لفظ بہ نہ ٻڌو آهي. پوءِ اهو لڪل عاشق ڪير آهي، جنهن بابت ڇوڪريءَ جا مائٽ سيني نہ تہ بہ ڪيترائي ڪجهہ بہ نٿا ڄاڻن. پر جنهن سان ڇوڪري آچر ڏينهن صبح جو ملندي آهي ۽ جنهن تي ڇوڪريءَ کي ايترو ڀروسو آهي، جو هوءَ بيرير دورون جي ڪنڊ ۾، شام تائين چپ چاپ هن سان گڏ رهڻ ۾ ڪوبہ هرج نٿي سمجهي؟ اهو لڪل عاشق ڪير آهي؟ اها ڳالهہ ڪيترن ئي مائٽن کي بہ معلوم ڪانهي، وري جنهن وقت ميري وئي پئي، تہ مادام روزيءَ جي واتان نڪتل هي لفظ تہ ”شايد هاڻي ميريءَ جو منهن ڏسڻ مون کي نصيب نہ ٿئي“- ڪهڙو مطلب رکن ٿا؟

پر جيڪڏهن اسين اهو فرض نٿا ڪري سگهون تہ ڇوڪريءَ جي ڀڄي وڃڻ جي ارادي جي مادام روزيءَ کي اڳ ۾ ئي خبر هئي تہ ڇا اسين اهو بہ فرض نٿا ڪري سگهون تہ ڇوڪريءَ جو اهوئي ارادو هو؟ گهر مان وڃڻ وقت هن ٻڌايو هو تہ آءٌ درومي گهٽيءَ ۾، پنهنجي چاچيءَ وٽ وڃان ٿي ۽ هن سينٽ استاش کي درخواست ڪئي هئي تہ شام جو مون کي وٺڻ اچجانءِ. پهرين تہ اها ڳالهہ منهنجي فرض ڪيل خيال کي رد ڪندي معلوم ٿيندي. پر ٿورو ٿڌيءَ دل سان سوچڻ گهرجي. اسين هيءَ ڳالهہ ڄاڻون ٿا تہ هوءَ، ڪنهن ماڻهوءَ سان ملي ۽ ساڻس گڏ درياءَ پار وئي ۽ بيريروي رول جي جاءِ تي ٽنپهرن جو ٽين وڳي پهتي. پر انهيءَ ذڪر ڪيل شخص سان گڏجي وڃڻ جي حامي ڀرڻ وقت (ڪٿي اها ڪهڙي مقصد لاءِ بہ هجي ۽ اهو مقصد هُن جي ماءُ کي معلوم هو يا نہ) هن ضرور سوچيو هوندو تہ آءٌ گهران نڪرڻ وقت ڇا ٻڌائي آئي آهيان ۽ شام جو جڏهن مقرر وقت تي منهنجو مڱيندو، سينٽ استاش، مون کي وٺڻ ايندو تہ هن کي خبر پوندي تہ آءٌ هت آئي بہ ڪين هيس ۽ جڏهن اها پريشان ڪندڙ خبر ڪٺي هو گهر موٽندو، تڏهن پتو پوندس تہ آءٌ گهر مان بہ اجان تائين گم آهيان. انهيءَ تي هن جي حيرانيءَ جي ڇا حالت ٿيندي ۽ سندس دل ۾ ڪهڙا شڪ شبها پيدا ٿيندا؟ ميريءَ اهي ڳالهيون ضرور سوچيون هونديون، هن پڪ سان سينٽ استاش جي حيرانيءَ ۽ ڪاوڙ ۽ ٻين ماڻهن جي دلين ۾، شڪ پيدا ٿيڻ جي امڪانن کي پنهنجي اڳيان رکيو هوندو. پر جيڪڏهن اسين هيءُ فرض ڪريون تہ هوءَ واپس نہ اچڻ جي ئي ارادي سان ويئي هئي تہ پوءِ ماڻهن جي شڪن شبهن ۽ ڳالهين جي پرواهہ ڪرڻ جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

هاڻي ٿورو ويچار ڪريو ته هن ڪهڙي بنياد تي سوچڻ شروع ڪيو هوندو- ’مون کي پڇي وڃڻ لاءِ يا ڪنهن ٻئي مقصد لاءِ جنهن جي فقط مون کي ئي ڄاڻ آهي. هڪ خاص شخص سان ملڻو آهي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته پَتَ ۾ ڪَٻر نه پوي، يعني اسان کي ايترو وقت ملڻ گهرجي جو پُٽ وڃن ته اسان کي ڳولي نه سگهن. انهيءَ لاءِ ته آءٌ اهو بهانو ڪريان ته آءٌ دورمي گهٽيءَ ۾، پنهنجي چاچيءَ وٽ وڃان ٿي ۽ سڄو ڏينهن اُتي رهنديس. آءٌ سينٽ استاش کي چونديس ته شام ڪان پهرين مون کي وٺڻ نه اچي. ڪنهن به قسم جي شڪ شبهي پيدا ڪرڻ کان سواءِ، گهر مان گهٽي ۾ گهڻو وقت غير حاضر رهڻ لاءِ، اهو ئي بهانو ٿي سگهي ٿو. ٻيءَ صورت ۾ مون کي ڪڏهن به ايتري مهلت ۽ فرصت ملي نه سگهندي. جيڪڏهن آءٌ سينٽ استاش کي اهو چوان ته مون کي سج لٿي کان پوءِ اچي وٺي وڃجانءِ ته هو انهيءَ کان پهرين نه ايندو. پر جيڪڏهن آءٌ هن کي ڪجهه به نه چوان ته پوءِ سيئي سوچيندا ته آءٌ جلد گهر واپس موٽي ايندس، ۽ منهنجي غير حاضر رهڻ ڪري، هنن کي ڳڻتي ۽ فڪر وڪوڙي ويندو ۽ اهڙيءَ صورت ۾ منهنجي پڇي نڪرڻ جو موقعو هٿان نڪري ويندو. ٻي ڳالهه هيءَ ته جيڪڏهن منهنجي واپس موٽي اچڻ جو ارادو هجي ۽ مون کي ذڪر ڪيل شخص سان رڳو گهمڻو ڦرڻو هجي ته آءٌ سينٽ استاش کي ڪڏهن به نه چونديس ته مون کي وٺي وڃي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن هو مون کي وٺڻ لاءِ ايندو ته سموري ڳالهه کُلي پوندي. انهيءَ کي روڪڻ جو فقط هڪڙو طريقو هيءُ آهي ته آءٌ اطلاع ڪرڻ کان سواءِ ئي، گهر مان وڃان ۽ شام جو گهر اچي بهانو ڪريان ته آءٌ چاچيءَ سان ملڻ لاءِ دورمي گهٽيءَ تائين ويئي هيس. پر جيئن ته منهنجو ارادو هيءُ آهي ته آءٌ وري ايندي، جيسائين لِڪائڻ جون سڀ شيون لڪائي نه ڇڏيان- تنهن ڪري في الحال مون کي هيءُ سوچڻ گهرجي ته گهٽي ۾ گهٽي مهلت ڪهڙي طرح ملي سگهي ٿي.“

”تو پنهنجي ياداشتن ۾ لکيو آهي ته هن معاملي ۾ ماڻهن جي عام راءِ هيءَ آهي ۽ شروع کان ئي هي رهي آهي ته ڇوڪري بدمعاشن جي ڪنهن ٽولي جي هٿ چڙهي ويئي. ڪن حالتن ۾ عوام جي راءِ کي نظرانداز نه ڪرڻ گهرجي، پر شرط هيءُ آهي ته اهڙي راءِ پاڻمرادو پيدا ٿئي، انهيءَ وقت خلق جي بيان کي غيبي آواز سمجهيو ويندو. آءٌ انهيءَ راءِ جي فيصلي جي پابندي ڪندس. پر شرط هيءُ آهي ته راءِ ماڻهن جي پنهنجي هجي، جنهن کي پرکڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ائين ٿو لڳي ته هن معاملي ۾ بدمعاشن جي ٽولي جي ڏوهه ڪرڻ جو خيال اهڙي قسم جي ٻئي واقعي مان پيدا ٿيو آهي، جيڪو اخبار جي

ٽئين حصي جو موضوع آهي. ميريءَ جي لاش ملڻ سبب جيڪا جوان آهي، خوبصورت آهي ۽ بدنام آهي، ساري پئرس شهر ۾ هڪڙو ترٿلو مچي ويو آهي. اهو لاش درياءَ ۾ ترندو مليو آهي ۽ انهيءَ تي اهڙا نشان موجود آهن، جن مان چئي سگهجي ٿو ته هن سان ڏاڍائي ۽ زبردستي ڪئي ويئي آهي. هاڻي ڳالهه کلي ٿي ته عين انهيءَ وقت يا انهيءَ کان ٿورو اڳ، جڏهن ميريءَ کي قتل ڪيو ويو، اهڙي ئي قسم جي پر ٿوري گهٽ دست درازي نوجوان بدمعاشن جي هڪ ٽولي هڪ ٻيءَ نوجوان ڇوڪريءَ سان به ڪئي. جيڪڏهن اهڙي قسم جو هڪ معلوم حادثو اهڙي ئي قسم جي ٻئي نامعلوم حادثي جي سلسلي ۾ ماڻهن جي راءِ تي اثر وجهي ته انهيءَ ۾ عجب ڪائڻ نه گهرجي. عام راءِ کي رهنمائيءَ جي ضرورت هئي ۽ ٻئي واقعي انهيءَ لاءِ اڳ ۾ ئي ميدان ٺاهي ڇڏيو. جنهن درياءَ ۾ ميريءَ جو لاش ترندو نظر آيو، انهيءَ ۾ ئي ٻيءَ ڇوڪريءَ سان به اهڙي ئي قسم جو حادثو ٿيو هو. انهن ٻنهي واقعن ۾، اهڙي ته هڪ جهڙائي آهي، جو جيڪڏهن ماڻهو هڪ جو ٻئي تي قياس نه ڪن ها ته تعجب ٿئي ها. پر حقيقت هيءَ آهي ته جيڪڏهن انهن حالتن هيٺ هڪ حادثي جو ٽي پوڻ ثابت ٿيو آهي، ته انهيءَ جو مطلب هيءُ آهي ته انهيءَ وقت جي ويجهو جيڪو ٻيو حادثو ٿيو آهي، اُهو ڪنهن ٻئي طريقي تي ٿيو هوندو، اهڙو اتفاق ته معجزو ئي ٿي سگهي ٿو ته هڪ علائقي ۾ بدمعاشن جو هڪ ٽولو هڪ ڇوڪريءَ کي پنهنجي ظلم جو نشانو بنائي ٿو ته ٻيو اهڙي ئي قسم جو ٽولو، انهيءَ شهر جي اهڙي ئي علائقي ۾، اهڙين ئي حالتن هيٺ، ساڳين وسيلن ۽ هٿيارن سان عين انهيءَ وقت اهڙي قسم جي سنگين ڏوهه جي حرڪت ڪري ٿو. ڇا عام راءِ تي انهن اتفاقي هڪجهڙائين جو اثر نه ٿيو هوندو؟ جي هائو ته پوءِ انهيءَ جي پيروي ڪهڙيءَ طرح ڪئي ويجي؟

هاڻي سوال رهي ٿو ته انهيءَ جاءِ جو جتي قتل جو واقعو ٿيو، يعني بيرير دورول ۾، وڻن جي هڪ جهڳٽي ۾. اتي جيتوڻيڪ وڻ تمام گهاٽا آهن، پر اها جاءِ عام رستي جي بلڪل ويجهي آهي. اتي ٽي- چار اهڙي قسم جا وڏا پٿر پيل هئا، جن تي ماڻهو ٽيڪ ڏيئي، ٽنگون ڊگهيري آرام سان ويهي سگهي ٿو. انهن مان سپ کان مٿئين پٿر تي هڪ پيٽي ڪوٽ جو اڇو ڪپڙي جو ٽڪر مليو. ٻئي پٿر تي هڪ ريشمي گلا- بند هٿ آيو. اتي ئي هڪ ڇٽي، دستانا ۽ هڪ رومال به مليو. جنهن تي ميري روزيءَ جو نالو پرت ۾ پريل هو. اوسي پاسي جي وڻن ۾ ڪپڙن جا ٽڪرا به مليا. زمين پيرن سان چڳيءَ

طرح لتاڙيل هئي، وٽن جون تاريون ٽُٽل هيون ۽ ٻيا به اهڙا ڪيترائي نشان هئا، جن مان خبر پيئي ٿي ته اتي چڱي خاص ڇڪتاڻ ٿي آهي.

انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته انهيءَ جاءِ تي، خبر پوڻ تي اخبارن زور شور سان لکيو ۽ سڀني قبول ڪيو ته اهائي ڏوهه جي اصل جاءِ آهي. انهيءَ هوندي به هيءَ حقيقت آهي ته انهيءَ ڳالهه تي شڪ ڪرڻ لاءِ ڪي جائز سبب موجود آهن. ڇا قتل جي جاءِ اهائي آهي؟ آءٌ انهيءَ تي يقين ڪريان يا نه پر شڪ ڪرڻ لاءِ ڪيترائي جائز سبب آهن- جيئن لي ڪمرشل اخبار لکيو آهي. جيڪڏهن حادثو سچ پچ پيوي سينٽ اَندري گهٽيءَ جي اوسي پاسي ٿيو آهي ته قاتلن کي (اهو فرض ڪندي ته اهي پئرس ۾ ئي آهن) خوف وڪوڙيو هوندو ته متان عام راءِ، جيڪا درست آهي، اسان کي ڳولي نه هٿ ڪري. ڪن ماڻهن جي ذهن ۾ هيءُ خيال هڪدم آيو هوندو ته ماڻهن جو ڌيان ڪنهن ٻئي طرف ڇڪايو وڃي. تنهن ڪري هنن ويچاريو ته مقتوله جا ڪپڙا بيرير دورول جي انهيءَ جُهڳٽي ۾ رکيا وڃن. جنهن تي ماڻهن پهرين کان ئي قتل جي جاءِ هجڻ جو شڪ ڪن ٿا. لي سوليي اخبار جي راءِ آهي ته اهي ڪپڙا انهن جهڳٽن ۾ ڪيترن ئي ڏينهن کان پيا هئا، پر انهيءَ راءِ لاءِ ڪو به واجب سبب موجود ڪونهي. آثار اهو ٿا ٻڌائين ته انهن ڪپڙن جو ويهن ڏينهن تائين (قتل جي حادثي کان ويهه ڏينهن پوءِ کن ڇوڪرن کي اهي ڪپڙا جهڳٽن ۾ پيل مليا هئا) انهيءَ هنڌ موجود رهڻ ۽ ماڻهن جي ڌيان ۾ نه اچڻ، ممڪن ڪونهي. لي سوليي لکي ٿو ته مينهن پوڻ ڪري، انهن تي ڪائي ڄمي ويئي هئي ۽ ڪپڙا سُڪي هڪ ٻئي سان چنبڙي ويا هئا. انهن جي چوڌاري ۽ انهن مان ڪن تي گاهه به ڦُٽي آيو هو. ڇٽيءَ جو ريشمي ڪپڙو مضبوط هو. پر انهيءَ جا اندريان ڌاڳا پاڻ ۾ ملي ويا هئا. مٿئين حصي تي به جيڪو ويڙهيو ويندو آهي، ڪائي ڄمي وئي هئي ۽ ڪپڙو ڳري ويو هو ۽ کولڻ تي انهن جاين تان ڦاٽي ٿي پيو.

انهيءَ مان ثابت ٿيو ته انهن ڪپڙن جي ٽن چئن هفتن کان انهيءَ جهڳٽي ۾ موجود هجڻ جي ثبوت ۾، جيڪا ڳالهه ايتري زور شور سان پيش ڪئي وئي، اُها بلڪل بي معنيٰ آهي. انهيءَ جي ابتڙ هن ڳالهه تي يقين ڪرڻ ڏاڍو اوکو آهي ته اهي شيون ذڪر ڪيل جاءِ تي، هڪ هفتي کان وڌيڪ يعني هڪ آچر کان ٻئي آچر تائين لِڪل رهي سگهن ٿيون. جيڪي ماڻهو پئرس جي پسگردائيءَ مان واقف آهن، اُهي چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا ته اتي اڪيلائيءَ ۽ آرام لاءِ ڪنهن جاءِ جو ملڻ ڪيترو نه محال آهي. انهيءَ لاءِ شهر کان ٻاهر تمام پري وڃڻو پوندو آهي. اهو نه سوچي به نٿو سگهجي ته پسگردائيءَ جي وٽن ۽



Gul Hayat Institute

جهڳٽن جي وچ ۾، اڪيلائيءَ جي ڪا اهڙي جاءِ ٿي سگهي ٿي، جيڪا اجا تائين ڪنهن ڏٺي به نه هجي يا جتي ماڻهو گهٽو ڪري نه پهچندا هجن. جيڪو شخص هن ظالم شهر پئرس جي گرميءَ ۽ ڊوڙ مان بيزار ٿي فطرت جي هنج ۾، آرام حاصل ڪرڻ جو طالب آهي، اهو آچر ڪان سواءِ به ٻئي ڪنهن ڏينهن، اها ڳالهه آزمائي سگهي ٿو. پئرس جي پسگردائيءَ ۾ قدرت جي رنگين نظارن جي ته ڪابه کوٽ ڪانهي، پر ڪا نويڪلي ڪنڊ ملڻ بنهه ناممڪن آهي. هر ٻئي قدم تي هن جي خوشيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪو نه ڪو غنڊو يا بدمعاش جو ڪو ٽولو گوڙ گهمسان ڪندو ملندو. ٻيو ته ڇڏيو پر گهاٽن جهڳٽن جي وچ ۾ به هن کي آرام جي جاءِ ملڻ لاءِ ناڪامي ٿيندي. اهي ئي جايون ته گناهن جا اڏا آهن. لاچار ٿي فطرت جو شيدائي وري به پئرس جي نجس ۽ ناپاڪ ماحول ۾ موٽي ايندو. ڇاڪاڻ ته اتي جي فضا پسگردائيءَ جي بيحد نجس ۽ ناپاڪ فضا جي ڀيٽ ۾، هن کي بهتر معلوم ٿيندي. جڏهن هفتي جي عام ڏينهن تي ئي اهڙي حالت آهي ته پوءِ اوهان پاڻ خيال ڪريو ته انهيءَ ڏينهن ته خاص ڪري شهر جا رولاڪ ۽ بدمعاش، جن کي ڏوهن ڪرڻ جا وَجهه گهٽ ملن ٿا، انهيءَ پسگردائيءَ جو رخ ڪندا آهن، ڳوناڻن نظارن جي سونهن پسڻ خاطر نه. ڇاڪاڻ ته انهن سان هنن جو ڪهڙو واسطو. پر انهيءَ لاءِ ته اتي هنن کي افراتفري پيدا ڪرڻ جو سُنو وجهه ملندو آهي. هنن کي تازيءَ هوا يا چوڌاري پکڙيل ساوڪ سان ڪابه دل نه هوندي آهي. هو ته انهيءَ ڇڙواڳيءَ جي ڳولا ۾ ويندا آهن، جيڪا پوليس جي نظرن کان پري، شهر کان ٻاهرئي هنن کي ملي سگهي ٿي. ڪنهن سراءِ يا وڻن جي جهڳٽن جي وچ ۾، اها چنڊال چوڪڙي اچي ديرو ڄمائيندي ۽ شراب جو دؤر شروع ٿيندو. انهيءَ کان پوءِ بدمستيءَ جي عالم ۾، جيڪي به ڪن، اهو ٿورو آهي. آءٌ وري به چوان ٿو ته اها بنهه اَڻ ٿيڻي ڳالهه آهي ته مقتوله جا ڪپڙا ۽ ٻيون شيون پئرس جي ٻاهران ڪنهن ڪنڊ ۾، هڪ آچر کان ٻئي آچر جي عرصي کان به وڌيڪ ڏينهن تائين پيون هجن ۽ انهن تي ڪنهن به بني بشر جي نظر نه پوي.

البت ڪي سبب موجود آهن، جن جي ڪري شڪ پيدا ٿئي ٿو ته اهي شيون ڏسي وائسي ۽ ڄاڻي ٻُجهي، انهن وڻن جي جهڳٽن ۾ انهيءَ لاءِ لڪايون ويون، جيئن ماڻهن جو ڌيان قتل جي اصلي جاءِ تان هٽي وڃي. سڀ کان پهرين، هيءَ ڳالهه ڌيان طلب آهي ته اهي ڪپڙا ڪهڙيءَ تاريخ هٿ آيا آهن؟ انهيءَ کي اخبار جي پنجين حصي جي تاريخ سان ملائي ڏسبو ته خبر پوندي ته هوڏانهن شام جي اخبار ۾ زوردار خط ڇپيا ۽ هيڏانهن اهي شيون وڻن جي جهڳٽن ۾، پيل نظر آيون. جيتوڻيڪ اهي خط ظاهري

طرح جدا جدا آهن ۽ جدا جدا هنڌن تان جدا جدا ماڻهن موڪلي آهن. پر سيني ۾ ٻن ڳالهين لاءِ تاڪيد ڪيو ويو آهي، هڪ هيءُ ته اها بدمعاشن جي ڪنهن ٽولي جي حرڪت آهي، ٻيو هيءُ ته قتل جو واقعو بيرير دورول جي اوسي پاسي ڪنهن هنڌ ٿيو آهي. شڪ انهيءَ ڪري پيدا نٿو ٿئي ته انهن خطن ڇپجڻ جي ڪري يا ماڻهن جو ڌيان انهيءَ پاسي وڃڻ ڪري ڇوڪرن کي اهي شيون نظر آيون. پر انهيءَ ڪري ته اهي شيون ٻهرين ڇو نه مليون؟ اصل ڳالهه هيءَ آهي ته انهيءَ کان پهرين اهي شيون اتي موجود ئي ڪين هيون. خطن جي موڪلڻ وارن ڏوهارين يا ته خطن موڪلڻ واري ڏينهن يا انهيءَ کان هڪ ٻه ڏينهن اڳ، اهي شيون انهن جهڳٽن ۾ آڻي لڪايون.

اها جاءِ ڪيترن ئي سببن ڪري، هڪ اهم حيثيت وري جاءِ آهي. هڪ ته هتي عام وڻن جي پيٽ ۾، وڻ ۽ ٻوٽا ڏاڍا گهاٽا ۽ ڳتيل آهن ۽ ٻيو ته انهن قدرتي ديوارن جي وچ ۾، تي اهڙي عجيب غريب قسم جا پٿر پيا آهن، جيڪي ڪرسي، ڪرسيءَ جي پُٺي ۽ پيرن رکڻ جي جاءِ جو ڪم ڏين ٿا. اهڙو خوبصورت هنڌ، مادام ويلڪ جي گهر کان رڳو ٻه- ٽي قدم پري آهي، جتي هن جا ڇوڪرا ساس فرانس جي ڇوڏيءَ جي ڳولا ۾، سيئي وَڻ ٻوٽا اچي ڇاڻيندا ۽ ٻهاريندا آهن. آءٌ ته وڏي ۾ وڏي شرط رکي چئي سگهان ٿو ته ڪو ٻه اهڙو ڏينهن نه لنگهندو هوندو، جڏهن انهن مان ڪو نه ڪو ٻار انهيءَ ڇانوَ وارءَ ڪُنڊ ۾ وڃي، انهيءَ قدرتي تخت تي نه ويهندو هجي. جن ماڻهن کي انهيءَ ڳالهه تي شڪ آهي، اهي يا ته پاڻ ڪڏهن ٻار نه رهيا آهن يا اته وري ٻارن جي فطرت ۽ عادت کي وساري ويٺا آهن. آءٌ وري ٻه چوان ٿو ته اها ڳالهه سمجهه ۾ اچڻ کان ٻاهر آهي ته وڻن ۾ پيل، اهي شيون ٻن- ٽن ڏينهن کان وڌيڪ، ماڻهن جي نظر کان لڪل رهي سگهيون آهن. لي سوليي اخبار ته عقل جو ڏيوالو ڪڍڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺي آهي. انهيءَ شڪ ڪرڻ جا واجبي سبب آهن ته وڻن ۾، جيڪي شيون پيل مليون، اُهي گهڻو پوءِ اُتي رکيون ويون هيون.

انهيءَ فرض ڪيل ڳالهه جي حق ۾، مون وٽ مٿي ذڪر ڪيل دليلن کان ٻه وڌيڪ دليل موجود آهن. هاڻي ٿورو انهن شين جي هٽرادي ترتيب تي ٻه غور ڪريو. مٿي پٿر تي هڪ اڇو ڪپڙو پيل آهي. ٻئي پٿر تي هڪ ريشمي گلابند ۽ هيڏانهن هوڏانهن هڪ ڇٽي، دستانا ۽ هڪ رومال جنهن تي ”ميري روزي“ جو نالو پرت سان پريل آهي، پکڙيا پيا آهن. هڪ معمولي ذهن ۽ سمجهه وارو ماڻهو ٻه انهن شين کي اهڙيءَ ترتيب سان رکڻ جي ڪوشش ڪندو. پر حقيقت ۾ اها هٽرادو ترتيب ئي آهي، منهنجي

خيال ۾ ته شيون زمين تي ڪريل هجڻ ڪپن ها ۽ پيرن ۾ لتاڙيل. ڪيترن ئي ماڻهن جي چڪتاڻ جي وچ ۾، انهيءَ ننڍڙيءَ جاءِ تي ڪپڙي ۽ گلابند جو رهجي وڃڻ ڪهڙيءَ طرح ممڪن ٿي سگهي ٿو؟ اخبار ۾ لکيل آهي ته انهيءَ هنڌ جهيڙي ۽ چڪتاڻ جا نشان مليا آهن. زمين پيرن ۾ لتاڙيل هئي ۽ ٽاريون ٽُٽل هيون. پر ڪپڙو ۽ گلابند اهڙيءَ طرح، مليا آهن، ڄڻ ته ڪنهن انهن کي آرام سان ڪٺي الماڙيءَ ۾ رکيو هجي. وڻن ۾ جيڪي فراڪ جا ڦاٽل ٽڪرا هٿ آيا آهن، اهي ڇهه انچ ڊگها ۽ ٽي انچ ويڪرا هئا، انهن مان هڪ فراڪ جو ڏورو هو. جيڪو رفو پڻ ڪيل هو. لي سوليي اٽڪاٽائيءَ وچان هڪ اهڙو جملو لکي ڇڏيو، جيڪو ڏاڍو شڪي آهي. اُهو هيءُ ته ”اهي پٽيون ڪنهن ڪپڙي مان ڦاڙيل ڏسجن ٿيون.“ سچ پچ ته اهي پٽيون ڄاڻي ٻجهي ۽ هٿ سان ڦاڙيل لڳن ٿيون. اهو اتفاق ته بلڪل اڻ ٿيڻو آهي ته اهڙي قسم جو ڪپڙو اهڙيءَ طرح هڪ ڪَنڊي سان ڦاٽي. اهو ڪپڙو اهڙي قسم جو آهي جو جيڪڏهن ڪو ڪنڊو يا ڪِلي انهيءَ ۾ ڦاسي پوي ته اهو چوڪور ڦاٽندو ۽ نه سڌو. مون ته ڪڏهن به ائين نه ڏٺو آهي. انهيءَ ڪپڙي مان اهڙي قسم جي پٽي جُدا ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته انهيءَ کي ٻه جدا طاقتون آمهون سامهون ڇڪين. هڪ طاقت انهيءَ ڪپڙي مان پٽي فقط انهيءَ حالت ۾ ڦاڙي سگهندي، جڏهن ڪپڙي جا ٻه ڪنارا هجن. پر اسن جي اڳيان جنهن ڪپڙي جو مثال آهي، انهيءَ جو هڪڙو ئي ڪنارو آهي ۽ انهيءَ مان هڪ ڪنڊو اندرئين حصي مان پٽي ڦاڙي جدا ڪري، ممڪن ڪونهي. انهيءَ لاءِ ڪيترن ئي ڪنڊن سان گڏ ڪنهن ٻيءَ وقت جي به ضرورت آهي. جيڪڏهن ڪنارو هجي، تڏهن به پٽي جدا ڪرڻ لاءِ ٻه ڪنڊا گهرجن. ٻيو ته ڪپڙو جهالر وارو يا ڏوري وارو به نه هجي. جيڪڏهن وري جهالر يا ڏوري آهي ته پوءِ ته ڪو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. ثابت ٿيو ته اسين انهيءَ ڳالهه کي قبول ڪرڻ لاءِ، بلڪل تيار ڪونه آهيون ته اهڙي قسم جون پٽيون ڪنهن ڪنڊي سان ڦاٽي سگهن ٿيون. ٻيو ته هٿ هڪ ٻه نه پر ڪيتريون ئي پٽيون ڏسڻ ۾ آيون آهن. هاڻي انهيءَ کي اسين ڪهڙيءَ طرح قبول ڪريون؟ وري مزي جي ڳالهه هيءُ ته هڪ حصو فراڪ جي جهالر جو به آهي. وري هڪ لِيڙ اندرئين پهراڻ جي به آهي نه فراڪ جي. جنهن جو مطلب هيءُ آهي ته ڪنڊن ۾ لباس جو اندريون حصو اهڙيءَ طرح اٽڪي پيو. جو ڦاٽي جدا به ٿي ويو. هاڻي جيڪڏهن انهن ڳالهين جي بنياد تي، آءٌ شاهدن جي بيانن تي شڪ نه ڪريان ته ٻيو ڇا ڪريان؟ وري اهي سيئي ڳالهيون هن هڪ ڳالهه جي اڳيان ڪابه اهميت نٿيون رکن ته قاتلن لاش کي ته انهيءَ هنڌان گم ڪرڻ ۾ ڏاڍي خبرداري ڪئي،

پر انهن شين کي اتي ئي ڇڏي ڏنو. جيڪڏهن تون سمجهين ٿو ته آءٌ انهيءَ جاءِ کي قتل جي جاءِ نٿو سمجهان ته پوءِ تون منهنجي ڳالهه پوريءَ طرح سمجهي نه سگهندين. ٿي سگهي ٿو ته قتل انهيءَ هنڌ تي ئي ٿيو هجي ۽ اهو به ممڪن آهي ته مادام ويلڪ جي گهر ۾ قتل ٿيو هجي. پر اهو نُڪتو ايترو اهم ڪونهي، اسان کي انهيءَ هنڌ جي ڳولا ڪانهي. قاتلن جي ڳولا آهي. منهنجو هڪ مقصد هيءُ آهي ته لي سوليي جا ڪڍيل نتيجا غلط آهن. ٻيو ته آءٌ توکي دليلن ۽ آثارن وسيلي انهيءَ ڳالهه تي وڌيڪ غور ڪرڻ جي دعوت ڏيان ته اهو ڪم ڪنهن ٽولي جو آهي يا اڪيلي شخص جو.

انهيءَ سوال تي غور ڪندي پهرين ته آءٌ انهيءَ سرجن جي شاهديءَ جي تفيصل ڏانهن اشارو ڪندس، جنهن هن اوچتي قتل جي، تحقيقات ڪئي هئي. هن بدمعاشن جي تعداد بابت جيڪي نتيجا ڪڍيا آهن. اهي پئرس جي مشهور معروف عضن جي تشريح ڪندڙ ماهرن بڪل غلط ۽ بي بنياد ثابت ڪيا آهن. اهو ٿي سگهي ٿو ته واقعو اهڙيءَ طرح ٿيو هجي، جيئن هن جو اندازو آهي. پر آثارن ۾ شاهدين مان اهو نتيجو نٿو نڪري.

هاڻي اسان کي مارڪُٽ ۽ ڇڪتاڻ تي نشانن جو به جائزو وٺڻ گهرجي. انهن نشانن مان ڪهڙا نتيجا ڪڍيا ويا آهن؟ اهي ئي ته اهو ڏوهه ڪنهن دعويٰ جي تصدي ڪرڻ بدران انهيءَ کي رد ڪن ٿا. ڇا انهيءَ مان اهو ثابت نٿو ٿئي ته اهو ڪنهن ٽولي جو ڪم ناهي؟ اهڙي زبردست ڇڪتاڻ جنهن جا نشان هر طرف موجود آهن. هڪ ڪمزور ڇوڪريءَ ۽ جانٺن بدمعاشن جي ڪنهن ٽولي جي وچ ۾، ڪهڙيءَ طرح ٿي سگهي ٿي؟ ايترا ماڻهو ته هن کي ماٺ ميٺ ۾ سوگهو ڪري گهن ٿا. انهيءَ لاچار ڇوڪريءَ جو هنن جي اڳيان ڪهڙو وَس هلي سگهي ٿو؟ هتي هڪ ڳالهه ذهن ۾ رکڻ جي لائق آهي ته. مون انهي جاءِ کي قتل جو هنڌ ثابت نه ڪرڻ لاءِ، جيڪي دليل ڏنا آهن. اُهي انهيءَ صورت ۾ لاڳو ٿي سگهن ٿا، جڏهن هيءُ دعويٰ ڪئي ويئي هجي ته قتل ۾ هڪ کان وڌيڪ ماڻهن جو هٿ آهي. اهڙي ڇڪتاڻ فقط انهيءَ صورت ۾ قياس جوڳي آهي، جڏهن قاتل هڪ هجي.

وري جيئن آءٌ پهرين چئي آيو آهيان ته انهن شين جو انهيءَ هنڌ تي پيل شڪي آهي. اها ڳالهه ويساهه جوڳي ڪانهي، ته اتفاق سان ڏوهه جو ثبوت رهجي ويو آهي. جيڪو قاتل ايتري خبرداري ڪري سگهي ٿو جو لاش لڪائي ڇڏي ٿو، اهو قتل جي جاءِ تي، لاش کان وڌيون نشانيون ڪيئن ٿو ڇڏي سگهي؟ منهنجو اشارو رومال طرف آهي، جنهن تي مقتوله جو نالو به پريل آهي، اها ته لاش کان به يقيناً

وڏي نشاني آهي، ڇاڪاڻ ته لاش ته جلد ئي سڙي ڳري ۽ سڃاڻڻ کان ٻاهر ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن اهو پُل چوڪ کان ٿيو آهي ته پوءِ، اها غلطي ڪنهن ٽولي جي نه ڇٽبي. البت اهڙي پُل ڪنهن هڪ ماڻهوءَ کان ضرور ٿي سگهي ٿي. هاڻي اوهان هن طرح سوچيو ته ڪنهن هڪ شخص قتل ڪري وڌو آهي. هن جي اڳيان لاش پيو آهي، جنهن کي ڏسي هُن تي وحشت طاري ٿئي ٿي. هن جي ڪاوڙ ۽ قهر جي گرمي گهٽجي وئي آهي. هاڻي هن جي دل ۾ انهيءَ قبيح ڏوهه جي سزا جو خوف ۽ هيبت ويهي رهي آهي، هن ۾ اهو اعتماد ڪونهي جيڪو ڪيترن ئي ماڻهن جي موجودگيءَ جي ڪري پيدا ٿيندو آهي. هاڻي فقط هو پاڻ آهي يا لاش. هو ڏکي ٿو ۽ هن جا اوسا خطا ٿي وڃن ٿا. پر لاش کي به ڪنهن هنڌ لڪائڻ ضروري آهي. هو لاش کڻي درياءَ ۾ وڃي ٿو لوڙهي، پر پنيان ڏوهه جا ڪيترائي ثبوت ڇڏي وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته هڪ ئي وقت جيڪڏهن سڀيئي شيون کڻي وڃڻ ممڪن نه آهن ته مشڪل ضرور آهن. هو سوچي ٿو ته واپس اچي اهي به لِڪائي ڇڏيندس، پر درياءَ تائين پهچندي پهچندي هن جو دِپ وڌي وڃي ٿو. هو رستي جي ٻنهي پاسن کان ماڻهن جا آواز ٻڌي ٿو. ڏهه پيرا ڪن ته هن کي شڪ پوي ٿو ته ڪنهن ڏسي ورتو يا ڪو پنيان پيو اچي. ٻيو ته ڇڏيو، پر شهر جون روشنيون به هن جي دل پيون ڏڪائين. انهيءَ سخت عذاب ۾ هوندي به هو جيئن تيئن ڪري درياءَ جي ڪناري تي پهچي وڃي ٿو ۽ لاش درياءَ ۾ لوڙهي ٿو. شايد ڪنهن ٻيڙيءَ مان. هاڻي انهيءَ قاتل کي انهيءَ خوفناڪ رستي تان انهيءَ جاءِ تي دل ڏاريندڙ ماحول ۾ واپس وڃڻ تي نه ڪنهن وڏي ۾ وڏي خزاني جي لالچ مجبور ڪري سگهي ٿي ۽ نه ڪنهن سزا جو خوف. تنهن ڪري هو فيصلو ڪري ٿو ته هاڻي انهيءَ هنڌ واپس نه ويندس ڪٿي انهيءَ جو ڪهڙو به نتيجو ڇو نه نڪري. هن جي اڳيان هاڻي پنهنجي جان بچائڻ جو سوال آهي. تنهن ڪري هو انهيءَ هنڌ جو رخ به نٿو ڪري.

پر جيڪڏهن ماڻهو جهجها آهن، ڪو باقاعدي ٽولو آهي ته انهن جي گهڻائيءَ جي سبب ڪري اعتماد پيدا ٿئي ٿو. ڪنهن بدمعاش ۾، جيڪو اهڙي قسم جي ٽولي ۾ رُڪن آهي، اهڙي اعتماد جي ڀرپور وري ڪهڙي گهٽتائي هوندي آهي. ڪنهن اڪيلي شخص تي قتل جي فعل کان پوءِ، جيڪا هيبت سوار ٿي سگهي ٿي، انهيءَ تي گهڻن ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ قبضو ڪري سگهجي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته هڪ ماڻهو غلطي ڪري، ٻيو به ڪري، ٽيون به ڪري، پر چوٿون ماڻهو انهن سڀني غلطين کي

درست ڪري ڇڏيندو. هڪ ئي ٽولي جا ماڻهو هٿو هٿ سڀ ڪجهه ڪٽي وڃي سگهن ٿا. اُهي پنهنجي پنيان ڪابه شيءِ رهڻ نه ڏيندا ۽ ڪين اچڻ جي ڪابه ضرورت نه ٿيندي.

”هاڻي اوهان هڪ ڳالهه کي وٺو ته لاش جي مٿئين پهراڻ مان هڪ فوٽ ويڪري پٽي ڪمر تائين ڦاڙي ويئي هئي، ۽ چيلهه وٽ انهيءَ جا ٽي ور ڏئي پنيان ڳنڍ ڏني ويئي هئي. ظاهر آهي ته اهو سڀ ڪجهه انهيءَ لاءِ، ڪيو ويو هو ته هٿن ڦاسائڻ لاءِ ڪا جاءِ ناهي وڃي، جيئن لاش ڪٽي سگهجي. پر جيڪڏهن ماڻهو گهڻا هجن ها ته لاشي کي ٽنگوٽالي ڪري ڪٽي وڃي سگهن ٿا ۽ انهيءَ ۾ هنن کي سولائي به ٿئي ها. اها هٿن ڦاسائڻ لاءِ جاءِ ناهڻ جي ضرورت فقط هڪ ماڻهوءَ کي ٿي هوندي، ۽ اهو به سمجهه ۾ اچي ٿو ته انهيءَ جاءِ ۽ درياءَ جي وچ ۾، بند جون جيڪي ڪانيون لڳل هيون، اهي ڇاجي لاءِ نڪتل هيون؟ انهيءَ لاءِ ته ڪنهن ڳريءَ شيءِ کي جهلي ڪٽي وڃي سگهجي، ڇا گهڻن ماڻهن جي هوندي انهن ڪانين جي ڪڍڻ جي ضرورت ٿي سگهي ٿي؟ اهي ته اک ڇنڀ ۾، لاش هٿن تي کڻي اتان ٽپي اچن ها. جيڪڏهن اهو ڏوهه هڪ کان وڌيڪ ماڻهن جو هجي ها ته اهي لاش اهڙيءَ طرح نه گهلين ها جو سڄيءَ وات تي انهيءَ جا نشان رهجي وڃن.

هاڻي لي ڪمرشل جي بيان جي هڪ حصي تي به ٿورو ڌيان ڏيڻ گهرجي. انهيءَ بابت آءٌ پهرين به ڪجهه چئي آيو آهيان. انهيءَ اخبار لکيو اهي ته ڇوڪريءَ جي پيٽي ڪوٽ مان هڪ پٽي ڦاڙي، هن جي ڪاڌيءَ هيٺان ڳچيءَ جي چوڌاري ويڙهي ويئي هئي، جيئن هوءَ رڙيون نه ڪري سگهي. اهو اهڙن ماڻهن جو ڪم آهي، جن وٽ رومال نه هوندا آهن.

آءٌ اهو چئي آيو آهيان ته اڄڪلهه جي بدمعاشن وٽ رومال ضرور هوندا آهن. پر هن وقت منهنجو مقصد انهيءَ نُڪتي تي زور ڏيڻ نه آهي. لي ڪمرشل راءِ ڏني آهي ته رومال نه هجڻ ڪري اها پٽي رَڙين بند ڪرڻ لاءِ ٻڌي ويئي هئي. انهيءَ جو رد هن ڳالهه مان ٿي وڃي ٿو ته رومال ته قتل واريءَ جاءِ تان مليو آهي. رڙين بند ڪرڻ لاءِ ته پٽيءَ بدران رومال، وڌيڪ ڪارائتو ٿي سگهيو ٿي. شاهدن جي بيان مطابق اها پٽي ڳچيءَ جي چوڌاري ڍِري هئي ۽ پنيان ڇڪي ڳنڍ ڏنل هئي. انهن لفظن مان ڪو به سڌو مطلب نٿو نڪري، پر جيڪو به مطلب آهي، اهو لي ڪمرشل جي ڪڍيل مطلب کان بلڪل جدا آهي. ڪپڙي جي اها پٽي اَرڙهن انچ ويڪري هئي، تنهن ڪري ڪپڙو ڪٽي ململ جو هجي، پر انهيءَ ڊگهي پٽيءَ کي تَهه ڪرڻ يا وَٽڻ سان تمام مضبوط رسي وٽجي سگهي ٿي. اهو ڪپڙو انهيءَ صورت ۾ وٽيل

مليو بہ آهي. انهيءُ مان آءُ هيءُ نتيجو ڪڍان ٿو تہ قاتل جيڪو اڪيلو ئي هو، تنهن لاشي کي انهيءَ پٽي جي مدد سان جيڪا چيلهہ ۾ ٻڌي هئي (انهيءَ جاءِ کان يا ٻيءَ ڪنهن جاءِ کان جتي قتل ٿيو آهي) ڪٽي ٿورو اڳتي تہ ورتو پر بار گهڻو هو، جنهن کي گهڻيءَ دير تائين کڻي وڃڻ هن جي وس جي ڳالهہ نہ هئي. تنهن ڪري هن لاش کي گهلي وڃڻ جو فيصلو ڪيو. شاهدين مان معلوم ٿئي ٿو تہ لاش گهليو ويو هو. انهيءَ مقصد ڪاڻ جسم جي هڪ حصي کي رسيءَ جهڙي ڪنهن شيءِ سان ٻڌڻ ضروري هو. اهو بهترين حصو ڳچيءَ جو ئي ٿي سگهيو ٿي. انهيءَ لاءِ تہ رسيءَ جو وٽُ انهيءَ ۾ چڱي طرح ڦاسي سگهيو ٿي. پهرين تہ هُن (قاتل) کي ڪمر- پٽي لاهڻ جو خيال آيو هوندو، پر هڪ تہ اهو لاش جي چيلهہ ۾ ويٺل هو، ٻيو تہ انهيءَ جي ڳنڍ ڪولڻ بلڪل مشڪل هئي. ايتري ۾ هن کي ياد آيو هوندو تہ پيٽي- ڪوٽ مان هڪ پٽي ڦاڙڻ وڌيڪ سولي آهي. تنهن ڪري هن پٽي ڦاڙي، لاش جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي، انهيءَ کي گهليندو درياءَ تائين ويو. انهيءَ پٽيءَ جي ڦاڙڻ، وٽڻ ۽ ٻڌڻ ۾ ٿوري دير بہ ٿي هوندي ۽ انهيءَ سبب مقصد بہ چڱيءَ طرح پورو نہ ٿيو هوندو. انهن ڳالهين جي موجودگيءَ ۾ اسين چئي سگهون ٿا تہ اهو سڀ ڪجهہ مجبوريءَ جي حالت ۾ ڪيو ويو هوندو. انهيءَ وقت هن کي رومال نہ ملي سگهيو هوندو. اسان جي خيال مطابق، قاتل انهيءَ هنڌان (شرط اهو تہ قتل انهيءَ هنڌ تي ٿيو آهي) پري نڪري ويو هوندو.

پر هاڻي تون چوندين تہ مادام ويلڪ جي شاهديءَ مان هيءُ ظاهر ٿئي ٿو تہ قتل جي وقت يا انهيءَ وقت، انهيءَ هنڌ جي اوسي پاسي، بدمعاشن جا ٽولا موجود هوندا. پر مادام ويلڪ جي سست بنياد ۽ شڪي شاهديءَ مطابق، جنهن خاص ٽولي تي الزام مڙهيو ويو آهي، سو اهو ئي ٽولو آهي، جنهن بابت هن پاڻ دانهن ڏني هئي تہ انهيءَ ٽوليءَ جا ماڻهو سندس ڪيڪ کائي ويا هئا ۽ شراب جو بوتلون خالي ڪري ويا هئا ۽ هڪ ٽڪو بہ ڪونہ ڏنائون.

هاڻي مادام ويلڪ جي شاهديءَ جا لفظ ٻڌ:

”بدمعاشن جو هڪ ٽولو ظاهر ٿيو، جيڪو گوڙ گهمسان ڪري کائي پي، پئسن ڏيڻ کان سواءِ ئي، انهيءَ رستي تي روانو ٿي ويو، جنهن تي اُهو نوجوان ۽ ڇوڪري ويا هئا. اهو ٽولو سج لهڻ وقت وري، سراءِ ۾ واپس آيو ۽ جلدي جلدي درياءَ پار ڪري هليو ويو.“



Gul Hayat Institute

جڏهن ته مادام ويلڪ کي پنهنجن ڪيڪن ۽ شراب جي نقصان جي ڳڻتي ڳاري رهي هئي. تنهن ڪري هن انهن ماڻهن جي واپس اچڻ وقت جلديءَ کي ڪا خاص ڳالهه سمجهيو آهي. شايد ڪيس اجا تائين پنهنجي نقصان جي عيوضي ملڻ جي اميد هئي، نه ته سچ لهڻ وقت ڪنهن جو واپس وڃڻ لاءِ، جلدي ڪرڻ ڪا خاص ڳالهه نه آهي. درياءَ جو پيٽ وڏو آهي ۽ ننڍي ٻيڙيءَ ۾ اهو پار ڪرڻو آهي. طوفان جو ڊپ جُدا آهي ۽ ٿوري دير کان پوءِ رات ٿيند ويندي. اهڙيءَ حالت ۾ بدمعاش هجن يا ٻيا ماڻهو، درياءَ پار ڪرڻ لاءِ هرهڪ جلدي ڪندو.

'رات ٿيڻ واري آهي، جو مطلب اهو نه سمجهڻ گهرجي ته رات ٿي ويئي هئي. انهن بدمعاشن جو سج لهڻ وقت جلدي ڪرڻ، مادام ويلڪ جي خيال ۾ شڪي هو. پر اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته انهيءَ شام جو مادام ويلڪ ۽ سندس وڏي ڇوڪريءَ سراءِ جي ويجهڙائيءَ مان ڪنهن عورت جون رَڙيون ٻڌيون. اهي رَڙيون ڪهڙي وقت ٻُڌيون ويون. مادام ويلڪ جي لفظن ۾ "سانجهي ٿيڻ کان ٿورو وقت پو." سانجهيءَ ٿيڻ کان ٿورو وقت پوءِ جو مطلب هيءُ ئي آهي ته اونده ٿي ويئي هئي. پر سج لهڻ وقت جو مطلب هيءُ ٿئي ٿو ته اجا ڏينهن جي روشني هئي. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته مادام ويلڪ جي ڪنن تائين. رڙين جي آواز پهچڻ کان پهرين، اهو ٽولو ٻيرير دورول مان روانو ٿي ويو هو. جيتوڻيڪ شاهديءَ جي بيانن ۾ سيني هنڌ اهي ئي لفظ استعمال ڪيا ويا آهن، جن جو مون ذڪر ڪيو آهي. پر انهن ۾ جيڪو تفاوت آهي، انهيءَ ڏانهن ڪن هن به اخبار اجا تائين اشارو نه ڪيو آهي ۽ نه وري انهيءَ تي ڪنهن پوليس واري جي نظر پيئي آهي.

ڪنهن ٽولي کي قتل جو ڏوهاري نهرائڻ جي خلاف هن وقت تائين مون جيڪي دليل ڏنا آهن، انهن کان سواءِ، آءٌ هڪ ٻيو دليل به پيش ڪندس. اهو دليل ايترو ته وزني آهي جو انهيءَ کي ڪو به رد ڪري نٿو سگهي. اصلي قاتلن کي هٿ ڪرڻ لاءِ هڪ وڏو انعام رکيو ويو آهي ۽ سرڪاري شاهد کي به معافي ڏيڻ جو يقين ڏياريو ويو آهي. انهن حالتن ۾، بدمعاشن جي ڪنهن ٽولي جي ڪنهن فرد يا ڪنهن ماڻهوءَ جي پنهنجي ساٿين سان غداري نه ڪرڻ اهڙي ڳالهه آهي، جنهن بابت سوچي به نٿو سگهجي. اهڙي قسم جي ٽولي جو ڪو به ماڻهو انعام جي لالچ ۾ يا ڏوهه يا سزا کان بچڻ خاطر، اهو قدم نه کڻندو، پر رڳو انهيءَ خوف کان ته ڪو ٻيو ساٿي کيس گرفتار نه ڪرائي. تنهن ڪري اهڙو شخص پنهنجن ساٿين سان غداري ڪرڻ ۾ هڪدم اڳرائي ڪندو آهي، جيئن ٻيو ڪير انهيءَ موقعي

مان فائدو نہ وٺي سگهي. اها حقيقت تہ اجا تائين انهيءَ ٽولي جي ڪنهن بدمعاش، پوليس وٽ اهڙي خبر نہ پهچائي آهي، هن ڳالهہ جو هڪ کُليو ثبوت آهي تہ انهيءَ خوفناڪ قتل جو راز فقط هڪ يا ٻن ماڻهن ئي وٽ آهي يا تہ وري خدا کي معلوم آهي.

هاڻي ڏسڻو هيءُ آهي تہ اسان جي انهيءَ طويل تجزيي مان ڪهڙيون ڳالهيون ثابت ٿين ٿيون. اسين هن نتيجي تي پهچيون ٿا تہ قتل يا تہ مادام ويلڪ جي گهر ٿيو آهي يا بيرير دورول جي انهيءَ هنڌ تي. ۽ قاتل يا تہ قتل ٿيل ڇوڪريءَ جو عاشق آهي يا ڪو اهڙو، لڪل دوست، جنهن سان هن جي گهٽي ڏيٺ ويٺ هئي. اهو شخص ڪٽڪ- رنگو آهي. ڪمرپٽي ۽ ٽوپيءَ جي ڦيٽ ۾ ڏنل جهازين واري ڳنڍ، هن ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪن ٿا تہ اهو ڪنهن جهاز جي عملي مان آهي. مقتولہ جيڪا چلولي ۽ بيپرواهہ هجڻ ڪان پوءِ بہ، ڪِريل هرگز نہ هئي، انهيءَ سان هن جي جاڻ سڃاڻ ٻڌائي ٿي تہ اهو عام ملاحن ڪان گهڻو مٿي آهي. انهيءَ جي تصديق انهن خطن جي تحرير جي عمدگيءَ مان بہ ٿئي ٿي، جيڪي اخبار ۾ ڇپايا ويا هئا. لي مرڪيور، اخبار، ڇوڪريءَ جو پهريون ڀيرو ڀڄي وڃڻ جو حال لکيو آهي. انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اهي جهازي ”اُهوئي بحري عملدار“ هوندو، جيڪو پهرين بہ انهيءَ ڇوڪري کي ڀڄائي ويو هو.

هاڻي سوال هيءُ ٿو اُٿي تہ اُهو ڪٽڪ رنگو ماڻهو هن وقت تائين ڪٿي لڪل آهي؟ آءٌ وري ٻڌائي ڇڏيان تہ انهيءَ شخص جو رنگ ڪٽڪ جهڙو آهي، ڇاڪاڻ تہ ويلنس ۽ مادام ويلڪ کي، هن جي فقط اها نشاني ياد رهجي ويئي آهي، پر اهو ماڻهو ڇو غائب آهي. ڇا بدمعاشن جي ٽولي، هن کي قتل ڪري ڇڏيو؟ جيڪڏهن اها ڳالهہ آهي تہ رڳو ڇوڪريءَ جا نشان ڇو مليا ۽ هن جا ڇو نہ مليا؟ انهن ٻنهي جو قتل بہ هڪ هنڌ ئي ٿيڻ گهربو هو. وري جيڪڏهن هو قتل ڪيو ويو آهي تہ هن جو لاش ڪٿي آهي؟ قاتلن پڪ سان ٻنهي لاشن کي هڪ ئي طريقي سان غائب ڪيو هوندو. هاڻي چئي سگهجي ٿو تہ اهو شخص اجا تائين زنده آهي تہ انهيءَ ڪري ظاهر نٿو ٿئي تہ متان مٿس خون جي ڏوهہ جو الزام نہ هنيو وڃي. انهيءَ موقعي تي هن جو اهو شڪ صحيح ٿي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ تہ شاهدن ٻڌايو هو تہ هو ميري سان گڏ ڏٺو ويو هو. پر قتل جي واقعي کان هدڪم پوءِ، اهڙي قسم جو ڪوبہ خوف هن جي راهہ ۾ اچي نٿي سگهيو. ڪو بيگناهہ ماڻهو پهرين ڳالهہ اها ئي ڪري ها تہ انهيءَ خوفناڪ حادثي بابت، هاءِ گهوڙا ڪري ها ۽ قاتلن کي سڃاڻڻ ۾ مدد ڪري ها. هن کي پنهنجي خيريت انهيءَ ۾ ئي نظر اچي



Gul Hayat Institute

ها، ڇاڪاڻ تہ ڪيس ڇوڪريءَ سان گڏ ڏٺو ويو هو ۽ هن هڪ ڪليل ٻيڙيءَ ۾ درياءَ پار ڪيو هو. اسين اهو فرض نٿا ڪري سگهون تہ قتل واريءَ رات هو بيگناهہ هوندو ۽ انهيءَ حادثي کان بيخبر بہ. خير جيڪڏهن اهو شخص زنده آهي تہ صرف مٿي ذڪر ڪيل حالتن سبب ئي، هو قاتلن جي پارپتي ٻڌائڻ لاءِ مجبور رهي سگهي ٿو.

اسان وٽ حقيقت ڄاڻڻ جا ٻيا ڪهڙا ڪهڙا ذريعا ۽ وسيلا آهن؟ اهي تہ آهستي آهستي ظاهر ۽ واضح ٿيندا ويندا. پهرين تہ اسين ڇوڪريءَ جي پهرينءَ ڀاڄ جي واقعن جي پوريءَ طرح ڇنڊڇاڻ ڪريون. اهو "عملدار" ڪير آهي. اڄڪلهہ ڪهڙي حال ۾ آهي ۽ قتل جي حادثي وقت ڪٿي هو؟ وري اسان کي گهرجي تہ انهن خطن جي پاڻ ۾ خبرداريءَ سان ڀيٽ ڪريون. جيڪي شام وارين اخبارن ۾ ڇپايا ويا هئا ۽ جن جو مقصد ڪنهن ٽولي کي ڏوهاري ثابت ڪرڻ هو. انهيءَ کان پوءِ انهن خطن جي تحريري انداز ۽ صحيح جي ڀيٽ، انهن خطن سان ڪرڻ گهرجي، جيڪي صبح جي اخبر ۾ ڇپبا هئا، جن ۾ ڏاڍي زور شور سان منائي کي ڏوهاري ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هئي. پوءِ وري انهن سڀني خطن کي ذڪر ڪيل عملدار جي تحريرن سان ڀيٽ ڪرڻ گهرجي. اسان کي گهرجي تہ مادام ويلڪ، سندس پُٽَ ۽ ويلنس ڊرائيور تي چڱيءَ طرح جرح ڪري، انهيءَ ڪٽڪ رنگي شخص جي شڪل شباهت ۽ چال ڍال بابت وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون. اها پڇا ڳاڇا جيڪڏهن هوشياريءَ سان ڪئي وجي تہ انهن مان ڪنهن نہ ڪنهن کان انهيءَ حادثي وغيره بابت وڌي ڪم جون ڳالهيون معلوم ڪري سگهجن ٿيون. انهيءَ کان سواءِ، اسان کي اُن ٻيڙيءَ جو حال بہ معلوم ڪري سگهجن ٿيون. انهيءَ کان سواءِ، اسان کي اُن ٻيڙيءَ جو حال بہ معلوم ڪرڻ گهرجي، جيڪا ڏَل ڪاٽي جي ميربحر کي سومر، مورخ 23 جون جي صبح جو ملي هئي ۽ جيڪا بندرگاهہ جي وڏي عملدار جي ڄاڻ ۽ اجازت کان سواءِ ۽ سواءِ ونجهن جي اُتان ڪير ڪاهي ويو هو؟ اهو سڀ ڪجهہ لاش جي ملڻ کان پهرين ٿيو هو. جيڪڏهن اسين ٿوريءَ محنت ۽ ڪوشش کان ڪم وٺون تہ انهيءَ ٻيڙيءَ کي پڪ سان هٿ ڪري سگهون ٿا. ڇاڪاڻ تہ اهو ميربحر جنهن اها ڏٺي هئي، انهيءَ کي هڪدم سڃاڻي سگهندو. ٻيو تہ اسان وٽ انهيءَ جا وَنجهہ بہ موجود آهن. هڪ ماڻهو جنهن جو ضمير صاف آهي، اهو سواءِ پڇا ڳاڇا جي ڪنهن ٻيڙيءَ جا وَنجهہ اهڙيءَ طرح ڇڏي نہ ويندو. هاڻي ٿورو هڪ ٻئي معاملي تي بہ غور ڪجي. ٻيڙيءَ جي ملڻ جو ڪوبہ اشتهار نہ ڇاپيو ويو. ٻيڙي ماٺ ميٺ ۾ بندرگاهہ تي پهچائي ويئي هئي ۽ اهڙيءَ طرح ماٺ ميٺ ۾



Gul Hayat Institute

کو انهيءَ کي اتان ڪاهي بہ ويو. ٻيڙيءَ جي مالڪ کي اشتهار کان سواءِ، اڳاري ڏينهن جي ڪيئن خبر پيئي تہ ٻيڙي ڪٿي اهي. اها ٻيڙي سومر جي ڏينهن تہ جهلي ويئي هئي، اسان کي انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ چارو ڪونهي تہ فرض ڪريون تہ اهو شخص يعني ٻيڙيءَ جو مالڪ. ساموندي عملدار سان صلاح ۾ آهي. تڏهن تہ هو هن جي هڪ هڪ خبر مان واقف رهي ٿو.

مون قاتل جي اڪيلي سر لاش کي گهلي، درياءَ تائين ڪٺي وڃڻ جو ذڪر ڪندي چيو هو تہ هن شايد ڪنهن ٻيڙيءَ کان ڪم ورتو هوندو. هاڻي اسان کي اهوئي سمجهڻ گهرجي تہ ميري روزيءَ کي ٻيڙيءَ مان ئي درياءَ ۾ اڇلايو ويو هو. نيٺ لاشو بيٺل پاڻيءَ ۾ تہ نہ ٿو اڇلائي سگهجي. چوڪريءَ جي پٺيءَ ۽ ڪلهن تي جيڪي خاص قسم جا نشان مليا آهن، اُهي ٻيڙيءَ جي تَري جي ڪاٺين جا آهن. اها ڳالهہ بہ تہ لاش سواءِ ڪنهن وزن جي اُڇلايو ويو، اسان جي شڪ جي تصديق ڪري ٿي. جيڪڏهن لاشو ڪناري تي اُڇلايو وڃي ها تہ پوءِ انهيءَ سان ڪو وزن ضرور ٻَڌو وڃي ها. اسان جي ذهن ۾ اهائي ڳالهہ چي ٿي تہ ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ وقت قاتل، ڪنهن وزن ڪڻڻ جي ضرورت محسوس ڪرڻ کي ئي خيال ۾ نہ آندو. البت پاڻيءَ ۾ لاش اڇلائڻ وقت هن کي انهيءَ جو خيال ضرور آيو هوندو. پر انهيءَ وقت هو ڇا ٿي ڪري سگهيو؟ ڪناري ڏانهن واپس وڃڻ ۾ بہ ويتر خطرو هو. تنهن ڪري لاشو درياءَ ۾ اُڇلائي، قاتل هڪدم شهر ڏانهن روانو ٿيو هوندو ۽ ڪناري تي ڪنهن سُجي هنڌ ٻيڙيءَ مان لٿو هوندو. هاڻي ٻيڙي هن لاءِ هڪ وڏو مسئلو هجي، پر جلديءَ ۾ هُن انهيءَ جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪئي. انهيءَ کان سواءِ ٻيڙيءَ کي گهاٽ تي ٻڌڻ جو مطلب اهو ٿئي ها تہ هو پنهنجي خلاف پاڻ ثبوت موجود ڪري ها. هن جي دل ۾ قدرتي جذبو تہ اهوئي هوندو تہ انهيءَ ڏوهہ سان، جنهن بہ شيءِ جو واسطو رهيو آهي، ان کان هر صورت ۾ پاڻ آجو ڪريان. تنهن ڪري گهاٽ تي پير رکڻ سان ئي نہ رڳو هو پاڻ مينهن واڇوڙو ٿي ويو هوندو، پر ٻيڙيءَ کي بہ اتي بيهارڻ جي بدران، درياءَ تي لهرين جي حوالي ڪري ويو هوندو. هاڻي انهيءَ کان پوءِ جن حالتن تي ويچار ڪريو. صبح جو ننڊ مان اٿڻ کان پوءِ، اهو معلوم ڪري تہ ٻيڙي جهلجي پيئي آهي، هن جا تہ اوسانَ ئي خطا ٿي ويا هوندا. وري مصيبت هيءُ تہ اها ٻيڙيءَ انهيءَ هنڌ بيهاري ويئي آهي، جتان هر روز ڪيس لنگهڻو پوندو آهي- يعني انهيءَ علائقي ۾، جتي هن کي پنهنجي نوڪريءَ جي سلسلي ۾ ضرور وڃڻو پوي ٿو. تنهن ڪري رات ٿيندي ئي، وَنجهہ ڪڻڻ کان سواءِ، هو ٻيڙيءَ کي اتان ڪاهي وڃي ٿو. وَنجهن کان سواءِ اُها ٻيڙي هينئر ڪٿي آهي؟ سڀ کان پهرين تہ اسان کي انهيءَ

جو پتو هٽ ڪرڻ گهرجي. انهيءَ تي نظر پوڻ سان ئي اسان جي ڪاميابين جو سلسلو شروع ٿي ويندو. اها ٻيڙي اسان کي انهيءَ شخص تائين، جنهن آچر تي آڌيءَ رات جو قتل جو ڏوهه ڪيو هو. اهڙي تيزيءَ سان پهچائيندي، جو اسين پاڻ به دنگ رهجي ويندا سيون. هڪ ٻئي پٺيان هرهڪ ڳالهه جي تصديق ٿيندي ويندي ۽ قاتل جو پتو پئجي ويندو.

ڊوپن، انهيءَ پراسرار قتل جو معمو ڪهڙيءَ طرح حل ڪيو؟ انهيءَ جو تفصيل اسان مسودي مان ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ جي سبب بيان ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. ڪيترائي پڙهندڙ پاڻ سمجهي ويندا. هت اسين مختصر ايترو چونداسيون ته انهيءَ مان گهربل نتيجا ملي ويا ۽ پوليس جي وڏي عملدار، لاچار ٿي ڊوپن سان رکيل شرطن کي پورو ڪيو. مسٽر ايڊ گرايلن پو جو مضمون هيٺ ڏنل بيان تي ختم ٿئي ٿو. (ايڊيٽر) [1]

پڙهندڙ سمجهي ويا هوندا ته آءٌ رڳو اتفاقن جي ڳالهه ڪريان ٿو، انهيءَ کان وڌيڪ ڪجهه به نه. هن موضوع تي آءٌ مٿي جيڪي ڪجهه لکي آيو آهيان، اهو اجا به گهٽ آهي. منهنجي خيال ۾ ڪا به شيءِ مافوق الفطرت نه آهي. انهيءَ حقيقت کان ڪو به عقلمند انسان انڪار نه ڪندو ته قدرت ۽ ان جو خالق ٻه جدا شيون آهن. انهيءَ کان سواءِ، هن ڳالهه ۾ به ڪو شڪ شبهو نٿو ڪري سگهجي ته خالق پنهنجيءَ حيثيت مطابق قدرت کي ڪو روپ ڏيئي سگهي ٿو يا ان جي قانونن ۾ ڦير گهير ڪري سگهي ٿو. مون مشيت ۽ منشا جو شرط رکيو آهي ۽ بد دماغ منطقين وانگر مقدر جو سوال ڪونه اُٿاريو آهي. ڳالهه هيءُ نه آهي ته خالق پنهنجن مقرر ڪيل قانون ۾ ڪا ڦيرڦار يا ترميم نٿو ڪري سگهي. پر اهو چوڻ يقيناً غلط ٿيندو ته هن کي اهڙيءَ ڦيرڦار يا ترميم جي ضرورت پيش اچي سگهي ٿي. قدرت جا اهي قاعدا ۽ قانون ازل کان ابد تائين جي ضرورتن مطابق ٺاهيا ويا هئا. اسان لاءِ ته حال ۽ مستقبل بلڪل جدا آهن. پر اسان جي خالق جي ته سيني زمانن تي نظر آهي. هن جي اڳيان ته سيئي زمانا موجود آهن.

آءٌ وري ته چوندس ته آءٌ هنن سيني نظرين ۽ خيالن کي فقط اتفاق ئي سمجهان ٿو. هاڻ اهوئي ڏس ته بدنصيب ميري سيليا راجرس جو قصو، جيترو اسان کي معلوم آهي، اهو ميري روزيءَ جي احوال سان ايتري قدر ته ملي ٿو اچي جو عقل دنگ رهجيو وڃي. خير اهي ته سيئي ٻاهريون ڳالهيون آهن. پر ائين ڪڏهن به سوچڻ نه گهرجي ته آءٌ هڪجهڙائيءَ کي حد کان وڌيڪ اهميت ڏيڻ گهران ٿو. نه وري منهنجو

Gul Hayat Institute

اهو مطلب آهي تہ پئرس ۾، انهيءَ بدنصيب ڇوڪريءَ جي قاتل کي هٿ ڪرڻ لاءِ، جيڪي طريقا اختيار ڪيا ويا يا ويچاريا ويا، انهن مان هن واقعن ۾ بہ مدد ملي سگهندي.

آءٌ انهيءَ جو سبب بہ بيان ڪريان ٿو. اهڙي قسم جي مفروضن ۾ هيءَ ڳالهہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ انهن ٻنهي واقعن جي ننڍين ننڍين ڳالهين ۾، ٿورو فرق بہ اڳتي هلي وڏو فرق پيدا ڪري سگهي ٿو. انهيءَ سبب ڪري حالتن جا وهڪرا بلڪل جدا ٿي ويندا. بلڪل اهڙيءَ طرح، جيئن حساب ۾ ڪا ننڍڙي چوڪ ضرب جو جواب حاصل نہ ڪري سگهنداسيون. درحقيقت هي مسئلو انهن ڪيترن ئي مسئلن مان هڪ آهي جيڪي جيتوڻيڪ عام ذهنن لاءِ دلچسپي ۽ وندر پيدا ڪري سگهن ٿا، پر انهن کي فقط ڪنهن رياضيدان جو دماغ ئي چڱيءَ طرح سمجهي سگهندو. مثال طور هڪ عام پڙهندڙ کي هن ڳالهہ جو قائل ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي تہ ڇوپڙ جي راند ۾ جيڪڏهن ڪو رانديگر هڪ ٻئي پٺيان ٻہ ڀيرا ڇَڪو اڇلائي تہ انهيءَ ڳالهہ تي اوهان وڏي ۾ وڏو شرط ٻڌي سگهون ٿا تہ هو ٽيون ڀيرو ڪڏهن بہ ڇڪو نہ اڇلائيندو. عام طرح، عقل اهڙيءَ قسم جي ڳالهين مڃڻ لاءِ ڪڏهن بہ تيار نہ ٿيندو. اهو قياس ۾ اچي ئي نٿو سگهي تہ پهرين اڇلايو ڊاري جا انگ، جيڪي هاڻ ماضيءَ واسطو رکن ٿا، ايندڙ وقت جي انگن تي بہ ڪنهن نہ ڪنهن طرح اثر ڪري سگهن ٿا. ڇڪي اُڇلائڻ جو امڪان هينئر بہ اهڙو ئي معلوم ٿئي ٿو، جهڙو ڪنهن ٻئي وقت هو. هيءَ ڳالهہ دراصل اهڙي عجيب ٿي لڳي جو انهيءَ کان اختلاف ڪرڻ جي هر ڪوشش تي سنجيدگيءَ سان ڌيان ڏيڻ بدران، انهيءَ تي ٺَٺولي ڪئي وڃي ٿي، حقيقت ۾ هيءُ واقعو عقل جي ان لاڙي سببان پيدا ٿيل، انهن غلطين جي انهيءَ، طويل سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، جيڪي سچائيءَ ۽ حقيقت کي ڪنهن هڪ مجموعي ۾ ڏسڻ بدران ننڍين ننڍين ڳالهين ۾ ڳولين ٿيون.

Gul Hayat Institute

[1] هيءُ نوٽ انهيءَ رسالي جي ايڊيٽر جو آهي، جنهن ۾ پهريون پو جو هيءُ مضمون ڇپيو هو.

لئام. او. فليهرٽي

## پهرين اُڏامَ

ننڍڙو ساموندي ڪبوتر، پنهنجي پهاڙي آکيري ۾، اڪيلو ويٺو هو. هن جا ٻه ڀائر ۽ هڪ ڀيڻ، هڪ ڏينهن اڳ ۾ ئي اُڏامي ويا هئا. هن کي اُنهن سان گڏ اُڏامڻ ۾ ڀؤ پئي ٿيو. هن جڏهن اُڏامڻ جي ڪوشش ڪندي، پنهنجي آکيري جي ڇيڙي تائين ڊوڙ پاتي ۽ پَرَ ڦڙڪايا، تڏهن هن تي خوف طاري ٿي ويو. سندس پهاڙي آکيري جي هيٺان اٿاهه سمنڊ هو، جيڪو ايترو قدر ته هيٺ هو جو، ميلن جا ميل هيٺ پئي نظر آيو. هن کي ائين ٿي محسوس ٿيو، ته هن جا پَرَ سندس بار کڻي ڪونه سگهندا. ان ڪري هو پنهنجو ڪنڌ جهڪائي، پهاڙ جي ڪناري تان پٺتي، واپس وري پنهنجي آکيري ۾ ويٺو، جتي هو رات جو سمهندو هو. جيتوڻيڪ سندس ڀائرن ۽ ڀيڻ جا پَرَ سندس پَرن کان گهٽ ننڍا هئا، ان هوندي به جڏهن هو ڊوڙ پائي پهاڙ جي ڪناري وٽان پنهنجا پَرَ ڦڙڪائي اُڏامي ويا، ته هن کي ايتري همت ڪانه ٿي، جو هيءُ به پَرَ ڦڙڪائي، پهاڙ تان ٽپو ڏيئي اُڏامي وڃي. هن کي پهاڙ تان ٽپو ڏيڻ خطرناڪ پئي لڳو. هن جو پيءُ ۽ ماءُ به هن کي ڦري آيا هئا ۽ هن کي رَڙيون ڪري اُڏامڻ لاءِ چيائون ٿي، ۽ دڙڪو ڏنائونس ته "جي تون نه اُڏامندين، ته توکي اتي اڪيلو ڇڏي ويندياسين، پوءِ پل ته پيو بک مر." پر هو پنهنجيءَ جان جي خوف کان اُڏاٽوئي ڪونه.

انهيءَ ڳالهه کي چوويهه ڪلاڪ گذري چڪا هئا، ۽ انهيءَ وچ ۾ ڪوبه سندس ويجهو ڪين آيو. هڪ ڏينهن، هن پنهنجي ماءُ پيءُ کي پئي جاچيو، جن سندن ڀائرن ۽ ڀيڻ کي سارو ڏينهن اُڏامڻ جي مشق ٿي ڪرائي ۽ هنن کي اُڏامڻ ۾ پڪو ٿي ڪيو. ماءُ پيءُ پنهنجن ٻچن کي سمنڊ جي ڇولين مٿان ٽپو ڏيڻ، غوطو هڻڻ ۽ سمنڊ مان مڇيون پڪڙڻ ٿي سيکاريو. دراصل هن پنهنجي وڏي ڀاءُ کي پنهنجي پهرين شڪار ڪري، ٽڪريءَ تي ويهي کائيندي ۽ ماءُ پيءُ کي اُن جي چوڌاري فخر سان چرپر ڪندي. ڏٺو هو. انهيءَ ڏينهن سندس ساري ڪٽنب، سامهون پهاڙ جي هيٺان، هڪ مٿانهينءَ زمين تي چڪر پئي ڏنا ۽ سندس بزدليءَ تي ٽَنوليون پئي ڪيون.

هاڻي ته سج به مٿي چڙهي آيو هو ۽ سندس آکيرو، جنهن جو منهن ڏکڻ طرف هو، اُس اچڻ ڪري گرم ٿي ويو هو. هن کي گرمي ان ڪري به وڌيڪ ستائڻ لڳي. جو هن اڳينءَ رات کان ڪجهه کاڌو به ڪين هو. گذري رات آکيري کان پرڀرو، پهاڙ جي ڪناري وٽ، هن کي مڇيءَ جي سُڪلَ پڇڙي هٿ آئي،

جيڪا هن بڪ وگهي ڪاڏي هئي. پر هينئر ته هن وٽ ڪاڻ لاءِ به ڪجهه ڪين هو. هن پنهنجي آکيري جو ذرو ذرو ڪري جاچيو, اتي پيل سڪل گاهه کي به اٿلائي پٿلائي ڏٺو, جتي سندس پائر ۽ ڀيڻ آنن منجهان ڦٽا هئا. پر سڀ محنت اجائي! نيٺ هن اتي پيل سڪل آنن جي کلن کي کُرڙي کاڌو. آنن کي کرڙيندي, هن کي ائين پئي محسوس ٿيو, ڄڻڪ هن پنهنجي جسم جو حصو پئي کاڌو. هن پنهنجي پهاڙ جهڙي ميرانجهڙي بدن کي, ڊگهين ڄنگهن تي ڪٽي, پهاڙ جي هڪ ڪناري کان ٻئي ڪناري تائين ٽپا پئي ڏنا, ته من اُڏامڻ کان سواءِ, ماءُ پيءُ تائين پهچڻ جو ڏگ ملي وڃي. پر هن جي آکيري جي سيني پاسن کان اونهي لاهي هئي ۽ هيٺان اٿاهه سمنڊ! هن جي ۽ سندس ماءُ پيءُ جي وچ ۾ هڪ اونهو اوڙاهه هو. هو پنهنجي ماءُ پيءُ وٽ اُڏامڻ کان سواءِ به وڃي ٿي سگهيو, پر ان لاءِ ضروري هو, ته اُتر طرف پهاڙ جي چوٽيءَ وٽان ڦري وڃي, پر اوستائين پهچڻ لاءِ پنڌ ڪري ڪيئن؟ ڇاڪاڻ ته پهاڙ بلڪل اُڀو هو. هو مُک ته ڪانه هئي, جو اهڙي اُڀي پهاڙ تي چڙهي وڃي, جنهن جي چوٽي به ايتري مٿي هئي, جيترو آکيري کان سمنڊ هيٺ هو.

هو آهستي آهستي پهاڙ جي چوٽيءَ ڏانهن وڌي آيو ۽ هڪ ٽنگ تي بيهي, ٻي ٽنگ پَرن ۾ لڪائي ڇڏيائين. هن پهريائين هڪ اک بند ڪئي ۽ پوءِ ٻي اک بند ڪري, ائين ٿي بيٺو ڄڻڪ ڪيس ننڊ اچي ويئي هئي. اجا به ماڻس پڻس کي سندس حال تي رحم نه آيو. هن ڏٺو ته سندس ٻه پائر ۽ ڀيڻ سامهون مٿانهين پَٽ تي پنهنجو منهن ڳچيءَ جي ڪنيَن ۾ لڪائي, ستا پيا هئا ۽ سندس پيءُ پنهنجي پٺيءَ جي اڇن ڪنين ۾, چُهنب سان ڪنهي رهيو هو, فقط سندس ماءُ ڏانهنس نهاري رهي هئي. هوءَ هڪ اُڀي پٿر تي پنهنجي اڇي ڇاتي ڦوڪيو بيٺي هئي. هن جي پيرن وٽ مڇي پئي هئي. جنهن کي هن چهنب سان رکي رکي پٽي پئي کاڌو ۽ پوءِ چهنب کي پٿر سان پئي گَسايو. مڇيءَ کي ڏسي هو وڌيڪ ڇِتو ٿي پيو, هن به چاهيو پئي, ته جيڪر هو به ائين ئي مڇيءَ کي پٽي کائي, ۽ پوءِ پنهنجي چهنب پٿر سان گسائي, تکي ڪري. هن ٿڌو ساهه پري, آهستي چرپر ڪئي, جنهن جي جواب ۾ سندس ماءُ به چرپر ڪري, ڏانهنس نهاريو.

”گا, گا, گا“- هن پنهنجي ماءُ کي کاڌي آڻڻ لاءِ ٻاڏايو. ”گا- وُل- آ“, سندس ماءُ مٿس ٺٺولي ڪندي جواب ڏنو. پر هو پنهنجي ماءُ کي ٻاڏائيندو رهيو. ٻن- ٽن منٽن کان پوءِ, پنهنجي ماءُ کي چهنب ۾ مڇيءَ جو ٽڪر پاڻ ڏانهن آڻيندي ڏسي, هن خوشيءَ وچان رڙيون ڪيون. پر سندس ماءُ پهاڙ جي

ڪناري تي اچي، ويهي رهي. هن جا پير هوا ۾ ٽڙڪڻ لڳا ۽ هوءَ پَر ڦڙڪائڻ بند ڪري، هوا ۾ خاموش ٿي ويهي رهي. مڇي هن جي ڇهنب جي بلڪل ويجهو هئي. هو ڪجهه وقت ته حيرت ۾ پنهنجي ماءُ ڪي تڪيندو رهيو، پر پوءِ بک کان ڇتو ٿي، ماءُ کي ڇهنب مان مڇيءَ کسڻ لاءِ هن ٽپو ڏنو ۽ دانهن ڪري پهاڙ کان هيٺ کڏ ۾، ڪِري پيو. سندس ماءُ ڪجهه مٿيرو اُڏامي ويئي. جيئن هو ماءُ کي هيٺيرو ٿيو ته سندس پَرن جي ڦڙڪڻ جو آواز ٻڌائين. خوف کان هن جو ساهه ئي سُڪي ويو ۽ سندس دل ڄڻ ته هلندي هلندي بيهي رهي. ۽ ڪيس ڪجهه به ٻڌڻ ۾ نٿي آيو. پر سندس اها حالت ٿورو وقت هلي ۽ جلد ئي هو محسوس ڪرڻ لڳو ته سندس پَر ٻاهر تي پکڙبا پئي ويا، هوا سندس ڇاتيءَ ۽ پَرن کي چيريندي ٿي ويئي. هن محسوس ٿي ڪيو ته سندس پَرَ ڦڙڪندا، هوا کي چيريندا ٿي ويا. ۽ هو هيٺ ڪرڻ بدران، پهاڙ کان پري اُڏامندو ٿي ويو. هن کان خوف موڪلائي ويو. فقط ٿوري پنواٽي تي محسوس ڪيائين. هن وري پنهنجا پَرَ ڦڙڪايا ۽ هوا ۾ مٿي چڙهڻ لڳو. هو خوشيءَ ۾ گد گد ٿيڻ لڳو ۽ مستي ۾ اچي وري پَرَ ڦڙڪائڻ لڳو ۽ آهستي آهستي مٿي چڙهڻ لڳو. هن پنهنجي ڇاتي مٿيرو ڪئي ۽ هوا ۾ هڪ هنڌ بيهي رهيو. "گا، گا، گا"، "گا، گا، گا"، "گا-وَل-گا" سندس ماءُ خوشيءَ مان رَڙيون ڪندي، سندس پرسان اچي پهتي. هن به خوشيءَ وچان دانهن ڪري پنهنجي ماءُ کي جواب ڏنو. جلد ئي هن جو پيءُ، ڀائر ۽ ڀيڻ اڏامي اچي وٽس پهتا ۽ خوشيءَ ۾ سندس چوڌاري ٻولاٽيون کائڻ لڳا.

ان بعد هو هيٺ آيو ۽ سمنڊ مٿان اڏامڻ لڳو. هو هيٺ سائو سائو سمنڊ ۽ وِيرن کي اُٿندو ڏسي گد گد ٿيڻ لڳو. هن جا ماءُ پيءُ، ڀائر ۽ ڀيڻ به اُڏامندا سندس ويجهو اچي پهتا. سائي پاڻيءَ مٿان ويهڻ لاءِ، هن پنهنجا پير هيٺ ڪيا، پر سندس ٽنگون پاڻيءَ ۾ گهڙي ويون ۽ هن تي وري خوف طاري ٿي ويو. هن پنهنجا پَر ڦڙڪائي، پاڻيءَ مان نڪري اُڏامڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو بک، ٿڪاوٽ ۽ ڪمزوريءَ وچان اُڏامي ڪونه سگهيو ۽ ساڻو ٿي پاڻيءَ مٿان ڪري پيو. ڦهرائين سندس پير پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويا ۽ پوءِ پيٽ اچي پاڻيءَ سان لڳيس. پر ٻڏڻ بدران هو ترڻ لڳس. اهو ڏسي سندس ڪٽنب جا ڀاتي، خوشيءَ وچان ڪيس ساراهڻ لڳا، ۽ پنهنجي ڇهنبن سان مڇيءَ جا ذرا ڪٽي، ڪيس ڏيڻ لڳا.

اها هئي هن جي پهرين اُڏام!

## [ضميمو]

**افساني نگارن جي حياتين جو مختصر احوال**

### 1- اليڪساندر پشڪن

### (1799ع- 1837ع)

روس جو پهريون قومي شاعر آهي. پشڪن جا ٽي نظم: ”رسلان ۽ لدميلا“، ”يوجين اونيجن“ ۽ بورس گادنوو“ اهڙا ته مشهور ٿيا جو گلنڪا، چيڪووسڪي ۽ موسورجسڪيءَ جهڙن فنڪارن انهن کي آپيرا جي صورت ۾ پيش ڪيو. پشڪن جو ڪلاسيڪي خوفائتو داستان ”حڪم جي راڻي“ ڪجهه زمانو اڳ، ڪومساجيوسڪيءَ ناٽڪ جي صورت ۾ آٽي لنڊن ۾ پيش ڪيو. هن جون تحريرون رومانوي آهن ۽ انگريزي شاعر بائرن جي قدردان ۽ ثنا خوان هجڻ ڪري هن جو مٿس نمايان اثر آهي.

### 2- گيوواني بوڪيشو

### (1313ع- 1375ع)

بوڪيشو اٽليءَ جو جڳ مشهور شاعر، ڊانٽي، جو دوست ۽ صلاحڪار هو. بوڪيشو، ڊانٽي جي زندگيءَ بابت جيڪو ڪتاب لکيو هو، اهو انهيءَ شاعر جي زندگيءَ ۽ شاعريءَ تي هڪ مستند ۽ اهم ڪتاب ليکيو وڃي ٿو. پر بوڪيشو جي شهرت سندس هڪ ٻئي ڪتاب ”ڊي ڪئمران“، جي ڪري ٿي، جنهن ۾ هن هڪ سؤ ڪهاڻيون سلسليوار مرتب ڪيون آهن. چاسر، شيڪسپيئر، ڊرائيڊن ۽ انگريزي ادب جي ٻين ڪيترن ليکڪن انهن ڪهاڻين مان فائدو ورتو. بوڪيشو، نيپلز جي بادشاهه جي ناجائز ڌيءَ (ڊي اُڪئنس جي ڪائونٽ جي زال) سان عشق ۾ ڦاسي پيو. هن جي تحريرن تي انهيءَ عورت جو ڏاڍو اثر هو ۽ ائين ٿو معلوم ٿئي ته هُن جي ناول ”فياميتا“ جي هيروئن به اهائي عورت هئي.

Gul Hayat Institute

### 3- جارنسٽرجرن جارن سن

### (1832-1910ع)

هو پنهنجي مرڻ گهڙيءَ تائين جديد نارويئن ادب ۾ هڪ عظيم اديب سمجهيو ويو. هو هڪ وڏو حب الوطن پڻ هو. ناروي جو قومي ترانو سندس تخليق آهي. سندس تحريرون ناروي جي ترقيءَ جو جڻ ته

آئينو آهن. هن جي مشهور معروف تصنيف ٽن حصن ۾ منظوم ڊرامو ”Sigurd Slom be“ آهي. سن 1903ع ۾ هن کي ادب جو نوبل انعام ڏنو ويو هو. هيءُ افسانو، جنهن ۾ ٻهراڙيءَ جي زندگيءَ تي روشني وڌي ويئي آهي. هڪ ڪلاسيڪي افسانو سمجهيو وڃي ٿو.

**4- وسينتي بلاسڪوابانيز**

**(1967ع- 1928ع)**

وسينتي بلاسڪوابانيز، آراگون شهر ۾ ڄائو هو. هن پهرين وڪيل ٿيڻ چاهيو ٿي، پر ادب ۽ سياست ۾ دلچسپي وٺڻ سبب وڪالت کي ڇڏڻو پيس. سندس نون، نون خيالن ۽ راين جي ڪري ڪيس ڏاڍيون تڪليفون سهڻيون پيون ۽ ڪيترائي ڀيرا قيدخاني جو منهن به ڏسڻو پيس. ابانيز جي شهرت ۽ ناموريءَ جو سبب سندس لکيل ٻه ڪتاب ”Four Horsemen of the Apocalypse“ ۽ ”Blood and Sand“ آهن، جن تي رڊولف والينيتنو ٻه فلمون تيار ڪيون، جنهن ڪري مصنف سان گڏ ڪتابن کي به جاودان زندگي ملي ويئي.

**5- ايڊنافربر**

**(1887ع)**

ايڊنافربر آمريڪا جي هڪ بلند پايه ڊرامه نويس ۽ ناول نگار عورت آهي. هن کي پنهنجي لکيل ناول ”Show Boat“ جي ڪري عام مقبوليت حاصل ٿي. ان ناول جي ايتري ته شهرت ٿي، جو بعد ۾ ان تي هڪ اسٽيج- ناٽڪ تيار ڪيو ويو ۽ ان جي فلم به ٺاهي ويئي. فربر جو ٻيو مشهور ڪتاب ” So Big“ آهي، جنهن ۾ ڳوٺاڻي زندگيءَ جو اثرائتو مطالعو پيش ڪيو ويو آهي. ان ڪتاب تي سن 1924ع ۾ هن کي پلٽزر انعام به مليو هو. انهيءَ کان سواءِ فربر، ’جارج ڪافمين‘ سان گڏجي ٻه نهايت ڪامياب ڊراما ”Theatre Royal“ ۽ ”Dinner at Eight“ به لکيا، جن مان پوئين ڊرامي تي هڪ فلم به ٺاهي ويئي هئي.

Gul Hayat Institute

## 6- الف ليليٰ

الف ليليٰ جا قصا، جن مان هيءُ قصو ورتل آهي، پهرين پهرين انگريزيءَ ۾ ’ايڊورڊ- ڊبليو لين‘، سن 1840ع ۾ ترجمو ڪيا هئا. انهن قصن جي اصل ماخذ تي گهڻو اختلاف آهي. ’مسعودي‘ (سن 1904ع) انهن قصن جو ذڪر پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي ۽ اُهي ”ڪسريٰ“ بادشاهه جي ڌيءَ ”شهزادي همائيءَ“ ڏانهن منسوب ٿيل آهن. پر اِها راءِ درست آهي، ڇاڪاڻ ته خصوصيت جي لحاظ سان ڏٺو وڃي ته اِهي قصا عربي آهن ۽ نه ايراني. اهي قصا شهرزاد جي زباني بيان ڪيل آهن. جنهن هڪ اهڙي بادشاهه سان شادي ڪئي هئي، جيڪو شاديءَ واريءَ رات جي صبح جو پنهنجين زالن کي مارائي ڇڏيندو هو. پر ’شهرزاد‘، بادشاهه کي هڪ هزار ۽ هڪ راتيون نوان نوان قصا ٻڌائي، پنهنجي جان بچائي.

## 7- ايڊٿ وارٽن
## (1962ع)

آمريڪي ناول نگان ۽ افسانه نويسن ۾ ايڊٿ وارٽن کي اوچتو مقام حاصل آهي. پنهنجن ڪردارن جي بنيادي خواهشن کي نزاڪت سان پڌرو ڪرڻ ۽ انهن جي ماحول کي پڙهندڙن تائين پهچائڻ ۾ هن کي خاص ملڪو حاصل آهي. انهيءَ ڪري ئي اهڙي پُرسرار افسانن لکڻ ۾ هن جو ڪو به مَٽ ڪونهي، جهڙو سندس هيءُ افسانو آهي.

## 8- ليوجي پيرانديلو
## (1867ع- 1936ع)

جديد اطالوي ادب ۾، ليوجي پيرانديلو کي وڏو مقام آهي. هو پنهنجي ادب ۾ بهترين ڊرامه نگار ليکيو وڃي ٿو. “Six character on search of an author”, “The man with the Flower in this Mouth” ۽ “Henry IV” سندس مشهور ڊراما آهن. جيڪي انگريزي زبان ۾ به ترجمو ٿي چڪا آهن. هن جو فلسفو اهڙو ته عجيب ۽ غريب آهي، جو پڙهندڙ لاچار ٿي سوال ڪندو: ”آخر سندس مقصد ڇا آهي؟“ سن 1894ع – 1912ع جي وچ ۾، هن جيڪي به افسانا لکيا، اُهي خاص طرح اٽليءَ جي وچولي طبقي بابت آهن. ”پڳ- مٽ يار“ خالص ۽ هلڪيءَ بيوقوفيءَ جو هڪ عمدو مثال آهي.



Gul Hayat Institute

**9- پوسنگ لِنگ**

**سترهينءَ صديءَ عيسويءَ واري زماني سان تعلق رکي ٿو. هن جي زندگيءَ جو مختصر احوال، سنڌس ڪتابن جي انگريزي مترجم، مسٽر البرٽ اي.گائيلس جي ڪيل تحقيقات ۾ ملي ٿو. انهيءَ موجب، پُوسنگ لِنگ، شانتنگ صوبي جي زوشائو شهر جو رهاڪو هو ۽ پنهنجي دوستن ۾ "غير فاني انسانن جي آخري نشاني" جي لقب سان مشهور هو. هن پنهنجي وقت جي اعليٰ امتحانن جو اوائلي درجو نهايت ڪاميابيءَ سان پاس ڪيو، پر 1651ع ڌاري آخري امتحان ۾ ڪاميابي حاصل نہ ڪري سگھيو. تنهن ڪري وڌيڪ تعليم پرائڻ جو خيال ڦٽو ڪري، هو پنهجي لازوال ڪهاڻين جي انتخاب لکڻ ۾ لڳي ويو. جن کي مسٽر گائيلس "چيني مصور خاني جون عجيب ۽ غريب ڪهاڻيون" جو عنوان ڏنو آهي. انهن ڪهاڻين ۾، انهيءَ دؤر جي چيني ادب جي نهايت مڪمل ۽ دلچسپ تاريخ موجود آهي، جنهن مان سترهين صديءَ جي چيني وهمن، وسوسن ۽ ريتن رسمن جي چڱيءَ طرح ڄاڻ پئجي سگھي ٿي.**

**10- ارنيسٽ هيمنگوي**

**(1898ع- 1964ع)**

**هيمنگوي آمريڪا جي شهر ايلنائز ۾ ڄائو هو. هن هڪ ڪتاب "ٽي ڪهاڻيون ۽ ڏهہ نظم" جي عنوان سان لکي، پنهنجي ادبي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. پر گھڻو ڪري هن جي جڳ- مشهوريءَ جو سبب جنگ جي موضوع تي لکيل ناول "A Farewell to Arms" ۽ علامتي ناول "The old Man and the Sea" آهن. انهن کان سواءِ هن جا ٻيا بہ ڪيترائي ناول جهڙوڪ، "Death in the Afternoon" "Winter Take Nothing" ۽ "For Whom the Bell Tools" وغيره پڻ گھڻو مشهور ٿيا ۽ هن جي ڪيترن ناولن تي فلمون بہ ٺهيون آهن. اعليٰ امنگن ۽ نازل واقعن کي نهايت مختصر ۽ ننڍڙن جملن ۾ آسان ۽ عام لفظن جي وسيلي بيان ڪرڻ هُن جي منفرد ۽ بيمثال طرز- تحرير جي خاص خوبي آهي.**

Gul Hayat Institute

## 11- مئڪسم گورڪي

(1868ع- 1936ع)

نني نوفگوراو ڳوٺ (جنهن کي سندس نالي پٺيان هاڻي "گورڪي" ڳوٺ سڏيو وڃي ٿو) ۾ ڄائو هو. سندس زندگيءَ ۾ ڪيترائي عجيب ۽ غريب حادثا ٿيا ۽ سن 1897ع تائين، هُن نيچ ڪان نيچ پورهيا ڪري، تڪليفون ۽ مصيبتون سهي، حياتي گذاري. ان ڪان پوءِ جلد ئي هن جي افسانن جو پهريون مجموعو ڇپجي پڌرو ٿيو، جنهن ڪري هڪ افساني نگار جي حيثيت سان هن جي شهرت عام ٿي. گورڪيءَ جون سموريون همدرديون هيٺئين ۽ مفلس طبقي سان هيون، جنهن مان ئي هن پنهنجي افسانن لاءِ مختلف ڪردار چونديا آهن. هُن روس ۾ 1917ع واري بولشيوڪ نظام جو ساٿ ڏنو ۽ صحت جي خرابيءَ هوندي بہ سورينٽو شهر ڇڏي، واپس اچي روس ۾ رهيو. هو ڪيترن ئي ورهين ڪان سلهہ جي مرض ۾ مبتلا ۽ آخر ۾ نمونيا ٿي پيس، جنهن ڪان پوءِ اوچتو دل ٽُٽڻ ڪري وفات ڪيائين.

## 12- لوئي ڪَپيرو

(1863ع- 1923ع)

هي هيگ ۾ ڄائو هو، پر سندس اوائلي ڄمار جو ڪجھ حصو جاوا ۾ گذريو. هن نظم جا بہ ڪتاب لکي، پنهنجي ادبي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. سن 1889ع ۾ هن جو لکيل ناول "ايلن ويري" ڇپيو، جنهن جي ڪري ڪيس جڳ- مشهوري ملي. ڪپيرو، ڊچ گهرو زندگيءَ جي نقش چٽڻ ۾ ماهر سمجهيو ويندو هو. هيءُ شاندار ۽ شوخ افسانو سندس بين لکڻين ڪان وڌيڪ انوکو ۽ نرالو آهي.

## 13- او- هينري

(1862ع- 1910ع)

او- هينري، جنهن جو اصلي نالو وليم سڊني پوٽر هو. ڏکڻ آمريڪا جي ڪارولينا رياست جو رهاڪو هو. هن ان وقت افسانا لکڻ شروع ڪيا، جڏهن پاڻ ويساهہ گهاتيءَ جي الزام ۾ قيد جي سزا ڪاٽي رهيو هو. جڏهن آزاد ٿيو، تڏهن سندس افسانن کي ويتر شهرت حاصل ٿي، ۽ زندگيءَ جو پويون ڏؤر ڏاڍي اطمينان سان گذاريائين. آمرڪي افساني نگارن ۾ او- هينري چوٽيءَ جو افساني نگار ليکيو

Gul Hayat Institute

وجي ٿو. ذهانت، مزاج، عام ماڻهن جي گهري ڄاڻ ۽ پنهنجن افسانن جي آخر ۾ اوچتو ڦيرو آڻڻ، سندس خاص خوبيون آهن.

## 14- نظامي
(1140ع- 1202ع)

هن مشهور فارسي شاعر جو پورو نالو نظام الدين ابو محمد الياس بن يوسف هو. عام طرحن هن کي اوائلي فارسي رومانوي شاعر سمجهيو وڃي ٿو. هيءَ ڪهاڻي "ليلي- مجنون" سندس ٻيءَ مشهور مثنويءَ جو نثر ۾ ترجمو آهي. هن جي پهرين مثنوي "خسرو- شيرين" هئي. جنهن تي وقت جي بادشاهه هن کي پنهنجيءَ درٻار ۾ ڪرسي ڏني ۽ ٻه ڳوٺ جاگير طور ڏنا.

## 15- ايڊگر ايلن پو
(1809ع- 1849ع)

هڪ ائڪٽر جو پٽ، ميساچوسيٽس رياست جي بوسٽن شهر ۾ ڄائو هو. هڪ امير سوداگر، جان ايلن، هن کي نپايو ۽ انگلينڊ جي اسٽوڪ نيونگٽن ۾ تعليم پرائڻ لاءِ موڪليائين. ان کان پوءِ ٿورو وقت ورجينا يونيورسٽي ۽ ويسٽ پائنٽ ۾ فوجي تعليم حاصل ڪري، هن اخبار نويس جو ڌنڌو شروع ڪيو ۽ هڪ اخبار جو ايڊيٽر ٿيو. سن 1831ع تائين، 16 ورهين جي عرصي ۾ پو پنهنجا بهترين افسانا ۽ نظم لکيا "ميري روزيءَ جو پراسرار قتل"، پو جي شاندار ذهن ۽ بهترين منطق جو لاثاني مثال آهي. هو مرڻ وقت ڏاڍو ڪنگال ۽ مفلس هو.

## 16- لئام. او فليهرٽي
(1897ع)

لئام. او فليهرٽي ايرن ٻيٽن ۾ ڄائو هو. تعليم پرائڻ کانپوءِ هن پادري ٿيڻ جو ارادو ڪيو، پر پهرين وڏي لڙائيءَ ۾، حصو وٺڻ کان پوءِ هن اهو خيال ئي لاهي ڇڏيو. سن 1918ع کان پوءِ هن خانه بدوشن واري زندگي گذارڻ شروع ڪئي ۽ سڄيءَ دنيا ۾ گهمندو رهيو. ڪڏهن جهاز جي خلاصيءَ جي حيثيت ۾ ته ڪڏهن وري مزور ۽ ڦُلي ٿي. نيٺ آئرلينڊ موٽي آيو ۽ ڪميونسٽ تحريڪ ۾ حصو وٺڻ لڳو. هن جي ناول "The informer" تي ڪيس ملڪ جو ادبي انعام "دي جيمنس ٽيٽ بلئڪ پرائز"

ٻہ مليو. هن جي سيني شاندار افسانن مان انهن افسانن ۾ وڌيڪ ڪشش ۽ جاذيت آهي، جن ۾ هن افساني وانگر، فطرت جو مطالعو ڪيو ويو آهي.

(پورو ٿيو)

پيشڪش : آن لائين ڪتاب گهر

ترتيب : قاسم سنڌي

نوٽ: (هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي ويب سائيٽ تان ڪٽي پي ڊي ايف جي صورت ۾ آڻي پڙهندڙن جي سهولت لاءِ رکيو ويو)

5/05/2014

Gul Hayat Institute